**Roshni Book No. 650**

ڪتاب جو نالو: پيرِ ڪامل ﷺ
ليکڪا: عميره احمد
سنڌيڪار: مُنور ٻٽ
ڇاپو پهريون: © روشني 2014ع
ڪمپوزنگ: انور حسين سومرو
روشني ڪمپوزرز اينڊ پرنٽرز حيدر چوڪ، حيدرآباد.
ڇپيندڙ: فائين ڪميونيڪيشن، حيدرآباد.
ڇپرائيندڙ: روشني پبليڪيشن، ڪنڊيارو سنڌ.
قيمت: -/495 رپيا

**PIR-E-KAMIL** Sale Allah Alaihe wa Aalihe Wasalam
by: **Umera Ahmed**
Translated by: **Munawar Butt**

Composed by: Anwer Hussain Soomro
Roshni Composers and Printers, Hyder Chowk, Hyderabad
Printed by: Fine Communication, Hyderabad Sindh
Published by: Roshni Publication, Kandiaro
First Edition © Roshni 2014

—— اسٽاڪسٽ ——

شاهه لطيف ڪتاب گهر، گاڏي کاتو حيدرآباد
پناڻي بوڪ هائوس اوريئنٽ سينٽر حيدرآباد + ڪنگ پنگ بوڪ هائوس، پريس ڪلب، حيدرآباد
فيضان بوڪ ڊيپو حيدرآباد + ڪاٺياواڙ اسٽور، اردو بازار، ڪراچي
لال بخش نيوز پيپر ايجنٽ، ٽنڊو
رابيل ڪتاب گهر، لاڙڪاڻو + رهبر بڪ اڪيڊمي، رابعه سينٽر، لاڙڪاڻو + عبدالله بُڪ سينٽر، لاڙڪاڻو
مدني بڪ ڊيپو لاڙڪاڻو + نيشنل بوڪ ڊيپو بندر روڊ، لاڙڪاڻو + نوراني بوڪ ڊيپو بندر روڊ، لاڙڪاڻو
اشرف بوڪ اسٽال مسجد روڊ، نوابشاهه + المهراڻ ادبي ڪتاب گهر، سڪرنڊ
مهراڻ بُڪ ڊيپو ڪهڙو + العزيز ڪتاب گهر، عمرڪوٽ
ٿر ڪتاب گهر، مٺي + اڪرم بوڪ اسٽال ميرپورخاص
سليم نيوز ايجنسي نيو بس اسٽينڊ، دادو + جنيد بوڪ ڊيپو دادو + مدني اسلامي ڪتب خانو دادو
مراد بڪ اسٽال سيوهڻ + المهراڻ ادبي ڪتاب گهر، سانگهڙ
مرچو لال بوڪ ڊيپو بدين + رحيم بوڪ ڊيپو بدين
ڪتاب مرڪز فريئر روڊ، سکر + عزيز ڪتاب گهر، بئراج روڊ، سکر + الفتح نيوز ايجنسي مهراڻ مرڪز سکر
تهذيب نيوز ايجنسي، خيرپور ميرس + نيشنل بڪ اسٽال، پنج گلو چوڪ، خيرپور ميرس
لغاري بڪ ڊيپو نري ميرواهه + مڪتبه عزيزيه کهڙا + سچل ڪتاب گهر، درازا
قاسميه لائبريري اسپتال روڊ ڪنڊيارو + سارنگ ڪتاب گهر، ڪنڊيارو

انتساب اردو كتاب

# وَرَفَعۡنَا لَكَ ذِكۡرَكَ

(۽ اسان توهان ﷺ جي ذڪر کي بلند ڪري ڇڏيو)

سيپارو 30 سورت الم نشرح آيت 4

میرے ہاتھوں سے اور میرے ہونٹوں سے خوشبو جاتی نہیں،
کہ میں نے اسم محمد ﷺ کو لکھا بہت اور چوما بہت۔

# سنڌي ترجمي جو انتساب

## اَلنَّبِيُّ اَوْلٰى بِالْمُؤْمِنِيْنَ مِنْ اَنْفُسِهِمْ

(هي نبي مسلمانن جو سندن ساهه کان وڌيڪ مالڪ آهي.)

سيپارو 21 سورت احزاب آيت 6

وحده لاشريڪ له، جان ٿو چئين اِيئن،
تان مڃ محمّد ڪارڻي، نرتون منجهان نينهن،
تان تون وڃيو ڪيئن، نائين سر ٻين کي؟
(ڀٽائي)

# فهرست

# درود شریف

---

اَللّٰھُمَّ صَلِّ عَلٰی مُحَمَّدٍ وَّعَلٰی آلِ مُحَمَّدٍ کَمَا صَلَّیتَ
عَلٰی اِبرَاھِیمَ وَعَلٰی آلِ اِبرَاھِیمَ اِنَّکَ حَمِیدٌ مَّجِیدٌ ط
اَللّٰھُمَّ بَارِکْ عَلٰی مُحَمَّدٍ وَّعَلٰی آلِ مُحَمَّدٍ کَمَا بَارَکتَ
عَلٰی اِبرَاھِیمَ وَعَلٰی آلِ اِبرَاھِیمَ اِنَّکَ حَمِیدٌ مَّجِیدٌ ط

# پنهنجي پاران

11 مارچ 2012ع مطابق 17 ربيع الثاني 1433 هه آچر ڏينهن تي منهجي اڪيلي ٻار نياڻي جي اولاد بختاور ٻٽ جي شادي جي تاريخ مقرر ٿيل هئي. آفيس کان هڪ مهيني جي موڪل ڪري آيو هيس. جيئن ته ڪم ڪار گهڻو ڪري منهنجي نناڻي ياءُ منصور علي ٻٽ تي سنڀاليا. انهي ڪري مان واندو هوندو هيس. وقت پاس ڪرڻ لاءِ الماڙي ۾ رکيل ڪتابن مان ڪو ڪتاب ڪڍي پڙهڻ لاءِ ڪتاب اٿلائي رهيو هيس. منهنجن سنڌي ڪتابن سان گڏ ٻه اردو ڪتاب به ڏسڻ ۾ آيا. جيڪي محترمه عُميره احمد جا لکيل هئا:

1. ايمان، اُميد اور محبت
2. دربارِ دل

"ايمان، اميد اور محبت" ڪتاب ڪڍي وقت گذارڻ لاءِ پڙهڻ شروع ڪيم. ڪتاب شروع ڪرڻ کان پوءِ ايترو ته گم ٿي ويس، جو ڪتاب جي پڇر ئي ڪو نه ٿي ڇڏيم. سواءِ ماني کائڻ ۽ نماز پڙهڻ لاءِ مسجد شريف ڏانهن وڃڻ جي باقي سڄو ڏينهن گهر ۾ ويهي ڪتاب ئي پڙهندو رهيس. نتيجي ۾ ٻن ڏينهن ۾ ڪتاب پڙهي پورو ڪيم.

مون ڪيترن ئي اديبن جا سنڌي ۽ اردو ناول، افسانا ۽ ڪهاڻيون پڙهيون آهن، جن ۾ سماجي ڳالهين کي بيان ڪيو ويو آهي، پر منهنجي پنهنجي مطالعي هيٺ ڪڏهن به اهڙو ڪتاب ڪونه آيو آهي، جنهن ۾ هڪ ئي وقت مذهبي، سماجي ۽ پيار ڪهاڻي کي تجسس جي صورت ۾ بيان ڪري، ناول جو روپ ڏنو ويو هجي. جيترو "ايمان، اُميد اور محبت" ڪتاب ۾ پيش ڪيل هيو. اهو ئي سبب آهي ته ڪتاب کي شروع ڪرڻ کان پوءِ واپس رکڻ تي دل ئي نٿي مڃيو.

ڪتاب جي آخر ۾ پهچڻ تي محترمه عُميره احمد جي ڇپيل ڪتابن جا نالا ڄاڻايل هيا. جن ۾ هڪ ڪتاب "پير ڪامل ﷺ" به هيو. ڪراچي واپس اچي ڪتاب گهر تان عُميره احمد جو ڪتاب "پير ڪامل ﷺ" وٺي گهر ڪٺي آيس. اتي پڙهڻ شروع ڪيم ته هي به مون کي هڪڙو ناول لڳو. وچو واڙي نظر ڊوڙائڻ سان اهو ته اندازو ٿيو ته ڪتاب ۾ حضور ﷺ جن جو ذڪر ٿيل آهي، پر ٻين سيرت جي ڪتابن وانگر گهڻو مواد سيرت متعلق محسوس ڪونه پئي ٿيو. بهرحال باقاعده سان پڙهڻ شروع ڪيم ته هن ڪتاب ۾ به اهو ئي تجسس برقرار رهيو. ڪتاب پورو ڪرڻ کان پوءِ مان محترمه ليکڪا کي داد ڏيڻ کان رهي ڪونه سگهيس. ڪهڙي نه خوبصورتي سان مذهبي، سماجي ۽ محبتي روين کي بيان ڪيو اٿس ۽ مختلف ماڻهن جي اخلاقي پهلوئن وارن ڪردارن کي ڪيئن وائکو ڪيو اٿس.

دل گهريو تہ اهڙي شاهڪار ڪتاب کي سنڌي جو روپ ڏئي پنهنجن سنڌي پائرن جي هٿن تائين پهچايان. ناول جا ڪردار شاهوڪار گهراڻي ۽ شاهوڪار علائقن جا رهواسي هجڻ سان گڏ انگريزي تعليم وارا آهن. جيڪي روزمره جي زندگي ۾ پنهنجن گهرن ۾ بہ گهڻو ڪري انگريزي ڳالهائيندا رهندا آهن. ليڪڪا ڪيترين جاين تي انهن کان انگريزي جملا چورايا آهن. مون بہ ڪٿي ڪٿي ترجمي ۾ انهن جملن جي تلفظ کي سنڌي ۾ لکيو آهي تہ ڪٿي لفظي معنيٰ جي بجاءِ سنڌي ۾ مروجہ جملا يا لفظ استعمال ڪيا آهن تہ جيئن ترجمو پڙهندڙ کي اوپري ٻولي جو احساس نہ ٿئي. البت ان سان گڏوگڏ ڪٿي ڪٿي اردو ڪتاب ۾ آيل انگريزي لفظن کي ڏنگين ۾ بہ لکيو آهي تہ جيئن پڙهندڙ کي خبر پوي تہ ليڪڪا اصل ۾ ڪهڙو لفظ استعمال ڪيو هيو. ترجمي جي سٽاءُ ۾ مان ڪيترو ڪامياب ويو آهيان اهو پڙهندڙن تي ڇڏيل آهي تہ ان بابت راءِ قائم ڪن. مون تہ صرف هڪڙي سٺي پهلو کي اوهان تائين پهچائڻ جي ڪوشش ڪئي آهي، جنهن کي مان پاڻ لاءِ سعادت سمجهان ٿو.

منهنجا ترجما پڙهندڙ جڏهن منهنجي نمبر 0334 3181387 تي فون ڪري همت افزائي ڪندا آهن ۽ ڪنهن ڪتاب جي سٺو هجڻ جي راءِ ڏيندا آهن تہ مان اهو محسوس ڪندو آهيان تہ منهنجي محنت ڪارائتي ٿي وئي. ڏٽي در دعا آهي، تہ منهنجي هن ڪاوش کي بہ قبوليت جو شرف عطا ڪري، آمين.

**مُنور ٻُٽ**

# پيش لفظ

پير ڪامل ﷺ ڪي مون اوهان لاءِ لکيو آهي. توهان سڀني جي زندگيءَ ۾ اچڻ واري ان موڙ جي لاءِ جڏهن روشني يا اونداهي جي چونڊ جو فيصلو اسان تي ڇڏيو ويندو آهي. اسان گُهرون ته ان لاٽ تي قدم وڌايون، جيڪا روشن آهي يا گُهرون ته اونداهيءَ ۾ هليا وڃون.

روشنيءَ ۾ هجڻ جي باوجود به انسان ڪي اڪيون ڪليل رکڻيون پونديون آهن. جيڪڏهن اهو ٿاٻو کائڻ کان سواءِ زندگيءَ جو سفر طئي ڪرڻ گهري ٿو ته --- باقي اونداهيءَ ۾ داخل ٿيڻ کان پوءِ اکيون ڪليل رکجن يا بند ڪوئي فرق ڪونه پوندو آهي، اونداهي نوڪرن ڪي انسان جي زندگيءَ جو مقدر بڻائي ڇڏيندي آهي.

پر ڪڏهن ڪڏهن اونداهيءَ ۾ قدم رکڻ کان پوءِ ٿاٻو کائڻ کان اڳ ۾ ئي انسان کي پڇتاءَ جو احساس ٿيڻ لڳندو آهي. اهو موٽي واپس ان موڙ تي اچڻ گُهرندو آهي، جتان ان سفر شروع ڪيو هيو. تڏهن صرف هڪڙي شي ان جي مدد ڪري سگهندي آهي. ڪوئي آواز جيڪو واٽ ڏيکارڻ جو ڪم ڪري ۽ انسان مڃڻ (اطاعت) کان سواءِ ڪجهه به نه ڪري

پير ڪامل ﷺ اهو ئي آواز آهي، جيڪو انسان ڪي اونداهيءَ مان ڪڍي روشني ۾ وٺي اچي سگهي ٿو ۽ وٺي ايندو آهي. جيڪڏهن انسان روشني گهري ته--- ۽ "يقيناً هدايت انهن کي ڏني ويندي آهي، جيڪي هدايت گهرندا آهن."

اچو ته هڪڙو دفعو وري پير ڪامل ﷺ کي ٻڌون.

**عُميره احمد**

# نعت شریف

کچھ نہیں مانگتا شاہوں سے یہ شیدا تیرا
اس کی دولت ہے فقط نقشِ کفِ پا تیرا۔

لوگ کہتے ہیں کہ سایہ تیرے پیکر کا نہ تھا،
میں تو کہتا ہوں جہاں بھر پہ ہے سایہ تیرا۔

اب بھی ظلمات فروشوں کو گلہ ہے تجھ سے،
رات باقی تھی کہ سورج نکل آیا تیرا۔

دست گیری میری تنہائی میں تونے ہی تو کی،
میں تو مرجاتا اگر ساتھ نہ ہوتا تیرا۔

پورے قد سے کھڑا ہوں تو یہ تیرا ہے کرم،
مجھکو جھکنے نہیں دیتا ہے سہارا تیرا۔

میں تجھے عالمِ اشیا میں بھی پا لیتا ہوں،
لوگ کہتے ہیں کہ یہ ہے عالمِ بالا تیرا۔

وہ اندھیروں سے بھی درانہ گذر جاتے ہیں،
جن کے ماتھے پہ چمکتا ہے ستارا تیرا۔

احمد ندیم قاسمی

# باب پهريون

"منهنجي زندگيءَ جي سڀ کان وڏي خواهش؟" بال پين کي چپن ۾ جهلي اها سوچ ۾ پئجي وئي. پوءِ هڪڙو ڊگهو ساهه کڻي ڪجهه بيوسيءَ مان مُرڪي.

"انهيءَ سوال جو جواب ڏيڻ ڏاڍو ڏکيو آهي."

"ڇو مشڪل آهي؟" جويريه ان کان پڇيو.

"ڇو ته منهنجون ڪوڙ ساريون خواهشون آهن. ۽ هر خواهش مون لاءِ گهڻي اهم آهي." ان مٿو لوڏيندي چيو.

اهي ٻئي آڊيٽوريم جي پٺئين حصي ۾ پٿ سان ٽيڪ ڏيون زمين تي ويٺيون هيون.

يارهين جماعت جي پري ميڊيڪل ڪلاس ۾ اڄ انهن جو اٺون ڏينهن هيو ۽ ان وقت اهي ٻئي پنهنجي واندڪائي (فري) واري پيريڊ ۾ آڊيٽوريم جي پٺئين حصي ۾ اچي ويهي رهيون هيون. لوٽيائل بيهي داڻن کي هڪ هڪ ڪري کائيندي جويريه ان کان پڇيو هيو.

"امامہ! تنهنجي زندگيءَ جي سڀ کان وڏي خواهش ڪهڙي آهي؟"

امامہ ڪجهه حيرانيءَ مان ان کي ڏٺو ۽ سوچ ۾ پئجي وئي.

"پهريائين تون ٻڌاءِ، تنهنجي زندگيءَ جي سڀ کان وڏي خواهش ڪهڙي آهي؟" امامہ جواب ڏيڻ جي بجاءِ، موٽ۾ ان کان سوال ڪيو.

"پهريائين مون پڇيو آهي، پهريان توکي جواب ڏيڻ گهرجي". جويريه ڪنڌ لوڏيو.

"ڇڱو..... ٺيڪ آهي..... مون کي ڪجهه وڌيڪ سوچڻ ڏي" امامہ هڪدم هار مڃيندي چيو: "منهنجي زندگيءَ جي سڀ کان وڏي خواهش؟" اها مڻ مڻ ڪرڻ لڳي. "هڪڙي خواهش ته اها آهي ته منهنجي حياتي گهڻي ڊگهي ٿئي." ان چيو.

"ڇو......؟" جويريه کلڻ لڳي.

"بس پنجاهه سٺ سال جي حياتي مون کي بلڪل ننڍي لڳي ٿي..... انسان کي دنيا ۾ گهٽ ۾ گهٽ سو سال ته ملڻ گهرجن........ ۽ پيو ته مان گهڻو ڪجهه ڪرڻ گهران ٿي...... جيڪڏهن جلدي مري وينديس ته پوءِ منهنجون سيئي خواهشون اڌوريون رهجي وينديون." ان بيهي مڱ جو هڪڙو داڻو وات ۾ وجهندي چيو.

"پلا ٻي......" جويريه چيو.

"۽ اهو ته مان ملڪ جي سڀ کان وڏي ڊاڪٽرياڻي ٿيڻ گهران ٿي..... سڀني کان سٺي اکين جي ماهر ڊاڪٽرياڻي (آئي اسپيشلسٽ). مان گهران ٿي ته جڏهن پاڪستان

۾ اکين جو آپريشن ڪرڻ وارن جي تاريخ لکي ويچي ته ان ۾ منهنجو نالو سرفهرست (ٽاپ آف دي لسٽ) هجي." ان مرڪندي آسمان ڏانهن نهاريو.

"چڱو پر جي تون ڪڏهن ڊاڪٽرياڻي ٿي نه سگهين ته.....؟" جويريه چيو: "آخر اها اهليت(ميرٽ) ۽ قسمت جي ڳالهه آهي."

"ائين ممڪن ئي ڪونه آهي. مان ايتري محنت ڪري رهي آهيان جو اهليت تي هر صورت ۾ پورو لهنديس. ان کان علاوه منهنجي پيءُ ماءُ وٽ ايترو پئسو آهي، جيڪڏهن مان هتي ڪنهن ميڊيڪل ڪاليج ۾ داخلا وٺڻ ۾ڪامياب نه ٿي سگهيس ته اهي مون کي ٻاهر ڪنهن ٻئي ملڪ ۾ موڪليندا."

"پوءِ به، جيڪڏهن ائين ٿئي جو تون ڊاڪٽرياڻي نه ٿي سگهين ته.....؟"

"ٿي ئي نٿو سگهي.... اها منهنجي زندگيءَ جي سڀني کان وڏي خواهش آهي. مان ان ڌنڌي (پروفيشن) جي لاءِ سڀ ڪجهه ڇڏي سگهان ٿي. اهو منهنجو خواب آهي. پوءِ ڀلا خوابن کي ڪيئن ڇڏي يا وساري ٿو سگهجي، ناممڪن (امپاسيبل)...."

امامه قطعي انداز ۾ مٿو ڌوڻيندي ترپءَ تي رکيل داڻن مان هڪڙو ٻيو داڻو وات ۾ وڌو.

"زندگيءَ ۾ ڪجهه به ناممڪن ڪو نه هوندو آهي..... ڪڏهن به ڪجهه به ٿي سگهندو آهي. فرض ڪر ته تون ڊاڪٽرياڻي نٿي ٿي سگهين ته.....؟ پوءِ تون ڇا ڪندينءَ......؟ تنهنجو رد عمل (ري ايڪشن) ڪهڙو هوندو؟" امامه هاڻي سوچ ۾ پئجي وئي.

"پهريان ته مان تمام گهڻو روئينديس، تمام تمام گهڻو..... ڪيترائي ڏينهن..... ۽ پوءِ مان مري وينديس....."

جويريه بي اختيار کلڻ لڳي "۽ هاڻي ٿوري دير اڳ ۾ ته تو اهو پئي چيو ته توکي ڊگهي عمر گهرجي...... ۽ هاڻي تون چوين ٿي ته مري وينديندينءَ."

"ها. ته پوءِ جيئرو رهي ڇا ڪنديس. منهنجا سڀئي منصوبا (پلانس)ته ڊاڪٽري جي حوالي سان آهن...... ۽ اها شي حياتيءَ مان نڪري وئي ته پوءِ باقي بچندو ڇا؟"

"يعني تنهنجي هڪڙي وڏي خواهش ٻي وڏي خواهش کي ختم ڪري ڇڏيندي؟"

"تون ائين ئي سمجهه......"

"ته پوءِ ان جو مطلب ته اهو ٿيو ته تنهنجي سڀ کان وڏي خواهش ڊاڪٽرياڻي ٿيڻ آهي، ڊگهي زندگي پائڻ نه."

"تون چئي ٿي سگهين....."

"ڀلا...... جيڪڏهن تون ڊاڪٽرياڻي ٿي نه سگهينءَ ته پوءِ مرندينءَ ڪيئن..... خودڪشي ڪندينءَ يا قدرتي (طبعي) موت؟" جويريه وڏي دلچسپي سان پڇيو.

"قدرتي موت ئي مرنديس......خودڪشي ته ڪري ئي نٿي سگهان." امامه لاپرواهيءَ سان چيو.

"۽ جيڪڏهن توکي قدرتي موت نه اچي سگهيو ته..... منهنجو مطلب آهي جلدي نه آيو ته پوءِ تون ڊاڪٽرياڻي نه ٿيڻ جي باوجود به ڊگهي حياتي گذاريندينءَ."

”نہ مون کي خبر آهي تہ مان جيڪڏهن ڊاڪٽرياڻي ٿي نہ سگهيس تہ پوءِ جلدي مري ويندس. مون کي ايترو ڏک ٿيندو جو مان جيئرو رهي ئي ڪونہ سگهنديس.“ ان يقين سان چيو.

”تون جيتري خوش مزاج آهين. مان ڪڏهن بہ يقين نٿي ڪري سگهان تہ تون ڪڏهن ايتري ڏکاري ٿي سگهين ٿي، جو روئي روئي مري وڃين: ۽ اهو بہ صرف ان لاءِ تہ تون ڊاڪٽرياڻي ٿي نہ سگهينءَ. عجيب ٿو لڳي (لُڪس فني).“ جويريہ هن دفعي ان جو مذاق اڏائڻ واري انداز ۾ چيو.

”تون هاڻي منهنجي ڳالهہ ڇڏ. پنهنجي ڳالهہ ڪر. تنهنجي زندگيءَ جي سڀ کان وڏي خواهش ڪهڙي آهي؟“ امامہ موضوع بدلائيندي چيو.

”رهڻ ڏي.....“

”ڇو رهڻ ڏيان....؟ ٻڌاءِ نہ؟“

” تو کي خراب لڳندو؟“ جويريہ ڪجهہ لهرائيندي چيو.

امامہ ڪنڌ ورائي حيرانيءَ مان ان کي ڏٺو. ”مون کي ڇو خراب لڳندو؟“

جويريہ ماٺ ٿي رهي.

”اهڙي ڪهڙي ڳالهہ آهي جو مون کي خراب لڳندي؟“ امامہ پنهنجو سوال ورجايو.

”خراب لڳندي“ جويريہ ٻڏندڙ آواز ۾ چيو.

”آخر تنهنجي زندگيءَ جي سڀ کان وڏي خواهش جو منهنجي حياتيءَ سان ڪهڙو تعلق آهي جو مان ان کي خراب سمجهي ڪاوڙ ڪنديس.“ امامہ هن دفعي ڪجهہ منجهيل انداز ۾ پڇيو. ”ڪاٿي تنهنجي اها خواهش تہ ڪو نہ آهي تہ مان ڊاڪٽرياڻي نہ ٿيان؟“ امامہ کي اوچتو ياد آيو.

جويريہ کلي ڏنو. ”نہ...زندگي صرف هڪڙي ڊاڪٽر ٿيڻ کان گهڻو وڌيڪ اهميت واري هوندي آهي.“ ان ڪجهہ فلسفاڻي انداز ۾ چيو.

”ڳجهارتون ڏيڻ ڇڏي ڏي ۽ مون کي ٻڌاءِ“ امامہ چيو.

”مان واعدو ٿي ڪريان، مان ڪاوڙ ڪونہ ڪنديس.“ امامہ پنهنجو هٿ ان ڏانهن وڌائيندي چيو.

”واعدو ڪرڻ جي باوجود منهنجي ڳالهہ ٻڌڻ سان توکي ڏاڍي ڪاوڙ لڳندي. سنو آهي تہ اسان ڪا ٻي ڳالهہ ڪريون.“ جويريہ چيو.

”ڀلا مان اندازو ٿي لڳايان. تنهنجي انهيءَ خواهش جو تعلق منهنجي لاءِ ڪنهن اهم شي سان آهي.... ٺيڪ (رائيٽ)....؟“ امامہ ڪجهہ سوچيندي چيو. جويريہ ڪنڌ ڌوڻيو.

”هاڻ سوال اهو ٿو پيدا ٿئي تہ منهنجي لاءِ ڪهڙي شي ايتري اهم ٿي سگهي ٿي تہ مان.......“اها ڳالهہ ڪندي ماٺ ٿي وئي.

”پر جيستائين مان تنهنجي خواهش جي نوعيت نٿي ڄاڻان. مان ڪجهہ بہ اندازو ڪري نٿي سگهان. جويريہ ٻڌاءِ..... مهربان (پليز)..... هاڻي تہ مون کي ڏاڍي هورا کورا ٿي رهي آهي.“ ان منٿ ڪئي.

اها ڪجهه دير تائين سوچيندي رهي. امامه غور سان ان جي منهن ڏانهن ڏسندي رهي. ڪجهه گهڙين جي ماٺ ڪان پوءِ جويريه متوجهه ٿي امامه کي ڏٺو.

"منهنجي پيشي (پروفيشن) ڪان علاوه منهنجي زندگيءَ ۾ في الحال جن شين جي اهميت آهي، اها صرف هڪڙي ئي آهي، ۽ جيڪڏهن تون ان جي حوالي سان ڪجهه چوڻ ٿي گهرين ته چئو مان ڪاوڙ ڪونه ڪنديس." امامه سنجيدگيءَ مان چيو.

جويريه چرڪ ڀري ان ڏانهن ڏٺو اها پنهنجي هٿ ۾ پاتل هڪڙي منڊيءَ کي ڏسي رهي هئي. جويريه مرڪڻ لڳي.

"منهنجي زندگيءَ جي سڀ ڪان وڏي خواهش اها آهي ته تون....." جويريه ان کي پنهنجي خواهش ٻڌائي. هڪدم امامه جي منهن جو رنگ ئي لهي ويو. اها صدمي ۾ (شاڪڊ)هئي يا حيران ...... جويريه ان جو اندازو ڪري نه سگهي، مگر ان جي چهري جا تاثرات اهو ضرور ٻڌائي رهيا هيا ته جويريه جي زبان مان نڪرڻ وارا جملا ان جي هر اندازي جي ابتڙ هيا.

"مون توکي ٻڌايو هيو ته توکي ڪاوڙ لڳندي" جويريه چڻ صفائي پيش ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي، مگر امامه ڪجهه چوڻ ڪان سواءِ ان کي ڏسندي رهي.



مُعيز نڙيءَ مان رڙيون ڪندو تڪليف ڪان ڏوڙو ٿي ويو ان جا ٻئي هٿ پنهنجي پيٽ تي هيا. ان جي سامهون بيٺل ٻارهن سالن جي ڇوڪري پنهنجي ڦاٽل قميص جي ٻانهن سان پنهنجي نڪ مان وهندڙ رت کي صاف ڪيو ۽ هٿ ۾ پڪڙيل ٽينس ريڪٽ کي هڪڙو دفعو وري پوري سگهه سان مُعيز جي ٽنگ تي هڻي ڪڍيائين. معيز جي نڙيءَ مان هڪڙو دفعو وري رڙ نڪري وئي ۽ اهو هن دفعي ايو ٿي ويو. ڪجهه بي يقيني جي عالم ۾ ان پاڻ ڪان ٻه سال ننڍي ڀاءُ کي ڏٺو جيڪو هاڻي بنا ڪنهن لحاظ ڪرڻ ۽ مروت جي ان کي ان ريڪٽ سان ڪُٽي رهيو هيو جيڪا خود معيز ڪجهه گهڙيون ڦريائين ان کي ڪُٽڻ لاءِ ڪڍي آيو هيو.

هن هفتي ۾ انهن ٻنهي جي وچ ۾ اهو ٽيڻ وارو ٽيون جهيڙو هيو ۽ ٽئي دفعا جهيڙو شروع ڪرڻ وارو ان جو ننڍو ڀاءُ هيو. معيز ۽ ان جا تعلقات سدائين بگڙيل هوندا هيا.

انهن جو جهگڙو ٻارپڻ ڪان وٺي هاڻي ڪان ڪجهه عرصو ڦريائين تائين صرف زباني ڪلامي ڳالهين ۽ ڌمڪين تائين ئي محدود هوندو هيومگر هاڻي ڪجهه وقت ڪان اهي ٻئي هٿين وڙهڻ شروع ٿي ويا هيا.

اڄ به اهو ئي ٿيو هيو. اهي ٻئي اسڪول مان گڏ آيا هيا ۽ گاڏيءَ مان لهندي ان جي ننڍي ڀاءُ وڏي بي پرواهيءَ سان پنيان ڊگي مان ان وقت سٽ ڏئي پنهنجو ٿيلهو ڇڪي ڪڍيو جڏهن معيز پنهنجو ٿيلهو ڪڍي رهيو هيو. ٿيلهي کي ڇڪڻ وقت معيز جي هٿ کي سخت رهنڊ اچي وئي. معيز سور ڪري بيقرار ٿي ويو.

"تون انڌو ٿي ويو آهين؟"

اهو اطمينان سان پنهنجو ٿيلهو ڪنيون بي پرواهيءَ مان اندر وڃي رهيو هيو معيز جي رڙ تي ان ڪنڌ ورائي ان کي ڏٺو ۽ دروازو کولي اندر هليو ويو. معيز جي تن بدن ۾ جڻ باهه ٻري وئي. اهو تڪڙيون وکون کڻندو ان جي پٺيان اندر هليو آيو.

”جيڪڏهن ٻيهر تو اهڙي حرڪت ڪئي ته مان تنهنجو هٿ ڀڃي ڇڏيندس.“ ان جي ويجهو پهچي معيز هڪڙو دفعو وري رڙ ڪئي. ان ٿيلهو ڪلهي تان لاهي هيٺ رکيو ۽ ٻئي هٿ ڍاڪ (چيلهه) تي رکي بيهي رهيو. ”ڪندس..... تون ڇا ڪندين.....؟ هٿ ڀڃي ڇڏيندين؟ ايتري همت اٿئي؟“

”اهو مان توکي ان وقت ٻڌائيندس جڏهن تون ٻيهر اهڙي حرڪت ڪندين.“ معيز پنهنجي ڪمري ڏانهن وڃڻ لڳو. پر ان جي ڀاءُ پوري سگهه سان ان جي ٿيلهي کي ڇڪيندي ان کي بيهڻ تي مجبور ڪري ڇڏيو.

”نه، تون مون کي هاڻي ٻڌاءِ.“ ان معيز کان ٿليهو کسي پري اڇلائي ڇڏيو. معيز جو چهرو ڳاڙهو ٿي ويو. ان به فرش تي پيل پنهنجي ڀاءُ جي ٿيلهي کي ڪٽي پري اڇلي ڇڏيو. گهڙي پلڪ جو به انتظار ڪرڻ کان سواءِ ان جي ڀاءُ پوري طاقت سان معيز جي ڄنگهه تي ڏڪ هنيو. جواب ۾ ان پوري طاقت سان ننڍي ڀاءُ جي منهن تي مڪ هنئي جيڪا ان جي نڪ تي لڳي. ان ئي وقت ان جي نڪ مان رت وهڻ لڳو. ايتري شديد ڏڪ لڳڻ سان به ان جي نڙيءَ مان ڪو آواز ڪونه نڪتو هيو. ان معيز جي ٽاءِ کي ڇڪيندي ان جي ڳچي ۾ گهوگهو ڏيڻ جي ڪوشش ڪئي. جواب ۾ معيز ان جي قميص کي ڪالر کان ڇڪيو ان کي قميص ڦاٽڻ جو آواز ٻڌڻ ۾ آيو. مُعيز پوري طاقت سان پنهنجي ننڍي ڀاءُ جي پيٽ ۾ مڪ هنئي ۽ ان جي ڀاءُ جي هٿ مان ٽاءِ ڇڏائجي وئي.

”بيهه. مان توکي هاڻي تنهنجو هٿ ڀڃي ڏيکاريان ٿو.“ معيز ان کي گاريون ڏيندو اڳڻ جي هڪ ڪنڊ ۾ پيل ريڪٽ کڻي آيو ۽ پنهنجي ڀاءُ کي مارڻ جي ڪوشش ڪيائين. مگر اک ڇنڀ ۾ ريڪٽ ان جي ڀاءُ جي هٿ ۾ هئي. ان پوري طاقت سان گهمائي ايتري تيزيءَ سان ريڪٽ کي معيز جي پيٽ ۾ هنيو جو اهو سنڀالي يا پاڻ کي بچائي ئي ڪونه سگهيو. ان لڳاتار ان جي پٺي ۽ ٽنگ تي ريڪٽ وهائي ڪڍيون.

اندران انهن ٻنهي جو وڏو ڀاءُ ڪاوڙ مان ٻاهر اڱڻ ۾ اچي ويو.

”توهان ٻنهي کي ڪهڙي تڪليف آهي..... گهر ۾ پهچڻ سان ئي هنگامو شروع ڪري ڇڏيو ٿا.“ ان کي ڏسڻ سان ئي ننڍي ڀاءُ هٿ ۾ ايو ڪيل ريڪٽ هيٺ ڪري ڇڏيو هيو.

”۽ تون... تو کي شرم نٿو اچي پاڻ کان وڏي ڀاءُ سان وڙهندي“ ان جي نظر هاڻي ان جي هٿ ۾ پڪڙيل ريڪٽ تي پئجي وئي.

”نٿو اچي.“ ان ڍيٺپائي سان چوندي ريڪٽ هڪڙي پاسي اڇلي ڇڏي ۽ وڏي بي ڌيانيءَ سان ڪجهه مفاصلي تي پيل پنهنجو ٿيلهو کڻي اندر وڃڻ لڳو. معيز ڏاڪڻيون چڙهندي وڏي آواز ۾ پنهنجي ننڍي ڀاءُ کي چيو.

”توکي انهي ڳالهه جو ڪيتو لوڙڻو پوندو.“ اهو اجا تائين پنهنجي ٽنگ سهسائي رهيو هيو.

”بيشڪ. چو نہ (شوئر. وائي ناٽ).“ ڏاڪڻ جي آخري ڏاڪي تي بيهي هڪڙي عجيب مرڪ سان ان معيز کي چيو. ”هئي واري تون ڪرڪيٽ جي بيٽ کڻي اچجان...... ٽينس ريڪٽ سان ڪجهہ مزو ڪو نہ آيو..... تنهنجو ڪو هڏو ڪو نہ ڀڳو.“

معيز کي جوش مان ڪاوڙ اچي وئي. ”تون پنهنجو نڪ سنڀال ...... اهو يقيناً ڀڄي پيو آهي.“

معيز ڪاوڙ ۾ ڏاڪڻ کي ڏسندو رهيو جتي ڪجهہ دير پهريان اهو بيٺو هيو.

❊ ❊ ❊

مسز سمانٿا رچرڊز ہي قطار ۾ دريءَ وٽ پهرين ڪرسي تي ويٺل ان ڇوڪري کي چوٿون دفعو گهوري ڏٺو. اهو ان وقت بہ وڏي بي پرواهيءَ سان دريءَ مان ٻاهر ڏسڻ ۾ رڌل هيو. وقت بہ وقت ان ٻاهر کان نظرون هٽايون ٿي...... هڪڙي نظر مسز سمانٿا کي ڏنائين ٿي. ان کان پوءِ وري ان ئي نموني سان ٻاهر ڏسڻ تي لڳو.

اسلام آباد جي غيرملڪي اسڪول ۾ اها اڄ پهرين ڏينهن ان ڪلاس کي بائلاجي پڙهائڻ آئي هئي. اها هڪڙي سفارتڪار جي زال هئي ۽ ڪجهہ ڏينهن اڳ اسلام آباد پنهنجي مڙس سان گڏ آئي هئي. پڙهائڻ ان جو مشغلو هيو ۽ جنهن بہ ملڪ ۾ ان جي مڙس جي بدلي ٿي، اها اتي سفارتخاني سان لاڳاپيل اسڪولن ۾ پڙهائيندي هئي.

پاڻ کان پهريان بائلاجي پڙهائڻ واري ماسترياڻي مسز ميرين طرفان پڙهايل ڪورس کي اڳتي جاري رکندي، ان ڪلاس ۾ موجود شاگردن سان شروعاتي واقفيت ڪرڻ ۽ ڳالهائڻ کان پوءِ دل ۽ رت جي دوري واري نظام جو ڊايا گرام بورڊ تي ٺاهيندي انهن کي اهو سمجهائڻ شروع ڪيو.

ڊايا گرام جي وضاحت ڪندي هن ان ڇوڪري کي دريءَ مان ٻاهر جهاتيون پائيندي ڏٺو. پراڻي اٽڪل (ٽيڪنڪ) کان ڪم وٺندي، پنهنجون نظرون ان ڇوڪري تي بيهاريندي، ان اوچتو ڳالهائڻ بند ڪري ڇڏيو. ڪلاس ۾ هڪدم خاموشي ڇانئجي وئي. ان ڇوڪري ڪنڌ ڦيرائي اندر ڏٺو. مسز سمانٿا رچرڊز سان ان جون نظرون مليون. مسز سمانٿا مرڪي ۽ هڪ دفعو ٻيهر ان پنهنجو ليڪچر شروع ڪري ڇڏيو. ڪجهہ دير تائين ان ائين ڳالهائيندي پنهنجون نظرون ان ڇوڪري تي رکيون، جيڪو هاڻي پنهنجي آڏو رکيل نوٽ بوڪ تي ڪجهہ لکڻ ۾ مصروف هيو. ان کان پوءِ مسز سمانٿا رچرڊز پنهنجو توجهہ ڪلاس ۾ موجود ٻين شاگردن ڏانهن ڪري ڇڏيو. ان جو خيال هيو تہ اهو ڇوڪرو گهڻو شرمندو ٿي ويو آهي ۽ ٻيهر ٻاهر ڪونہ ڏسندو. مگر صرف ٻن منٽن کان پوءِ هن ان کي هڪڙو دفعو وري دريءَ کان ٻاهر ڏيان ڪندي ڏٺو. اها هڪ دفعو ٻيهر ڳالهائيندي ڳالهائيندي ماٺ ٿي وئي. بنا دير جي ان ڇوڪري ڪنڌ ورائي وري ان ڏانهن ڏٺو هن دفعي مسز سمانٿا رچرڊز مرڪي ڪو نہ. بلڪ ڪجهہ سنجيدگيءَ سان ان کي

ڏسندي هڪڙو دفعو وري ليڪچر ڏيڻ شروع ڪيائين. ڪجهه گهڙيون گذرڻ کان پوءِ ان بورڊ ڏانهن ڏسڻ کان پوءِ ٻيهر ان ڇوڪري کي ڏٺو ته اهو ٻيهر دريءَ مان ٻاهر ڏسڻ ۾ مشغول هيو. هن دفعي غير محسوس طور تي ان جي چهري تي ڪجهه ناراضگي ظاهر ٿي ۽ اها ڪجهه بيزاريءَ مان ماٺ ٿي وئي. ان جي خاموش ٿيڻ سان ئي ان ڇوڪري دريءَ کان ٻاهر نظرون هٽائي ان ڏانهن ڏٺو. هن دفعي ان ڇوڪري جي پيشانيءَ تي به ڪجهه گهنج هيا. هڪڙي نظر مسز سمانٿا رچرڊز کي اڻ وڻندڙ انداز سان ڏسي اهو وري دريءَ مان ٻاهر ڏسڻ لڳو.

ان جو انداز ايترو توهين وارو هيو جو مسز سمانٿا رچرڊز جو رنگ ڳاڙهو ٿي ويو.

"سالار! تون ڇا ڏسي رهيو آهين؟" ان ڪاوڙ مان پڇيو.

"نٿنگ (ڪجهه به نه)...." هڪڙي لفظ جو جواب آيو. اهو هاڻي چڀندڙ نظرن سان ان کي ڏسي رهيو هيو.

"تو کي خبر آهي ته مان ڇا پڙهائي رهي آهيان؟"

"هوپ سو (اهائي اميد رک)." ان اهڙي رکي انداز ۾ چيو جو سمانٿا رچرڊز هٿ ۾ پڪڙيل مارڪر قلم کي هڪدم بند ڪري ميز تي اڇلائي ڇڏيو.

"اها ڳالهه آهي ته پوءِ هتي اچ ۽ ڊايا گرام ناهي، ان کي نشانبر (ليبل) ڪر." ان بورڊ کي صاف ڪندي چيو. ڇوڪري جي منهن جو رنگ بدلجڻ لڳو. ان ڪلاس ۾ ويٺل شاگردن کي هڪ ٻئي کي اکين سان اشارا ڪندي ڏٺو. اهو ڇوڪرو هاڻي اٿوڻندڙ نظرن سان سمانٿا رچرڊز کي ڏسي رهيو هيو. جيئن ئي ان آخري نشان کي صاف ڪيو اهو ٽپو ڏئي پنهنجي ڪرسيءَ تان اٿيو. تڪڙا قدم کڻندو وچي ميز تان مارڪر قلم کنيائين ۽ تيز رفتاريءَ سان بورڊ تي ڊايا گرام ٺاهڻ لڳو. پورن ٻن منٽن ۽ ستونجاهه سيڪنڊن کان پوءِ ان مارڪر قلم کي بند ڪري ميز تي ان ئي نموني سان اڇلايو جنهن نموني سان سمانٿا رچرڊز اڇلايو هيو ۽ سمانٿا رچرڊز ڏانهن ڏسڻ کان سواءِ پنهنجي جاءِ تي وڃي ويٺو. مسز رچرڊز ان کي مارڪر قلم اڇلائيندي يا پنهنجي ڪرسي ڏانهن ويندي ڪو نه ڏٺو. اها بي يقيني جي عالم ۾ بورڊ تي ٽن منٽن کان به گهٽ وقت ۾ ٺاهيل ۽ ان نشان ڏنل (ليبلڊ) ڊايا گرام کي ڏسي رهي هئي، جنهن کي ٺاهڻ ۾ ان پاڻ ڏهه منٽ لڳايا هيا. ۽ اهو ان جي ڊايا گرام کان وڌيڪ صحيح ٺهيل هيو. اها ڪنهن به جاءِ تي معمولي غلطي به ڳولي ڪونه سگهي. ڪجهه گهٽتائي محسوس ڪندي ان ڪنڌ ورائي هڪڙو فعو وري ان ڇوڪري کي ڏٺو اهو ٻيهر دريءَ مان ٻاهر ڏسي رهيو هيو.

❊ ❊ ❊

وسيم ٽيون دفعو دروازي تي ٺڪ ٺڪ ڪئي. ان دفعي اندران امامه جو آواز آيو.

"ڪير آهي؟"

"امامه! مان آهيان...... دروازو کول." وسيم دروازي تان پنهنجو هٿ هٽائيندي چيو. اندر ماٺ ڇانئجي وئي.

ڪجهه دير کان پوءِ اندران دروازي جو تالو کلڻ جو آواز آيو. وسيم دروازي جي هينڊل (هٿئي) کي گهمائي دروازو کولي ڇڏيو. امامہ ان کي پٺي ڏيون پنهنجي بستري ڏانهن وڃڻ لڳي.

”تو کي هن وقت مون سان ڪهڙو ڪم اچي پيو آهي؟“

”آخر تو ايترو جلدي دروازو ڇو بند ڪري ڇڏيو هيو. اچا تہ ڏهہ مس ٿيا آهن......“ وسيم ڪمري ۾ داخل ٿيندي چيو.

”بس، مون کي ننڊ اچي رهي هئي.“ اها پلنگ تي ويهي رهي. وسيم ان جي چهري کي ڏسي ڇرڪي ويو.

”تون روئي رهي هئينءَ؟“ ان جي زبان مان بي اختيار نڪري ويو. امامہ جون اکيون ڳاڙهيون ۽ سڳل هيون ۽ اها ان کان نظرون چورائڻ جي ڪوشش ڪري رهي هئي.

”نہ روئي ڪونہ رهي هيس. بس، مٿي ۾ تورو سور ٿي رهيو هيو.“ امامہ مرڪڻ جي ڪوشش ڪئي.

وسيم ان جي پرسان ويهندي ان جي ٻانهن پڪڙي بخار ڏسڻ جي ڪوشش ڪئي.

”ڪاٿي بخار تہ ڪونہ اٿئي؟“ ان ڪجهه تشويش واري انداز ۾ چيو ۽ پوءِ ان جو هٿ ڇڏي ڏنو. ”بخار تہ ڪونهي...... پوءِ تون ڪا ٽڪي (ٽيبليٽ) کائين ها.“

”مون کاڌي آهي.“

”چڱو تون سمهي پئو....مان ڪڇهري ڪرڻ آيو هيس مگر هاڻي ان حالت ۾ تو سان ڪهڙيون ڳالهيون ڪندس.“ وسيم ٻاهر قدم وڌائيندي چيو. امامہ ان کي روڪڻ جي ڪوشش ڪو نہ ڪئي. اها پاڻ بہ اٿي ان جي پٺيان وئي ۽ وسيم جي ٻاهر نڪرڻ سان ئي ان وري دروازي اندران تالو هڻي ڇڏيو. پلنگ تي اونڌي منهن سمهي ان وهاڻي ۾ منهن لڪائي ڇڏيو. اها هڪ دفعو وري سڏڪا ڀري روئي رهي هئي.

❊ ❊ ❊

جڏهن طيبہ اندر جهاتي پاتي تہ تيرهن سالن جو اهو ڇوڪرو ان وقت ٽي وي تي راڳ رنگ جي محفل ڏسي رهيو هيو. ان پنهنجي پٽ کي بي يقيني سان ڏٺو ۽ پوءِ ڪجهه ناراضگي ڪندي اندر هلي آئي.

”اهو ڇا ڪري رهيو آهين؟“ ان اندر اچڻ سان چيو.

”ٽي وي ڏسي رهيو آهيان.“ ان ٽي وي تان نظرون ڪو نہ هٽايون.

”ٽي وي ڏسي رهيو آهيان..... خدا جو خوف ڪر(فار گاڊ سيڪ). توکي احساس آهي تہ تنهنجو امتحان هلي رهيو آهي؟“طيبہ ان جي سامهون ايندي چيو.

”پوءِ ڇا ٿيو (سو واٽ).....“ ان ڇوڪري هن دفعي ڪجهه خفي ٿيندي چيو.

”پوءِ ڇا آهي؟ توکي هن وقت پنهنجي ڪمري ۾ ڪتابن سان هجڻ گهرجي، نہ ڪي هتي انهي بيهودي محفل جي سامهون.“ طيبہ چڙ ۾ ڏنس.

”مون کي جيترو پڙهڻو هيو مان پڙهي ڇڏيو آهي. توهان سامهون کان پري هٽي وڃو....“ ان جي لهجي ۾ ناگواري اچي وئي.

”پوءِ بہ اُتي ئي اندر وڃي پڙهہ.“ طيبہ ائين ئي بيٺي بيٺي ان کي چيو.

”نہ. مان نہ هتان اٿندس، نہ اندر وڃي پڙهندس. منهنجي پڙهائي ۽ پيپر ڏيڻ منهنجو مسئلو آهي، توهان جو ڪونہ آهي.“

”توکي جيڪڏهن پڙهائيءَ (اسٽڊيز)جي ايتري پرواهہ هجي ها تہ تون هن وقت اتي ويٺو هجين ها؟“

”پاسي تي ٿي وڃ (اسٽيپ اسائيڊ).“ ان طيبہ جي جملي کي نظر انداز ڪندي وڏي بدتميزيءَ سان هٿ جو اشارو ڪندي چيو.

”اڄ تنهنجو پيءُ اچي تہ مان ان سان ڳالهہ ٿي ڪريان.“ طيبہ ان کي ڊيڄارڻ جي ڪوشش ڪئي.

”هاڻي ئي ٻڌائينس..... ڇا ٿيندو؟ بابا ڇا ڪندو؟ جڏهن مان توهان کي ٻڌائي چڪو آهيان تہ مون کي جيتري تياري ڪرڻي آهي، مون ڪري ڇڏي آهي تہ پوءِ توهان سان ڪهڙو مسئلو آهي؟“

”اهي تنهنجي سالياني امتحان جا پيپر آهن. تو کي انهيءَ ڳالهہ جو احساس هجڻ گهرجي.“ طيبہ هڪدم پنهنجي لهجي کي نرم ڪندي چيو.

”مان ڪوئي ٻن ڇئن سالن جو ٻار ڪونہ آهيان. جو توهان کي منهنجي اڳيان پنيان ڦرڻو پوي..... مان پنهنجن معاملن جي باري ۾ توهان کان وڌيڪ ڄاڻان ٿو انهيءَ ڪري اهي ٽرڊ ڪلاس قسم جا جملا مون کي نہ ٻڌائيندا ڪريو. امتحان (اگزيم)هلي رهيو آهي. پڙهائي (اسٽڊيز)تي ڌيان ڏيو، هن وقت تو کي پنهنجي ڪمري ۾ هجڻ گهرجي.“

”مان تنهنجي پيءُ (فادر) سان ڳالهائيندس.“

”ڪهڙي بڪواس (واٽ رٻش) آهي.“

اهو ڳالهائيندي ڳالهائيندي ڪاوڙ مان صوفي تان اٿي ايو ٽي وي هٿ ۾ پڪڙيل رموٽ کي پوري طاقت سان سامهون واري پٽ تي هنيائين ۽ پيرن سان ٺپ ٺپ ڪندو ڪمري مان نڪري ويو. طيبہ ڪجهہ بي وسي ۽ پريشانيءَ سان ان کي ڪمري مان ٻاهر ويندي ڏسندي رهي.

❊ ❊ ❊

فلومينا فرانسس پنهنجي هٿ ۾ پڪڙيل لفافي (پئڪيٽ)کي ميز تي رکندي هڪ دفعو هال ۾ نظر گهمائي. پيپر شروع ٿيڻ ۾ اڃا ڏهہ منٽ باقي هيا ۽ هال ۾ موجود شاگرد ڪتابن ۽ بوڪن کي کوليون تڪڙ تڪڙ مان صفحن کي اڳتي پوئتي ڪوليندي انهن تي آخري نظر وجهي رهيا هيا. انهن جي جسماني حرڪت منجهان انهن جي بيقراري ۽ گهبراهٽ جو اظهار ٿي رهيو هيو. فلومينا فرانسس جي لاءِ اهو هڪڙو اڳ ڏٺل نظارو هيو. پوءِ ان جون نظرون هال جي وچ ۾ ويٺل سالار تي کپي ويون. پنجويهين شاگردن ۾ ان وقت اهو اڪيلو شاگرد هيو جيڪو اطمينان سان پنهنجي ڪرسي تي ٽنگ تنگ تي رکيون ويٺو هيو. هڪڙي هٿ ۾ فوٽ پٽي جهليون هوريان هوريان پنهنجي بوٽ تي هڻندي اهو

اطمينان سان هيڏي هوڏي ڏسي رهيو هيو. فلومينا لاءِ اهو نظارو بہ نئون ڪونہ هيو. پنهنجن ستن سالن جي نوڪريءَ دوران ان امتحاني پيپرن جي ڏينهن ۾ سالار کي اهڙي بي فڪري ۽ بي پرواهيءَ جو مظاهرو ڪندي ڏٺو هيو.

نوَ وڄي ۾ ڏهه منٽ تي ان سالار وٽان گذرندي ان کي ذهني آزمائش (MCQ) تي مبني آبجيڪٽو پيپر ڏنو. ان کي ٽيهن منٽن کان پوءِ اهو پيپر ان کان واپس وٺڻو هيو. نوَ وڄي ڏهن منٽن تي ان سالار کي پنهنجي ڪرسي تان اٿي بيهندي ڏٺو. ان جي اٿي بيهڻ سان ئي هال ۾ ان جي پٺيان موجود شاگردن ڪنڌ مٿي ڪڍي ان کي ڏٺو. اهو هٿ ۾ پيپر ڪنيون فلومينا فرانسس ڏانهن وڃي رهيو هيو. فلومينا فرانسس لاءِ اهو نظارو بہ نئون ڪو نہ هيو. اها اڳ ۾ ئي اهو سڀ ڪجهہ ڏسندي رهي هئي. ٽيهن منٽن ۾ حل ڪرڻ وارو پيپر اهو اٺن منٽن ۾ حل ڪري ان جي سر مٿان اچي بيٺو هيو.

"پيپر کي هڪ نظر ٻيهر ڏسي وٺ." فلومينا ان کي اهو جملو ڪونہ چيو. هن کي خبر هئي تہ اهو ڪهڙو جواب ڏيندو. "مان ڏسي چڪيو آهي." اها جيڪڏهن ان کي هڪڙو دفعو ٻيهر پيپر ڏسڻ لاءِ مجبور ڪري ها تہ اهو سدائين وانگر پيپر وٺي وڃي پنهنجي ڪرسي جي ٻانهن تي رکي، پنهنجون ٻانهون سيني تي رکي ويهي رهي ها. هن کي ياد ڪو نہ هيو تہ ڪڏهن ان هن جي چوڻ تي پيپر کي ٻيهر جاچيو هجي ۽ اها اهو بہ تسليم ڪندي هئي تہ ان کي انهيءَ جي ضرورت بہ ڪو نہ آهي. ان جي پيپر ۾ ڪنهن هڪڙي بہ غلطي کي ڳولي ڪڍڻ وڏو مشڪل ڪم هيو.

هن ٿورو مرڪندي ان جي هٿ مان پيپر ورتو.

"سالار! توکي خبر آهي تہ منهنجي زندگيءَ جي سڀ کان وڏي تمنا ڪهڙي آهي." ان پيپر تي هڪڙي نظر وجهندي چيو: "تہ مان توکي ٽيهن منٽن جو...... پيپر ..... ٽيهن منٽن کان پوءِ واپس (سبمٽ) ڪندي ڏسان." اهو هن جي ڳالهہ تي منجهيل نموني سان مرڪيو. "مئڊم! توهان جي اها خواهش ان صورت ۾ پوري ٿي سگهي ٿي جي مان اهو پيپر 150 سال جي عمر ۾ حل ڪرڻ ويهان."

"تہ منهنجو خيال آهي، 150 سالن جي عمر ۾ تون اهو پيپر ڏهہ منٽن ۾ حل ڪندين."

هن دفعي اهو کِليو ۽ واپس موٽيو. فلومينا فرانسس سرسري طور ان جي پيپر جي صفحن کي اٿلائي پٿلائي ڏٺو. هڪڙي سرسري نظر بہ ان کي اهو ٻڌائڻ لاءِ ڪافي هئي تہ اهو هن پيپر ۾ گهٽيون مارڪون حاصل ڪندو...... "ٻڙي (زيرو)."



سلميٰ پنهنجي ڌيءَ جي هٿن ۾ تحفي واري ڪاغذ (گفٽ پيپر) ۾ ويڙهيل پاڪيٽ کي حيرانيءَ مان ڏٺو.

"امامہ! اهو ڇا آهي؟ تون تہ مارڪيٽ وٺي هئينءَ شايد توکي ڪجهہ ڪتاب وٺڻا هيا؟"

"جي امان! مون کي ڪتاب ئي وٺڻا هيا، مگر ڪنهن کي سوکڙي ڪري ڏيڻ لاءِ."

"ڪنهن کي سوکڙي ڏيڻي آهي؟"

"اتي لاهور ۾ منهنجي هڪڙي دوست آهي. ان جي سالگره آهي. ان جي لاءِ خريد ڪيا آهن. جيئن مون کي اچا هتي رهڻو آهي. انهيءَ ڪري تڪڙي ٽپال (ڪوريئر سروس) رستي موڪلي ڇڏيندس."

"پوءِ اهو پاڪيٽ مونکي ڏي، مان وسيم کي ڏيندس، اهو موڪلي ڇڏيندو."

"نہ امان! مان هاڻي ئي ڪونہ موڪليندس..... اڃا ان جي سالگره جي تاريخ ويجهي ڪونہ آهي." سلميٰ کي لڳو ڄڻ اها هڪدم گهبرائجي وئي آهي. اها حيران ٿي وئي. ڇا اها بہ ڪا گهبرائڻ جي ڳالهہ آهي.؟

ٽي سال اڳ ۾ انهن کي امامہ جي ڪري گهڻي پريشاني کي منهن ڏيڻو پئجي ويو هيو. ان کي ۽ ان جي مڙس هاشم کي. تڏهن اها پنهنجي ڌيءَ جي باري ۾ گهڻو فڪر مند هئي ۽ هاشم ان کان بہ زياده. مگر گذريل ٽن سالن ۾ سڀ ڪجهہ ٺيڪ ٿي ويو هيو. اهي ٻئي هاڻي ان جي باري ۾ بلڪل مطمئن هيا. خاص طور تي اسجد سان ان جو مڱڻو ڪرڻ کان پوءِ ان کي خبر هئي تہ امامہ اسجد کي پسند ڪندي آهي ۽ صرف اها نہ پر اسجد کي ڪير بہ پسند ڪري سگهيو ٿي. اهو هر لحاظ کان هڪڙو سٺو ڇوڪرو هيو.... ان کي اها بہ خبر هئي تہ اسجد سان مڱڻي ٿيڻ ڪري اها بہ ڏاڍو خوش ٿي هئي. اسجد ۽ ان جي وچ ۾ پهريان ئي گهڻي دوستي ۽ حجت هئي، مگر ڪڏهن ڪڏهن انهن کي لڳندو هيو تہ اها وقت گذرڻ سان گڏ گهڻو ماٺ ۾ گذارڻ لڳي هئي. اها اڳ ۾ ائين ڪونہ هئي.

"مگر اها هاڻي اسڪول وڃڻ واري ٻارڙي بہ تہ ڪو نہ رهي آهي. ڊاڪٽري ڪاليج جي شاگردياڻي آهي..... پوءِ ان وٽ واندڪائي جو وقت بہ ڪٿي هوندو آهي...."سلميٰ سدائين پاڻ کي تسلي ڏيندي هئي.

اها ان جي سيني کان ننڍي ڌيءَ هئي. اها ٻنهي وڏين ڌيئن جي شادي ڪري چڪي هئي. هڪڙي پٽ جي بہ شادي ڪري ڇڏي هئائين. جڏهن تہ ٻہ پٽ ۽ امامہ غير شادي شده هيا.

"سنوئي آهي تہ اها سنجيده ٿيندي پئي وڃي. ڇوڪرين لاءِ سنجيدگي سٺي ڳالهہ هوندي آهي. انهن کي جيترو جلدي پنهنجين ذميوارين جو احساس ٿي وڃي، ايترو ئي سٺو آهي." سلميٰ هڪڙو ڊگهو ساهہ کڻي امامہ تان نظرون هٽائي ڇڏيون. اها موڪلن ڪري گهر آئي هئي ۽ اها جيترا ڏينهن اتي رهندي هئي، ان جون نظرون ان تي اهڙي طرح ڪتل رهنديون هيون.

"خبر ڪونہ آهي تہ اهو ساجد ڪٿي گهمندو پيو وتي. ان کي جيڪو بہ ڪم چئو پوءِ بس وساري ڇڏيو." ان کي اوچتو پنهنجي ملازم جو خيال آيو جنهن جي پنيان اها هال (لائونج) ۾ آئي هئي. مڻ مڻ ڪندي اها هال مان نڪري وئي.



اها نئين سال جي رات هئي. نئون سال شروع ٿيڻ ۾ ٽيهہ منٽ باقي هيا. چوڏهن پندرهن سالن وارن ڇوڪرن تي مشتمل اهو ڏهن ڇوڪرن جو ٽولو گذريل ٻن ڪلاڪن کان پنهنجي پنهنجي موٽر سائيڪل تي شهر جي مختلف رستن تي پنهنجا ڪرتب

ڏيکارڻ ۾ مصروف هيو. انهن مان ڪجهہ ڇوڪرن پنهنجن نراڙن تي چمڪندڙ پٽيون ٻڌيون هيون جن تي نئين سال جي حوالي سان مختلف پيغام لکيل هيا. اهي ڇوڪرا هڪ ڪلاڪ اڳ شاهوڪار علائقي جي هڪڙي وڏي سپر مارڪيٽ ۾ موجود هيا ۽ اتي اهي مختلف ڇوڪرين تي تبصرا ۽ هوڪرا ڪري رهيا هيا.

پنهنجين موٽر سائيڪلن تي سوار هاڻي مختلف رستن تي چڪر ڪاٽي رهيا هيا. انهن وٽ هوائي فائر ڪرڻ وارا گولا بہ هيا. جن کي اهي وقت بہ وقت ڇوڙي رهيا هيا. پوڻين ٻارهين بجي اهي جيمخانہ جي ٻاهران موجود هيا جتي ميدان (پارڪنگ لاٽ)گاڏين سان پرجي ويو هيو. اهي گاڏيون انهن ماڻهن جون هيون جيڪي جيمخانہ ۾ نئين سال جي سلسلي ۾ ٿيڻ واري هڪڙي دعوت ۾ آيا هيا. انهن ڇوڪرن وٽ بہ انهي دعوت جا ڪارڊ هيا. ڇو تہ انهن مان سڀني جا والدين جيمخانہ جا ميمبر هيا.

اهي ڇوڪرا اندر پهتا تہ ٻارهن وڄي پنجونجاهہ منٽ ٿي رهيا هيا. ڪجهہ منٽن کان پوءِ ناچ ڪرڻ واري ٿلهي (ڊانس فلور) سميت سڀني جاين جون بتيون وسامي وڃڻيون هيون ۽ ان کان پوءِ ٻاهر ڇپر تي ڦٽاڪن ڇوڙڻ واري راند سان گڏ نئون سال شروع ٿيڻ تي بتيون وري ٻرڻيون هيون. ان کان پوءِ تقريبن سڄي رات ناچ ٽپا ڏيڻ سان گڏ شراب پيئبو هيو جنهن جو بندوبست نئين سال جي انهي جشن لاءِ جيمخانہ جي انتظاميہ خاص طور تي ڪندي هئي. بتيون وسامڻ سان ئي اتي بدتميزيءَ جو هڪڙو طوفان برپا ٿي ويندو هيو ۽ اتي موجود ماڻهو ان ئي "طوفانِ بدتميزيءَ" جي لاءِ اتي آيا هئا.

پندرهن سالن جو اهو ڇوڪرو بہ ڏهن ڇوڪرن واري انهي ٽولي سان اچڻ کان پوءِ ان وقت ناچ واري ٿلهي تي ڊانس ڪري رهيو هيو. ڊانس ۾ ان جي مهارت ڏسڻ وٽان هئي.

ٻارهن وڄڻ ۾ ڏهہ سيڪنڊ باقي هجڻ وقت بتيون وسامي ويون ۽ ٺيڪ ٻارهين بجي بتيون هڪدم وري ٻاريون ويون.

اوندهہ ٿيڻ کان پوءِ سيڪنڊ ڳڻڻ وارن جا آواز هاڻي شور ۽ خوشي جي ٽهڪن ۽ رڙين ۾ بدلجي ويا هئا. ڪجهہ سيڪنڊ اڳ بند ڪيل ساز هڪڙو دفعو وري وڄڻ شروع ٿي ويا. اهو ڇوڪرو هاڻي پنهنجن دوستن سان گڏ ٻاهر ميدان (پارڪنگ) ۾ اچي ويو. جتي ڪيترائي ڇوڪرا پنهنجين پنهنجين گاڏين جا هارون وڄائي رهيا هئا. انهن ئي ڇوڪرن سان گڏ شراب جي بوتل هٿ ۾ پڪڙيون اهوبہ اتي موجود هڪڙي گاڏيءَ جي ڇت تي چڙهي ويو. ان ڇوڪري گاڏيءَ جي ڇت تي بيٺي بيٺي پنهنجي جيڪٽ جي کيسي مان شراب جي هڪڙي پريل بوتل ڪڍي ۽ پوري طاقت سان ٿورو پرتي بيٺل هڪڙي گاڏيءَ جي اڳئين شيشي تي هنيائين. هڪڙي ڌماڪي سان گاڏيءَ جو شيشو چور چور ٿي ويو. اهو ڇوڪرو اطمينان سان پنهنجي کاٻي هٿ ۾ پڪڙيل شراب جي بوتل مان شراب پيئندو رهيو.



اهو گذريل اڌ ڪلاڪ کان ڪامران کي وڊيو گيم کيڏندي ڏسي رهيو هيو.

اسڪرين تي موجود اسڪور ۾ ڪو ئي خاص اضافو ڪو نہ ٿي رهيو هو. شايد ان جو سبب اهو ور وڪڙن وارو مشڪل رستو (ٽرئڪ) هو جنهن تي ڪامران کي راند ڪندي گاڏي ڊوڙائڻي (ڊرائيو ڪرڻي) هئي. سالار هال ۾ هڪڙي صوفي تي ويٺو پنهنجي نوٽ بوڪ تي ڪجهہ لکڻ ۾ مصروف هيو مگر وقت بہ وقت نظر کڻي ٿي وي اسڪرين کي بہ ڏسي رهيو هيو جتي ڪامران پنهنجي جدوجهد ۾ مصروف هيو.

ٺيڪ اڌ ڪلاڪ کان پوءِ ان نوٽ بوڪ بند ڪري سامهون پيل ميز تي رکيو. پوءِ وات تي هٿ رکي اوباسيءَ کي روڪيائين. ٻئي ڄنگهون سامهون پيل ميز تي رکي ۽ ٻئي هٿ ڪنڌ جي پٺيان ٻڌيون اهو ڪجهہ دير تائين اسڪرين کي ڏسندو رهيو جتي ڪامران پنهنجا سمورا موقعا (چانسز) ضايع ڪرڻ کان پوءِ هڪڙو دفعو وري نئين راند کيڏڻ جي تياري ڪري رهيو هيو.

”ڪامران! ڪهڙو مسئلو (پرابلم) آهي؟“ سالار ڪامران سان مخاطب ٿيو.

”بس، ائين ئي ..... نئين راند وٺي آيو آهيان مگر اسڪور ڪرڻ ڏاڍو مشڪل ٿي رهيو آهي.“ ڪامران بيزاريءَ مان چيو.

”چڱو مون کي ڏيکار.....“ ان صوفي تان اٿي رموٽ ڪنٽرول ان جي هٿ مان ورتو.

ڪامران ڏٺو تہ پهرين ويهن سيڪنڊن ۾ ئي سالار راند ۾ گاڏيءَ کي جنهن تيز رفتاريءَ سان ڊوڙائي رهيو هيو. ان رفتار تي ڪامران ان گاڏيءَ کي اڃا تائين ڊوڙائي ڪونہ سگهيو هيو. جيڪو گس (ٽرئڪ) ان کي گهڻو ڏکيو لڳي رهيو هيو اهو سالار جي سامهون ٻاراڻي ڳالهہ محسوس ٿي رهيو هيو. هڪڙي منٽ کان پوءِ اهو جنهن رفتار تي گاڏيءَ کي ڊوڙائي رهيو هيو. ان رفتار تي ڪامران لاءِ ان تي نظر رکڻ مشڪل ٿي ويو. جڏهن تہ سالار ان رفتار تي بہ گاڏيءَ کي مڪمل طور ڪنٽرول ۾ رکيون پئي آيو.

ٽن منٽن کان پوءِ ڪامران پهريون دفعو گاڏي کي لوڏا کائيندي ۽ پوءِ رستي (ٽرئڪ) تان ٿڙي هڪڙي ڌماڪي سان تباهہ ٿيندي ڏٺو. ڪامران ٿورو مرڪندي ڪنڌ ڦيرائي سالار ڏانهن ڏٺو. گاڏي ڇو تباهہ ٿي هئي، ان کي خبر پئجي وئي هئي، ڇو تہ رموٽ هاڻي سالار جي هٿ ۾ هجڻ جي بجاءِ ميز تي پيو هيو ۽ اهو پنهنجو نوٽ بوڪ کڻي اٿي رهيو هيو. ڪامران نظرون کڻي ان کي ڏٺو. ”ڏاڍي بور ڪندڙ راند آهي.“ سالار تبصرو ڪيو ۽ ڪامران جي ٽنگن مٿان ٽپي هال مان ٻاهر نڪري ويو. ڪامران چپ پڪوڙيون ستن انگن تي مشتمل ان اسڪور کي ڏسي رهيو هيو جيڪو اسڪرين جي هڪ ڪنڊ ۾ ٽمڪي رهيو هيو. ڪجهہ نہ سمجهڻ واري انداز ۾ ان ٻاهرين دروازي کي ڏٺو جنهن مان اهو غائب ٿي ويو هيو.



اهي ٻئي هڪڙو دفعو وري مات هيا. اسجد کي ٻي چيني ٿيڻ لڳي. امامہ ايتري گهٽ ڳالهائڻي ڪو نہ هئي، جيتري اها ان جي سامهون ٿي ويندي هئي. گذريل اڌ ڪلاڪ ۾ ان بہ چار لفظ ئي ڳالهايا هيا.

اهو ان کي ٻالڪپڻي کان سڃاڻندو هيو. اها گهڻو خوش مزاج هئي. انهن ٻنهي جو مڱڻو ٿيڻ کان پوءِ به ٻهرين سال ۾ ان ۾ ڪائي تبديلي ڪونه آئي. اسجد کي ان سان ڳالهائڻ ۾ خوشي محسوس ٿيندي هئي. اها وڏي حاضر جواب هئي، مگر ڪجهه سالن کان اها هڪدم بدلجي وئي هئي ۽ ميڊيڪل ڪاليج ۾ وڃڻ سان ته اها تبديلي اڃا به گهڻو وڌيڪ محسوس ٿيڻ لڳي هئي. اسجد کي ڪڏهن ڪڏهن ايئن محسوس ٿيندو هيو جڻ ان سان ڳالهائڻ ۾ اها گهڻو محتاط رهي ٿي. ڪڏهن اها پريشان محسوس ٿيندي هئي ۽ ڪڏهن ان جي لهجي ۾ عجيب اوپرائپ محسوس ٿيندي هئي. ان کي لڳندو هيو ته اها جلد کان جلد ان کان جان ڇڏائي ان کان ڏار ٿي اٿي وڃڻ ٿي گهري.

ان وقت به اهو ائين ئي محسوس ڪري رهيو هيو.

”مان اڪثر سوچيندو آهيان ته مان هرو ڀرو تنهنجي لاءِ هتي اچڻ لاءِ بي قرار ٿيندو آهيان...... تنهنجي لاءِ ته ان سان ڪو به فرق ڪونه پوندو هوندو ته مان اچان يا نه اچان.“ اسجد هڪڙو ٿڌو ساهه کڻي چيو. اها ان جي سامهون ڇپر (لان) ۾ ڪرسي تي ويٺي پري ٻاهرين ڀت (باؤنڊري وال) تي چڙهيل ول کي گهوري ڏسي رهي هئي. اسجد جي شڪايت تي ان مٺو ڏوڙڻ کان سواءِ پنهنجون نظرون ول تان هٽائي اسجد ۾ کپائي ڇڏيون. اسجد ان کي سواليه نظرن سان ڏٺو مگر اها ماٺ ئي رهي ته ان لفظن ۾ ڪجهه رد بدل ڪري پنهنجو سوال ورجايو.

”تنهنجي لاءِ منهنجي نه اچڻ ڪري ڪوئي فرق ڪونه پوندو امامه ...... ڪيئن، مان ٺيڪ چئي رهيو آهيان؟“

”هاڻي مان ان تي ڇا ٿي چئي سگهان؟“

”تون گهٽ ۾ گهٽ انڪار ته ڪري سگهين ٿي، منهنجي ڳالهه کي رد ته ڪري سگهين ٿي ته اهڙي ڳالهه ڪونه آهي. مان غلط سوچي رهيو آهيان ۽.......“

”اهڙي ڳالهه ڪو نه آهي، توهان غلط سوچي رهيا آهيو.“ امامه ان جي ڳالهه کي ڪٽيندي چيو. ان جو لهجو هاڻي به ايترو اوپرو هيو ۽ چهرو به ايترو بي تاثر هيو جيترو ٻهريان هيو. اسجد ٿڌو ساهه کڻي ويهي رهيو.

”ها، منهنجي دعا ۽ خواهش ته اها ئي آهي ته ائين نه هجي ۽ مان واقعي غلط سوچي رهيو هجان، مگر تو سان ڳالهيون ڪندي هر دفعي مان ائين ئي محسوس ڪندو آهيان.“

”ڪهڙي ڳالهه ڪري توهان ايئن محسوس ڪندا آهيو؟“ ان دفعي ٻهريون ڀيرو اسجد کي ان جي آواز ۾ ڪجهه ناراضگيءَ جي جهلڪ محسوس ٿي.

”گهڻيون ئي ڳالهيون ڪري..... تون منهنجي ڪنهن به ڳالهه جو ڍنگ سان جواب ئي ڪو نه ڏيندي آهين.“

”حالانڪ مان توهان جي هر ڳالهه جو ڍنگ سان جواب ڏيڻ جي ڀرپور ڪوشش ڪندي آهيان..... ليڪن هاڻي جيڪڏهن توهان کي منهنجا جواب پسند نه اچن ته مان ڇا ٿي ڪري سگهان.“

اسجد کي ان دفعي ڳالهائيندي اها ڪجھ وڌيڪ خفا محسوس ٿي.

”مون اهو ڪڏهن چيو ته مون کي تنهنجا جواب پسند ڪو نه ٿا اچن. مان ته صرف اهو ٿي چيو ته منهنجي هر ڳالھ جي جواب ۾ تو وٽ..... ها ۽ نه کان علاوه ڪجھ به ڪونه هوندو آهي. ڪڏهن ڪڏهن ته مون کي لڳندو آهي ته مان پنهنجو پاڻ سان ڳالهائي رهيو آهيان.“

”جيڪڏهن توهان مون کان اهو معلوم ڪندا ته تون نيڪ آهين؟ ته مان ان جو جواب ها يا نه ۾ ئي ڏينديس. ها ۽ نه کان علاوه ان سوال جو جواب ڪنهن تقرير سان ڏئي ٿو سگهجي ته توهان مون کي اهو ٻڌايو. مان ايئن ڪنديس.“ اها بلڪل سنجيده هئي.

”ها ۽ نه سان گڏ به ته ڪجھ چئي ٿو سگهجي...... ٻيو ڪجھ نه ته تون جواب ۾ منهنجو حال ئي پڇي ٿي سگهين.“

”مان توهان جو ڪهڙو حال معلوم ڪريان, ظاهر آهي جڏهن توهان منهنجي گهر آيا آهيو منهنجي سامهون ويٺا مون سان ڳالهيون ڪري رهيا آهيو ته ان جو واضح مطلب ته اهو ئي آهي ته توهان نيڪ آهيو. ورنه توهان هن وقت پنهنجي گهرپنهنجي بستري تي پياهجو ها.“

”امامہ! اها رسمي ڳالھ (فارملٽي) هوندي آهي.....“

”۽ توهان کي خبر آهي ته مان رسمي ڳالهين (فارملٽيز) ۾ يقين ڪونه رکندي آهيان. توهان به مون کان منهنجو حال نه پڇندا ڪريو. مان بلڪل دل ۾ (مائينڊ) ڪو نه ڪنديس.“ اسجد جڻ لاجواب ٿي ويو.

”نيڪ آهي, رسمي ڳالهين کي ڇڏيو ماڻهو ڪا ٻي ڳالھ ڪندو آهي. خيالن جي ڏي وٺ (ڊسڪس) ڪندو آهي. پنهنجين مصروفيتن جي باري ۾ ئي ڪجھ ٻڌائيندو آهي.“

”اسجد! مان توهان سان ڪهڙي ڳالھ ٻولھ (ڊسڪس) ڪريان... توهان ڪاروبار (بزنيس) ٿا ڪريو مان ڊاڪٽري جي شاگردياڻي آهيان..... توهان کان مان ڇا معلوم ڪريان, اسٽاڪ مارڪيٽ جي حالت.....ڳ عام لاڙي ۾ منديءَ جو رجحان هيو يا واڌ (بلش) هئي. اگهوتري ۾ ڪيترن انگن (پوائنٽس)جو اضافو ٿيو؟ مال جي اڳين کيپ (ڪنسائنمينٽ) ڪٽي موڪلي رهيا آهيو؟ هن دفعي سرڪار توهان کي ڪيتري ڇوٽ (ربيٽ) ڏني؟“ ان جو لهجو هاڻي به اوپرو هيو. ”يا توهان سان علم البدن (ائناٽامي)تي خيالن جي ڏي وٺ ڪريان. ڪهڙيون شيون انسان جي جگر کي متاثر ڪري سگهن ٿيون. دل جي آپريشن (باءِ پاس) ۾ هن سال ڪهڙا نوان طريقا (ٽيڪنڪ)۽ اوزار استعمال ڪيا ويا آهن. دل جي ڌڙڪن بحال ڪرڻ لاءِ ڪيتري کان ڪيتري وولٽ تائين بجليءَ جو جهٽڪو (شاڪ) ڏئي ٿو سگهجي. سو اسان ٻنهي جون مصروفيات ته اهي آهن. هاڻي انهن جي باري ۾ ڳالھ ٻولھ ڪرڻ (ڊسڪس) سان توهان ۽ مان محبت ۽ بي تڪلفيءَ جون ڪهڙيون منزلون طئي ڪنداسين. اهو منهنجي سمجھ کان مٿي آهي.“

اسجد جو منهن ڳاڙهو ٿي ويو. هاڻي اهو انهيءَ گهڙيءَ کي پاراتا ڏئي رهيو هيو جڏهن ان امامہ سان شڪايت ڪئي هئي.

"انسان جون ہيون بہ تہ مصروفيتون هونديون آهن." اسجد ڪجھ جهيڻي لهجي ۾ چيو.

"نہ. پڙهائي کان علاوه منهنجون تہ ڪي بہ مصروفيتون ڪونہ آهن." امامہ قطعي انداز ۾ متو ڏوڻيندي چيو.

"پهريان بہ تہ اسان ٻئي پاڻ ۾ ڪيتريون ئي ڳالهيون ڪندا هياسين." امامہ ان جي ڳالھ ڪٽي ورتي.

"پهريان جي ڳالھ ڇڏيو. هاڻي مان وقت ضايع ڪرڻ ڪي برداشت (افورڊ) نٿي ڪري سگهان. مون کي توهان تي حيرت ٿي رهي آهي. توهان ڪاروباري ماڻهو (بزنيس مئن) ٿي ڪري ايتري ٻاراڻي (اميچوئر) ۽ جذباتي (اموشنل) سوچ ٿا رکو. توهان کي تہ پاڻ عملي ماڻهو (پريڪٽيڪل) هجڻ گهرجي."

اسجد ڪجھ چئي ڪو نہ سگهيو.

"اسان ٻنهي جي وچ ۾ جيڪو رشتو آهي، ان جي اسان ٻنهي کي خبر آهي. هاڻي جيڪڏهن توهان منهنجي حقيقي رويي (پريڪٽيڪل اپروچ) کي بي اتفاقي، بي نيازي ۽ ناراضگي سمجهو تہ مان ڇا ٿي ڪري سگهان. مان هتي توهان سان گڏ ويٺي آهيان تہ ان جو مطلب آهي تہ مان ان رشتي کي اهميت ٿي ڏيان. ورنہ ڪو ئي ڏاريو ماڻهو ائين مون سان گڏ ويهي ڇانهہ تہ نٿو پيو سگهي." اها ٿوري گهڙيءَ لاءِ ماٺ ٿي.

"۽ جيستائين انهيءَ ڳالھ جو تعلق آهي تہ توهان جي اچڻ يا نہ اچڻ ڪري منهنجي لاءِ ڪو فرق پوندو يا نہ. حقيقت اها آهي تہ اسان ٻئي گهڻو مصروف رهندا آهيون. اسين نئين دور (ماڊرن ايج) جي پيدا آهيون. نہ مان ڪا ئي هير آهيان جو توهان جي لاءِ سچي گيھ جي چوري ناهي اچي ڪلاڪن تائين توهان کان بانسري ٻڌندي رهان. نہ وري توهان رانجهي جي قبيلي سان تعلق ٿا رکو جو منهنجي لاءِ ڪلاڪن تائين اهو قرباني وارو فرض ادا ڪريو. سچ اهو آهي تہ واقعي ڪو فرق ڪونہ ٿو پوي تہ اسان ملون يا نہ ملون. ڳالهيون ڪريون يا نہ ڪريون. اسان جو رشتو اهو ئي رهندو جيڪو هاڻي آهي يا توهان کي لڳي ٿو تہ ان ۾ ڪا ئي تبديلي اچي ٿي سگهي؟"

جيڪڏهن اسجد جي نراڙ تي پگهر ظاهر ڪو نہ ٿيو هيو تہ ان جو اڪيلو سبب ڊسمبر جو مهينو هيو. انهن ٻنهي جي عمر ۾ اٺن سالن جو فرق هيو. مگر ان وقت پهريون ڀيرو اسجد کي اهو فرق ارڙهن سالن جو محسوس ٿيو هيو. اها ان کي پنهنجي عمر کان ارڙهن سال وڏي لڳي رهي هئي. ٻہ هفتا اڳ اها اوڻويهن سالن جي ٿي هئي مگر ان وقت اسجد کي ائين لڳي رهيو هيو تہ جڻ اها عمر جي انهيءَ ڏهاڪي (ٽين ايج) کان سڌي ڪرڙوڊ وهي ۾ هلي وئي هئي ۽ اهو پاڻ هڪڙو پيرو وري عمر جي ڇوڪراڻي (پري ٽين ايج) ڏهاڪي ۾ اچي ويو هيو. اها ان جي سامهون تنگ تي تنگ رکيون اسجد جي چهري تي نظرون کپايون ان ئي بي تاثر انداز ۾ ان جي جواب جي انتظار ڪري رهي هئي. اسجد ڪرسي جي ٻانهن تي رکيل ان جي هٿ ۾ مڱڻي واري منڊي کي ڏٺو ۽ کنگهي پنهنجي نڙي صاف ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي.

”تون بلڪل ٺيڪ ٿي چئين. مان صرف خيالن جي ڏي وٺ (ڊسڪس) جي ڳالهه انهيءَ لاءِ ڪري رهيو هيس ته اسان جي وچ ۾ هم خيالي (انڊراسٽئنڊنگ) وڌي (ڊولپ ٿي) سگهي.“

”اسجد! مان توهان کي چڱي نموني سان سمجهان ۽ ڄاڻان ٿي. مون کي اهو ٻڌي ڏاڍو افسوس ٿيو ته توهان سمجهو ٿا ته اسان جي وچ ۾ اڃا به ڪنهن هم خيالي (انڊراسٽئنڊنگ) کي فروغ ڏيڻ (ڊولپ ڪرڻ) جي ضرورت آهي. منهنجو خيال هيو ته اسان جي وچ ۾ چڱي خاصي هم خيالي آهي.“

اهو اسجد جو ڏينهن نه هيو اسجد دل ۾ اعتراف ڪيو.

”جيڪڏهن توهان جو اهو خيال آهي ته علم البدن (اٺاتامي) يا ڪاروبار (بزنيس) تي ڳالهه ٻولهه (ڊسڪس) ڪري اسان ڪا هم خيالي وڌائي سگهنداسين ته ٺيڪ آهي، اڳتي اسان اهڙي ئي گفتگو ڪنداسين.“ امامه جي لهجي ۾ بي پرواهيءَ جو عنصر واضح هيو.

”توکي منهنجي ڳالهه خراب لڳي آهي؟“

”بلڪل به نه..... مون کي ڇو خراب لڳندي؟“ ان جي لهجي ۾ موجود حيرت جي عنصر اسجد کي وڌيڪ شرمندو ڪري ڇڏيو.

”شايد مون غلط ڳالهه ڪئي آهي.“ ”شايد نه يقيناً.“ ان ٽنهي لفظن تي واري واري سان زور ڏيندي چيو.

”توکي خبر آهي، منهنجي لاءِ اهو رشتو ڪيترو اهميت وارو آهي. منهنجا ڪيترائي خواب آهن. ان رشتي جي حوالي سان. تنهنجي حوالي سان.“ اسجد هڪڙو ٿڌو ساهه کڻي چيو. امامه بي تاثر چهري سان پٽ تي ساڳي ول کي ڏسي رهي هئي.

”شايد مان انهيءَ ڪري ضرورت کان وڌيڪ حساس ٿي ويندو آهيان. مون کي انهي رشتي جي حوالي سان ڪوئي خوف ڪو نه آهي. مون کي خبر آهي اهو رشتو اسان ٻنهي جي مرضي سان ٿيو آهي.“

اهو ان جي چهري تي نظرون ڄمايون وڏي پيار سان ڳالهائي رهيو هيو ۽ هڪدم ان کي هڪ ڀيرو ٻيهر اهو احساس ٿيڻ لڳو هيو جڻ اها اتي موجود ڪو نهي. ان جون ڳالهيون ڪو نه ٿي ٻڌائين. اسجد کي لڳو ته اهو هڪ دفعو وري پاڻ سان ڳالهيون ڪري رهيو هيو.



هڪڙي وڏي بنگلي جي پٺين حصي ۾ موجود ٻي عمارت (انيخسي) مان گانن جو آواز ٻاهر اڱڻ تائين اچي رهيو هيو. ٻاهر موجود ڪو ئي به ماڻهو ڪمري ۾ موجود ماڻهن جي قوتِ برداشت تي حيرانيءَ جو اظهار ڪري ٿي سگهيو. ليڪن اهو ڪمري ۾ موجود ماڻهن جي حالت ڏسي ها ته ان کي ان حيران ڪندڙ قوتِ برداشت جو سبب معلوم ٿي وڃي ها. ڪمري ۾ موجود ڇهه ڇوڪرا جنهن حالت ۾ هيا، ان حالت ۾ انهيءَ کان وڌيڪ تيز ۽ وڏي آواز وارا گانا به انهن تي اثر انداز ڪو نه ٿين ها. البت جيستائين سڄين ڇوڪري جو تعلق هيو اهو اهڙي ڪنهن به شي کان متاثر ڪو نه ٿيندو هيو.

انيخسي جو اهو ڪمرو ان وقت دونهين جي ڪڪرن ۽ عجيب قسم جي بوءِ سان

پريو پيو هيو. قالين تي هڪڙي مشهور هوٽل تان ورتي آندل ڪاڌي جا ڪليل ڪوڪا، پليٽون ۽ چمچا به پيا هيا. قالين تي ڪائڻ پيئڻ جون بچيل شيون ۽ هڏا به هيڏي هوڏي اڇلايل هيا. پيپسيءَ جون پلاسٽڪ واريون بوتلون به هيڏي هوڏي ڪنڊڙيون پيون هيون. ڪيچپ جي بوتلن مان نڪتل ڪيچپ قالين کي اجا وڌيڪ بڇڙو ظاهر ڪري رهي هئي. اهي ست ئي ڇوڪرا ان ئي قالين تي هڪ ٻئي کان ڪجهه وٿيءَ تي ويٺا هيا. انهن جي سامهون قالين تي شراب جي خالي بوتلن جو به ڍير لڳو پيو هيو ۽ تفريح جو اهو سلسلو اتي ختم ڪو نه ٿيو هيو ان وقت اهي ڇوڪرا انهن نشن (ڊرگز) کي استعمال ڪرڻ ۾ مصروف هيا، جنهن جو انتظام انهن مان هڪڙي ڪيو هيو.

گذريل ٻن مهينن ۾ اهي ٽيون ڀيرو انهي مهم (ايڊوينچر)لاءِ گڏ ٿيا هيا ۽ انهن ٽن موقعن تي اهي ڇئن مختلف قسمن جا نشا استعمال ڪري چڪا هيا. پهريون دفعو انهن اهو نشو استعمال ڪيو هيو جيڪو انهن مان هڪڙي کي سنڌس پيءُ جي خاني مان مليو هيو. ٻيو دفعو انهن جيڪو نشو استعمال ڪيو هيو اهو انهن پنهنجي هڪڙي اسڪولي ساٿيءَ جي معرفت اسلام آباد جي هڪڙي ڪلب مان خريد ڪيو هيو ۽ هن دفعي اهي جيڪو نشو استعمال ڪري رهيا هيا، اهو انهن راولپنڊي جي سير (ٽرپ) دوران هڪڙي مارڪيٽ ۾ هڪڙي افغاني کان خريد ڪيو هيو. ٽنهي موقعن تي انهن ان نشي سان گڏ الڪوحل به استعمال ڪيو هيو جنهن کي حاصل ڪرڻ انهن لاءِ مشڪل ڪو نه هيو.

ان وقت به انهن ستن ڇوڪرن مان ڇهه ڇوڪرا نشي ۾ ٻڏل هيا. جن مان هڪڙو هاڻي به ڏڪندڙ هٿن سان نشي کي سنگهڻ جي ڪوشش ڪري رهيو هيو جڏهن ته ٻه ڇوڪرا سگريٽ ڇڪيندي باقي ڇوڪرن سان ٽٽل ڦٽل گفتگو ڪري رهيا هيا. صرف ستون ڇوڪرو مڪمل هوش ۾ هيو. ان ڇوڪري جو چهرو موهيڙن سان ڀريل هيو ۽ ان جي ڳچيءَ ۾ موجود هڪڙي ڪاري ڏوري ۾ ٽي چار ٽامي مان عجيب شڪلين جا ٺهيل زيور پوئتل هيا. اداڪارن واري اسٽائيل جي ڪالرن واري هڪڙي گهاٽي نيري رنگ واري قميص سان ان کي بيهودي قسم جي هڪڙي جينز واري پتلون پاتل هئي. پتلون جي ٻنهي گوڏن تي ميڊونا جي شڪل ڇاپيل هئي.

ان اڪيون ڪولي پنهنجي ساڄي پاسي موجود ڇوڪرن کي ڇتائي ڏٺو. ان جون اکيون ڳاڙهيون ٿي رهيون هيون، مگر ان ڳاڙهاڻ جي باوجود انهن مان اهڙو ڪو تاثر ڪونه ٿي مليو ته اهو باقي ڇوڪرن وانگر مڪمل طور نشي ۾ ٻڏل آهي. ڪجهه گهڙيون انهن کي ڏسڻ کان پوءِ ان سڌو ٿي ويهندي دهلي ۾ موجود باقي نشو هيٺر تي وڌو ۽ نلڪي وسيلي هلڪا ساهه کڻي سونگهڻ لڳو. ڪافي دير کان پوءِ ان نلڪي کي هڪڙي پاسي اڇلائي ڇڏيو ۽ پنهنجي هٿ جي ترڻيءَ تي ٿورو نشو رکي زبان جي چوٽيءَ سان ڪجهه دلچسپي ۽ تجسس مگر احتياط سان ان کي چکيو. هڪدم ان تڪڙ ۾ پنهنجي کاٻي پاسي تي ٿڪ اڇلائي. نشو يقيناً نج قسم جو هيو. ان جون اکيون هاڻي اڳ کان وڌيڪ ڳاڙهيون ٿي رهيون هيون، پر هاڻي به اهو پنهنجي هوش ۽ حواس ۾ هيو. ان جي چهري

جي تاثرات مان اندازو ٿي رهيو هيو تہ ان کي پنهنجي انهي سرگرمي مان گهڻو مزو حاصل ڪونہ ٿيو آهي. هڪ ٻن گهڙين کان پوءِ ان پنهنجي پرسان قالين تي رکيل شراب جي بوتل مان ڪجهہ ڍڪ پريا ڄڻ نشي جي ذائقي کي ختم ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. بوتل رکڻ کان پوءِ اهو ڪجهہ گهڙين تائين هيٺر ۾ موجود نشي کي ڏسندو رهيو. ٻيا ڇهہ ڇوڪرا ان وقت تائين نشي ۾ پوريءَ طرح ڏت ٿي قالين تي ابتا سبتا ٿيا پيا هيا. مگر اهو هاڻي بہ ساڳي حالت ۾ وينو هيو. بوتل ۾ موجود شراب جا ڍڪ پريندي اهو سوچ واري انداز ۾ انهن سڀني کي ڏسندو رهيو. ان جون اکيون هاڻي خيريون ٿي رهيون هيون مگر انهن ۾ موجود چمڪ ٻڌائي رهي هئي تہ اهو ان وقت بہ مڪمل طور نشي ۾ ٻڌل ڪونہ هو.

اهو ان سان ٽيون ڀيرو ٿيو هيو. ڀهريان بہ دفعا نشو استعمال ڪرڻ کان پوءِ بہ اهو اهڙي نموني سان وينو رهيو هيو جڏهن تہ ان جا دوست جلد ئي نشي ۾ ڏت ٿي ويا هيا. رات جي پوئين پهر اهو انهن ڇوڪرن کي ان ئي حالت ۾ ڇڏي پاڻ گهر اچي ويو هيو. اڄ بہ ان ائين ڪرڻ ٿي گهريو. ڪمري ۾ موجود نشي جي بوءِ کان هاڻي ڀهريون دفعو اهو بيزار ٿيڻ لڳو هيو. ان اٿي بيهڻ جي ڪوشش ڪئي پر ڏڪڻ لڳو. پنهنجي ڏڪڻيءَ تي قابو پائيندي اهو سڌو ٿي بيٺو. هيٺ نوڙي ان قالين تان ڪنجيون، پٽون ۽ ڪريڊٽ ڪارڊ کنيا ۽ پوءِ ان اڳتي وڌي ٽيپ رڪارڊر کي بند ڪري ڇڏيو. پنهنجين خيريون ٿيل ۽ ڳاڙهين اکين سان ان ڪمري ۾ هڪڙي نظر ڊوڙائي. ايئن ڄڻ اهو ڪجهہ ياد ڪرڻ جي ڪوشش ڪري رهيو آهي. پوءِ اهو دروازي ڏانهن هليو آيو.

هڪڙو دفعو وري هيٺ ويهي ان جوتا پاتا ۽ انهن جون ڪهيون ٻڌيون. پوءِ دروازو کولي اهو ٻاهر نڪري ويو. روشنيءَ مان هڪدم اهو وراندي جي اونداهيءَ ۾ اچي ويو هيو. اونداهيءَ ۾ پنهنجو رستو ڳوليندي اهو وراندي جو دروازو کولي ٻاهر اڱڻ ۾ اچي ويو. ڏاڪڻيون لهندي ان کي پنهنجي نڪ مان ڪا شي وهندي محسوس ٿي. ڪاٻو هٿ پنهنجي مٿئين چپ تي رکيائين. ان جون آڱريون چپڪڻ لڳيون هيون. ان هٿ مٿي ڪري ٻاهرين بتي جي روشنيءَ ۾ ڏٺو. آڱرين تي رت جا ڦڙا لڳل هيا. ان پنهنجي پتلون جو کيسي اندران هڪڙو رومال ڪڍيو ۽ آڱرين تي لڳل رت صاف ڪيائين. ان کان پوءِ ان ئي رومال سان پنهنجي نڪ مان وهندڙ رت صاف ڪيائين. ان کي پنهنجي نڙيءَ ۾ ڪا شي ڇپندي محسوس ٿي. ان کنگهي پنهنجي نڙي صاف ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. ان کي هاڻي پنهنجي سيني ۾ بہ ٻوسٽ جو احساس ٿيڻ لڳو. ڪجهہ ڊگها ساهہ کڻي ان انهيءَ ٻوسٽ کي گهٽ ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. اتي بيٺي بيٺي ان بہ ٽي دفعا هيٺ ٽڪ اڇلائي ۽ هڪڙو دفعو وري ڏاڪڻيون لهڻ لاءِ قدم وڌايا. اهو هڪدم بيهي رهيو. ان جي نڪ ۾ عجيب سُر سُر ٿي ۽ پوءِ هڪدم ڪاشي زور سان وهڻ لڳي. اهو بي اختيار ڇيلهہ جهڪائي ويهي رهيو. هڪڙي لار جي صورت ۾ ان جي نڪ مان وهندڙ رت ڏاڪڻ تي ڪرڻ لڳو هيو. سنگ مر مر تي ترڪندڙ رت، اهو ان کي ڏسندو رهيو.

❊ ❊ ❊

گالف ڪلب ۾ انعامن ورهائڻ جي تقريب منعقد ٿي رهي هئي. سورهن سالن جو سالار سڪندر بہ سورهن سالن اندر واري عمر جي ڇوڪرن جي ٽولي ۾ وڏو اسڪور ڪرڻ ڪري پهريون نمبر حاصل ڪرڻ جي ٽرافي وصول ڪرڻ لاءِ موجود هيو.

سالار سڪندر جو نالو پڪارڻ تي سڪندر عثمان تاڙيون وڄائيندي ٽرافيون رکڻ واري ڪبٽ جي باري ۾ سوچيو جنهن ۾ ان سال ان کي ڪجھ وڌيڪ تبديليون ڪرائڻيون پونديون. سالار کي ملڻ وارين شيلڊن ۽ ٽرافين جو تعداد هن سال بہ گذريل سالن جيترو ئي هيو. ان جا سيئي بار پڙهائي ۾ گهٽ سنا هيا، مگر سالار سڪندر باقي سڀني کان مختلف هيو. ٽرافين، شيلڊن ۽ سرٽيفڪيٽن جي معاملي ۾ اهو سڪندر عثمان جي باقي ٻارن کان گهٽو اڳتي هيو. ذهني آزمائش (آئي ڪيو) جي 150 واري حد جي مالڪ ان ڇوڪري جو مقابلو ڪرڻ انهن مان ڪنهن جي لاءِ ممڪن ئي ڪو نہ هيو.

فخر منجهان تاڙيون وڄائيندي سڪندر عثمان ساڄي طرف ويٺل پنهنجي زال سان ڪن ۾ سس پس ڪئي "اها گالف راند ۾ ان جي تيرهين ۽ هن سال جي چوٿين ٽرافي آهي."

"توهان تہ هر شي جو حساب رکندا آهيو." ان جي زال ڪجھ مرڪندي ڄڻ داد ڏيڻ واري انداز ۾ پنهنجي مڙس کي چيو. جنهن جون نظرون ان وقت مهمان خصوصي کان ٽرافي وصول ڪندڙ سالار تي ڄميل هيون.

"صرف گالف راند جو ۽ ڇو اهو تون چڱي طرح ڄاڻين ٿي." سڪندر عثمان پنهنجي زال ڏانهن ڏنوجيڪا هاڻي پنهنجي جاءِ تي ويهڻ لاءِ ويندڙ سالار کي ڏسي رهي هئي.

"مان شرط ٿو لڳايان، جيڪڏهن اهو هن وقت انهي مقابلي ۾ شريڪ ٿيندڙ پيشيور رانديگرن سان کيڏي ها تہ بہ هن وقت ان جي هٿ ۾ اها ٽرافي هجي ها." سڪندر عثمان پٽ کي پري کان ڏسندي ڪجھ فخر ڪرڻ واري نموني سان دعوي ڪئي. سالار هاڻي پنهنجي سيٽ جي ڀرسان موجود ٻين سيٽن تي ويٺل انعام حاصل ڪندڙ ٻين ڇوڪرن سان هٿ ملائڻ ۾ مصروف هيو. سڪندر عثمان جي دعوي تي ان جي زال کي ڪا ئي حيراني ڪو نہ ٿي، ڇو تہ ان کي خبر هئي تہ سالار جي باري ۾ اهو هڪڙي ٻي جو جذباتي جملو ڪو نہ هيو پر اهو واقعي ايترو ئي غير معمولي ڇوڪرو هيو.

ان کي ٻہ هفتا پهريان سندس ياءُ زبير سان انهي گالف جي ميدان تي سالار سان ارڙهن سوراخن تي کيڏي ويندڙ گالف راند واري ميچ ياد آئي. رف (Rough) ۾ اتفاقي طور ڪريل هڪڙي بال کي ان جنهن صفائي ۽ مهارت سان واپس ڇبر تي آندو هيو ان زبير کي حيران ڪري ڇڏيو. اهو پهريون ڀيرو سالار سان گالف راند کيڏي رهيو هيو. "مون کي يقين ڪو نہ ٿو اچي." ارڙهن سوراخن جي خاتمي تائين ڪنهن کي بہ اهو ياد ڪو نہ هيو تہ ان اهو جملو ڪيترا دفعا چيو هيو.

رف (Rough) تان کيڏيل ان ڏڪ (شاٽ) جيڪڏهن ان کي حيران ڪيو هيو تہ سالار سڪندر جي گالف کيڏڻ واري هاڪي سان بال کي قابو ڪرڻ (پُٽرس Putters) ان جو هوش اڏائي ڇڏيو هيو. بال کي سوراخ ۾ ويندو ڏسي ان راند واري هاڪي جي سهاري تي

بيٺي بيٺي صرف ڪنڌ ڦيرائي اکين ئي اکين ۾ سالار سڪندر ۽ ان سوراخ جي وچ ۾ موجود فاصلي کي ماپيو هيو ۽ پوءِ جڙ بي يقيني سان مٿو ڌوڻيندي سالار کي ڏٺو.

"اڄ سالار صاحب راند سٺي ڪو نه کيڏي رهيو آهي." زبير منهن ڦيرائي بي يقيني جي عالم ۾ پنهنجي پنيان بيٺل جج (ڪيڊي) کي ڏٺو جيڪو گالف ڪارٽ پڪڙيون سالار کي ڏسندي بڙ بڙ ڪري رهيو هيو.

"اڃا اهو سٺي راند ڪونه ٿو کيڏي؟" زبير ڪجهه ٽوڪ واري نموني سان ڪلب جي جج کي ڏٺو.

"ها صاحب. ورنه بال ڪڏهن به رف (Rough) ۾ نه وڃي ها." جج (ڪيڊي) وڏي معمول واري انداز ۾ ان کي ٻڌايو. "توهان اڄ هتي پهريون ڀيرو راند کيڏي رهيا آهيو ۽ سالار صاحب گذريل ستن سالن کان هتي راند کيڏندو اچي. مان انهيءَ ڪري چوان ٿو ته اڄ اهو راند سٺي ڪو نه کيڏي رهيو آهي."

جج (ڪيڊي) زبير جي معلومات ۾ اضافو ڪيو ۽ زبير پنهنجي پيءُ ڏانهن ڏٺو جيڪا فخر مان مرڪي رهي هئي.

"هئي گهمري مان پوري تياري سان اينڊس ۽ اينڊرٿيري راند جي جاءِ جي چونڊ به مان ڪندس." زبير ڪجهه لڇي ٿيندي پنهنجي پيءُ سان گڏ سالار ڏانهن ويندي چيو.

"ڪنهن به وقت. ڪنهن به جاءِ تي." ان پنهنجي پٽ جي طرفان پنهنجي پياءُ کي پر اعتماد انداز ۾ چيلينج ڪندي چيو. "مان تو کي هن آچر تي پنهنجي خرچ تي ڪراچي گهرائڻ ٿو چاهيان." ان سالار جي ويجهو پهچي آهستي هلڪي آواز ۾ چيو. سالار مرڪيو.

"ڇا جي لاءِ......؟"

"منهنجي پاران توکي ڪراچي چيمبر آف ڪامرس جي صدر سان هڪڙي ميچ کيڏڻي آهي. مان هن ڀيري اليڪشن ۾ ان کان هارايو آهي. پر اهو جيڪڏهن ڪنهن کان گالف راند جي ميچ هارائي ويو ته ان کي دل جو دورو پئجي ويندو ۽ اهو به هڪڙي ڇوڪري جي هٿان. اڄ ته اسان ان کان بدلو وٺون." اها پنهنجي پياءُ جي ڳالهه تي کلي هئي. مگر سالار جي نراڙ تي ڪجهه گهنج ظاهر ٿي ويا هيا.

"ڇوڪرو؟" هن ان جي جملي ۾ موجود اڪيلي اعتراض جوڳي لفظ تي زور ڏيندي ان کي ورجايو. "منهنجو خيال آهي. انڪل! مون کي سياڻي توهان سان ارڙهن سوراخن واري هڪڙي ئي وڏيڪ راند کيڏڻي پوندي"

❊ ❊ ❊

اسجد دروازو کولي پنهنجي ماءُ جي ڪمري ۾ داخل ٿيو.

"امان! توهان سان هڪڙي ضروري ڳالهه ڪرڻي آهي."

"ها پٽ..... ڪهڙي ڳالهه آهي؟"

اسجد صوفي تي ويهي رهيو "توهان هاشم انڪل وارن ڏانهن ڪونه ويون آهيو؟"

"نه. ڇو ڪا خاص ڳالهه آهي ؟"

"ها, امام هن هفتيوار موڪل (ويڪ اينڊ) تي آيل آهي."

"چڱو......اڄ شام هلنداسين.....تون اوڏانهن ويو هئين؟" شڪيل مرڪندي چيو.

"ها, مان ويو هوس."

"اها ڪيئن آهي.... هن پيري ته گهڻي وقت کان پوءِ آئي آهي." شڪيل کي ياد آيو.

"ها, ٻن مهينن کان پوءِ......" شڪيل کي اسجد ڪجهه منجهيل لڳو.

"ڪوئي مسئلو آهي؟"

"امان! مون کي امامه گذريل ڪجهه عرصي کان ڏاڍي بدليل بدليل لڳي رهي آهي." ان هڪڙو ڊگهو ساهه کڻندي چيو.

"بدليل بدليل؟ ڇا مطلب؟"

"مطلب ته شايد مان توهان کي نٿو سمجهائي سگهان. بس ان جو رويو مون سان ڪجهه عجيب ٿي ويو آهي. "اسجد ڪلها لوڏيندي چيو.

"اڄ ته اها هڪڙي معمولي ڳالهه تي ناراض ٿي وئي. ان ۾ پهريان واري ڪا ڳالهه ئي ڪونه رهي آهي..... مون کي سمجهه ۾ نٿو اچي ته ان کي ڇا ٿيو آهي."

"توکي وهم ٿيو هوندو اسجد...... ان جو رويو ڇو بدلجندو...... تون ڪجهه زياده ئي جذباتي ٿي سوچي رهيو آهين." شڪيل ان کي حيرانيءَ مان ڏٺو.

"نه امان....! پهريان مان به ايئن سمجهي رهيو هيس ته شايد مون کي وهم ٿي ويو آهي, پر هاڻي اڄ خاص طور تي مون کي پنهنجا اهي گمان وهم ڪونه لڳا آهن. اها مون سان گهڻي رکي نموني سان ڳالهائيندي رهي."

"تنهنجو ڪهڙو خيال آهي, ان جو رويو ڇو بدلجي ويو آهي؟" شڪيل وارن وارو برش ميز تي رکندي چيو.

"اها ته مون کي خبر ڪونه آهي."

"تو ان کان معلوم ڪيو؟"

"هڪڙو دفعو نه پر ڪيترائي ڀيرا....."

"پوءِ......؟"

هر ڀيري توهان وانگر اها به ايئن چوي ٿي ته مون کي وهم ٿي ويو آهي." ان ڪلها لوڏيندي چيو.

"ڪڏهن اها چوي ٿي ته پڙهائي جي ڪري ايئن آهي..... ڪڏهن چوي ٿي ته هاڻي اها سنجيده (ميچوئر) ٿي وئي آهي انهيءَ ڪري......"

"اها ڪا اهڙي غلط ڳالهه ته ڪونهي, ٿي سگهي ٿو واقعي اها ڳالهه هجي." شڪيل ڪجهه سوچيندي چيو.

"امان! ڳالهه سنجيدگيءَ جي ڪو نه آهي, مون کي لڳي ٿو ته اها مون کان پاسو ڪرڻ لڳي آهي." اسجد چيو.

"اسجد! تون اجايون ڳالهيون پيو ڪرين, مان نٿي سمجهان ته اهڙي ڪا ڳالهه

هوندي، هونئن بہ توهان پنهنجي هڪ ٻئي کي سڃاڻو ٿا، ٻارپڻ کان هڪ ٻئي جي عادتن کان واقف آهيو.“

شڪيلہ کي پٽ جا خدشا بلڪل اجايا لڳا.

”ظاهر آهي عمر سان گڏ ڪجھہ تبديليون اچي وينديون آهن. توهان هاڻي اجا ٻار تہ آهيو ڪو نہ..... تون ٿورين ٿورين ڳالهين تي پريشان ٿيڻ جي عادت ڇڏي ڏي.....“ ان پٽ کي سمجهائيندي چيو.

”باقي ايئن تہ ادا هاشم ايندڙ سال ان جي شادي ڪري ڇڏڻ ٿو گهري، ان چيو ٿي تہ اها بعد ۾ پنهنجي تعليم مڪمل ڪندي رهندي، گهٽ ۾ گهٽ اهو تہ پنهنجي فرض کان آجو ٿي ويندو.“ شڪيلہ کولي چيو.

”چاچا (انڪل) ايئن ڪڏهن چيو؟“ اسجد ڪجھہ چڙ ڪيو.

”ڪيترا ڀيرا چيو اٿس..... منهنجو خيال آهي تہ اهي تياري بہ ڪري رهيا آهن.“ اسجد هڪڙو اطمينان جو ساهہ کنيو.

”تڏهن ئي تہ امامہ ان ڪري ئي ڪجھہ پريشان هجي.“

”ها. ٿي سگهي ٿو.....بهرحال اهو ئي صحيح آهي. ايندڙ سال شادي ٿي وڃڻ گهرجي.“ اسجد ڪجھہ مطمئن ٿيندي چيو.

❊ ❊ ❊

اهو سورهن سترهن سالن جو هڪڙو سنهڙو سيپڪڙو پر ڏگهو ڇوڪرو هيو. ان جي ڇهري تي بالغ ٿيڻ واري ڏاڙهي جي ٻج نظر اچي رهي هئي، جنهن کي هڪ دفعو بہ ڪو نہ ڪوڙيو ويو هيو ۽ ان ٻج ان جي معصوميت کي برقرار رکيو هيو. ان کي رانديگرن واري پتلون ۽ کليل ويڪري ننڍي قميص (شرٽ) پاتل هئي. ان جي پيرن ۾ سفيد جورابا ۽ ورزش وارو بوٽ پاتل هيو. چيگم چٻاڙيندي ان جي اکين ۾ هڪڙي عجيب قسم جي بي چيني ۽ گهبراهٽ هئي.

اهو ان وقت هڪڙي هجوم سان ڀريل سڙڪ تي هڪڙي وڏي موٽر سائيڪل تي ويٺو. گاڏين جي وچان وچان تيزيءَ سان تقريباً ان کي اڏائيندو پئي ويو. ان کي ڪنهن بہ قسم جو ٽوپلو (هيلميٽ) پاتل ڪونہ هيو ۽ تمام وڏي خطرناڪ انداز ۾ موٽر سائيڪل هلائي رهيو هيو. ان ٻہ دفعا سگنل ٽوڙيو..... ٽي دفعا خطرناڪ طريقي سان ڪجھہ گاڏين کان اڳ ڪڍيائين.......چار دفعا موٽر سائيڪل هلائيندي هلائيندي، ان جي اڳين ڦيٿي کي اڀو ڪيائين ۽ گهڻي دير تائين پري تائين صرف هڪڙي ڦيٿي تي گاڏي هلائيندو رهيو..... ٻہ دفعا ساڄي ڪاٻي ڏسڻ کان سواءِ ان تيز رفتاريءَ سان پنهنجي مرضي واري پاسي گاڏي کي موڙيو.....هڪڙو دفعو اهو ور وڪڙ ڪائڻ (زگ زيگ) واري انداز ۾ گاڏي هلائڻ لڳو ڇهہ دفعا ان پوري رفتار سان گاڏي هلائيندي پنهنجا ٻئي پير مٿي کڻي ڇڏيا.

پوءِ هڪدم ان ئي تيز رفتاريءَ سان گاڏي هلائيندي ان هڪ طرفي رستي (ون وي) جي خلاف ورزي ڪندي، ان لائين مان نڪري ٻي لائين ۾ زرڙاٽ ڪندو ڪاهي پيو.

سامهون اچڻ وارين گاڏين جون بريڪون هڪدم چرڙاٽ ڪرڻ لڳيون...... ان فل رفتار سان گاڏي هلائيندي هڪدم پنهنجا هٿ هينڊل تان هٽائي ڇڏيا. موٽر سائيڪل پوري زور سان سامهون ايندڙ ڪار سان ٽڪرائي. اهو هڪڙي جهٽڪي سان هوا ۾ مٿي اڏامندو ۽ پوءِ ڪنهن شيءِ تي اچي ڪريو..... ان کي اندازو ئي ڪونه ٿيو. ان جي ذهن تي ڊنڊ ڇانئجي ويو هيو.

❊ ❊ ❊

اهي ٻئي ڇوڪرا اسٽيج تي هڪٻئي جي سامهون تقرير ڪرڻ واري ميز (روسٽرم) جي پٺيان بيٺا هئا. مگر هال ۾ موجود شاگردن جون نظرون سدائين وانگر انهن مان هڪڙي تي ڪتل هيون. اهي ٻئي ڪلاس مانيٽر (هيڊ بواءِ)جي چونڊ لاءِ پنهنجي ورڪ ڪري رهيا هئا ۽ اهو پروگرام به ان جو هڪڙو حصو هيو. ٻنهي جي روسٽرم تي هڪڙو هڪڙو پوسٽر لڳل هيو جنهن مان هڪ تي "سالار لاءِ ووٽ" ۽ ٻئي تي "فيضان لاءِ ووٽ" لکيل هيو.

ان وقت فيضان ڪلاس مانيٽر چونڊجڻ کان پوءِ پنهنجي طرفان کڻندڙ قدمن جو اعلان ڪري رهيو هيو جڏهن ته سالار پوري سنجيدگيءَ سان ان کي ڏسڻ ۾ مصروف هيو. فيضان اسڪول جو پلو مقرر هيو ۽ ان وقت به اهو پنهنجي تقرير ڪرڻ واري جوش جا ڪمال ڏيکارڻ ۾ مصروف هيو ۽ ان ئي انگريزي لهجي ۾ ڳالهائي رهيو هو جنهن لاءِ اهو مشهور هيو. بهترين سائونڊ سسٽم جي ڪري ان جو آواز ۽ انداز ٻئي گهڻو متاثر ڪندڙ هئا. هال ۾ بلڪل ماٺ ڇانيل هئي ۽ اها خاموشي صرف ان وقت ئي ٽٽي ٿي جڏهن فيضان جا حمايتي ان جي ڪنهن سٺي جملي تي داد ڏيڻ ٿي لڳا ۽ هال هڪدم تاڙين سان وڄي ٿي ويو.

اڌ ڪلاڪ کان پوءِ جڏهن پنهنجي لاءِ ووٽ جي اپيل ڪرڻ کان پوءِ خاموش ٿيو ته، هال ۾ ڪيترن منٽن تائين تاڙيون ۽ سيٽيون وڄنديون رهيون. انهن تاڙين وڄائڻ وارن ۾ خود سالار سڪندر به شامل هيو. فيضان هڪڙي فاتحانه نظر هال تي ۽ سالار تي وڌي ۽ ان کي تاڙيون وڄائيندو ڏسي ان ڪنڌ جي هلڪي اشاري سان ان کي سلراهيو سالار سڪندر آسان حريف ڪونه هيو اها ان کي چڱي طرح خبر هئي.

اسٽيج سيڪريٽري هاڻي سالار سڪندر جو نالو پڪاري رهيو هيو. تاڙين جي گونج ۾ سالار ڳالهائڻ شروع ڪيو.

"دوستو! اسلام عليڪم (گڊمارننگ)......" اهو ٿوري گهڙيءَ لاءِ ماٺ رهيو. "فيضان اڪبر هڪڙي مقرر جي حيثيت ۾ يقيناً اسان جي اسڪول جو اثاثو آهي. مان يا ڪير ٻيو به ان جي مقابلي ۾ اسٽيج تي بيهي نٿو سگهي." اهو هڪڙي گهڙي لاءِ رڪيو ۽ فيضان ڏانهن نهاريائين. جنهن جي چهري تي فخر مان مرڪ ڇانيل هئي، مگر سالار جي جملي جي باقي حصي اچڻ واري گهڙي ۾ ان جي مرڪ کي گم ڪري ڇڏيو.

"جيڪڏهن معاملو رڳو ڳالهين ناهڻ جو هجي ته......"

هال ۾ هلڪا ٿهڪ اڀرڻ لڳا. سالار جي لهجي ۾ سنجيدگي برقرار هئي.

”مگر هڪڙي مانيٽر ۽ مقرر ۾ گهڻو فرق هوندو آهي. مقرر ڪي ڳالهيون ڪرڻيون هونديون آهن. جڏهن ته مانيٽر ڪي ڪم ڪرڻو هوندو آهي. ٻنهي جي وچ ۾ فرق ”ڳالهوڙي (ٽاڪر)“ ۽ ”ڪارندي (ورڪر)“ وارو هوندو آهي ۽ ”گهڻ ڳالهائو سٺا ڪارندا (ورڪر) ڪونه هوندا آهن.“ سالار جي حمايتين جي تاڙين سان هال گونجي ويو.

”مون وٽ فيضان اڪبر جهڙن خوبصورت لفظن واري رواني ڪونه آهي.“ ان پنهنجي تقرير جاري رکي. ”مون وٽ صرف منهنجو نالو آهي ۽ منهنجو متاثر ڪندڙ رڪارڊ. مون ڪي ورڪ ڪرڻ لاءِ لفظن جا ڪي درياءَ وهائڻا ڪونه آهن. مون ڪي صرف ڪجهه لفظ ڳالهائڻا آهن.“ اهو هڪڙو پيرو وري رکيو.

”مون تي اعتبار ڪريو ۽ مون کي ووٽ ڏيو.“

ان شڪريو ادا ڪندي جنهن وقت پنهنجي مائيڪ کي بند ڪيو ان وقت هال تاڙين سان وڄي رهيو هيو. هڪ منٽ چاليهه سيڪنڊن ۾ ان اهڙي توريل تڪيل ۽ رٽيل انداز ۾ ڳالهايو هيو جيڪو ان جو ئي خاصو هيو...... ۽ ان ڏيڍ منٽ فيضان جا لاهه ڪڍي ڇڏيا.

ان شروعاتي تعارف کان پوءِ ٻنهي اميدوارن کان سوال جواب جو سلسلو شروع ٿيو هو. سالار سڪندر جوابن ڏيڻ ۾ به ايتري ئي اختصار کان ڪم وٺي رهيو هو جيترو ان پنهنجي تقرير ۾ ڏيکاريو هو. ان جو سيني کان ڊگهو جواب چئن جملن تي مشتمل هو. جڏهن ته فيضان جو ننڍو جواب به چئن جملن تي مشتمل ڪو نه هيو. فيضان جي اها فصاحت ۽ بلاغت جيڪا پهريان ان جي خوبي سمجهي ويندي هئي, ان وقت انهي اسٽيج تي سالار جي مختصر جوابن جي آڏو چرب زباني نظر اچي رهي هئي ۽ ان جو احساس خود فيضان کي به ٿي رهيو هيو. جنهن سوال جو جواب سالار هڪڙي لفظ يا هڪڙي جملي ۾ ٿي ڏنو ان جي لاءِ فيضان کي عادت پٽاندڙ پٽاڙ ڪرڻي ٿي پئي ۽ سالار طرفان پنهنجي تقرير ۾ ان جي باري ۾ ڪيل اهو تبصرو اتي موجود شاگردن کي ڪجهه وڌيڪ صحيح محسوس ٿيو هيو ته هڪ مقرر صرف ڳالهيون ڪري سگهندو آهي.

”سالار سڪندر کي مانيٽر ڇو ٿيڻ گهرجي؟“ سوال ڪيو ويو.

”ڇو ته توهان بهترين شخص جي چونڊ ڪرڻ ٿا گهرو.“جواب آيو.

”ڇا اهو جملو پنهنجي تعريف پاڻ ڪرڻ جي برابر ڪونه آهي؟“ اعتراض ڪيو ويو.

”نه, اهو جملو پاڻ سڃاڻڻ جي مترادف آهي.“ اعتراض کي رد ڪيو ويو.

”پنهنجي تعريف پاڻ ڪرڻ ۽ پاڻ سڃاڻڻ ۾ ڪهڙو فرق آهي؟“ هڪڙو دفعو وري چيندڙ لهجي ۾ پڇيو ويو.

”اهو ئي جيڪو فيضان اڪبر ۽ سالار سڪندر جي وچ ۾ آهي.“ سنجيدگي سان چيو ويو.

”جيڪڏهن توهان کي مانيٽر نه چونڊجي ته توهان جي لاءِ ڪهڙو فرق پوندو؟“

"فرق منهنجي لاءِ نہ توهان جي لاءِ ايندو."

"ڪيئن.........؟"

"جيڪڏهن بهترين ماڻهوءَ کي ملڪ جو اڳواڻ نہ چونڊجي تہ فرق قوم لاءِ ايندو آهي، ان بهترين ماڻهوءَ جي لاءِ نہ....."

"توهان پنهنجو پاڻ کي بيهر بهترين ماڻهو چئي رهيا آهيو." هڪڙو دفعو وري اعتراض ڪيو ويو.

"ڇا هن هال ۾ ڪوئي اهڙو آهي، جيڪو پاڻ کي خراب ماڻهوءَ جي برابر سمجهي؟"

"تي سگهي ٿو هجي؟"

"پوءِ مان ان سان ملڻ ٿو گهران." هال ۾ کلڻ جو آواز اڀريو.

"مانيٽر ٿيڻ کان پوءِ سالار سڪندر جيڪي تبديليون آڻيندو انهن جي باري ۾ ٻڌايو."

"تبديلي ٻڌائي نہ پر ڏيکاري ويندي آهي ۽ اهو ڪم مان مانيٽر چونڊجڻ کان اڳ نٿو ڪري سگهان."

ڪجهہ ٻيا سوال ڪيا ويا، پوءِ اسٽيج سيڪريٽري هال ۾ ويٺل شاگردن مان هڪڙي شاگرد کي آخري سوال پڇڻ لاءِ چيو. اهو هڪڙو سريلنڪا جو شاگرد هيو جيڪو ڪجهہ شرارتي انداز ۾ مُرڪندي اٿي بيٺو.

"جيڪڏهن توهان منهنجي هڪڙي سوال جو جواب ڏئي ويا تہ مان ۽ منهنجو پورو ٽولو توهان کي ووٽ ڪندو."

سالار ان جي ڳالهہ تي مرڪيو "جواب ڏيڻ کان پهريائين مان اهو معلوم ڪرڻ ٿو گهران تہ توهان جي ٽولي ۾ گهڻا ڄڻا آهن؟" ان پڇيو.

"ڇهہ......" ان ڇوڪري جواب ڏنو.

سالار ڪنڌ ڌوڻيو "ٺيڪ آهي، سوال پڇو."

"توهان کي ڪجهہ حساب ڪتاب لڳائي ٻڌائڻو آهي تہ جيڪڏهن اسان 267895 ۾ 952852 جمع ڪيون، پوءِ ان مان 399999 ڪٽ ڪيون، پوءِ ان ۾ 929292 جمع ڪيون ۽ ان کي ......" اهو سريلنڪن ڇوڪرو هڪڙي هڪڙي ڪاغذ تي لکيل هڪڙو سوال پڇي رهيو هيو "ڇهن سان ضرب ڪريون پوءِ ان کي ٻن سان ونڊ ڪريون ۽ جواب ۾ 492359 کي جمع ڪيون تہ جواب جو چوٿون حصو ڇا ٿيندو..." اهو ڇوڪرو پنهنجي ڳالهہ مڪمل ڪري ڪو نہ سگهيو.

"1435619.75" وڏي حاضر دماغيءَ سان سالار ان "بيوقوفاڻي" سوال جو جواب ڏنو. ان ڇوڪري ڪاغذ تي هڪڙي نظر وڌي ۽ پوءِ ڪجهہ بي يقيني سان ڪنڌ لوڏي تاڙيون وڄائڻ لڳو. فيضان اڪبر ان وقت پنهنجو پاڻ کي هڪڙو ايڪٽر سمجهڻ لڳو. پورو هال ان ڇوڪري سان گڏ تاڙيون وڄائڻ ۾ مصروف هيو. فيضان اڪبر کي اهو پورو پروگرام هڪڙي مذاق محسوس ٿيڻ لڳو.

هڪ ڪلاڪ کان پوءِ جڏهن اهو سالار سڪندر کان اڳ ۾ اسٽيج تان لهي رهيو

هيو ته ان کي خبر پئجي وئي هئي ته اهو مقابلو ڪرڻ کان اڳ ئي مقابلو هارائي ويو هو. 150 جي ذهني ذات (آئي ڪيو) واري حد جي ان ڇوڪري سان ان کي زندگيءَ ۾ ان کان اڳ ڪڏهن ايترو حسد محسوس ڪو نه ٿيو.

❁ ❁ ❁

"امامه آپا! توهان لاهور ڪڏهن ويندا؟"

اها پنهنجو ڪتاب پڙهندي ڇرڪي وئي. مٿو ڪٽي ان سعد کي ڏٺو. اهو سائيڪل جي رفتار کي هاڻي بلڪل آهستي ڪري، ان جي چوڌاري ڦيرا ڏئي رهيو هيو.

"سياڻي ... ڇو...؟ تون ڇو پڇي رهيو آهين؟" امامه پنهنجو ڪتاب بند ڪندي چيو.

"جڏهن توهان هليا ويندا آهيو ته مان توهان جي کوٽ محسوس (مِس ڪندو) ڪندو آهيان." ان چيو.

"ڇو.......؟" امامه مرڪندي پڇيو.

"ڇو ته توهان مون کي ڏاڍو سٺو لڳندا آهيو ۽ توهان منهنجي لاءِ ڪيترائي رانديڪا آڻيندا آهيو ۽ توهان مون کي گهمائڻ لاءِ وٺي ويندا آهيو ۽ توهان مون سان راند کيڏندا آهيو انهيءَ ڪري" ان تفصيل سان جواب ڏنو.

"توهان مون کي پاڻ سان گڏ لاهور ڇو نٿا وٺي وڃي سگهو؟" امامه کي اندازو ڪو نه ٿيو ته اها تجويز آهي يا سوال....

"مان ڪيئن تي وٺي وڃي سگهان...... مان ته پاڻ هاسٽل ۾ رهندي آهيان. تون ا تي ڪيئن رهندين؟" امامه چيو.

سعد سائيڪل هلائيندي ڪجهه سوچڻ لڳو پوءِ ان چيو "ته پوءِ توهان جلدي هتي ايندا ڪريو."

"ٺيڪ آهي. جلدي جلدي ايندي ڪنديس." امامه مرڪندي چيو. "تون هيئن ڪر جو مون سان فون تي ڳالهايون ڪندو ڪر. مان تو کي فون ڪندي رهنديس."

"ها، اهو ٺيڪ آهي." سعد کي ان جي تجويز سٺي لڳي. سائيڪل جي رفتار ۾ اضافو ڪندي، اهو ڇپر (لان) تي ڊگها ڊگها ڦيرا پائڻ لڳو. امامه بي ڌياني واري ڪيفيت ۾ ان کي ڏسڻ لڳي.

اهو ان جو ڀاءُ ڪو نه هيو. ڏهه سال عمر جو سعد پنج سال پهريائين انهن جي گهر ۾ آيو هيو. ڪٿان آيو هيو؟ ان جي باري ۾ اها بي خبر هئي، ڇو ته ان کي ان جي باري ۾ ان وقت ڪوئي تجسس ڪو نه ٿيو هيو. مگر ان کي ڇو آندو هئائون ان ڳالهه کان اها چڱيءَ طرح واقف هئي. سعد هاڻي ڏهن سالن جو هيو ۽ اهو گهر وارن سان بلڪل رائل مائل ٿي ويو هيو. امامه سان اهو سيني کان گهڻو هريل هيو. امامه کي اڪثر ان تي ترس ايندو هيو. ترس جو سبب ان جو لاوارث هجڻ ڪو نه هيو. ترس جو سبب ان جو مستقبل هيو..... ان جي چاچن جي گهر به ان وقت انهيءَ طرح گود ورتل ٻار پلجي رهيا هئا. اها انهن جي مستقبل تي به ترس کائڻ لاءِ مجبور هئي.

ڪتاب هٿ ۾ پڪڙيون سائيڪل تي چڙهي مٿان گهمندڙ سعد تي نظرون ڄمايون اهو ڪنهن ڳوڙهي سوچ ۾ ٻڏل هئي. ان کي ڏسڻ سان اها اهڙي نموني جي گهٽين ئي سوچن ۾ جڪڙجي ويندي هئي، مگران وٽ ڪو حل ڪو نه هيو. اها ان لاءِ ڪجهه به نٿي ڪري سگهي.

❋ ❋ ❋

اهي چارئي ان وقت لاهور جي ڳاڙهي بازار ۾ موجود هئا. انهن جون ڄمارون ارڙهن اٺويهن سالن جي لڳ ڀڳ هيون ۽ پنهنجي حليي مان اهي چارئي شاهوڪار گهراڻن جا لڳي رهيا هئا. مگر اتي نه انهن جي عمر ڪا نمايان ٿيڻ واري شيءِ هئي، نه انهن جو شاهوڪار گهراڻي سان تعلق رکڻ واري امتيازي خصوصيت ....... ڇو ته، اتي انهن کان به گهٽ عمر وارا ڇوڪرا ايندا هئا ۽ شاهوڪار گهراڻي جا ماڻهو ان علائقي جي مستقل گراهڪن ۾ شامل هئا.

چارئي ڇوڪرا ڳاڙهي بازار جي علائقي ۾ تنگ گهٽين مان هلندا پئي ويا. ٽي ڇوڪرا پاڻ ۾ ڳالهيون ڪندا پئي ويا. جڏهن ته صرف چوٿون ڇوڪرو ڪجهه تجسس ۽ دلچسپي سان چئني طرفن ڏانهن ڏسي رهيو هيو. ايئن لڳي رهيو هيو ڄڻ اهو اتي پهريون ڀيرو آيو هو ۽ انهن ٽنهي سان ٿوري دير کان پوءِ ٿيڻ واري گفتگو مان اهو ظاهر ٿي ويو هيو ته اهو واقعي اتي پهريون گهمرو آيو هيو.

گهٽي جي ٻنهي طرفن سان کليل دروازن ۾ هار سينگار ڪيون، اڌ اگهاڙا ڪپڙا پاتل هر عمر ۽ هر شڪل جون عورتون بيٺيون هيون. پوريون...... سانوريون...... ڪاريون...... ڪٽڪ رنگيون..... گهٽيون خوبصورت......... وچوليون......... ۽ معمولي شڪل ۽ صورت واريون.

گهٽي ۾ هر شڪل ۽ عمر جو مرد لنگهي رهيو هيو. اهو ڇوڪرو اتان لنگهندي هر شيءِ تي غور ڪري رهيو هيو.

”تون هتي ڪيترا دفعا آيو آهين؟“ هلندي هلندي ان ڇوڪري اوچتو پنهنجي ساڄي پاسي تي هلندڙ ڇوڪري کي مخاطب ٿي چيو.

اهو ڇوڪرو جواب ۾ کليو ”ڪيترا دفعا......؟ اها ته خبر ڪونهي... هاڻي ته ڳڻپ ئي وسري وئي آهي، اتي اڪثر ايندو رهندو آهيان.“ ان ڇوڪري ڪجهه فخر ڪرڻ واري انداز ۾ چيو.

”انهن عورتن ۾ مون کي ڪا ڪشش (اٽرئڪشن) محسوس ڪونه ٿي ٿئي.“

”انهن ۾ اهڙي ڪا خاص ڳالهه ته ڪو نهي.“ ان ڪلها لوڏيندي چيو هو.

”جيڪڏهن ڪٿي رات گذارڻي هجي ته گهٽ ۾ گهٽ ماحول (انورنمنٽ) ته سنو هجي.“

”هي ته ڏاڍي خراب جاءِ آهي.“ ان گهٽيءَ ۾ موجود ڪڏن ۽ گند ڪچري جي ڍير کي ڏسندي ڪجهه بيچان مان چيو.

”ان کان علاوه سنگتياڻي (گرل فرينڊ)جي هوندي هتي اچڻ جي ڪهڙي ضرورت اهي؟“ هن دفعي ان پنهنجا پرون هيٺ مٿي ڪندي چيو.

”هن جاءِ جو پنهنجو هڪڙو موهه (چارم) آهي. سنگتياڻين ۽ هتان جي عورتن جو ڪو ئي مقابلو ڪو نه آهي. سنگتياڻيون اهڙي نموني جو ناچ (ڊانس) ته ڏيکاري ڪو نه ٿيون سگهن. جيڪو هاڻي ٿوري دير کان پوءِ تون ڏسندين.“ ٽيون ڇوڪرو کليو. ”۽ پوءِ اسان توکي پاڪستان جي جنهن وڏي اداڪارا جو ناچ (ڊانس) ڏيکارڻ لاءِ وٺي وڃي رهيا آهيون، اها ته بس......“

ٻئي ڇوڪري جي ڳالهه کي پهرين ڇوڪري ڪاٽي ڇڏيو. ”ان جو ناچ ته توهان مون کي پهريان به ڏيکاري چڪا آهيو.“

”اڙي اهو ڪجهه به ڪو نه هيو. ياءُ جي شاديءَ تي هڪڙو راڳ ڪرايو هيو...... مگر هتي ته ڳالهه ئي ڪا ٻي ٿيندي آهي.“

”اها اداڪارا ته هڪڙي شاهوڪار علائقي ۾ رهندي آهي، پوءِ هتي ڇوٽي اچي؟“ پهرين ڇوڪري ڪجهه غير مطمئن انداز ۾ ان کان پڇيو.

”ان جي اڄ تون پاڻ ان کان پڇا ڪجان. مان ڪڏهن ان کان انهي قسم جا سوال ڪو نه ڪندو آهيان.“ ٻئي ڇوڪري جي ڳالهه تي باقي ٻيا به ڇوڪرا کليا. مگر ٽيون ڇوڪرو اهڙي ئي انداز ۾ ان کي ڇپندڙ نظرن سان ڏسندو رهيو.

انهن جو پنڌ آخرڪار ان گهٽي جي آخر ۾ هڪڙي عمارت جي سامهون ختم ٿيو. عمارت جي هيٺان موجود دوڪان تان ٽنهي ڇوڪرن چنبيلي جا ڪافي گهڻا هار خريد ڪيا ۽ پنهنجين ڪلاين ۾ ويڙهي ڇڏيائون. هڪڙو هار ٻئي ڇوڪري ان ڇوڪري جي ڪلائي ۾ به ويڙهي ڇڏيو جيڪو اتي اچڻ تي اعتراض ڪري رهيو هيو. پوءِ انهن اتان کائڻ لاءِ پان به خريد ڪيا. تماڪ وارو پان ٻئي ڇوڪري ان ڇوڪري کي به ڏنو جيڪو شايد زندگيءَ ۾ پهريون دفعو پان کائي رهيو هو. پان کائيندي اهي چارئي ان عمارت جون ڏاڪڻيون چڙهڻ لڳا. مٿي پهچي پهرين ڇوڪري هڪڙو دفعو وري تنقيدي نظرن سان چئني طرفن ڏانهن ڏٺو ۽ پوءِ ان جي چهري تي اطمينان جي هڪڙي جهلڪ ظاهر ٿي. اهاجاءِ گهڻو صاف سٿري ۽ چڱي نموني سان سينگاريل هئي.

طول وهاڻا لڳل ۽ چادرون وڇايل هيون ۽ سنهڙا پردا لڏي رهيا هئا. ڪجهه ماڻهو پهريان ئي اتي موجود هئا. ناچ اڃا شروع ڪو نه ٿيو هيو. هڪڙي عورت تڪڙيون وکون کڻندي انهن ڏانهن آئي. ان جي چهري تي هڪڙي خوبصورت مصنوعي مرڪ ڇانيل هئي. ان ٻئي ڇوڪري سان ڳالهايو. پهرين ڇوڪري غور سان ان عورت کي ڏٺو. اڌڙوٽ عمر جي اها عورت پنهنجي چهري تي بي تحاشا ميڪ اپ ٿڦيون ۽ وارن ۾ چنبيلي ۽ گلاب جا هار لڙڪايون شيفون جي هڪڙي پڙڪندڙ ڳاڙهي ساڙهي ۾ ملبوس هئي. جنهن جي چولي ان جي جسم کي لڪائڻ ۾ ناڪام ٿي رهي هئي، مگر اها چولي جسم کي لڪائڻ لاءِ پاتي به ڪونه وئي هئي. انهن چئني ڇوڪرن کي اها هڪڙي ڪنڌ ڏانهن وٺي وئي ۽ انهن کي اتي ويهارياڻين.

پهرين ڇوڪري اتي ويهڻ سان ئي وات ۾ موجود پان کي ان ٿوڪدان ۾ ٿڪي

ڇڏيو جيڪو انهن جي ويجهو پيو هيو ڇو تہ وات ۾ پان هجڻ ڪري ان کي ڳالهائڻ ۾ دقت محسوس ٿي رهي هئي. پان جو ذائقو پڻ ان لاءِ ڪو گهڻو وڻندڙ ڪونہ هيو. ٽئي ڇوڪرا اتي ويٺي جهيٽي آواز ۾ ڪچهري ڪرڻ لڳا. جڏهن تہ پهريون ڇوڪرو ان هال جي چئني طرفن ۾ موجود طول وهاٽن کي ٽيڪ ڏئي ويٺل ماڻهن کي ڏسندو رهيو جن مان ڪجھ پنهنجي سامهون شراب جون بوتلون ۽ نوٽن جون ٿُلهيون رکيون ويٺا هئا. انهن مان اڪثر کي سفيد لٺي جا ڪلف لڳل ڪپڙا پاتل هئا. ان عيد تي گڏ ٿيل ماڻهن کان علاوه اڄ پهريون دفعو ڪنهن ٻي جاءِ تي سفيد ڪپڙا پاتل ماڻهن جو ايڏو وڏو مجمعو ڏٺو هو. خود ان کي پنهنجن ساٿين وانگر ڪاري جينز جي پتلون ۽ ان ئي رنگ جي اڌ ٻانهن واري شرٽ پاتل هئي.انهن جي عمر جي اتي موجود ڪجھ ٻين ڇوڪرن کي بہ انهن وانگر جينز ۽ شرٽون پاتل هيون.

ٿوري دير کان پوءِ هڪڙي ٻي عورت اهڙي ئي نموني جي ڀڙڪندڙ رنگن وارن پاتل ڪپڙن ۾ اتي اچي هال جي وچ ۾ ويهي هڪڙو غزل ٻڌائي رهي هئي. ان سان گڏ ڪجھ سازن وارا بہ هئا. اها غزل ٻڌائڻ کان پوءِ پنهنجي مٿان اڇلايل نوٽن کي ڪٺي گهڻو خوش ۽ مطمئن ٿيندي واپس هلي وئي. ان جي وڃڻ کان هڪدم پوءِ فلمن جي اها اداڪارا هال ۾ داخل ٿي ۽ هال ۾ موجود هر مرد جي نظر ان سان ڄڻ چپڪي وئي هئي. ان واري واري سان چئني طرفن ڏانهن ڦري هال ۾ موجود هر هڪ کي مٿي جي اشاري سان پليڪار ڪري ڪيڪاريو.

سازن وارن کي ان دفعي ڪا ڏکيائي پيش ڪانہ آئي هئي. ٽيپ رڪارڊر تي واري واري سان ڪجھ جوش ڏياريندڙ گانا وڄايا ويا هئا. جن تي ان عورت نچڻ شروع ڪيو هيو ۽ ڪجھ دير پهريان واري خاموشي هڪدم ختم ٿي وئي هئي. چئني طرفن ۾ موجود مرد ان عورت کي داد ڏيڻ سان گڏ شراب پيئڻ ۾ مصروف هئا. انهن مان ڪجھ جيڪي وڌيڪ جوش ۾ اچي ٿي ويا. اهي اتي انهيءَ اداڪارا سان گڏ نچڻ ۾ مصروف ٿي ويا ٿي.

هال ۾ هڪڙو شخص جيڪو پنهنجي جاءِ تي بغير ڪنهن چر پر ڪرڻ جي بي تاثر چهري سان ويٺو هيو.اِهو اُهو ئي ڇوڪرو هيو مگر انهيءَ جي باوجود اهو اندازو لڳائڻ مشڪل ڪونہ هيو تہ اهو ان اداڪارا جي ناچ مان گهڻو لطف وٺي رهيو هيو.

تقريباً ٻن ڪلاڪن کان پوءِ جڏهن ان اداڪارا پنهنجو ناچ ختم ڪيو تہ اتي موجود ماڻهن مان اڌ کان گهڻا مرد هوش ۾ ئي ڪو نہ هئا. واپس گهر وڃڻ انهن لاءِ انهيءَ ڪري مسئلو ڪو نہ هيو ڇو تہ انهن مان ڪنهن جو بہ گهر وڃڻ جو ارادو ڪو نہ هيو. اهي سيئي اتي رات گذارڻ لاءِ آيا هئا. انهن چئني بہ رات اتي گذاري

ايندڙ ڏينهن اتان واپسي تي گاڏيءَ ۾ ان ٻئي ڇوڪري اوٻاسي ڏيندي پهرين ڇوڪري کان پڇيو جيڪو ان وقت لاپرواهي سان گاڏي مان ٻاهر ڏسڻ ۾ مصروف هيو.

"اهو تجربو ڪيئن رهيو؟"

"سٺو هيو..." پهرين ڇوڪري ڪلها لوڏيندي چيو.

"بس سٺو هيو..... هيو ڪجهه نه..... تون به بس....." ان ڪجهه ناراضگيءَ واري انداز ۾ ڳالهه اڌوري ڇڏي ڏني.

"ڪڏهن ڪڏهن وڃڻ لاءِ سٺي جاءِ آهي..... ان کان علاوه ڇا ٿو ڇئي سگهان...... مگر "ڪنهن خاص شي" واري ڪا ڳالهه ڪونهي. منهنجي سنگتياڻي (گرل فرينڊ)انهي ڇوڪريءَ کان سٺي آهي، جنهن سان مون رات گذاري آهي."

ان ڇوڪري ڪنهن به رک رکاءَ کان سواءِ چيو.

❊ ❊ ❊

ماني کائڻ واري ميز (ڊائننگ ٽيبل) تي هاشم مبين جي سڄي آکهه (فيملي) موجود هئي. ماني کائڻ دوران اهي سڀئي پاڻ ۾ ڪل پوڳ ڪرڻ ۾ به مصروف هئا. گفتگوءَ جو موضوع ان وقت امامه هئي، جيڪا ان ڏينهن هفتيوار موڪل (ويڪ اينڊ) تي اسلام آباد ۾ موجود هئي.

"بابا...... توهان اها ڳالهه نوٽ ڪئي آهي ته امامه ڏينهون ڏينهن سنجيده ٿيندي پئي وڃي." وسيم ڪجهه چيڙائڻ واري انداز ۾ امامه ڏانهن ڏسندي چيو.

"ها، اهو ته مان به گذريل ڪجهه مهينن کان نوٽ ڪري رهيو آهيان." هاشم مبين وسيم جي ڳالهه تي ڌيءَ جي منهن ڏانهن غور سان ڏسندي چيو.

امامه چانورن جو چمچو وات ۾ وجهندي وسيم کي گهور ڪري ڏٺو.

"ڇو امامه! ڪوئي مسئلو آهي؟"

"بابا! اهو وڏيون فضول ڳالهيون ڪري ٿو ۽ توهان به هرو ڀرو ان جي ڳالهين ۾ اچي رهيا آهيو. مان پنهنجي پڙهائي (اسٽڊيز) ڪري مصروف ۽ سنجيده آهيان. هاڻي هر ڪوئي وسيم وانگر نڪمو ته ڪونه هوندو آهي." ان پاڻ سان گڏ ويٺل وسيم جي ڪلهي تي ڪجهه ناراضگيءَ مان هلڪو ڌڪ هڻندي چيو.

"بابا! توهان ڪجهه اندازو لڳايو ڊاڪٽري جي شروع وارن سالن ۾ ان جو اهو حال آهي ته جڏهن اها ڊاڪٽرياڻي ٿي ويندي ته تڏهن ان جو ڪهڙو حال هوندو." وسيم امامه جي تنبيهه جي پرواهه نه ڪندي ان کي چيڙايو. "سال گذري ويندا مس امامه کي مرڪندي"

ڊائننگ ٽيبل تي ويٺل ماڻهن جي چهرن تي مرڪ اچي وئي. انهن ٻنهي جي وچ ۾ هميشه لفظن جو تڪرار ٿيندو ئي هيو. تمام ٿورا اهڙا موقعا هوندا هئا جتي اهي ٻئي گڏ هجن ۽ انهن جي وچ ۾ ڪو ڦڏو نه ٿئي. مستقل بنياد تي ٿيندڙ انهن جهڳڙن جي باوجود امامه سڀني کان گهڻو وسيم سان ئي رائل مائل هئي. ان جو سبب شايد انهن جو هڪٻئي جي مٽان ڄاول هجڻ هيو.

"۽ توهان تصور ڪريو ته....." ان دفعي امامه ان کي سندس ڳالهه پوري ڪرڻ ڪو نه ڏني. هن ان جي ڪلهي تي پوري طاقت سان مُڪ هڻي. وسيم تي ڪو خاص اثر ڪو نه ٿيو.

"اسان جي گهر ۾ هڪڙي ڊاڪٽر جي هٽ ۾ شفا کان سواءِ هيو ڇاڇا ٿي سگهي ٿو. توهان ان جو مظاهرو ڏسي رهيا آهيو ۽ ان مان اهو اندازو به لڳائي سگهو ٿا ته اج ڪلهه

جا ڊاڪٽر وارڊ ۾ مريضن سان ڪهڙو سلوڪ ڪندا هوندا. ملڪ ۾ مرڻ وارن ماڻهن جي انگ ۾ اضافي جو هڪڙو سبب....."

"بابا! ان کي منع ڪريو." امامہ آخرڪار هٿيار ڦٽا ڪندي هاشم مبين کي چيو.

"وسيم....." هاشم مبين پنهنجي ڪِل روڪيندي وسيم کي ڇڙٻ ڏني، اهو وڏي سعادتمنديءَ سان هڪدم ماٺ ٿي ويو.

❊ ❊ ❊

ان پوري لفافي کي پيسڻ واري جڳ (گرائنڊر) ۾ خالي ڪيو ۽ پوءِ ان کي بند ڪري چالو ڪري ڇڏيائين. بورچي ان ئي وقت اندر آيو.

"ننڍا صاحب! مون کي ڏيو. مان توهان جي مدد ڪيان." اهو ان ڏانهن وڌيو مگر ان هٿ جي اشاري سان ان کي روڪي ڇڏيو.

"نہ مان پاڻ ئي ٿو ڪيان. تون مون کي کير جو هڪڙو گلاس ڏي." ان گرائنڊر کي بند ڪندي چيو. بورچي هڪڙي گلاس ۾ کير وجهي ان وٽ کڻي آيو. کير جي اڌ گلاس ۾ ان گرائنڊر ۾ موجود سمورو پائوڊر وجهي ڇڏيو ۽ چمچي سان چڱيءَ طرح ملائڻ لڳو پوءِ هڪڙي ئي ساهي ۾ اهو کير پي ڇڏيائين.

"تو اچ ڪاڏي ۾ ڇا پچايو آهي؟" ان بورچيءَ کان پڇيو.

بورچيءَ ڪجهہ ڪاڏن جا نالا ٻڌايس. ان جي چهري تي ڪجهہ بيچان ظاهر ٿي.

"مان ماني ڪونہ کائيندس. سمهڻ لاءِ وڃي رهيو آهيان. مون کي ننڊ مان نہ اٿارجانءِ." ان سختيءَ سان چيو ۽ رڌڻي مان نڪري ويو.

پيرن ۾ پاتل باٽا جي چپل کي اهو فرش تي تقريباً گهلي رهيو هو. ان جي ڏاڙهي وڌيل هئي ۽ اکيون ڳاڙهيون هيس. قميص جا هڪ اڌ کان سواءِ سمورا بٽڻ کليل هيس.

پنهنجي ڪمري ۾ وڃي ان دروازي کي اندران بند ڪيو ۽ اتي موجود وڏي سائز واري ٽيپ رڪارڊر ڏانهن ويو ۽ ڪمري ۾ بولٽن جو گانو "جڏهن ڪومرد ڪنهن عورت سان پيار ڪري ٿو (وين اي مئن لَوز اي وومن)." وڏي آواز ۾ وڄڻ لڳو. اهو رموٽ کڻي پنهنجي بستري تي آيو ۽ اونڌي منهن بي ترتيبي سان ليٽي پيو.

ان جو رموٽ وارو کاٻو هٿ پلنگ کان هيٺ لڙڪي رهيو هيو ۽ مسلسل لڏي رهيو هيو. ان جا ٻئي پير بہ گاني جي ڌن سان لڏي رهيا هئا.

ڪمري ۾ پلنگ ۽ ان جي پنهنجي حليي کان علاوه هر شيءِ پنهنجي جاءِ تي ٺيڪ هئي، ڪٿي بہ ڪجهہ بہ بي ترتيب ڪو نہ هيو. ڪنهن بہ جاءِ تي مٽيءَ جو هڪڙو ذرڙو بہ نظر نٿي آيو. ٽيپ رڪارڊر جي ميز جي پرسان ڀت ۾ لڳل ڪٻٽ ۾ موجود سموريون آڊيو ۽ وڊيو ڪيسٽون تمام سٺي نموني سان رکيل هيون. هڪڙي ٻي ڀت وٽ رکيل الماري ۾ ڪتابن جو وڏو تعداد موجود هيو. ڪنڊ ۾ رکيل ڪمپيوٽر ٽيبل مان لڳي رهيو هيو تہ ان کي استعمال ڪرڻ وارو گهڻو سليقي وارو آهي. ڪمري جي مختلف ڀتين تي انگريزي فلمن جي اداڪارائن ۽ ڳائڻين جا وڏا فوٽو لڳل هيا. غسل خاني جي دروازي ۽ ڪمري

جي درين جي شيشن ڪي رسالن مان ڪاٽيل ڪجهه ماڊل ڇوڪرين جي اگهاڙين تصويرن سان سجايو ويو هيو. ڪمري ۾ پهريون دفعو داخل ٿيڻ وارو دروازو کوليندي ئي بري طرح ڇرڪندو ڇو تہ بلڪل سامهون درين جي شيشن تي لڳل تصويرون ڪجهه گهڙين لاءِ ڏسندڙن کي تصويرون نہ بلڪ اصل ڇوڪريون نظر ٿي آيون. انهن تصويرن کي اتي لڳائيندي ترتيب جو خاص خيال ڪيوويو هيو. ٽيپ رڪارڊ جنهن پٽ وٽ رکيل هيو ان ديوار جي هڪ ڪنڊ ۾ پٽ تي هڪڙو گٽار لٽڪايل هيو ۽ ان ئي ڪنڊ ۾ پٽ تي گٽار کان ڪجهه وٿي تي بانسري، مرلي ۽ ٻيا ساز ٽنگيل هيا. ان ڪمري ۾ رهندڙ کي يقيناً موسيقي سان وڏي دلچسپي هئي. بستري جي بلڪل سامهون واري ديوار ۾ لڳل ڪبٽ ۾ ٽي وي رکيل هئي ۽ ان ئي ڪبٽ جي مختلف خانن ۾ مختلف ٽرافيون ۽ شيلڊون رکيل هيون.

ڪمري جي چوٿين ڪنڊ بہ خالي ڪونہ هئي. اتي پٽ تي مختلف رڪيٽون لٽڪيل هيون. انهن مان هڪڙي رڪيٽ ٽينس راند کيڏڻ جي ۽ ٻہ اسڪواش راند واريون هيون. انهن رڪيٽن کي پٽ تي لٽڪائڻ کان اڳ ۾ هيئان رانديگرن جا پوسٽر لڳا ويا هيا ۽ پوءِ رڪيٽن کي اهڙي نموني سان لٽڪايو ويو هيو جو ايئن لڳندو هيو تہ اهي رڪيٽون انهن رانديگرن جي هٿن ۾ پڪڙيل آهن. ٽينس جي رڪيٽ جي هيٺان گبريلا سباٽيني جو پوسٽر هيو جڏهن تہ اسڪواش جي هڪڙي رڪيٽ جي هيٺان جهانگير خان جو پوسٽر هيو تہ ٻي رڪيٽ جي هيٺان روڊني مارٽن جو.

ڪمري ۾ اڪيلي جاءِ جتي بي ترتيبي هئي. اهو پلنگ هيو جنهن تي اهو ستو پيو هيو. ريشمي چادر گهڻو گهنجڙيل هئي ۽ ان تي هِتي هُتي ڪجهه غير ملڪي اگهاڙين تصويرن وارا جنسي رسالا پيا هيا. جن ۾ شهوتي نموني وارا فوٽو نمايان هيا. پلنگ تي هڪڙي ڦينچي ۽ ڪاغذ جي ڪجهه ننڍي ننڍي ڪتر بہ پئي هئي. يقيناً ڪجهه دير اڳ تائين اهو انهن رسالن مان تصويرون ڪاٽي رهيو هوندو. ڇيگم تي ويڙهيل ڪجهه پنا بہ مروٽيل حالت ۾ پلنگ تي پيا هيا. سگريٽن جو هڪڙو پاڪيٽ ۽ ماچيس (لائيٽر) بہ ايش ٽري سان گڏ پلنگ تي پيل هيا. جڏهن تہ ريشمي چمڪدار چادر تي ڪيترين جاين تي اهڙا نشان هيا جڻ اتي سگريٽ جي ڦلهار بہ هئي. ڪافي جو هڪڙو خالي مگ بہ پلنگ تي پيو هيو ۽ ان جي ڀرسان هڪڙي واچ ۽ ٽاءِ بہ پئي هئي. انهن سيني شين کان ٿورو پرتي سيرانديءَ وٽ هڪڙو موبائيل فون پيو هيو جنهن تي هڪدم فون اچڻ جي گهنٽي وڄي رهي هئي، بستري تي ليٽيل اونڌي منهن ليٽيل اهو نوجوان هاڻي شايد ننڊ ۾ هيو چوتہ فون جي گهنٽي جي آواز تي ان ٿورو ڪلڪ کان سواءِ پنهنجو ساڄو هٿ بستري تي هيڏي هوڏي ڦيرائيندي موبائيل فون ڳولڻ جي ڪوشش ڪئي، مگر موبائيل ان جي هٿ جي پهچ کان گهڻو پري هيو. ان تي مسلسل فون اچي رهي هئي. ڪجهه دير ايئن هيڏي هوڏي هٿوراڙيون ڏيڻ کان پوءِ ان جو هٿ رڪجي ويو شايد هاڻي اهو واقعي ننڊ پئجي ويو هيو ڇو تہ ان جا لڏندڙ پير بہ رڪجي ويا هيا. موبائيل تي اجا فون اچي رهي هئي.

پلنگ کان هيٺ لڙڪيل ان جي ڪاپي هٿ ۾ پڪڙيل رموٽ هڪدم ان جي پڪڙ مان نڪري قالين تي وڃي ڪريو. مائيڪل بولٽن جو آواز هاڻي بہ ڪمري ۾ گونجي رهيو هيو. ”جڏهن ڪو مرد ڪنهن عورت سان پيار ڪري ٿو“ پوءِ هڪدم ڪمري جي دروازي تي ڪنهن ٺڪ ٺڪ ڪئي ۽ پوءِ کڙڪائڻ جو اهو آواز وڌندو ويو. موبائيل تي اينڊڙ فون ختم ٿي وئي هئي، دروازي کڙڪائڻ وارا هٿ زور سان ڌڪ هڻڻ لڳا ۽ اهو پلنگ تي اونڌي منهن بي حس ۽ حرڪت پيو هيو.

❊ ❊ ❊

”امامہ! مون کي نہ پڙهاءِ (ڊونٽ ٽيل مي). ڇا تون واقعي مڱيل (انگيجڊ) آهين؟“

زينب کي جويريہ طرفان اها ڳالهہ ظاهر ڪرڻ تي ڄڻ هڪڙو ڪرنٽ لڳو. امامہ ملامت ڪرڻ واين نظرن سان جويريہ کي ڏٺو جيڪا اڳ ئي معذرت ڪندڙ نظرن سان ان کي ڏسي رهي هئي.

”ان کي نہ، مون ڏانهن ڏسي ٻڌاءِ، ڇا تون واقعي مڱيل (انگيجڊ) آهين؟“ زينب هن دفعي ان کي ڪجهہ چڙٻ ڏيندي چيو.

”ها، مگر اها ڳالهہ ايترو غير معمولي ۽ حيرت انگيز واقعو تہ ڪونهي، جو تون انهيءَ تي اهڙي نموني سان جذباتي رد عمل (ري ايڪٽ) ڪرين.“ امامہ وڏي نرميءَ سان چيو. اهي سيئي لئبريري ۾ ويٺيون هيون ۽ پنهنجي پر ۾ حتي الامڪان سرگوشي ۾ ڳالهيون ڪري رهيون هيون.

”پر توکي اها ڳالهہ اسان کي ٻڌائڻ تہ کپندي هئي، آخر راز ۾ رکڻ جي کهڙي ضرورت هئي.“ هن دفعي رابعہ چيو.

”راز ۾ تہ ڪونہ رکيو آهي، بس اهو ڪو ايترو اهم واقعو ڪونہ هيو جو توهان کي ٻڌايان ها. ان کان علاوه توهان سان منهنجي دوستي تہ هاڻي ٿي آهي، جڏهن تہ مڱڻي کي ڪيترا سال گذري ويا آهن.“ امامہ وضاحت ڪندي چيو.

”ڪيترن سالن مان تنهنجو ڇا مطلب آهي؟“

”منهنجو مطلب آهي، بہ ٽي سال.“

”پوءِ بہ امامہ! توکي ٻڌائڻ تہ کپندو هيو.....“ زينب جو اعتراض هاڻي بہ پنهنجي جاءِ تي قائم هيو. امامہ مرڪندي زينب ڏانهن ڏٺو.

”هاڻي ڪنديس تہ ٻئي ڪنهن کي ٻڌايان نہ ٻڌايان توکي ضرور ٻڌائيندس.“

”وڏي ڳالهہ آهي (ويري فني).“زينب ان کي گهوريندي چيو.

”بيو ڪجهہ نہ آهي تہ تون اسان کي ڪا تصوير وغيره ئي آڻي ڏيکار ان شهزادي جي.... آهي ڪير؟... نالو ڇا اٿس؟.... ڇا ڪندو آهي؟“

رابعہ هميشہ وانگر هڪڙي ئي ساهيءَ ۾ سوال مٿان سوال ڪري ڇڏيا.

”وڏي چاچي جو پٽ (فرسٽ ڪزن) آهي...... اسجد نالو اٿس.“ امامہ رڪي رڪي ڪجهہ سوچيندي چيو.“ ان ايم بي اي ڪئي آهي ۽ ڪاروبار (بزنيس) ڪندو آهي.“

شڪل ۾ صورت ڪيئن اٿس؟“ هن دفعي زينب پڇيو. امامہ غور سان ان جي چهري کي ڏٺو.

”ٺيڪ آهي.“

”ٺيڪ آهي؟ مان تو کان پڇي رهي آهيان قد ۾ ڊگهو آهي؟ سانورو (ڊارڪ) آهي؟ خوبصورت (هئنڊسم) آهي؟“ هن دفعي امامہ مرڪندي ڪجهہ چوڻ کانسواءِ زينب کي ڏسندي رهي.

”امامہ پنهنجي پسند سان اهو مڱڻو ڪيو آهي...... اهو ڏسڻ ۾ چڱو گهڻو سهڻو (گڊلڪنگ) آهي.“ جويريہ هن دفعي امامہ جي پاران جواب ڏيندي چيو.

”ها، اسان کي اندازو ڪرڻ کپندو هيو. آخر اهو امامہ جو سوٽ آهي..... هاڻي امامہ! تنهنجو اڳيون ڪم اهو آهي تہ تون اسان کي ان جي تصوير آڻي ڏيکار.“ زينب چيو.

”نہ ان کان پهريان ضروري ڪم اهو آهي تہ تون اسان کي ڪجهہ ڪارائڻ پيارڻ لاءِ وٺي هل.“ رابعہ مداخلت ڪندي چيو.

”في الحال تہ هتان نڪرو مون کي هاسٽل تي وڃڻو آهي.“ امامہ هڪدم اٿي بيٺي تہ اهي بہ اٿي ويون.

”باقي جويريہ! تو اها ڳالهہ پهريان ڇو ڪو نہ ٻڌائي؟“ زينب گڏ هلندي جويريہ کان پڇيو.

”يار امامہ نٿي گهريو...... انهيءَ ڪري مون ڪڏهن انهي موضوع تي ڳالهہ ڪو نہ ڪئي“ جويريہ معذرت ڪرڻ واري انداز ۾ چيو. امامہ ڪنڌ ڦيرائي هڪڙو ڀيرو وري جويريہ کي گهوري ڏٺو ان جي نظرن ۾ تنبيهہ هئي.

”امامہ ڇو نٿي گهريو..... منهنجو مڱڻو ٿيل هجي ها تہ مان تہ هر جاءِ تي شور مچايان ها، اهو بہ ان صورت ۾ جڏهن اهو منهنجي پنهنجي مرضي سان ٿئي ها.“ زينب وڏي واڪي چيو.

امامہ هن دفعي ڪنهن بہ رد عمل جو اظهار ڪو نہ ڪيو.

❊ ❊ ❊

”توهان جو پٽ آبادي جي ان اڌائي سيڪڙو حصي ۾ شامل آهي، جيڪي ذهني آزمائش (آئي ڪيو) جي 150 کان وڌيڪ حد (ليول) جا مالڪ آهن. انهي آئي ڪيو ليول سان گڏ اهو جيڪو ڪجهہ ڪري رهيو آهي، اهو غير معمولي سهي پر غيرمتوقع ڪو نہ آهي.“ ان غيرملڪي اسڪول ۾ سالار کي وٺي اچا صرف هڪڙو هفتو ٿيو هيو جڏهن سڪندر عثمان ۽ ان جي زال کي اتي سڏرايو ويو هيو. اسڪول جي نفسياتي ماهر (سائڪالاجسٽ) انهن کي سالار سڪندر جي مختلف ذهني آزمائش (آئي ڪيو ٽيسٽ جي باري ۾ ٻڌايو هيو جنهن ۾ ان جي ڪارڪردگي ان جي استادن ٽئيچرز) ۽ نفسياتي ماهر (سائڪالاجسٽ) کي حيران ڪري ڇڏيو هيو. ان اِسڪول ۾ اهو 150 جي آئي ڪيو ليول وارو پهريون ۽ اڪيلو ڇوڪرو هيو. ٿورن ئي ڏينهنَ ۾ اهو اتي سيني جي توجهہ جو مرڪز ٿي ويو هيو.

سڪندر عثمان ۾ ان جي زال سان ملاقات دوران سائڪالاجسٽ کي ان جي ٻالڪپڻ جي باري ۾ ڪجهه وڌيڪ معلومات حاصل ڪرڻ جو موقعو مليو. اهو وڏي دلچسپي سان سالار جي ڪيس کي غور سان ڏسي (اسٽڊي ڪري) رهيو هيو ۽ دلچسپيءَ جي اها نوعيت پيشيوارانه (پروفيشنل) نـه پر ذاتي هئي. پنهنجي پيشي (ڪيريئر)جي عرصي ۾ اهو پهريون دفعو ايڏي وڏي آئي ڪيوليول واري ڇوڪري سان ملاقاتي ٿيو هيو.

سڪندر عثمان کي اڄ بـه اهو ڏينهن چڱيءَ طرح ياد هيو. سالار تڏهن صرف ٻن سالن جو هيو ۽ غير معمولي طور تي اهو ان عمر ۾ هڪڙي عام ٻار جي مقابلي ۾ زياده صاف لهجي ۾ ڳالهيون ڪندو هيو ۽ ڳالهين جي نوعيت اهڙي هوندي هئي جو اهو ۽ ان جي زال اڪثر حيران ٿي ويندا هيا.

هڪڙي ڏينهن جڏهن اهو پنهنجي پيءُ سان فون تي ڳالهائڻ لاءِ فون ملائي رهيو هيو تـه سالار ان جي پرسان بيٺو هيو. اهي ان وقت ٽي وي واري ڪمري (ٽي وي لائونج)۾ ويٺا هيا ۽ فون تي ڳالهائڻ سان گڏ ٽي وي بـه ڏسي رهياهيا. ڪجهه دير کان پوءِ ان ڳالهه ختم ڪري فون رکي ڇڏيو. هٿيو رکڻ کان هڪدم پوءِ ان سالار کي فون جو هٿيو (رسيور) کڻندي ڏٺو.

"هيلو انڪل! مان سالار آهيان." اهو چئي رهيو هيو. انهن ڇرڪ ڀري ان ڏانهن ڏٺو. اهو اطمينان سان رسيور ڪن سان لڳايون ڪنهن سان ڳالهائڻ ۾ مصروف هيو.

"مان ٺيڪ آهيان. توهان ڪيئن آهيو؟" سڪندر حيرانيءَ مان ان کي ڏٺو. پهريائين ان جي ذهن ۾ اهو ئي آيو تـه اهو ڪوڙ بدوڙ ۾ فون تي ڳالهائي رهيو آهي.

"بابا منهجي پرسان ويٺا ٽي وي ڏسي رهيا آهن. نـه انهن فون ڪونـه ڪيو آهي، مون پاڻ ڪيو آهي." اهي ان جي آخري جملي تي ڇرڪيا.

"سالار! ڪنهن سان ڳالهائي رهيو آهين؟" سڪندر پڇيو.

"انڪل شاهنواز سان." سڪندر کي سالار جواب ڏنو. ان هٿ وڌائي رسيور ان کان ڦري ورتو. ان جو خيال هيو تـه ان غلطيءَ سان ڪو ٻي نمبر ملايو هوندو يا آخري (لاسٽ)نمبر کي ري ڊائل ڪيو هوندو. ان رسيور کي ڪن سان لڳايو ٻئي طرف ان جو پيءُ ئي هيو.

"اهو سالار نمبر ڊائل ڪيو آهي." ان معذرت ڪندي پنهنجي پيءُ کي چيو.

"سالار ڪيئن ڊائل ڪيو اهو تـه گهٽو ننڍو آهي." ان جي پيءُ ٻئي طرفان ڪجهه حيراني مان پڇيو.

"منهنجو خيال آهي ان توهان جو نمبر ري ڊائل ڪيو آهي. اتفاق سان هٿ لڳي ويو هوندس. فون سيٽ تي هٿ هڻي رهيو هيو." ان فون بند ڪيو ۽ رسيور کي هيٺ رکي ڇڏيو. سالار جيڪو خاموشيءَ سان انهن جي گفتگو ٻڌڻ ۾ مصروف هيو. رسيور کي هيٺ رکڻ سان ئي ان هڪڙو دفعو وري رسيور کڻي ورتو. ان دفعي سڪندر عثمان ان کي ڏسڻ لڳو اهو بلڪل ڪنهن سنجيدي (ميچوئر) ماڻهوءَ وانگر هڪڙو دفعو وري شاهنواز

جو نمبر ملائي رهيو هيو ۽ وڏي رواني ۽ سان. اهي گهڙي ڪن لاءِ سڪتي ۾ اچي ويا هيا. ٻن سالن جي عمر واري ٻار کان انهن کي اهڙي اميد ڪو نه هئي. ان هٿ وڌائي فون بند ڪري ڇڏيو.

”سالار! تو کي شاهنواز جو نمبر معلوم آهي؟“ ان حيرانگيءَ جي ان جهٽڪي مان پاڻ سنڀاليندي چيو.

”ها.“ وڏي اطمينان سان جواب ڏنو ويو.

”ڪهڙو نمبر آهي؟“ ان بـ بنا رڪاوٽ جي اهو نمبر ٻڌائي ڇڏيو. اهي هن جو چهرو ڏسڻ لڳا. انهن کي اندازو ڪو نه هيو تـ اهو ڳڻپ جي انگن کان واقف هوندو ۽ وري اهو نمبر......

”تو کي اهو نمبر ڪنهن سيکاريو؟“

”مون پاڻ سکيو آهي.“

”ڪيئن؟“

”هاڻي توهان ملايو هيو.“ سالار ان کي ڏسندي چيو.

”تو کي ڳڻپ ايندي آهي؟“

”ها.“

”ڪيستائين؟“

”سو (هنڊريڊ) تائين.“

”ٻڌاءِ.“

اهو مشين وانگر شروع ٿي ويو. هڪڙي ئي ساهي ۾ ان انهن کي سوَ تائين انگ ڳڻي ٻڌايا. سڪندر عثمان جي پيٽ ۾ وڪڙ پوڻ لڳا.

”چڱو! مان هڪڙو ٻيو نمبر ملايان ٿو. مون کان پوءِ تون اهو نمبر ملائي ڏيکار.“ هن ان کان رسيور وٺندي چيو.

”اوڪي (اوڪي)!“ سالار کي اهو سڀ هڪڙي دلچسپ راند وانگر لڳو. سڪندر عثمان هڪڙو نمبر ملايو ۽ پوءِ فون بند ڪري ڇڏيائين. سالار هڪدم ان کان رسيور ورتي. ان وانگر بنا رڪاوٽ جي نمبر ملايو. سڪندر عثمان جو متو ڦرڻ لڳو هيو. اهو واقعي اهوئي نمبر هيو جيڪو ان ملايو هيو. ان هڪٻئي پٺيان ڪيترا نمبر ملايا ۽ پوءِ سالار کي اهي نمبر ملائڻ لاءِ چيو. اهو ڪائي غلطي ڪرڻ کان سواءِ اهي ئي نمبر ملائيندو رهيو. اهو يقيناً عڪس چٽڻ واري يادداشت (فوٽوگرافڪ ميموري) جو مالڪ هيو. ان پنهنجي زال کي سڏ ڪيو.

”مون ان کي ڳڻپ ڪو نه سيکاري آهي، مون تـ بس ڪجهه ڏينهن پهريائين ان کي ڪجهه ڪتاب آڻي ڏنا هيا ۽ ڪالهه هڪڙو دفعو ايئن ئي ان جي سامهون سوَ تائين انگ پڙهيا هيا. ان سڪندر عثمان جي پڇا ڪرڻ تي ٻڌايو. سڪندر عثمان هڪڙو دفعو وري سالار کي ڳڻپ ٻڌائڻ لاءِ چيو. اهو ٻڌائيندو ويو. ان جي زال ڪڪي وکي ٿي ان کي ڏسندي رهي.

ٻنهي زال مڙس کي اهو اندازو ٿي ويو هيو تـ انهن جو ٻار ذهني اعتبار کان غيرمعمولي صلاحيت رکندڙ آهي ۽ اهو ئي سبب هيو تـ انهن ٻنهي پنهنجن ٻين ٻارن جي

مقابلي ۾ ان کي گهڻو جلدي اسڪول ۾ داخل ڪرايو هيو ۽ اسڪول ۾ به اهو پنهنجي ان غير معمولي صلاحيت ڪري گهڻو جلدي ڀين جي نظرن ۾ اچيو ويو هيو.

”هن ٻار کي توهان جي خاص توجهه جي ضرورت آهي، عام ٻارن جي مقابلي ۾ اهڙا ٻار زياده حساس ۽ پيچيده فطرت جا مالڪ هوندا آهن. جيڪڏهن توهان ان جي سٺي تربيت ڪرڻ ۾ ڪامياب ويا ته اهو ٻار توهان لاءِ ۽ توهان جي خاندان لاءِ هڪڙو سرمايو هوندو. نه صرف خاندان جي لاءِ پر توهان جي ملڪ لاءِ به.“ سڪندر عثمان ۽ ان جي زال ان غير ملڪي نفسياتي ماهر (سائڪالاجسٽ) جون ڳالهيون وڏي فخر سان ٻڌندا رهيا.

پنهنجن ڀين ٻارن جي مقابلي ۾ اهي سالار کي وڌيڪ اهميت ڏيڻ لڳا هيا. اهو انهن جو سيني کان گهڻو لاڏلو ٻار هيو ۽ انهن کي ان جي ڪاميابين تي ناز هيو.

اسڪول ۾ هڪڙي ٽرم کان پوءِ ان کي مٿئين ڪلاس ۾ ترقي ڏني وئي ۽ ٻئي ٽرم کان پوءِ ان کان به مٿئين ڪلاس ۾ داخل ڪيو ويو ۽ ان وقت پهريون ڀيرو سڪندر عثمان کي ڪجهه تشويش ٿيڻ لڳي. ان نٿي گهريو ته سالار ائين ڏهن سالن جي عمر ۾ او ليول (ڏهين جماعت) يا اي ليول (ٻارهين جماعت) پاس ڪري وڃي مگر جنهن رفتار سان اهو هڪڙي ڪلاس کان ٻئي ڪلاس ۾ وڃي رهيو هيو اهو ئي ٿيڻو هيو.

”مان گهران ٿو ته توهان منهنجي پٽ کي هاڻي پوري هڪ سال کان پوءِ ئي مٿين ڪلاس ۾ ترقي (پروموشن) ڏيو. مان نٿو گهران اهو ايترو جلدي ايتري غير رواجي (ايبنارمل) طريقي سان پنهنجي پڙهائي (اڪيڊمڪ ڪيريئر) ختم ڪري. توهان ان جا مضمون (سبجيڪٽس) ۽ مشغوليون (ايڪٽوٽيز) وڌائي ڇڏيو پر ان کي رواجي (نارمل) طريقي سان ئي پاس ڪريو.“

ان جي اصرار تي سالار کي ٻيهر ٻٽي يا ٽيڻي (ڊبل يا ٽرپل) ترقي ڪو نه ڏني وئي، ان جي قابليت (ٽيلينٽ) کي رانديون (اسپورٽس) ۽ ٻين ڳالهين جي ذريعي مصروف رکيو وڃڻ لڳو. شطرنج، ٽينس، گالف ۽ موسيقي. اهي چار شعبا هيا جن ۾ ان کي سيني کان گهڻي دلچسپي هئي، مگر ان جو اهو مطلب ڪو نه هيو ته اهو پاڻ کي صرف انهن چئني ڳالهين تائين محدود رکندو هيو. اهو اسڪول ۾ ٿيڻ واري هر راند ۾ حصو وٺندو هيو. جيڪڏهن ڪنهن ۾ شرڪت ڪونه ڪندو هيو ته ان جو سبب صرف اهو هوندو هيو ته اها راند يا وندر ان کي مقابلو ڪرڻ جهڙي ڪو نه لڳندي هئي.

❊ ❊ ❊

”جويريه! پروفيسر امتنان جي ليڪچر جا نوٽ مون کي ڏجانءِ.“ امامه جويريه کي چيو جيڪا هڪڙو ڪتاب کوليون ويٺي هئي. جويريه هٿ وڌائي پنهنجو هڪڙو نوٽ بوڪ ان کي ڏنو. امامه نوٽ بوڪ کرلي صفحا اٿلائڻ لڳي. جويريه هڪڙو دفعو وري ڪتاب پڙهڻ ۾ مصروف ٿي وئي. ڪجهه دير کان پوءِ اوچتو ان کي ڄڻ هڪڙو خيال آيو هيو. ان ڪنڌ ورائي پنهنجي بستري تي ويٺيل امامه کي ڏٺو.

”تو ليڪچر ٻڌي پاڻ لکڻ ڇو بند ڪري ڇڏيو آهي؟“ ان امامه کان پڇيو. امامه نوٽ بوڪ تان نظرون هٽائي ان کي ڏٺو.

"مون کي ڪجهه سمجهه ۾ اچي ته مان نوٽ ڪريان."

"ڇا مطلب؟ تو کي پروفيسر امتنان جو ليڪچر به سمجهه ۾ ڪونه ٿو اچي." جويريه کي ڇرڪ حيرت ٿي. "ايترو سٺو ته پڙهائيندو آهي."

"مون ڪڏهن چيو ته خراب پڙهائيندو آهي، بس مون کي....."

ان ڪجهه هٻڪيل لهجي ۾ ڳالهه اڌوري ڇڏي. اها هڪڙو دفعو وري هٿ ۾ پڪڙيل نوٽ بوڪ کي ڏسي رهي هئي. جويريه غور سان ان کي ڏٺو.

"تون اڄ ڪلهه ڪجهه غائب دماغ نٿي نيندي وڃين؟ ڪنهن ڳالهه ڪري پريشان (ڊسٽرب) آهين؟، جويريه پنهنجي سامهون رکيل ڪتاب کي بند ڪندي وڏي همدرديءَ واري لهجي ۾ چيو.

"پريشان (ڊسٽرب)؟" ان مرڪ مرڪ ڪئي. "نه اهڙي ڪا به ڳالهه ڪونه آهي."

"تنهنجون اکيون ڪجهه سڄل به آهن. ڪالهه رات شايد ٽين بجي جو وقت هيو. جڏهن منهنجي اک کلي ته تون ان وقت به جاڳي رهي هئينءَ."

"مان پڙهي رهي هيس." ان بيزاري واري لهجي ۾ چيو.

"نه. صرف ڪتاب پنهنجي سامهون رکيون ويٺي هئينءَ، مگر تنهنجون نظرون ڪتاب ۾ ڪونه هيون." جويريه ان جو بهانو رد ڪندي چيو. "توسان ڪو مسئلو ته ڪونهي؟"

"مون سان ڪهڙو مسئلو ٿي سگهي ٿو؟"

"پوءِ تون ڇو ايترو گم سم رهڻ لڳي آهين؟" جويريه ان جي ٽال مٽول کان متاثر ٿيڻ کان سواءِ چيو.

"نه. مان ڇو گم سم رهنديس." امامه مرڪڻ جي ڪوشش ڪئي. "مان اڳ وانگر ڳالهايان ٿي."

"صرف مان ئي نه. باقي سڀ ڇوڪريون به تنهنجي پريشاني کي محسوس ڪري رهيون آهن." جويريه سنجيدگيءَ سان چيو.

"ڪائي ڳالهه ڪونهي، صرف پڙهائي (اسٽڊيز)) جي پريشاني (ٽينشن) آهي."

"مان يقين نٿي ڪري سگهان. اسان به تو سان گڏ آهيون، تو کي اسان کان وڌيڪ پريشاني (ٽينشن) ته نٿي ٿي سگهي." جويريه ڪنڌ ڌوڻيندي چيو. امامه هڪرو ٽڏو ساهه کنيو اها هاڻي لاجواب ٿي رهي هئي.

"تنهنجي گهر ۾ ته خيريت آهي، نه؟"

"ها. بلڪل خيريت آهي."

"اسجد سان ته ڪو جهڳڙو ڪونه ٿيو اٿئي؟"

"اسجد سان جهڳڙو ڇو ٿيندو؟" امامه ان جي ئي انداز ۾ پڇيو.

"پوءِ به اختلاف ته هڪ وڏي......" ان جويريه جي ڳالهه اڌ ۾ ڪاٽي ڇڏي.

"جڏهن چئي رهي آهيان ته ڪوئي مسئلو ڪونه آهي ته تو کي يقين ڇو نٿو اچي. ايترن سالن ۾ ڪهڙي ڳالهه آهي، جيڪا مون تو کي نه ٻڌائي هجي يا جنهن جي تو کي خبر

نہ هجي، پوءِ تون اهڙي نموني مون کي مجرم سمجهي تفتيش ڇو ڪري رهي آهين." اها هاڻي خفي ٿي رهي هئي.

جويريہ گهبرائجي وئي. "يقين ڇو ڪو نہ ڪنديس، مان صرف انهيءَ لاءِ اصرار ڪري رهي آهيان تہ شايد تون مون کي انهيءَ ڪري مسئلو ٻڌائي نہ رهي آهين تہ متان مان بہ پريشان ٿي وڃان، ٻي تہ ڪا ڳالهہ ڪونهي."

جويريہ ڪجهہ شرمساري مان ان وٽان اٿي واپس پنهنجي ٽيبل سامهون وڃي ويٺي. ان هڪڙو دفعو وري اهو ڪتاب کوليو جنهن کي اها پهريان پڙهي رهي هئي. ڪافي دير تائين ڪتاب پڙهڻ کان پوءِ ان هڪڙي اوباسي ڏني ۽ ڪنڌ ورائي لاشعوري طور تي امامہ کي ڏٺو. اها پٺ سان ٽيڪ لڳايون ان جو نوٽ بوڪ کوليون ويٺي هئي، مگر ان جون نظرون نوٽ بوڪ تي ڪو نہ هيون، اها سامهون واري پٺ تي نظرون ڄمايون ويٺي هئي.



ان گاڏي نهر جي پل کان ڪجهہ مفاصلي تي بيهاري پوءِ ڊگي مان هڪڙي بوري ۽ رسو ڪڍيو. اهو بوريءَ کي گهليندو ان پل ڏانهن وڌندو رهيو. پرسان لنگهندڙ ڪجهہ واٽهڙن ان کي ڏٺو مگر اهي بيٺا ڪونہ. مٿي پهچي ان پنهنجي قميص لاهي نهر ۾ اڇلائي ڇڏي ڪجهہ گهڙين کان پوءِ ان جي قميص وهندڙ پاڻي سان گڏ گم ٿي چڪي هئي. گهري نيري رنگ جي تنگ جينز جي پتلون ۾ ان جو ڊگهو قد ۽ خوبصورت جسم گهٽو اگهاڙو هيو.

ان وقت ان شخص جي اکين ۾ ڪوئي اهڙو تاثر هيو جنهن کي پڙهڻ ٻئي ڪنهن بہ شخص جي لاءِ ناممڪن هيو. ان جي عمر اوڻويهہ ويهہ سالن جي هوندي، مگر ان جي قدڪاٺ ۽ حُليي جڻ ان جي عمر کي وڌائي ڇڏيو هيو. ان رسي کي پل کان هيٺ نهر ۾ لڙڪائڻ شروع ڪيو جڏهن رسي جو ڇيڙو پاڻي ۾ گم ٿي ويو تہ ان رسي جو ٻيو ڇيڙو بوريءَ جي منهن کي ويڙهي زور سان ڳنڍيون ڏيڻ شروع ڪيون ۽ ان وقت تائين ڳنڍيون لڳائيندو رهيو جيستائين ڊيرو ختم نہ ٿي ويو. پوءِ پاڻيءَ ۾ ٻڏل ڇيڙو واپس ڇڪي ان اندازي سان ٽن فوٽن جيترو رسو ڇڏي پنهنجا پير ملائيندي ان پنهنجن پيرن جي چوڌاري رسي کي مضبوطيءَ سان بہ ٽي وڪڙ ڏنا ۽ ڳنڍ ٻڌائين. هاڻي ان ٽن فوٽن جي ٽڪري جي ڇيڙي وٽ وڏي مهارت سان بہ سرڪڻ ڦاهيون ٺاهيون ۽ پوءِ ٽپو ڏئي پل جي ڪناري تي چڙهي ويٺو. پنهنجو ساڄو هٿ چيلهہ جي پٺيان آڻي ان کابي هٿ سان پهريائين سرڪڻ ڦاهيءَ مان ساڄو هٿ لنگهايو ۽ پوءِ کابي هٿ سان ان سرڪڻ ڦاهي کي ڇڪي مضبوط ڪيو. ان کان پوءِ ان چيلهہ جي پٺيان ساڄي هٿ سان ٻي سرڪڻ ڦاهيءَ مان کابو هٿ لنگهايو ۽ ساڄي هٿ سان ان کي ڇڪيائين.

ان جي چهري تي اطمينان واري مرڪ ظاهر ٿي. هڪڙو ڊگهو ساهہ کڻندي ان پاڻ کي پٺي ڀر پل جي ڪناري تان هيٺ ڪيرايو. هڪڙي جهٽڪي سان ان جو مٿو پاڻيءَ سان ٽڪرايو ۽ چيلهہ تائين جسم پاڻيءَ ۾ ٻڏي ويو ۽ پوءِ رسو ختم ٿي ويو. هاڻي اهو

اهڙي طرح لڙڪي رهيو هيو جو ان جون ٻانهون پٺيءَ سان ٻڌل هيون ۽ چيلهه تائين مٿيون ڌڙ پاڻيءَ ۾ اندر هيو. ٻوريءَ ۾ موجود وزن يقيناً ان جي وزن کان گهٽ هيو اهو ئي سبب هيو ته ٻوري ان سان گڏ هيٺ ڪونه آئي ۽ اهو ايئن لڙڪي پيو. ان پنهنجو ساهه روڪيو هيو. پاڻيءَ ۾ مٿو اندر وڃڻ سان ئي ان اکيون کليون رکڻ جي ڪوشش ڪئي، مگر ناڪام ويو. پاڻي گندو هيو ۽ ان ۾ موجود مٽي ان جي اکين ۾ چڀڻ لڳي، ان اکيون بند ڪري ڇڏيون. ان جا ڦڦڙ هاڻي جڻ ڦوڪجي ڦاٽي رهيا هيا. ان هڪدم ساهه کڻڻ جي ڪوشش ڪئي ۽ پاڻي وات ۽ نڪ وسيلي ان جي جسم ۾ اندر داخل ٿيڻ لڳو. هاڻي اهو بري طرح ڦٿڪي رهيو هيو مگر نه اهو پنهنجن هٿن کي استعمال ڪري پاڻ کي پاڻي کان ٻاهر آڻي ٿي سگهيو ۽ نه ئي پنهنجي جسم کي مٿي ڪري ٿي سگهيو. ان جي جسم جو ڦٿڪڻ آهستي آهستي ختم ٿي رهيو هيو.

ڪجهه ماڻهن ان کي پل کان هيٺ ڪرندي ڏٺو ۽ رڙيون ڪندا ان ڏانهن ڀڄندا آيا. رسو اجا تائين لڏي رهيو هيو. انهن ماڻهن جي سمجهه ۾ ڪجهه نٿي آيو ته هو ڇا ڪن؟ پاڻي ۾ هيٺ ٿيڻ واري چرپر هاڻي ختم ٿي وئي هئي. ان جون ٽنگون هاڻي بلڪل بي جان نظر اچي رهيون هيون. پل تي بيٺل ماڻهو خوف جي عالم ۾ ان بي جان وجود کي ڏسي رهيا هيا. پل تي موجود هجوم وڌندو پئي ويو. هيٺ پاڻيءَ ۾ موجود اهو وجود هاڻي به بي حرڪت هيو. صرف پاڻي ان کي لوڏي رهيو هيو. ڪنهن گهڙيال جي لڏڻي وانگر.... اڳتي پوئتي..... اڳتي پوئتي..... اڳتي پوئتي.

❋ ❋ ❋

”امامہ! جلدي ۾ تيار ٿي وڃ.“ رابعه پنهنجي ڪٻٽ مان هڪڙو وڳو ڪڍي بستري تي اڇلائيندي چيو.

امامه ڪجهه حيرانيءَ مان ان کي ڏٺو”ڇا جي لاءِ تيار ٿيان؟“

.اسان خريداريءَ (شاپنگ)لاءِ وڃي رهيا آهيون، گڏ هل.“ رابعه ان ئي تيز رفتاريءَ سان استريءَ جي تار (پلگ) ڪڍندي چيو.

”نه، مون کي ڪيڏانهن ڪونهي وڃڻو.“ ان هڪڙو دفعو وري پنهنجين اکين تي پنهنجي ٻانهن رکندي چيو. اها پنهنجي بستري تي ستل هئي.

”ڇا مطلب آهي...... مون کي ڪيڏانهن ڪونهي وڃڻو..... توکان پڇي ڪير رهيو آهي...... توکي ٻڌائي رهيا آهيون.“ رابعه ان ئي لهجي ۾ چيو.

”۽ مون ٻڌائي ڇڏيو آهي، مان ڪاڏي به ڪونه ٿي وڃان.“ ان اکين تان ٻانهن هٽائڻ کان سواءِ ئي چيو.

”زينب به اسان سان گڏ هلي رهي آهي، سڄو ٽولو (گروپ)هلي رهيو آهي، واپسيءَ تي فلم به ڏسنداسين.“ رابعه پورو پروگرام ٻڌائيندي چيو.

امامه هڪڙي گهڙي لاءِ پنهنجين اکين تان ٻانهن هٽائي ان کي ڏٺو. ”زينب به هلي رهي آهي؟“

”ها. زينب کي اسان رستي تان گڏ کڻنداسين.“ امامہ ڪنهن سوچ ۾ پڙجي وئي.

”اماما تون ڏاڍي موڳي (ڊل) ٿيندي پئي وڃين.“ رابعہ ڪجهہ ناراضگي سان تبصرو ڪيو. ”اسان سان گڏ ڪيڏانهن اچڻ وڃڻ ئي تو ڇڏي ڏنو آهي. آخر توکي ڇا ٿو ٿيندو پيو وڃي.“

”ڪجهہ نہ. بس اڄ مان ڪجهہ ٿڪل آهيان. انهي ڪري سمهڻ ٿي گهران.“ امامہ پاڻهن هٽائي ان کي ڏسندي چيو.

ٿوري دير کان پوءِ جويريہ بہ اندر اچي وئي ۽ اها بہ ان کي گڏ هلڻ لاءِ زور ڀريندي رهي. مگر امامہ جي زبان تي هڪڙي ئي رٽ لڳل هئي. ”نہ. مون کي ننڊ ڪرڻي آهي. مان ڏاڍو ٿڪجي وئي آهيان.“ اهي مجبورن ان کي گهٽ وڌ ڳالهائيندي اتان هليون ويون.

رستي تان انهن زينب کي ان جي گهران ساڻ کنيو ۽ زينب کي ساڻ ڪرڻ کان پوءِ جويريہ کي ياد آيو تہ انجي پرس ۾ پئسن وارو پٽون ڪو نہ آهي. اها هاسٽل تي ئي اهو ڇڏي آئي هئي.

”واپس هاسٽل ٿا هلون. اتان پٽون کڻي پوءِ بازارهلنداسين.“ جويريہ جي چوڻ تي اهي سيئي پيهر هاسٽل تي اچي ويون. مگر اتي اچي انهن کي حيراني ٿي. ڇو تہ ڪمري جي دروازي کي تالو لڳل هيو.

”اها امامہ ڪٿي آهي؟“ رابعہ حيرانيءَ مان چيو.

”خبر نہ آهي. ڪمري کي تالو هڻي ايئن ڪيڏانهن وڃي ٿي سگهي. اها تہ چئي رهي هئي تہ ان کي ننڊ ڪرڻي آهي.“ جويريہ چيو.

”هاسٽل ۾ تہ ڪنهن جي ڪمري تي ڪو نہ هلي وئي آهي؟“ رابعہ خيال ظاهر ڪيو. اهي ٻئي ڪافي دير تائين انهن واقف ڇوڪرين جي ڪمرن ۾ ويندين رهيون. جن سان ان جي دعا سلام هئي. مگر امامہ جو ڪٿي بہ ڏس پتو ڪو نہ هيو.

”ڪٿي هاسٽل کان ٻاهر تہ ڪونہ وئي آهي؟“ رابعہ کي اوچتو خيال آيو.

”اچو هاسٽل انچارج (وارڊن) کان ٿا پڇون“ جويريہ چيو. اهي ٻئي وارڊن وٽ هلي آيون.

”ها. امامہ هاڻي ڪجهہ دير اڳ ٻاهر وئي آهي.“ وارڊن انهن جي پڇڻ تي ٻڌايو. جويريہ ۽ رابعہ هڪٻئي جو منهن تڪڻ لڳيون.

”اها چئي رهي هئي تہ شام جو موٽندي“ وارڊن انهن کي وڌيڪ ٻڌايو. اهي ٻئي وارڊن جي ڪمري مان نڪري آيون.

”اها ڪيڏانهن وئي آهي؟ اسان سان گڏ هلڻ کان تہ انڪار ڪري ڇڏيو هئائين تہ ان کي ننڊ ڪرڻي آهي ۽ اها ٿڪل آهي ۽ ان جي طبيعت ٺيڪ ڪونہ آهي ۽ هاڻي اهڙي نموني سان گم ٿي وئي آهي.“ رابعہ منجهيل انداز ۾ چيو.

رات جو اهي ڪجهہ دير سان موٽيون ۽ جنهن وقت اهي واپس پهتيون تہ امامہ ڪمري ۾ موجود هئي. ان مرڪندي انهن ٻنهي جو استقبال ڪيو.

”لڳي ٿو اڄ وڏي خريداري (شاپنگ) ڪئي اٿوَ.“ ان انهن ٻنهي جي هٿن ۾ ٿيلهيون ڏسندي چيو.

انهن ٻنهي ان جي ڳالهه جي جواب ۾ ڪجهه به ڪو نه چيو بس ٿيلهيون رکي ان کي ڏسڻ لڳيون.

"تون ڪيڏانهن وئي هئينءَ؟" جويريه ان کان پڇيو. امامه کي جڻ هڪڙو جهٽڪو لڳو.

"مان پنهنجو ٻئون ڪڍڻ واپس آئي هيس ته تون هتي ڪونه هئينءَ، ڪمري کي تالو لڳل هيو." جويريه ان ئي انداز ۾ چيو.

"مان توهان جي پٺيان آئي هيس."

"ڇا مطلب؟" جويريه ڪجهه نه سمجهڻ واري انداز ۾ چيو.

"توهان جي وڃڻ کان پوءِ منهنجو ارادو تبديل ٿي ويو هيو مان هتان زينب جي گهر ويس ڇو ته توهان کي ان کي ساڻ وٺي وڃڻو هيو. مگر ان جي چوڪيدار ٻڌايو ته توهان اڳ ئي اتان نڪري ويا آهيو پوءِ مان اتان واپس اچي ويس. بس مون رستي ۾ ڪجهه ڪتاب ورتا هيا." امامه چيو.

"ڏٺئي، توکي اڳ ئي چيو هيو ته اسان سان گڏ هل مگر ان وقت تو هڪدم انڪار ڪري ڇڏيو بعد ۾ بي وقوفن وانگر پٺيان هلي آئينءَ. اسان کي ته تنهنجي باري ۾ شڪ ٿي ويو هيو." رابعه ڪجهه اطمينان سان هڪڙي ٿيلهي کوليندي چيو.

امامه ڪو جواب ڪونه ڏنو اها صرف مُرڪندي انهن ٻنهي کي ڏسندي رهي. اهي ٻئي هاڻي پنهنجون ٿيلهيون کوليندي ان کي خريد ڪيل شيون ڏيکاري رهيون هيون.

❊ ❊ ❊

"تنهنجو نالو ڇا آهي؟"

"خبر ڪو نه آهي."

"پيءُ ماءُ ڇا رکيو هيو؟"

"اهو ائي امان کان پڇو"..... خاموشي.

"ماڻهو توکي ڪهڙي نالي سان سڏيندا آهن؟"

"ڇوڪرا يا ڇوڪريون؟"

"ڇوڪرا؟"

"گهڻائي نالا سڏيندا آهن."

"نرپئو(ڊيئر ڊيول)."......خاموشي.

"۽ ڇوڪريون؟"

"اهي به ڪوڙ سارا نالا وٺنديون آهن."

"اڪثر ڪري ڪهڙي نالي سان سڏينديون آهن؟"

"اهو مان نٿو ٻڌائي سگهان. اها بلڪل ذاتي ڳالهه آهي(ات از تو پرسنل)."

ڊگهي ماٺ، ...... ڊگهو ساهه....... وري خاموشي.

"مان توهان کي هڪڙو مشورو ڏيان؟"

"ڇا؟"

"توهان منهنجي باري ۾ اهو ڄاڻڻ جي ڪوشش ڇو نٿا ڪريو جيڪو نه توهان ڦيريان ڄاڻو ٿا نه مان. توهان جي ساڄي پاسي ميز تي جيڪو سفيد فائيل پيو آهي، ان ۾ منهنجو سمورو تفصيل (پرٽيڪيولرس) موجود آهي. پوءِ توهان ڇو وقت ضايع ڪري رهيا آهيو؟"

نفسياتي ماهر (سائڪونالاجسٽ) پاڻ وٽ موجود ميز واري بتيءَ (ٽيبل لئمپ)جي روشنيءَ ۾ سامهون صوفي تي ڏگهو ٽيل ان نوجوان کي ڏٺو جيڪو مسلسل پنهنجا پير لوڏي رهيو هيو. ان جي چهري تي گهرو اطمينان هيو ۽ ايئن لڳي رهيو هيو ڄڻ اهو سائڪونالاجسٽ سان ٿيڻ واري ان سموري گفتگو کي بيڪار سمجهي رهيو هيو. ڪمري ۾ موجود ٽڏ، ماٺ ۽ اڌ اونداهي ان جي اعصابن کي بلڪل متاثر ڪونه ڪيو هيو. اهو ڳالهائيندي وقت به وقت ڪمري ۾ چئني طرفن ڏانهن نظرون گهمائي ڏسي رهيو هيو. ماهر نفسيات جي لاءِ سامهون ليٽيل نوجوان هڪڙو عجيب ڪيس هيو. اهو فوٽوگرافڪ ميموري جو مالڪ هيو. ان جي آئي ڪيو ليول 150 جي حد تي پهتل هئي. اهو پڙهائي دوران مسلسل اعليٰ ۽ نمايان رڪارڊ رکندڙ هيو. اهو گولف راند ۾ ٽي دفعا پريزيڊنٽ گولڊ ميڊل کٽي چڪو هيو ۽ اهو...... اهو ٽيون دفعو خودڪشي جي ناڪام ڪوشش ڪرڻ کان پوءِ ان ماهر وٽ آيو هيو. ان جا والدين ٽي ان کي ان وٽ وٺي آيا هيا ۽ اهي ڏاڍو گهڻو پريشان هيا.

اهو ملڪ جي ڪجهه امير ترين خاندانن مان هڪڙي سان تعلق رکندڙ هيو. اهڙو خاندان جنهن وٽ دولت جي پرمار هئي. چئن ڀائرن ۾ هڪ ڀيڻ ۾ اهو چوٿين نمبر تي هيو. به ڀاءُ ۽ ڀيڻ ان کان وڏا هيا. پنهنجي ذهانت ۽ قابليت جي ڪري اهو پنهنجي والدين جو گهڻو لاڏلو هيو. ان جي باوجود گذريل ٽن سالن ۾ ان ٽي دفعا خودڪشي جي ڪوشش ڪئي هئي.

پهريون دفعو ان سڙڪ تي موٽر سائيڪل هلائيندي هڪ طرفي رستي (ون وي)جي خلاف ورزي ڪئي ۽ موٽر سائيڪل مان هٿ ڪڍي ڇڏيائين. ان جي پٺيان لڳڻ واري ٽريفڪ پوليس واري ان کي ايئن ڪندي ڏٺو هيو. خوش قسمتيءَ سان گاڏي سان ٽڪرجڻ کان پوءِ مٿي اڏامي اهو هڪڙي ٻي گاڏيءَ جي ڇت تي ڪريو ۽ پوءِ زمين تي اچي ڪريو. ان جون ڪجهه پاسراٽيون هڪ ٻانهن ۽ هڪ ٽنگ ڀڄي پيون هيون. تڏهن ته ان جي والدين پوليس واري جي ٻڌائڻ جي باوجود ان کي هڪڙو حادثو ئي سمجهيو ڇو ته ان پنهنجي ماءُ پيءُ کي اهو ئي چيو هيو ته اهو غلطي سان هڪ طرفي رستي (ون وي) سان ابتو ويو هيو.

ٻئي دفعي پوري هڪ سال کان پوءِ ان لاهور ۾ پاڻ کي ٻڌي پاڻي ۾ ٻڏڻ جي ڪوشس ڪئي. هڪڙو دفعو وري ان کي بچايو ويو. پل تي بيٺل ماڻهن ان کي ان رسي سوڌو ٻاهر ڇڪي ڪڍي ورتو هيو. جنهن سان ٻڌي ان پاڻ کي هيٺ ڪيرايو هيو. ان دفعي انهيءَ ڳالهه جي شاهدي ڏيڻ وارن جو تعداد گهڻو هيو ته ان خود پنهنجو پاڻ کي پاڻي ۾ ڪيرايو

هيو مگر ان جي ماءُ پيءُ کي هڪڙو ڀيرو ڀيهر يقين ڪونہ آيو. سالار جو بيان اهو هيو تہ ڪجهہ ڇوڪرن ان جي گاڏيءَ کي پل وٽ روڪيو ۽ پوءِ ان کي ہڏي پاٽيءَ ۾ ڌڪو ڏنو جنهن نموني سان اهو ہڏل هيو ان مان ايئن ئي لڳي رهيو هيو تہ ان کي واقعي ہڏي ڪيرايو ويو هيو. پوليس ڪيترن ئي هفتن تائين ان طرفان ہڏايل حليي وارن ڇوڪرن کي پوري شهر ۾ تلاش ڪندي رهي. سڪندر عثمان خاص طور تي هڪڙو گارڊ ان سان گڏ مقرر ڪري ڇڏيو جيڪو چوويهہ ڪلاڪ ان سان گڏ هوندو هيو.

مگر ٽيون دفعو اهو پنهنجي ماءُ پيءُ جي اکين ۾ ڌوڙ ڪو نہ وجهي سگهيو. کوڙ سارين ننشي وارين ٽڪين کي پيهي انهن کي ڪائي ڇڏيو هٿائين. ٽڪين جو تعداد ايترو گهٽو هيو جو مادي جي صفائي (واش)ڪرڻ جي باوجود ڪيترن ڏينهن تائين اهو بيمار پيو هيو. ان دفعي ڪنهن کي بہ ڪائي غلط فهمي ڪونہ ٿي. ان بورچيءَ جي سامهون انهن ٽڪين جي پائوڊر کي کير ۾ ملائي پيتو هيو.

سڪندر عثمان ۽ طيبہ سڪندر صدمي ۾ اچي ويا هيا. گذريل ہئي واقعا بہ انهن کي پوريءَ طرح ياد اچي ويا هيا ۽ اهي پڇتائڻ لڳا هيا, تہ انهن اڳ ۾ ان جي ڳالهہ تي اعتبار ڇو ڪيو....... پورو گهر ان جي ڪري پريشان ٿي ويو هيو ان جي باري ۾ اسڪول, پاڙي ۽ خاندان ۾ هر جاءِ تي خبرون پکڙجي رهيون هيون. اهو هن دفعي انهيءَ ڳالهہ کان انڪار ڪونہ ڪري سگهيو تہ ان خودڪشيءَ جي ڪوشش ڪئي هئي; مگر اهو اها ڳالهہ ہڌائڻ لاءِ تيار ڪونہ هيو تہ ان ايئن ڇو ڪيو هيو. ڀائرن, ڀيڻ, ماءُ يا پيءُ مان ڪنهن جي بہ سوال جو جواب ڪو نہ ڏنو هيو.

سڪندر اي ليول کان پوءِ ان جي ہن وڏن ڀائرن وانگر ان کي ٻاهر ولايت ۾ تعليم حاصل ڪرڻ لاءِ موڪلڻ ٿي گهريو ان کي خبر هئي تہ ان کي ڪٿي بہ نہ صرف وڏي آسانيءَ سان داخلا ملي ويندي بلڪ اسڪالرشپ بہ...... ليڪن ان جا سمورا منصوبا (پلان) مٽيءَ ۾ ملي ويا هيا.

هاڻي اهو ان سائڪوناالاجسٽ جي سامهون موجود هيو جنهن وٽ سڪندر عثمان ان کي پنهنجي هڪڙي دوست جي مشوري تي موڪلرايو هيو.

"ٺيڪ آهي, سالار! بلڪل مقصد جي (ٽو دي پوائنٽ)ڳالهہ ٿا ڪريون. تون مرڻ ڇو ٿو گهرين؟" سالار ڪلها لوڏيا.

"توهان کي ڪنهن چيو تہ مان مرڻ ٿو گهران؟"

"تون خودڪشيءَ جون ٽي ڪوشِشون ڪري چڪو آهين."

"ڪوشش ڪرڻ ۽ مرڻ ۾ وڏو فرق هوندو آهي."

"ٽئي دفعا تون اتفاق سان بچيو آهين, ورنہ تو پاڻ کي مارڻ ۾ ڪائي ڪسر ڪونہ ڇڏي هئي."

"ڏسو جنهن کي توهان خودڪشيءَ جي ڪوشش چئي رهيا آهيو مان ان کي

خودڪشيءَ جي ڪوشش ڪونہ ٿو سمجهان. مان صرف ڏسڻ ٿي گهريو تہ موت جي تڪليف ڪيئن هوندي آهي."

اهو ان جو ڇهرو ڏسڻ لڳو جيڪو پرسڪون انداز ۾ ان کي سمجهائڻ جي ڪوشش ڪري رهيو هيو.

"۽ تون موت جي تڪليف ڇو ٿي محسوس ڪرڻ گهريو؟"

"بس ايئن ئي. تجسس (ڪيوراسٽي) ڪٺي سمجهو." ماهر نفسيات هڪڙو ٽڏو ساهہ کڻي 150 آئي ڪيو ليول جي مالڪ انهي نوجوان کي ڏٺو جيڪو هاڻي ڇت کي گهوري رهيو هيو.

"تہ هڪڙو دفعو خودڪشي جي ڪوشش سان تنهنجو اهو تجسس ختم ڪونهي ٿيو؟"

"او تڏهن...... تڏهن مان بي هوش ٿي ويو هيس. انهيءَ ڪري مان چڱيءَ طرح سان ڪجهہ بہ محسوس ڪري ڪو نہ سگهيس. پيو پيرو بہ ايئن ئي ٿيو ٿيون دفعو بہ ايئن ئي ٿيو." ان مايوسيءَ مان مٿو لوڏيندي چيو.

"۽ هاڻي تون چوٿون پيرو ڪوشش ڪندين؟"

"يقيناً، مان محسوس ڪرڻ ٿو گهران تہ درد جي انتها تي پهچي ڪيئن لڳندو آهي."

"ڇا مطلب؟"

"جيئن مزي يا خوشيءَ (جواءِ) جي انتها سرور (ايڪسٽئزي) هوندو آهي. مگر منهنجي سمجهہ ۾ نٿو اچي تہ خوشيءَ جي انهيءَ انتها کان پوءِ ڇا آهي. ايئن تڪليف جي بہ تہ ڪائي انتها هوندي. جنهن کان پوءِ توهان ڪجهہ سمجهي نہ سگهندا آهيو جيئن سرور ۾ بہ توهان ڪجهہ سمجهي نٿا سگهو."

"مان تنهنجي ڳالهہ سمجهي ڪو نہ سگهيو آهيان."

"فرض ڪريو توهان شراب خاني ۾ اگهاڙو ناچ (اسٽرپٽيز) ڏسي رهيا آهيو وڏي آواز سان گانا وڄي رهيا آهن. توهان شراب پي رهيا آهيو توهان نشي واريون ڪجهہ پيون شيون بہ واپرايون آهن. توهان نچي بہ رهيا آهيو پوءِ آهستي آهستي توهان پنهنجا هوش و حواس وڃائي ٿا ويهو توهان سرور (ايڪسٽئزي) ۾ آهيو ڪٿي آهيو؟ ڇو آهيو؟ ڇا ڪري رهيا آهيو؟ توهان کي ڪا بہ خبر ڪو نہ آهي. ليڪن توهان کي اها ضرور خبر هوندي آهي تہ توهان جيڪو ڪجهہ بہ ڪري رهيا آهيو اهو توهان کي وڻي ٿو. مان جڏهن ٻاهر موڪلون گذارڻ ويندو آهيان تہ پنهنجن سوٽن (ڪزنس) سان اهڙن شراب خانن ۾ ويندو آهيان. منهنجو مسئلو (پرابلم) اهو آهي تہ مان انهن وانگر مدهوش ڪو نہ ٿيندو آهيان. مان ڪڏهن بہ خوشيءَ ۾ بي قابو ڪو نہ ٿي ويندو آهيان. مون کي انهن شين مان ايتري خوشي ملي ڪونہ سگهندي آهي. جيتري باقي ماڻهن کي ملندي آهي ۽ اها ئي ڳالهہ مون کي مايوس ڪندي آهي. مون سوچيو تہ جيڪڏهن سرور جي انتها تي پهچي نٿو سگهان تہ شايد مان درد جي انتها تي پهچي سگهان. ليڪن اهو بہ ڪو نہ ٿي سگهيو آهي." اهو گهڻو مايوس ڏسڻ ۾ پئي آيو.

"تون اهڙين ڳالهين ۾ وقت ڇو ضايع ٿو ڪرين، تنهنجو تعليمي (اڪيڊمڪ) رڪارڊ ڪيڏو شاندار آهي........"

سالار هن دفعي انتهائي بيزاريءَ مان ان کي چيو "مهربان، مهربان (پليز پليز) هاڻي منهنجي ذهانت جا راڳ ڳائڻ شروع نه ڪجو. مون کي خبر آهي مان ڇا آهيان. مان پنهنجون تعريفون ٻڌي ٻڌي تنگ ٿي ويو آهيان." ان جي لهجي ۾ بيزاري هئي. سائڪوناالاجسٽ ڪجھ دير ان کي ڏسندو رهيو.

"تون پنهنجي لاءِ ڪو مقصد (گول) ڇو نٿو مقرر ڪرين؟"

"مون ڪيو آهي."

"ڇا؟"

"مون کي خودڪشيءَ جي هڪڙي ٻي ڪوشش ڪرڻي آهي." ان جي ڳالهائڻ ۾ مڪمل اطمينان هيو.

"ڇا تو کي ڪو مونجهارو (ڊپريشن) آهي؟"

"اهڙي ڪا ڳالهه ڪو نهي (نات ائٽ آل)."

"ته پوءِ مرڻ ڇو ٿو گهرين؟" هڪڙو ڊگهو ساهه.

"ڇا توهان کي هڪڙو دفعو ٻيهر ٻڌائڻ شروع ڪريان ته مان مرڻ نٿو گهران. مان ٻيو ڪجھ ڪرڻ جي ڪوشش پيو ڪريان." اهو بيزار ٿي ويو.

ڳالهه گهمي ڦري وري اتي ئي اچي بيٺي هئي. ماهر نفسيات ڪجھ دير سوچيندو رهيو.

"ڇا تون ڪنهن ڇوڪريءَ جي ڪري اهو سڀ ڪجھ ڪري رهيو آهين؟"

"سالار ڪنڌ ورائي ان کي حيرانيءَ مان ڏٺو. "ڇوڪريءَ جي ڪري؟"

"ها، ڪا اهڙي ڇوڪري جيڪا توکي وڻندي هجي، جنهن سان تون شادي ڪرڻ گهرندو هجين؟" ان بي اختيار ٺهڪ ڏنو ۽ پوءِ کلندو ئي رهيو.

"يا الله (ماءِ گاڊ) توهان جو مطلب آهي ته ڪنهن ڇوڪريءَ جي محبت جي ڪري مان خودڪشي......" اهو هڪڙو دفعو وري ڳالهه اڌ ۾ ڇڏي کلڻ لڳو. "ڇوڪريءَ جي محبت ....... ۽ خودڪشي..... ڇا ته مذاق آهي" اهو هاڻي پنهنجي کِل تي قابو پائڻ جي ڪوشش ڪري رهيو هو.

سائڪوناالاجسٽ ان سان اهڙي نموني جون ڪيترين ئي گڏجاڻيون ڪيون ۽ هر دفعي نتيجو اهو ئي سيهڙ جون تنگون ٽي.

"توهان هن کي تعليم لاءِ ٻاهر موڪلڻ جي بجاءِ هتي ئي رکو ۽ ان تي تمام گهڻو ڌيان ڏيو. ٿي سگهي اهو توجهه حاصل ڪرڻ لاءِ اهو سڀ ڪجھ ڪندو هجي."

ان ڪيترن مهينن کان پوءِ سالار جي ماءُ پيءُ کي مشورو ڏنو جنهن جو نتيجو اهو ٿير ته ان کي ٻاهر موڪلڻ جي بجاءِ اسلام آباد جي هڪڙي ڪاليج ۾ داخلا ڏياريائون. سڪندر عثمان کي اهو اطمينان هيو ته اهي ان کي پاڻ سان گڏ رهائيندا ته شايد اهو ٻيهر اهڙي حرڪت نه ڪري. سالار انهن جي انهي فيصلي تي ڪنهن به رد عمل جو اظهار

ڪونہ ڪيو بلڪل اهڙي نموني جيئن ان انهن جي انهي فيصلي تي ڪنهن بہ خوشيءَ جو اظهار ڪونہ ڪيو هيو تہ ان کي تعليم لاءِ ٻاهر ولايت موڪليو ويندو.

سائڪونالاجسٽ سان آخري گڏجاڻيءَ کان پوءِ سڪندر عثمان ان کي گهر وٺي آيو ۽ ان طيبہ سان گڏجي ان سان دير تائين هڪڙي ڊگهي ڪچهري ڪئي. اهي ٻئي ان کي پنهنجي ڪمري ۾ ويهاري انهن سمورين آسائشن جي باري ۾ ٻڌائيندا رهيا جيڪي گذريل ڪيترن سالن کان ان کي مهيا ڪندا رهيا هيا. انهن ان کي انهن اميدن جي باري ۾ بہ ٻڌايو جيڪي ان سان ٻڌيون هئائون. ان کي انهن محبت ڀريل جذبن کان بہ آگاهہ ڪيائون جيڪي اهي ان لاءِ رکندا هيا. اهو بي تاثر چهري سان چيگم چٻاڙيندو ٻي جي بيچيني ۾ ماءُ جا وهندڙ ڳوڙها ڏسندو رهيو. گفتگو جي آخر ۾ سڪندر عثمان تقريباً تنگ ٿي ان کي چيو.

"تو وٽ ڪهڙي شيءِ جي کوٽ آهي؟ ڇا آهي جيڪو تو وٽ ڪونهي يا جيڪو تو کي گهرجي مون کي ٻڌاءِ" سالار سوچ ۾ پئجي ويو.

"اسپورٽ ڪار" گهڙي کن ۾ ان چيو.

"ٺيڪ آهي، مان توکي اسپورٽ ڪار ٻاهران گهرائي ٿو ڏيان، مگر ٻيهر اهڙي حرڪت نہ ڪجان. جيڪا تو ڪئي آهي، ٺيڪ آهي (اوڪي)." سڪندر عثمان کي ڪجهہ اطمينان ٿيو.

سالار مٿو ڌوڻيو. طيبہ سڪندر تشو سان پنهنجا ڳوڙها اگهندي جڻ سڪون جو ساهہ کنيو.

اهو ڪمري مان هليو ويو تہ سڪندر عثمان سگريٽ دکائيندي ان کي چيو.

"طيبہ! توکي ان تي گهڻو توجهہ ڏيڻو پوندو. پنهنجون سرگرميون (ايڪٽوٽيز) ڪجهہ گهٽاءِ ۽ ڪوشش ڪر تہ روزانوان سان گڏ ڪجهہ وقت گذاري سگهين." طيبہ اقرار ۾ مٿو لوڏيو.

❊ ❊ ❊

وسيم پري کان ئي امامہ کي چهري تي وينل ڏسي ورتو. اها ڪنن ۾ ننڍڙي ٽيپ (واڪمين) جون تارون (هيڊ فون) لڳايون ڪجهہ ٻڌي رهي هئي. وسيم ٻلي پير هلندو ان جي پٺيان کان ان جي طرف آيو ۽ ان وٽ پهچي ان هڪدم امامہ جي ڪنن مان هيڊ فون ڇڪي ورتو. امامہ اتي جو اتي ٽيپ جو روڪڻ (اسٽاپ) وارو بٽڻ دٻائي ورتو.

"هتي اڪيلو ويهي ڇا پيو ٻڌو وڃي؟" وسيم وڏي آواز سان ڳالهائيندي هيڊ فون کي پنهنجي ڪنن ۾ وجهي ڇڏيو مگر تيستائين امامہ ڪيسٽ بند ڪري چڪي هئي. ڪرسيءَ تان اٿي پيرن ڀر ويٺي ان هيڊ فون کي پنهنجي طرف ڇڪيندي وسيم کي چيو.

"وسيم! بدتميزيءَ جي بہ ڪا حد هوندي آهي. ڪجهہ اخلاق ڏار (بهئيو يورسيلف)" ان جو چهرو ڪاوڙ مان ڳاڙهو ٿي رهيو هو. وسيم هيڊ فون جي تارن کي ڪونہ ڇڏيو امامہ جي ڪاوڙ جو ان تي ڪوبہ اثر ڪونہ ٿيو هيو.

"مان ٻڌڻ ٿو گهران تہ تون ڇا ٻڌي رهي هئينءَ. ان ۾ بدتميزيءَ واري ڪهڙي ڳالهہ آهي. ڪيسٽ کي هلاءِ."

امامہ ڪجهہ خفا ٿيندي هيڊ فون جي تارن کي ٽيپ مان ڪڍي ڇڏيو. "مان تنهنجي ٻڌڻ لاءِ ٽيپ ڪٿي هتي ڪونہ ويٺي آهيان, اها هيڊفون ڪٿي دفع ٿي وڃ."

اها هڪڙو دفعو وري پنهنجي ڪرسي تي ويهي رهي, ان ٽيپ (واڪمين) کي گهڻو زور سان پنهنجي هٿ ۾ قابو ڪيو هيو.

وسيم کي لڳو جڻ اها ڪجهہ گهبرايل آهي, مگر اها گهبرائيندي ڇو؟ وسيم سوچيو ۽ ان خيال کي ذهن مان ڪڍندي سامهون واريءَ ڪرسي تي وڃي ويٺو. ان هيڊ فون ميز تي رکي ڇڏيو.

"هي وٺ, پنهنجي ڪاوڙ ختم ڪر, مان واپس ٿو ڪريان, تون ٻڌ جيڪو بہ ٻڌي رهي آهين." ان صلح ڪرڻ واري انداز ۾ هٿ کڻندي چيو.

"نہ, هاڻي مون کي ڪجهہ بہ ٻڌڻو ڪو نهي, تون هيڊ فون پاڻ وٽ رک." امامہ هيڊ فون ڏانهن هٿ ڪونہ وڌايو.

"بهرحال, تون ڇا ٻڌي رهي هئينءَ؟"

"ڇا تو ٻڌي سگهجي؟" امامہ ان جي ئي لهجي ۾ چيو.

"غزل ٻڌي رهي هوندينءَ؟" وسيم خيال ظاهر ڪيو.

"وسيم! تو کي خبر آهي, تو ۾ گهڻيون ئي عادتون ڪراڙين عورتن واريون آهن؟"

"مثال طور."

"مثال طور اتي مان وار ڪيڻ."

"ٻيو."

"ٻ ڀين جي جاسوسي ڪندو رهڻ ۽ شرمندو بہ نہ ٿيڻ."

"۽ توکي خبر آهي تہ تون آهستي آهستي ڪيتري خود غرض ٿيندي پئي وڃين؟" وسيم اتي جو اتي جواب ڏيندي چيو. امامہ ان جي ڳالهہ تي منهن نہ سجايو.

"واهہ..... توکي خبر پئجي وئي آهي تہ مان خود غرض آهيان." هن دفعي ان مرڪندي چيو "حالانڪ تون جيترو بيوقوف آهين, مان اهو سوچي بہ نہ ٿي سگهيس تہ تون اهو نتيجو ڪڍي ويندين."

"تون جيڪڏهن مون کي شرمسار ڪرڻ جي ڪوشس ڪري رهي آهين تہ نہ ڪر. مان شرمسار ڪونہ ٿيندس." وسيم ڍيٺپائيءَ جو مظاهرو ڪندي چيو.

"پوءِ بہ اهڙن ڪمن جي ڪوشش ڪرڻ تہ هر هڪ جو فرض هوندو آهي."

"اڄ تنهنجي زبان ڪجهہ گهڻو نٽي هلي؟" وسيم ان کي غور سان ڏسندي چيو.

"ٿي سگهي ٿو."

"ٿي سگهي ٿو نہ, ايئن ئي آهي. پوءِ بہ سڻو ٿيو اسلام آباد اچڻ تي تون جيڪو چپ جو روزو رکندي آهين, اهو تہ ڀڳو اٿئي." امامہ غور سان وسيم کي ڏٺو.

"ڪهڙو چپ جو روزو؟"

"تون جڏهن کان لاهور وئي آهين, گهڻو بدلجي وئي آهين."

”مون تي پڙهائيءَ (اسٽڊيز) جو گهڻو بار آهي.“

”امامہ! هر ڪنهن تي ٿيندو آهي. مگر ڪير بہ پڙهائيءَ کي ايترو سر مٿان سوار ڪونہ ڪندو آهي.“ وسيم ان جي ڳالهہ کي ڪٽيندي چيو.

”انهي فضول بحث کي ڇڏ. تون اهو ٻڌاءِ تہ اج ڪلهہ ڇا ڪري رهيو آهين؟“

”عيش“ اهو ايئن ئي ڪرسي کي لوڏيندو رهيو.

”اهو تہ تون پورو سال ئي ڪندو آهين. مان اج ڪلهہ جي خاص مصروفيت جو پڇي رهي آهيان.“

”اج ڪلهہ تہ بس دوستن سان گهمان ڦران ٿو توکي خبر هجڻ گهرجي تہ امتحان کان پوءِ منهنجي ڪهڙي مصروفيت هوندي آهي. تون سڀ ڪجهہ وساريندي پئي وڃين.“ وسيم افسوس ڪندڙ اکين سان ڏسندي چيو.

”مون انهيءَ اميد سان اهو سوال ڪيو هيو تہ شايد هن سال تو ۾ ڪا بهتري اچي وڃي مگر نہ. مون اجايو سوال ڪيو.“ امامہ ان جي تبصري جي جواب ۾ چيو.

”توکي اها خبر هجڻ گهرجي تہ مان تو کان هڪ سال وڏو آهيان. تون ناهين. انهيءَ ڪري هاڻي پنهنجي ملامتي تقرير ختم ڪر.“ وسيم ان کي ڪجهہ جتائيندي چيو.

”اهو جيڪو پاڙيسرين جو ڇوڪرو آهي ان سان تعلقات جو ڪهڙو حال آهي؟“ امامہ کي اوچتو ياد آيو.

”ڇُو ڇُو سان؟ بس ڪجهہ عجيب تعلقات آهن.“ وسيم ڪلها لوڏيندي چيو. ”اهو وڏو عجيب ماڻهو آهي. موڊ سٺو هوندس تہ ٻين کي ستين آسمان تي ڪڍي ويندو موڊ خراب هجيس تہ سڌو گٽر ۾ پهچائي ڇڏيندو.“

”تنهنجا زياده تر دوست اهڙا ئي آهن.“ امامہ مرڪندي چيو ”جنس جنس کي سو ڪوهہ تي ڳولي لهندي آهي. (ڪند هم جنس باهم جنس پرواز).“

”نہ. خير اهڙي بہ ڪا ڳالهہ ڪونهي. گهڻ ۾ گهڻ منهنجون عادتون ۽ حرڪتون ڇُو ڇُو جهڙيون تہ ڪونہ آهن.“

”اهو تہ ٻاهر ولايت وڃڻ وارو هيو نہ؟“ امامہ کي هڪدم ياد آيو.

”ها ويڻو تہ هيو مگر خبر نہ آهي. منهنجو خيال آهي تہ ان جا والدين (پيرنٽس) ان کي ڪو نہ ٿا موڪلين.“

”ان جو حُليو ڏاڍو عجيب هوندو آهي. ڪڏهن ڪڏهن مون کي لڳندو آهي تہ هپين جي ڪنهن قبيلي سان ان جو ڪنهن نہ ڪنهن قسم سان تعلق هوندو يا آئيندي ٿي ويندو.“

”تو ان کي ڏٺو آهي؟“

”ڪالهہ مان ٻاهران اچي رهي هيس تہ ڏٺو هيو. اهو بہ ان وقت ٻاهر نڪري رهيو هيو ڪا ڇوڪري بہ گڏ هيس.“

”ڇوڪري؟ جينز جي پتلون پاتل هئي ان کي؟“ وسيم اوچتو دلچسپي وٺندي چيو.

”ها.“

"وار ڪتيل هيس..... ڪٽڪ رنگي هئي؟"

"ارسا" وسيم چپٽي وڃائيندي مرڪيو. "ان جي سنگتياڻي (گرل فرينڊ) آهي."

"گذريل دفعي تہ تون ڪنهن ٻي جو نالو وٺي رهيو هئين." امامہ ان کي گهوري ڏٺو.

"گذريل دفعي ڪڏهن؟" وسيم سوچ ۾ پئجي ويو.

"ست اٺ مهينا پهريائين شايد توسان ان جي گرل فرينڊ جي باري ۾ ڳالهہ ٿي هئي."

"ها، تڏهن شيبا هئي. هاڻي خبر ڪونهي تہ اها ڪٿي آهي"

"هن دفعي تہ گاڏيءَ جي پٺين شيشي تي ان پنهنجو موبائيل فون نمبر بہ لکرائي ڇڏيو آهي." امامہ هڪڙو موبائيل فون نمبر ورجائيندي کِلي.

"تو کي ياد آهي؟" وسيم بہ کليو.

"مون زندگيءَ ۾ پهريون ڀيرو ايترن وڏن اکرن ۾ ڪٿي موبائيل فون نمبر لکيل ڏٺو هيو ۽ اهو بہ هڪڙي گاڏيءَ جي شيشي تي ان جي نالي سان گڏ. ياد تہ ٿيڻو ئي هيو." امامہ وري کلڻ لڳي.

"مان بہ پاڻ پنهنجي گاڏيءَ جي شيشي تي موبائيل فون نمبر لکرائڻ جو سوچي رهيو آهيان." وسيم وارن ۾ هٿ ڦيرائيندي چيو.

"ڪهڙي موبائيل فون نمبر جو. اهو جيڪو تو اڃا سوڌو خريد ئي ڪو نہ ڪيو آهي." امامہ وسيم کي ٽوڪ هنئي.

"مان هن مهيني خريد ڪري رهيو آهيان."

"بابا کان جوتا کائڻ جي لاءِ تيار رهجان، جيڪڏهن تو موبائيل فون جو نمبر گاڏيءَ جي شيشي تي لکرايو تہ سڀ کان پهريون فون ان جو ئي ايندو."

"بس انهيءَ ڪري هر دفعي مَن رڪجي ويجان ٿو." وسيم ٿڌو ساهہ کڻندي چيو.

"اهو تنهنجي لاءِ سٺو ئي آهي. بابا کان هڏ گڏ ڀڃرائڻ کان بهتر آهي تہ ماڻهو پنهنجي جذبات کي ڪجهہ قابو ۾ رکي ۽ تنهنجي لاءِ تہ خطرا اڳ ۾ ئي گهڻا آهن. سميعہ کي جيڪڏهن اهڙي قسم جي ڪنهن موبائيل فون جي خبر لڳي تہ ......." وسيم ان جي ڳالهہ اڌ ۾ ڪٽي ڇڏي.

"تہ اها ڇا ڪندي، مان ان کان ڪو نہ ٿو ڊڄان."

"مون کي خبر آهي تہ تون ان کان ڪو نہ ٿو ڊڄين، مگر ڇهن ڀائرن جي اڪيلي ڀيڻ سان مڱڻو ڪرڻ کان اڳ توکي نفعي ۽ نقصان تي غور ڪرڻ کپندو هيو. جن جو مقابلو تو کي ڪنهن اهڙي حرڪت ڪرڻ کان پوءِ ٿي سگهي ٿو." امامہ هڪڙو دفعو ٻيهر ان جي مڱينديءَ جو حوالو ڏيندي ان تي ٽٽولي ڪئي.

"هاڻي ڇا ٿو ڪري سگهجي. بس اهو سڀ ڪجهہ منهنجي مقدر ۾ هيو." وسيم هڪڙي مصنوعي آهہ ڀريندي چيو.

"مون کي ڪڏهن بہ موبائيل فون خريد ڪرڻ نہ کپي ڇو تہ اهو منهنجي ڪنهن بہ ڪم ڪو نہ اچي سگهندو. گهٽ ۾ گهٽ جيستائين ڪنهن گرل فرينڊ جي تلاش جو سوال آهي." اهو هڪڙو دفعو وري ڪرسي لوڏڻ لڳو.

”دير سان سهي مگر ڳالهه تنهنجي سمجهه ۾ اچي ئي وئي.“ امامه هٿ وڌائي ميز تان هيڊ فون کڻندي چيو.

”بهرحال تون ڇا ٻڌي رهي هئينءَ؟“ ان کي هيڊ فون کڻندي وسيم کي وري ياد آيو.

”بس ايئن ئي ڪجهه خاص ڪو نه هيو.“ امامه اٿندي چڙ ان کي تاري ڇڏيو.

❊ ❊ ❊

”توهان لاهور وڃي رهيا آهيو ته واپسيءَ تي امامه جي هاسٽل ڏانهن هليا وڃجو هي ان جا ڪجهه ڪپڙا آهن, درزيءَ کان کڻي آئي آهيان, توهان ان کي ڏيون اچجو.“ سلميٰ هاشم کي چيو.

”يار مان لاهور ۾ گهڻو مصروف هوندس, ان جي هاسٽل ڏانهن ڪٿي گهمندو ڦرندو وتندس.“ هاشم ڪجهه لهرائڻ لڳو.

”توهان ڊرائيور کي گڏ وٺي وڃي رهيا آهيو پاڻ نه وڃي سگهو ته ان کي موڪلي ڇڏجو هي ٿيلهي اهو ڏئي ايندو. موسم (سيزن) ختم ٿي رهي آهي, پوءِ اهي ڪپڙا ايئن ئي پيا هوندا. ان جي ته خبر ڪونهي ته هاڻي ڪڏهن ايندي“ سلميٰ وڌي ڊگهي وضاحت ڪئي.

”چڱو نيڪ آهي, مان کڻي ٿو وڃان. واندڪائي ملي ته پاڻ ڏئي ايندس. ورنه ڊرائيور هٿاران موڪلي ڏيندس.“ هاشم راضي ٿي ويو.

لاهور ۾ ان گهڻو مصروف ڏينهن گذاريو. شام جو پنجين وڳي ڌاري ان کي ڪجهه واندڪائي ملي ۽ تڏهن ان کي انهيءَ ٿيلهيءَ جو به خيال آيو. ڊرائيور کي ٿيلهي کڻي وڃڻ جو چوڻ جي بجاءِ اهو پاڻ امامه جي هاسٽل هليو آيو. ان جي اتي داخلا وٺڻ کان پوءِ اڄ پهريون ڀيرو اهو اتي آيو هيو. چوڪيدار (گيٽ ڪيپر)معرفت ان امامه جي لاءِ نياپو موڪليو ۽ پاڻ انتظار ڪرڻ لڳو. ان جو خيال هيو ته اها جلدي ئي اچي ويندي مگر ايئن ڪونه ٿيو ڏهه منٽ, پندرهن منٽ, ويهه منٽ...... اهو هاڻي ڪجهه بيزار ٿيڻ لڳو. ان کان اڳ جو اهو اندر ٻيو دفعو نياپو موڪلي ها ان کي چوڪيدار هڪڙي ڇوڪريءَ سان گڏ ايندي ڏسڻ ۾ آيو. ڪجهه ويجهو اچڻ تي هن ان ڇوڪريءَ کي سڃاڻي ورتو اها جويريه هئي, امامه جي ننڍپڻ جي دوست ۽ ان جو تعلق به اسلام آباد سان ئي هيو.

”انڪل! اسلام عليڪم.“ جويريه ويجهو اچي چيو.

”پٽ! وعليڪم السلام. تون ڪيئن آهين؟“

”مان نيڪ آهيان.“

”مان هي امامه جا ڪجهه ڪپڙا ڏيڻ آيو هيس, لاهور اچي رهيو هيس ته ان جي ماءُ اها ٿيلهي ڏني. هاڻي هتي ويٺي مون کي ڪلاڪ ٿي ويو آهي, مگر انهن ان کي ڪو نه سڏيو آهي.“ هاشم جي لهجي ۾ شڪايت هئي.

”انڪل! امامه مارڪيٽ وئي آهي, ڪجهه دوستن سان گڏ. توهان اها ٿيلهي مون کي ڏيو مان پاڻ ان کي ڏئي ڇڏيندس.“

”نيڪ آهي, تون رک.“ هاشم اها ٿيلهي جويريه کي ڏني.

رسمي عليڪ سليڪ کان پوءِ اهو واپس موٽي ويو. جويريه به ٽيلهي پڪڙي هاسٽل ڏانهن هلي وئي، مگر هاڻي ان جي چهري تي موجود مرڪ غائب ٿي وئي هئي، ڪير به ان وقت ان جي چهري تي پريشاني کي واضح طور تي سمجهي ٿي سگهيو.

هاسٽل جي اندر ايندي ئي واربن ان جي سامهون اچي وئي، جيڪا اڳيان بيٺي هئي. جويريه جي چهري تي هڪڙو دفعو ٻيهر مُرڪ اچي وئي.

"ان جي پي سان تنهنجي ڳالهه ٿي؟" واربن ان کي ڏسندي ئي ان ڏانهن وڌندي چيو.

"جي ڳالهه ٿي، پريشاني جو ڪو مسئلو ڪونه آهي، اها اسلام آباد ۾ پنهنجي گهر ئي آهي، ان جو پي هي ٽيلهي کڻي آيو هيو منهنجي گهر وارن منهنجا ڪجهه ڪپڙا موڪليا آهن.انڪل لاهور اچي رهيا هيا ته امامه ان کي اهي کڻي وڃڻ لاءِ چيو. انڪل هتي اچي غلطي مان منهنجو نالو وٺڻ جي بجاءِ امامه جو نالو ڪنيو." جويريه هڪڙي ئي ساهيءَ ۾ ڪيترائي ڪوڙ ڳالهايا.

واربن سڪون جو ساهه کنيو. "خدا جو شڪر آهي ورنه مان ته پريشان ٿي وئي هيس ته مون کي ته اها هفتيوار موڪل جي ڏينهن گهر وڃڻ جو چئي وئي هئي... ته پوءِ اها ڪٿي آهي....."

واربن موٽندي چيو. جويريه ٽيلهي کنيون پنهجي ڪمري ڏانهن هلي آئي. رابعه ان کي ڏسندي ئي تير وانگر سڌي ان ڏانهن هلي آئي.

"ڇا ٿيو...... اها اسلام آباد ۾ ئي آهي؟"

"نه" جويريه مايوسيءَ مان ڪنڌ ڌوڻيو.

"يا خدا!(ماءِ گاڊ)" رابعه بي يقيني مان پنهنجا ٻئي هٿ ورائي سيني تي رکيا. "ته پوءِ اها ڪٿي وئي آهي؟"

"مون کي ڪهڙي خبر، مون کي ته ان اهو ئي ٻڌايو هيو ته اها گهر وڃي رهي آهي، مگر اها گهر ڪو نه وئي آهي، آخر اها ڪيڏانهن وئي آهي؟ امامه اهڙي ته ڪونهي." جويريه ٽيلهيءَ کي بستري تي اڇليندي چيو.

"واربن کي تو ڇا ٻڌايو؟" رابعه تشويش واري انداز ۾ پڇيو.

"ڇا ٻڌاير، ڪوڙ ڳالهايو ءِ ٻيو ڇا ٿي ڪري سگهيس. اهو ٻڌايان ها ته اها اسلام آباد ۾ ڪونهي ته هاسٽل ۾ ته هاڻي ئي هنگامو شروع ٿي وڃي ها، اها ته پوليس کي گهرائي وٺي ها." جويريه ننهن چٻاڙيندي چيو.

"ءِ انڪل کي ........ ان کي ڇا ٻڌايو اٿئي؟" رابعه پڇيو.

"ان سان به ڪوڙ ڳالهايو آهي، اهو ئي چيو ته مارڪيٽ وئي آهي."

"مگر هاڻي ٿيندو ڇا؟" رابعه پريشانيءَ جي عالم ۾ چيو.

"مون کي ته اها ڳڻتي ٿي رهي آهي ته جيڪڏهن اها واپس ڪونه آئي ته مان ته ڦاسي ويندس. سڀئي اهو سمجهندا ته مون کي ان جي پروگرام جي خبر هئي، انهيءَ ڪري مون واربن ءِ ان جي گهر وارن کان سڀ ڪجهه لڪايو." جويريه جي پريشاني وڌندي پئي وئي.

”ڪٿي امامہ سان ڪو حادثو نہ پيش اچي ويو هجي؟ ورنہ اها اهڙي ڇوڪري تہ ڪونهي تہ اهڙي نموني...... “ رابعہ کي اوچتو هڪڙي خدشي اچي گهيريو.

”مگر اسان هاڻي ڇا ڪريون. اسان تہ ڪنهن سان انهي سموري معاملي جي باري ۾ ڳالهائي بہ ڪونہ ٿا سگهون.“ جويريہ ننهن ڪترينديءَ چيو.

”زينب سان ڳالهہ ڪريون.“ رابعہ چيو.

”رابعہ! خدا ڏي ڏس (فار گاڊ سيڪ). ڪڏهن تہ عقل کان ڪم وٺندي ڪر. اسان ان سان ڪهڙي ڳالهہ ڪنداسين.“ جويريہ خفي ٿيندي چيو.

”تہ پوءِ انتظار ٿا ڪريون. ٿي سگهي ٿو اها اڄ رات تائين يا سڀاڻي تائين اچي وڃي. جيڪڏهن اچي وئي تہ پوءِ تہ ڪو مسئلو ڪونہ ٿيندو ۽ جيڪڏهن نہ آئي تہ پوءِ اسان وارڊن کي سڀ ڪجهہ سچ سچ ٻڌائي ڇڏينداسين.“ رابعہ سنجيدگيءَ سان سموري معاملي تي غور ڪندي طئي ڪيو. جويريہ ان کي ڏٺو مگر ان جي مشوري تي ڪجهہ چيائين ڪونہ. ان جي چهري مان پريشاني ڏسڻ ۾ پئي آئي.



جويريہ ۽ رابعہ کي سڄي رات ننڊ ڪو نہ آئي. اهي مڪمل طور ڊپ ۾ ورتل هيون. جيڪڏهن اها نہ آئي تہ ڇا ٿيندو. اهو سوال وري وري انهن جي سامهون خوفناڪ شڪليون بدلائي اچي رهيو هيو. انهن کي پنهنجو ڪيريئر ٻڏندو پئي نظر آيو. انهن کي اندازو هيو تہ انهن جا گهر وارا اهڙي معاملي تي ڪهڙو رد عمل ظاهر ڪندا. اهي انهن کي گهڻي ملامت ڪندا. انهن کي امامہ جي پيءُ کي سڀ ڪجهہ صحيح نہ ٻڌائڻ تي تنقيد جو نشانو بڻائيندا ۽ پوءِ وارڊن سان سموري معاملي کي لڪائڻ تي اڃا بہ وڌيڪ ناراض ٿيندا.

انهن کي اندازو ڪو نہ هيو تہ حقيقت سامهون اچڻ تي خود هاشم مبين ۽ ان جي خاندان وارن جو ردعمل ڪهڙو هوندو. اهي انهي سموري معاملي ۾ انهن ٻنهي جي ملوث هجڻ واري ڪردار (رول) کي ڪيئن ڏسندا. هاسٽل ۾ ڇوڪريون انهن جي باري ۾ ڪهڙيون ڳالهيون ڪنديون ۽ وري جي اهو سڄو معاملو پوليس ڪيس ٿي ويو تہ پوليس انهن جي ان پرده پوشيءَ کي ڇا سمجهندي. اهي اندازو لڳائي ٿي سگهيون ۽ انهيءَ ڪري وري وري انهن جا وار ڪانڊارجي ٿي ويا.

مگر سوال اهو ٿو پيدا ٿئي تہ اها وئي ڪيڏانهن...... ۽ ڇو؟...... اهي ٻئي ان جي گذريل روين جو تجزيو ڪرڻ جي ڪوشش ڪري رهيون هيون. گذريل هڪڙي سال ۾ اها ڪيئن بدلجي وئي هئي. ان انهن سان گڏ گهمڻ ڦرڻ ڇڏي ڏنو هيو اها منجهيل لڳندي هئي. پڙهائيءَ ۾ ان جي دلچسپي بہ گهٽجي وئي هئي ۽ ان جو گهٽ ڳالهائڻ.

”۽ اها جو هڪڙو دفعو خريداري ڪرڻ لاءِ اسان جي وڃڻ کان پوءِ اسان پٺيان غائب ٿي وئي هئي. تڏهن بہ اها يقيناً اوڏانهن وئي هوندي. جتي اها هاڻي وئي آهي ۽ اسان ڪيئن بيوقوفن وانگر ان تي اعتبار ڪيو.“ رابعہ کي گذريل ڳالهيون ياد اچي رهيون هيون.

"مگر امامہ اهڙي ڪو نہ هئي، مان تہ ان کي ننڍپڻ کان سڃاڻان ٿي. اها بلڪل اهڙي ڪونہ هئي." جويريہ کي هاڻي بہ ان تي ڪوئي شڪ ڪونہ ٿي رهيو هيو.

"اهڙو ٿيڻ ۾ ڪا دير ٿورو ئي لڳندي آهي، بس انسان جو ڪردار ڪمزور هجڻ گهرجي." رابعہ بدگمانيءَ جي انتها تي پهتل هئي.

.رابعہ! ان جو مڱڻو ان جي مرضيءَ سان ٿيو هيو اها ۽ اسجد هڪٻئي کي پسند ڪندا هيا. پوءِ اها اهڙي حرڪت ڪيئن ٿي ڪري سگهي." جويريہ ان جو دفاع ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي.

"پوءِ تون ٻڌاءِ تہ اها ڪٿي آهي..... مون تہ مڪ ٻڌائي ان کي ڪنهن پت تي تہ ڪونہ چنبڙائي ڇڏيو آهي، ان جو پيءُ ان سان ملڻ هتي آيو آهي ۽ اهو پنهنجي گهران آيو آهي، تہ پوءِ ظاهر آهي تہ اها گهر ڪو نہ وئي آهي ۽ اسان کي اها اهو ئي ٻڌائي وئي هئي تہ اها گهر وڃي رهي آهي." رابعہ بي وسيءَ مان چيو.

ايئن بہ تہ ٿي سگهي ٿو تہ ان کي ڪو حادثو پيش اچي ويو هجي." "ٿي سگهي ٿو اها انهيءَ ڪري گهر پهچي ڪونہ سگهي هجي."

"اها هر دفعي هتان فون ڪري اسلام آباد پنهنجن گهر وارن کي پنهنجي اچڻ جو اطلاع ڪندي هئي تہ جيئن ان جو پياءُ بس اڏي تي ان کي وٺڻ اچي. جيڪڏهن هن دفعي بہ هن ان کي اطلاع ڪيو هيو تہ پوءِ ان جي اتي نہ پهچڻ تي اهي اطمينان سان اتي ڪونہ وينا هجن ها، اهي هتي هاسٽل تي فون ڪن ها ۽ ان جي والد جي انداز مان تہ اهو ئي محسوس ٿيو آهي تہ چڻ هن هفتي ان جو اسلام آباد وڃڻ جو ڪو پروگرام ئي ڪو نہ هيو." رابعہ ان جي گمان کي مڪمل طور تي رد ڪندي چيو.

"ها. اها ڪڏهن بہ هڪڙي مهيني ۾ ہہ دفعا اسلام آباد ڪونہ ويندي هئي، مگر هن دفعي تہ اها ٻئي هفتي ۾ ئي اسلام آباد وڃي رهي هئي ۽ ان وارڊن کان بہ خاص طور تي اهو چئي اجازت ورتي هئي، ڪا نہ ڪا ڳالهہ ضرور آهي، ڪٿي نہ ڪٿي ڪجهہ غلط ضرور آهي." جويريہ کي وري خدشا پريشان ڪرڻ لڳا.

"ان سان گڏ اسان بہ خوار ٿينداسين. اسان کان وڏي غلطي ٿي جو اسان هر ڳالهہ تي ايئن پردو وڌو اسان کي ان جي والد سان صاف صاف طور تي ڳالهہ ڪرڻ کپندي هئي تہ اها هتي ڪونهي، پوءِ ان کي جيڪو وڻي ها ڪري ها. اهو انهن جو مسئلو هجي ها. گهٽ ۾ گهٽ اسان تہ ايئن ڪونہ ڦاسون ها جيئن هاڻي ڦاسي ويا آهيون." رابعہ مسلسل مڻ مڻ ڪري رهي هئي.

"خير. هاڻي ڇا ٿو ٿي سگهي، صبح تائين انتظار ٿا ڪريون. جيڪڏهن اها سياڻي بہ نہ آئي تہ پوءِ وارڊن کي سڀ ڪجهہ ٻڌائي ڇڏينداسين." جويريہ ڪمري ۾ ڦيرا پائيندي چيو.

اها رات انهن ٻنهي ايئن ڳالهيون ڪندي جاڳي گذاري. صبح جو اهي ڪاليج ڪونہ ويون. انهي حالت ۾ ڪاليج وڃڻ جو ڪوئي فائدو بہ ڪو نہ ٿئي ها.

امامہ هفتيوار موڪل کان واپسي تي صبح جو نوين بجي ڏاري اچي ويندي هئي، مگر ان ڏينهن اها ڪو نہ آئي. انهن جا حواس خطا ٿيڻ لڳا. ايڪ بجي ڏاري اهي منهن لٿل ۽ ڏڪندڙ هٿن سان وارڊن جي ڪمري ڏانهن وڃڻ لاءِ پنهنجي ڪمري مان نڪري آيون. انهن جي ذهن ۾ اهي جملا گهمي رهيا هيا جيڪي انهن کي وارڊن کي چوڻا هيا.

اهي وارڊن جي ڪمري کان اڃا ڪجهہ پري هيون جڏهن انهن امامہ کي وڏي اطمينان سان اندر ايندي ڏٺو ان جو ٿيلهو ان جي ڪلهي تي هيو ۽ فائيل هٿن ۾. اها يقيناً سڌي ڪاليج کان اچي رهي هئي.

جويريہ ۽ رابعہ کي ايئن لڳو ڄڻ انهن جي پيرن هيٺان کسڪندڙ زمين هڪدم بيهي وئي آهي. انهن جو ائڪندڙ ساهہ هڪڙو دفعو ٻيهر هلڻ لڳو هيو. سياڻي جي اخبارن ۾ متوقع خبرن جون سرخيون جيڪي پوت ٻڻجي انهن جي چوڌاري نچي رهيون هيون هڪدم غائب ٿي ويون ۽ ان جي جاءِ ان ڪاوڙ ۽ جوش والاري هئي جيڪو انهن کي امامہ جي شڪل ڏسڻ سان آيو هيو.

ان هنن کي ڏسي ورتو هيو ۽ هاڻي انهن ڏانهن اچي رهئي. ان جي چهري تي گهڻو وڻندڙ مُرڪ هئي.

"توهان ٻئي اڄ ڪاليج ڇو ڪو نہ آيون؟. سلام دعا کان پوءِ ان هنن کان پڇيو.

"تنهنجين مصيبتن کان ڇوٽڪارو ملندو تہ اسان ڪٿي اچڻ وڃڻ جو سوچي سگهنديوسين." رابعہ تکي ۽ ڪائيندڙ لهجي ۾ ان کي چيو.

امامہ جي چهري تان مُرڪ غائب ٿي وئي.

"رابعہ! ڇا ٿيو. ايئن ڪاوڙ ۾ ڇو آهين؟" امامہ ڪجهہ تشويش مان پڇيو.

"تون ڪمري ۾ اندر اچ پوءِ توکي ٻڌايان ٿي تہ مان ڪاوڙ ۾ ڇو آهيان." رابعہ ان کي ٻانهن کان پڪڙيو ۽ ان کي ڇڪيندي ڪمري ۾ وٺي آئي. جويريہ ڪجهہ چوڻ کان سواءِ انهن ٻنهي جي پٺيان اچي وئي. امامہ جون مٿيون منجهي ويون. اها رابعہ ۽ جويريہ جي رويي کي سمجهي ئي ڪو نہ ٿي سگهي.

ڪمري ۾ داخل ٿيندي ئي رابعہ دروازو بند ڪري ڇڏيو.

"تون ڪٿان پئي اچين؟" رابعہ منهن ورائي انتهائي سخت ۽ کهري لهجي ۾ ان کان پڇيو.

"اسلام آباد کان ۽ ٻيو ڪٿان." امامہ پنهنجو ٿيلهو هيٺ زمين تي رکي ڇڏيو. ان جي جواب رابعہ کي اڃا وڌيڪ ڪاوڙائي ڇڏيو.

"امامہ! شرم ڪر..... " ايئن اسان کي ڌوڪو ڏئي، اسان جي اکين ۾ مٽي وجهي آخر تون ڇا ثابت ڪرڻ ٿي گهرين؟ اهو تہ اسان ڇسيون (ٻڦر) آهيون، بيوقوف آهيون، چريون آهيون. نيڪ آهي اسان آهيون، اسان مچون ٿيون..... نہ هجون ها تہ ايئن تو تي انڌو اعتبار نہ ڪريون ها. توکان ايڏو وڏو ڌوڪو نہ کائون ها." رابعہ چيو.

"مون کي توهان جي ڪائي ڳالهہ سمجهہ ۾ نٿي اچي. ڪهڙو ڌوڪو... ڪيئن ڌوڪو ڇا اهو سئو ڪونہ آهي تہ تون آرام سان مون کي پنهجي ڳالهہ سمجهاءِ" امامہ ويچارو ٿيندي چيو.

"تون هفتيوار موڪل ڪٿي گذاري آئي آهين؟" جويريہ پهريون ڀيرو گفتگو ۾ مداخلت ڪئي.

"توهان کي ٻڌائي چڪي آهيان، اسلام آباد ۾ اتان سڌو اچ ڪاليج آئي آهيان ۽ هاڻي ڪاليج مان..." رابعہ ان کي ڳالهہ مڪمل ڪرڻ ڪو نہ ڏني.

"بڪواس بند ڪر... اهو ڪوڙ هاڻي نہ هلي سگهندو تون اسلام آباد ڪو نہ وئي هئينءَ"

"اهو تون ڪيئن ٿي چئي سگهين؟" ان دفعي امامہ بہ ڪجهہ وڏي آواز ۾ چيو.

"چو تہ تنهنجو پيءُ (فادر) ڪالهہ هتي آيو هيو." امامہ جو چهرو ڦڪو ٿي ويو. اها ڪجهہ چئي ڪو نہ سگهي.

"هاڻي چو وات بند ٿي ويو اٿئي، هاڻي بہ چئو تہ اسلام آباد کان اچي رهي آهيان." رابعہ طنزيہ لهجي ۾ چيو.

"بابا هتي آيو هيو؟" امامہ هٻڪندي چيو.

"ها آيو هيو تنهنجا ڪجهہ ڪپڙا ڏيڻ لاءِ." جويريہ چيو.

"ان کي اها خبر پئجي وئي تہ مان هاسٽل ۾ ڪو نہ آهيان."

"مون ڪوڙ ڳالهايو تہ تون هاسٽل مان ڪنهن ڪم سان ٻاهر وئي آهين. اهو ڪپڙا ڏئي هليو ويو." جويريہ چيو. امامہ بي اختيار اطمينان جو ساهہ کنيو.

"يعني ان کي ڪنهن بہ ڳالهہ جي خبر ڪو نہ پئي؟" ان بستري تي ويهي پنهنجي جوتي جون ڪهيون کوليندي چيو.

"نہ ان کي ڪنهن بہ ڳالهہ جي خبر ڪو نہ پئي.... تون پوتي ڪلهي تي رکي ايندڙ هفتي وري ڪٿي هلي وڃجان. امامہ! ڪجهہ شرم ڪر. مان هاڻي وارڊن سان انهي باري ۾ ڳالهائڻ واري آهيان. اسان تنهنجي ڪري ڪافي پريشاني ڪٽي چڪا آهيون. وڌيڪ ڪٽڻ لاءِ تيار ڪو نہ آهيون. سٺو آهي تہ تنهنجي ماءُ پيءُ (پيرنٽس) کي تنهنجين انهن حرڪتن جي باري ۾ خبرپئجي وڃي." رابعہ بنا رک رڪاءَ جي ان کي چيو. امامہ ڪنڌ کڻي ان کي ڏٺو.

"ڪهڙين حرڪتن جي باري ۾....... مون ڇا ڪيو آهي؟"

"ڇا ڪيو آهي.....؟ هاسٽل مان ايئن ٻن ڏينهن لاءِ گهر وڃڻ جو چئي غائب ٿيڻ تنهنجي خيال ۾ ڪا وڏي ڳالهہ ڪونهي."

امامہ جواب ڏيڻ جي بجاءِ ٻئي پادر جون بہ ڪهيون کولڻ لڳي.

"مون کي وارڊن ڏانهن وٺي ڪيي."

رابعہ ڪاوڙ ۾ پرجي دروازي ڏانهن وڌندي چيو.

جويريہ اڳتي وڌي ان کي روڪيو." وارڊن سان ڳالهائي ونداسين. پهريان هن سان تہ ڳالهايون. تون اُبهرائي نہ ڪر."

"مگر تون هن ڊيٺ جو اطمينان ڏس....... مجال آهي جو معمولي شرمندگي بہ هن جي مُنهن مان ڏسڻ ۾ اچي." رابعہ ڪاوڙ ۾ امامہ ڏانهن اشارو ڪندي چيو.

"مان توهان ٻنهي کي سڀ ڪجهہ ٻڌائي ڇڏيندس. ايترو ڪاوڙ ڪرڻ جي ضرورت ڪونهي. مان نہ ڪو غلط ڪم ڪيو آهي ۽ نہ وري ڪنهن غلط جاءِ تي وئي آهيان. ۽ ها پڪي بہ ڪو نہ آهيان." امامہ پنهنجن پيرن کي جوتن جي قيد مان آزاد ڪندي ڪجهہ ٿڌي لهجي ۾ چيو.

"پوءِ تون ڪٿي وئي هئينءَ؟" هن دفعي جويريہ پڇيو.

"پنهنجي هڪڙي سهيلي وٽ."

"ڪهڙي سهيلي؟"

"آهي هڪڙي."

"ايئن ڪوڙ ڳالهائي ڇو؟"

"مان توهان جي سوالن کان بچڻ تي گهريو ۽ گهر وارن کي ٻڌايان ها يا انهن کان اجازت گهرڻ جي ڪوشش ڪريان ها تہ اهي ڪڏهن بہ اجازت ڪو نہ ڏين ها."

"ڪنهن وٽ وئي هئينءَ؟ ۽ ڇا جي لاءِ؟" جويريہ هن دفعي ڪجهہ تجسس واري انداز ۾ پڇيو.

"مون چيو نہ. مان توهان کي ٻڌائيندس، مون کي ڪجهہ مهلت ڏيو." امامہ ان جي ڳالهہ جي جواب ۾ چيو.

"توکي ڪا بہ مهلت نہ ٿا ڏئي سگهون..... توکي مهلت ڏيون تہ جيئن هڪڙو ڀيرو ٻيهر غائب ٿي وڃين ۽ ان دفعي موٽي ئي نہ اچين." رابعہ هن دفعي بہ ڪاوڙ مان چيو مگر اڳ جي مقابلي ۾ هن ڀيري ان جو لهجو ڪجهہ نرم هيو.

"توکي تہ ان ڳالهہ جو بہ احساس ڪونهي ٿيوتہ تو اسان جي حالت ڪيتري خراب (آڪورڊ)ڪري ڇڏي هئي. جيڪڏهن تنهنجي ايئن غائب ٿي وڃڻ جي خبر پئجي وڃي ها تہ اسان جي ڪيتري بي عزتي ٿئي ها. توکي ان جو احساس هيو؟" رابعہ ان ئي انداز ۾ چيو.

"مون کي اهو انديشو ئي ڪو نہ هيو تہ بابا هتي ايئن اوچتو اچي ويندو. انهيءَ ڪري مان اهو بہ سوچي نٿي سگهيس تہ توهان کي ڪنهن نازڪ صورتحال کي منهن ڏيڻو پئجي ويندو ورنہ مان ايئن ڪڏهن بہ نہ ڪريان ها." امامہ معذرت ڪرڻ واري انداز ۾ چيو.

"تون گهٽ ۾ گهٽ اسان تي اعتبار ڪري، اسان کي ٻڌائي پوءِ وڃي پئي سگهينءَ" جويريہ چيو.

"مان اڳتي ايئن ڪڏهن بہ نہ ڪنديس." امامہ چيو.

"گهٽ ۾ گهٽ مان تنهنجي ڪنهن بہ واعدي، ڪنهن بہ ڳالهہ تي اعتبار نٿي ڪري سگهان." رابعہ بي ڏڙڪ چيو.

"رابعہ! مون کي پنهنجي صفائي پيش ڪرڻ ڏي، تون مون کي غلط سمجهي رهي آهين." امامہ هن دفعي ڪجهہ جهيڻي آواز ۾ چيو.

"توکي احساس آهي تہ تنهنجي ڪري اسان جي پڙهائي ۽ اسان جي زندگي ڪيئن داءَ تي لڳي ويا هيا. اها دوستي ٿيندي آهي؟ ان کي دوستي چوندا آهن؟"

"ٺيڪ آهي، مون کان غلطي ٿي وئي. مون کي معاف ڪري ڇڏ." امامہ جڻ هٿيار ڦٽي ڪندي چيو.

"جيستائين تون اهو نہ ٻڌائيندينءَ تہ تون ڪٿي غائب ٿي وئي هئينءَ، مان تنهنجي ڪا بہ معذرت قبول ڪو نہ ڪنديس." رابعہ رکي لهجي ۾ چيو.

امامہ ڪجهہ دير ان کي ڏسندي رهي، پوءِ ان چيو.

"مان صبيحہ جي گهر وئي هيس." جويريہ ۽ رابعہ حيراني مان هڪٻئي کي ڏٺو.

"ڪير......؟" انهن ٻنهي هڪ ئي وقت پڇيو.

"توهان ان کي سڃاڻنديون آهيو." امامہ چيو.

"اها ڇوڪرين سال واري ڇوڪري صبيحہ؟"جويريہ بي اختيار پڇيو.

امامہ ڪنڌ لوڏيو. "مگر تون ان جي گهر ڇو وئي هئينءَ؟"

"منهنجي ان سان دوستي آهي." امامہ چيو.

"دوستي ......؟ ڪهڙي دوستي......؟ ان جي توسان ڇڱن ڏينهن جي سلام دعا آهي ۽ منهنجو خيال آهي، تون ان کي چڱي طرح سڃاڻين بہ ڪو نہ ٿي، پوءِ ان جي گهر رهڻ لاءِ ڇو هلي وئينءَ؟" جويريہ اعتراض ڪندي چيو.

"اهو بہ ايئن ڪوڙ ڳالهائي...... گهٽ ۾ گهٽ ان جي گهر وڃي اتي رهڻ لاءِ توکي اسان سان يا پنهنجن گهر وارن سان ڪوڙ ڳالهائڻ جي ضرورت ڪو نہ هئي." رابعہ ان ئي لهجي ۾ چيو.

"تون ان کي فون ڪري پڇا ڪر تہ مان ان جي گهر هيس يا نہ...." امامہ چيو.

"چڱو اهو مڃي ورتو تہ تون ان جي گهر هئينءَ مگر ڇو هئينءَ....؟" جويريہ پڇيو.

امامہ ماٺ رهي، ڪجهہ دير کان پوءِ ان چيو "مون کي ان جي مدد جي ضرورت هئي."

انهن ٻنهي حيران ٿي ان کي ڏٺو."ڪهڙي معاملي ۾؟"

امامہ ڪنڌ مٿي ڪيو ۽ اکيون ڇنڀڻ کان سواءِ ڏسندي رهي. جويريہ ڪجهہ بي چيني محسوس ڪئي "ڪهڙي معاملي ۾؟"

"توکي چڱي طرح خبر آهي." امامہ ڪجهہ جهيڻي آواز ۾ چيو.

"مان......؟" جويريہ ڪجهہ گهٻرائيندي رابعہ کي ڏٺو جيڪا هاڻي وڏي سنجيدگيءَ سان ان کي ڏسي رهي هئي.

"ها، توکي تہ چڱي طرح خبر آهي."

"تون ڳجهارتون نہ ڏي، سڌو ۽ صاف ڳالهہ ڪر." جويريہ ڪجهہ سخت لهجي ۾ چيو. امامہ ڪنڌ کڻي خاموشي سان ان کي ڏسڻ لڳي، پوءِ ڪجهہ دير بعد شڪست خورده انداز ۾ ان ڪنڌ جهڪائي ڇڏيو.

❋ ❋ ❋

"ٻڌاءِ نہ آخر تنهنجي زندگي جي سڀ کان وڏي خواهش ڪهڙي آهي؟" ان ڏينهن ڪاليج ۾ امامہ جويريہ کان زور ڀريندي پڇيو.

جويريہ ڪجهہ دير ان جو مُنهن تڪيندي رهي "منهنجي خواهش آهي تہ تون مسلمان ٿي وڃ."

امامہ کي جڻ ڪرنٽ لڳي ويو. ان صدمي (شاڪ) ۽ بي يقيني جي ڪيفيت ۾ جويريہ کي ڏٺو. اها آهستڙي چوندي پئي وئي.

"تون منهنجي ايتري سني ۽ گهري دوست آهين جو مون کي اهو سوچيندي تڪليف ٿيندي آهي تہ تون گمراهي جي رستي تي هلي رهي آهين ۽ توکي ان جو احساس ئي ڪو نہ آهي...... نہ صرف تون پر تنهنجو سمورو خاندان..... منهنجي خواهش آهي تہ نيڪ عملن جي ڪري جيڪڏهن الله تعاليٰ مون کي جنت ۾ موڪلي تہ تون مون سان گڏ هجين. ليڪن ان لاءِ مسلمان هجڻ ضروري آهي."

امامہ جي چهري تان هڪڙو رنگ لٿو ٿي تہ ٻيو آيو ٿي. گهڻي دير کان پوءِ اها ڪجهہ ڳالهائڻ جي قابل ٿي سگهي.

"جويريہ مون کي اها اميد ڪونہ هئي تہ تون مون سان تحريم جهڙيون ڳالهيون ڪندينءَ. تو کي تہ مان پنهنجو دوست سمجهندي هيس. مگر تون بہ ......" جويريہ نرمي سان ان جي ڳالهہ اڌ ۾ روڪي.

"تحريم توکي جيڪڏهن جيڪو ڪجهہ چيو هيو نيڪ چيو هيو." امامہ اکيون ڇنڀڻ کان سواءِ ان کي ڏسندي رهي. ان کي جويريہ جي ڳالهين مان گهڻي تڪليف ٿي رهي هئي.

"۽ صرف اڄ ئي نہ. مان ان وقت بہ تحريم کي صحيح سمجهندي هيس مگر منهنجي تو سان دوستي هئي ۽ مان چاهڻ جي باوجود تو کي اهو چئي نہ سگهيس تہ مان تحريم کي حق بجانب سمجهان ٿي. جيڪڏهن اها اهو چوندي هئي تہ تون مسلمان ڪو نہ آهين تہ اهو ٺيڪ هيو. تون مسلمان ڪونہ آهين."

امامہ جي اکين ۾ لڙڪ پرجي آيا. ڪجهہ بہ چوڻ کان سواءِ اها ٽپو ڏئي اٿي بيٺي. جويريہ بہ ان سان گڏ اٿي بيٺي. امامہ ڪجهہ بہ چوڻ کان سواءِ اتان وڃڻ جي ڪوشش ڪئي مگر جويريہ ان جو هٿ پڪڙي ورتو.

"تون منهنجو هٿ ڇڏي ڏي..... مون کي وڃڻ ڏي، اڳتي تون ڪڏهن بہ مون سان نہ ڳالهائجان." امامہ پريل لهجي ۾ ان کان پنهنجو هٿ ڇڏائڻ جي ڪوشش ڪندي چيو.

"امامہ! منهنجي ڳالهہ سمجهڻ جي ڪوشش ڪر..... مان...."

امامہ ان جي ڳالهہ ڪٽي ڇڏي "تو مون کي ڪيترو بي عزت (هرٽ) ڪيو آهي، جويريہ مون کي گهٽ ۾ گهٽ تو مان اها اميد ڪونہ هئي."

"مان تنهنجي بي عزتي ڪو نہ ڪري رهي آهيان. حقيقت ٻڌائي رهي آهيان. روئڻ يا جذبات ۾ اچڻ جي بجاءِ تون ٿڌي دل ۽ دماغ سان منهنجي ڳالهہ تي غور ڪر...... مان آخر تو کي بيڪار ڪنهن ڳالهہ تي تڪليف ڇو پهچائيندس." جويريہ ان جو هٿ ڪونہ ڇڏيو.

"اها تہ توکي خبر هوندي تہ تون منهنجن جذبن کي ڇو مجروح (هرٽ) ڪري رهي آهين. مگر مون کي اڄ اهو اندازو ضرور ٿي ويو آهي تہ تو ۾ ۽ تحريم ۾ ڪو ئي فرق ڪو

نهي. بلڪ تو تہ مون کي ان کان بہ وڌيڪ اذيت ڏني آهي. ان سان منهنجي دوستي ايتري پراڻي ڪونہ هئي جيتري توسان آهي.“ امامہ جي ڳالهين تان لڙڪ وهي رهيا هيا ۽ اها مسلسل جويريہ کان پنهنجو هٿ ڇڏائڻ جي ڪوشش ڪري رهي هئي.

”اهو تنهنجو اصرار هيو تہ مان تو کي پنهنجي زندگي جي سڀ کان وڏي خواهش ٻڌايان. مان انهيءَ ڪري توکي نٿي ٻڌايو ۽ مون توکي پهريان ئي خبردار ڪري ڇڏيو هيو تہ تون منهنجي ڳالهہ تي گهڻو ڪاوڙ ڪندينءَ. مگر تو مون کي يقين ڏياريو هيو تہ ايئن بلڪل ڪونہ ٿيندو.“ جويريہ ان کي ياد ڏيارڻ جي ڪوشش ڪئي.

”مون کي جيڪڏهن خبر هجي ها تہ تون مون سان اهڙي قسم جي ڳالهہ ڪندينءَ تہ مان ڪڏهن بہ تو کان تنهنجي زندگيءَ جي سڀ کان وڏي خواهش ڄاڻڻ لاءِ زور نہ پريان ها.“ امامہ هن دفعي ڪجهہ ڪاوڙ سان چيو.

”چڱو مان ٻيهر انهي معاملي تي توسان ڳالهہ ٻولهہ ڪونہ ڪنديس.“ جويريہ ڪجهہ دفاعي انداز ۾ چيو.

”ان سان ڇا ٿيندو. مون کي اها خبر تہ پئجي وئي آهي تہ تون اصل ۾ منهنجي باري ۾ ڇا ٿي سوچين...... اسان جي دوستي هاڻي ڪڏهن بہ پهريان جهڙي نٿي ٿي سگهي. اڄ تائين مون ڪڏهن بہ توتي اهڙي نموني جي تنقيد ڪو نہ ڪئي آهي، مگر تون مون کي اسلام جو هڪڙو فرقو سمجهڻ جي بجاءِ غير مسلم چئي رهي آهين.“ امامہ چيو.

”مان جيڪڏهن ايئن ڪري رهي آهيان تہ غلط ڪونہ ڪري رهي آهيان. اسلام جا سمورا فرقا گهٽ ۾ گهٽ اهو ايمان ضرور رکن ٿا تہ حضرت محمد ﷺ الله جا آخري رسول آهن ۽ انهن کان پوءِ نبوت جو سلسلو ختم ٿي چڪو آهي.“هن پيري جويريہ کي بہ ڪاوڙ اچي وئي.

”پنهجي زبان کي سنڀال(مائينڊ يور لئنگيج).“ امامہ بہ ڪاوڙمان پڙڪي پئي.

”مان تو کي حقيقت ٻڌائي رهي آهيان امامہ...... ۽ مان ئي نہ اها ڳالهہ سڀ ماڻهو ڄاڻن ٿا تہ تنهنجي ڪٽنب دولت جي خاطر مذهب بدلايو آهي.“

”امامہ! منهنجين ڳالهين تي ايترو ناراض ٿيڻ جي ضرورت ڪونهي. ٿڌي دل ۽ دماغ سان........“

امامہ جويريہ جي ڳالهہ ڪاٽي ڇڏي ”مون کي ضرورت ڪونهي، تنهنجي ڪنهن ڳالهہ تي ٿڌي دل ۽ دماغ سان غور ڪرڻ جي، مون کي خبر آهي تہ حقيقت ڇا آهي ۽ ڇا ڪونهي.....“

”توکي ڪا خبر ڪونهي ۽ اها ئي افسوسناڪ ڳالهہ آهي.“ جويريہ چيو. امامہ جواب ۾ ڪجهہ چوڻ جي بجاءِ ان دفعي گهڻو زور لڳائي جهٽڪي سان پنهنجو هٿ ڇڏائي ورتو ۽ تڪڙيون وکون کڻندي اتان هلي وئي.

ان ڀيري جويريہ ان جي پٺيان وڃڻ جي ڪوشش نہ ڪئي. اها ڪجهہ افسوس ۽ پريشاني مان ان کي پري ويندو ڏسندي رهي. امامہ ايئن ناراض ڪو نہ ٿيندي هئي جيئن اها اڄ ٿي وئي هئي ۽ اها ئي ڳالهہ جويريہ کي پريشان ڪري رهي هئي.

# باب ٻيو

اهو سڀ ڪجهه اسڪول ۾ ٽيڻ واري هڪڙي واقعي سان شروع ٿيو هيو. امامه ان وقت ميٽرڪ جي شاگردياڻي هئي ۽ تحريم ان جي سڀني ساهيڙين مان هڪ هئي. اهي ڪيترن سالن کان گڏ هيون ۽ نه صرف هڪڙي ئي اسڪول ۾ پڙهنديون هيون بلڪ انهن جا ڪٽنب به هڪ ٻئي کي چڱيءَ طرح سڃاڻندا هيا. پنهنجين ساهيڙين (فرينڊز) مان امامه جي سڀني کان گهڻي دوستي تحريم ۽ جويريه سان هئي مگر ان کي حيرت ٿيندي هئي ته ايتري گهري دوستي هجڻ جي باوجود جويريه ۽ تحريم ان جي گهر اچڻ کان ڪترائينديون هيون. امامه هر سال پنهنجي سالگره تي انهن کي دعوت ڏيندي هئي ۽ اڪثر اها پنهنجي گهر ۾ ٿيڻ وارين ٻين تقريبات لاءِ به انهن کي دعوت ڏيندي هئي، اهي گهر مان اجازت نه ملڻ جو بهانو ٻڌائينديون هيون. ڪجهه دفعا امامه پاڻ انهن ٻنهي جي والدين سان اجازت ڏيڻ جي ڳالهه ڪئي، ليڪن ان جي بي تحاشا اصرار ڪرڻ جي باوجود انهن ٻنهي جا والدين انهن کي ان جي گهر وڃڻ جي اجازت ڪو نه ڏيندا هيا. انهن جي انهي رويي تي ڪجهه ڏڪاري ٿيندي ان پنهنجن والدين سان شڪايت ڪئي هئي.

"تنهنجون اهي ٻئي ساهيڙيون "سيداڻيون" آهن. اهي ماڻهو عام طور تي اسان جي فرقي کي پسند ڪو نه ڪندا آهن. انهيءَ ڪري انهن ٻنهي جا والدين انهن کي اسان جي گهر اچڻ ڪو نه ٿا ڏين."

هڪڙي دفعي ان جي ماءُ ان جي شڪايت ڪرڻ تي چيو.

"اها ڪهڙي ڳالهه تي..... اسان جي فرقي کي ڇو پسندڪو نه ٿا ڪن...." امامه کي ان جي ڳالهه تي عجب لڳو.

"هاڻي اهو ته اهي ئي ٻڌائي ٿا سگهن ته اهي اسان جي فرقي کي ڇو پسند ڪونه ٿا ڪن ..... اهي ته اسان کي غيرمسلم به چوندا آهن." ان جي ماءُ چيو.

"ڇو غيرمسلم چوندا آهن. اسان ته غيرمسلم ڪونه آهيون؟" امامه ڪجهه منجهندي چيو.

"ها، بلڪل. اسان مسلمان آهيون..... مگر اهي اسان جي نبي تي يقين ڪو نه ٿا رکن." ان جي ماءُ چيو.

"ڇو......؟"

"هاڻي انهي "ڇو" جو مان ڪهڙو جواب ٿي ڏئي سگهان. بس اهي يقين نه رکندا آهن. وڏا ڪٽر آهن. اها ته انهن کي قيامت جي ڏينهن خبر پوندي ته ڪير سڌي رستي تي هيو. اسان يا اهي....."

”مگر امان! مون سان تہ انهن ڪڏهن بہ مذهب جي باري ۾ ڪو نہ ڳالهايو آهي. پوءِ مذهب مسئلو ڪيئن ٿي ويو..... ان سان ڪهڙو فرق ٿو پوي، ان کان علاوه ٻئي ڪنهن جي گهر اچڻ وڃڻ سان ڇا ٿو ٿئي.“ امامہ هاڻي بہ منجهيل هئي.

”اها ڳالهہ انهن کي ڪير سمجهائي...... اهي اسان کي ڪوڙو سڏيندا آهن، حالانڪ خود انهن کي اسان جي باري ۾ ڪا ڄاڻ ڪونہ آهي.... بس مولوين جي چوڻ تي لڳي اسان جي پٺيان پئجي ٿا وڃن. انهن کي اسان جي باري ۾ ۽ اسان جي نبي جي باري ۾ ڪا ڄاڻ هجي تہ اهي ايئن نہ ڪن. شايد پوءِ انهن کي ڪجهہ شعور اچي وڃي ..... ۽ اهي بہ اسان وانگر هدايت جي واٽ تي اچي وڃن. تنهنجون ساهيڙيون جيڪڏهن تنهنجي گهر نٿيون اچن تہ توکي پريشان ٿيڻ جي ڪا ضرورت ڪو نهي. تون بہ انهن جي گهر نہ ويندي ڪر.“

”مگر امان! منهجي باري ۾ انهن جون غلط فهميون تہ ختم ٿيڻ گهرجن.“ امامہ هڪڙو دفعو وري چيو.

”تون اهو ڪم نٿي ڪري سگهين. انهن جا ماءُ پيءُ مسلسل اسان جي خلاف پنهنجن ٻارن جي ذهنن ۾ مختلف ڳالهيون ويهاريندا رهندا آهن. انهن جي دلين ۾ اسان جي خلاف زهر ڀريندا رهندا آهن.“

”نہ امان! اهي منهنجون بهترين ساهيڙيون آهن. انهن کي منهن جي باري ۾ ائين سوچڻ نہ گهرجي. مان انهن کي پنهنجا مذهبي ڪتاب پڙهڻ لاءِ ڏينديس، تہ جيئن انهن جي دل مان منهنجي باري ۾ اهي غلط فهميون دور ٿي سگهن، پوءِ ٿي سگهي ٿو تہ اهي اسان جي نبي کي بہ مڃي وڃن.“ امامہ چيو. ان جي ماءُ ڪجهہ سوچ ۾ پئجي وئي.

”توهان کي منهنجي تجويز پسند ڪو نہ آئي؟“

”ايئن ڪونهي..... تون ضرور انهن کي پنهنجا ڪتاب ڏي..... مگر اهڙي طريقي سان نہ جو انهن کي ايئن لڳي تہ تون پنهنجي فرقي جي پرچار ڪرڻ لاءِ انهن کي اهي ڪتاب ڏئي رهي آهين. تون انهن کي اهو چئي ڪتاب ڏجانءِ تہ تون گهرين ٿي تہ اهي اسان جي باري ۾ ڪجهہ ڄاڻ حاصل ڪن. اسان کي چڱي نموني سان سمجهي سگهن ۽ انهن کي اهو بہ چئجان تہ انهن ڪتابن جي باري ۾ پنهنجن گهر وارن سان ڳالهہ نہ ڪن...... ورنہ اهي وڏيڪ ناراض ٿي ويندا.“ امامہ ان جي ڳالهہ تي مٿو لوڏيو.

❊ ❊ ❊

ان کان ڪجهہ ڏينهن پوءِ امامہ اسڪول ۾ ڪجهہ ڪتاب کڻي وئي هئي. رسيس ۾ جڏهن اهي ميدان ۾ اچي ويٺيون تہ امامہ پاڻ سان اهي ڪتاب بہ کنيون آئي.

”مان تنهنجي ۽ جويريہ جي لاءِ ڪجهہ کڻي آئي آهيان.“

”ڇا آندو اٿئي، ڏيکار؟“ امامہ ٿيلهيءَ مان اهي ڪتاب ڪڍيا ۽ انهن کي ٻن حصن ۾ ورهائيندي انهن ٻنهي ڏانهن وڌايائين. اهي ٻئي انهن ڪتابن کي ڏسندي سڪتي ۾ اچي ويون. جويريہ امامہ کي ڪجهہ ڪو نہ چيو مگر تحريم هڪدم بگڙي وئي.

"هي ڇا آهي؟" ان رڪائيءَ سان پڇيو.
"هي ڪتاب مان توهان جي لاءِ آندا آهن." امامہ چيو.
"ڇو......؟"
"تہ جيئن توهان جون غلط فهميون دور ٿي سگهن."
"ڪهڙي قسم جون غلط فهميون؟"
"اهي غلط فهميون جيڪي توهان جي دل ۾ اسان جي فرقي جي باري ۾ آهن." امامہ چيو.
"توکي ڪنهن ٻڌايو تہ اسان کي توهان جي "مذهب" يا توهان جي نبي جي باري ۾ ڪجھ غلط فهميون آهن؟" تحريم وڏي سنجيدگيءَ سان پڇيو.
"مان پاڻ اندازو ڪري ٿي سگهان. صرف انهيءَ ڪري تہ توهان اسان جي گهر ڪونہ اينديون آهيو. توهان شايد اهو سمجهو ٿا تہ اسان مسلمان نہ آهيون يا اسان قرآن شريف ڪو نہ پڙهندا آهيون يا اسان محمد ﷺ کي پيغمبر نٿا مڃون. حالانڪ اهڙي ڪابہ ڳالهہ ڪونهي.... اسان انهن سڀني ڳالهين تي يقين رکندا آهيون. اسان تہ صرف اهو چوندا آهيون تہ محمد ﷺ کان پوءِ اسان جو هڪڙو امتي نبي آهي ۽ اهو بہ اهڙي طرح احترام جي قابل آهي، جهڙي طرح محمد ﷺ" امامہ وڏي سنجيدگيءَ سان وضاحت ڪندي چيو.
تحريم پنهنجي هٿ ۾ ورتل ڪتاب ان کي واپس پڪڙايا. "اسان کي توهان ۽ توهان جي مذهب جي باري ۾ ڪائي غلط فهمي ڪونهي..... اسان توهان جي مذهب جي باري ۾ ضرورت کان بہ وڌيڪ ڄاڻون ٿا. انهيءَ ڪري توکي ڪا بہ وضاحت پيش ڪرڻ جي ضرورت ڪونهي." ان گهٽي رکي نموني سان امامہ کي چيو "۽ جيستائين هنن ڪتابن جو تعلق آهي تہ مون وٽ ۽ جويريہ وٽ ايترو بيڪار وقت ڪونهي جو انهن بيوقوفاڻين دعوائن، خوش فهمين ۽ گمراهي جي ان ڍڳ تي ضايع ڪريون، جنهن کي تون پنهنجا مذهبي ڪتاب چئي رهي آهين." تحريم هڪڙي جهٽڪي سان جويريہ جي هٿ ۾ پڪڙيل ڪتاب کسي اهي بہ امامہ جي هٿ ۾ ڏنا. امامہ جو چهرو خواري ۽ شرمندگيءَ مان ڳاڙهو ٿي ويو. ان کي تحريم طرفان اهڙي تبصري جي اميد ڪونہ هئي، جيڪڏهن هجي ها تہ اها ڪڏهن بہ ان کي اهي ڪتاب ڏيڻ جي بيوقوفي ئي نہ ڪري ها.
"۽ جيستائين احترام جو تعلق آهي تہ ان نبي ۾ جنهن تي نبوت جو نزول ٿيندو آهي ۽ ان نبي ۾ جيڪو پاڻمرادو نبي هجڻ جي خوش فهمي ۾ مبتلا ٿي ويندو آهي، زمين ۽ آسمان جو فرق هوندو آهي. توهان کي جيڪڏهن قرآن شريف تي واقعي يقين هجي ها تہ توهان کي ان جي هڪڙي هڪڙي اکر تي يقين هجي ها. نبي هجڻ ۽ نبي بڻجڻ ۾ وڏو فرق هوندو آهي."
"تحريم! تون منهنجي ۽ منهنجي فرقي جي بي عزتي ڪري رهي آهين." امامہ اکين ۾ ير جندڙ لڙڪن سان چيو.
"مان ڪنهن جي بي عزتي ڪو نہ ڪري رهي آهيان، مان صرف حقيقت بيان

ڪري رهي آهيان. اها جيڪڏهن توکي بي عزتي لڳي ٿي تہ مان ان جي باري ۾ ڪجهہ نٿي ڪري سگهان...." تحريم بنا رک رڪاءَ جي چيو.

"روزو رکڻ ۾ ۽ بکيو گذارڻ ۾ وڏو فرق هوندو آهي. قرآن شريف پڙهڻ ۽ ان تي ايمان رکڻ ۾ بہ وڏو فرق هوندو آهي. ڪيترائي عيسائي ۽ هندو بہ اسلام جي باري ۾ ڄاڻ حاصل ڪرڻ لاءِ قرآن پاڪ پڙهندا آهن. تہ ڇا انهن کي مسلمان مڃيو ويندو آهي ۽ ڪيترائي مسلمان بہ ٻئي مذهب کي ڄاڻڻ لاءِ ٻيا الهامي ڪتاب پڙهندا آهن تہ ڇا اهي غيرمسلم ٿي ويندا آهن ۽ توهان جيڪڏهن حضور پاڪ ﷺ کي پيغمبر مڃو ٿا تہ ڪوئي احسان ڪو نہ ٿا ڪريو. توهان ان جي نبوت کان انڪار ڪندا تہ ڇا ڇا کان انڪار ڪندا. پوءِ انجيل کان بہ انڪار ڪرڻو پوندو جنهن ۾ حضور پاڪ ﷺ جي نبوت جي خوشخبري ڏنل آهي، پوءِ تہ توريت کان بہ انڪار ڪرڻو پوندو جنهن ۾ انهن جي نبوت جي ڳالهہ ٿيل آهي، پوءِ قرآن شريف کان بہ انڪار ڪرڻو پوندو جيڪو حضرت محمدﷺ کي آخري نبي قرار ڏئي ٿو ۽ سڀ کان وڏي ڳالهہ اها آهي تہ جيڪڏهن حضرت محمد مصطفيٰ ﷺ جي نبوت کان توهان جو نبي انڪار ڪري هاتہ اهو انهن مناظرن جو ڪهڙو جواز پيش ڪري ها جيڪي اهو نبوت جي دعويٰ ڪرڻ کان اڳ ڪيترائي سال عيسائي پادرين سان حضرت محمد ﷺ جي نبوت ۽ اسلام جو آخري دين هجڻ لاءِ ڪندو رهيو هيو. انهيءَ ڪري امامہ هاشم! تون انهن ڳالهين جي باري ۾ بحث ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪر جن جي باري ۾ توکي مورڳو خبرئي ڪو نهي. توکي نہ ان مذهب جي باري ۾ خبر آهي جنهن تي هلي رهي آهين ۽ نہ ان مذهب جي باري ۾ جنهن جي باري ۾ تون ڳالهائي رهي آهين." تحريم بي ڌڙڪ چئي ڇڏيو.

"۽ مان توکي هڪڙي ٻي ڳالهہ ٻڌائي ڇڏيان.... دين ۾ ڪا ئي زبردستي ڪو نہ ٿيندي آهي..... توهان حضرت محمد مصطفيٰﷺ جي نبوت جي آخري هجڻ کان انڪار ڪيو ٿا تہ اسان جي پيغمبر ﷺ کي ڪوئي فرق ڪو نہ ٿو پوي"

"مگر اسان محمد ﷺ جي نبوت تي يقين رکون ٿا." امامہ ان ڳالهہ تي زور ڏيندي چيو.

"تہ پوءِ اسان بہ انجيل تي يقين رکون ٿا. ان کي آسماني ڪتاب مڃون ٿا. حضرت عيسيٰ عليه السلام جي نبوت تي يقين رکون ٿا تہ ڇا اسان عيسائي آهيون.......؟ ۽ اسان تہ حضرت موسيٰ عليه السلام ۽ حضرت دائود عليه السلام جي نبوت تي بہ يقين رکون ٿا تہ پوءِ ڇا اسان يهودي آهيون؟" تحريم ڪجهہ ٽوڪ ڪرڻ واري انداز ۾ چيو. "ليڪن اسان جو دين اسلام آهي، ڇو تہ اسان حضرت محمد مصطفيٰ ﷺ جا پيروڪار آهيون ۽ اسان ٻين نبين تي يقين رکڻ جي باوجود نہ عيسائيت جو حصو آهيون نہ يهوديت جو. بلڪل ائين توهان جو نبي آهي، ڇو تہ توهان ان جا پيروڪار آهيو. باقي توهان تہ اسان کي بہ مسلمان نہ ٿا سمجهو. هاڻي تون اصرار ڪري رهي آهين تہ توهان اسلام جو هڪڙو فرقو آهيو..... جڏهن تہ توهان جي نبي ۽ ان کان پوءِ اچڻ وارن توهان جي جماعت جي سمورن اڳواڻن جي دعويٰ آهي تہ جيڪو مرزا جي نبوت تي يقين نٿو

رکي اهو مسلمان ئي ڪونهي..... تہ اسلام منجهان تہ توهان سمورن مسلمانن کي اڳ ئي خارج ڪري چڪا آهيو.....“

”ايئن ڪجھ بہ ڪونهي....مون ايئن ڪڏهن چيو آهي؟“ امام ڪجھ وچڙندڙ زبان سان چيو.

”تہ پوءِ تون انهيءَ معاملي تي پنهنجي والد صاحب سان گفتگو (ڊسڪس) ڪجانءِ ...... اهو توکي ان باري ۾ چڱي خاصي تازي معلومات ڏيندو ....... اهو توهان جي مذهب جو وڏو سرڪردو رهنما آهي .......“ تحريم چيو ”ءِ تون جيڪي اهي ڪتاب اسان کي ڏئي رهي آهين........ تو انهن کي پاڻ پڙهيو آهي...... ڪونہ پڙهيو هوندئي...... ورنہ توکي انهن سرڪرده رهنمائن جي باري ۾ خبر هجي ها.“

تحريم جي ان سموري گفتگو جي دوران جويريہ خاموش رهي هئي، اها صرف ٽيڏين اکين سان امام کي ڏسندي رهي هئي. ”الله تعاليٰ فرمائي ٿو تہ حضرت محمد ﷺ ان جو آخري نبي آهي ۽ منهنجا پيغمبر ﷺ ان تي شاهدي ڏين ٿا تہ پاڻ الله تعاليٰ جا آخري نبي آهن ۽ منهنجو ڪتاب (قرآن شريف) مون تائين اهي ئي ڳالهيون بلڪل صاف ۽ سڌي نموني پهچائي ٿو تہ پوءِ مون کي ڪنهن ٻئي ماڻهوءَ جي ثبوت ۽ اعلان جي ضرورت ڪونهي..... سمجهيئي.“

تحريم پنهنجي هڪ هڪ لفظ تي زور ڏيندي چيو.

”بهتر آهي تون پنهنجي مذهب کي يا منهنجي مذهب کي وچ ۾ آڻي بحث ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪر. ايترن سالن کان دوستي هلي رهي آهي، هلڻ ڏي......“

”جيستائين توهان جي گهر نہ اچڻ جو تعلق آهي تہ ها اهو بلڪل سچ آهي تہ منهنجي والدين کي منهنجو توهان جي گهر وڃڻ پسند ڪونهي. هتي اسڪول ۾ تو سان دوستي ۽ ڪچهري آهي، اسان جي گهڻن ماڻهن سان دوستي هوندي آهي ۽ دوستي ۾ عام طور تي مذهب رڪاوٽ ڪونہ ٿيندو آهي، ليڪن گهر ۾ اچڻ وڃڻ .... ڪجھ مختلف ڳالھ آهي ... انهن کي شايد منهنجي ڪنهن عيسائي يا يهودي يا هندو ساهيڙي جي گهر وڃڻ تي اعتراض نہ ٿئي، ليڪن توهان جي گهر وڃڻ تي آهي ....ڇو تہ اهي ماڻهو پنهنجي مذهب کي مڃين ٿا، اهي پاڻ کي مسلمان ڪونہ چورائيندا آهن. جنهن مذهب سان تعلق هوندو اٿن اهو ئي ٻڌائيندا آهن ۽ اها بہ حقيقت آهي تہ جيترو توهان کي ناپسند ڪيو وڃي ٿو ايترو انهن کي ڪونہ ٿو ڪيو وڃي، ڇو تہ توهان صرف دولت جي حصول ۽ سٺي مستقبل جي لاءِ اهو نئون مذهب اختيار ڪري اسان جي دين ۾ شامل ٿيڻ جي ڪوشش ڪري رهيا آهيو مگر عيسائي، هندو يا يهودي ايئن ڪونہ ڪندا آهن.“

امام بي اختيار ان کي ٽوڪيو ”تون ڪهڙي دولت جي ڳالھ ڪري رهي آهين.......؟ تون اسان جي خاندان کي سڃاڻين ٿي....... اسان شروع کان ئي وڏا امير آهيون. اسان کي انهي مذهب تي قائم رهڻ لاءِ ڪهڙي دولت ملي رهي آهي.“

”ها توهان هاڻي گهڻو خوشحال آهيو مگر شروع کان تہ ايئن ڪونہ هيا، توهان جو-

ڏاڏو مسلمان هو مگر غريب ماڻهو هيو. اهو ڪرِمت ڪندو هيو ۽ هڪڙو ننڍڙو هاري هيو. ربوه کان ڪجهه پنڌ تي ان کي ڪجهه زمين ٽڪرو هيو. پوءِ تنهنجي وڏي چاچي پنهنجي ڪنهن دوست جي معرفت اتي وڃڻ شروع ڪيو ۽ اهو مذهب اختيار ڪري ورتو ۽ هڪدم امير ٿي ويو. ڇو تہ ان کي اتان گهڻي دولت ملي. پوءِ آهستي آهستي تنهنجي والد ۽ تنهنجي ٻئي چاچي بہ پنهنجو مذهب تبديل ڪري ڇڏيو. پوءِ توهان جو خاندان هن ملڪ جي امير ترين خاندانن ۾ شمار ٿيڻ لڳو ۽ اهو ڪم ڪرڻ وارا توهان اڪيلا ڪونہ آهيو. زياده تر انهي طريقي سان ماڻهن کي انهي مذهب جو پيروڪار بڻايو پيو وڃي."

امامہ جذبات ۾ ايندي ان جي ڳالهہ کي ڪاٽيو "تون ڪوڙ ڳالهائي رهي آهين."

"توکي يقين نٿو اچي تہ تون پنهنجي گهر وارن کان معلوم ڪجانءِ تہ ايتري دولت انهن وٽ ڪيئن آئي...... ۽ هاڻي بہ ڪيئن اچي رهي آهي. تنهنجو والد انهي مذهب جي تبليغ ڪندو آهي. هر سال لکين ڊالر ايندا آهن. ان وٽ غير ملڪي جماعتن ۽ اين جي اوز طرفان......" تحريم ڪجهہ نفرت واري انداز ۾ چيو.

"اهو ڪوڙ آهي، سفيد ڪوڙ" امامہ بي اختيار چيو. "منهنجو بابا ڪنهن کان ڪائي پائي بہ ڪو نہ وٺندو آهي. اهو جيڪڏهن ان فرقي لاءِ ڪم ڪري ٿو تہ ڪهڙي غلط ڳالهہ آهي. ڇا ٻين فرقن لاءِ ڪم ڪونہ ٿيندو آهي، ٻين فرقن جا بہ تہ عالم هوندا آهن يا اهڙا ماڻهو جيڪي انهن جي مدد ڪندا آهن."

"ٻين فرقن کي يورپي جماعتن کان پئسا ڪو نہ ملندا آهن."

"منهنجي بابا کي ڪٿان بہ ڪجهہ ڪونہ ملندو آهي." امامہ هڪڙو ڀيرو وري چيو.

تحريم ان جي ڳالهہ جي جواب ۾ ڪجهہ ڪو نہ چيو. اها اٿي بيهي رهي.

امامہ ان کي ويندو ڏٺو پوءِ ڪنڌ ڦيري پنهنجي ڀرسان ويٺل جويريہ ڏانهن ڏٺو.

"ڇا تون بہ منهنجي باري ۾ اهو ئي سوچين ٿي؟"

"تحريم ڪاوڙ ۾ اچي توکي اهو سڀ ڪجهہ چيو آهي. تون ان جي ڳالهين کي دل ۾ غلط نہ سمجهہ." جويريہ ان کي دلاسو ڏيڻ جي ڪوشش ڪئي.

"تون انهن سيني ڳالهين کي ڇڏ...... اچ ڪلاس ۾ ٿا هلون. رسيس ختم ٿيڻ واري آهي." جويريہ چيو تہ اها اٿي بيٺي.

❊❊❊

ان ڏينهن اها گهر واپس اچي پنهنجي ڪمري ۾ واڙجي روئيندي رهي. تحريم جي ڳالهين واقعي ان کي گهڻو دلگير ۽ مايوس ڪري ڇڏيو هيو.

هاشم مبين احمد ان ڏينهن شام جو ئي آفيس مان گهر موٽي آيو هيو. واپس پهچڻ تي ان کي سلميٰ کان معلوم ٿيو تہ امامہ جي طبيعت خراب آهي. اهو ان جو حال احوال پڇڻ لاءِ ان جي ڪمري ۾ هليو آيو. امامہ جون اکيون سڄل هيون. هاشم مبين حيران ٿي ويو.

"امامہ ڪهڙي ڳالهہ آهي؟" ان امامہ جي ويجهو اچي پڇيو.

اها اٿي ويهي رهي ۽ ڪوئي بهانو ڪرڻ جي بجاءِ بي اختيار روئڻ لڳي. هاشم ڪجھ پريشان ٿي ان جي ويجھو بستري تي ويٺو.

"امامہ..... ڇا ٿيو؟"

"تحريم اڄ اسڪول ۾ مون سان گهڻي بدتميزي ڪئي آهي." ان روئيندي چيو.

هاشم مبين بي اختيار هڪڙو اطمينان جو ساهہ کنيو."توهان ۾ وري ڪو جهڳڙو ٿيو آهي؟"

"بابا! توهان کي خبر ڪونهي ان مون سان ڇا ڪيو آهي؟" امامہ پيءُ کي مطمئن ٿيندي ڏسي چيو.

"بابا! ان......." اها پيءُ کي تحريم سان ٿيل سموري گفتگو ٻڌائيندي وئي. هاشم مبين جي چهري جو رنگ بدلجي ويو.

"توکي ڪنهن چيو هيو تہ تون اسڪول ۾ اهي ڪتاب کڻي وڃ. انهن کي پڙهائڻ لاءِ؟" ان امامہ کي دڙڪا ڏيندي چيو.

"مان انهن جون غلط فهميون دور ڪرڻ ٿي گهريون." امامہ ڪجھ جهيڻي آواز ۾ چيو.

"توکي ضرورت ئي ڪهڙي هئي ڪنهن جون غلط فهميون دور ڪرڻ جي. اهي اسان جي گهر نٿيون اچن تہ نہ اچن. اسان کي خراب ٿيون سمجهن تہ سمجهنديون رهن، اسان کي ان سان ڪهڙو فرق ٿو پوي" هاشم مبين ان کي سمجهائيندي چيو.

"مگر هاڻي تنهنجي انهي حرڪت ڪري خبر نہ آهي اها ڇا سمجهندي، ڪنهن ڪنهن کي ٻڌائيندي تہ تو ان کي اهي ڪتاب ڏيڻ جي ڪوشش ڪئي. خود ان جا گهر وارا بہ ناراض ٿيندا. امام! هر ڪنهن کي اهو ٻڌائڻ نہ ڦرندو وتبو آهي تہ تون ڇا آهين. نہ ئي پنهنجي فرقي جي باري ۾ بحث ڪبو آهي. جيڪڏهن ڪوئي بحث ڪرڻ جي ڪوشش بہ ڪري تہ ها ۾ ها ملائي ڇڏجي ورنہ ماڻهو خواهہ مخواهہ فضول ڳالهيون ڪندا آهن ۽ غلط شڪ شبهن ۾ مبتلا ٿيندا رهندا آهن." ان کيس سمجهايو.

"مگر بابا! توهان بہ تہ ڪيترن ماڻهن کي تبليغ ڪندا آهيو؟" امامہ ڪجھ منجهيل نموني سان چيو. "پوءِ مون کي منع ڇو ٿا ڪريو؟"

"منهنجي ڳالھ ٻي آهي، مان صرف انهن ئي ماڻهن سان مذهب جي ڳالھ ڪندو آهيان جن سان منهنجي گهڻي حجت ٿي ويندي آهي ۽ جن جي باري ۾ مون کي اهو محسوس ٿئي تہ انهن تي منهنجي ترغيب ۽ تبليغ جو اثر ٿي سگهي ٿو. مان ٻن چئن ڏينهن جي ملاقات ۾ ڪنهن کي ڪتاب ڏيڻ شروع ڪونہ ٿي ويندو آهيان." هاشم مبين چيو.

"بابا! انهن سان منهنجي دوستي ٻن چئن ڏينهن جي ڪونهي. اسان ڪيترن سالن کان دوست آهيون." امامہ کي اعتراض ٿيو.

"ها مگر اهي ٻئي سيداڻيون آهن ۽ ٻنهي جا گهراڻا گهڻو مذهبي آهن. تو کي اها ڳالھ ذهن ۾ رکڻ کپندي هئي."

"مون تہ صرف انهن کي پنهنجي فرقي جي باري ۾ ٻڌائڻ جي ڪوشش ڪئي هئي تہ جيئن اهي اسان کي غير مسلم تہ نہ سمجهن." امامہ چيو.

”جيڪڏهن اهي اسان کي غيرمسلم سمجهن ٿا ته به اسان لاءِ ڪهڙو فرق ٿو پوي. اهي پاڻ غيرمسلم آهن.“ هاشم مبين وڏي عقيدت سان چيو. ”اهي ته پاڻ گمراهي جي رستي تي آهن.“

”بابا, اها چئي رهي هئي ته توهان کي غيرملڪي جماعتن کان پئسا ملندا آهن. اين جي اوز کان پئسا ملندا آهن ته جيئن توهان ماڻهن کي پنهنجي فرقي جو پيروڪار بڻايو.“

هاشم مبين نفرت مان ڪنڌ ڌوڻيو. ”مون کي صرف پنهنجي جماعت کان پئسا ملندا آهن, ۽ اها به اها رقم هوندي آهي جيڪا اسان جي برادري ملڪ ۾ ۽ ملڪ کان ٻاهر گڏ ڪندي آهي. اسان وٽ پنهنجي دولت جي ڪهڙي گهٽتائي آهي. اسان جون پنهنجون فيڪٽريون ڪونهن ڇا ۽ جيڪڏهن مون کي غيرملڪي جماعتن ۽ اين جي اوز کان پئسا ملن به ته مان وڏي خوشيءَ سان وٺندس, آخر ان ۾ ڪهڙي خرابي آهي. دين جي خدمت ڪري رهيو آهيان ۽ جيستائين پنهنجي مذهب جي مشهوري ۽ تبليغ جي ڳالهه آهي ته ان ۾ به ڪهڙي خرابي آهي, جيڪڏهن هن ملڪ ۾ عيسائيت جي تبليغ ٿي سگهي ٿي ته اسان جي فرقي جي ڇو نه. اسان ته هونئن به اسلام جو هڪڙو فرقو آهيون. ماڻهن کي هدايت جي واٽ تي آڻڻ جي ڪوشش ڪري رهيا آهيون.“ هاشم مبين وڏي تفصيل سان ٻڌايو.

”مگر تون ماڻهن سان انهي معاملي تي نه ڳالهائيندي ڪر. انهي بحث مباحثي جو ڪو ئي فائدو ڪو نه ٿيندو آهي. اڃا اسان اقليت ۾ آهيون جڏهن اڪثريت ۾ ٿي ويندا سين ته پوءِ اهڙا ماڻهو ايتري بيخوفي سان ايئن وڏي چڙهي ڳالهائي ڪونه سگهندا. پوءِ اهي ايئن اسان کي ذليل ڪرڻ کان ڊڄندا مگر في الحال اهڙن ماڻهن جي مُنهن نه لڳڻ گهرجي.“

”بابا! آئين ۾ اسان کي اقليت ۽ غير مسلم ڇو قرار ڏنو ويو آهي. جڏهن اسان اسلام جو هڪڙو فرقو آهيون ته پوءِ انهن اسان کي غيرمسلم ڇو قرار ڏنو آهي؟“ امامه کي تحريم جي چيل هڪڙي ٻي ڳالهه ياد آئي.

”اهو سڀ مولوين جو ڪارنامو آهي. پنهنجن پنهنجن مقصدن کي حاصل ڪرڻ لاءِ اهي سڀ اسان جي خلاف گڏ ٿي ويا هيا. اسان جو ڳاٽائو به زياده ٿي ويندو ته اسان به پنهنجي مرضي جا قانون ٺهرائيندا سين ۽ اهڙيون سيئي ترميمون آئين مان ڪڍي ڇڏيندا سين. هاشم مبين جوش مان چيو. ”۽ توکي ايئن بيوقوفن وانگر ڪمري ۾ بند ٿي روئڻ جي ضرورت ڪو نهي.“

هاشم مبين ان وٽان اٿندي چيو امامه ان کي اتان ويندو ڏسندي رهي.

تحريم سان اهو ان جي دوستي جو آخري ڏينهن هيو ۽ ان ۾ تحريم کان وڌيڪ خود ان جي رويي جو دخل هيو. اها تحريم جي ڳالهه مان ايتري حد تائين دل برداشته ٿي هئي جو هاڻي تحريم سان ٻيهر پهريان جهڙا تعلقات قائم رکڻ ان لاءِ مشڪل ٿي ويو هيو. خود تحريم به ان جي انهي خاموشيءَ کي اورانگهڻ يا ٽوڙڻ جي ڪوشش نه ڪئي.

هاشم مبين احمدي جماعت جي سرڪرده رهنمائن مان هڪ هيو. ان جو وڏو ڀاءُ اعظم مبين بہ جماعت جي اهم رهنمائن منجهان هڪ هيو. انهن جي پوري خاندان مان ڪجهہ ماڻهن کان سواءِ باقي سمورا ماڻهو گهڻا سال اڳ ان وقت قادياني ٿي ويا هيا جڏهن اعظم مبين ان ڪم جي شروعات ڪئي هئي. جن ماڻهن قادياني مذهب اختيار ڪونہ ڪيو هيو اهي باقي ماڻهن کان تعلقات ختم ڪري ويا هيا.

پنهنجي وڏي ڀاءُ اعظم مبين جي نقش قدم تي هلندي هاشم مبين بہ اهو مذهب اختيار ڪري ڇڏيو. اعظم مبين وانگر ان بہ پنهنجي نئين مذهب جي فروغ ۽ تبليغ جي لاءِ ڪم ڪرڻ شروع ڪري ڇڏيو. ڏهن پندرهن سالن ۾ اهي ٻئي ڀائر انهي تحريڪ جي سرڪرده رهنمائن ۾ شمار ٿيڻ لڳا. ان سبب انهن بي تحاشا دولت ڪمائي ۽ انهي دولت مان انهن سرمائيڪاري بہ ڪئي. مگر انهن جي آمدني جو وڏو ذريعو تحريڪ جي تبليغ جي لاءِ ملندڙ رقم ٿي هئي. انهن جو شمار اسلام آباد جي شاهوڪار ماڻهن ۾ ٿيندو هيو. بي تحاشا دولت هجڻ جي باوجود هاشم ۽ اعظم مبين جي گهر جو ماحول روايتي هيو. انهن جون عورتون باقاعده پردو ڪنديون هيون، مگر ان جو اهو مطلب ڪونہ هيو تہ انهن عورتن مٿان غير واجبي پابنديون يا ڪنهن قسم جي سختي ٿيل هئي.

امامہ بہ اهڙي قسم جي ماحول ۾ پلجي وڏي ٿي هئي. اها يقيناً انهن ماڻهن مان هئي جيڪي وات ۾ سونو چمچو وجهي پيدا ٿيندا آهن ۽ ان هاشم مبين کي ڪڏهن ڪنهن بہ قسم جي مالي مسئلن کي منهن ڏيندي ڪو نہ ڏٺو هيو. اهو ئي سبب هيو تہ ان لاءِ تحريم جي اها ڳالهہ ناقابل يقين هئي تہ ان جي خاندان دولت حاصل ڪرڻ لاءِ اهو مذهب اختيار ڪيو هو. غير ملڪي جماعتن ۽ ملڪ کان ٻاهران ملندڙ رقم جو الزام بہ ان لاءِ قابل قبول ڪو نہ هيو. ان کي انهيءَ ڳالهہ جي چڱي طرح خبر هئي تہ اها هڪڙي اهڙي طبقي سان تعلق رکي ٿي جنهن جو گهڻو وڏو ڪاروبار هيو ۽ توڙي جو اها ان ڳالهہ کان بہ خبروار هئي تہ هاشم مبين ان مذهب جي تبليغ ۽ مشهوري ڪندو آهي ۽ تحريڪ جي سرڪرده اڳواڻن مان هڪ آهي، مگر اها ڪا معمول جي خلاف ڳالهہ ڪو نہ هئي. اها شروع کان ئي ان سلسلي ۾ پنهنجي وڏي چاچي ۽ والد جي انهن سرگرمين کي ڏسندي آئي هئي. ان جي نظر ۾ اهو هڪڙو اهڙو ڪم هيو جيڪو اهي"اسلام" جي تبليغ ۽ مشهوري لاءِ ڪري رهيا هيا.

پنهنجن گهر وارن سان گڏجي اها ڪيترا ڀيرا مذهبي اجتماع ۾ بہ وئي هئي ۽ سرڪرده رهنمائن جي لنڊن مان سڌو سنئون سيٽلائيٽ ذريعي ڏنل خطبن کي بہ باقاعدگي سان ٻڌندي ۽ ڏسندي آئي هئي. تحريم سان ٿيڻ واري جهڳڙي کان پهريائين ڪڏهن ان پنهنجي مذهب جي باري ۾ غور ڪرڻ جي ڪوشش ڪو نہ ڪئي هئي. ان لاءِ سندس فرقو ايئن ئي هيو جيئن اسلام جو ڪو ٻيو فرقو.... ان جي ذهن ۾ بہ اها ڳالهہ ايئن ويهاري وئي هئي جو اها سمجهندي هئي تہ صرف اهي ئي سڌي وات تي هيا بلڪ اهي ئي بهشت ۾ ويندا.

توڙي جو گهر ۾ گهڻو اڳ ئي ان کي باقي پيئرن پائرن سان گڏ اها نصيحت ڪئي وئي هئي تہ اهي هروڀرو ماڻهن کي اهو نہ ٻڌائين تہ اهي اصل ۾ ڇا آهن. اسڪول ۾ تعليم دوران ئي ان کي اها خبر پئجي وئي هئي تہ 1974ع ۾ انهن کي پارليامينٽ هڪڙي غيرمسلم اقليت قرار ڏئي ڇڏيو هيو. اها اهو سمجهندي هئي تہ اهو مذهبي دٻاءُ ۾ اچي ڪيل هڪڙو سياسي فيصلو آهي. مگر تحريم سان ٿيڻ واري جهڳڙي ان کي پنهنجي مذهب جي باري ۾ غور ڪرڻ ۽ سوچڻ تي مجبور ڪري ڇڏيو هيو.

تحريم سان ٿيڻ واري جهڳڙي کان پوءِ هڪڙي تبديلي جيڪا ان ۾ آئي اها پنهنجي مذهب جو مطالعو ڪرڻ هيو. تبليغي مواد کان علاوه ۽ انهن ڪتابن کان علاوه جن کي انهي مذهب جا مڃيندڙ مقدس سمجهندا هيا, ان ٻين ڪيترن ڪتابن جو بہ مطالعو شروع ڪري ڇڏيو ۽ بنيادي طور تي ان زماني ۾ ئي ان جي مونجهہ جو آغاز ٿيو مگر ڪجهہ عرصو مطالعي کان پوءِ ان هڪڙو ڀيرو وري انهن مونجهن ۽ ٻي چينين کي پنهنجي ذهن مان ڪڍي ڇڏيو. ميٽرڪ کان هڪدم پوءِ اسجد سان ان جو مڱڻو ٿي ويو. اهو اعظم مبين جو پٽ هيو. اهو توڙي جو محبت جو مڱڻو ڪو نہ هيو مگر ان جي باوجود امامہ ۽ اسجد جي پسند ان رشتي جو سبب ٿي هئي. رشتو طئي ٿيڻ کان پوءِ اسجد جي لاءِ امامہ جي دل ۾ خاص جاءِ ٺهي وئي هئي.

پنهنجي پسند جي شخص سان مڱڻي کان پوءِ ان جو ٻيو هدف ميڊيڪل ڪاليج ۾ داخلا جو هيو ۽ ان کي ان باري ۾ گهڻو فڪر ڪونہ هيو. ان کي خبر هئي تہ ان جي پيءُ جي پهچ ايتري آهي جو جيڪڏهن اها اهليت (ميرٽ) تي داخلا نہ بہ وٺي سگهي تہ بہ اهو ان کي ميڊيڪل ڪاليج ۾ داخل ڪرائي ٿي سگهيو ۽ جيڪڏهن اهو بہ ممڪن نہ ٿئي ها تہ بہ اها ٻاهرين ملڪن ۾ وڃي ميڊيڪل جي تعليم حاصل ڪري ٿي سگهي.

❊❊❊

"تون گذريل ڪجهہ ڏينهن کان گهڻو پريشان آهين. ڪوئي مسئلو آهي؟" وسيم ان رات امامہ کان پڇيو. اها گذريل ڪجهہ ڏينهن کان گهڻو خاموش ۽ منجهيل منجهيل نظر اچي رهي هئي.

"نہ, اهڙي تہ ڪا ڳالهہ ڪونهي, تنهنجو وهم آهي." امامہ مرڪڻ جي ڪوشش ڪئي.

"خير وهم تہ ڪونهي, باقي ڪا نہ ڪا ڳالهہ آهي ضرور. تون ٻڌائڻ نٿي گهرين تہ ٻي ڳالهہ آهي." وسيم مٿو لوڏيندي چيو. اهو امامہ جي بستري تي ان کان وٿي تي ليٽيو پيو هيو ۽ اها پنهنجي نائيل ۾ رکيل ڪاغذ هيٺ مٿي ڪري رهي هئي. وسيم ڪجهہ دير ان جي جواب جو انتظار ڪندو رهيو پوءِ ان هڪڙو دفعو وري ان سان ڳالهايو.

"مون ٺيڪ چيو نہ, تون ٻڌائڻ نٿي گهرين؟"

"ها, مان في الحال ٻڌائڻ نٿي گهران." امامہ هڪڙو ڏکو ساهہ کڻي اعتراف ڪيو.

"ٻڌاءِ, ٿي سگهي ٿو مان تنهنجي مدد ڪري سگهان." وسيم ان کي ٽيڪر ڏني.

"وسيم! مان پاڻ توکي ٻڌائيندس مگر في الحال نہ ۽ جيڪڏهن مون کي مدد جي

ضرورت هوندي تہ مان پاڻ توکي چوندیس." ان پنهنجو فائيل بند ڪندي چيو.

"ٺيڪ آهي جيئن تنهنجي مرضي، مان تہ صرف تنهنجي مدد ڪرڻ ٿي گهري." اهو بستري تان اٿي ويو.

وسيم جو اندازو بلڪل ٺيڪ هيو. اها واقعي جويريہ سان ان ڏينهن ٿيڻ واري جهيڙي کان پوءِ پريشان هئي. توڙي جو جويريہ ٻئي ڏينهن تي ان سان معذرت ڪئي هئي مگر ان جي مونجهہ ۽ بي چيني ۾ ڪا گهٽتائي ڪو نہ آئي هئي. جويريہ جي ڳالهين ان کي گهڻو پريشان ڪري ڇڏيو هيو. ان کي ڏيڍ سال پهريان تحريم سان ٿيڻ وارو جهيڙو هڪڙو ڀيرو وري ياد اچڻ لڳو هيو ۽ ان سان گڏ ئي پنهنجي مذهب جي باري ۾ اٿندڙ سوال ۽ مونجهارا بہ جيڪي ان پنهنجي مذهب جو تفصيلي مطالعو ڪرڻ کان پوءِ پنهنجي ذهن ۾ محسوس ڪيا هيا. جويريہ چيو هيو "منهنجي زندگي جي سڀ کان وڏي خواهش اها آهي تہ ڪاش تون مسلمان هجين."

"مسلمان هجين؟" اها عجيب مشڪلات ۾ مبتلا ٿي وئي هئي. "ڇا مان مسلمان ڪو نہ آهيان؟ ڇا منهنجي بهترين دوست بہ مون کي مسلمان ڪو نہ ٿي مڃي؟ ڇا اهو سڀ ڪجهہ صرف ان پرچار جو سبب آهي، جيڪا اسان جي باري ۾ ڪئي ٿي وڃي؟ آخر اسان جي ئي باري ۾ اهو سڀ ڪجهہ ڇو ٿو چيو وڃي؟ ڇا اسان واقعي ڪو غلط ڪم ڪري رهيا آهيون؟ ڪنهن غلط عقيدي کي اختيار ڪري ويٺا آهيون؟ مگر اهو ڪيئن ٿو ٿي سگهي، آخر منهنجي گهر وارا ايئن ڇو ڪندا ۽ پوءِ اسان جي سموري برادري ايئن ڇو ڪندي؟

شايد انهن سوالن کان ڇوٽڪارو حاصل ڪرڻ جي هڪڙي ڪوشش هئي تہ هڪڙي هفتي کان پوءِ ان هڪڙي وڏي ديني عالم جو قرآن پاڪ جو تفسير خريد ڪيو. ان معلوم ڪرڻ ٿي گهريو تہ انهن جي باري ۾ ٻئي فرقي جو ڪهڙو موقف هيو. اها ان کان پهريان بہ قرآن شريف جو ترجمو پڙهندي رهي هئي، مگر ان ۾ گهٽ وڌائي ٿيل هئي. ان کي ان کان پهريان ان ڳالهہ جو يقين ڪونہ هيو تہ جيڪو قرآن شريف اهي پڙهندا آهن ان ۾ ڪجهہ جاين تي ڪجهہ تبديليون ڪيون ويون آهن، مگر ان مشهور ديني عالم جو تفسير پڙهڻ دوران ان کي انهن تبديلين جي باري ۾ خبر پئجي وئي. جيڪي انهن جي پنهنجي قرآن ۾ موجود هيون. ان هڪ کان پوءِ ٻئي مختلف فرقن جي ادارن طرفان شايع ڪيل قرآن شريف جي نسخن کي ڏٺو. انهن مان ڪنهن ۾ بہ اهي تبديليون ڪونہ هيون جيڪي خود انهن جي قرآن ۾ موجود هيون، جڏهن تہ مختلف فرقن جي تفسيرن ۾ گهڻو فرق هيو. اها جيئن جيئن پنهنجي مذهب ۽ اسلام جو تقابلي مطالعو ڪري رهي هئي، ان جي پريشاني ۾ اضافو ٿي رهيو هيو. هر تفسير ۾ پيغمبرِ اسلام حضرت محمد مصطفيٰ ﷺ کي آخري نبي ٻڌايو ويو هيو. ڪٿي بہ ڪنهن نائب يا امتي نبي جو ڪوئي ڍڪيل لفظن ۾ بہ اشارو ڪونہ ٿيل هيو. مسيح موعود جي حقيقت بہ ان جي سامهون اچي وئي هئي. پنهنجي مذهبي رهنما جي ڪوڙين اڳ ڪٿين ۾ ۽ حقيقت ۾

ٽيڻ وارن واقعن جو تضاد ان کي اجا بہ وڌيڪ چيڙ لڳو هيو. ان جي مذهبي رهنما نبوت جي دعوا ڪرڻ کان اڳ جنهن پيغمبر جي باري ۾ سڀ کان گهٽيي غيرمُهذب زبان استعمال ڪئي هئي، اهو خود حضرت عيسيٰ عليه السلام هيو ۽ بعد ۾ نبوت جون ڪوڙيون دعوائون ڪرڻ کان اڳ اهو بہ چيو هيو تہ حضرت عيسيٰ عليه السلام جو روح ان جي اندر داخل (حلول) ٿي ويو آهي ۽ جيڪڏهن ان دعويٰ جي سچائي کي مڃي بہ وٺجي ها تہ حضرت عيسيٰ عليه السلام پنهنجي هئي نزول کان پوءِ چاليهہ سالن تائين زنده رهي ها ۽ پوءِ جڏهن ان جو انتقال ٿئي ها تہ اسلام پوري دنيا تي غلبو حاصل ڪري چڪو هجي ها. مگر انهن جي رهنما جي مرڻ وقت پوري دنيا ۾ تہ اسلام جو غلبو هڪ طرف، خود هندوستان ۾ مسلمان آزادي جهڙي نعمت لاءِ ترسي رهيا هيا. امامہ کي پنهنجي مذهبي رهنما جي گفتگو جي ان انداز تي بہ عجب ٿي رهيو هيو جيڪو ان پنهنجن مختلف ڪتابن ۾ پنهنجن مخالفن يا ٻين نبين سڳورن لاءِ استعمال ڪيو هيو. ڇا ڪوئي نبي اهڙي نموني جي زبان استعمال ڪري ٿي سگهيو جنهن نموني جي نبوت جي دعويٰ ڪرڻ واري ان شخص ڪئي هئي.

گهٽو غير محسوس انداز ۾ ان جي دل پنهنجي مذهبي ادب ۽ مقدس ڪتابن کان کٽي ٿيڻ لڳي هئي. ڦهريان جهڙو يقينءِ اعتقاد تہ هڪ طرف ان کي مورڳو انهن جي صداقت تي شڪ ٿيڻ لڳو هيو. ان جويريہ سان اهو ذڪر ڪونہ ڪيو هيو تہ اها هاڻي پنهنجي مذهب کان هٽي ٻين ڪتابن کي پڙهڻ لڳي آهي. ان جي گهر ۾ بہ ڪنهن کي اهو اندازو ڪو نہ ٿيو تہ اها ڪهڙي قسم جا ڪتاب گهر ۾ آڻي پڙهي رهي هئي. ان انهن کي پنهنجي ڪمري ۾ گهٽي حفاظت سان لڪائي رکيو هيو. صرف هڪڙي ڏينهن ايئن ٿيو تہ وسيم ان جي ڪمري ۾ اچي ان جي ڪتابن مان ڪو ڪتاب ڳولڻ لڳو. وسيم جي هٿ سڀ کان پهريائين قرآن شريف جواهو تفسير لڳو هيو ۽ اهو ڇرڪ تہ سگهي ۾ اچي ويو هو.

"امامہ هي ڇا آهي؟" ان ڪنڌ ورائي عجب مان پڇيو. امامہ ڪنڌ کڻي ان کي ڏٺو ۽ وائڙي ٿي وئي.

"اهو...... اهو...... اهو قرآن شريف جو تفسير آهي." ان هڪدم پنهنجي زبان ۾ ٿيڻ واري هٻڪ کي قابو ڪندي چيو.

"مون کي خبر آهي مگر اهو هتي ڇا ڪري رهيو آهي؟ ڇا تون اهو خريد ڪري آئي آهين؟" وسيم وڏي سنجيدگي سان پڇيو.

"ها، مان اهو خريد ڪري آئي آهيان، مگر تون ايترو پريشان ڇو ٿي رهيو آهين؟"

"بابا کي خبر لڳي وئي تہ اهو ڪيڏي ڪاوڙ ڪندو تو کي اهو اندازو آهي؟"

"ها، مون کي اهو اندازو آهي، مگر مون کي اها ڪا ايتري اعتراض واري ڳالهہ ڪو نہ ٿي لڳي."

"آخر توکي هن ڪتاب جي ضرورت ڇو پئي؟" وسيم ڪتاب اتي ئي رکي ڇڏيو.

"چو تہ مان ڄاڻڻ ٿي گهران تہ ٻين عقيدن جا ماڻهو آخر قرآن شريف جو ڪهڙو تفسير ڪري رهيا آهن. اسان جي باري ۾، قرآن جي حوالي سان انهن جو نقطہ نظر ڪهڙو آهي" امامہ سنجيدگيءَ سان چيو.

وسيم اکيون چنڀڻ ڪانسواءِ ان کي ڏسندو رهيو.

"تنهنجو دماغ ٺيڪ آهي؟"

"منهنجو دماغ بلڪل ٺيڪ آهي." امامہ پرسڪون انداز ۾ چيو. "ڪهڙي خرابي آهي جيڪڏهن مان ٻين فرقن جي باري ۾ ڄاڻان ۽ انهن جا قرآن شريف جا تفسير پڙهان."

"اسان کي انهيءَ جي ضرورت ڪو نهي." وسيم ڪاوڙمان چيو.

"تو کي ضرورت نہ هوندي، مون کي ضرورت آهي." امامہ بي ڌڙڪ چيو."مان اکيون بند ڪري ڪنهن بہ شي تي يقين ڪرڻ جي قائل ڪو نہ آهيان." ان چٽن لفظن ۾ چيو.

"تہ هي تفسير پڙهي تنهنجا شڪ شبها دور ٿي ويا آهن؟" وسيم طنز ڪندي پڇيو.

امامہ ڪنڌ مٿي ڪٽي ان کي ڏٺو "پهريان مون کي پنهنجي اعتقاد جي باري ۾ شڪ ڪو نہ هيو. هاڻي آهي."

وسيم ان جي ڳالهہ تي جوش ۾ اچي ويو"ڏٺئي، اهڙن ڪتابن پڙهڻ سان اهو ٿي ٿيندو آهي. مان انهيءَ لاءِ توکي چئي رهيو آهيان تہ توکي اهڙن ڪتابن پڙهڻ جي ضرورت ڪونهي. اسان جي لاءِ اسان جا پنهنجا ڪتاب ڪافي آهن."

"مون ايترا تفسير ڏٺا آهن، قرآن شريف جا ڪيترائي ترجما پڙهيا آهن. حيرانيءَ جي ڳالهہ آهي وسيم! ڪٿي بہ اسان جي نبي جو ذڪر ڪونهي. هر تفسير ۾ احمد مان مراد محمد ﷺ کي ئي ورتو ويو آهي اسان جي نبي کي نہ ۽ جيڪڏهن ڪٿي اسان جي نبي جو ذڪر آهي بہ تہ نبوت جي هڪڙي ڪوڙي دعويدار طور." امامہ منجهيل انداز ۾ چيو.

"اهي ماڻهو اسان جي باري ۾ اهڙيون ڳالهيون نہ ڪندا تہ ٻيو ڪير ڪندو. اسان جي نبي جي نبوت کي مڃيندا تہ اسان جو ۽ انهن جو تہ اختلاف ئي ختم ٿي ويندو. اهي ڪڏهن بہ پنهنجن تفسيرن ۾ سچ شايع ڪو نہ ڪندا." وسيم رکائي سان چيو.

"۽ جيڪو اسان جو تفسير آهي، ڇا اسان ان ۾ سچ لکيو آهي؟"

"ڇا مطلب؟" وسيم ٻُڌتر ۾ اچي ويو.

"اسان جو نبي ٻين پيغمبرن جي باري ۾ غلط زبان ڇو استعمال ڪري ٿو؟"

"اهو انهن ماڻهن جي باري ۾ پنهنجي ڳالهہ ٿو ڪري جن ان تي ايمان ڪو نہ آندو." وسيم چيو.

"جيڪو ايمان نہ آڻي، ڇا ان کي گاريون ڏيڻ گهرجن؟"

"ها، ڪاوڙ جو اظهار تہ ڪنهن نہ ڪنهن صورت ۾ ٿيندو آهي." وسيم کلها لوڏيندي چيو.

"ڪاوڙ جو اظهار يا ٻي وسيءَ جو؟" امامہ جي جملي تي اهو هڪو ٻڪو ٿي ان کي ڏسڻ لڳو.

"جڏهن حضرت عيسيٰ عليه السلام تي ماڻهن ايمان ڪو نہ آندو تہ ان ماڻهن کي گاريون تہ ڪونہ ڏنيون. حضرت محمد ﷺ تي ماڻهن ايمان ڪونہ آندو تہ انهن بہ ڪڏهن ڪنهن کي گاريون ڪونہ ڏنيون. محمد ﷺ تہ انهن ماڻهن لاءِ بہ دعا ڪئي جن ان کي پٿر هنيا. جيڪا وحي قرآن شريف جي صورت ۾ حضرت محمد ﷺ تي نازل ٿي آهي ان ۾ ڪا بہ گار ڪونہ ٿي ملي ۽ جنهن مجموعي کي اسان جو نبي پاڻ تي نازل ٿيل صحيفو چوي ٿو اهو گارين سان ڀريل آهي."

"امامہ! هر انسان جو مزاج ٻئي کان مختلف ٿيندو آهي. هر ماڻهو الڳ طريقي سان ردعمل جو اظهار ڪندو آهي." وسيم تيزي سان چيو. امامہ قائل نہ ٿيڻ واري انداز ۾ ڪنڌ ڌوڻيو.

"مان هر انسان جي ڳالهہ ڪونہ ٿي ڪريان. مان نبي جي ڳالهہ ٿي ڪريان. جيڪو شخص پنهنجي ڪاوڙ کي قابو ۾ رکي نٿو سگهي، اهو نبوت جي دعويٰ ڪيئن ٿو ڪري سگهي. جنهن شخص جي زبان مان گاريون نڪرنديون هجن ان جي زبان مان حق ۽ صداقت جي ڳالهہ ڪيئن نڪري سگهي ٿي؟ وسيم! مون کي پنهنجي مذهب ۽ عقيدي جي باري ۾ مونجهارو آهي." اها هڪ گهڙي لاءِ خاموش ٿي "مون ايترن تفسيرن ۾ جيڪڏهن ڪنهن امتي نبي جو ذڪر پڙهيو آهي تہ اهي حضرت عيسيٰ عليه السلام آهن ۽ مان نٿي سمجهان تہ اسان جو نبي حضرت عيسيٰ عليه السلام يا مسيح موعود آهي.

نہ...... هي اهو ڪونہ آهي، جنهن جي اچڻ جي باري ۾ قرآن شريف ۾ ذڪر ٿيل آهي." هن دفعي ان پنهنجن لفظن جي خود ئي پُرزور ترديد ڪئي.

"تون هاڻي پنهنجي بڪواس بند ڪر تہ سٺو آهي." وسيم تکي لهجي ۾ چيو "تون ڪافي فضول ڳالهيون ڪري وئي آهين."

"فضول ڳالهيون؟" امامہ بي يقيني سان ان کي ڏٺو. "تون چوين ٿو تہ مان فضول ڳالهيون پئي ڪريان. مسجد اقصيٰ جيڪڏهن اسان جي شهر ۾ آهي تہ پوءِ جيڪا ايترن سوَن سالن کان فلسطين ۾ مسجد اقصيٰ آهي، اها ڇا آهي؟ هڪڙي نالي جون بہ مقدس جايون دنيا ۾ ٿاهي خدا تہ مسلمانن کي مونجهاري (ڪنفيوز) ۾ نٿو وجهي سگهي. مسلمانن کي ڇڏ، يهودي، عيسائي بلڪ سموري دنيا ان مسجد کي قبلو اول تسليم ڪري ٿي. جيڪڏهن ڪير نٿو ڪري تہ اسان نٿا ڪريون. اها عجيب ڳالهہ ڪو نهي؟"

"امامہ! مان انهن معاملن تي تو سان بحث نٿو ڪري سگهان. سٺو آهي تہ تون انهي مسئلي تي بابا سان گفتگو (ڊسڪس)ڪر." وسيم بيزار ٿيندي چيو. "باقي اهڙي قسم جا فضول بحث شروع ڪري تون غلطي ڪري رهي آهين. مان بابا کي تنهنجون اهي سموريون ڳالهيون ٻڌائي ڇڏيندس ۽ اهو بہ تہ تون اڄ ڪلهہ ڇا پڙهي رهي آهين." وسيم ويندي ويندي ڌمڪي ڏيڻ واري انداز ۾ چيو. اها ڪجهہ سوچي پريشان ٿي ڏندن ۾ پنهنجا چپ پڪوڙڻ لڳي. وسيم ڪجهہ دير تائين پنهنجي ڪاوڙ جو اظهار ڪري ڪمري مان ٻاهر هليو ويو. اها اٿي ڪمري ۾ هيڏي هوڏي اچڻ وڃڻ لڳي. اها هاشم مبين کان ڊڄندي هئي ۽ کيس پڪ هئي تہ وسيم ان سان انهي ڳالهہ جو ذڪر ضرور ڪندو. اها ان جي ردعمل کان ڊنل هئي.

❊❊❊

وسيم هاشم مبين کي امامہ سان ٿيڻ واري بحث جي باري ۾ ٻڌائي ڇڏيو هيو مگر ان ڪيترين اهڙين ڳالهين لڪائي ڇڏيون هيون. جن تي هاشم مبين جي جوش ۾ اچڻ جو امڪان هيو. ان جي باوجود هاشم مبين هڪو ٻڪو ٿي ويو هيو ايئن ڇڻ ان کي نانگ ڏنگي ويو هجي.

”اهو سڀ توکي امامہ چيو؟“ هڪڙي دگهي ماٺ کان پوءِ ان وسيم کان پڇيو. ان هائوڪار ۾ ڪنڌ لوڏيو.

”ان کي سڏي اچ.“ وسيم ڪجھ هٻڪندي ان جي ڪمري مان نڪري ويو. امامہ کي پاڻ سڏ ڪري اچڻ جي بجاءِ ان ملازم جي هٿان نياپو موڪليو ۽ پاڻ پنهنجي ڪمري ۾ هليو ويو. ان امامہ ۽ هاشم مبين جي گفتگو جي دوران موجود رهڻ نٿي گهريو.

هاشم مبين جي ڪمري جو دروازو ڪڙڪائي اها اندر داخل ٿي تہ ان وقت هاشم ۽ ان جي زال بلڪل خاموش ويٺا هيا. هاشم مبين ان کي جن نظرن سان ڏٺو هيو انهي ان جي جسم جي ڏڪڻي ۾ ڪجھ وڌيڪ اضافو ڪري ڇڏيو.

”بابا.....توهان .....مون کي.....سڏايو آهي.“ ڪوشش جي باوجود اها رواني سان ڳالهائي ڪو نہ سگهي.

”ها. مون سڏايو آهي. تو وسيم سان ڪهڙي بڪواس ڪئي آهي؟“ هاشم مبين بند ٻڌڻ کان سواءِ وڏي آواز سان ان کان پڇيو. اها پنهنجن چپن تي زبان ڦيرڻ لڳي. ”مان توکان ڇا پڇي رهيو آهيان؟“ ان هڪ دفعو وري رڙ ڪندي چيو ”شرم مان مرڻ کپي تو کي، خود گناهہ ٿي ڪرين ۽ پاڻ سان گڏ اسان کي بہ گناهگار ٿي بڻائين.“ امامہ جي اکين ۾ لڙڪ پرجي آيا. ”توکي پنهنجي اولاد چوندي مون کي شرم ٿو اچي. تون ڪهڙا ڪتاب وٺي آئي آهين؟“ اهو مشتعل ٿي ويو هيو. ”جتان اهي ڪتاب وٺي آئي آهين، سڀاڻي تائين اتي واپس ڪري اچ. ورنہ مان انهن کي ڪٽي ٻاهر اڇلي ڇڏيندس.“

”جي بابا!“ ان پنهنجا ڳوڙها اگهندي صرف ايترو چيو.

”۽ اچ کان پوءِ جيڪڏهن تو جويريہ سان ملڻ جلڻ جاري رکيو تہ مان تنهنجو ڪاليج وڃڻ ئي بند ڪري ڇڏيندس.“

”بابا..... جويريہ مون کي ڪجھ بہ ڪو نہ چيو آهي. ان کي تہ ڪا خبر ئي ڪو نهي.“ هن دفعي امامہ ڪجھ مضبوط آواز ۾ احتجاج ڪيو.

”تہ پوءِ ٻيو ڪير آهي، جيڪو تنهنجي دماغ ۾ اهو خناس ڀري رهيو آهي؟“ اهو رڙيون ڪرڻ لڳو.

”مان.....پاڻ..... ئي.....“ امامہ ڪجھ چوڻ جي ڪوشش ڪئي.

”تون آهين ڇا، پنهنجي عمر ڏس ۽ هلي آهين تون عقيدا جانچڻ، پنهنجي نبي جي نبوت کي پرکڻ.“ هاشم مبين جو پارو اجا وڌيڪ چڙهي ويو. ”پنهنجي پيءُ جي شڪل ڏس جنهن سڄي عمر تبليغ ۾ گذاري ڇڏي ڇا مان عقل جو انڌو آهيان يا تون مون کان وڌيڪ سياڻي آهين. جمعو جمعو اٺ ڏينهن ٿيا آهن توکي ڄائي ۽ هلي آهين پنهنجي

نبي جي نبوت کي ثابت ڪرڻ“ هاشم مبين هاڻي اٿي بيهي رهيو. ”تون وات ۾ سونو چمچو وجهي انهي نبي جي ڪري پيدا ٿي آهين، جنهن جي نبوت کي اڄ تون جانچڻ لڳي آهين. اهو نہ هجي ها تہ سڙڪ تي ڌڪا کائي رهيو هجي ها اسان جو سمورو خاندان ۽ تون ايڏي احسان فراموش ۽ بي ضمير ٿي وئي آهين جو جنهن ٿالهي ۾ کائين ٿي ان ۾ سوراخ ٿي ڪرين.“

هاشم مبين جي نڙي ڦاٽي رهي هئي. امامہ جي اکين مان وهڻ وارن ڳوڙهن جي رفتار ۾ اچا وڌيڪ اضافو ٿي ويو.

”بند ڪر اهو لکڻ پڙهڻ، تون گهر ويهي رهہ! اها تعليم حاصل ڪري رهي آهين جيڪا توکي گمراهي جي واٽ تي وٺي وڃي رهي آهي.“

ان جي اڳيئين جملي تي امامہ جو هوش اڏي ويو. ان جي وهم ۽ گمان ۾ بہ ڪو نہ هيو تہ اهو ان کي گهر ويهارڻ جي ڳالهہ ڪندو.

”بابا..... مان شرمندي آهيان (آءِ ايم سوري)“ ان جي هڪڙي جملي هن کي ڳوڙها ڪوڙڻ تي مجبور ڪري ڇڏيو هيو.

”مون کي تنهنجي ڪنهن بہ معذرت (ايخسڪيوز) جي ضرورت ڪونهي. بس چئي ڇڏيو آهي تہ گهر ويهہ. تہ گهر ويهي رهہ.“

”بابا... مان...... منهنجو..... منهنجو اهو مطلب تہ ڪو نہ هيو. خبر نہ آهي وسيم....... ان توهان سان ڪهڙيون ڳالهيون ڪيون آهن.“ ان جا ڳوڙها تيزيءَ سان وهڻ لڳا. ”پوءِ بہ مان توهان کي چوان ٿي تہ آئينده اهڙو ڪجهہ ڪو نہ پڙهنديس، نہ ئي اهڙي ڪا ڳالهہ ڪنديس، پلين بابا!“ ان منٿ ڪئي.

انهن ميڙمنٿن جو سلسلو اتي ختم ڪو نہ ٿيو هيو اينڊرڪيترن ڏينهن تائين اها هاشم مبين کان معافي گهرندي رهي ۽ پوءِ تقريباً هڪ هفتي بعد اهو نرم ٿيو هيو ۽ ان هن کي ڪاليج وڃڻ جي اجازت ڏني هئي، مگر ان هڪڙي هفتي ۾ اها پنهنجي پوري گهر وارن جي ٽڪ لعنت جو شڪار رهي هئي. هاشم مبين ان کي سخت تنبيهہ کان پوءِ ڪاليج وڃڻ جي اجازت ڏني هئي مگر هڪڙي هفتي جي دوران انهن جي رويي ان کي پنهنجي عقيدي کان اچا وڌيڪ نفرت ڪرائي ڇڏي هئي. ان انهن ڪتابن کي پڙهڻ جو سلسلو ختم ڪونہ ڪيو هيو. بس فرق اهو هيو تہ پهريائين اها اهي گهر کڻي ايندي هئي ۽ هاڻي اها اهي ڪاليج جي لئبريري ۾ پڙهي وٺندي هئي.

ٻارهين جماعت جي امتحان ۾ ڪامياب ٿيڻ کان پوءِ اهليت (ميرٽ) جي بنياد تي ان کي ميڊيڪيل ڪاليج ۾ داخلا ملي وئي هئي. جويريہ کي بہ ان ئي ڪاليج ۾ داخلا ملي هئي. انهن جي دوستي ۾ هاڻي پهريان کان وڌيڪ مضبوطي اچي وئي هئي ۽ ان جو بنيادي سبب امامہ جي ذهن ۾ اچڻ واري تبديلي هئي.



صبيحہ سان امامہ جي ملاقات اتفاقي طور ٿي هئي. جويريہ جي هڪڙي سوٽ صبيحہ

جي ڪلاسي هئي ۽ ان جي ئي ذريعي امامہ جي ان سان ڏيٺ ويٺ ٿي. اها هڪڙي مذهبي جماعت جي شاگرد جماعت سان وابستہ هئي ۽ هفتي ۾ هڪڙو ڀيرو اها ڪلاس روم ۾ اسلام جي باري ۾ ڪنهن نہ ڪنهن موضوع تي ليڪچر ڏيندي هئي. چاليهہ پنجاهہ جي لڳ ڀڳ ڇوڪريون ان جي ليڪچر ۾ حاضر ٿينديون هيون.

صبيحہ ان ڏينهن ان سان واقف ٿيڻ ڪان پوءِ ان کي بہ پنهنجي ليڪچر ٻڌڻ جي دعوت ڏني هئي. اهي چارئي اتي موجود هيون.

"مان تہ ضرور ايندس. گهٽ ۾ گهٽ منهنجي شرڪت جي باري ۾ توهان تسلي ڪيو." جويريہ صبيحہ جي دعوت جي جواب ۾ چيو.

"مان ڪوشش ڪندس. واعدو نٿي ڪري سگهان." رابعہ ڪجهہ ٿڪي ڪل سان مُرڪندي چيو.

"منهنجو اچڻ ڪجهہ مشڪل آهي. ڇو تہ ان ڏينهن مان ڪجهہ مصروف هوندس." زينب معذرت ڪندي چيو.

صبيحہ مرڪندي امامہ کي ڏسڻ لڳي. جيڪا اچا تائين ماٺ هئي. امامہ جو رنگ ڪجهہ اڏي ويو.

"۽ توهان؟ توهان ايندا؟" امامہ جون نظرون جويريہ سان ٽڪرايون جيڪا ان کي ئي ڏسي رهي هئي.

"بهرحال. توهان هن دفعي ڪهڙي موضوع تي ڳالهائيندا." ان ڪان اڳ جو امامہ ڪجهہ چوي ها. جويريہ صبيحہ جو توجهہ پاڻ ڏانهن ڇڪايو. شايد ان ائين ڄاڻي واڻي ڪيو هيو.

"هن دفعي اسراف (اجايو خرچ) جي باري ۾ ڳالهہ ٿيندي ان هڪڙي عادت جي ڪري اسان جو سماج ڪيترو تيزيءَ سان زوال پذير ٿي رهيو آهي ۽ ان جي سدباب لاءِ ڇا ڪري ٿو سگهجي. ان موضوع تي گفتگو ٿيندي" صبيحہ جويريہ کي تفصيل سان ٻڌايو.

"امامہ! توهان ڪونہ ٻڌايو. توهان اينديون؟"جويريہ سان ڳالهہ ڪندي ڪندي صبيحہ هڪڙو ڀيرو وري امامہ سان مخاطب ٿي. امامہ جو رنگ هڪڙو دفعو وري بدليو "مان.......مان.......ڏسنديس." ان هٻڪندي چيو.

"جيڪڏهن جويريہ سان گڏ توهان ٿئي بہ اينديون تہ مون کي گهڻي خوشي ٿيندي پنهنجي دين جي بنيادي تعليمات جي باري ۾ اسان کي روزانو نہ تہ ڪڏهن ڪڏهن ڪجهہ ڄاڻ حاصل ڪرڻ جي ڪوشش ڪرڻ کپي. صرف مان ئي ليڪچر ڪونہ ڏيندي آهيان. اسان جيترا بہ ماڻهو گڏ ٿيندا آهيون انهن مان ڪير بہ ان موضوع تي ڳالهائڻ لاءِ آزاد هوندو آهي. جنهن جي اسان چونڊ ڪئي هوندي آهي ۽ جيڪڏهن توهان مان بہ ڪير ڪنهن خاص موضوع جي حوالي سان ڳالهائڻ يا ڪجهہ ٻڌائڻ گهري تہ اسان ان جو بہ بندوبست ڪري ٿا سگهون." صبيحہ وڏي آرام سان ڳالهائي رهي هئي.

پوءِ ڪجهہ دير بعد جويريہ ۽ ان جي سوٽ سان گڏ انهن جي ڪمري مان ٻاهر هلي وئي.

وراڻدي ۾ صبيحہ جويريہ کي چيو "توهان گهٽ ۾ گهٽ امامہ کي تہ ساڻ وٺي اچو. مون کي لڳي ٿو تہ اها اچڻ ٿي گهري."

"ان جو عقيدو بلڪل الڳ آهي، اها ڪڏهن بہ اهڙين محفلن ۾ شرڪت ڪونہ ڪندي." جويريہ سنجيدگيءَ سان ان کي ٻڌايو. صبيحہ ڪجهہ حيران ٿي.

"توهان کي گهرجي تہ توهان ان کي اسلام جو مطالعو ڪرڻ جي دعوت ڏيو. ٿي سگهي ٿو اهڙي نموني سان اها صحيح ۽ غلط جو فرق ڪري سگهي." صبيحہ هلندي چيو.

"مان هڪڙو ڀيرو اهڙي ڪوشش ڪري چڪي آهيان. اها ڏاڍو ناراض ٿي وئي هئي مان نٿي گهران تہ اسان ٻنهي جي ايتري پراڻي دوستي ايئن ختم ٿي وڃي." جويريہ چيو.

"سٺا دوست اهي هوندا آهن جيڪي هڪٻئي کي گمراهي کان بچائين ۽ توهان تي بہ فرض آهي تہ توهان ايئن ئي ڪريو." صبيحہ چيو.

"اهو ٺيڪ آهي، مگر ڪير ڳالهہ ٻڌڻ لاءِ ئي تيار نہ هجي تہ؟"

"تڏهن بہ صحيح ڳالهہ چوندو رهڻ فرض آهي. ٿي سگهي ٿو ڪڏهن ٻيو توهان جي ڳالهہ تي غور ڪرڻ تي مجبور ٿي وڃي." صبيحہ پنهنجي جاءِ تي صحيح هئي. انهيءَ ڪري اها صرف مرڪڻ لڳي.



"تون ان جو ليڪچر ٻڌڻ ويندئين؟" صبيحہ جي وڃڻ کان پوءِ زينب رابعہ کان پڇيو.

"نہ، منهنجو ڪو ارادو ڪونهي. مان اهڙا ليڪچر هضم نٿي ڪري سگهان." رابعہ پنهنجا ڪتاب کڻندي لاپرواهيءَ مان چيو. امامہ، زينب ۽ جويريہ جي برخلاف اها ڪجهہ آزاد خيال هئي ۽ زياده مذهبي لاڙو بہ ڪو نہ رکندي هئي.

"البت مون صبيحہ جي گهڻي تعريف ٻڌي آهي." زينب رابعہ جي ڳالهہ جي جواب ۾ چيو.

"ضرور ٻڌي هوندئي، ڳالهائيندي تہ واقعي سٺو آهي ۽ مون تہ اهو بہ ٻڌو آهي تہ ان جو والد بہ ڪنهن مذهبي جماعت سان لاڳاپيل آهي. ظاهر آهي پوءِ اثر تہ ٿيندو." رابعہ پنهنجي معلومات ۾ اضافو ڪيو.

امامہ انهن کان ڪجهہ پرتي هڪڙي ڪنڊ ۾ پنهنجا ڪتاب کنيون بظاهر ويٺي انهن جو مطالعو ڪرڻ ۾ مصروف هئي، مگر انهن ٻنهي جي گفتگو بہ ان تائين پهچي رهي هئي. ان شڪر ادا ڪيو هيو تہ انهن ٻنهي ان کي انهي گفتگو ۾ ڇڪڻ جي ڪوشش ڪو نہ ڪئي.

ٽن ڏينهن کان پوءِ امامہ مقرر وقت تي انهن سان ڪو بهانو ڪري صبيحہ جو ليڪچر ٻڌڻ لاءِ هلي وئي هئي. رابعہ، جويريہ ۽ زينب تنهن انهي ليڪچر ۾ ڪو نہ ويون هيون. تنهن ڪري ان جو ارادو ٿي ويو. امامہ انهن کي اهو ڪو نہ ٻڌايو تہ اها صبيحہ جو ليڪچر ٻڌڻ جي رهي آهي.

صبيحہ امامہ کي ڏسي ڪجهہ حيران ٿي هئي.

"توهان کي هتي ڏسي مون کي ڏاڍي خوشي ٿي رهي آهي. مون کي توهان جي اچڻ جي اميد ڪونہ هئي." صبيحہ ان سان گرمجوشيءَ سان ملندي چيو.

اهو ڦيرڦارون قدم هيو جيڪو امامہ اسلام طرف کنيو هيو. انهي سموري عرصي دوران اسلام جي باري ۾ ايترا ڪتاب، تفسير ۽ ترجما پڙهي چڪي هئي جو هاڻي اها گهٽ ۾ گهٽ ڪنهن بہ شي ڪان اڻ واقف ۽ اڻڄاڻ ڪونہ هئي. اسراف جي باري ۾ اها اسلامي ۽ قرآني تعليمات ۽ حڪمن ڪان بہ چڱي طرح واقف هئي، مگر ان جي باوجود صبيحہ جي دعوت کي رد ڪرڻ جي بجاءِ قبول ڪرڻ ۾ ان جي نظر ۾ صرف هڪڙي شي هئي. اها پنهنجي مذهب کان اسلام تائين اهو مفاصلو طئي ڪرڻ گهري رهي هئي، جيڪو ان کي گهڻو مشڪل لڳي رهيو هيو.

پوءِ اهو صرف ڦيرڦارون ۽ آخري ليڪچر ڪو نہ هيو. هڪ ڪان پوءِ ٻيو اها ان جي هر ليڪچر ۾ شامل ٿيندي رهي اهي ڳالهيون جيڪي اها ڪتابن ۾ پڙهندي رهي هئي، ان جي زباني ٻڌي اثر ڪرڻ واريون ٿي ويندڀون هيون. صبيحہ سان ان جي عقيدت ۾ اضافو ٿيندو پئي ويو. صبيحہ ان کي اهو ڪونہ ٻڌايو هيو تہ اها ان جي عقيدي جي باري ۾ ڄاڻي ٿي مگر امامہ کي ان وٽ ايندي بہ مهينا ٿيا هيا جڏهن صبيحہ ختم نبوت جي موضوع تي ليڪچر ڏنو.

”قرآن شريف اهو ڪتاب آهي جيڪو حضرت محمد ﷺ تي نازل ٿيو.“ صبيحہ پنهنجي ليڪچر جي شروعات ڪئي ”۽ قرآن پاڪ ۾ ئي الله تعاليٰ نبوت جو سلسلو حضرت محمد ﷺ تي ختم ڪري ٿو ڇڏي اهو ڪنهن ٻئي نبي جي گنجائش باقي ڪونہ ٿو رکي. جيڪڏهن ڪنهن ٻئي نبي يعني حضرت عيسيٰ عليہ السلام جي ٻيهر نازل ٿيڻ جو ذڪر آهي تہ اهو بہ هڪڙي نئين نبي جي شڪل ۾ نہ آهي بلڪ هڪڙي اهڙي نبي جو ٻيهر نازل ٿيڻ آهي جنهن تي نبوت حضرت محمد ﷺ کان گهڻو اڳ نازل ڪئي وئي هئي ۽ جنهن جو ٻيهر نازل ٿيڻ ان جي پنهنجي امت جي لاءِ نہ بلڪ حضرت محمد ﷺ جي امت لاءِ ئي هوندو ۽ آخري نبي حضرت محمد ﷺ ئي رهندا. ڪنهن بہ اچڻ واري دور ۾ يا ڪنهن بہ گذري ويل دور ۾ اهو رتبو ۽ فضيلت ڪنهن ٻئي کي ڪو نہ ڏنا ويا آهن. ڇا اهو ممڪن آهي تہ الله تعاليٰ هڪڙي پيغمبر کي اهو رتبو ۽ درجو عطا ڪري ها ۽ پوءِ ان کي ان کان کسي ڪنهن ٻئي شخص کي ڏئي ڇڏي. قرآن شريف ۾ الله تعاليٰ فرمائي ٿو:

”ڳالهہ ۾ الله تعاليٰ ڪان وڌيڪ سچو ڪير آهي.“

”تہ ڇا اهو ممڪن آهي تہ اهو پنهنجي ڳالهہ کي خود ئي رد ڪري ڇڏي ۽ پوءِ جيڪڏهن الله تعاليٰ جي انهي ڳالهہ جي شاهدي حضرت محمد ﷺ خود ڏين ٿا تہ ها اهي الله تعاليٰ جا آخري رسول (ﷺ) آهن ۽ ان کان پوءِ ٻيهر ڪو نبي ڪونہ ايندو تہ پوءِ ڇا اسان جي لاءِ ڪنهن طريقي سان اهو جائز ۽ مناسب آهي تہ اسان ڪنهن ٻئي شخص جي نبوت جي دعوي تي غور بہ ڪريون؟ انسان الله تعاليٰ جي مخلوقات مان اها واحد مخلوق آهي جنهن کي عقل جهڙي نعمت سان نوازيو ويو ۽ اها اهڙي مخلوق آهي جيڪا ان عقل کي استعمال ڪري سوچڻ تي اچي تہ خود الله تعاليٰ جي وجود جي لاءِ ثبوت جي ڳولا شروع ڪري ٿي ڇڏي، پوءِ انهي سلسلي کي ايتري تائين محدود نٿي رکي

بلڪ ان کي پيغمبرن جي ذات تائين ڏکيو ڪري ٿي ڇڏي. پهريان ڪان موجود پيغمبرن جي نبوت جي باري ۾ سوال ٿي ڪري، پوءِ انهن کي پيغمبر مڃي ٿي وڃي ۽ ان کا پوءِ قرآن شريف جي واضح حڪمن جي باوجود زمين تي وڌيڪ پيغمبرن جي ڳولا شروع ڪري ٿي ڇڏي ۽ ان تلاش ۾ اها ڳالهه وساري ٿي ڇڏي تہ نبي نهندو نہ هيو مقرر ڪيو ويندو هيو ان کي مبعوث (نبوت عطا) ڪيو ويندو هيو ۽ اسان انساني ارتقا (اووليوشن) جي انهن آخري ڏهاڪن ۾ رهون ٿا جتي وڌيڪ نبين جي آمد جي سلسلي کي انهيءَ ڪري ختم ڪيو ويو ڇو تہ انسان جي لاءِ هڪڙي دين ۽ هڪڙي نبي جو انتخاب ٿي ويو.

هاڻي ڪنهن نئين عقيدي جي ضرورت ڪو نہ آهي، بلڪ صرف تقليد (پوئواري) جي آهي، صرف تقليد يعني عمل (پرئڪٽس)..... ان هڪڙي، آخري ۽ مڪمل دين جي جنهن کي اسلام جي پيغمبر حضرت محمد ﷺ تي ختم ڪيو ويو. هاڻي هر اهو شخص خساري ۾ رهندو جيڪو دين جي رسي کي مضبوطيءَ سان جهلڻ جي بجاءِ تفرقي جي واٽ اختيار ڪندو. جيڪڏهن اسان جي اعليٰ تعليم ۽ اسان جو شعور اسان کي دين جي باري ۾ صحيح ۽ غلط جي تميز بہ نٿا ڏئي سگهن تہ پوءِ اسان ۾ ۽ جانور ۾ ڪو فرق ڪو نہ آهي، جيڪو ان ڳالهه جي پرواهہ ڪرڻ کان سواءِ تہ ان جو وڳر ڪٿي آهي سائي ۽ تازي گاهہ جي هڪڙي مُٺ جي پٺيان ڪٿي بہ وڃي ٿو سگهي.“

چاليهن منٽن جي انهي ليڪچر ۾ صبيحہ ڪنهن بہ غلط عقيدي يا فرقي جو ذڪر ئي ڪو نہ ڪيو هيو. ان جيڪو ڪجهہ چيو هيو ڪنهن تي آڱر کڻڻ کان سواءِ چيو هيو. صرف هڪڙي ڳالهہ سڌي چئي هئي ۽ اها حضرت محمد ﷺ جي ختم نبوت جو اقرار هيو. ”الله تعاليٰ جا آخري پيغمبر حضرت محمد ﷺ جن هيا جن چوڏهن سَوَ سال اڳ مديني ۾ وفات ڪئي. چوڏهن سَوَ سال پهريان ڪان مسلمان هڪڙي امت جي حيثيت ۾ ان هڪڙي شخص جي پاڇي هيٺ بيٺا آهن. چوڏهن سَوَ سالن ڪان پوءِ بہ اسان جي لاءِ اهي آخري نبي (ﷺ) آهن. جنهن ڪان پوءِ ڪوئي بيو نبي نہ موڪليو ويو نہ موڪليو ويندو ۽ هر اهو ماڻهو جيڪو ڪنهن بہ شخص ۾ ڪنهن بہ نبي جو عڪس تلاش ڪرڻ جي ڪوشش ڪري ٿو ان کي هڪڙو پيرو پنهنجي ايمان جو نئين سر جائزو وٺڻ گهرجي. شايد اها ڪوشش ان کي ان عذاب کان بچائي جنهن ۾ اهو پنهنجو پاڻ کي ڦاسائڻ جي ڪوشش ڪري رهيو آهي.“

امامہ هر ليڪچر کان پوءِ صبيحہ کان موڪلائي ويندي هئي. ان ليڪچر کان پوءِ اها صبيحہ سان ڪو نہ ملي. هڪڙي گهڙي بہ اتي ترسڻ کان سواءِ اها اتان هلي آئي. عجيب ذهني انتشار ۾ مبتلا ٿي اها ڪاليج مان ٻاهر نڪري پيادل هلندي رهي. ڪيتري دير تائين پيادل هلندي رهي ۽ ان ڪيترا رستا پار ڪيا. ان کي اندازو ڪو نہ ٿيو. ڪنهن معمول وانگر هلندي اها رستي کان هٽي نهر جي ڪناري تي نهيل هڪڙي بينچ تي وڃي ويهي رهي. سج لهڻ وارو هيو ۽ مٿي سڙڪ تي گاڏين جي گوڙ ۾ اضافو ٿي ويو هيو. اها ماٺ ميٺ ۾ ويٺي نهر جي وهندڙ پاڻي کي ڏسندي رهي.

هڪڙي ڏگهي خاموشيءَ کان پوءِ ان پڻ پڻ ڪندي پاڻ کان پڇيو:

"آخر مان پاڻ سان ڪري ڇا رهي آهيان؟ ڇو پنهنجو پاڻ کي مونجهاري ۾ وجهي رهي آهيان؟ آخر ڪهڙي يقين جي ڳولا ۾ آهيان ۽ ڇو؟ مان انهي سڀ لاءِ تہ لاهور ڪونہ آئي آهيان. مان تہ هتي ڊاڪٽرياڻي ٿيڻ آئي آهيان. مون کي اکين جي ماهر ڊاڪٽرياڻي (آءِ اسپيشلسٽ) ٿيڻو آهي. پيغمبر...... پيغمبر...... پيغمبر..... منهنجي لاءِ هر شي اتي ختم ڇو ٿي ٿي وڃي."

ان پنهنجن ٻنهي هٿن سان پنهنجو چهرو لڪايو.

"مون کي انهي سڀ کان نجات حاصل ڪرڻي آهي. مان اهڙي حالت ۾ پنهنجي پڙهائيءَ تي ڪڏهن بہ ڌيان ڏئي ڪو نہ سگهنديس. مذهب ۽ عقيدو منهنجو مسئلو نہ هجڻ گهرجي. صحيح يا غلط جيڪو منهنجي وڏن ڏنو اهو ئي ٺيڪ آهي. مان هاڻي صبيحہ ڏانهن ڪونہ وينديس. مان مذهب يا پيغمبر جي باري ۾ ڪڏهن سوچينديس بہ ڪونہ." اتي ويٺي ويٺي ان طئي ڪيو هيو.

رات جو ائين بجي اها واپس آئي تہ جويريہ ۽ رابعہ ڪجهہ فڪرمند هيون.

"بس ايئن ئي مارڪيٽ هلي وئي هيس." ان ڪوماڻل چهري سان انهن کي ٻڌايو.

*** 

"اڙي امامہ! تون تہ ڪافي عرصي کان پوءِ آئي آهين. آخر تو اچڻ ڇو ڇڏي ڏنو." اهو گهڻن ڏينهن کان پوءِ هڪڙو پيرو وري صبيحہ وٽ پهچي وئي هئي. صبيحہ جو ليڪچر شروع ٿيڻ وارو هيو.

"مون کي توهان سان ڪجهہ ڳالهيون ڪرڻيون آهن. توهان پنهنجو ليڪچر ڏيو مان ٻاهر ويهي توهان جو انتظار ٿي ڪريان." امامہ ان جي ڳالهہ جو جواب ڏيڻ جي بجاءِ ان کي چيو.

ٺيڪ پنجيتاليهہ منٽن کان پوءِ جڏهن صبيحہ پنهنجو ليڪچر ختم ڪري ٻاهر نڪتي تہ ان امامہ کي ٻاهر ورانڊي ۾ هلندي ڦرندي ڏٺو. اها صبيحہ سان گڏجي ٻيهر ان ڪمري ۾ اچي ويٺي جيڪو هاڻي خالي هيو. صبيحہ خاموشي سان ان جي طرفان ڳالهہ شروع ڪرڻ جو انتظار ڪندي رهي.

امامہ ڪجهہ گهڙيون ڪنهن سوچ ۾ ٻڏي ويٺي رهي، پوءِ ان صبيحہ کي چيو.

"توهان کي خبر آهي مان ڪهڙي مذهب جي آهيان؟"

"ها، مون کي خبر آهي. جويريہ مون کي ٻڌايو هيو." صبيحہ پرسڪون انداز ۾ چيو.

"مان توهان کي ٻڌائي نٿي سگهان تہ مان ڪيتري دلبرداشتہ (فرسٽرٽيڊ) آهيان. منهنجي دل گهري ٿي تہ مان دنيا ڇڏي ڪيڏانهن ڀڄي وڃان." ان ڪجهہ دير کان پو صبيحہ کي ٻڌائڻ شروع ڪيو. "مان..... مان....." ان ٻنهي هٿن سان پنهنجو مٿو پڪڙيو. "مون کي خبر آهي تہ ....." ان هڪڙو دفعو وري پنهنجي ڳالهہ اڌوري ڇڏي، پو خاموشي. "مگر مان پنهنجو مذهب نٿي ڇڏي سگهان. مان تباهہ ٿي وينديس. منهنجا ما

پيءُ مون کي ماري ڇڏيندا. منهنجي پڙهائيءَ جو مقصد، منهنجا خواب، سڀ ڪجهه ختم ٿي ويندو. مون تہ مورڳو ان مذهب جي عبادت ڪرڻ ئي ڇڏي ڏني آهي، مگر پوءِ بہ خبر نہ آهي ڇو مون کي سڪون ڪو نہ ٿو ملي. توهان منهنجي حالت کي سمجهو. مون کي لڳي ٿو اهو سڀ ڪجهہ غلط آهي ۽ صحيح ڇا آهي، مون کي ڪا خبر ڪو نہ آهي.“

”امامہ! تون اسلام قبول ڪر.“ صبيحہ ان جي ڳالهہ جي جواب ۾ صرف هڪڙو جملو چيو.

”اهو مان نٿي ڪري سگهان، مان توهان کي ٻڌائي رهي آهيان، مان ڪيترن مسئلن جو شڪار ٿي وينديس.“

”تہ پوءِ تون مون وٽ ڇا جي لاءِ آئي آهين؟“ صبيحہ ان ئي پرسڪون انداز ۾ چيو. اها هن جو منهن تڪڻ لڳي پوءِ ان بيوسيءَ مان چيو.

”خبر نہ آهي تہ مان توهان وٽ ڇا جي لاءِ آئي آهيان؟“

”تون صرف اهو هڪڙو ئي جملو ٻڌڻ جي لاءِ آئي آهين جيڪو مون تو کي چيو آهي. مان توکي ڪوبہ دليل ڪونہ ڏينديس، ڇو تہ توکي ڪنهن سوال جي جواب جي ڳولا ڪونہ آهي. هر سوال جو جواب تنهنجي اندر موجود آهي. تون سڀ ڪجهہ ڄاڻين ٿي، بس تو کي اقرار ڪرڻو آهي. ايئن ئي آهي، نہ.“

امامہ جي اکين ۾ ڳوڙها پرجي آيا. ”مون کي لڳي رهيو آهي منهنجا پير زمين تان اکڙي ويا آهن. مان جڻ خلا ۾ سفر ڪري رهي آهيان.“ ان پريل آواز ۾ چيو.

صبيحہ ان جي ڳالهہ جو جواب ڪو نہ ڏنو. اها بسم الله پڙهي رهي هئي. امامہ پنل اکين سان ان جو چهرو ڏسڻ لڳي.

”صبيحہ! ڪٿي ڪجهہ بہ نظر ڪو نہ ٿو اچي. ڪجهہ بہ نظر نٿو اچي.“ ان پنهنجي هٿ جي پٺيءَ سان ڳوڙها اگهيا.

”لا الہ الاالله“ صبيحہ جا چپ آهستي آهستي چرڻ لڳا. امامہ ٻنهي هٿن سان چهرو ڍڪي ٻارن وانگر سڏڪا ڀري روئڻ لڳي ۽ اها روئيندي صبيحہ جي پٺيان ڪلمي جا لفظ دهرائي رهي هئي. ”محمد رسول الله“ امامہ آخري لفظ دهرايا. ان جو آواز ڳورو ٿي ويو.

امامہ کي سمجهہ ۾ ڪونہ ٿي آيو تہ ان کي ايترو روئڻ ڇو اچي رهيو آهي. ان کي ڪو ئي پڇتاءُ، ڪو ئي افسوس ڪو نہ هيو مگر پوءِ بہ ان لاءِ پنهنجن ڳوڙهن تي قابو پائڻ مشڪل ٿي رهيو هيو. گهڻي دير تائين روئڻ کان پوءِ ان جڏهن مٿو مٿي ڪيو تہ صبيحہ ان جي پرسان ئي ويٺي هئي. امامہ ڀڳل ڇهري سان ان کي ڏسي مرڪي ڏنو.

❊ ❊ ❊

رابعہ ۽ جويريہ هڪ ٻئي جو مُنهن تڪي رهيون هيون ۽ امامہ پنهنجي پير جي آڱوٺي سان فرش کي رڳڙيندي ڪنهن سوچ ۾ ٻڏل هئي.

”توکي اهو سڀ ڪجهہ اسان کي پهريان ئي ٻڌائي ڇڏڻ کپندو هيو.“ جويريہ هڪڙي ڊگهي وقفي کان پوءِ ان خاموشيءَ کي ٽوڙيو. امامہ ڪنڌ کڻي ان کي ڏٺو ۽ پرسڪون انداز ۾ چيو.

"ان سان ڇا ٿئي ها؟"

"گهٽ ۾ گهٽ اسان تنهنجي باري ۾ ڪنهن غلط فهمي جو شڪار ته ڪو نه ٿيون ها ۽ اسان هئي تنهنجي مدد ڪري ٿي سگهيونسين."

امامہ مٿو ڌوڻيندي عجيب نموني سان مرڪي. "ان سان ڪو خاص فرق ڪو نه ٿو پوي"

"امامہ! مون کي ته گهڻي خوشي آهي ته تو هڪڙي صحيح واٽ جي چونڊ ڪئي آهي. دير سان سهي مگر تون غلط رستي تان هٽي وئي آهين." جويريہ ان جي پرسان ويهندي نرم لهجي ۾ چيو "تون اندازو نٿي ڪري سگهين ته مان هن وقت پنهنجي دل ۾ تنهنجي لاءِ ڇا محسوس ڪري رهي آهيان." امامہ چپ چاپ ان کي ڏسندي رهي.

"توکي جيڪڏهن اسان ٻنهي جي طرفان ڪڏهن به مدد جي ضرورت هجي ته عار نہ ڪجانءِ، تنهنجي مدد ڪري اسان کي خوشي ٿيندي"

"مون کي واقعي توهان جي مدد جي گهڻي ضرورت آهي، تمام گهڻي ضرورت آهي." امامہ چيو.

"منهنجي ڪري جيڪڏهن تو پنهنجي مذهب جي اصليت پرکي ان کي ڇڏي ڏنو آهي ته....." جويريہ چئي رهي هئي.

امامہ ان جو چهرو ڏسڻ لڳي. "تنهن جي ڪري؟" ان جويريہ جو چهرو ڏسندي سوچيو. ان جو ذهن ان کي ڪٿي هئي هنڌ وٺي وڃي رهيو هيو.

ڌنڌ ۾ هاٺي هڪڙو هيو چهرو ابري رهيو هيو. اها ان کي ڏسندي رهي، اهو چهرو آهستي آهستي چٽو ٿي رهيو هيو پاٺي منجهان ابرڻ واري ڪنهن نقش وانگر.... چهرو هاڻي صاف چٽو ٿي ويو هيو. امامہ مرڪي، اها ان چهري کي سڃاڻي ٿي سگهي. اُن انهي چهري جي چپن کي چرندي ڏٺو. آهستي آهستي اهو آواز ٻڌي ٿي سگهي. اهو آواز ٻڌي رهي هئي.

قطره مانگے جو تو اسے دریا دے دے
مجھ کو کچھ اور نہ دے اپنی تمنا دے دے

"مان صرف اهو ٿي چاهيان ته توهان ڪنهن کي ڪجهه به نہ ٻڌايو زينب کي به نہ." پنهنجي مٿي کي جهٽڪو ڏيندي ان جويريہ ۽ رابعہ کي چيو هيو. انهن ٻنهي هائوڪار ۾ ڪنڌ ڌوڻيو.

کچھ نہیں مانگتا شاہوں سے یہ شیدا تیرا
اس کی دولت ہے فقط نقشِ کفِ پا تیرا

پورے قد سے میں کھڑا ہوں تو یہ تیرا ہے کرم
مجھ کو جھکنے نہیں دیتا ہے سہارا تیرا

لوگ کہتے ہیں کہ سایہ تیرے پیکر کا نہ تھا
میں تو کہتا ہوں جہاں بھر پہ ہے سایہ تیرا

اها ان آوز کي سڃاڻندي هئي. اهو جلال انصر جو آواز هيو.

❊ ❊ ❊

امامہ کي ميڊيڪل ڪاليج ۾ ڪجھ ڏينهن ٿيا هيا. جڏهن هڪڙي هفتيوار موڪل تي اسلام آباد اچڻ کان پوءِ ان رات جو زينب جي گھر فون ڪيو هيو.

"پٽ! مان زينب کي سڏيان ٿي. تون فون جهلي رک." زينب جي ماءُ فون جو هٿيو (رسيور) هيٺ رکي هلي وئي. اها پنهنجي فون جو هٿيو ڪن سان لڳائي انتظار ڪرڻ لڳي.

کچھ نہیں مانگتا شاہوں سے یہ شیدا تیرا
اس کی دولت ہے فقط نقشِ کفِ پا تیرا

مرداڻي آواز ۾ ٻڌڻ ۾ اچڻ واري اها نعت امامہ اڳ ۾ بہ ٻڌي هئي مگر ان وقت جيڪو بہ اها نعت پڙهي رهيو هيو اهو جذبي جي ڪمال سان ان کي پڙهي رهيو هيو.

پورے قد سے میں کھڑا ہوں تو یہ تیرا ہے کرم
مجھ کو جھکنے نہیں دیتا ہے سہارا تیرا

ان کي اندازو ڪو نہ هيو تہ ڪنهن مرد جو آواز ايترو خوبصورت ٿي سگھي ٿو. ايتري قدر خوبصورت جو پوري دنيا ان آواز جي قيد ۾ لڳي. امامہ پنهنجو ساهہ روڪي ڇڏيو يا شايد ساهہ کڻڻ وسري ويس.

لوگ کہتے ہیں کہ سایہ تیرے پیکر کا نہ تھا
میں تو کہتا ہوں جہاں بھر پہ ہے سایہ تیرا

انسان جي زندگيءَ ۾ ڪجھ گھڙيون پيارييون هونديون آهن. شب قدر جي رات ۾ اچڻ واري ان مهل وانگر جنهن کي گهڻا ماڻهو ايئن گذاري ڇڏيندا آهن. صرف ٿورا ماڻهو ان مهل جي انتظار ۾ هٿ کنيون ۽ جهولي ڦيلايون ويٺا هوندا آهن. ان گھڙيءَ جي انتظار ۾ جيڪا هلندڙ پاڻيءَ کي بيهاري ڇڏي ۽ بيٺل پاڻي کي وهڪري ۾ آڻي ڇڏي، جيڪا دل مان نڪرڻ واري دعا کي ڇپن تائين اچڻ کان اڳ مقدر ناهي ڇڏي.

امامہ هاشم جي زندگيءَ ۾ اها پياري گھڙي شب قدر جي ڪنهن رات ۾ ڪو نہ آئي هئي. نہ ان انهي پياري گھڙيءَ لاءِ هٿ کنيا هيا. نہ جهولي ڦيلائي هئي. پوءِ بہ ان زمين ۽ آسمان جي گردش کي ڪجھ دير لاءِ بيهندي ڏٺو هيو. پوري ڪائنات کي هڪڙي بنا دروازي واري گنبذ ۾ بدلجندي ڏٺو هيو جنهن جي اندر بس هڪڙو ئي آواز گونجي رهيو هو.

دست گیری میری تنہائی میں تونے ہی تو کی
میں تو مرجاتا اگر ساتھ نہ ہوتا تیرا

وہ اندھیروں سے بھی درانہ گذر جاتے ہیں
جن کے ماتھے پہ چمکتا ہے ستارا تیرا۔

آواز گهڻو صاف ۽ چٽو هيو. امامہ بت وانگر فون هٿ ۾ جهليون ويٺي رهي.

”هيلو امامہ!“ ٻئي طرف کان زينب جو آواز آيو ۽ اهو آواز گم ٿي ويو. ڪجهہ گهڙين لاءِ زمين جي رڪيل گردش ٻيهر بحال ٿي وئي.

”هيلو امامہ! منهنجو آواز ٻڌي رهي آهين؟“ اها هڪڙي جهٽڪي سان هوش جي دنيا ۾ واپس اچي وئي.

”ها, مان ٻڌي رهي آهيان.“

”مون سوچيو لائين ڪٽجي وئي.“ ٻئي طرف کان زينب ڪجهہ مطمئن ٿيندي چيو. امامہ ڪجهہ گهڙيون ان سان ڳالهيون ڪندي رهي مگر ان جي دل ۽ دماغ ڪٿي ٻئي هنڌ هيا.

❋ ❋ ❋

جلال انصر زينب جو وڏو ڀاءُ هيو ۽ امامہ پرپٽ ان کان واقف هئي. زينب ان جي ڪلاسي هئي ۽ ان سان امامہ جو تعارف اتي ميڊيڪل ڪاليج ۾ ٿيو هيو. ڪجهہ مهينن ۾ ئي اهو تعارف چڱي خاصي دوستيءَ ۾ بدلجي ويو. ان تعارف ۾ ان کي اها خبر پئي تہ اهي چار ڀاءُ ڀيڻ آهن. جلال سڀني کان وڏو هيو ۽ هائوس جاب ڪري رهيو هيو.زينب جو والد واپڊا ۾ انجنيئر هيو ۽ ان جو گهراڻو گهڻو مذهبي هو.

اسلام آباد کان واپسيءَ تي ان زينب کان نعت پڙهڻ واري ان شخص جي باري ۾ پڇيو هيو.

”زينب! ان رات مون تو کي فون ڪئي هئي تہ ڪو ئي نعت پڙهي رهيو هيو. اهو ڪير هيو؟“ ان پنهنجي لهجي کي حتي الامڪان نارمل رکندي چيو.

”اهو..... اهو... ڀائو جلال هيو..... هڪڙي مقابلي ۾ حصو وٺڻ لاءِ اهو نعت ياد ڪري رهيو هيو. فون ورانڊي ۾ رکيل آهي ۽ ان جي ڪمري جو دروازو کليل هيو انهيءَ ڪري آواز توتائين پهچي ويو.“ زينب تفصيل سان ٻڌايو.

”ان جو آواز ڏاڍو سُٺو آهي.“

”ها, ان جو آواز تہ گهڻو سٺو آهي. قرائت تہ نعت کان بہ وڌيڪ خوبصورت ڪندو آهي. گهڻن مقابلن ۾ انعام بہ کٽي چڪو آهي. هاڻي بہ ڪاليج ۾ هڪڙو مقابلو ٿيڻ وارو آهي, تون ان ۾ ان کي ٻڌجانءِ.“

زينب کي تڏهن خبر ڪو نہ هئي تہ امامہ جو تعلق ڪهڙي مذهب سان آهي, امامہ جهڙي نموني پردي جو خيال رکندي هئي زينب جو خيال هيو تہ اها ڪنهن مذهبي

گهراڻي سان تعلق رکي ٿي. خود زينب بہ گهڻو مذهبي گهراڻي سان تعلق رکندي هئي ۽ چادر ڍڪيندي هئي.

ٻن ٽن ڏينهن کان پوءِ امامہ جلال انصر جي نعت ٻڌڻ لاءِ پنهنجين ساهيڙين کي ٻڌائڻ کان سواءِ ڪلاس اڌ ۾ ڇڏي نعتن جي ان مقابلي ۾ هلي وئي هئي.

جلال انصر کي ان پهريون دفعو ان ڏينهن ڏٺو هيو. ڪمپيئر جلال انصر جو نالو پڪاريو ۽ امامہ تيز ٿيندڙ ڌڙڪنن سان زينب سان مشابهت رکندڙ عام شڪل ۽ صورت ۽ ڏاڙهي واري هڪڙي چوويهن پنجويهن سالن جي ڇوڪري کي اسٽيج تي چڙهندي ڏٺو. اسٽيج تي ڏاڪا چڙهڻ کان وٺي روسٽرم جي پنيان اچي بيهڻ تائين امامہ هڪڙو پيرو بہ پنهنجون نظرون جلال انصر جي چهري تان نہ هٽايون. هن ان کي سيني تي هٿ ٻڌندي ۽ اکيون بند ڪندي ڏٺو.

ڪچھ نہیں مانگتا شاہوں سے یہ شیدا تیرا
اس کی دولت ہے فقط نقشِ کفِ پا تیرا

امامہ کي پنهنجي وجود ۾ هڪڙي لهر ڊوڙندي محسوس ٿي. هال ۾ مڪمل خاموشي هئي ۽ صرف ان جو خوبصورت آواز گونجي رهيو هيو. اها ڪنهن پنڊپهڻ ٿيل ماڻهوءَ وانگر ويٺي ان کي ٻڌندي رهي. ان ڪڏهن نعت ختم ڪئي، اهو ڪڏهن اسٽيج تان لهي واپس ويو. مقابلي جو نتيجو ڪهڙو نڪتو ان کان پوءِ ڪنهن ڪنهن نعت پڙهي، ڪنهن وقت سيئي شاگرد اتان روانا ٿيا ۽ ڪنهن وقت هال خالي ٿي ويو امامہ کي خبر ئي نہ پئي.

گهڻي دير کان پوءِ ان کي هڪدم هوش آيو هيو. ان وقت پنهنجي چوڌاري ڏسڻ سان ان کي احساس ٿيو تہ اها هال ۾ اڪيلي ويٺي هئي.

"مون ڪالهہ تنهنجي ڀاءُ کي نعت پڙهندي ٻڌو." امامہ ٻئي ڏينهن تي زينب کي ٻڌايو.

"اڇا...... ان کي پهريون انعام مليو آهي." زينب ان جي ڳالهہ تي مُرڪي ان کي ڏٺو.

"ان ڏاڍي خوبصورت نعت پڙهي هئي." ڪجهہ دير ماٺ رهڻ کان پوءِ امامہ وري ان موضوع تي موٽي آئي.

"ها! اهو ننڍپڻ کان نعتون پڙهندو پيو اچي. قرائت ۽ نعتن جا ايترا مقابلا کٽي چڪو آهي جو هاڻي خود ان کي بہ انهن جي ڳاڻاٽي جي خبر ڪو نہ هوندي." زينب فخر مان چيو.

"ان جو آواز گهڻو خوبصورت آهي." امامہ وري چيو. "ها خوبصورت تہ آهي مگر سموري ڳالهہ ان محبت ۽ عقيدت جي آهي جنهن سان اهو نعت پڙهندو آهي. ان کي حضور ﷺ سان عشق آهي. ايتري محبت جنهن جي ڪا حد ڪونهي. قرائت ۽ نعت کان علاوه ان ڪڏهن بيو ڪجهہ ڪو نہ پڙهيو آهي، حالانڪ اسڪول ۽ ڪاليج ۾ ان کي گهڻو مجبور ڪيو ويندو هيو مگر ان جو هڪڙو ئي جواب هوندو آهي تہ مان جنهن

زبان سان حضرت محمد ﷺ جو قصيدو پڙهندو آهيان. ان زبان سان ڪنهن ٻئي شخص جو قصيدو نٿو پڙهي سگهان. محبت تہ اسان بہ حضور ﷺ سان ڪندا آهيون مگر جهڙي محبت ادا ڪندو آهي. اهڙي محبت تہ اسان مان ڪير بہ نٿو ڪري سگهي. گذريل ڏهن سالن ۾ هڪڙو پيرو بہ ان نماز قضا ڪو نہ ڪئي آهي. هر مهيني قرآن شريف جو هڪڙو ختمو ڪيندو آهي. تون تہ نعت جي تعريف ڪري رهي آهين جيڪڏهن ان کان تلاوت ٻڌين..... "

اها وڏي فخر سان ٻڌائي رهي هئي. امامہ ماٺ ڪيون ان کي ڏسندي رهي هئي. ان کان پوءِ ان زينب کان ڪجهہ بہ نہ پڇيو.

ٻئي ڏينهن اها صبح جو ڪاليج وڃڻ لاءِ تيار ٿيڻ جي بجاءِ پنهنجي بستري ۾ ستي رهي. جويريہ گهڻي دير کان پوءِ بہ ان کي بستري تان اٿندي نہ ڏسي جنجهوڙيو.

"امامہ! اٿي! ڪاليج هلڻو نہ اٿئي ڇا؟. دير ٿي رهي آهي."

"نہ. اڄ مان ڪاليج ڪو نہ هلنديس." امامہ ٻيهر اکيون بند ڪري ڇڏيون.

"ڇو؟" جويريہ ڪجهہ حيران ٿي.

"منهنجي طبيعت ٺيڪ ڪو نہ آهي." امامہ چيو.

"اکيون تہ ڳاڙهيون لڳيون پيون اٿئي. تون رات جو ننڊ ڪو نہ ڪئي آهي ڇا؟"

"نہ. ننڊ ڪو نہ آئي. ۽ مهرباني ڪري هاڻي مون کي سمهڻ ڏي" امامہ ان جي ڪنهن ٻئي سوال کان بچڻ لاءِ چيو. جويريہ ڪجهہ دير ان کي ڏسڻ کان پوءِ پنهنجو ٿيلهو ۽ فائيل کڻي ٻاهر نڪري وئي.

ان جي وڃڻ کان پوءِ امامہ اکيون کولي ڇڏيون. اها ڳالهہ صحي هئي تہ اها سڄي رات سمهي ڪو نہ سگهي هئي ۽ ان جو سبب جلال انصر جو آواز هيو. اها پنهنجي ذهن کي ان آواز کان سواءِ ٻئي ڪنهن هنڌ تي ڄمائي نہ پئي سگهي.

"جلال انصر!" ان ڇپن ۾ ان جو نالو ورتو. "آخر ان جو آواز مون کي ايترو سٺو ڇو لڳي رهيو آهي جو مان...... مان ان کي پنهنجي ذهن مان ڪيئي نٿي سگهان؟" ان منجهيل ذهن سان بستري مان اٿندي سوچيو. اها پنهنجي ڪمري جي کليل دريءَ جي پرسان اچي ويهي رهي.

"منهنجي پاءَ جي آواز ۾ سڄو ميناج حضرت محمد ﷺ جي عشق ڪري آهي." ان جي ڪنن ۾ زينب جو آواز گونجڻ لڳو.

"آواز ۾ ميناج.... ۽ عشق؟" ان بيقراريءَ مان پاسو مٽايو. "سوز گداز لوچ. مناس.... آخر ان جي آواز ۾ هيو ڇا؟" اها دريءَ مان ٻاهر ڏسڻ لڳي. "دنيا الله جي عشق سان شروع ٿئي ٿي ۽ الله جي رسول محمد ﷺ جي عشق تي ختم ٿي وڃي ٿي." ان کي هڪڙو ٻيو جملو ياد آيو.

"رسول الله ﷺ جو عشق؟" ان حيرانيءَ مان سوچيو. "رسول الله ﷺ جو عشق يا محمد ﷺ جو عشق؟" ان کي هڪدم پنهنجي اندر هڪڙو عجيب سناٽو گهرندو محسوس ٿيو. هن اُن سناٽي ۾ اونداهي کي ڳولڻ شروع ڪيو پنهنجي اندر ۾ ڏاڪي بہ

ڏاڪي لهڻ شروع ڪيو. ان کي ڪتي ڪا روشني نظر ڪونہ آئي. "آخر اها ڪهڙي شي هوندي آهي، جيڪا حضرت محمد ﷺ جو نالو ٻڌڻ سان ماڻهن جي اکين ۾ ڳوڙها ۽ دلين ۾ درد پيري چڙهيندي آهي. عقيدت، عشق، محبت..... انهن مان ڪهڙي شي آهي؟ مون کي ڪجهہ ڇو محسوس ڪونہ ٿو ٿئي. منهنجين اکين ۾ لڙڪ ڇو پرجي نٿا اچن؟ منهنجن چپن تي درد ڇو نٿو ظاهر ٿئي؟ منهنجي آواز ۾ ميناج......" اها گهڙي کن لاءِ رڪي، ان چپن ۾ پڙهيو.

کچھ نہیں مانگتا شاہوں سے یہ شیدا تیرا
اس کی دولت ہے فقط نقشِ کفِ پا تیرا

ان کي پنهنجو آواز پريل لڳو. "شايد هاڻي ئي جاڳي اٿي آهيان، انهيءَ ڪري آواز اهڙو آهي." ان پنهنجي نڙي صاف ڪندي سوچيو. ان هڪڙو دفعو وري پڙهڻ شروع ڪيو.

"کچھ نہیں مانگتا ......" اها هڪڙو دفعو وري رڪجي وئي. هن دفعي ان جي آواز ۾ ڏڪڻي هئي. ان ٻيهر پڙهڻ شروع ڪيو. "کچھ نہیں مانگتا شاہوں سے یہ شیدا تیرا" دريءَ مان ٻاهر نظرون ڄمائيندي ان ڏڪندڙ پريل آواز ۽ ڪنبندڙ چپن سان ٻهريون مصرعو پڙهيو پوءِ ٻيو مصرعو پڙهڻ شروع ڪيو ۽ رڪجي وئي. دريءَ مان ٻاهر خلا ۾ گهوريندي اها هڪ دفعو وري جلال انصر جو آواز پنهنجن ڪنن ۾ لهندي محسوس ڪري رهي هئي.

بلند، صاف، ڇٽو ۽ آذان وانگر دل ۾ لهي ويندڙ مقدس آواز....... ان کي پنهنجن ڳلن تي آلاڻ محسوس ٿي.

هڪدم اها پنهنجي هوش ۽حواس ۾ آئي ۽ خبر لڳي تہ اها روئي رهي هئي. ڪجهہ دير ڪنهن بي يقيني جي عالم ۾ اها پنهنجن ٻنهي هٿن جون آڱريون ٻنهي اکين تي رکيون بلڪل ماٺ ڪيون ويٺي رهي. ان پاڻ کي بي وسيءَ جي انتها تي ڏٺو. اکين تي هٿ رکيون اها آهستي آهستي گوڏا کوڙي اتي زمين تي ويهي رهي ۽ ان سڏڪا ڀري روئڻ شروع ڪيو.

انسان جي لاءِ سڀني کان مشڪل مرحلو اهو هوندو آهي جڏهن ان جي دل ڪنهن ڳالهہ جي شاهدي ڏيندي هجي، مگر ان جي زبان خاموش هجي، جڏهن ان جو دماغ رڙيون ڪري ڪنهن شي جي صداقت جو اقرار ڪري رهيو هجي، مگر ان جا چپ ماٺ هجن. امامہ هاشم جي بہ پنهنجي زندگي انهي مرحلي تي اچي پهتي هئي، جيڪو فيصلو اها گذريل ٻن ٽن سالن کان ڪري نہ پئي سگهي، اهو فيصلو هڪڙي آواز چند ڏينهن ۾ ڪرائي ڇڏيو هيو. اهو ڄاڻڻ، اهو تلاش ڪرڻ، اهو پرکڻ کان سواءِ تہ آخر ماڻهو ڇو حضرت محمد ﷺ سان ايتري عقيدت رکن ٿا. آخر ڇو رسول الله ﷺ جي عشق جي ڳالهہ ڪئي ويندي آهي. ان ايترا سال پنهنجي نبي جا قصيدا ٻڌا هيا. ان تي ڪڏهن بہ رقت طاري ڪو نہ ٿي هئي، ڪڏهن بہ ان جو وجود ميڻ ٿي ڪو نہ رجيو هيو ڪڏهن بہ ان

ڪي ڪنهن تي رشڪ ڪو نہ ٿيو هيو مگر هر دفعي حضرت محمد ﷺ جو نالو پڙهندي، ڏسندي ۽ ٻڌندي اها عجيب ڪيفيتن جو شڪار ٿي ويندي هئي. هر پيري، هر دفعي ان جي دل ان نالي ڏانهن ڇڪبي ويندي هئي ۽ صبيحہ ڏانهن نہ وڃڻ جا اُن جا سمورا ارادا ٻاڦ بڻجي اڏي ويا هيا. جلال انصر جو آواز اونداهي ۾ نظر اچڻ واري ڪڙ ڪپيتي (جگنو) وانگر هيو جنهن جي پنيان اها بنا سوچڻ سمجهڻ جي هلي پيئي هئي.

میں تجھے عالمِ اشیا میں بھی پا لیتا ہوں
لوگ کہتے ہیں کہ ہے عالمِ بالا تیرا

❊ ❊ ❊

امامہ جي لاءِ اها هڪڙي نئين سفر جي شروعات هئي. اها پهريان وانگر باقاعدگي سان صبيحہ وٽ وڃڻ لڳي. انهن اجتماعات ۾ شريڪ ٿيڻ ان کي جيڪڏهن هڪڙي طرف پنهنجي فيصلي تي قائم رهڻ جي قوت بخشي تہ ٻئي طرف ان جي باقي رهيل شڪ شبهن کي بہ ختم ڪري ڇڏيو.

امامہ جي لاءِ مذهب تبديل ڪرڻ جو فيصلو ڪوئي ننڍو يا معمولي فيصلو ڪو نہ هيو ان هڪڙي فيصلي ان جي زندگي جي هر معاملي کي متاثر ڪيو هيو. اها هاڻي اسجد سان شادي نٿي ڪري سگهي، ڇو تہ اهو غير مسلم هيو. ان کي جلد يا دير پنهنجن گهر وارن کان علحدگي بہ اختيار ڪرڻي هئي، ڇو تہ ان هاڻي اهڙي ڪنهن ماحول ۾ رهڻ نٿي گهريو جتي اسلامي ڳالهين ۽ عقيدن ۾ ايڏي وڏي انداز ۾ گهٽ وڌايون ڪيون وينديون هجن. اها ان رقم جي باري ۾ بہ شڪ جو شڪار ٿيڻ لڳي هئي جيڪا ان کي پنهنجي تعليم ۽ ٻين خرچن لاءِ هاشم مبين طرفان ملندي هئي. ڪجهہ سال پهريان تائين پرين جي ڪهاڻي نظر اچڻ واري زندگي هڪدم هڪڙي ڊيڄاريندڙ خواب ۾ تبديل ٿي وئي هئي ۽ زندگيءَ جي انهي مشڪل واٽ جي چونڊ ان پاڻ ڪئي هئي. ان کي ڪڏهن ڪڏهن حيرت ٿيندي هئي تہ ان ايڏو وڏو فيصلو ڪيئن ڪيو. ان الله تعاليٰ کان همت ٿي گهري هئي ۽ ان کي ان همت سان نوازيو ويو هيو. مگر اها اڃا ايترو ننڍي عمر جي هئي جو خدشن ۽ انديشن کان مڪمل طور پيڇو ڇڏائڻ ان جي لاءِ ممڪن ڪو نہ هيو.

"امامہ! تون في الحال پنهنجي والدين کي مذهب جي تبديلي جي باري ۾ نہ ٻڌاءِ. پنهنجي پيرن تي بيهي وڃ. ان وقت نہ صرف تون آساني سان اسجد سان شادي ڪرڻ کان انڪار ڪري سگهندينءَ بلڪ تون انهن کي پنهنجي مذهب جي تبديلي جي باري ۾ بہ ٻڌائي سگهندينءَ."

صبيحہ هڪڙو دفعو ان جا خدشا ٻڌڻ کان پوءِ ان کي مشورو ڏنو هيو.

"مان ان رقم کي پنهنجي مٿان خرچ ڪرڻ نٿي گهران جيڪا منهنجو پيءُ مون کي ڏيندو آهي، هاڻي جڏهن مان ڄاڻان ٿي تہ منهنجو والد هڪڙي ڪوڙي مذهب جي تبليغ

ڪري رهيو آهي ته اهو جائز ته ڪونه آهي ته مان اهڙي شخص کان پنهنجن خرچن لاءِ رقم وٺان؟“

”تون ٺيڪ ٿي چئين مگر تو وٽ في الحال ٻيو ڪو رستو ڪو نه آهي. بهتر آهي تون پنهنجي تعليم مڪمل ڪري وٺ. ان کا پوءِ توکي پنهنجي والدين کان ڪجهه به وٺڻو ڪونه پوندو.“ صبيحه ان کي سمجهايو. صبيحه جيڪڏهن ان کي اها واٽ نه ڏيکاري ها تڏهن به امامه ان کان سواءِ ڪجهه نٿي ڪري سگهي. ان ۾ في الحال ايتري همٿ ڪو نه هئي ته اها پنهنجي زندگي جي سڀ کان وڏي خواهش ڇڏي ڏئي ها.

❊ ❊ ❊

ان وقت رات جا ڏهه وڄي رهيا هيا جڏهن اهو سئنيما مان ٻاهر نڪري آيو هيو. ان جي هٿ ۾ هاٽي به مڪئي جي ڦلن جو پاڪيٽ هيو ۽ اهو ڪنهن ڳوڙهي سوچ ۾ ٻڏو ڦلا کائيندو سڙڪ تي هلي رهيو هيو.

اڌ ڪلاڪ رستا ماپيندو رهڻ کان پوءِ ان هڪڙي وڏي بنگلي جي گهنٽي وڄائي هئي.

”صاحب کاڌو لڳايان؟“ هال ۾ داخل ٿيڻ تي ملازم ان کي ڏسي پڇيو.

”نه.“ ان انڪار ۾ مٿو ڌوڻيندي چيو.

”ڪير؟“

”نه.“ اهو بيهڻ کان سواءِ اتان هلندو ويو. پنهنجي ڪمري ۾ اچي ان دروازو بند ڪري ڇڏيو. ڪمري جون بتيون ٻاري اهو ڪجهه دير بي مقصد هيڏي هوڏي ڏسندو رهيو. پوءِ غسل خاني ڏانهن هليو ويو. ڏاڙهي لاهڻ واري سامان جي پيتي کٽي ان مان هڪڙو بليڊ ڪڍيائين ۽ اهو کٽي ڪمري ۾ اچي ويو. پنهنجي بستري تي ويهي ان پرسان رکيل ننڍڙي ٽيبل واري بتي ٻاري ۽ ڪمري جون بتيون وسائي ڇڏيون. بليڊ تان پنو لاهي اهو ڪجهه دير ٽيبل واري بتي جي روشني ۾ ان جي تيز ڌار کي ڏسندو رهيو پوءِ ان هڪڙي تيز جهٽڪي سان بليڊ سان پنهنجي ساڄي ٻانهن جي ڪرائي جي رڳ کي ڪٽي ڇڏيو. ان جي وات مان سيسراٽ نڪري ويو ۽ پوءِ ان ڏند پڪوڙي وات بند ڪري ڇڏيو. اهو پنهنجين اکين کي ڪليل رکڻ جي ڪوشس ڪري رهيو هيو. ان جي ٻانهن بستري کان هيٺ لڙڪي رهي هئي ۽ رت جي لار هاٽي سڌو قالين تي ڪري ان ۾ جذب ٿي رهي هئي.

ان جو ذهن جڻ ڪنهن اونهي کڏ ۾ وڃي رهيو هيو پوءِ ان ڪجهه ڌماڪا ٻڌا. اونداهيءَ ۾ ٻڏندڙ ذهن هڪڙو دفعو وري جهٽڪي سان روشني ۾ اچي ويو. شور هاٽي اچا وڌندو پئي ويو. اهو هڪدم شور جو سبب سمجهي ڪو نه پئي سگهيو. ان هڪڙو دفعو وري پنهنجون اکيون کوليون مگر اهو ڪنهن به ڳالهه کي سمجهي نه پئي سگهيو.

❊ ❊ ❊

اها ننڊ ۾ هئي جڏهن گهبراهٽ مان اٿي پئي. ڪوئي ان جو دروازو کڙڪائي رهيو هيو.

”امامه! امامه!“ وسيم دروازو کڙڪائيندي وڏي آواز سان ان کي سڏ ڪري رهيو هيو.

”ڇا ٿيو آهي؟“ رڙيون ڇو ٿو ڪرين؟“ دروازو کوليندي ئي ان ڪجهه وڃايل حواسن جي حالت ۾ وسيم کان پڇيو جنهن جو منهن لٿل هيو.

”تو وٽ ٽڪڙو علاج ڏيڻ واري پيٽي (فرسٽ ايڊ باڪس) آهي؟“ وسيم ان کي ڏسڻ سان هڪدم پڇيو.

”ها، ڇو؟“ اها وڌيڪ پريشان ٿي وئي.

”بس اها کڻي منهنجي پٺيان هلي اچ.“ وسيم ڪمري ۾ اندر داخل ٿيندي چيو.

”ڇا ٿيو آهي؟“ ان جي پيرن هيٺان ڄڻ زمين کسڪي رهي هئي.

”ڇو ڇو وري خودڪشي جي ڪوشش ڪئي آهي. ان پنهنجي ڪرائي ۾ ٽُڪو ڏنو آهي. ان جو ملازم هيٺ آيو آهي، تون مون سان گڏ هل.“ امامہ بي اختيار هڪڙو اطمينان جو ساهه کنيو.

”جهڙي طرح جون اهو حرڪتون ڪندو ٿو وتي تنهنجي انهي دوست کي چرين جي اسپتال ۾ هجڻ گهرجي.“ امامہ ناگواري مان پنهنجي بستري تي پيل رئو اوڍيندي چيو.

”مان تہ ان کي ڏسڻ سان ئي پڇندو آيو آهيان، اڃا اهو هوش ۾ هيو.“ ان ڪنڌ ورائي امامہ کي ٻڌايو. اهي ٻئي هاڻي اڳيان پٺيان ڏاڪڻيون لهي رهيا هيا.

”تون ان کي اسپتال وٺي وڃين ها.“ امامہ آخري ڏاڪي تي پهچي چيو.

”اهو بہ وٺي ويندو مانس. پهرياڻين تون ان جي ڪرائي کي پٽي تہ ٻڌ، رت تہ بند ٿئي.“

”وسيم! مان ان کي ڪنهن سٺي قسم جو ٽڪڙو علاج (فرسٽ ايڊ) ڪونہ ٿي ڏئي سگهان. خبر نہ آهي ان ڪرائي ڇا سان ڪپي آهي ۽ زخم ڪيترو اونهو آهي. ان جا پنهنجا گهر وارا ڪٿي آهن؟“ ڳالهہ ڪندي ڪندي امامہ کي خيال آيو.

”ان جي گهر ۾ ڪير بہ ڪونهي، صرف ملازم آهن. اها تہ بس ڪا فون آئي هئي جنهن تي ملازم ان کي سڏڻ ويو ۽ جڏهن اندران ڪو جواب ڪونہ آيو تہ پريشان ٿي ان ٻين ملازمن سان گڏجي دروازو پڳو.“ اهي ٻئي گڏوگڏ هلندا پنهنجي گهر مان ٻاهر نڪري آيا هيا.

”تنهنجو اهو جيڪو دوست آهي نہ......“ امامہ ڪجهہ ناراضگي سان وسيم سان گڏ هلندي سالار جي باري ۾ ڪجهہ چوڻ گهريو مگر وسيم ڪاوڙ مان پوئتي ڏسي ان کي چڙٻ ڏني.

”خدا جو خوف ڪر. تون پنهنجي لعنت ملامت بند نٿي ڪري سگهين. ان جي حالت نازڪ آهي ۽ تون ان جي برائين ۾ مصروف آهين.“

”اهڙيون حرڪتون ڪرڻ وارن لاءِ مون وٽ ڪا همدردي ڪونهي.“ اهي ٻئي هاڻي سالار جي گهر ۾ پهچي ويا هيا.

ڪجهہ قدم هلڻ کان پوءِ وسيم هڪڙي پاسي مڙيو ۽ ڪمري ۾ اندر داخل ٿي ويو. امامہ ان جي پٺيان هئي مگر پوءِ ڄڻ ڪو ڪرنٽ کائي بيهي وئي. ڪمري جي دروازي مان اندر داخل ٿيندي ئي سامهون قد آدم درين تي ڪجهہ اداڪارائن ۽ ڇوڪرين جون وڏيون وڏيون اگهاڙيون تصويرون اهڙي طرح لڳايون ويون هيون جو هڪڙي گهڙيءَ لاءِ

امامہ ڪي ايئن لڳو ڄڻ اهي سيئي چوڪريون جيئريون جاڳنديون اگهاڙيون انهي ڪمري ۾ موجود آهن. ان جو چهرو ڳاڙهو ٿي ويو. هڪڙي طرف بستري تي پيل زخمي جي باري ۾ ان جي راءِ ا يا ڪجهہ وڌيڪ خراب ٿي وئي. اهي تصويرون ان جي ڪردار جي هلڪڙائپ جو هڪڙو بيو ثبوت هيون ۽ ڪمري ۾ ٽن ڇئن ماڻهن جي موجودگيءَ ۾ اهي تصويرون ان لاءِ گهڻو خفي ٿيڻ ۽ شرمندگيءَ جو باعث ٿي رهيون هيون. انهن تصويرن کان نظرون چورائيندي اها تڪڙي تڪڙي بستري وٽ آئي، جتي سالار سڪندر ليٽيو پيو هيو. وسيم ان جي پرسان ويٺو تڪڙي علاج ڏيڻ واري پيتي کولي رهيو هيو جڏهن تہ امامہ جو وڏو پاءُ سالار جي ان ڪرائي کي بستري جي چادر جي هڪڙي ڪنڊ سان دٻائي رت کي روڪڻ جي ڪوشش ڪري رهيو هيو جڏهن تہ خود سالار نشي ۾ ٻڏل ڪنهن انسان وانگر پنهنجو هٿ ڇڏائڻ جي ڪوشس ڪري رهيو هيو. اهو وسيم ۽ اتي موجود ملازمن کي ڪجهہ چئي بہ رهيو هيو.

امامہ اڳتي آئي تہ ان جو وڏو ڀاءُ جنهن ڪرسي تي ويٺو هيو ان تان اٿي بيٺو.

”ان جي زخم کي ڏس، مون چادر سان رت کي روڪڻ جي ڪوشش ڪئي آهي مگر مان ڪامياب ڪو نہ ٿيو آهيان.“ اُن سالار جي ڪرائي امامہ جي هٿ ۾ ڏيندي ٻڌايو. امامہ ڪرسي تي ويهندي ئي ان جي ڪرائي جي چوڌاري ويڙهيل چادر جي پَلوَ کي هٽايو. زخم گهڻو اونهو ۽ وڏو هيو. پهرين نظر ڏسڻ سان ئي ان کي اندازو ٿي ويو هيو.

سالار وري هڪڙي جهٽڪي سان پنهنجو هٿ ڇڪڻ جي ڪوشس ڪئي، مگر امامہ مضبوطيءَ سان ڪرائي کان ڪجهہ مٿي ان جي ٻانهن کي پڪڙي رکيو.

”وسيم! هڪدم پٽي ڪڍ، اهو زخم گهڻو اونهو آهي. هتي ڪجهہ نٿو ٿي سگهي. پٽي ويڙهڻ سان رت بيهي ويندو پوءِ توهان ان کي اسپتال کڻي وڃو.“ ان هڪڙي نظر هيٺ قالين تي جذب ٿيندڙ رت تي وڌي، وسيم جلدي جلدي پيتيءَ مان پٽي ڪڍڻ لڳو.

سالار بستري تي سِتي سِتي پنهنجي مٺي کي ڊوٽيو ۽ اکيون کولڻ جي ڪوشش ڪيائين. ان جي اکين جي سامهون هاڻي انڌيرو هيو مگر ان جي باوجود ان پنهنجي بستري پرسان ڪرسي تي ويٺل چوڪري ۽ ان جي هٿ ۾ موجود پنهنجي ٻانهن کي ڏٺو هيو.

ڪجهہ مشتعل ٿي ان هڪڙي ڀي سَٽَ ڏئي پنهنجو هٿ ان چوڪريءَ جي هٿ مان آزاد ڪرائڻ جي ڪوشش ڪئي، هٿ آزاد ڪو نہ ٿيو مگر سور جي هڪڙي تيز لهر ٻي اختيار ان کي چنگهڻ تي مجبور ڪيو هيو. ان کي ڪجهہ گهڙين لاءِ اهو ئي محسوس ٿيو هيو ڄڻ ان جو ساهہ نڪري ويو مگر اڳين گهڙي اهو هڪڙو دفعو وري هٿ ڇڏائڻ جي ڪوشس ڪري رهيو هيو.

”توهان سيئي دفع ٿي.....وڃو......ڪٿان.....اڇي....ويا آهيو؟“ ان ڪجهہ مشتعل ٿي وچڙندڙ لهجي ۾ چيو.”هي منهنجو.....ڪمرو....آهي....توهان ....سيني کي..... اندر اچڻ....جي جرئت ڪيئن....ٿي....تون....تون... وسيم........تون.......دفع........ٿي وڃ.....نڪري وڃ.....هاڻي جو هاڻي.....نڪري وڃ.....حرامي.“

ان وڏي آواز ۾ مگر وچڙندڙ زبان سان چيو. امامہ ان جي واتان نڪرڻ واري گار ٻڌي هڪڙي گهڙي لاءِ ان جو رنگ ڳاڙهو ٿي ويو مگر پوءِ بہ اها ان جو هٿ مضبوطيءَ سان پڪڙي ويٺي رهي. ان وسيم کان ڪپهہ وٺي چنگهندڙ ڪُرڪندڙ سالار جي ڪرائي جي زخم تي رکي جيڪو هٿ کي ڇڪڻ ۽ ڇوڙڻ کان ڪونہ ٿي مڙيو ۽ وسيم جي هٿ مان پٽي وٺي ويڙهڻ شروع ڪيائين. سالار ڪيرين اکين سان پنهنجي ڪرائي جي چوڌاري ڪنهن شيءِ جي نرمي کي محسوس ڪيو.

ڪجهہ بيوسي ۽ گهبراهٽ جي حالت ۾ پنهنجي کاٻي هٿ جي زور سان پنهنجي ساڄي هٿ کي ڇڏائڻ جي ڪوشس ڪئي. ڪيرين اکين سان ان جو اڳتي وڌڻ وارو کاٻو هٿ ڇوڪريءَ جي مٿي سان ٽڪرايو هيو. ان جي مٿي تان نہ صرف رئو لهي ويو هيو پر ان جا وار بہ کلي ويا هيا.

امامہ واٽڙي ٿي ان کي ڏٺو جيڪو هڪڙو دفعو ٻيهر پنهنجو کاٻو هٿ اڳتي وڌائي رهيو هيو. امامہ پنهنجي کاٻي هٿ سان ان جي ڪرائي کي پڪڙي رکيو جڏهن تہ ساڄي هٿ ۾ پڪڙيل پٽي مان هٿ ڪڍي پنهنجي پوري طاقت سان پنهنجو ساڄو هٿ ان جي کاٻي ڳل تي وهائي ڪڍيائين. ٿڦڙ ايڏي زوردار هئي جو هڪڙي گهڙيءَ لاءِ سالار جي اکين آڏو چانيل انڌيرو ڇانئجي ويو. پٽيل وات ۽ اکين سان خاموشي ۾ اُن انهي ڇوڪريءَ کي ڏٺو هيو جيڪا ڳاڙهي ڇهري سان وڏي آواز ۾ ان کي چئي رهي هئي.

"هاڻي جيڪڏهن تو ڦٽڪڻ جي ڪوشش ڪئي تہ مان تنهنجو ٻيو هٿ بہ ڪپي ڇڏينديس، ٻڌئي."

سالار ان ڇوڪريءَ جي پٺيان وسيم کي وڏي آواز ۾ ڪجهہ چوندي ٻڌو مگر اهو ڪجهہ سمجهي ڪونہ سگهيو. ان جو ذهن مڪمل طور انڌيري ۾ ٻڏي رهيو هيو مگر ان وري هڪڙو آواز ٻڌو هيو زنانو آواز "ان جو بلڊ پريشر چيڪ ڪريو....." سالارکي بي اختيار ڪجهہ گهڙيون اڳ پنهنجي ڳل تي لڳڻ واري چماٽ ياد آئي. اهو چاهڻ جي باوجود اکيون کولي ڪونہ سگهيو. اهوئي زنانو آواز هڪڙو ڀيرو وري گونجيو هيو مگر ان ڀيري اهو ان آواز کي ڪوئي مفهوم ڏئي ڪونہ سگهيو. ان جو ذهن مڪمل طور انڌيري ۾ ٻڏي ويو هيو.

❊❊❊

ان کي جڏهن هوش آيو تہ اهو هڪڙي خانگي اسپتال ۾ موجود هيو. اکيون کولي ان هڪڙو ڀيرو پنهنجي چوڌاري ڏسڻ جي ڪوشش ڪئي. ڪمري ۾ ان وقت هڪڙي نرس موجود هئي جيڪا ان جي پرسان بيٺي گلوڪوز جي ٿيلهي کي صحيح ڪرڻ ۾ مصروف هئي. سالار ان کي مرڪندي ڏٺو هيو. اُن نرس کي ڪجهہ چوڻ ٿي گهريو مگر ان جو ذهن هڪڙو دفعو وري انڌيري ۾ ٻڏي ويو.

ان کان پوءِ ان کي ڪڏهن هوش آيو ان کي اندازو ڪو نہ ٿيو مگر ان دفعي اکيون کولڻ تي ان انهي ڪمري ۾ ڪجهہ سڃاتل چهرا ڏٺا هيا. ان کي اکيون کوليندي ڏسي ان جي ماءُ ان ڏانهن وڌي آئي.

”تون هاڻي ڪيئن محسوس ڪري رهيو آهين؟“ ان سالار جي مٿان جهڪندي بي تابيءَ مان چيو.
”بلڪ ٺيڪ.“ سالار پري بيٺل سڪندر عثمان کي ڏسندي جهيڻي آواز ۾ چيو. ان کان اڳ جو ان جي ماءُ ڪجهه وڌيڪ چوي ها ڪمري ۾ موجود هڪڙو ڊاڪٽر اڳتي وڌي آيو هيو. اهو ان جي نبض ڏسي رهيو هيو.
ڊاڪٽر سئي لڳائڻ کان پوءِ هڪڙو دفعو ٻيهر ان کي گلوڪوز جي ٿيلهي چاڙهي. سالار ڪجهه بيزاريءَ سان اهي ڪارروائيون ڏٺيون. ٿيلهي چاڙهڻ کان پوءِ اهو سڪندر عثمان ۽ ان جي زال سان ڳالهيون ڪرڻ لڳو. سالار ان گفتگو جي دوران ڇت کي گهوريندو رهيو. پوءِ ڪجهه دير بعد ڊاڪٽر ڪمري مان هليو ويو.
ڪمري ۾ هاڻي بلڪل ماٺ هئي. سڪندر عثمان ۽ ان جي گهر واري پنهنجو مٿو پڪڙيون ويٺا هيا. انهن جي سمورين ڪوشش ۽ احتياطن جي باوجود اها سالار سڪندر طرفان خودڪشي ڪرڻ جي چوٿين ڪوشش هئي ۽ هن دفعي اهو واقعي مرندي مرندي بچيو هيو. ڊاڪٽرن جي بقول جيڪڏهن ڪجهه گهڙين جي دير ٿي وڃي ها ته اهي ان کي بچائي ڪونه سگهن ها.
سڪندر ۽ ان جي زال کي رات جي ٻين بجي ملازم سالار جي خودڪشي جي ڪوشش جي باري ۾ ٻڌايو هيو ۽ اهي ٻئي زال مڙس پوري رات سمهي ڪونه سگهيا هيا. سڪندر عثمان صبح جو جهاز جي اڏامڻ تائين تقريباً ڏيڍ سئو (150) سگريٽ ڦوڪيا هيا. مگر ان جي باوجود ان جي بي چيني ۽ پريشاني ۾ گهٽتائي ڪونه پئي آئي.
”مون کي سمجهه ۾ نٿو اچي اهو آخر اهڙيون حرڪتون ڇو ٿو ڪري. آخرڪار ان تي اسان جي نصيحتن ۽ اسان جي سمجهائڻ جو اثر ڇو نه ٿيو آهي.“ سڪندر عثمان سفر دوران چيو. ”جڏهن مان ان جي باري ۾ سوچيان ٿو ته منهنجو دماغ ڦاٽڻ لڳي ٿو. مون ان جي لاءِ ڇا ڇا نه ڪيو آهي. هر سهوليت. بهترين تعليم. ايستائين جو وڏن وڏن نفسياتي ماهر ڊاڪٽرن کي ڏيکاري چڪو آهيان مگر نتيجو اهو ئي سيهڙ جون ٽنگون ٽي........ منهنجي ته سمجهه ۾ ڪو نه ٿو اچي ته مون کان ڪهڙي غلطي ٿي آهي، جو مون کي اها سزا ملي رهي آهي. ان جي ڪري مان چاڻ سڃاڻ وارن جي وچ ۾ مذاق بڻجي ويو آهيان.“ سڪندر عثمان ڏاڍو پريشان هيو. ”هر وقت منهنجو ساهه نڙيءَ ۾ اٽڪيل هوندو آهي ته خبر نه آهي اهو ڪهڙي وقت ڇا ڪري ڇڏي ايتري احتياط ڪرڻ جو نتيجو اهو نڪتو آهي ته هڪڙو پيرو اسان وري غفلت ڪئي ۽ اهو وري اها حرڪت ڪري ويٺو آهي.“ طيبه پنهنجن اکين ۾ پيرجندڙ ڳوڙهن کي صاف ڪيو.
اهي ٻئي اهڙيون ڳالهيون ڪندا ڪراچي کان اسلام آباد پهتا هيا مگر سالار جي سامهون اچي ٻنهي جون مٽيون منجهي ويون هيون. انهن ٻنهي جي سمجهه ۾ ڪجهه به نٿي آيو ته اهي انهيءَ حالت ۾ ان کي ڇا چون.
سالار کي انهن جي دلي ۽ ذهني ڪيفيت جو چڱيءَ طرح اندازو هيو ۽ انهن جي خاموشي کي اهو غنيمت سمجهي رهيو هيو.

انهن ان ڏينهن ان کي ڪجهه به ڪو نه چيو هيو. هئي ڏينهن به اهي هئي ماٺ ۾ رهيا هيا.
مگر ٽئين ڏينهن انهن پنهي پنهنجي خاموشي ٽوڙي ڇڏي هئي.

"مون کي صرف اهو ٻڌاءِ ته آخر تون اهو سڀ ڇو ٿو ڪرين؟" سڪندر ان رات وڏي بردباريءَ سان ان سان ڳالهه شروع ڪئي هئي. "آخر تو سان ڪهڙو مسئلو آهي؟ تو واعدو ڪيو هيو ته تون اهڙي ڪا به حرڪت ڪو نه ڪندين. مون ان واعدي تي توکي اسپورٽ ڪار به وٺي ڏني. اسان تنهنجي هر ڳالهه مڃون ٿا، پوءِ به تو کي اسان جو ڪو احساس ڪو نه آهي، نه وري خاندان جي عزت جو خيال آهي." سالار ساڳي نموني چپ ويٺو هيو.

"ڪنهن ٻئي جو نه ته، تون اسان ٻن جو ئي خيال ڪر. تنهنجي ڪري اسان جون راتين جون ننڊون حرام ٿي ويون آهن." طيبه چيو "توکي ڪا پريشاني، ڪو مسئلو آهي ته تون اسان کي ٻڌاءِ، اسان کي چئو.... مگر اهڙي طرح مرڻ جي ڪوشش ڪرڻ.... تو ڪڏهن سوچيو آهي ته جيڪڏهن تون انهن ڪوششن ۾ ڪامياب ٿي وڃين ها ته اسان جو ڇا ٿئي ها." سالار خاموشي سان انهن جون ڳالهيون ٻڌندو رهيو. انهن جي ڳالهين ۾ ڪجهه به نئون ڪو نه هيو. خودڪشي جي هر ڪوشش کان پوءِ اهو انهن کان اهڙي قسم جون ڳالهيون ٻڌندو هيو.

"ڪجهه چئو چپ ڇو آهين؟ توکي ڪا ڳالهه سمجهه ۾ اچي رهي آهي؟" طيبه بيقرار ٿيندي چيو. اهو انهن کي ڏسڻ لڳو. "ماءُ پيءُ کي اهڙي نموني سان ذليل ڪري تو کي خوشي ملندي آهي."

"تنهنجو ايڏو شاندار مستقبل آهي ۽ تون پنهنجين بيوقوفاڻين حرڪتن سان پنهنجي زندگي ختم ڪرڻ جي ڪوشش ڪري رهيو آهين. ماڻهو تو جهڙي تعليمي رڪارڊ جي لاءِ سڪندا آهن." سڪندر عثمان هن کي ان جو تعليمي رڪارڊ ياد ڏيارڻ جي ڪوشش ڪئي. سالار بي اختيار هڪڙي اوٻاسي ڏني. ان کي خبر هئي ته هاڻي اهي ان جي ٻالڪپڻ کان وٺي ان جي هن وقت تائين جي ڪاميابين کي ڳڻائڻ شروع ڪندا. ايئن ئي ٿيو هيو. اڳيان پندرهن منٽ ان موضوع تي ڳالهائڻ کان پوءِ انهن ٿڪجي پڇيو.
"آخر تون ڪجهه ڳالهائين ڇو ڪو نه ٿو ڳالهاءِ؟"

"مان ڇا چوان، سڀ ڪجهه ته توهان ٻنهي چئي ڇڏيو آهي." سالار ڪجهه بيزاريءَ مان چيو. "منهنجي زندگي منهنجو ذاتي معاملو آهي، پوءِ به مون توهان کي ٻڌايو آهي ته اصل ۾ مان مرڻ جي ڪوشس ڪو نه ٿي ڪئي......" سڪندر ان جي ڳالهه ڪاٽي ڇڏي.

"تون جيڪو ڪجهه به ڪري رهيو هئين، اهو نه ڪر. اسان تي ڪجهه ترس ڪاءِ." سالار ناراضگي مان پيءُ کي ڏٺو.

"تون آخر اهو ڇو نٿو چوين ته تون اڳتي اهڙي حرڪت نه ڪندين. هرو ڀرو جو بحث ڇو ڪري رهيو آهين؟" هن دفعي طيبه ان کي چيو.

"چڱو ٺيڪ آهي، اهڙي ڪا به حرڪت ڪو نه ڪندس." سالار بيزاريءَ سان چئي

انهن ٻنهي مان جان ڇڏائڻ لاءِ چيو. سڪندر هڪڙو ٽڏو ساهه کنيو. اهو ان جي واعدي تي مطمئن ڪو نه ٿيو هيو. نه اهو..... نه ان جي زال...... مگر اهڙا واعدا ونڻ کان سواءِ انهن جو ٻيو ڪو وس به نه ڪو نه هيو. اهي ٻنهنجي ان پٽ تي نئديڙ کان فخر ڪندا پئي آيا. مگر گذريل ڪجهه سالن کان انهن جو اهو فخر ختم ٿي ويو هيو. جيترو انهن کي سالار پريشان ڪيو هيو ايترو انهن جي باقي ٻارن گڏجي به ڪو نه ڪيو هو.

❋ ❋ ❋

"هاڻي تنهنجو دوست ڪيئن آهي؟ تون ان جي خيريت معلوم ڪرڻ ويو هئين؟" امامه وسيم سان مارڪيٽ وڃي رهي هئي ته اوچتو ان کي سالار جو خيال آيو.

"ان جي پهريان کان ته حالت ڪافي بهتر آهي.شايد هڪ ٻن ڏينهن ۾ اسپتال مان ڊسچارج ٿيندو." وسيم ان کي سالار جي باري ۾ تفصيل سان آگاهه ڪيو. "تون واپسي تي ان کي ڏسڻ هلندين؟" وسيم کي اوچتو خيال آيو.

"مان؟" امامه حيران ٿي وئي. "مان هلي ڇا ڪنديس......"

"خيريت معلوم ڪجان. ٻيو توکي ڇا ڪرڻو آهي." وسيم سنجيدگيءَ سان چيو.

".چڱو" امامه ڪجهه بي دلي سان چيو.

"چڱو ٺيڪ آهي، هلنداسين. حالانڪ اهڙي قسم جي مريض جي عيادت ڪرڻ فضول آهي." ان بي پرواهي سان ڪلها لوڏيندي چيو.

"مون کي ته اميد هئي ته ان جا مائٽ اسان جي گهر ايندا، شڪريو ادا ڪرڻ ته اسان انهن جي پٽ جي جان بچائي. اسان ڪيترو بروقت مدد ڪئي هئي، پر انهن ته پلجي به اسان جي گهر جو رُخ ڪو نه ڪيو." امامه تبصرو ڪيو.

"تون انهن ويچارن جي حالت جو اندازو ئي نٿي ڪري سگهين. ڪهڙي مُنهن سان اهي شڪريو ادا ڪرڻ اچن ۽ پوءِ انهن کان ڪير پڇي وٺي ته انهن جي پٽ اهڙي حرڪت ڇو ڪئي ته اهي ٻئي ڪهڙو جواب ڏيندا. ڇا اهو چوندا ته شوق کان مجبور ٿي...... اهي ويچارا عجيب مشڪل ۾ ڦاٿل آهن."

وسيم ڪجهه افسوس ڪرڻ واري انداز ۾ چيو. "بهرحال ان جي والدين منهنجو گهڻو شڪريو ادا ڪيو آهي. امان ۽ بابا ٽيون ڏينهن جڏهن اسپتال ۾ ان جي خيريت معلوم ڪرڻ ويا هيا ته انهن اتي به انهن ٻنهي جو گهڻو شڪريو ادا ڪيو هيو. اها ته امان ۽ بابا جي سمجهداري هئي جو انهن کان سالار جي باري ۾ ڪو به سوال ڪو نه پڇيائون، ورنه انهن کي ان وقت ڪافي شرمساري ٿئي ها." وسيم گاڏي موڙيندي چيو.

"مگر آخرڪار تنهنجي انهي دوست جو مسئلو ڪهڙو آهي، ڇو ويٺي ويٺي اهڙي قسم جون بيوقوفيءَ واريون حرڪتون ڪرڻ لڳي ٿو؟" امامه پڇيو.

"تون مون کان ايئن پڇي رهي آهين جڻ اهو سڀ ڪجهه مون کي ٻڌائي پوءِ ڪندو هجي. مون کي ڪهڙي خبر، اهو ڇا جي لاءِ اهو سڀ ڪجهه ڪري ٿو يا ڇو ٿو ڪري."

"تنهنجو ايترو گهاٽو دوست آهي، تون ان کان معلوم ڇو نٿو ڪرين؟"

"ايترو گهاٽو دوست بہ ڪونهي تہ اهڙين ڳالهين جي باري ۾ مون کي ٻڌائي ۽ پلا مان چو ايتري کوٽ کوتان ڪريان. هوندو ڪو ان جو مسئلو."

"تہ پوءِ سنو ڪونہ آهي تہ تون اهڙن دوستن کان ڪجهہ پري رهين. اهڙن ماڻهن سان دوستي چڱي ڪو نہ هوندي آهي. جيڪڏهن سياڻي تو بہ اهڙيون حرڪتون ڪرڻ شروع ڪيون تہ.......؟"

"هونئن بہ تو ان ڏينهن جيڪا حرڪت ڪئي هئي اها جيڪڏهن ان کي ياد آئي تہ اسان جي دوستي ۾ خود ئي گهڻو فرق اچي ويندو." وسيم ڪجهہ جتائڻ واري انداز ۾ چيو.

"مان نٿي سمجهان تہ ان کي اها چماٽ ياد هوندي اهو پوريءَ طرح هوش ۾ تہ هيو ڪو نہ. تو سان ان با ري ۾ ذڪر ڪيائين ڇا؟" امامہ پڇيو.

"نہ. مون کي چيو تہ ڪو نہ اٿائين. مگر ٿي سگهي ٿو تہ ان کي ياد هجي. تو سنو ڪو نہ ڪيو هيو."

"ان حرڪت ئي اهڙي ڪئي هئي. هڪڙو تہ پنهنجو هٿ ڇڏائي رهيو هيو ٻيو گاريون بہ ڏئي رهيو هيو مٿان وري منهنجو رئو بہ لاهي وڌائين."

"ان رئو ڪو نہ لاٿو هيو ان جو هٿ لڳي ويو هيو." وسيم سالار جو دفاع ڪندي چيو.

"جيڪو بہ هيو ان وقت تہ مون کي ڏاڍي ڪاوڙ آئي هئي مگر بعد ۾ مون کي بہ افسوس ٿيو هيو ۽ مون تہ الله تعاليٰ جو شڪر ادا ڪيو تہ اهو بچي ويو. جيڪڏهن اهو مري پوي ها تہ مون کي تہ پنهنجي انهي چماٽ جو گهڻو ئي پڇتاءُ ٿئي ها." امامہ ڪجهہ معذرت واري انداز ۾ چيو.

"چڱو تون اڄ هلي رهي آهين تہ معذرت ڪجان." وسيم مشورو ڏنس.

"چو معذرت ڪيان. ٿي سگهي ٿو ان کي ڪجهہ ياد ئي نہ هجي. مان هرو ڀرو وتان ککر ۾ ڪڙها هڻندي ان کي ياد ڏياريان تہ مون ان سان ڇا ڪيو هيو." امامہ هڪدم چيو.

"فرض ڪر ان کي جيڪڏهن سڀ ڪجهہ ياد هجي تہ.....؟"

"تہ ..... تہ ڇا ٿيندو..... اهو ڪهڙو اسان جو مائٽ آهي جو انهن سان تعلقات خراب ٿي ويندا يا اچڻ وڃڻ ۾ فرق پوندو." امامہ بي پرواهيءَ سان چيو.

خريداري ڪرڻ کان پوءِ وسيم ان کي اسپتال وٺي آيو جتي سالار علاج لاءِ داخل هيو.

اهي ٻئي جنهن وقت ان جي ڪمري ۾ داخل ٿيا ان وقت اهو سُوپ پيئڻ ۾ مصروف هيو.

سالار وسيم سان گڏ اچڻ واري ڇوڪريءَ کي ڏٺو ۽ هڪدم سڃاڻي ورتو هئائين. توڙي جو ان رات اهو ان حالت ۾ ان کي سڃاڻي ڪو نہ سگهيو هيو مگر هاڻي ان کي ڏسڻ سان ئي ان کي سڃاڻي ويو هيو. پنهنجي ماءُ کان اڳيئي ان کي معلوم ٿيو هيو تہ وسيم جي ڀيڻ ان جو تڪڙو علاج ڪيو هيو مگر ان کي اهو علاج ياد ڪو نہ هيو البت اها زوردار ٿڦڙ ياد هيس جيڪا ان رات ان کي لڳي هئي. انهيءَ ڪري امامہ کي ڏسندي ئي اهو سوپ پيئندي پيئندي رڪجي ويو.

ان جي ڇيندڙ نظرن مان امامہ کي اندازو ٿي ويو تہ ان کي يقيناً ان رات ٿيڻ وارا واقعا ڪنهن نہ ڪنهن حد تائين ياد هيا.

رسمي دعا سلام کان پوءِ ان جي ماءُ امامہ جو شڪريو ادا ڪرڻ لڳي، جڏهن تہ سالار سوپ پيئندي ان کي گهوري ڏٺو. وسيم سان ان جي دوستي کي ڪيترا سال گذري ويا هيا ۽ ان وسيم جي گهر ۾ امامہ کي بہ ڪيترا ڀيرا ڏٺو هيو مگر ان پهريان ڪڏهن توجهہ ڪونہ ڏنو هيو. ان ڏينهن پهريون دفعو اهو ان تي ڪجهہ تنقيدي انداز ۾ غور ڪري رهيو هيو. ان جي دل ۾ امامہ جي لاءِ شڪرئي يا احسانمندي جا ڪي بہ جذبا ڪو نہ هيا. ان جي ڪري تہ ان جي سمورن منصوبن جو ٻيڙو ٻڏي ويو هيو.

امامہ ان جي ماءُ سان ڳالهائڻ ۾ مصروف هئي مگر وقت بہ بوقت پنهنجي مٿان ان جي پوندڙ نظرن کان بہ خبردار هئي. زندگي ۾ پهريون ڀيرو ان کي ڪنهن جون نظرون ايتريون خراب لڳيون هيون.

هڪڙي گهڙي جي لاءِ ان جي دل ۾ آيو اها اتان اٿي پڇي وڃي. سالار جي باري ۾ ان جي راءِ اڳ وڌيڪ خراب ٿي وئي هئي. اها پنهنجي ان چماٽ جي لاءِ معذرت ڪرڻ جي ارادي سان آئي هئي مگر ان وقت ان جي دل گهريو تہ ان کي ٻہ چار ٻيون بہ چماٽون وهائي ڪڍي.

ٿوري دير اتي ويهڻ کان پوءِ هڪدم اها اتان واپس ٿيڻ لاءِ اٿي بيٺي ۽ واپس موٽندي لن سالار سان دعا سلام ڪرڻ جي تڪليف ئي ڪونہ ڪئي. اها صرف ان جي ماءُ کان موڪلائي سالار ڏانهن ڏسڻ کان سواءِ ٻاهر نڪري آئي هئي ۽ ٻاهر اچي ان سک جو ساهہ کنيو هيو.

"تو اهڙي قسم جا دوست ڇاهيا آهن؟" ان ٻاهر نڪرندي ئي وسيم کي چيو جنهن ڪجهہ حيراني مان ان کي ڏٺو.

"ڇو هاڻي ڇا ٿيو آهي؟"

"ان کي ڏسڻ جي بہ تميز ڪونهي. انهي ڳالهہ جو بہ احساس ڪو نہ اٿس تہ مان ان جي دوست جي ڀيڻ آهيان ۽ ان جي دوست سان گڏ ان جي ڪمري ۾ موجود آهيان."

وسيم ان جي ڳالهہ تي ڪجهہ پريشان ٿي ويو.

"اهو ماڻهو ان جي قابل ڪونهي تہ ان جي عيادت ڪرڻ لاءِ وڃجي ۽ تون ان سان ملڻ جلڻ بند ڪر."

"چڱو ٺيڪ آهي، مان احتياط ڪندس. هاڻي تون وري وري ان ڳالهہ کي نہ ورجاءِ." وسيم گفتگو جي موضوع کي بدلائڻ جي ڪوشش ڪندي چيو. امامہ ڇاڻي واڻي ماٺ ٿي وئي مگر سالار ان جي ناپسنديده ماڻهن جي قطار ۾ شامل ٿي چڪو هيو.

اهو هڪڙو اتفاق ئي هيو تہ اها انهن ڏينهن ۾ اسلام آباد ڪجهہ موڪلون گذارڻ آئي هئي ورنہ شايد سالار سان ان جو ايترو ويجهڙائي کان ۽ ايترو اڻ وڻندڙ تعارف ۽ تعلق ڪڏهن بہ پيدا ڪو نہ ٿئي ها.

❊❊❊

اسلام قبول ڪرڻ کان پوءِ ان پهريون ڀيرو جلال انصر کي تڏهن ويجهي کان ڏٺو جڏهن هڪڙي ڏينهن اهي چارئي ڪاليج جي ڇپر تي ويٺيون ڪچهريءَ ۾ مصروف

هيون، اهو اتي ڪنهن ڪم سان آيو هيو. رسمي سلام دعا کان پوءِ اهو زينب سان گڏجي ڪجهه پرتي وڃي ويٺو هيو. امامه ان جي چهري تان نظرون هٽائي ڪونه سگهي هئي. هڪڙي عجيب مسرت ۽ خوشين جو احساس ان کي گهيري رهيو هيو.

اهو ڪجهه دير تائين زينب سان ڳالهائڻ کان پوءِ اتان ئي هليو ويو. امامه ان وقت تائين ان جي پٺي تي نظرون ڄمايون ان کي ڏسندي رهي جيستائين اهو نظرن کان غائب نه ٿي ويو. ان جي چوڌاري ويٺل سندس ساٿي ڇوڪريون کهڙيون ڳالهيون ڪري رهيون هيون، ان وقت ان کي ان جو ڪو احساس ڪو نه هيو. جڏهن اهو سندس نظرن کان گم ٿي ويو ته اها ڄڻ هڪدم ٻيهر پنهنجي ماحول ۾ واپس اچي وئي.

جلال انصر سان ان جي ٻي ملاقات زينب جي گهر ۾ ٿي هئي. ان ڏينهن اها ڪاليج کان واپسيءَ تي زينب سان گڏجي ان جي گهر آئي هئي. زينب ڪجهه ڏينهن کان انهن سڀني کي پنهنجي گهر اچڻ لاءِ چوندي رهندي هئي. باقي سڀني ڪونه ڪو بهانو ٻڌائي ورتو هيو مگر امامه ان ڏينهن ان سان گڏجي ان جي گهر هلي آئي هئي. ان جي گهر اچي ان کي هڪڙي عجيب سڪون جو احساس ٿيو هيو. شايد ان احساس جو سبب جلال انصر جي ان گهر سان نسبت هئي.

اها ڊرائنگ روم ۾ ويٺي هئي ۽ زينب چانهه تيار ڪرڻ لاءِ بورچيخاني ۾ وئي هئي. جڏهن جلال ڊرائنگ روم ۾ داخل ٿيو ته اتي امامه کي ڏسي ڪجهه ڇرڪي ويو. شايد ان کي اتي امامه کي ڏسڻ جي اميد ڪو نه هئي.

"اسلام عليڪم. اوهان ڪيئن آهيو؟" جلال شايد اهڙي نموني بي ڌڙڪ اندر داخل ٿيڻ تي پنهنجو شرم پرچائڻ لاءِ چيو. امامه رنگ بدليندڙ چهري سان ان جو جواب ڏنو.

"توهان زينب سان گڏ آيا آهيو؟" ان پڇيو.

"جي"

"زينب ڪٿي آهي، مان دراصل ان کي ڳوليندو هتي اچي ويس. مون کي خبر ڪونه هئي ته ان جي ڪا دوست هتي موجود آهي." ڪجهه معذرت ڪرڻ واري انداز ۾ چوندي اهو موٽي ويو.

"توهان ڏاڍو سٺي نعت پڙهندا آهيو." امامه خود بخود چيو. اهو بيهي رهيو.

"شڪريو." اهو ڪجهه حيران ڏسڻ ۾ آيو. "توهان ڪٿي ٻڌو آهي؟"

"هڪڙي ڏينهن مون زينب کي فون ڪئي هئي جيستائين مان ان جي اچڻ تائين فون ڪن تي جهليون ويٺي هيس مون کي توهان جو آواز ٻڌڻ ۾ پئي آيو پوءِ زينب کان توهان جي باري ۾ خبر پئي. ان نعتيه مقابلي ۾ به آئي هيس جتي توهان اها نعت پڙهي هئي."

اها بي اختيار چوندي وئي. جلال انصر جي سمجهه ۾ ڪونه آيو ته اهو حيران ٿئي يا خوش.

"گهڻو سٺو ته نه. بس پڙهندو آهيان. الله سائين جي مهرباني آهي." ان حيرانگيءَ جي ان جهٽڪي مان پاڻ سنڀاليندي سفيد چادر ۾ ويڙهي ويٺل ان سنهڙي سهپڪڙي ڏکي قد واري ڇوڪريءَ کي ڏٺو جنهن جي گهرين ڪارين اکين ۾ ڪو وڏو عجيب تاثر

رکيل هيو. اهو گهڻن کان پنهنجي آواز جي تعريف ٻڌي چڪو هيو مگر ان وقت ان ڇوڪريءَ طرفان تعريف ان جي لاءِ ڪجهه غير معمولي هئي ۽ ان جنهن انداز ۾ اهو ڇيو هيو اهو ان کان به وڌيڪ عجيب هيو.

اهو موٽي ڊرائنگ روم مان ٻاهر نڪري ويو. اهو هوندي به ڇوڪرين سان ڳالهائڻ جو عادي ڪونه هيو ۽ وري هڪڙي اهڙي ڇوڪريءَ سان گفتگو جنهن کان اهو صرف ڏٺل هجڻ جي حد تائين واقف هيو.

امامه هڪڙي عجيب مسرت جي حالت ۾ اتي ويٺي هئي. ان کي يقين ڪونه ٿي آيو ته ان جلال انصر سان ڳالهايو هيو. پنهنجي سامهون...... پنهنجي ايترو ويجهو..... اها ڊرائنگ روم جي دروازي پرسان قالين تي ان جاءِ کي ڏسندي رهي جتي اهو ڪجهه دير اڳ ويٺو هيو. تصور جي اک سان اها ان کي هاڻي به اتي ڏسي رهي هئي.



انهن جي ٻي ملاقات اسپتال ۾ ٿي. گذريل دفعي جيڪڏهن امامه ڄاڻي واڻي زينب جي گهر وئي هئي ته ان دفعي اهو هڪڙو اتفاق هيو. امامه رابعه سان گڏجي اتي آئي هئي جنهن کي اتي پنهنجي ڪنهن ساهيڙيءَ سان ملڻو هيو. اسپتال جي هڪڙي ورانڊي ۾ آخري سال جي شاگردن جي هڪڙي ٽولي ۾ ان جلال انصر کي ڏٺو. ان جي دل ڌڪڻ لڳي. ورانڊي ۾ ايتري رش هئي جو اها ان جي پرسان پهچي نٿي سگهي ۽ ان وقت پهريون دفعو امامه کي احساس ٿيو ته ان کي سامهون ڏسي ان جي لاءِ رڪجڻ ڪيترو مشڪل ڪم هيو. رابعه جي ساهيڙيءَ سان گڏ ويٺي به ان جو ڌيان مڪمل طور تي ٻاهر ئي هيو.

ڪلاڪ ڏيڍ کان پوءِ اها رابعه سان گڏ ان جي ساهيڙيءَ جي ڪمري مان ٻاهر آئي هئي. هاڻي اتي آخري سال جي شاگردن جو اهو ٽولو ڪونه هيو. امامه کي بي اختيار مايوسي ٿي. رابعه ان سان گڏ ڳالهيون ڪندي ٻاهر نڪري رهي هئي جڏهن ڊاڪٽر ۾ اهي ٻئي جلال جي سامهون اچي ويون. امامه جي جسم مان ڄڻ ڪرنٽ جي هڪڙي لهر ڊوڙي وئي.

"اسلام عليڪم. جلال ڀائي! توهان ڪيئن آهيو؟" رابعه اڳرائي ڪئي.

"الله سائين جو شڪر آهي." ان سلام جو جواب ڏيندي چيو.

"توهان هتي ڪيئن آيا آهيو؟" هن دفعي جلال امامه کي ڏسندي پڇيو.

"مان پنهنجي هڪڙي ساهيڙيءَ سان ملڻ آئي هيس ۽ امامه مون سان گڏجي آئي آهي." رابعه مرڪندي ٻڌائي رهي هئي جڏهن ته امامه خاموشيءَ سان ان جي چهري تي نظرون ڄمايون ويٺي هئي.

دستگیری میری تنہائی میں تونے ہی تو کی
میں تو مرجاتا اگر ساتھ نہ ہوتا تیرا۔

ان جو آواز ٻڌڻ سان ئي اها هڪڙو پيرو وري ڪنهن وجد ۾ اچي رهي هئي. ان تمام گهٽ ماڻهن کي اهڙي وڻندڙ لهجي ۾ ڳالهائيندي ٻڌو هيو جنهن لهجي ۾ اهو ڳالهائي رهيو هيو. خبر نه آهي ڇو هر دفعي ان جو آواز ٻڌندي ئي ان جي ڪنن ۾ انجي پڙهيل نعت گونجڻ لڳندي هئي. ان کي ڏسندي هن کي عجيب رشڪ ٿي رهيو هيو.

جلال رابعه سان ڳالهائيندي شايد ان جي خيالن ۾ گم ٿي وڃڻ کي محسوس ڪيو هيو انهيءَ ڪري ڳالهائيندي ڳالهائيندي ان امامه ڏانهن ڏٺو ۽ مرڪڻ لڳو. امامه ان جي چهري تان نظرون هٽائي ڇڏيون. بي اختيار ان جي دل گهريو هيو ته اها ان شخص جي اچا ويجهو ٿي وڃي. جلال تان نظرون هٽائي هيڏي هوڏي ويندڙ ماڻهن کي ڏسندي ان ٽي ڀيرا "لاحول ولا قوت" پڙهيو. "شايد هن وقت شيطان منهنجي دل ۾ اچي مون کي ان ڏانهن راغب ڪري رهيو آهي." ان سوچيو مگر "لاحول ولا قوت" پڙهڻ کان پوءِ به ان جي اندر ۾ ڪا ئي تبديلي ڪو نه آئي. اها هاڻي به جلال جي لاءِ ساڳي ئي ڪشش محسوس ڪري رهي هئي.

اسجد سان ايترا سال اڳ مڱڻو ٿيڻ کان پوءِ به ڪڏهن ان پنهنجو پاڻ کي ان لاءِ اهڙي نموني بي اختيار ٿيندي ڪو نه ڏٺو هيو جهڙو اها ان وقت ٿي رهي هئي. اتي بيٺي ان کي پهريون ڀيرو جلال کان گهڻو زياده خوف ٿيو. منهنجي دل جيڪڏهن انهيءَ شخص کي ڏسي ايئن بي اختيار ٿيندي رهي ته مان ڪيئن ڪنديس. آخر ان کي ڏسي مون کي ..... ان جڻ بي وسيءَ جي حالت ۾ سوچيو. مان ڪڏهن به ايترو ڪمزور ته ڪو نه هيس جو ان جهڙي ماڻهوءَ کي ڏسي اهڙي نموني....... ان کي پنهنجو وجود ميڻ لڳو.

❊ ❊ ❊

"ادا! توهان فارغ آهيو." ان رات زينب دروازو کڙڪائي جلال جي ڪمري ۾ اندر آئي.

"ها, اچ." ان پڙهڻ واري ميز تي ويٺي ويٺي ڪنڌ ورائي زينب کي ڏٺو.

"توهان ۾ هڪڙو ڪم آهي." زينب ان جي پرسان اچي چيو.

"ڪهڙو ڪم آهي؟"

"توهان هڪڙي ڪيسٽ ۾ پنهنجي آواز ۾ ڪجهه نعتون رڪارڊ ڪري ڏيو." زينب چيو. جلال حيرانگيءَ مان ان جي فرمائش ٻڌي,

"ڇا جي لاءِ؟"

"هوءَ منهنجي دوست آهي نه امامه. ان کي توهان جو آواز ڏاڍو پسند آهي, انهيءَ ڪري..... ان مون کان فرمائش ڪئي ۽ مون حامي ڀري ڇڏي," زينب تفصيل ٻڌايو.

جلال انهي فرمائش تي مرڪيو. امامه سان ڪجهه ڏينهن اڳ ٿيل ملاقات ان کي ياد اچي وئي.

"هيءَ اها ڇوڪري آهي جيڪا ان ڏينهن هتي آئي هئي؟" جلال سرسري انداز ۾ پڇيو.

"ها, اها ئي ڇوڪري آهي. اسلام آباد کان هتي آئي آهي."

"اسلام آباد کان؟ هاسٽل ۾ رهندي آهي؟" جلال ڪجهه دلچسپي ظاهر ڪندي پڇيو.

"جي. هاسٽل ۾ رهندي آهي. ان جو ڪافي سٺو خاندان آهي. ان جو والد فيڪٽرين جو مالڪ آهي...... مگر امامہ سان ملي ذرو بہ ايئن محسوس ڪونہ ٿيندو آهي." زينب بي اختيار امامہ جي تعريف ڪئي.

"ڪافي مذهبي لڳي ٿي. مون هڪ ڀيرو دفعا ان کي تو سان گڏ ڪاليج ۾ بہ ڏٺو آهي. اها ڪاليج ۾ بہ چادر ويڙهي رکندي آهي. ان تي اجا هتي ڪاليج جي "آب و هوا" جو اثر ڪونہ ٿيو آهي." جلال چيو.

"ادا! ان جو خاندان بہ گهڻو مذهبي آهي جو تہ اها جڏهن کان هتي آئي آهي ايئن ئي آهي. منهنجو خيال آهي تہ گهڻو روايت پسند ماڻهو آهن. ليڪن اهو ضرور آهي تہ ان جو خاندان گهڻو تعليم يافتہ آهي. نہ صرف ڀاءُ پر ڀينرون بہ اها گهر ۾ سيني کان ننڍي آهي." زينب تفصيل ٻڌائيندي چيو. "تہ پوءِ توهان ڪڏهن رڪارڊ ڪري ڏيندا؟" زينب پڇيو.

"تون سڀاڻي ونجانءِ. مان رڪارڊ ڪري ڇڏيندس." جلال چيو. اها مٿو لوڏيندي ڪمري مان نڪري وئي. جلال ڪجهہ دير ڪنهن سوچ ۾ ٻڏل رهيو پوءِ اهو ان ڪتاب ڏانهن ڏيان ڏيڻ لڳو جنهن کي اهو ٻهريان پڙهي رهيو هيو.

❊ ❊ ❊

انهن جي ٻيهر ملاقات لئبريريءَ ۾ ٿي هئي. ان دفعي امامہ ان کي اتي موجود ڏسي بي اختيار ان ڏانهن هلي وئي. رسمي دعا سلام کان پوءِ امامہ چيو.

"مان توهان جو شڪريو ادا ڪرڻ ٿي گهريو."

جلال حيرانيءَ مان ان کي ڏٺو "ڇا جي لاءِ؟"

"ان ڪيسٽ جي لاءِ جيڪا توهان رڪارڊ ڪري موڪلي هئي." جلال مرڪيو.

"نہ. ان جي ضرورت ڪونهي. مون کي اندازو ڪونہ هيو تہ ڪڏهن ڪوئي مون کان اهڙي فرمائش ڪري سگهي ٿو."

"توهان گهڻو خوش قسمت آهيو." امامہ ان ڏانهن ڏسندي جهيڻي آواز ۾ چيو.

"مان...... ڪهڙي حوالي سان؟" جلال هڪڙو ڀيرو وري حيران ٿيندي پڇيو.

"هر حوالي کان.... توهان وٽ سڀ ڪجهہ آهي."

"توهان وٽ بہ تہ گهڻو ڪجهہ آهي."

اها جلال جي ڳالهہ تي عجيب نموني سان مرڪي. جلال کي شڪ پيو تہ ان جي اکين ۾ ڪجهہ آلاڻ ظاهر ٿي هئي مگر اهو يقين سان نٿي چئي سگهيو. ان جون نظرون هاڻي هيٺ هيون.

"ٻهريائين ڪجهہ بہ ڪونہ هيو هاڻي واقعي سڀ ڪجهہ آهي." جلال ان کي هلڪي آواز ۾ چوندي ٻڌو. اهو ڪجهہ نہ سمجهڻ واري انداز ۾ ان کي ڏسڻ لڳو.

"توهان ايڏي محبت سان رسول الله ﷺ جو نالو مبارڪ ورتو ٿا تہ مان سوچيان ٿي تہ ......" ان پنهنجي ڳالهہ اڌ ۾ ڇڏي ڏني. جلال خاموشيءَ سان ان جي ڳالهہ مڪمل ٿيڻ جو انتظار ڪندو رهيو.

”مون کي توهان تي ريس ٿي ٿئي.“ ڪجهہ گهڙين کان پوءِ ان آهستي چيو.

”سيني ماڻهن کي تہ اهڙي محبت ڪونہ هوندي آهي جهڙي محبت توهان کي حضرت محمد ﷺ سان آهي. ٿي بہ وڃي تہ بہ هرڪوئي اهڙي نموني سان محبت جو اظهار نٿو ڪري سگهي جو ڀيا بہ رسول الله ﷺ جي محبت ۾ گرفتار ٿيڻ لڳن. حضرت محمد ﷺ کي بہ توهان سان گهڻو پيار هوندو.“ ان اکيون مٿي ڪيون. ان جي اکين ۾ ڪا بہ آلاڻ ڪونہ هئي.

”شايد مون کي وهم ٿيو هيو.“ جلال ان کي ڏسڻ کان پوءِ سوچيو.

”مون کي انهيءَ جي خبر ڪونہ آهي, جيڪڏهن ايئن هجي تہ پوءِ مان واقعي گهڻو خوش قسمت انسان هوندس. مون کي تہ صرف اها خبر آهي تہ مون کي واقعي حضور ﷺ جن سان گهڻي محبت آهي. مون جهڙن ماڻهن جي لاءِ ايترو ئي ڪافي آهي. الله هرهڪ کي انهيءَ محبت سان ڪونہ نوازيندو آهي.“

اهو وڏي عقيدت سان چئي رهيو هيو. امامہ ان جي چهري تان نظرون هٽائي نہ سگهي. ان کي ڪڏهن ڪنهن ماڻهوءَ جي سامهون اهڙي قسم جي احساس ڪمتري ڪو نہ ٿي هئي جنهن نموني جي احساس ڪمتري اها جلال انصر جي سامهون محسوس ڪري رهي هئي.

”شايد مان بہ نعت پڙهان. شايد مان بہ سٺي انداز ۾ ان کي پڙهان مگر مان..... مان جلال انصر ڪڏهن بہ ٿي نٿي سگهان, ڪڏهن بڻجي ئي نٿي سگهان, ڪڏهن بہ منهنجو آواز ٻڌي ڪنهن جو اهڙو حال نٿو ٿي سگهي. جيڪو حال جلال انصر جو آواز ٻڌي ٿيندو آهي.“ اها لئبريريءَ مان نڪرندي مسلسل مايوسيءَ واري ڪيفيت ۾ سوچي رهي هئي.

❊ ❊ ❊

جلال انصر سان ٿيڻ وارين ڪجهہ ملاقاتن کان پوءِ امامہ پوري ڪوشس ڪئي هئي تہ اها ٻيهر ڪڏهن بہ ان جي منهن نہ چڙهي, نہ ان جي باري ۾ سوچي, نہ زينب جي گهر وڃي. ايستائين جو زينب سان پنهنجن تعلقاتن کي بہ ان پنهنجي طرفان گهڻو محدود ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي هئي. ان جي هر حفاظتي تدبير مڪمل طور ناڪام ٿيندي وئي.

هر گذرندڙ ڏينهن سان گڏ امامہ جي بيوسيءَ ۾ اضافو ٿيندو پئي ويو ۽ پوءِ ان آڻ مڃي ورتي هئي.

”ان شخص ۾ ڪا اهڙي شيءِ آهي جنهن جي سامهون منهنجي هر مزاحمت ڪمزور ٿي وڃي ٿي.“ ۽ شايد ان جو اهو اعتراف ئي هيو جنهن ان جو هڪڙو پير و وري جلال ڏانهن توجهہ ڇڪرايو هيو. ٻهريان ان جي لاءِ ان جي بي اختياري لاشعوري هئي پوءِ ان شعوري طور تي جلال کي اسجد جي جاءِ ڏئي ڇڏي

”آخر ڪهڙي خرابي آهي جيڪڏهن مان ان شخص جو ساٿ گهران جنهن جو آواز مون کي بار بار پنهنجي پيغمبر ﷺ ڏانهن موٽڻ لاءِ مجبور ڪندو رهيو. مان ڇو ان شخص کي حاصل ڪرڻ جي خواهش نہ ڪريان جيڪو حضرت محمد ﷺ سان مون کان وڌيڪ محبت رکي ٿو. ڪهڙو عيب آهي جيڪڏهن مان ان شخص کي پنهنجو مقدر

ٻڌائڻ جي لاءِ دعا ڪريان، جنهن جي لاءِ مون کي انسيت آهي ۽ جنهن جي ڪردار کان مان واقف آهيان. ان ۾ ڪهڙي خرابي آهي جيڪڏهن مان چاهيان ته مان جلال انصر جي نالي سان سڃاتي وڃان. ان اڪيلي ماڻهوءَ جي نالي سان جنهن کي ٻڌندي، جنهن کي ڏسندي مون کي ان سان ريس ٿي ٿئي. " ان وٽ هر دليل هر بهانو موجود هيو.

گهڻو غير محسوس طور تي اها هر ان جاءِ تي وڃڻ لڳي جتي جلال انصر جي موجود هجڻ جو امڪان هوندو هيو ۽ اهو اڪثر اتي ڏسڻ ۾ ايندو هيو. اها زينب کي ان وقت فون ڪندي هئي جڏهن جلال گهر تي موجود هوندو هيو ڇو ته گهر تي موجود هجڻ ڪري فون سدائين اهو ئي کڻندو هيو. ٻنهي جي وچ ۾ ٿوري گهڻي گفتگو آهستي آهستي ڊگهي ٿيڻ لڳي پوءِ اهي ملڻ به لڳا. جويريه، رابعه يا زينب ٽنهي کي امامه ۽ جلال جي وچ ۾ وڌندڙ انهن تعلقات جي باري خبر ڪونه هئي. جلال هائي هائوس جاب ڪري رهيو هيو ۽ امامه اڪثر ان جي اسپتال وڃڻ لڳي. باقاعده محبت جو اظهار نه ڪرڻ جي باوجود ٻئي پنهنجي لاءِ هڪ ٻئي جي جذبات کان واقف هيا. جلال کي خبر هئي ته امامه ان کي پسند ڪري ٿي ۽ اها پسنديدگي عام نوعيت جي ڪونه هئي. خود امامه کي به خبر پئجي وئي هئي ته جلال ان لاءِ ڪجهه خاص قسم جا جذبات محسوس ڪرڻ لڳو آهي.

جلال ايترو مذهبي هيو جو ان ڪڏهن ان ڳالهه جو تصور به ڪو نه ڪيو هيو ته اهو ڪنهن ڇوڪريءَ جي محبت ۾ گرفتار ٿي ويندو نه صرف اهو ته اهو محبت ڪندو بلڪ اهڙي نموني ان سان ملندو رهندو...... مگر اهو سڀ ڪجهه غير محسوس انداز ۾ ٿيندو ويو هيو. ان زينب سان ڪڏهن به انهي ڳالهه جو ذڪر ڪو نه ڪيو ته ان جي ۽ امامه جي وچ ۾ ڪنهن خاص نوعيت جو تعلق آهي. جيڪڏهن اهو اهڙو اظهار ڪري ها ته زينب يقيناً ان کي امامه جي اسجد سان ٿيل مڱڻي کان آگاهه ڪري ڇڏي ها. گهڻو شروع ۾ ئي اهو امامه جي مڱڻي جي باري ۾ ڄاڻي وڃي ها ته اهو امامه جي باري ۾ گهڻو محتاط ٿي وڃي ها، پوءِ گهٽ ۾ گهٽ امامه جي لاءِ ايتري حد تائين اڳتي وڌڻ ۽ ملوث ٿيڻ جو سوال ئي پيدا نه ٿئي ها جنهن حد تائين اهو ٿي چڪو هيو.

انهن جي وچ ۾ ٿيڻ وارين اهڙين ملاقاتن مان هڪ ۾ امامه ان سان شادي ڪرڻ جي باري ۾ ڳالهه ڪئي هئي. ان کي امامه جي جرئت تي ڪجهه حيراني ٿي هئي ڇو ته گهٽ ۾ گهٽ اهو پاڻ گهڻو چاهڻ جي باوجود اڃا اها ڳالهه ڪو نه چئي سگهيو هيو.

"توهان جو هائوس جاب ڪجهه وقت ۾ مڪمل ٿي ويندو ان کان پوءِ توهان ڇا ڪندا؟" امامه ان ڏينهن ان کان پڇيو هيو.

"ان کان پوءِ مان ڊاڪٽري ۾ خاص مهارت حاصل (اسپيشلائيزيشن) ڪرڻ لاءِ ولايت ويندس." جلال آرام سان چيو.

"ان کان پوءِ؟"

"ان کان پوءِ واپس ايندس ۽ پنهنجي اسپتال کوليندس."

”توهان پنهنجي شادي جي باري ۾ سوچيو آهي؟“ ان اڳيون سوال ڪيو هيو. جلال حيرانيءَ مان مرڪي ان کي ڏٺو.

”امامہ! شادي جي باري ۾ هر هڪ سوچيندو آهي.“

”توهان ڪنهن سان ڪندا؟“

”اهو طئي ڪرڻ اڃا باقي آهي.“

”امامہ ڪجهہ گهڙيون خاموش رهي ”مون سان شادي ڪندا؟“

جلال ہڏتر ۾ ان کي ڏسڻ لڳو. ان کي امامہ کان اهڙي سوال جي اميد ڪو نہ هئي. ”توهان کي منهنجي ڳالهہ سٺي ڪو نہ لڳي آهي؟“

امامہ ان کي گم سم ڏسي پڇيو. اهو هڪدم ڄڻ هوش ۾ اچي ويو.

”نہ. ايئن تہ ڪو نہ آهي.“ ان بي اختيار چيو. ”اهو سوال تہ مون کي تو کان ڪرڻ گهربو هيو. تون مون سان شادي ڪندينءَ؟“

”ها.“ امامہ بنا ڪتڪي چئي ڏنو.

”ءِ توهان؟“

”مان...... مان......ها. بلڪل ظاهر آهي، تو کان سواءِ مان ٻئي ڪنهن سان شادي ڪري ٿو سگهان.“ ان پنهنجي جملي تي امامہ جي چهري تي هڪڙي رونق ايندي ڏٺي.

”مان هائوس جاب ختم ڪرڻ کان پوءِ پنهنجي والدين کي توهان جي گهر موڪليندس.“

اها ان دفعي جواب ۾ ڪجهہ چوڻ جي بجاءِ چپ ٿي وئي. ”جلال! ڇا ايئن نٿو ٿي سگهي تہ مان توهان سان پنهنجن گهر وارن جي مرضي کان سواءِ شادي ڪريان؟“

جلال ان جي ڳالهہ تي هڪو ٻڪو ٿي ويو. ”ڇا مطلب؟“

”ٿي سگهي ٿو منهنجا والدين انهي شادي لاءِ تيار نہ ٿين.“

”ڇا تو پنهنجن والدين سان ڳالهہ ڪئي آهي؟“

”نہ.“

”تہ پوءِ تون اها ڳالهہ ڪيئن ٿي چئي سگهين؟“

”ڇو تہ مان پنهنجي ماءُ پيءُ کي چڱيءَ طرح سڃاڻان ٿي.“ ان روانيءَ سان چيو.

جلال هڪدم ڪجهہ پريشان ڏسڻ ۾ آيو. ”امامہ! مون ڪڏهن اهو سوچيو ئي ڪونهي تہ تنهنجي والدين کي اسان ٻنهي جي شادي تي ڪوئي اعتراض ٿي سگهي ٿو. مان تہ سمجهيو ٿي تہ اهڙي ڪا ڳالهہ ڪو نہ ٿيندي“

”مگر ايئن ٿي سگهي ٿو. توهان صرف مون کي اهو ٻڌايو تہ ڇا توهان انهيءَ صورت ۾ مون سان شادي ڪندا؟“

جلال ڪجهہ دير ماٺ ۾ ويٺو رهيو. امامہ پريشانيءَ مان ان کي ڏسندي رهي. ڪجهہ دير کان پوءِ جلال پنهنجي ماٺ کي ٽوڙيو.

”ها. مان تڏهن بہ تو سان ئي شادي ڪندس. منهنجي لاءِ اهو ممڪن ڪونهي تہ مان هاڻي ڪنهن ٻي ڇوڪريءَ سان شادي ڪري سگهان. مان ڪوشش ڪندس تہ تنهنجا

مائٽ انهيءَ شاديءَ تي راضي ٿي وڃن پر جي اهي راضي نٿا ٿين تہ پوءِ اسان کي انهن جي مرضي کان سواءِ شادي ڪرڻي پوندي.“

”ڇا تنهنجا والدين انهيءَ ڳالهہ لاءِ راضي ٿي ويندا؟“

”ها. مان انهن کي مڃائي وٺندس. اهي منهنجي ڳالهہ ڪونہ ٽاريندا آهن.“ جلال فخر مان چيو.

❊ ❊ ❊

اها هيلو جي آواز تي موٽي. ان جي ڪجهہ قدمن جي فاصلي تي سالار بيٺو هيو. اهو پنهنجي انهيءَ ئي بي ڍنگي حُليي سان هيو. قميص جا سمورا بٽڻ کليل هيس ۽ اهو پاڻ پتلون جي کيسن ۾ هٿ وجهيون بيٺو هيو. هڪڙي گهڙيءَ لاءِ امامہ جي سمجهہ ۾ ڪجهہ نہ آيو تہ اها ڪهڙي طرح رد عمل جو اظهار ڪري

سالار سان گڏ تيمور بہ هيو.

”اڄ، تو کي انهيءَ ڇوڪريءَ سان ملايان ٿو.“ سالار امامہ کي ڪتابن جي دوڪان تي ڏٺو تہ ويجهو هليو آيو.

تيمور ڪنڌ ورائي ڏٺو ۽ حيرانيءَ مان چيو. ”ان چادر واري ڇوڪريءَ سان؟.

”ها.“ سالار قدم وڌائڻ لڳو.

”اها ڪير آهي؟“ تيمور پڇيو.

”اها وسيم جي ڀيڻ آهي.“ سالار چيو.

”وسيم جي؟ مگر تون ان سان ڇو ملي رهيو آهين؟ وسيم ۽ ان جي گهر وارا تہ ڪافي مذهبي ۽ پردي جو خيال رکڻ وارا آهن. انهيءَ سان ملي ڇا ڪندين؟“ تيمور پري کان امامہ کي ڏسندي چيو.

”پهريون ڀيرو ڪونہ ٿو ملان. پهريان بہ ملي چڪو آهيان. ڳالهائڻ ۾ ڪهڙو نقصان آهي؟“ سالار ان جي ڳالهہ ٻڌي اڻ ٻڌي ڪندي چيو.

امامہ رسالو هٿ ۾ جهليون هڪ نظر سالار ۽ هڪ نظر ان سان گڏ بيٺل ڇوڪري کي ڏٺو جيڪو تقريباً سالار جهڙي ئي حُليي ۾ هيو.

”توهان ڪيئن آهيو؟“ سالار ان کي پنهنجي طرف توجهہ ڪندو ڏسي چيو.

”ٺيڪ.“ امامہ رسالو بند ڪندي ان کي ڏٺو.

”هي تيمور آهي، وسيم سان ان جي بہ سٺي دوستي آهي.“ سالار تعارف ڪرايو.

امامہ هڪڙي نظر تيمور کي ڏٺو پوءِ هٿ جي اشاري سان دڪان جي هڪڙي پاسي اشارو ڪندي چيائين. ”وسيم هُن پاسي آهي.“

سالار ڪنڌ ورائي ان طرف ڏٺو جنهن پاسي ان اشارو ڪيو هيو ۽ پوءِ چيو.

”مگر اسان وسيم سان تہ ملڻ ڪو نہ آيا آهيون.“

”تہ پوءِ؟“ امامہ سنجيدگيءَ مان چيو.

”توهان سان گفتگو ڪرڻ آيا آهيون.“

"مگر مان تہ توهان کي نٿي سڃاڻان. پوءِ توهان مون سان ڇا ڳالهائڻ آيا آهيو؟"

امامہ رڪائي مان چيو. ان کي سالار جي اکين کان وحشت ٿيڻ لڳي هئي. ڪاش! اهو ڪنهن سان نظر جهڪائي ڳالهائڻ سکي وٺي ها. خاص ڪري ڪنهن ڇوڪريءَ سان. ان رسالو ٻيهر کولي ڇڏيو.

"توهان مون کي ڪو نہ ٿا سڃاڻو؟" سالار ٽوڪ ڪرڻ واري انداز ۾ ڪِليو. "توهان جي گهر سان گڏ ئي منهنجو گهر آهي."

"يقيناً آهي مگر مان توهان کي "ذاتي" طور نٿي سڃاڻان" اُن ساڳي ئي رڪائي سان رسالي تي نظرون رکندي چيو.

"ڪجھ مهينا پهريائين توهان هڪڙي رات منهنجي جان بچائي هئي." سالار ٽوڪ ڪرڻ واري انداز ۾ ان کي ياد ڏياريو.

"ميڊيڪل جي شاگرديائي هجڻ جي ناتي اهو منهنجو فرض هيو. منهنجي سامهون ڪير بہ مري رهيو هجي ها تہ مان اهو ئي ڪريان ها. هاڻي مون کي معاف ڪندا. مان مصروف آهيان."

سالار ان جي چوڻ جي باوجود تر جيترو بہ ڪونہ چُريو. تيمور ان جي ٻانهن کي هوريان ڇڪي ان کي هلڻ جو اشارو ڪيو. ان کي شايد وسيم جي حوالي سان امامہ جو لحاظ هيو مگر سالارَ پنهنجي ٻانهن ڇڏائي ورتي.

"مان توهان جي ان رات واري مدد ڪرڻ جو شڪريو ادا ڪرڻ تي گهريو حالانڪ توهان صحيح نموني سان منهنجو علاج ڪو نہ ڪيو هيو."

ان ڀيري سالار سنجيدگيءَ سان چيو. امامہ ان جي ڳالھ تي رسالي تان نظرون هٽائي ان کي ڏٺو.

توهان جو اشارو جيڪڏهن ان چماٽ ڏانهن آهي تہ ها اهو بلڪل صحيح ڪو نہ هيو ۽ مان ان لاءِ معذرت ٿي ڪريان."

"مون ان کي دل ۾ ڪو نہ ڪيو آهي. منهنجو اشارو ان ڳالھ ڏانهن ڪو نہ هيو." سالار لاپرواهيءَ سان چيو.

"مون کي اميد هئي تہ توهان ٿڦڙ کي دل ۾ ڪو نہ ڪندا." (ڇو تہ تون ان جو حقدار هئين ۽ هڪڙي نہ ڏهن لاءِ) ان جملي جو اڌ حصو ضبط ڪري ورتو.

"پلا توهان جو اشارو ڪهڙي ڳالھ ڏانهن هيو؟"

"توهان منهنجي پٽي بلڪل ٿرڊ ڪلاس نموني سان ڪئي هئي ۽ توهان کي ٺيڪ طريقي سان بلڊ پريشر بہ ڏسڻ ڪو نہ ٿو اچي." سالار لاپرواهيءَ سان چوندي پنهنجي وات ۾ چيگم وڌو. امامہ جي ڪن جون پاپڙيون ڳاڙهيون ٿي ويون. اها اکيون ٽمڪائڻ کان سواءِ ان کي ڏسندي رهي.

"افسوس جي ڳالھ آهي تہ هڪڙي ڊاڪٽر کي اهڙا معمولي ڪم نہ ايندا هجن جيڪي ڪنهن بہ عام ماڻهوءَ کي ايندا آهن."

ان دفعي ان جو انداز وري ٽوڪ ڪرڻ وارو هيو.

"مان ڊاڪٽر نہ آهيان. ڊاڪٽريءَ جي پهرين سالن ۾ آهيان. پهرين ڳالهہ ۽ جيستائين ٺيڪ علاج نہ ڪرڻ جو تعلق آهي تہ ٻئي پيري سهي. توهان کي تہ اهڙي قسم جون ڪوششون اجان ڪرڻيون آهن. مان آهستي آهستي توهان تي تجربا ڪري هٽ سڌو ڪري وينديس."

هڪڙي گهڙيءَ لاءِ اهو ڪجهہ بہ ڳالهائي ڪو نہ سگهيو پوءِ ان جي چهري تي مرڪ اچي وئي. ايئن جڻ ان کي ان جي ڳالهہ مان مزو آيو هيو باقي شرم نہ ۽ ان انهيءَ جو اظهار بہ ڪري ڇڏيو.

"جيڪڏهن توهان مون کي شرمندو ڪرڻ جي ڪوشش......"

"ڪوشش ڪري رهيون آهيو تہ توهان ان ۾ ناڪام ٿي ويندا. مون کي خبر آهي، توهان شرمندا ڪو نہ ٿيندا آهيو اها صفت صرف انسانن ۾ هوندي آهي." امامہ ان جي ڳالهہ ڪٽي پاڻ چيو.

"توهان جي خيال ۾ مان ڇا آهيان؟" سالار ان ٿي انداز ۾ چيو.

"خبر نہ آهي. ڪو جانورن جو ڊاڪٽر انهيءَ باري ۾ توهان کي بهتر نموني ٻڌائي سگهندو." اهو ان دفعي ان جي ڳالهہ تي کِليو.

"ٻن پيرن تي هلڻ واري جانور کي هر ميڊيڪل ڊڪشنري ۾ انسان چيل آهي ۽ مان ٻن پيرن تي هلندو آهيان."

"رڇ ڪان وٺي ڪتي تائين هر چئن پيرن وارو جانور ٻن پيرن تي هلي سگهندو آهي. جيڪڏهن لن کي ضرورت پوي يا ان جي دل گهري تہ"

"مگر مون کي چار پير ڪو نہ آهن ۽ مان صرف ضرورت جي وقت نہ هر وقت ٻن پيرن تي هلندو آهيان." سالار عجيب انداز ۾ پنهنجن لفظن تي زور ڏيندي چيو.

"اها توهان جي خوش قسمتي آهي تہ توهان کي چار پير ڪو نہ آهن. انهيءَ ڪري مون توهان کي جانورن جي ڊاڪٽر سان ملڻ لاءِ چيو آهي. اهو توهان کي توهان جي خاصيتن جي باري ۾ چڱي نموني سان ٻڌائي سگهندو."

امامہ ٿڌي آواز سان چيو. اهو ان کي لاجواب ڪرڻ ۾ واقعي ڪامياب ٿي ويو هيو.

"باقي اها ڳالهہ آهي تہ جيترو توهان جانورن جي باري ۾ چڱي نموني ڄاڻو ٿيون. توهان جانورن جون سٺيون ڊاڪٽرياڻيون ثابت ٿي سگهو ٿيون. مان توهان جي ڄاڻ مان گهڻو متاثر ٿيو آهيان." امامہ جي چهري جي ڳاڙهاڻ ۾ ڪجهہ وڌيڪ اضافو ٿي ويو. "جيڪڏهن توهان منهنجون ڊاڪٽرياڻيون ٿي وڃو تہ مان توهان جي ٻڌايل مشوري مطابق توهان وٽ ئي ايندو رهندس تہ جيئن توهان منهنجي باري ۾ وڌيڪ تجربو ڪري مون کي ٻڌائي سگهو."

سالار وڏي سنجيدگيءَ سان چيو. اها ان جي ڳالهہ جي جواب ۾ ڪجهہ بہ چئي ڪو نہ سگهي، صرف ان کي ڏسندي رهي. اهو ضرورت کان ڪجهہ وڌيڪ وات ڦاٽوڙو هيو ۽

اهڙي ماڻهوءَ سان ڏگهو بحث ڪرڻ هاڻيءَ ڪي هندستان ڏيڪارڻ برابر هيو ۽ اها اهڙي بيوقوفي ڪري چڪي هئي.

"بهرحال، توهان ڪي گهٽي ونڊيون؟" اهو وڏي سنجيدگيءَ سان پڇي رهيو هيو.

"اهو توکي وسيم ٻڌائي ڇڏيندو." امامہ هاڻي ان کي ٽمڪائڻ جي ڪوشش ڪئي.

"چڱو ٺيڪ آهي، اهو مان وسيم کان پڇي ونڊس. اهڙي طرح تہ گهٽي آساني ٿي ويندي."

اهو ان جي ٽمڪي کي سمجهڻ جي باوجود رعب ۾ ڪو نہ آيو ۽ ان امامہ کي اهو جتائي بہ ڇڏيو. تيمور هڪڙو ڀيرو وري ان جي ٻانهن کي ڇڪيو.

"اچ سالار! هل تہ هلون. مون کي هڪڙو ضروري ڪم ياد اچي ويو آهي." ان ابهرائيءَ مان سالار کي ذري گهٽ پاڻ سان گڏ گهلڻ جي ڪوشش ڪئي مگر سالار ڪو بہ توجهہ ڪو نہ ڏنو.

"هلون ٿا يار! ايئن ڇڪين ڇو ٿو؟" ان کي چوندي اهو هڪڙو ڀيرو وري امامہ سان مخاطب ٿيو.

"بهرحال، اهو سڀ ڪجهہ ٺيڪ هيو. مان واقعي توهان جو شڪريو ادا ڪرڻ آيو هيس. توهان ۽ وسيم منهنجي ڪافي مدد ڪئي. خدا حافظ."

اهو ايئن چوندي واپس موٽي ويو. امامہ بي اختيار هڪڙو سک جو ساهہ کنيو. اهو شخص واقعي چريو آهي. ان کي حيرت ٿي رهي هئي تہ وسيم جهڙو ماڻهو اهڙي شخص سان ڪيئن دوستي رکي ٿو سگهي.

اها هڪڙو دفعو وري رسالي جا پنا اٿلائڻ لڳي. "تو وٽ سالار آيو هيو ڇا؟" وسيم ان جي پرسان اچي پڇيو. پري کان سالار ۽ تيمور کي ڏٺو هئائين.

"ها." امامہ هڪڙو ڀيرو ان ڏانهن ڏٺو ۽ وري رسالو ڏسڻ لڳي.

"ڇا چئي رهيو هيو؟" وسيم ڪجهہ تجسس مان پڇيو.

"مون کي حيرت ٿي ٿئي تہ تو ان جهڙي ماڻهوءَ سان دوستي ڪيئن رکي آهي. مون زندگيءَ ۾ ان جهڙو بيهودو ۽ بدتميز ڇوڪرو ڪونہ ڏٺو آهي." امامہ چڙ واري انداز ۾ چيو "منهنجو شڪريو ادا ڪري رهيو هيو ۽ ان سان گڏ مون کي چئي رهيو هيو تہ مون کي پٽي بہ صحيح نموني سان ڪرڻ نٿي اچي، نہ وري مان بلڊ پريشر صحيح ڏسي سگهان ٿي."

وسيم جي چهري تي مرڪ پکڙجي آئي. "ان کي دفع ڪر، اهو عقل کان پيادل آهي."

"منهنجي دل تہ گهريو ٿي تہ مان ان کي بہ هٿ ٻيا بہ هٽي وٺان تہ ان جو هوش ٺڪاڻي اچي وڃي. منهن کڻي هتي پنهنجي دوست کي ساڻ وٺي هليو آيو. چئي! تو کي ڪنهن چيو آهي شڪريو ادا ڪر. ۽ مون کي تہ اهو ٻيو ڇوڪرو بہ سٺو ڪو نہ لڳو ۽ ان ٻڌايو تہ تنهنجي ان سان بہ دوستي آهي." امامہ کي اوچتو ياد آيو.

"دوستي تہ ڪونهي، بس ڄاڻ سڃاڻ آهي." وسيم وضاحت پيش ڪئي. "توکي اهڙن ڇوڪرن سان ڄاڻ سڃاڻ رکڻ جي بہ ضرورت ڪونهي. تو انهن ٻنهي جو حُليو ڏٺو. نہ انهن کي ڳالهائڻ جي تميز هئي، نہ لباس پائڻ جو سليقو ۽ منهن کڻي شڪريو ادا

ڪرڻ هليا آيا آهن. بهرحال، تون ان سان مڪمل طور تي تعلق ختم ڪري ڇڏ. توکي اهڙن ڇوڪرن سان ڄاڻ سڃاڻ رکڻ جي ڪائي ضرورت ڪونهي.“

امامہ رسالو رکندي هڪڙو ڀيرو وري ان کي تنبيهہ ڪئي ۽ پوءِ ٻاهر وڃڻ لاءِ قدم وڌايائين. وسيم بہ ان سان گڏ هلڻ لڳو.

”مگر مان هڪڙي ڳالهہ تي حيران آهيان تہ اهو جنهن حالت ۾ هيو ان کي اهو ڪيئن ياد آهي تہ مون ان جي پٽي صحيح ڪونہ ڪئي هئي يا بلڊ پريشر ڏسڻ ۾ مون کي ڏکيائي ٿي رهي هئي.“ امامہ ڪجهہ سوچيندي چيو.

”مان اهو سمجهي رهي هيس تہ اهو ايئن ئي هٿ پير هڻي رهيو هيو. مون کي اهو اندازو ڪونہ هيو تہ اهو پنهنجي آسپاس ٿيڻ وارين ڳالهين جو بہ مشاهدو ڪري رهيو آهي.“

”باقي، واقعي تو پٽي خراب ڪئي هئي ۽ جيڪڏهن مان تنهنجي مدد نہ ڪريان ها تہ بلڊ پريشر بہ صحيح ڏسي ڪو نہ سگهين ها. گهٽ ۾ گهٽ انهي معاملي ۾ اهو جيڪو ڪجهہ چئي رهيو هيو ٺڪ چئي رهيو هيو.“ وسيم مرڪندي چيو.

”ها، مون کي خبر آهي.“ امامہ اعتراف ڪرڻ واري انداز ۾ چيو. ”مگر مان ان وقت ڏاڍي گهبرايل هيس. مان پهريون ڀيرو اهڙي قسم جي صورتحال جو شڪار ٿي هيس، وري ان جي هٿ مان نڪرڻ وارو رت مون کي اڃا وڌيڪ پريشان ڪري رهيو هيو ۽ ان مٿان وري ان جو رويو...... ڪنهن خودڪشي ڪرڻ واري انسان کي اهڙيون حرڪتون ڪندي مون ڪو نہ ڏٺو هيو.“

”۽ تون ڊاڪٽرياڻي ٿيڻ تي گهرين. ۽ اها بہ هڪڙي ماهر ۽ ناليواري ڊاڪٽرياڻي، اها ڳالهہ ناقابل يقين آهي.“ وسيم تبصرو ڪيو.

”هاڻي تون تہ گهٽ ۾ گهٽ اهڙي قسم جون ڳالهيون نہ ڪر.“ امامہ احتجاج ڪيو. ”مون توکي اهو سڀ ڪجهہ انهيءَ لاءِ ڪونہ ٻڌايو آهي تہ تون ٽوڪون ڪر.“ اهي گاڏين بيهارڻ واري پلاٽ (پارڪنگ) ۾ پهچي ويا هيا.



ڪجهہ ڏينهن کان اها جلال ۽ زينب جي رويي ۾ عجيب تبديلي ڏسي رهي هئي. اهي ٻئي ان کان ڪجهہ اوپرا اوپرا رهڻ لڳا هيا. هڪڙي عجيب قسم جي بيزاري هئي جيڪا اها پنهنجي ۽ انهن جي وچ ۾ محسوس ڪري رهي هئي.

ان هڪ بہ دفعا جلال کي اسپتال ۾ فون ڪيو پر هر دفعي اهو جواب ٿي مليس تہ اهو مصروف آهي. اهو جيڪڏهن زينب کي ڪاليج مان وٺڻ بہ ايندو هيو تہ پهريان وانگر ان سان ڪو نہ ملندو هيو ۽ جيڪڏهن ملي بہ ويندو هيو تہ صرف رسمي دعا سلام کان پوءِ واپس هليو ويندو هيو. اها شروع ۾ انهي تبديليءَ کي پنهنجو وهم سمجهندي رهي مگر پوءِ زياده پريشان ٿيڻ ڪري اها هڪڙي ڏينهن جلال جي اسپتال هلي آئي.

جلال جو رويو بلڪل اوپرو هيو. امامہ کي ڏسڻ سان ان جي چهري تي پنهنجائپ جو احساس ئي ڪونہ ابريو.

"اسان کي ملئي گهڻا ڏينهن ٿي ويا هيا، انهيءَ ڪري مان پاڻ هلي آيس." امامہ پنهنجن سمورن انديشن کي ختم ڪرڻ جي ڪوشش ڪندي چيو.

"منهنجي تہ شفٽ ڊيوٽي شروع ٿي رهي آهي."

امامہ حيرانيءَ مان ان کي ڏٺو "زينب ٻڌايو هيو تہ هن وقت توهان جي شفٽ ڊيوٽي ختم ٿيندي آهي، مان انهيءَ ڪري هن وقت هلي آيس."

اهو گهڙي ڪن لاءِ ماٺ رهيو پوءِ ان چيو "ها، صحيح آهي مگر اڄ منهنجي ڪا ٻي مصروفيت آهي."

اها ان جو منهن تڪيندي رهي. "جلال! تون ڪنهن ڳالهہ ڪري مون کان ناراض آهين؟" هڪڙي گهڙي سوچڻ کان پوءِ ان چيو.

"نہ، مان ڪنهن سان بہ ناراض ڪو نہ آهيان." جلال ان ئي رکائيءَ سان چيو.

"ڇا توهان ڏهہ منٽ ٻاهر اچي منهنجي ڳالهہ ٻڌڻ گوارا ڪندا؟"

جلال ڪجهہ دير تائين ان کي ڏسندو رهيو پوءِ ان پنهنجو ڊاڪٽرن وارو ڪوٽ پنهنجي ٻانهن تي رکيوءِ ڪجهہ چوڻ کان سواءِ ڪمري مان ٻاهر نڪري آيو.

ٻاهر ايندي ئي جلال پنهنجي واچ ۾ نهاريو. اهو شايد ان جي لاءِ ڳالهہ شروع ڪرڻ جو اشارو هيو. "توهان مون سان اهڙي قسم جو اڻنگو روتاءُ ڇو ڪري رهيا آهيو؟"

"ڪهڙو غير واجبي سلوڪ پيو ڪريان؟" جلال بيزاري سان چيو.

"توهان گهٽ ڏينهن کان مون کي نظر انداز ڪري رهيا آهيو؟"

"ها، ڪري رهيو آهيان."

امامہ کي اميد ڪو نہ هئي تہ اهو ايتري صفائيءَ سان ان ڳالهہ جو اعتراف ڪري ڇڏيندو.

"ڇو تہ مان تو سان ملڻ نٿو گهران." اها ڪجهہ گهڙين لاءِ ڪجهہ بہ ڳالهائي ڪو نہ سگهي. "ڇو؟"

"اهو ٻڌائڻ ضروري ڪونهي." ان انهيءَ ئي اڻنگي نموني سان چيو.

"مان معلوم ڪرڻ ٿي گهران تہ توهان جو رويو هڪدم ڇو تبديل ٿي ويو آهي. ان جو ڪو نہ ڪو سبب تہ هوندو." امامہ چيو.

"ها، سبب آهي پر مان تو کي ٻڌائڻ ضروري ڪو نہ ٿو سمجهان. بلڪل اهڙي نموني جيئن تون ڪيترين ئي ڳالهين مون کي ٻڌائڻ ضروري نٿي سمجهين."

"مان؟" اها ان جو منهن ڏسڻ لڳي. "مون ڪهڙيون ڳالهيون توهان کي ڪو نہ ٻڌايون آهن؟"

"اهو تہ تون مسلمان ڪو نہ آهين." جلال وڏي تلخ لهجي ۾ چيو. امامہ ساهہ بہ ڪو نہ کڻي سگهي.

"ڇا تو اها ڳالهہ مون کان ڪو نہ لڪائي آهي؟"

"جلال! مون ٻڌائڻ گهريو ٿي." امامہ شڪست کائڻ واري انداز ۾ چيو.

"گهريو ٿي...... مگر تو ٻڌايو تہ ڪو نہ...... تو ڏوکو ڏيڻ جي ڪوشش ڪئي."

"جلال! مون توهان کي ڏوکو ڏيڻ جي ڪوشش ڪونہ ڪئي آهي." امامہ چڙ احتجاج ڪيو. "مان توهان کي ڇا جي لاءِ ڏوکو ڏينديس؟"

"مگر تو ڪيو اهو ئي آهي." جلال مٿو ڌوڻيندي چيو.

"جلال مان ......" جلال ان جي ڳالهہ ڪٽي ڇڏي

"تو چاٽي واٽي مون کي ڦاسائڻ جي ڪوشش ڪئي." امامہ جي اکين ۾ ڳوڙها پرجي آيا.

"ڦاسائڻ جي ڪوشش ڪئي؟"ان ڇپن ۾ جلال جي لفظن کي ورجايو.

"توکي خبر هئي تہ مان پنهنجي پيغمبر ﷺ سان عشق ڪندو آهيان!"

اها شڪسَت ڪاڌل انداز ۾ ان کي ڏسندي رهي.

"شادي تہ وڏي ڳالهہ آهي. هاڻي مان جڏهن تنهنجي باري ۾ سڀ ڪجهہ ڄاڻي ويو آهيان تہ مان تو سان ڪو بہ تعلق رکڻ نٿو گهران. تون مون سان ٻيهر ملڻ جي ڪوشش نہ ڪجانءِ." جلال بنا رک رکاءَ جي چئي ڇڏيو.

"جلال! مان اسلام قبول ڪري چڪي آهيان." امامہ جهيڻي آواز ۾ چيو.

"اوهہ وڏي ڳالهہ آهي." جلال بي عزتي ڪرڻ واري انداز ۾ پنهنجي هٿ کي چنڊيو. "هتي بيٺي بيٺي تو منهنجي لاءِ اسلام قبول ڪري ورتو." هن ٻيهري اهو ٽوڪ ڪرڻ واري انداز ۾ ڪِليو.

"جلال! مان توهان جي لاءِ مسلمان ڪونہ ٿي آهيان. توهان منهنجي لاءِ هڪڙو ذريعو ضرور ٿيا آهيو. مون کي اسلام قبول ڪئي ڪيترائي مهينا گذري ويا آهن ۽ جيڪڏهن توهان کي منهنجي ڳالهہ تي يقين ڪو نہ آهي تہ مان توهان کي ثبوت ڏئي سگهان ٿي. توهان مون سان گڏ هلو."

هن دفعي جلال ان کي ڪجهہ منجهيل نموني سان ڏسڻ لڳو.

"مان مڃان ٿي مون توهان ڏانهن پنهنجو هٿ پاڻ وڌايو. توهان جي چوڻ مطابق مون توهان کي ڦاسائڻ جي ڪوشش ڪئي. مون ڦاسائڻ جي ڪوشش ڪونہ ڪئي آهي. مان صرف بيوس هيس. توهان جي معاملي ۾ مان پاڻ کي قابو نٿي رکي سگهيس. توهان جي آواز جي ڪري، توهان کي خبر آهي مون توهان کي ٻڌايو هيو تہ مون توهان کي ٻهريون ڀيرو نعت پڙهندي ٻڌو تہ مون ڇا محسوس ڪيو هيو. توهان کي منهنجي باري ۾ اڳ ۾ ئي اهو سڀ ڪجهہ معلوم ٿي وڃي ها تہ توهان مون سان اهو ئي سلوڪ ڪريو ها جيڪو هاڻي ڪري رهيا آهيو..... مون کي صرف انهي ڳالهہ جو انديشو هيو جنهن جي ڪري مون توهان کان گهڻو ڪجهہ لڪائي رکيو. ڪجهہ ڳالهين ۾ انسان کي پنهنجي مٿان اختيار ڪو نہ هوندو آهي. مون کي بہ توهان جي معاملي ۾ پاڻ تي ڪو ئي اختيار ڪو نہ هيو."

ان سنجيدگيءَ سان پڇيو.

"تنهنجي گهر وارن کي انهيءَ ڳالهہ جي خبر آهي؟"

"نہ مان انهن کي ٻڌائي ڪونہ ٿي سگهان. منهنجو مڱڻو ٿيل آهي. مون توهان کي ان باري ۾ بہ ڪو نہ ٻڌايو....." اها ڪجهہ دير لاءِ چپ ٿي وئي. "مگر مان اتي شادي نٿي ڪرڻ گهران. مان

توهان سان شادي ڪرڻ گهران ٿي. مان صرف پنهنجي تعليم مڪمل ٿيڻ جو انتظار ڪري رهي آهيان. تڏهن مان پنهنجن پيرن تي بيهي ويندس ۽ پوءِ مان توهان سان شادي ڪنديس.

چئن پنجن سالن کان پوءِ جڏهن مان ڊاڪٽرياڻي ٿي وينديس ته شايد منهنجا مائٽ توهان سان منهنجي شادي ڪرڻ تي ايئن اعتراض نه ڪن جيئن اهي هاڻي ڪندا. جيڪڏهن مون کي اهو خوف نه هجي ته اهي منهنجي تعليم ختم ڪرائي منهنجي شادي اسجد سان ڪرائي ڇڏيندا ته شايد مان انهن کي هاڻي ئي انهيءَ ڳالهه جي باري ۾ ٻڌائي ڇڏيان ها ته مان اسلام قبول ڪري چڪي آهيان مگر مان اجا پوريءَ طرح پاڻ وهيڻي (انڊيپينڊنٽ) ڪو نه آهيان. منهنجا هٿ ٻڌل آهن. توهان اهو واحد رستو هيا جيڪو مون کي نظر آيو. مون کي واقعي توهان سان محبت آهي، پوءِ مان توهان کي شاديءَ جي پيشڪش نه ڪيان ها ته ٻيو ڇا ڪريان ها. توهان انهي صورتحال جو اندازو نٿا ڪري سگهو جنهن کي مان منهن ڏئي رهي آهيان...... منهنجي جاءِ تي هجو ها ته توهان کي اندازو ٿئي ها ته مان ڪوڙ ڳالهائڻ لاءِ ڪيتري مجبور ٿي وئي هيس."

جلال ڪجهه چوڻ کان سواءِ پرسان ڪاٺ واري بينچ تي ويهي رهيو. اهو هاڻي پريشان لڳي رهيو هيو. امامہ پنهنجون اکيون اگهي ڇڏيون.

"ڇا توهان جي دل ۾ منهنجي لاءِ ڪجهه به ڪو نه آهي؟ صرف انهيءَ لاءِ مون سان واسطو آهي ڇو ته مان توهان سان محبت ڪريان ٿي؟"

جلال ان جي سوال جو جواب ڏيڻ جي بجاءِ ان کي چيو.

"امامہ! ويهي رهه...... منهنجي سامهون سڀ ڪجهه ظاهر ٿي ويو آهي...... جيڪڏهن مان تنهنجي صورتحال جو اندازو نٿو ڪري سگهان ته تون به منهنجي حالت کي نٿي سمجهي سگهين."

امامہ ان کان الڳ ٻي بينچ تي وڃي ويٺي.

"منهنجا والدين ڪڏهن به غير مسلم ڇوڪريءَ سان منهنجي شادي ڪو نه ڪندا. انهيءَ ڳالهه کان هٽي ڪري ته مان ان سان محبت ڪريان ٿو يا نه."

"جلال! مان غير مسلم ڪو نه آهيان."

"تون هاڻي ڪو نه آهين. مگر پهريان ته هئينءَ ۽ ان کان علاوه تنهنجو خاندان........"

"مان انهن ٻنهي ڳالهين جي باري ۾ ڪجهه به نٿي ڪري سگهان." امامہ بيوسيءَ مان چيو.

جلال جواب ۾ ڪجهه ڪو نه چيو. ڪجهه دير تائين اهي ٻئي ماٺ ڪيون ويٺا رهيا.

"ڇا توهان پنهنجن مائٽن جي مرضي کان سواءِ مون سان شادي نٿا ڪري سگهو؟" ڪجهه دير کان پوءِ امامہ پڇيو.

"اهو تمام وڏو قدم ٿيندو." جلال نفي ۾ مٿو ڏوڻيندي چيو. "ٻيو فرض ڪجي ته مان اهو ڪم ڪرڻ جي لاءِ سوچيان ته به نٿو ٿي سگهي. تو وانگر مان به پنهنجن مائٽن تي ڀاڙيان ٿو." جلال پنهنجي مجبوري ٻڌائي.

"مگر توهان هائوس جاب ڪري رهيا آهيو ۽ ڪجهه سالن ۾ اسپيشلسٽ ٿي ويندا." امامہ چيو.

"مان هائوس جاب ڪان پوءِ اسپيشلائيزيشن ڪرڻ لاءِ ولايت وڃڻ ٿو گھران ۽ ايئن منهنجي مائٽن جي مالي مدد ڪان سواءِ نٿو ٿي سگهي. اسپيشلائيزيشن ڪرڻ ڪان پوءِ ئي مان واپس اچي پنهنجو ڏنڌو ڏاڙي قائم ڪري سگهندس ۽ ٽي چار سال مون کي پنهنجي تعليم مڪمل ڪرڻ ۾ به لڳي ويندا." جلال ان کي ياد ڏياريو.

"پوءِ؟" امامہ ان کي مايوسيءَ مان ڏٺو.

"پوءِ اهو تہ مون کي ڪجھ سوچڻ جو وقت ڏي. شايد مان ڪو ئي رستو ڪيڍي سگهان. مان تو کي ڇڏڻ نٿو گھران مگر مان پنهنجي پڙهائيءَ جو مقصد بہ خراب نٿو ڪري سگهان. منهنجو مسئلو صرف اهو آهي تہ مون وٽ ڪجھ بہ ڪو نہ آهي. جيڪو ڪجھ آهي ماءُ پيءُ جو آهي ۽ اهي پنهنجي سموري جمع پونجي مون تي اهو سوچي خرچ ڪري رهيا آهن تہ مان سياڻي انهن جي لاءِ ڪجھ ڪندس."

اهو ڳالھ ڪندي ڪندي چپ ٿي ويو. "ڇا ايئن نٿو ٿي سگهي تہ تنهنجا والدين پنهنجي مرضي سان تنهنجي شادي مون سان ڪن. انهي صورت ۾ گهٽ ۾ گهٽ منهنجي والدين کي اهو اعتراض تہ ڪو نہ ٿيندو تہ تو پنهنجي والدين جي مرضي جي خلاف انهن کي ٻڌائڻ ڪان سواءِ مون سان شادي ڪئي آهي؟"

اهاجلال جو چهرو ڏسڻ لڳي. "مون کي خبر ڪونهي.... ايئن ٿي سگهي ٿو يا نہ. مان ڪجھ بہ چئي نٿي سگهان. اهي منهنجي ڳالھ مڃيندا يا نہ. مان...." امامہ ڪجھ مايوسيءَ واري حالت ۾ ڳالھ اڌ ۾ ڇڏي، جلال ڳالھ مڪمل ٿيڻ جو انتظار ڪندو رهيو.

"منهنجي خاندان ۾ اڄ تائين ڪنهن ڇوڪريءَ پنهنجي مرضي سان ٻاهر ڪنهن ڇوڪري سان شادي ڪو نہ ڪئي آهي. انهيءَ ڪري مان اهو نٿي ٻڌائي سگهان تہ انهن جو رد عمل ڪهڙو هوندو. مگر مان اهو ضرور ٻڌائي ٿي سگهان تہ انهن جو رد عمل ڏاڍو خراب هوندو. گهڻو خراب. اهي مون سان گهڻي محبت ڪندا آهن ليڪن مون کي اها اجازت نٽا ڏئي سگهي تہ مان ايڏو وڏو قدم کڻان. توهان کي اندازو هجڻ گهرجي تہ منهنجي بابا کي ڪيتري شرمندگي ۽ بي عزتي کي منهن ڏيڻو پوندو. صرف منهنجي لاءِ تہ اهو سڀ ڪجھ ڪونہ تبديل ڪري ڇڏيندو.

"جيڪڏهن مون کي پنهنجي خاندان ڪان مدد جي اميد هجي ها تہ ڇا مان گھر ڪان ٻاهر سهارن جي تلاش ۾ هجان ها. نہ وري توهان ڪان اهڙي نموني مدد گهران ها."

جهيڻي لهجي ۾ پنهنجي آواز تي قابو پائيندي ان جلال کي چيو.

"امامہ! مان تنهنجي مدد ڪندس..... منهنجا مائٽ منهنجي ڳالھ ڪو نہ ٽاريندا. سمجهائڻ ۾ ڪجھ وقت لڳندو مگر مان تنهنجي مدد ڪندس. مان انهن کي مڃرائي وٺندس. تون ٺيڪ ٿي چئين تہ مون کي تنهنجي مدد ڪرڻ گهرجي."

اهو سوچ سان پيريل پر ڪجھ منجهيل انداز ۾ ان کي چئي رهيو هيو. امامہ کي عجيب آٿت محسوس ٿي. ان کي جلال ڪان اها ئي اميد هئي.

امامہ سوچيو "منهنجي چونڊ غلط ڪو نہ آهي."

# باب نيون

"اها بيوقوفاڻي تجويز اسجد کان علاوه ٻئي ڪنهن جي ٿي ئي نٿي سگهي. ان کي احساس ڪونہ آهي تہ مان اڃا پڙهي رهي آهيان." امامہ پنهنجي ڀاڄائيءَ کي چيو.

"نہ. اسجد يا ان جي گهر وارن اهڙو ڪوئي مطالبو ڪونهي ڪيو. بابا خود تنهنجي شادي ڪرڻ گهري ٿو." امامہ جي ڀاڄائي پيار سان جواب ڏنو.

"بابا چيو آهي؟ مون کي يقين نٿو اچي. جڏهن مون ڊاڪٽري ۾ داخلا ورتي هئي تڏهن ان جو پري پري تائين اهڙو ڪو خيال ڪونہ هيو. اهي تہ انڪل اعظم کي بہ اهو چوندا هيا تہ اهي منهنجي هائوس جاب ڪرڻ کان پوءِ ئي منهنجي شادي ڪندا. پوءِ هاڻي اوچتو ڇا ٿيو؟" امامہ بي يقينيءَ مان چيو.

"ڪوئي دباءُ هوندو مگر مون کي تہ امان اهو ئي ٻڌايو هيو تہ اها خود بابا جي خواهش آهي." ڀاڄائيءَ چيو.

"توهان انهن کي ٻڌائي ڇڏيو تہ مون کي هائوس جاب کان اڳ شادي ڪونهي ڪرڻي."

"ٺيڪ آهي، مان تنهنجي ڳالهہ انهن تائين پهچائي ڇڏيندس مگر سٺو آهي تہ تون ان سلسلي ۾ خود بابا سان ڳالهہ ڪر." ڀاڄائي ان کي مشورو ڏنو.

ڀاڄائي جي ڪمري مان وڃڻ کان پوءِ بہ اها ڪجهہ پريشاني سان اتي ويٺي رهي. اهو اطلاع ايترو اوچتو ۽ غير متوقع هيو جو ان جي پيرن هيٺان زمين محاوري طور نہ پر حقيقي طور نڪري وئي هئي. اها مطمئن هئي تہ ان جي هائوس جاب ڪرڻ تائين ان جي شاديءَ جو مسئلو بحث هيٺ ڪونہ ايندو ۽ هائوس جاب ڪرڻ کان پوءِ اها انهيءَ قابل ٿي ويندي تہ پاڻ کي هٿي ڏئي سگهي يا جلال سان پنهنجي شاديءَ جو فيصلو ڪري سگهي. تيستائين جلال بہ پنهنجو هائوس جاب مڪمل ڪري ٽانيڪو ٿي وڃي ها ۽ انهن ٻنهي لاءِ ڪنهن بہ قسم جو ڪو مسئلو پيدا ڪو نہ ٿئي ها مگر هاڻي اوچتو ان جا گهر وارا ان جي شادي جي ڳالهہ ڪري رهيا هيا. آخر ڇو؟"

"نہ. اسجد ۽ ان جي گهر وارن مون کي انهيءَ لاءِ زور ڪو نہ ڪيو آهي. مون پاڻ انهن کي چيو آهي."

ان رات اها هاشم مبين جي ڪمري ۾ موجود هئي. ان جي معلوم ڪرڻ تي هاشم مبين وڏي اطمينان سان ٻڌايو.

"ڳالهہ بہ ڪري ڇڏي آهي؟ بابا! توهان مون کان پڇڻ کان سواءِ منهنجي شاديءَ جي تياري ڪيئن ٿا ڪري سگهو." امامہ بي يقيني سان چيو.

هاشم مبين ڪجهه سنجيدگيءَ سان ان کي ڏٺو "اهو رشتو تنهنجي مرضي سان ئي ٿيو هيو. توکان پڇيو ويو هيو." ان چئي ان کي ياد ڪرايو.

"مڱڻي جي ڳالهه ٻي هئي...... شادي جي ڳالهه ٻي آهي..... توهان مون کي ٻڌايو هيو ته هائوس جاب کان اڳ منهنجي شادي نه ڪندا." امامه ان کي ان جو واعدو ياد ڏياريو.

"توکي انهي شاديءَ تي اعتراض ڇو آهي؟ ڇا تون اسجد کي پسند نٿي ڪرين؟"

"ڳالهه پسند يا ناپسند جي ڪونهي. پنهنجي تعليم جي دوران مان شادي نٿي ڪرڻ گهران. توهان کي چڱي طرح خبر آهي ته مان اکين جي ماهر ڊاڪٽر (آئي اسپيشلسٽ) ٿيڻ ٿي گهران. اهڙي نموني توهان منهنجي شادي ڪري ڇڏيندا ته منهنجا ته سمورا خواب اڌورا رهجي ويندا."

"گهڻيون ئي ڇوڪريون شاديءَ کان پوءِ تعليم مڪمل ڪنديون آهن. تون پنهنجي خاندان ۾ ڏس...... ڪيتريون....." هاشم مبين ان کي سمجهائڻ جي ڪوشش ڪئي.

امامه ان جي ڳالهه ڪٽي ڇڏي. "اهي ڇوڪريون گهڻيون هوشيار ۽ قابل هونديون. مان ڪونه آهيان. مان هڪڙي وقت ۾ هڪڙو ئي ڪم ڪري سگهان ٿي."

"مان ادا اعظم سان ڳالهه ڪري چڪو آهيان. اهي ته تاريخ طئي ڪرڻ لاءِ اچڻ وارا آهن." هاشم مبين ان کي چيو.

"توهان منهنجي سموري محنت ضايع ڪري رهيا آهيو. جيڪڏهن توهان کي مون سان اهو ئي ڪرڻو هيو ته توهان کي گهربو هيو ته توهان اهڙي قسم جو ڪو ئي واعدو ئي نه ڪريو ها." امامه ان جي ڳالهه تي ڏک مان چيو.

"جڏهن مون تو سان واعدو ڪيو هيو تڏهن ٻي ڳالهه هئي.... تڏهن حالتون ٻيون هيون. هاڻي......"

امامه ان جي ڳالهه ڪٽي ورتي. "هاڻي ڇا بدلجي ويو آهي........ حالتن ۾ ڪهڙي تبديلي آئي آهي جو توهان مون سان اهڙو سلوڪ ڪري رهيا آهيو؟"

"مان توکي يقين ٿو ڏياريان ته اسجد تنهنجي تعليم ۾ تو سان پورو تعاون ڪندو. اهو توکي ڪنهن به ڳالهه کان سنع ڪونه ڪندو." هاشم مبين ان جي ڳالهه جو جواب ڏيندي چيو.

"بابا مون کي اسجد جي تعاون جي ضرورت ڪونهي. مون کي توهان جي تعاون جي ضرورت آهي. توهان مون کي منهنجي تعليم مڪمل ڪرڻ ڏيو." امامه هن دفعي ڪجهه منٿ ڪرڻ واري انداز ۾ چيو.

"امامه تون هرو ڀرو جو ضد نه ڪر..... مان اهو ئي ڪندس جيڪو مان طئي ڪري چڪو آهيان." هاشم مبين ڪليل نموني سان ان کي ٻڌايو. "مان ضد نٿي ڪريان. منٿ ڪري رهي آهيان. بابا. منڙا بابا مان اڃا اسجد سان شادي نٿي ڪرڻ گهران." ان هڪڙو دفعو وري ان ئي منٿ واري لهجي ۾ چيو.

"تنهنجي مڱڻي کي چار سال ٿيڻ وارا آهن ۽ اهو هڪڙو وڏو عرصو ٿئي ٿو.

جيڪڏهن انهن پاڻ ڪجهه عرصي کان پوءِ ڪنهن نہ ڪنهن سبب جي ڪري مڱڻو ٽوڙي ڇڏيو تہ"

"تہ ڪا ٿي ڳالهہ ڪونهي، ڪا ٿي قيامت ڪونہ ايندي، اهي مڱڻو ٽوڙڻ گهرن ٿا تہ ٽوڙي ڇڏين بلڪ هاڻي ئي ٽوڙي ڇڏين."

"توکي انهي شرمندگي ۽ بي عزتيءَ جو احساس ڪونهي جنهن سان اسان کي منهن ڏيڻو پوندو."

"ڪهڙي شرمندگي بابا! اهو انهن جو پنهنجو فيصلو هوندو. ان ۾ اسان جي تہ ڪا غلطي ڪونہ هوندي" هن ان کي قائل ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي.

"تنهنجو دماغ خراب ٿي ويو آهي يا وري تون عقل کان پيادل آهين." هاشم مبين ان کي چڙب ڏيندي چيو.

"بابا! ڪجهہ ڪونہ ٿيندو. ماڻهو ٻہ چار ڏينهن ڳالهيون ڪندا. پوءِ سڀ ڪجهہ وسري ويندن. توهان انهي باري ۾ هرو ڀرو پريشان ٿي رهيا آهيو." امامہ ڪجهہ بي فڪريءَ لاپرواهي سان چيو.

"تون هن وقت ڏاڍيون اجايون ڳالهيون پئي ڪرين. في الحال تون هتان وڃ." هاشم مبين بيزاريءَ مان ان کي ڏسندي چيو.

دل نہ گهرندي بہ امامہ اتان هلي آئي مگر ان رات اها ڏاڍو پريشان رهي.

ٻئي ڏينهن اها واپس لاهور هلي آئي. هاشم مبين ان سان انهي سلسلي ۾ ٻيهر ڳالهہ ڪو نہ ڪئي. لاهور اچي اها ڪجهہ مطمئن ٿي وئي ۽ هر خيال کي ذهن مان ڪڍندي پنهنجي امتحان لاءِ تياري ڪرڻ ۾ مصروف ٿي وئي.

هاشم مبين ان واقعي کي ذهن مان ڪو نہ ڪڍيو هيو اهو انتهائي محتاط طبيعت جو انسان هيو.

اهو امامہ جي باري ۾ پهريون ڀيرو ان وقت تشويش ۾ مبتلا ٿيا هيا جڏهن اسڪول ۾ تحريم سان جهيڙي وارو واقعو پيش آيو هيو. ٿوري جو اهو ڪو اهڙو غير معمولي واقعو ڪو نہ هيو مگر ان واقعي کان پوءِ انهن احتياطي طور امامہ جو اسجد سان مڱڻو ڪري ڇڏيو هيو. انهن جو خيال هيو تہ اهڙي نموني ان جو ذهن هڪڙي نئين رشتي ڏانهن مشغول ٿي ويندو ۽ ان جي ذهن ۾ ڪو شڪ يا سوال پيدا بہ ٿيو تہ ان نئين تعلق کان پوءِ اها انهي باري ۾ گهڻو فڪرمند ڪو نہ ٿيندي. انهن جو اهو خيال ۽ اندازو صحيح ثابت ٿيو هيو.

امامہ جو ذهن واقعي تحريم کان هٽي ويو هيو. اسجد ۾ اها پهريان بہ ڪجهہ دلچسپي وٺندي هئي مگر ان تعلق قائم ٿيڻ کان پوءِ ان دلچسپيءَ ۾ اضافو ٿي ويو هيو. هاشم ان کي گهڻو مطمئن ۽ مگن ڏٺو هيو. اها اڳ وانگر سمورين مذهبي سرگرمين ۾ دلچسپي وٺندي هئي.

مگر هن دفعي وسيم انهن کي جيڪو ڪجهہ ٻڌايو هيو ان انهن جي پيرن هيٺان

زمين ڪيڏي ڇڏي هئي. اهي هڪدم تہ اهو معلوم ڪري ڪو نہ سگهيا مگر انهن کي اها خبر ضرور لڳي وئي تہ امامہ جي عقيدن ۽ نظرين ۾ گهڻي تبديلي اچي وئي آهي ۽ اها ڳالهہ نہ صرف انهن لاءِ بلڪ انهن جي پوري خاندان جي لاءِ وڏي تشويش جو سبب هئي.

اهو پنهنجين وڏين ڌيئرن وانگر ان کي بہ اعليٰ تعليم ڏيارڻ گهرندو هيو ۽ اهو انهيءَ ڪري بہ اهم هيو تہ ان کي شاديءَ کان پوءِ خاندان ۾ ئي وڃڻو هيو. اهو خاندان گهڻو تعليم يافتہ هيو. خود انهن جو ٿيڻ وارو ڄاڻو (نياڻو) اسجد بہ امامہ کي اعليٰ تعليم وارو ڏسڻ گهرندو هيو. هاشم مبين جي لاءِ ان جي تعليم جو سلسلو منقطع ڪري گهر ويهاري ڇڏڻ آسان ڪونہ هيو ڇو تہ ان صورت ۾ ان کي اعظم مبين کي ان جو سبب ٻڌائڻو پوي ها ۽ امامہ کان سخت ناراض هجڻ جي باوجود ان نٿي گهريو تہ اعظم مبين ۽ ان جي ڪٽنب وارا امامہ جي انهن بدليل عقيدن جي باري معلوم ٿيڻ تي دلگير ۽ بدگمان ٿي وڃن ۽ پوءِ شاديءَ کان بعد اسجد سان ڏکي زندگي گذاري.ان هڪ طرف پنهنجن گهرن وارن کي انهيءَ ڳالهہ کي راز ۾ رکڻ جو تاڪيد ڪيو تہ ٻئي طرف امامہ جي منٿ ڪرڻ تي ان کي پنهنجي تعليم جاري رکڻ جي اجازت ڏني.

امامہ صبيحہ جي ليڪچر ۾ شامل ٿيڻ ۽ ان وٽ وڃڻ يا جلال سان ملڻ جي معاملي ۾ ايڏي محتاط هئي جو ان جو اهو ملڻ جلڻ انهن جي نظرن ۾ اچي ڪو نہ سگهيو. شايد ان جو هڪڙو سبب اهو بہ هيو تہ ان جويريہ ۽ رابعہ کان بہ هر ڳالهہ کي لڪائي رکيو هيو. ورنہ ان جي باري ۾ ڪا نہ ڪا خبر هِتان هُتان گردش ڪندي هاشم مبين تائين پهچي وڃي ها. مگر ايئن ڪو نہ ٿيو هاشم مبين ان جي طرفان مطمئن ٿي ويو هيو پر امامہ جي اندر اچڻ وارين انهن تبديلين انهن کي تشويش ۾ مبتلا ڪري ڇڏيو هيو.

ان جي دماغ ۾ جيڪو واحد حل آيو هيو اهو ان جي شادي هيو. ان جو خيال هيو تہ ان جي شادي ڪرڻ سان گهٽ ۾ گهٽ اهو پاڻ امامہ جي ذميواري کان مڪمل طور تي آزاد ٿي ويندو. اهو ئي سبب هيو تہ ان اهڙي نموني اوچتو ان جي شادي جو فيصلو ڪري ڇڏيو هيو.

”جلال! منهنجا مائٽ اسجد سان منهنجي شادي ڪرڻ ٿا گهرن.“ لاهور اچڻ کان پوءِ امامہ سڀ کان پهريائين جلال سان ملاقات ڪئي هئي.

”مگر تو تہ چيو ٿي تہ اهي تنهنجي هائوس جاب ڪرڻ تائين تنهنجي شادي ڪو نہ ڪندا.“ جلال چيو.

”اهي ايئن ئي چوندا هيا. مگر هاڻي اهي چون ٿا تہ مان پنهنجي تعليم شادي کان پوءِ بہ جاري رکي سگهان ٿي. اسجد لاهور ۾ گهر وٺندو تہ مان زياده آساني سان پنهنجي تعليم مڪمل ڪري سگهنديس.“

جلال ان جي چهري مان ان جي پريشاني جو اندازو ڪري سگهيو ٿي. جلال بہ هڪدم فڪرمند ٿي ويو. ”جلال! مان اسجد سان شادي نٿي ڪري سگهان. مان ڪنهن بہ صورت ۾ اسجد سان شادي نٿي ڪري سگهان.“ اها پڻ پڻ ڪرڻ لڳي.

"پوءِ تون پنهنجن مائٽن کي ڪولي ہڏائي ڇڏ." جلال هڪدم ڪنهن فيصلي تي پهچندي چيو.

"ڇا ہڏايان؟"

"اهو ئي تہ تون مون سان شادي ڪرڻ ٿي گهرين."

"توهان کي اندازو ڪونهي تہ اهي ڪهڙي طريقي سان رد عمل ڪندا...... مون کي انهن کي پوءِ سڀ ڪجهہ ئي ہڏائڻو پوندو." اها ڳالهہ ڪندي ڪجهہ سوچڻ لڳي.

"جلال! توهان پنهنجن مائٽن سان منهنجي باري ۾ ڳالهہ ڪيو. توهان انهن کي منهنجي باري ۾ ہڏايو. جيڪڏهن منهنجن مائٽن مون تي وڌيڪ دہاءُ وڌو تہ پوءِ مون کي پنهنجو گهر ڇڏڻو پوندو پوءِ مون کي توهان جي مدد جي ضرورت پوندي."

"امامہ! مان پنهنجن مائٽن سان ڳالهہ ڪيندس. اهي راضي ٿي ويندا. مون کي خبر آهي مان انهن کي مڃائي سگهان ٿو." جلال ان کي يقين ڏياريو. پوري گفتگو دوران پهريون ڀيرو امامہ جي چهري تي رونق ظاهر ٿي.

ايندڙ ڪجهہ هفتا اها پنهنجي امتحان ۽ پيپر ڏيڻ جي تياري ۾ مصروف رهي، جلال سان ڳالهہ ٻولهہ ڪونہ ٿي سگهي. آخري پيپر واري ڏينهن وسيم ان کي وٺڻ لاءِ لاهور اچي ويو هيو. اها ان کي اتي ايئن ڏسي حيران ٿي وئي.

"وسيم ! مان هاڻي تہ ڪو نہ ٿي هلي سگهان. اڄ ئي تہ مان پيپرن مان واندي ٿي آهيان، مون کي هتي اڃا ڪجهہ ڪم آهن."

"مان سياڻي تائين هتي آهيان. پنهنجي دوست وٽ ٽڪي ٿو پوان جيستائين تون پنهنجا ڪم ڪري وٺ. پوءِ گڏجي هلنداسين." وسيم ان جي لاءِ اعتراض ڪرڻ جو آخري رستو بہ بند ڪري ڇڏيو.

"مان تو سان گڏ هلان ٿي." امامہ ڪجهہ بي دليءَ سان فيصلو ڪندي چيو. ان کي اندازو هيو تہ وسيم ان کي گڏ وٺي ئي ويندو.

"تون پنهنجو سامان ہڌي وٺ. هاڻي تون سموريون موڪلون اتي گذارڻ کان پوءِ ئي موٽجانءِ." ان کي واپس ٿيندي ڏسي وسيم چيو.

ان مٿو ڌوڻيو مگر ان جو پنهنجو سمورو سامان ہڌڻ يا اسلام آباد ۾ سموريون موڪلون گذارڻ جو ڪوئي ارادو ڪونہ هيو. ان طئي ڪيو هيو تہ اها ڪجهہ ڏينهن اتي رهي ڪنهن نہ ڪنهن بهاني سان لاهور اچي ويندي ۽ اها ئي ان جي غلط فهمي هئي.

رات جي ماني تي اها سيني گهر وارن سان گڏ ڪاڌو کائي رهي هئي ۽ سيئي ڪل ٻوڳ ۾ مصروف هيا.

"تنهنجا پيپر ڪيئن ٿيا؟" هاشم مبين ڪاڌو کائيندي ان کان پڇيو.

"گهڻو سٺو ٿيا، هميشه وانگر." ان چانورن جو چمچو وات ۾ وجهندي چيو.

"تمام سٺو چڱو گهٽ ۾ گهٽ پيپرن جي پريشاني تہ ختم ٿي. هاڻي تون سياڻي کان پنهنجي لاءِ خريداري شروع ڪر."

امامہ ان کي حيرانيءَ مان ڏٺو. ”خريداري؟ ڇا جي خريداري؟“

فرنيچر جي ۽ توهان سوناري وٽ ڀهريان ويجهو. باقي شيون تہ آهستي آهستي ٿينديون رهنديون.“ هاشم مبين ان جي سوال جو جواب ڏيڻ جي بجاءِ هن دفعي پنهنجي زال کي چيو.

”بابا! مگر ڇا جي لاءِ؟“ امامہ هڪڙو ڀيرو وري پڇيو.

”تنهنجي ماءُ تو کي ڪو نہ ٻڌايو آهي تہ اسان تنهنجي شاديءَ جي تاريخ مقرر ڪري ڇڏي آهي.“

امامہ جي هٿ مان چمچو ڇڏائجي پليٽ ۾ وڃي ڪريو. هڪڙي گهڙي ۾ ان جو رنگ ڦڪو ٿي ويو هيو.

”منهنجي شادي جي تاريخ؟“ ان بي يقيني مان واري واري سان سلميٰ ۽ هاشم کي ڏٺو جيڪي ان جي تاثرات تي حيران لڳي رهيا هيا.

”ها، تنهنجي شاديءَ جي تاريخ......“ هاشم مبين چيو.

”توهان اهو ڪيئن ٿا ڪري سگهو؟ مون کان پڇڻ کان سواءِ، مون کي ٻڌائڻ کان سواءِ.“ اها ڪوماٽل ڇهري سان انهن کي ڏسي رهي هئي.

”تو سان انهيءَ سلسلي ۾ گذريل ڀيري ڳالهہ ٿي هئي.“ هاشم مبين هڪدم سنجيده ٿي ويو.

”۽ مون انڪار ڪري ڇڏيو هيو. مون......“

”هاشم مبين ان کي ڳالهہ مڪمل ڪرڻ ڪو نہ ڏني. ”مون تو کي ٻڌائي ڇڏيو هيو تہ مون کي تنهنجي انڪار جي ڪائي پرواهہ ڪونهي، مان اسجد جي گهر وارن سان زبان ڪري چڪو آهيان.“ هاشم مبين تيز آواز ۾ چيو.

ڪاڏي ڪائڻ واري ميز تي هڪدم گهري ماٺ ڇانئجي وئي، ڪير بہ ڪاڏو ڪو نہ ڪائي رهيو هيو.

امامہ هڪدم پنهنجي ڪرسي تان اٿي بيٺي. ”بابا مان شرمنده آهيان، مگر مان اسجد سان هاڻي شادي نٿي ڪري سگهان. توهان اها شادي طئي ڪئي آهي. توهان انهن سان ڳالهائي ان کي ملتوي ڪري ڇڏيو. ورنہ مان پاڻ انهن سان ڳالهائيندس.“ هاشم مبين جو ڇهرو ڳاڙهو ٿي ويو.

”تون اسجد سان شادي ڪندينءَ ۽ ان ئي تاريخ تي جيڪا مون مقرر ڪئي آهي. تو ٻڌو؟“ ان بي اختيار رڙ ڪئي.

”اها سٺي ڳالهہ ڪونهي.“ امامہ ڳوري ۽ پربل آواز ۾ چيو.

”تون هاڻي مون کي اهو ٻڌائيندينءَ تہ ڇا سٺو آهي ۽ ڇا ڪو نہ آهي. تون مون کي ٻڌائيندينءَ؟“ هاشم مبين کي ان جي ڳالهہ تي اڃا وڌيڪ ڪاوڙ آئي.

”بابا! جڏهن مون توهان کي ٻڌايو هيو تہ مون کي هاڻي شادي ناهي ڪرڻي تہ مون سان توهان زبردستي ڇو ڪري رهيا آهيو.“ امامہ بي اختيار روئڻ لڳي.

”ها، مان زبردستي ڪري رهيو آهيان. ان جو مان حق رکان ٿو.“ ان رڙ ڪئي. امامہ ان دفعي ڪجھہ چوڻ جي بجاءِ پنهنجا چپ ڀڪوڙيندي ڳاڙهي ڇهري سان تڪڙي تڪڙي هال مان نڪري وئي.

”مان ان سان ڳالهايان ٿي، توهان مهرباني ڪري ماني کائو. ايڏي ڪاوڙ نہ ڪريو. اها جذباتي آهي، ٻي ڪا ڳالهہ ڪونهي.“ سلميٰ هاشم مبين کي چيو ۽ اها پاڻ پنهنجي ڪرسي تان اٿي وئي.

ان جي ڪمري مان نڪري وڃڻ کان پوءِ وسيم کي ڏسي امامہ بي اختيار اٿي چيو

”تون هتان دفع ٿي وڃ، نڪري وڃ.“ ان وسيم وٽ پهچي ان کي ڌڪو ڏيڻ جي ڪوشش ڪئي. اهو پوئتي هٽي ويو.

”ڇو؟ مون ڇا ڪيو آهي؟“

”ڪوڙ ڳالهائي ۽ ڌوڪو ڏئي تون مون کي هٽي وٺي آيو آهين. مون کي جيڪڏهن لاهور ۾ خبر پئجي وڃي ها تہ تون انهيءَ لاءِ مون کي اسلام آباد وٺي اچي رهيو آهين تہ مان ڪڏهن بہ هتي نہ اچان ها.“ اها رڙيون ڪرڻ لڳي.

”مون اهو ئي ڪيو جيڪو مون کي بابا چيو. بابا چيو هيو تہ مان توکي نہ ٻڌايان.“ وسيم وضاحت پيش ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي.

”پوءِ تون هتي مون وٽ ڇو آيو آهين؟ بابا ڏانهن وڃ. ان سان وڃي ويهہ. بس هتان ٽري وڃ.“ وسيم چپ ڀڪوڙيون ان کي ڏسندو رهيو پوءِ ڪجھہ چوڻ کان سواءِ ڪمري مان نڪري ويو.

امامہ پنهنجي ڪمري ۾ وڃي پلنگ تي ويهي رهي. ان وقت واقعي ان جي پيرن هيٺان زمين نڪري وئي هئي. ان جي خواب ۽ خيال ۾ بہ اهو ڪونہ هيو تہ ان جا گھر وارا ان سان ايئن ڪري سگھن ٿا. اهي ايترا قدامت پرست يا ڪٽر ڪو نہ هيا جيترو اهي ان وقت ٿي ويا هيا. ان کي اجا بہ يقين ڪو نہ ٿي آيو تہ اهو سڀ ڪجھہ ان سان ٿي رهيو آهي. ان جي دل ٻڏڻ لڳي. مون کي انهيءَ صورتحال کي منهن ڏيڻو آهي. مون کي همٿ ناهي هارڻي. مون کي ڪنهن نہ ڪنهن طريقي سان هڪدم جلال سان رابطو ڪرڻ کپي. اهو يقيناً هن وقت تائين پنهنجن ماڻٽن سان ڳالهائي چڪو هوندو. ان سان ڳالهائڻ سان ڪو نہ ڪو رستو نڪري ايندو.

اها بي چيني مان ڪمري ۾ هيڏي هوڏي ڦيرا ڏيندي ۽ سوچيندي رهي. ان جي ڪمري ۾ ٻيهر ڪير بہ ڪو نہ آيو.

رات جو ٻارهين بجي کان پوءِ اها پنهنجي ڪمري مان نڪتي ان کي خبر هئي تہ ان وقت تائين ٻيا سيئي سمهڻ لاءِ پنهنجن ڪمرن ۾ وڃي چڪا هوندا. ان جلال جي گھر جو نمبر ملائڻ شروع ڪيو. ڪنهن بہ فون ڪونہ کنيو. ان وري وري ڪيترائي ڀيرا نمبر ملايو. اڌ ڪلاڪ تائين ايئن فون ملائيندو رهڻ کان پوءِ ان مايوسيءَ مان فون رکي ڇڏيو. اها جويريہ يا رابعہ کي فون نٿي ڪري سگھي. اهي ٻئي ان وقت هاسٽل ۾ هيون. ڪجھہ

دير سوچڻ کان پوءِ ان صبيحہ جو نمبر ملائڻ شروع ڪيو. ان جي والد فون کنيو هيو.

"پٽ! صبيحہ تہ پنهنجي ماءُ سان گڏ پشاور وئي آهي." صبيحہ جي والد امامہ کي ٻڌايو.

"پشاور؟" امامہ جي دل جي ڌڙڪن رڪجي وئي.

"ان جي ماروٽ جي شادي آهي، اهي ڪجهہ دير اڳ هليا ويا آهن. مان بہ سڀاڻي هليو ويندس." ان جي والد ٻڌايو."ڪوئي نياپو هجي تہ توهان مون کي ٻڌايو مان صبيحہ کي ٻڌائيندس."

"نہ انڪل! مهرباني." اها ان سان انهي سموري معاملي جي باري ۾ ڪهڙي ڳالهہ ڪري ٿي سگهي. ان فون رکي ڇڏيو. ان جي مايوسي وڌندي پئي وئي. جيڪڏهن منهنجو جلال سان رابطو نہ ٿيو تہ. ان جي دل هڪڙو پيرو ٻيهر ٻڏڻ لڳي.

هڪڙو دفعو وري ان جلال جو نمبر ملائڻ شروع ڪيو ۽ تڏهن ئي ڪنهن ان جي هٿ مان فون جو هٿيو کسي ورتو. ان جو ساهہ ڇڏائي ويو هاشم مبين ان جي پٺيان بيٺو هيو.

"ڪنهن کي فون ڪري رهي آهين؟"ان جي لهجي ۾ سختي هئي.

"ساهيڙي کي ڪري رهي آهيان." امامہ ان ڏانهن ڏسڻ کان سواءِ چيو. اها ان سان نظرون ملائي ڪوڙ نٿي ڳالهائي سگهي.

"مان ٿو ملايان." ان نرم آواز ۾ چوندي ٻيهر نمبر ملائڻ وارو (ري ڊائل) بٽڻ دٻايو ۽ رسيور کي ڪن سان لڳايائين. امامہ ڦڪي ڇهري سان ان کي ڏسڻ لڳي، اهو ڪجهہ دير تائين ايئن هٿيو ڪن سان لڳائي بيٺو رهيو ۽ پوءِ ان هٿئي کي فون تي رکي ڇڏيو. يقيناً ٻئي طرف کان ڪنهن فون ڪو نہ کنيو هوندو.

"ڪهڙي ساهيڙي آهي اها تنهنجي جنهن کي تون هن وقت فون ڪري رهي آهين." ان تکي لهجي ۾ امامہ کان پڇيو.

"زينب......" فون جي شيشي تي زينب جو نمبر هيو ۽ ان نٿي گهريو تہ هاشم مبين کي زينب تي ڪنهن قسم جو شڪ ٿئي ۽ اهو جلال تائين وڃي پهچي، انهيءَ ڪري ان جي پڇڻ تي جلدي ۾ ان جو نالو ٻڌائي ڇڏيائين.

"ڇا جي لاءِ ٿي فون ڪرين؟"

"مان ان جي وسيلي جويريہ تائين هڪڙو نياپو پهچائڻ ٿي گهران." ان بردباريءَ سان چيو.

"تون مون کي اهو نياپو ٻڌاءِ، مان جويريہ تائين پهچائي ڇڏيندس. بلڪ ذاتي طور لاهور وڃي ٻڌائي ايندس."

"امامہ! مون کي صاف صاف ٻڌاءِ تون ڪنهن ٻئي ڇوڪري ۾ دلچسپي وٺين ٿي؟" ان بغير ڪنهن تمهيد ٻڌڻ جي اوچتو ان کان پڇيو. اها ان کي ڪجهہ دير تائين ڏسندي رهي، پوءِ ان چيو.

"ها!"

"هاشم مبين سڪتي ۾ اچي ويو. "ڪنهن ٻئي ڇوڪري کي پسند ٿي ڪرين؟" ان

بي يقيني مان پنهنجو جملو ورجايو. امامہ وري بہ هائوڪار ڪندي مٿو لوڏيو. هاشم مبين بي اختيار ان جي منهن تي ٿڦڙ وهائي ڪڍي.

”توڪان مون کي انهيءَ ڳالهہ جو انديشو هيو. من کي انهي ڳالهہ جوئي انديشو هيو.“ اهو ڪاوڙ ۾ ٿڙڪڻ لڳو. امامہ گم سم پنهنجي ڳل تي هٿ رکيون ان کي ڏسي رهي هئي. اها پهرين چماٽ هئي جيڪا هاشم مبين ان جي زندگي ۾ ان کي هنئي هئي ۽ امامہ کي يقين ڪو نہ ٿي آيو تہ اها چماٽ ان کي هنئي وئي هئي. اها هاشم مبين جي سيني کان لاڏلي ڌي هئي، پوءِ بہ ان ...... ان جي ڳلن تان ڳوڙها وهي هليا هيا.

”اسجد کان سواءِ مان تنهنجي شادي ڪٿي بہ ٻئي هنڌ ٿيڻ ڪونہ ڏيندس. تون جيڪڏهن ڪنهن ٻئي ڇوڪري ۾ دلچسپي وٺين ٿي تہ به ان کي هاڻي ۽ هن ئي وقت وساري ڇڏ. مان ڪڏهن......ڪڏهن....... ڪڏهن بہ تنهنجي شادي ڪٿي ٻئي هنڌ ٿيڻ ڪونہ ڏيندس..... پنهنجي ڪمري ۾ هلي وڃ....... ۽ ٻيهر جيڪڏهن مون تو کي فون جي پرسان بہ ڏٺو تہ مان تنهنجون ٽنگهون ڀڃي ڇڏيندس.“

اها اهڙي طرح ڳل تي هٿ رکيون ويچارن وانگر هلندي پنهنجي ڪمري ۾ اچي وئي. پنهنجي ڪمري ۾ اچي اها ٻارن وانگر سڏڪا ڀري روئڻ لڳي. ”ڇا بابا مون کي...... مون کي اهڙي طرح ماري سگهن ٿا؟“ ان کي يقين نٿي آيو. گهڻي دير تائين ايئن روئيندو رهڻ کان پوءِ ان جا لڙڪ خود بخود خشڪ ٿيڻ لڳا. اها اٿي پريشاني واري حالت ۾ پنهنجي ڪمري جي دريءَ وٽ هلي آئي ۽ خالي ذهن واري ڪيفيت ۾ بند ٿيل درين جي شيشن مان ٻاهر ڏسڻ لڳي.

هيٺ انهن جي گهر جو چهر وارو اڱڻ (لان) نظر اچي رهيو هيو جتي انڌيرو لڳو پيو هيو ۽ پوءِ لاشعوري طور ان جي نظر ٻئي گهر تي وڃي پئي. اهو سالار جو گهر هيو. ان جو ڪمرو هيٺين منزل تي هيو. پري کان ڪجهہ بہ چٽو ڏسڻ ۾ ڪو نہ ٿي آيو. ان جي باوجود اها هڪڙو ڀيرو ان گهر ۾ وڃڻ کان پوءِ ان جي جوڙجڪ ۽ ڪمري ۾ ڦرڻ واري جي حُليي ۽ قدقامت مان اندازو لڳائي ٿي سگهي تہ اهو سالار کان علاوه ٻيو ڪير نٿي ٿي سگهيو.

ان جي ذهن ۾ هڪڙو خيال ڦري آيو.

”ها! اهو شخص منهنجي مدد ڪري سگهي ٿو. جيڪڏهن مان ان کي سموري صورتحال ٻڌايان ۽ ان کي چوان تہ لاهور وڃي جلال سان رابطو ڪري تہ........ تہ منهنجو مسئلو حل ٿي سگهي ٿو مگر ان سان رابطو ڪهڙي نموني......؟“

ان جي ذهن ۾ هڪدم ان جي گاڏيءَ جي پٺئين شيشي تي لکيل ان جو موبائيل نمبر ۽ نالو ياد آيو. ان پنهنجي ذهن ۾ موبائيل نمبر کي ورجايو ان کي ڪا ڏکيائي ڪو نہ ٿي. ڪاغذ جو هڪڙو ٽڪڙو کڻي ان احتياط سان ان نمبر کي لکي ورتو. ٽين وڳي ڌاري اها آهستي آهستي هڪڙو ڀيرو وري هال ۾ اچي وئي ۽ ان اهو نمبر ملائڻ شروع ڪيو.



سالار ننڊ ۾ پنهنجي موبائيل جي گهنٽي ٻڌي هئي. جڏهن لڳاتار موبائيل وڄندو رهيو

تہ ان اکيون کوليون ۽ ڪجھ ناگواري جي ڪيفيت ۾ پلنگ جي پرسان رکيل ننڍڙي ميز تي هٿوراڙيون ڏئي موبائيل کنيائين.

"هيلو!" امامہ سالار جو آواز سڃاڻي ورتو هيو اها هڪدم ڪجھ ڳالهائي ڪو نہ سگهي.

"هيلو." ان جو ننڊاکڙو آواز وري ٻڌڻ ۾ آيو.

"سالار!" هن ان جو نالو ورتو.

"ڳالهايان ٿو." ان انهيءَ ئي ننڊاکڙي آواز ۾ چيو.

"مان امامہ ڳالهائي رهي آهيان." اهو چوڻ وارو هيو "ڪهڙي امامہ..... مان ڪنهن امامہ کي ڪو نہ ٿو سڃاڻان." مگر ان جي ذهن ڪرنٽ وانگر ان کي اشارو ڏنو هيو ان بي اختيار اکيون کولي ڇڏيون. اهو نالي سان گڏ ان جي آواز کي بہ سڃاڻي ويو هيو.

"مان وسيم جي ڀيڻ ڳالهائي رهي آهيان." ان جي خاموشي تي امامہ پنهنجي سڃاڻپ ڪرائي.

"مان سڃاڻي ويو آهيان." سالار هٿ وڌائي بستري جي پرسان رکيل بتي کي ٻاريو. ان جي ننڊ اڏي وئي هئي. ميز تي رکيل پنهنجي واچ کڻي وقت ڏٺائين. واچ ۾ ٽي وڄي ڏهہ منٽ ٿي رهيا هيا. ان ڪجھ بي يقيني سان چپ پڪوڙيندي واچ کي ٻيهر ميز تي رکي ڇڏيو. ٻئي پاسي هاڻي خاموشي هئي.

"هيلو!" سالار ان کي مخاطب ڪيو.

"سالار! مون کي تنهنجي مدد جي ضرورت آهي." سالار جي نراڙ تي ڪجھ گهنج وري آيا. "مون هڪڙو ڀيرو تنهنجي زندگي بچائي هئي، هاڻي مان گهران ٿي تہ تون منهنجي زندگي بچاءِ." اهو ڪجھ نہ سمجهڻ واري انداز ۾ ان جي ڳالھ ٻڌندو رهيو. "مان لاهور ۾ ڪنهن سان رابطو ڪرڻ گهران ٿي مگر ٿي نہ سگهيو آهي."

"ڇو؟"

"اتان ڪير فون ڪو نہ ٿو کڻي."

"تون رات جي هن وقت......"

امامہ ان جي ڳالھ ڪٽي ڇڏي "مهرباني ڪري هن وقت صرف منهنجي ڳالھ ٻڌ. مان ڏينهن جون فون نٿي ڪري سگهان ۽ شايد سڀاڻي رات جو بہ نہ ڪري سگهان. منهنجا گهر وارا مون کي فون ڪرڻ نہ ڏيندا. مان گهران ٿي تہ تون هڪڙي ايڊريس ۽ فون نمبر نوٽ ڪر ۽ ان تي هڪڙي ماڻهوءَ سان رابطو ڪر. ان جو نالو جلال انصر آهي، تون ان کان صرف اهو معلوم ڪري ٻڌاءِ تہ ڇا ان پنهنجن مائٽن سان ڳالهايو آهي ۽ جيڪڏهن ڳالهايو آهي تہ ڪهڙي مهت ملي آهي، ان کي اهو بہ ٻڌاءِ تہ منهنجا مائٽ هتي منهنجي شادي جي تاريخ مقرر ڪري چڪا آهن ۽ اهي مون کي هاڻي شادي ڪرڻ کان بغير لاهور اچڻ ڪو نہ ڏيندا."

سالار کي اوچتو انهي سموري معاملي ۾ دلچسپي پيدا ٿيڻ لڳي. ڪمبل کي پنهنجن گوڏن کان مٿي ڇڪيندي اهو امامہ جي ڳالھ ٻڌندو رهيو. اها هڪڙي ايڊريس ۽

فون نمبر ورجائي رهي هئي. سالار ان نمبر ۽ ايڊريس کي نوٽ ڪونہ ڪيو. ان جي ضرورت ئي ڪونہ هئي. ان پڇيو.

"۽ جيڪڏهن منهنجي فون ڪرڻ تي بہ ڪنهن فون نہ کنيو تہ؟" جڏهن اها خاموش ٿي هئي تہ ان پڇيو هيو.

ٻئي پاسي ڏکهي ماٺ هئي، پوءِ امامہ چيو. "تون لاهور وڃي ان ماڻهوءَ سان ملي سگهين ٿو..... مهرباني ڪر...... اهو منهنجي لاءِ نهايت ضروري آهي....." هن پيري امامہ جو آواز منٿ ڪرڻ وارو هيو.

"جيڪڏهن ان پڇيو تہ تون ڪير آهين تہ؟"

"توکي جيڪو وڻي ان کي ٻڌائجانءِ..... مون کي ان سان ڪو واسطو ڪونهي.... مان صرف هن مصيبت مان ڇوٽڪارو چاهيان ٿي."

"ڇا اهو سٺو ڪونهي تہ تون ان ماڻهوءَ سان پاڻ ڳالهائين." سالار ڪجهہ سوچيندي چيو.

"مان توکي ٻڌائي چڪي آهيان تہ شايد ٻيهر مون کي فون ڪرڻ جو موقعو نہ ملي ۽ في الحال تہ ڪير فون کڻي ئي ڪو نہ ٿو."

سالار ان جي ڳالهہ جي جواب ۾ ڪجهہ ڪو نہ چيو ۽ ان مايوسيءَ جي حالت ۾ وڌيڪ ڪجهہ چوڻ کان سواءِ فون رکي ڇڏيو.

سالار موبائيل بند ڪرڻ کان پوءِ ڪجهہ دير تائين ان کي هٿ ۾ جهليون ويٺو رهيو. جلال انصر...... امامہ هاشم ...... رابطو..... ماڻهن سان ڳالهہ...... زبردستي جي شادي...." ان اتي ويٺي ويٺي ان ڳجهارت جي ٽڪڙن کي ملائڻ شروع ڪيو. ان امامہ کان جلال جي باري ۾ ڪو نہ پڇيو هيو مگر اهو اندازو ڪري سگهيو ٿي تہ ان جو امامہ سان ڪهڙي قسم جو تعلق ٿي سگهي ٿو. اهو پنهنجي ساڄي ٽنگ کي لوڏيندي انهن ٻنهي جي باري ۾ سوچيندو رهيو. ان کي اها صورتحال ڪجهہ گهڻو دلچسپ لڳي رهي هئي تہ امامہ جهڙي ڇوڪري اهڙي قسم جي ڪنهن مامري ۾ ملوث ٿي سگهي ٿي....... اهو پنهنجي خلاف ان جي ناپسنديدگي کان بہ واقف هيو ۽ ان کي اها ڳالهہ بہ حيران ڪري رهي هئي تہ انهيءَ جي باوجود اها هن کان مدد گهري رهي هئي.

"اها عورت ڇا ڪري رهي آهي......؟ مون کي استعمال ڪرڻ جي ڪوشش...... يا ڦاسائڻ جو بندوبست.....؟" ان دلچسپي سان سوچيو.

ڪمبل کي پنهنجي سيني تائين ڇڪيندي ان اکيون بند ڪري ڇڏيون، مگر ننڊ ان جي اکين کان ڪوهين دور هئي. اهو گذريل ڪيترن سالن کان وسيم ۽ ان جي گهر وارن کي سڃاڻندو هيو. اهو امامہ کي بہ سرسري نظر سان ڏسي چڪو هيو..... مگر انهن ملاقاتن ۾ ان امامہ تي ڪڏهن بہ غور ڪونہ ڪيو هيو. اهو ان جي باري ۾ گهڻو ڪونہ ڄاڻندو هيو. ان جي پنهنجي گهر وارن جي ابتڙ وسيم جو گهراڻو گهڻو روايت پسند هيو ۽ اهو ڪڏهن بہ ايئن بي حجاب انهن جي گهر وڃي ڪو نہ سگهيو جيئن اهو پنهنجن ٻين دوستن جي گهرن ۾ ويندو هيو...... مگر ان انهيءَ ڳالهہ تي بہ ڪڏهن ڪو گهڻو غور

ڪونہ ڪيو هيو... ان جو خيال هيو تہ هر خاندان جو پنهنجو ماحول ۽ روايتون هونديون آهن. اهڙي طرح وسيم جي خاندان جون بہ پنهنجون روايتون هيون. ان ڪي امامہ جي مزاج ۾ سياءَ جو ٿورو اندازو هيو.

مگر اهڙي نموني اوچتو امامہ جي فون وصول ڪرڻ سان اهو ان حيرت جي جهٽڪي مان سنڀلجي ڪونہ ٿي سگهيو جيڪو ان کي لڳو هيو. جڏهن اهو گهڻي دير تائين سمهي نہ سگهيو تہ ڪجهہ بيزار ٿي پيو.

ڪڏ ۾ پوي امامہ ۾ اهو سمورو قصو. اهو پڙ پڙ ڪرڻ لڳو ۽ پاسو ڦيرائي ان وهاڻو پنهنجي ڇهري مٿان رکي ڇڏيو.



امامہ پنهنجي ڪمري ۾ اچڻ کان پوءِ بہ ايئن ويٺي رهي، ان کي پنهنجي پيٽ ۾ وڪڙ پوندي محسوس ٿي رهيا هيا. صرف چند ڪلاڪن ۾ سڀ ڪجهہ بدلجي ويو هيو. اها پوري رات سمهي نہ سگهي. صبح جو اها نيرن ڪرڻ لاءِ ٻاهر آئي، ان جي بک هڪدم ڇڻ گم ٿي وئي هئي.

ساڍين ڏهين بجي ڊاري ان اڱڻ ۾ ڪجهہ گاڏين جي چالو ٿيڻ ۽ وڃڻ جا آواز ٻڌا. ان کي خبر هئي تہ ان وقت هاشم مبين ۽ ان جو وڏو پاءُ آفيس ويندا هيا ۽ ان کي انهن جو آفيس ڏانهن وڃڻ جو انتظار هيو. انهن جي وڃڻ جي اڌ ڪلاڪ کان پوءِ اها پنهنجي ڪمري مان ٻاهر آئي. هال ۾ ان جي ماءُ ۽ ان جي ڀاڄائي ويٺيون هيون. اها خاموشي سان فون ڏانهن هلي وئي. ان فون جو هٿيو کڻڻ لاءِ هٿ وڌايو ئي هيو تہ ان کي پنهنجي ماءُ جو آواز ٻڌڻ ۾ آيو.

"تنهنجو بابا چئي ويو آهي تہ توکي ڪيڏانهن بہ فون ڪرڻ نہ ڏيون." ان ڪنڌ ورائي پنهنجي ماءُ کي ڏٺو.

"مان اسجد کي فون ڪري رهي آهيان."

"ڇا جي لاءِ؟"

"مان ان سان ڳالهائڻ ٿي گهران."

"اهي ئي فضول ڳالهيون جيڪي تون رات ڪري رهي هئينءَ." سلميٰ تيز لهجي ۾ چيو.

"مان توهان جي سامهون ڳالهايان ٿي، توهان مون کي ڳالهائڻ ڏيو...... جيڪڏهن مان ڪا غلط ڳالهہ ڪئي تہ توهان فون بند ڪري ٿيون سگهو." ان پرسڪون انداز ۾ چيو. شايد ان جو اهو انداز ئي هيو جنهن سلميٰ کي ڪجهہ مطمئن ڪري ڇڏيو.

امامہ نمبر ملايو مگر اها اسجد کي فون ڪو نہ ڪري رهي هئي. ڪجهہ پيرا گهنٽي وڃڻ کان پوءِ ٻئي پاسي فون کنيو ويو. فون کڻڻ وارو جلال ئي هيو. امامہ جي اندر ۾ هڪڙي خوشيءَ جي لهر ڊوڙي وئي.

"هيلو مان امامہ ڳالهائي رهي آهيان." ان جلال جو نالو وٺڻ کان سواءِ اعتماد سان چيو.

"تون بغير ٻڌائڻ جي اسلام آباد ڇو هلي وئينءَ. مان ڪالهہ تو سان ملڻ لاءِ هاسٽل ويو هيس." جلال چيو.

"مان ڪالهہ اسلام آباد آئي آهيان اسجد.!" امامہ چيو.

"اسجد!" ڀئي پاسي کان جلال جو آواز آيو. "تون ڪنهن کي چئي رهي آهين؟"

"مون کي بابا رات ئي ٻڌايو تہ منهنجي شاديءَ جي تاريخ مقرر ٿي وئي آهي."

"امامہ؟" جلال کي ڄڻ ڪرنٽ لڳو. "شادي جي تاريخ." امامہ ان جي ڳالهہ ٻڌڻ کان سواءِ ان ئي پرسڪون انداز ۾ ڳالهائيندي رهي. "مان معلوم ڪرڻ ٿي گهران تہ تو پنهنجن مائٽن سان ڳالهايو آهي؟"

"امامہ! مان اڃا ڳالهہ ڪيئي ڪو نہ سگهيو آهيان."

"تہ پوءِ تون انهن سان ڳالهہ ڪر. مان تو کان سواءِ ڪنهن ٻئي سان شادي نٿي ڪري سگهان. اها توکي خبر آهي.... مگر مان اهڙي نموني جي شادي ڪونہ ڪنديس. تون پنهنجن مائٽن سان ڳالهاءِ ۽ پوءِ مون کي ٻڌاءِ تہ اهي ڇا ٿا چون."

"ها."

"انهيءَ ڪري تون مون کي اسجد سڏي رهي آهين؟"

"ها!"

"مان پنهنجن مائٽن سان ڳالهايان ٿو تون مون کي ڪڏهن فون ڪندينءَ؟"

"تون مون کي ٻڌاءِ تہ مان توکي ڪڏهن فون ڪريان؟"

"سڀاڻي فون ڪر. تنهنجي شاديءَ جي تاريخ ڪهڙي مقرر ٿي آهي." جلال جي آواز ۾ پريشاني هئي.

"اها مون کي خبر ڪونهي." امامہ چيو.

"ٺيڪ آهي امامہ! مان اڄ ئي پنهنجن مائٽن سان ڳالهايان ٿو..... ۽ تون پريشان نہ ٿجان.... سڀ ڪجهہ ٺيڪ ٿي ويندو." ان امامہ کي تسلي ڏيندي فون بند ڪيو.

امامہ شڪر ادا ڪيو تہ ان جي ڀاڄائي يا ماءُ کي اهو شڪ ڪو نہ ٿيو تہ اها اسجد سان نہ پر ڪنهن ٻئي سان ڳالهائي رهي هئي.

"اها شادي تنهنجي بابا ۽ ادا اعظم ملي ڪري طئي ڪئي آهي. تنهنجي يا اسجد جي چوڻ تي اهي ان کي ملتوي ڪونہ ڪندا." سلميٰ ان دفعي ڪجهہ نرم لهجي ۾ چيو.

"امان! مان مارڪيٽ تائين وڃي رهي آهيان. مون کي ڪجهہ ضروري شيون وٺيون آهن." امامہ ان جي ڳالهہ جو جواب ڏيڻ جي بجاءِ چيو.

"فون جي ڳالهہ ٻي آهي باقي مان توکي گهر مان نڪرڻ جي اجازت نٿي ڏئي سگهان. تنهجو بابا نہ صرف مون کي پر چوڪيدار کي بہ هدايت ڪري ويو آهي تہ توکي ٻاهر وڃڻ نہ ڏئي."

"امان! توهان مون سان آخر ايئن ڇو ڪري رهيا آهيو؟" امامہ ڪجهہ بيوسي جي حالت ۾ صوفي تي ويهندي چيو. "مون توهان کي پنهنجي شادي کان منع تہ ڪونہ ڪئي آهي. منهنجي هائوس جاب تائين انتظار ڪريو ان کان پوءِ منهنجي شادي ڪجو."

"منهنجي سمجهہ ۾ اها ڳالهہ ڪونہ ٿي اچي تہ تون شادي کان انڪار ڇو ڪري

رهي آهين. تنهنجي شادي جلدي ٿي رهي آهي مگر تنهنجي مرضي جي خلاف تہ ڪونہ ٿي رهي آهي.“ ان دفعي ان جي ڀاڃائي ان کي سمجهائڻ جي ڪوشش ڪئي.

”هرو ڀرو ڪالهہ رات کان پورو گهر پريشانيءَ جوشڪار آهي ۽ مان تہ توکي ڏسي حيران آهيان. تون تہ ڪڏهن بہ ايئن ضد ڪونہ ڪندي هئينءَ پوءِ هاڻي توکي ڇا ٿي ويو آهي...... جڏهن کان تون لاهور وئي آهين تون گهڻو عجيب ٿي وئي آهين.“

”۽ اسان جي چاهڻ سان هوئڻ بہ ڪجهہ ڪو نہ ٿيندو. مون توکي ٻڌايو آهي. اهو سڀ ڪجهہ تنهنجي بابا طئي ڪيو آهي.“

”توهان ان کي سمجهائي تہ سگهيون ٿي.“ امامہ سلميٰ جي ڳالهہ تي احتجاج ڪيو.

”ڪهڙي ڳالهہ لاءِ؟ سمجهايان تہ تڏهن ها جيڪڏهن مون کي ڪا ڳالهہ اعتراض واري لڳي ها ۽ مون کي ڪا بہ ڳالهہ اعتراض واري ڪو نہ لڳي آهي.“ سلميٰ وڏي آرام سان چيو. امامہ ڪاوڙ ۾ پيرجي اتان اٿي پنهنجي ڪمري ۾ هلي آئي.



سالار معمول جي خلاف صبح جو دير سان اٿيو. واچ ڏسڻ سان ان ڪاليج نہ وڃڻ جو فيصلو ڪيو. سڪندر ۽ طيبہ ڪراچي ويل هئا ۽ اهو گهر ۾ اڪيلو ئي هيو. ملازم جنهن وقت نيرن کڻي آيو اهو ٽي وي ڏسي رهيو هيو.

”ناصره کي تہ اندر موڪلجان.“ ملازم کي ڏسندي ان کي ڪجهہ ياد آيو. ان جي وڃڻ کان ڪجهہ منٽ پوءِ ناصره اندر اچڻ لڳي.

”صاحب! توهان سڏيو آهي؟“ اڌڙوٽ عمر جي نوڪرياڻي اندر ايندي چيو.

”ها. مون سڏيو آهي..... تو کان هڪ ڪم ڪرائڻو آهي.“ سالار ٽي وي جو چينل بدلائيندي چيو.

”ناصره! تنهنجي ڌي وسيم جي گهر ڪم ڪندي آهي نہ؟“ سالار هاڻي رموٽ رکي ان ڏانهن توجهہ ڪيو.

”هاشم صاحب جي گهر؟“ ناصره چيو

”ها. ان جي ئي گهر.“

”جي ها. ڪندي آهي.“ اها ڪجهہ حيران ٿي ان جو منهن ڏسڻ لڳي.

”اها ان جي گهر ڪهڙي وقت ويندي آهي؟“

”هن وقت ان جي گهر ۾ ئي آهي..... ڇا ٿيو آهي.... سالار صاحب؟“ ناصره هاڻي ڪجهہ پريشان نظر اچي رهي هئي.

”ڪجهہ بہ نہ.... مان صرف اهو چاهيان ٿو تہ تون ان وٽ وڃ. هي موبائيل فون ان کي ڏي ۽ ان کي چئو تہ اهو امامہ کي ڏئي.“ سالار بي پرواهي واري انداز ۾ پنهنجو موبائيل کڻي ان ڏانهن وڌايو.

ناصره وائڙي ٿي وئي. مان توهان جي ڳالهہ ڪو نہ سمجهي.

”هي موبائيل پنهنجي ڌيءَ کي ڏي ۽ ان کي چئو تہ ڪنهن کي بہ ٻڌائڻ کان سواءِ اهو امامہ تائين پهچائي.“

"مگر ڇو؟"

"اهو معلوم ڪرڻ تنهنجي لاءِ ضروري ڪونهي، توکي جيڪو چيو آهي اهو ئي ڪر." سالار ناگواري مان ان کي ڇڙٻ ڏني.

"پر جيڪڏهن اتي ڪنهن کي معلوم ٿي ويو ته...." ناصره جي ڳالهه کي ان سختيءَ سان ڪٽي ڇڏيو.

"ڪنهن کي خبر تڏهن پوندي جڏهن تون پنهنجو وات کوليندينءَ...... ۽ تون پنهنجو وات کوليندينءَ ته صرف توکي ۽ تنهنجي ڌيءَ کي نقصان پهچندو ٻئي ڪنهن کي به نه..... باقي جيڪڏهن تون پنهنجو وات بند رکندينءَ ته نه صرف ڪنهن کي خبر ڪو نه لڳندي بلڪ توکي به گهڻو فائدو ٿيندو."

ناصره اِن دفعي ڪجهه ڪڇڻ کان سواءِ خاموشيءَ سان اهو موبائيل هٿ ۾ ورتو. "مان وري ٻڌايانءِ ٿو...... ڪنهن کي به ان موبائيل جي باري ۾ خبر ٿيڻ نه گهرجي." اهو پنهنجو ٻٽون کڍي رهيو هيو.

ناصره مٿو ڌوڻيندي وڃڻ لڳي." هڪڙو منٽ ترس." سالار ان کي روڪيو. اهو هاڻي پنهنجي ٻٽون مان ڪجهه نوٽ ڪڍي رهيو هيو.

"هي وٺ." ان اهي ناصره ڏانهن وڌايا. ناصره هڪڙي هلڪي مرڪ سان اهي نوٽ پڪڙي ورتا. اها جن گهرن ۾ ڪم ڪندي رهي هئي، اتان جي ٻارن جي اهڙن گهٽن رازن کان واقف هئي، ان کي به پئسن ڪمائڻ جو موقعو ملي ويو هيو. ان هڪدم اهو اندازو لڳايو هيو ته امامه ۽ سالار جو پاڻ ۾ چڪر هلي رهيو هيو ۽ اهو موبائيل اهو تحفو هيو جيڪو ان کي امامه کي ڏيڻو هيو. مگر ان کي حيراني ان ڳالهه تي ٿي رهي هئي ته انهي سموري چڪر جي ان کي پهريان خبر ڇو نه پئي..... ۽ وري امامه...... ان جي ته شادي ٿي رهي هئي...... پوءِ اها ڇو اهڙي قسم جون حرڪتون ڪري رهي هئي.

"۽ مون کي ڏسو مان امامه بيبيءَ کي ڪيترو ڀوجهه سمجهندي رهيس." ناصره کي هاڻي پنهنجي بي خبري تي افسوس ٿي رهيو هو.

❊ ❊ ❊

"بابا! مان توهان سان هڪڙي ڳالهه ڪرڻ گهران ٿو." جلال رات جو پنهنجي والد جي ڪمري ۾ هليو آيو. ان جو والد ان وقت پنهنجو هڪڙو فائيل ڏسڻ ۾ مصروف هيو.

"ها اچ، ڪهڙي ڳالهه آهي." ان جلال کي ڏسندي چيو. اهو ان جي پرسان هڪڙي ڪرسيءَ تي ويهي رهيو. ڪجهه دير اهو ايئن ماٺ ڪيون ويٺو رهيو ان جي والد غور سان ان جو چهرو ڏٺو ان کي اهو اندازو ٿي ويو هيو ته اهو ڪجهه پريشان آهي. "جلال! ڪهڙي ڳالهه آهي؟" ان کي هڪدم تشويش ٿيڻ لڳي.

"بابا! مان شادي ڪرڻ ٿو گهران." جلال ڪنهن به تمهيد ٻڌڻ کان سواءِ چيو.

"ڇا؟" انصر جاويد کي ان جي واتان ان جملي جي اميد ڪو نه هئي. "تون ڇا ٿو ڪرڻ گهرين؟"

"مان شادي ڪرڻ ٿو گهران."

"هڪدم اهو فيصلو تو ڪيئن ڪيو ڪالهه تائين تہ تون ٻاهر وڃڻ جي تيارين ۾ مصروف هئين ۽ هاڻي اچ تون شاديءَ جو ذڪر ڪٽي ويٺو آهين؟" انصر جاويد مُرڪيو.

"بس..... معاملو ڪجهہ اهڙو ٿي ويو آهي جو مون کي توهان سان ڳالهہ ڪرڻي پئجي وئي آهي."

انصر جاويد سنجيدو ٿي ويو.

"توهان زينب جي دوست امامہ کي ڏٺو آهي." ان ڪجهہ گهڙين جي خاموشيءَ کان پوءِ چيو.

"ها! تون ان ۾ دلچسپي رکين ٿو." انصر جاويد فورن اندازو لڳايو.

جلال هائوڪار ۾ مٿو لوڏيو "مگر اهي تہ گهڻو امير آهن..... ان جو پيءُ وڏو صنعتڪار آهي ۽ اهي مسلمان بہ ڪو نہ آهن." انصر جاويد جو لهجو مٽجي ويو هيو.

"بابا! اها اسلام قبول ڪري چڪي آهي، ان جي خاندان وارا قادياني آهن." جلال وضاحت ڪئي.

"ان جي گهر وارن کي خبر آهي؟"

"نہ."

"تنهنجو خيال آهي، اهي اها ماڻي قبول ڪندا؟" انصر جاويد چيندڙ لهجي ۾ پڇيو.

"بابا! ان جي ماڻن جي اجازت جي ضرورت ڪونهي. انهن جي اجازت کان سواءِ اسان شادي ڪرڻ گهرون ٿا."

"تنهنجو دماغ ٺيڪ آهي؟" هن دفعي انصر جاويد وڏي آواز ۾ چيو. "مان تو کي ڪنهن بہ حالت ۾ ان جي اجازت نٿو ڏئي سگهان."

جلال جي منهن جو رنگ لهي ويو "بابا! منهنجو ان سان واعدو ٿيل آهي." ان جهيڻي آواز ۾ چيو.

"تو مون کان پڇي واعدو ڪو نہ ڪيو هيو..... ۽ انهي عمر ۾ ڪوڙ سارا واعدا ٿيندا رهندا آهن.ان جو اهو مطلب ڪونہ هوندو آهي تہ ماڻهو پنهنجي زندگي خراب ڪري ڇڏي، مون کي ان جي خاندان جي اثر رسوخ جي خبر آهي..... انهن کي پنهنجي پٽيان لڳائي اسان سڀ برباد ٿي وينداسين."

"بابا! مان لڪي ڇپي شادي ڪري ٿو ڇڏيان..... ڪنهن کي ٻڌائينداسين ڪو نہ تہ ڪجهہ بہ ڪو نہ ٿيندو."

"۽ جيڪڏهن انهن کي خبر پئجي وئي تہ .......مان هونئن بہ تنهنجي تعليم مڪمل ٿيڻ تائين تنهنجي شادي ڪرڻ نٿو گهران. اچا تو کي گهڻو ڪجهہ ڪرڻو آهي."

"بابا! مهرباني ڪريو.. مان ان کان سواءِ ڪنهن ٻئي سان شادي نٿو ڪري سگهان." جلال جهيڻي آواز ۾ پنهنجي ڳالهہ تي زور ڏيندي چيو.

"چڱو..... ايئن آهي تہ تون ان کي چئو تہ اها پنهنجي والدين سان ان سلسلي ۾

ڳالهه ڪيئي جيڪڏهن ان جا والدين مڃي ٿا وڃن تہ مان توهان ٻنهي جي شادي ڪري ڇڏيندس.“ ان تڪي مگر حتمي لهجي ۾ چيو ”مگر مان تنهنجي شادي ڪنهن اهڙي ڇوڪريءَ سان ڪڏهن ڪونہ ڪندس جيڪا پنهنجن گهر وارن جي مرضي جي خلاف تو سان شادي ڪرڻ گهري.....“

”بابا! توهان ان جو مسئلو سمجهو اها خراب ڇوڪري ڪو نہ آهي..... اها گهڻو سٺي ڇوڪري آهي. بس اها ڪنهن مسلمان سان شادي ڪرڻ گهري ٿي جنهن تي ان جا گهر وارا راضي ڪونہ ٿيندا.“ جلال چاٽي واٽي اسجديءَ ان جي مڱڻي جو ذڪر گول ڪري ويو.

”مون کي ڪنهن ٻئي جي مسئلن سان ڪا دلچسپي ڪونهي ۽ توکي بہ نہ هجڻ گهرجي. اهو امام جو مسئلو آهي، اها ڄاڻي. تون پنهنجي ڪم سان ڪم رک. پنهنجي مستقبل جي باري ۾ سوچ.“ انصر جاويد هڪ هڪاٽي ڪندي چيو.

”بابا! مهرباني ڪري..... منهنجي ڳالهه سمجهو. ان کي مدد جي ضرورت آهي......“

”گهڻن ئي ماڻهن کي مدد جي ضرورت هوندي آهي، تون ڪنهن ڪنهن جي مدد ڪندين..... ۽ هونئن بہ اسان جي ۽ انهن جي حيثيت ۾ ايترو فرق آهي جو انهن سان ڪا دشمني يا مخالفت پالڻ اسان جي وس جي ڳالهہ ڪونہ آهي، تو سمجهيو؟ ۽ پوءِ مان هڪڙي غير مسلم ڇوڪريءَ سان شادي ڪرائي پنهنجي خاندان وارن کي ڪهڙو منهن ڏيکاريندس.“

”بابا! اها مسلمان ٿي چڪي آهي....مون توهان کي ٻڌايو آهي.“ جلال بيزار ٿيندي چيو.

”چئن ملاقاتن ۾ اها تو کان ايتري متاثر ٿي وئي جو ان اسلام قبول ڪري ورتو.“

”بابا! ان مون سان ملڻ کان اڳ اسلام قبول ڪري ڇڏيو هيو.“

”تو ان کي اسلام قبول ڪندي ڏٺو هيو؟“

”مان ان سان مذهب جي باري ۾ تفصيل سان ڳالهہ ٻولهہ ڪندو رهيو آهيان. مون کي خبر آهي تہ اها اسلام قبول ڪري چڪي آهي.“

”فرض ڪجي اها جيڪڏهن ايئن ڪري بہ چڪي آهي.... تہ پوءِ ان کي پنهنجن مسئلن سان پاڻ منهن ڏيڻ کپي. تو کي وچ ۾ گهلڻ نہ گهرجي. پنهنجي والدين سان کُلي ڳالهائي، انهن کي ٻڌائي تہ اها تو سان شادي ڪرڻ گهري ٿي....پوءِ مان ۽ تنهنجي ماءُ ڏسنداسين تہ اسان ڇا ٿا ڪري سگهون....ڏس جلال! جيڪڏهن ان جو خاندان پنهنجي مرضي ۽ خوشيءَ سان ان جي شادي تو سان ڪرڻ لاءِ تيار ٿي وڃي تہ مان ان کي خوشيءَ سان قبول ڪندس....مگر ڪنهن بي نام ۽ نشان ڇوڪريءَ سان مان تنهنجي شادي ڪو نہ ڪندس....مون کي هن سماج ۾ رهڻو آهي....ماڻهن کي منهن ڏيکارڻو آهي....مان ڪنهن کي نُنهن جي خاندان جي باري ۾ ڇا ٻڌائيندس....اهو تہ اها گهران ڀڄي آئي آهي ۽ ان پنهنجي مرضي سان منهنجي پٽ سان شادي ڪئي آهي.“

”بابا! اهو اسان جو مذهبي فرض آهي تہ اسان ان جي مدد ڪريون ۽ .. ......“ انصر جاويد ڪاوڙ مان ان جي ڳالهہ ڪٽي ڇڏي

"مذهب کي وچ ۾ نہ ڪٺي اچ. هر ڳالهہ ۾ مذهب جي شرڪت ضروري ڪو نہ هوندي آهي. صرف تون ئي اهو مذهبي فرض ادا ڪرڻ وارو رهجي ويو آهين. باقي سڀ مسلمان مري ويا آهن."

"بابا! ان مون کان مدد گهري آهي، مان انهيءَ ڪري چوان ٿو."

"پٽ! هتي ڳالهہ مدد يا مذهب جي ڪو نہ آهي، هتي صرف زميني حقيقتن کي ڏسڻ جي ضرورت آهي. نهايت سئي ڳالهہ آهي تہ تو ۾ مدد ڪرڻ جو جذبو آهي ۽ تو کي پنهنجن مذهبي فرضن جو احساس آهي. مگر انسان تي ڪجهہ حق ان جي والدين جو بہ هوندو آهي ۽ اهو حق بہ مذهب ئي فرض ڪيو آهي ۽ ان حق جي ڪري مان گهران ٿو تہ تون ان جي خاندان جي مرضي کان سواءِ ان سان شادي نہ ڪر..... فرض ڪر تون ان سان شادي ڪرين بہ ٿو... تہ ڇا ٿيندو.... تون تہ ڪجهہ مهينن کان پوءِ آمريڪا هوندين...... ۽ اها هتي گهر ۾ ويٺي هوندي.... مون وٽ ايتري دولت ڪو نہ آهي تہ مان توهان ٻنهي جي تعليم تي بہ خرچ ڪريان ۽ ان جي تعليم تي بہ ..... تو کي چڱيءَ طرح خبر آهي تہ توتي منهنجو ڪيترو پئسو خرچ ٿي رهيو آهي....... تہ اها ڊاڪٽر تہ ڪو نہ ٿي سگهندي....... هتي گهر ۾ تون ان کي ڪيترا سال ويهاري ٿو سگهين..... ۽ جيڪڏهن ان جي خاندان توتي يا مون تي ڪيس ڪيو تہ انهيءَ صورت ۾ تون بہ پابند ٿي ويندين ۽ مان بہ ....... تو کي پنهنجي پيءُ جو احساس هجڻ کپي، تون اهو ٿو گهرين تہ هن عمر ۾ مان جيل هليو وڃان..... ۽ شايد تون بہ ......"

جلال ڪجهہ ڪڇي ڪو نہ سگهيو.

"انهن ڳالهين جي باري ۾ ايترو جذباتي ٿي سوچڻ نہ گهرجي. مون تو کي رستو ٻڌائي ڇڏيو آهي..... ان کي چئو تہ پنهنجي والدين سان ڳالهائي انهن کي راضي ڪري..... ٿي سگهي ٿو اهي راضي ٿي وڃن، پوءِ مون کي توهان ٻنهي جي شادي تي ڪهڙو اعتراض ٿيندو. پر جيڪڏهن اها ايئن نٿي ڪري تہ پوءِ ان کي چئو تہ اها ڪنهن ٻئي سان شادي ڪري ڇڏي ۽ تون ٿڌي دل سان سوچ. تو کي پاڻ خبر پئجي ويندي تہ تنهنجو فيصلو ڪيترو نقصان وارو آهي." انصر جاويد آخري ڪوڪو ٺوڪيو.

❊ ❊ ❊

"باجي! مان توهان جو ڪمرو صاف ڪريان؟" نوڪرياڻي دروازو کڙڪائي امامہ کان پڇيو.

"نہ. تون وڃ." امامہ هٿ جي اشاري سان ان کي وڃڻ لاءِ چيو. نوڪرياڻي ٻاهر وڃڻ جي بجاءِ دروازو بند ڪري ان جي پرسان آئي.

"مون توکي چيو آهي نہ تہ تون...." امامہ ڪجهہ چوڻ جي ڪوشش ڪئي مگر پوءِ ان جي ڳالهہ نڙي ۾ ئي ڦاٿي رهي. نوڪرياڻي پنهنجي چادر جي اندران هڪڙو موبائيل فون ڪڍيو هيو. امامہ حيرت مان ان کي ڏسڻ لڳي.

"باجي! اهو منهنجي ماءُ ڏنو آهي، ان چيو تہ پاڙي واري سالار صاحب توهان لاءِ ڏنو

آهي.“ ان تڪڙ ۾ اهو موبائيل امامہ ڏانهن وڌائي ڇڏيو. امامہ تڪڙ مان موبائيل کي جهاٽو هڻي کڻي ورتو. ان جي دل تيزيءَ سان ڌڙڪي رهي هئي.

”ڏس، تون ڪنهن کي اهو نہ ٻڌائجان تہ تو مون کي ڪو موبائيل فون آڻي ڏنو آهي.“ امامہ ان کي تاڪيد ڪيو.

”نہ باجي! توهان فڪر نہ ڪريو. مان ڪونہ ٻڌائيندس. جيڪڏهن توهان کي بہ ڪا شي سالار صاحب جي لاءِ ڏيڻي هجي تہ مون کي ڏيو.“

”نہ مون کي ڪجھ ڪونهي ڏيڻو تون وڃ.“ ان پنهنجن حواسن تي قابو پائيندي چيو.

نوڪرياڻي ڪمري مان نڪتي تہ ان ڪمري کي اندران بند ڪري ڇڏيو. ڏڪندڙ هٿن ۽ دل جي بي قابو ڌڙڪڻ سان ان خاني مان موبائيل ڪڍيو ۽ ان تي جلال جو نمبر ملائڻ شروع ڪيائين. هن ان کي سموري ڳالھ تفصيل سان ٻڌائڻ ٿي گهري. فون جلال جي ماءُ کنيو.

”پٽ! جلال تہ ٻاهر ويو آهي، اهو تہ رات جو ئي ايندو. تون زينب سان ڳالھ ڪر. ان کي سڏ ڪريان؟“ جلال جي ماءُ چيو.

”نہ ماسي! مون کي ڪجھ تڪڙ آهي، مان زينب سان بعد ۾ ڳالهائيندس. بس مون ان کي ڪجھ ڪتابن لاءِ چيو هيو مون کي انهن جي باري ۾ ئي معلوم ڪرڻو هيو. مان پيهر فون ڪري وٺنديس.“ امامہ فون بند ڪندي چيو.

امامہ ان ڏينهن منجهند جو بہ ماني ڪو نہ کاڌي اها صرف رات ٿيڻ جو انتظار ڪري رهي هئي تہ جيئن جلال گهر پهچي ۽ اها ان سان پيهر ڳالهائي سگهي. شام جو نوڪرياڻي ان کي اسجد جي فون جو اطلاع ڏنو.

اها جنهن وقت هيٺ آئي، ان وقت هال ۾ صرف وسيم ويٺو هيو. اها ان کي مڪمل طور تي نظر انداز ڪندي فون ڏانهن هلي وئي. فون جو هٿيو کڻڻ سان ئي ٻئي پاسي اسجد جو آواز ٻڌڻ ۾ آيو. امامہ جو رت بي اختيار ٽهڪڻ لڳو. اها خبر هجڻ جي باوجود تہ انهي شادي جي تاريخ مقرر ڪرڻ ۾ اسجد کان وڌيڪ خود هاشم مبين جو هٿ هيو. امامہ کي ان تي ڪاوڙ اچي رهي هئي.

اهو ان جو حال احوال معلوم ڪري رهيو هيو.

”اسجد! تو اهڙي نموني مون سان ڌوڪو ڇو ڪيو آهي؟“

”ڪهڙو ڌوڪو امامہ!“

”شاديءَ جي تاريخ مقرر ڪرڻ.... تو انهي سلسلي ۾ مون سان ڳالھ ڇو نہ ڪئي.“ ان ٻرندي چيو.

”چاچا تو سان ڳالھ ڪو نہ ڪئي آهي.“

”ان مون کان پڇيو هيو ۽ مون ان کي ٻڌايو هيو تہ مان هاڻي شادي نٿي ڪرڻ گهران.“

”بهرحال، هاڻي تہ ڪجھ نٿو ٿي سگهي.... ۽ وري ڪهڙو فرق ٿو پوي تہ شادي هاڻي ٿئي يا ڪجھ سالن کان پوءِ.“ اسجد ڪجھ لاپرواهي سان چيو.

"اسجد! تو کي فرق پوندو هجي يا نہ. مون کي پوي ٿو. مان پنهنجي تعليم مڪمل ڪرڻ تائين شادي ڪرڻ نٿي سگهان..... ۽ تون اها ڳالهہ چڱيءَ طرح ڄاڻين ٿو."

"ها. مون کي خبر آهي مگر انهي سموري معاملي ۾ مان تہ ڪنهن وقت بہ شامل ڪونہ ٿيو آهيان. توکي ٻڌائي رهيو آهيان تہ شادي چاچي جي زور ڀرڻ ڪري ٿي رهي آهي."

"تون ان کي روڪراءِ."

"امامہ! تون ڪهڙيون ڳالهيون ڪري رهي آهين. مان ان کي ڪيئن روڪرايان." اسجد ڪجهہ حيرانيءَ مان چيو.

"اسجد! مهرباني طور."

"امامہ! مان ايئن نٿو ڪري سگهان. تون منهنجي حيثيت سمجهہ. هاڻي تہ ڪارڊ بہ ڇپجي ويا آهن. ٻنهي گهرن ۾ تياريون ٿي رهيون آهن ۽......"

امامہ ان جي ڳالهہ ٻڌڻ کان سواءِ رسيور کي فون تي اڇلائي ڇڏيو. وسيم ان پوري گفتگو ۾ مداخلت ڪونہ ڪئي هئي. اهو خاموشيءَ سان ان جي اسجد سان ٿيندڙ ڳالهہ ٻولهہ ٻڌندو رهيو هيو جڏهن امامہ فون بند ڪري ڇڏيو تہ وسيم ان کي چيو.

"تون هرو ڀرو هڪڙي اجائي ڳالهہ تي ايڏو هنگامو برپا ڪري رهي آهين. سياڻي بہ تہ توکي شادي اسجد سان ئي ڪرڻي آهي، پوءِ ايئن ڪري تون پنهنجي لاءِ پاڻ مسئلا پيدا ڪري رهي آهين. بابا توکان ڏاڍو ناراض آهي."

"مون تو کان تنهنجي راءِ ڪونہ پڇي آهي، تون پنهنجي ڪم سان مطلب رک. تون مون سان جيڪو ڪجهہ ڪري چڪو آهين اهو ڪافي آهي."

امامہ ان کي پيڪيون ڏنيون ۽ پوءِ واپس پنهنجي ڪمري ۾ اچي وئي.



اها رات جو بہ پنهنجي ڪمري مان ڪونہ نڪتي هئي، البت نوڪر طرفان کاڌو ڪٽي اچڻ تي ان ماني کاڌي. رات جو يارهين بجي ڌاري ان جلال کي فون ڪيو. فون جلال ئي کنئي هئي. شايد اهو امامہ جي فون جو انتظار ڪري رهيو هيو. ٿوري گهڻي تمهيد ٻڌڻ کان پوءِ اهو اصل موضوع تي آيو.

"امامہ! مون بابا سان ڪجهہ دير اڳ ڳالهہ ڪئي آهي." ان امامہ کي ٻڌايو.

"پوءِ؟" اهو ان جي پڇڻ تي ڪجهہ دير خاموش رهيو پوءِ ان چيو.

"بابا انهي شادي تي راضي ڪونہ آهي."

امامہ جي دل ٻڏي وئي. "مگر توهان تہ چيو پئي تہ انهن کي انهي شاديءَ تي اعتراض نہ ٿيندو."

"ها. منهنجو اهو خيال هيو مگر انهن کي گهڻين ئي ڳالهين تي اعتراض آهي. اهي سمجهن ٿا تہ تنهنجي ۽ اسان جي گهراڻي جي حيثيت ۾ گهڻو فرق آهي.... ۽ اهو تنهنجي خاندان جي باري ۾ بہ ڄاڻي ٿو ۽ ان کي سڀني کان وڏو اعتراض ان ڳالهہ تي آهي

تہ تون پنهنجي گهر وارن جي مرضي کان سواءِ مون سان شادي ڪرڻ ٿي گهرين. انهن کي ڊپ آهي تہ ان صورت ۾ تنهنجا گهر وارا اسان کي تنگ ڪندا.“

اها ماڻ ڪيون موبائيل ڪن سان لڳائي ان جو آواز ٻڌندي رهي. ”توهان انهن کي راضي ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي.“ هڪڙي ڊگهي خاموشيءَ کان پوءِ ان چيو.

”مون گهڻي ڪوشش ڪئي. انهن مون کي چيو آهي تہ جيڪڏهن تنهنجي گهر وارا ان شادي تي تيار ٿي وڃن ٿا تہ پوءِ اهو بہ راضي ٿي ويندو. انهيءَ ڳالهہ جي پرواهہ ڪرڻ کان سواءِ تہ تنهنجو خاندان ڇا آهي. ليڪن تنهنجي گهر وارن جي مرضي کان سواءِ اهي منهنجي ۽ تنهنجي شاديءَ کي قبول ڪو نہ ڪندا.“ جلال ان کي ٻڌايو.

”۽ توهان..... توهان ڇا ٿا چئو؟“

”امامہ! منهنجي سمجهہ ۾ ڪجهہ ڪونہ ٿو اچي.“ جلال ڪجهہ بيوسي جي حالت ۾ چيو.

”جلال! منهنجا مائٽ ڪڏهن بہ توهان سان منهنجي شادي تي تيار ڪونہ ٿيندا. ٻي صورت ۾ اسان جي پوري برادري انهن جو بائڪاٽ ڪري ڇڏيندي ۽ اهي اهو ڪڏهن بہ برداشت نٿا ڪري سگهن ۽ ان کان علاوه توهان اسجد سان منهنجي مڱڻي کي ڄو وساري رهيا آهيو.“

”امامہ! تون پوءِ بہ پنهنجي والدين سان ڳالهہ تہ ڪر. ٿي سگهي ٿو ڪو ئي رستو نڪري اچي.“

”مان ڪالهہ بابا کان ڇماڻ کائي چڪي آهيان. صرف اهو ٻڌائي تہ مان ڪنهن ٻئي کي چاهيان ٿي.“ امامہ جو آواز ڳورو ٿيڻ لڳو.”جيڪڏهن انهن کي اها خبر پئجي وئي تہ مان جنهن کي پسند ڪريان ٿي اهو انهن جي مذهب جو نہ آهي تہ اهي مون کي ماري ڇڏيندا. مهرباني ڪري توهان چاچا سان ڳالهايو. توهان ان کي منهنجي مجبوري ٻڌايو.“ ان منٿ ڪرڻ واري لهجي ۾ چيو.

”مان بابا سان سڀاڻي ٻيهر ڳالهائيندس ۽ امان سان بہ..... پوءِ مان توکي ٻڌائيندس تہ اهي ڇا ٿا چون.“ جلال پريشان هيو.

امامہ جنهن وقت ان سان ڳالهائڻ کان پوءِ فون بند ڪيو اها ڏاڍو دلگير هئي. ان جي وهم ۽ گمان ۾ بہ اهو ڪو نہ هيو تہ جلال جي والدين کي ان شاديءَ تي اعتراض ٿيندو.

موبائيل هٿ ۾ جهليون اها گهڻي دير تائين خالي ذهن واري ڪيفيت ۾ ويٺي رهي.

❊ ❊ ❊

”تنهنجو پيءُ مون سان انهي سلسلي ۾ اڳ ۾ ئي ڳالهہ ڪري چڪو آهي ۽ اهو جيڪو چوي ٿو اهو بلڪل ٺيڪ آهي. توکي اهڙن معاملن ۾ ٽپو ڏيڻ جي ڪا ئي ضرورت ڪونهي.“ جلال جي ماءُ ان کي ڇتيءَ طرح ٻڌايو. اهو امامہ جي چوڻ تي ان سان ڳالهائي رهيو هيو.

”مگر امان! ان ۾ خطري واري ڪهڙي ڳالهہ آهي.... ڪجهہ بہ ڪونہ ٿيندو. توهان هروڀرو ڊڄي رهيا آهيو.“ جلال ڪجهہ احتجاج ڪرڻ واري انداز سان چيو.

"تون اياٽپ جي حد تائين بيوقوف آهين." انجي ماءُ ان جي ڳالهہ تي ان کي ڇڙٻ ڏني. "امامہ جي خاندان ۽ ان جي والد کي تنهنجو پيءُ چڱيءَ طرح سڃاڻي ٿو. تون ڇا ٿو سمجهين تہ تو سان شادي ٿيڻ جي صورت ۾ اهي تنهنجي پنيان ڪونہ پوندا يا اسان کي ڪجهہ نہ چوندا..... "

"امان! اسان انهي شاديءَ کي ڳجهو رکنداسين. ڪنهن کي بہ ڪونہ ٻڌائينداسين. مان اسپيشلائيزيشن جي لاءِ ٻاهر وڃڻ کان ڪجهہ عرصو پوءِ ان کي بہ اتي گهرائي وٺندس. سڀ ڪجهہ ڳجهو ئي رهندو ڪنهن کي بہ خبر ڪو نہ پوندي"

"اسان آخر امامہ جي لاءِ ڇو ايڏو خطرو سر تي کڻون. ۽ هونئن بہ توکي معلوم هجڻ گهرجي تہ اسان وٽ پنهنجي خاندان ۾ ئي شادي ڪرڻ جو رواج آهي. اسان کي امامہ يا ڪنهن ٻئي جي ضرورت ڪونهي." ماڻس موضوع مٽائيندي چيو.

"مون کي جيڪڏهن اهو اندازو ٿئي ها تہ تون اهڙي نموني انهي ڇوڪريءَ ۾ دلچسپي وٺڻ شروع ڪندين تہ مان ان کان پهريان ئي تنهنجو ڪٿي رشتو ڪري ڇڏيان ها." ان جي ماءُ ڪجهہ ناراضگيءَ مان چيو.

"امان! مان امامہ کي پسند ٿو ڪريان."

"ان سان ڪوئي فرق ڪو نہ ٿو پوي تہ تون ان کي پسند ڪرين ٿو يا نہ. اهم ڳالهہ اها آهي تہ انهي باري ۾ مان ۽ تنهنجو پيءُ ڇا ٿا سوچيون..... ۽ اسان ٻنهي کي نہ تہ اها پسند آهي ۽ نہ ئي ان جو خاندان." ماڻس ڪُٽي نموني سان ٻڌايس.

"امان! اها تمام سٺي ڇوڪري آهي. توهان ان کي چڱيءَ طرح سڃاڻو ٿيون. اها هتي ايندي رهندي آهي ۽ تڏهن تہ توهان ان جي گهڻي تعريف ڪنديون هيون." جلال ان کي ياد ڏياريو.

"تعريف ڪرڻ جو اهو مطلب تہ ڪونهي تہ مان ان کي نُنهن بڻايان." ان خفي ٿيندي چيو.

"امان! گهٽ ۾ گهٽ توهان تہ بابي واريون ڳالهيون نہ ڪريو. ٿورڙو همدرديءَ سان سوچيو." ان ڀيري جلال ڪجهہ منٿ ڪرڻ واري نموني سان چيو.

"جلال! توکي احساس هجڻ گهرجي تہ تنهنجي انهي ضد ۽ فيصلي ڪري اسان جي پوري خاندان تي ڪهڙا اثر پوندا. اسان جو بہ خواب آهي تہ اسان تنهنجي شادي ڪنهن سٺي ۽ وڏي خاندان ۾ ڪريون. تنهنجو پيءُ جيڪڏهن توکي انهي شاديءَ جي اجازت ڏئي بہ تہ، مان تہ بہ ڪڏهن ڪونہ ڏينديس نہ وري مان امامہ کي پنهنجي نُنهن جي حيثيت ۾ قبول ڪنديس."

"امان! توهان ان جي صورتحال کي سمجهو اهو ڪيترو وڏو قدم کڻي رهي آهي. هن وقت ان کي مدد جي ضرورت آهي."

"جيڪڏهن اها ايترو وڏو قدم کڻي رهي آهي تہ پوءِ ان کي گهٽ ۾ گهٽ ڪنهن ٻئي جي لاءِ تہ پريشاني پيدا ڪرڻ نہ کپي. مان ان کي خراب ڪونہ ٿي چوان. اها تمام سٺو

فيصلو ڪري رهي آهي مگر اسان جون ڪجهه پنهنجون مجبوريون آهن. تون ڪجهه عقل کان ڪم وٺ. توکي اسپيشلائيزيشن ڪرڻ لاءِ ٻاهر وڃڻو آهي. پنهنجي اسپتال ڄمائڻي آهي.“ ان جي ماءُ ڪجهه نرم لهجي ۾ چيو.”پٽ! سٺي خاندان ۾ شادي ٿئي ته انسان کي اڳتي وڌڻ لاءِ گهڻا ئي موقعا ملندا آهن ۽ تنهنجي لاءِ ته اڳ ۾ ئي گهڻن خاندانن طرفان پيغام اچي رهيا آهن. جڏهن اسپيشلائيزيشن ڪري ويندين ته ڪيڏي وڏي خاندان ۾ تنهنجي شادي ٿي سگهندي، توکي ان جو اندازو ئي ڪونهي. پاڻ سوچ، امامه سان شادي ڪري توکي ڇا ملندو... خاندان ان جو بائڪاٽ ڪري ڇڪو هوندو... اوڙي پاڙي ۾ جيڪا بدنامي ٿيندي، اها الڳ... ۽ تو سان شادي ٿي به وڃي ته سياڻي توهان جا ٻار تنهنجي ۽ امامه جي باري ۾ ڇا سوچيندا...... اها ڪا هڪڙي يا ٻن ڏينهن جي ڳالهه ڪونهي. سڄي عمر جو معاملو آهي.“ ماڻس ان کي سنجيدي لهجي ۾ سمجهائي رهي هئي. جلال ڪنهن احتجاج يا اعتراض ڪرڻ کان سواءِ خاموشي سان ان جون ڳالهيون ٻڌي رهيو هيو.

ان جي چهري مان اندازو نه پئي ٿي سگهيو ته قائل ٿيو آهي يا نه.



امامه ٻي رات جلال کي وري فون ڪيو. فون جلال ئي کنيو هيو.

”امامه! مون امان سان ڳالهايو آهي. اها منهنجي ڳالهه تي بابي کان به وڌيڪ ناراض ٿي آهي.“

امامه جي دل ڄڻ صفا ٻڏي وئي.

”اها چوي ٿي ته مون کي هڪڙي فضول معاملي ۾ پاڻ کي وچ ۾ آڻڻ جي ڪا ئي ضرورت ڪونهي.“ جلال سچ ڳالهائڻ جو مظاهرو ڪيو. ”مون ان کي تنهنجي مجبوريءَ جي باري ۾ به ٻڌايو آهي مگر ان جو چوڻ آهي ته اهو تنهنجو مسئلو آهي، اسان جو ڪونهي.“

امامه کي ان جي لفظن سان گهڻي تڪليف پهتي هئي.

”مون ان کي گهڻوئي سمجهائڻ جي ڪوشش ڪئي مگر اها راضي ڪو نه آهي ۽ نه وري ٿيندي.“ جلال جو آواز جهيڻو ٿي ويو هيو.

”جلال! مون کي تنهنجي مدد جي ضرورت آهي.“ ان ٻڏندڙدل سان ٻور پڇائيندي چيو.

”امامه! مان سمجهان ٿو مگر مان ڪجهه نٿو ڪري سگهان. منهنجا والدين انهي رٽ تي راضي ڪو نه آهن.“

”ڇا تون انهن جي مرضي کان سواءِ مون سان شادي نٿو ڪري سگهين؟“

”نه. منهنجي لاءِ اهو ممڪن ڪونهي. مون کي انهن سان ايتري محبت آهي جو مان انهن کي ناراض ڪري تو سان شادي نٿو ڪري سگهان.“

”مهربان، جلال!“ اها آزيون ڪرڻ لڳي. ”تو کان سواءِ مون وٽ ٻيو ڪو رستو ئي ڪونهي.“

”مان پنهنجي والدين جي نافرماني نٿو ڪري سگهان، تون مون کي انهيءَ لاءِ مجبور نه ڪر.“

"مان توهان کي نافرماني لاءِ ڪونہ ٿي چوان. مان تہ توهان کان پنهنجي حياتيءَ جي خيرات ٿي گهران."

ان جو هوش گم ٿي رهيو هيو. ان کي ياد نہ هيو تہ ان زندگيءَ ۾ ڪڏهن ڪنهن سان ايئن آزيون ۽ منٿون ڪندي ڳالهايو هجي.

"توهان مون سان صرف نڪاح ڪريو. پنهنجي والدين کي ان باري ۾ نہ ٻڌايو. بيشڪ توهان بعد ۾ انهن جي مرضي سان بہ شادي ڪجو مان اعتراض ڪو نہ ڪنديس."

"تون هاڻي ٻارن واريون ڳالهيون پئي ڪرين. پاڻ سوچ تہ جيڪڏهن اهڙي ڪنهن نڪاح جي باري ۾ هاڻي منهنجي والدين کي خبر پئجي ٿي وڃي تہ اهي ڇا ڪندا........ اهي تہ مون کي گهر مان ڪڍي ڇڏيندا..... ۽ پوءِ تون ۽ مان ڇا ڪنداسين."

"اسان محنت ڪنداسين. ڪجھہ نہ ڪجھہ ڪنداسين."

"تنهنجي ان ڪجھہ نہ ڪجھہ سان مان ٻاهر پڙهڻ وڃي سگهندس؟" هن دفعي جلال جو لهجو تکو هيو اها ڳالهائي ڪو نہ سگهي.

"نہ. امامہ! منهجا ايترا خواب ۽ خواهشون آهن جو مان اهي تنهنجي لاءِ يا ڪنهن جي لاءِ بہ نٿو ڇڏي سگهان. مون کي تو سان محبت آهي، ان ۾ ڪوئي شڪ ڪونهي، مگر مان ان جذباتيت جو مظاهرو نٿو ڪري سگهان. جنهن جو مظاهرو تون ڪري رهي آهين. تون ٻيهر مون کي فون نہ ڪجان ڇو تہ مان هاڻي ان سموري معاملي کي اتي ختم ڪري ڇڏڻ ٿو گهران. مون کي تو سان همدردي آهي، مگر تون پنهنجي مسئلي جو حل پاڻ ڪڍ. مان تنهنجي مدد نٿو ڪري سگهان. خدا حافظ"

جلال فون بند ڪري ڇڏيو.

رات جو ڏهہ وڃي پنجاهہ منٽن تي ان کي پنهنجي چوڌاري پوري دنيا دوهين ۾ بدلجندي نظر آئي. ڪنهن شيءِ جو هٿ ۾ هجڻ ۽ پوءِ پري پري تائين ڪٿي نہ هجڻ جو فرق ڪوئي امامہ کان وڌيڪ بهتر نٿي ٻڌائي سگهيو. منجهيل ذهن ۽ ٿڪل اعصابن سان گهڻي دير تائين ڪنهن بت وانگر پنهنجي پلنگ تي ٽنگون لڙڪايون ويٺي رهي.

مون کي بابا کي هاڻي سڀ ڪجھہ ٻڌائي ڇڏڻ گهرجي.... ان کان سواءِ هاڻي ٻيو ڪو ئي رستو ڪونهي.... شايد اهو خود ئي مون کي پنهنجي گهر مان ڪڍي ڇڏي... گهٽ ۾ گهٽ مون کي انهي گهر مان تہ ڇوٽڪارو ملي ويندو.

❋ ❋ ❋

"مان اسجد سان شادي ڪرڻ ئي نٿي چاهيان تہ خريداري ڪرڻ جو تہ سوال ئي پيدا ڪو نہ ٿو ٿئي." امامہ پڪي پختي لهجي ۾ ماءُ کي ٻڌايو. سلميٰ ان کي صبح جو پاڻ سان گڏ مارڪيٽ هلڻ لاءِ چوڻ آئي هئي.

"ڀلا توکي شادي تي اعتراض هيو. هاڻي توکي اسجد سان شاديءَ تي اعتراض آهي، آخر تنهنجي ڪهڙي مرضي آهي." سلميٰ ان جي ڳالهہ تي ڪاوڙ ۾ اچي وئي.

"صرف اهو تہ توهان اسجد سان منهنجي شادي نہ ڪريو."

"تہ پوءِ تون ڪنهن سان ڪرڻ ٿي گهرين." هاشم مبين اوچتو ڪليل دروازي مان اندر اچي ويو هيو. يقيناً ان ٻاهر ورانڊي ۾ امامہ ۽ سلميٰ جي وچ ۾ ٿيڻ واريون ڳالهيون ٻڌيون هيون ۽ اهو پنهنجي ڪاوڙ کي روڪي نہ سگهيو هيو. امامہ هڪدم چپ ٿي وئي.

"ٻڌاءِ ڪنهن سان ڪرڻ ٿي گهرين...... هاڻي وات ڇو بند ٿي ويو اٿئي، آخر تون اسجد سان شادي ڇو نٿي ڪرڻ گهرين ..... توکي ڪهڙي تڪليف آهي." ان وڏي آواز سان چيو.

"بابا! شادي هڪڙو ڀيرو ٿيندي آهي ۽ اها مان پنهنجي پسند سان ڪنديس." ان همٿ ڪري چيو.

"ڪالهہ تائين اسجد تنهنجي پسند هيو." هاشم مبين ڏند ڪرٽيندي چيو.

"ڪالهہ تائين هيو هاڻي ڪونهي."

"ڇو هاڻي ڇو ڪونهي؟" امامہ ڪجهہ چوڻ کان سواءِ ان جي منهن ڏانهن ڏسڻ لڳي.

"ٻڌاءِ اهو هاڻي توکي ڇو پسند ڪونہ آهي؟" هاشم مبين وڏي واڪي پڇيو.

"بابا! مان ڪنهن مسلمان سان شادي ڪنديس." هاشم مبين کي لڳو جڻ ان جي مٿان آسمان ڪري پيو هيو.

"ڇا.... تو ڇا چيو....؟" ان بي يقينيءَ مان چيو.

"مان ڪنهن غيرمسلم سان شادي ڪونہ ڪنديس ڇو تہ مان اسلام قبول ڪري چڪي آهيان."

ڪمري ۾ ڪافي دير تائين ماٺ جو راڄ هيو. سلميٰ تي جڻ سڪتو طاري ٿي ويو هيو ۽ هاشم مبين...... اهو هڪڙي پٿر جي مجسمي وانگر ان کي ڏسي رهيو هيو. ان جو وات ڪليل ئي رهجي ويو هيو. ان کان جڻ ساهہ کڻڻ ئي وسري ويو هيو. ان جي وهم ۽ گمان ۾ بہ ڪونہ هيو تہ ڪڏهن انهن کي زندگيءَ ۾ پنهنجي اولاد ۽ اهو بہ پنهنجي سيني کان لاڏلي ڌيءَ جي سامهون اهڙي صورتحال کي منهن ڏيڻو پوندو. ان جا چاليهہ سال مڪمل طور ڪُن ۾ ڦاسي پيا هيا.

"تون ڪهڙي بڪواس پئي ڪرين؟" هاشم مبين جي اندر ڪاوڙ جي جوش واري لهر اڀري وئي.

"بابا! توهان کي خبر آهي مان ڇا چئي رهي آهيان، توهان گهٽو ڇڱيءَ طرح سمجهو ٿا."

"تون پاڳل ٿي وئي آهين." ان آپي مان نڪرندي چيو. امامہ ڪجهہ چوڻ جي بجاءِ انڪار ۾ ڪنڌ لوڏي ڇڏيو. اها هاشم مبين جي ذهني ڪيفيت کي سمجهي ٿي سگهي. "انهيءَ لاءِ توکي پيدا ڪيو..... تنهنجي پالنا ڪئي تہ تون..... تون....." هاشم مبين جي سمجهہ ۾ نہ پئي آيو تہ اهو ان کي ڇا چوي "صرف اسجد سان شادي نہ ڪرڻ جي لاءِ تون اهو سڀ ڪجهہ ڪري رهي آهين، صرف انهيءَ لاءِ تہ تنهنجي شادي ان ماڻهوءَ سان ڪريون جنهن کي تون پسند ڪرين ٿي."

"نہ ايئن ڪونهي."

"ايئن ئي آهي..... تون مون کي بيوقوف ٿي سمجهين." ان جي وات مان ڪِڇ نڪري رهي هئي.

"توهان منهنجي شادي ڪنهن سان بہ ڪريو مون کي ڪوئي اعتراض ڪونهي. بس اهو توهان جي جماعت مان نہ هجي..... پوءِ توهان گهٽ ۾ گهٽ اهو چئي ڪونہ سگهندا تہ مان ڪنهن خاص ماڻهوءَ جي لاءِ اهو سڀ ڪجهہ ڪري رهي آهيان."

هاشم مبين ان جي ڳالهہ تي ڌنڌ ڪرڻ لڳو.

"تون جمعو جمعو اٺن ڏينهن جي ڇوڪري..... توکي خبر ڪهڙي آهي......"

"بابا! مون کي سڀ خبر آهي. منهنجي ويهہ سال عمر آهي. مان توهان جي آڳر پڪڙي هلڻ واري ڇوڪري ڪونہ آهيان.... مون کي خبر آهي تہ توهان جي انهي مذهب جي ڪري اسان جي خاندان تي وڏيون نوازشون ٿيون آهن."

اها گهڻي پختي ۽ نرم انداز ۾ چوندي وئي. "تون..... تون..... تنهنجي بخشش ڪو نہ ٿيندي. تون....."

هاشم مبين ڪاوڙمان آڱر جو اشارو ڪري ڳالهائڻ لڳو. امامہ کي ان تي ترس اچڻ لڳو. ان کي دوزخ ۾ بيهي دوزخ کان ڊيڄارڻ واري شخص تي ترس آيو ان کي اکين تي پٽي ٻڌي گهمڻ ڦرڻ واري شخص تي ترس آيو ان کي دل مٿان مهر لڳل شخص تي ترس آيو ان کي نفس جي چنبي ۾ آيل شخص تي ترس آيو ان کي گمراهي جي سڀ کان آخري ڏاڪي تي بيٺل ماڻهوءَ تي ترس آيو.

"تون گمراهيءَ جي رستي تي هلي پئي آهين..... چند ڪتاب پڙهي تون....." امامہ ان جي ڳالهہ ڪٽي ورتي.

"توهان انهيءَ باري ۾ مون سان بحث ڪو نہ ڪري سگهندا. مون کي سڀ ڪجهہ خبر آهي. تحقيق ڪري چڪي آهيان. تصديق ڪري چڪي آهيان. توهان مون کي ڇا ٻڌائيندا. ڇا سمجهائيندا. توهان پنهنجي مرضيءَ جو رستو چونڊي ورتو آهي. مون پنهنجي مرضيءَ جو رستو چونڊيو آهي. توهان اهو ڪري رهيا آهيو جيڪو توهان صحيح سمجهو ٿا. مان اهو ڪريان ٿي جيڪو مان صحيح سمجهان ٿي. توهان جو عقيدو توهان جو ذاتي مسئلو آهي. منهنجو عقيدو منهنجو ذاتي مسئلو آهي. ڇا هاڻي اهو سٺو ڪونہ آهي تہ توهان منهنجي انهي فيصلي کي قبول ڪريو جذباتي بيوقوفيءَ جي بجاءِ گهڻي سوچ ويچار ڪرڻ کان پوءِ کنيل قدم سمجهي ڪري."

ان گهڻي نرم انداز ۽ سنجيدگيءَ سان چيو. هاشم مبين جي ڪاوڙ ۾ اڃا اضافو ٿيو.

"مان..... مان پنهنجي ڌيءَ کي مذهب متاثڙ ڏيندس تہ جيئن پوري برادري منهنجو بائيڪاٽ ڪري ڇڏي..... مان سڀن پر اڃي ڪران..... نہ امامہ! اهو نٿو ٿي سگهي. تنهنجو جيڪڏهن دماغ بہ خراب ٿي ويو آهي تہ ان جو اهو مطلب ڪونهي تہ منهنجو بہ دماغ خراب ٿي وڃي. ڪو ئي بہ مذهب اختيار ڪر مگر تنهنجي شادي مان اسجد سان ئي ڪندس. توکي ان جي ئي گهر ويٺو پوندو..... ان جي گهر هلي وڃ پوءِ اتي وڃي طئي

ڪجان تہ توکي ڇا ڪرڻو آهي ۽ ڇا ناهي ڪرڻو. ٿي سگهي ٿو توکي عقل اچي وڃي."

اهو ڪاوڙ جي حالت ۾ ڪمري مان نڪري ويو.

"مون کي خبر هجي ها تہ تنهنجي ڪري اسان کي ڪيتري خواري کي مُنهن ڏيڻو پوندو تہ مان ڄمندي ئي تنهنجو گلو دٻائي ڇڏيان ها." هاشم مبين جي وڃڻ سان ئي سلميٰ اٿي بيهي ڏند ڪرٽيندي چيو. "تو اسان جي سموري عزت مٽيءَ ۾ ملائڻ جو پڪو ارادو ڪيو آهي."

امامہ ڪجهہ چوڻ جي بجاءِ خاموشيءَ سان ان کي ڏسندي رهي. اها ڪجهہ دير تائين ايئن ڳالهائيندي رهي پوءِ ڪمري مان هلي وئي.

ان کي ان جي ڪمري مان وئي هڪڙو ڪلاڪ ئي ٿيو هيو جڏهن دروازو کڙڪائي اسجد اندر هليو آيو. امامہ کي ان وقت ان جي اتي اچڻ جو گمان ڪو نہ هيو. اسجد جي چهري تي پريشاني گهڻي ظاهر هئي. يقيناً ان کي هاشم مبين سڏيو هوندو ۽ اهو ان کي سڀ ڪجهہ ٻڌائي چڪو هيو.

"امامہ اهو سڀ ڪجهہ ڇا ٿي رهيو آهي؟" ان اندر اچڻ سان ئي چيو. اها پنهنجي پلنگ تي ويٺي ان کي ڏسندي رهي.

"تون اهو سڀ ڪجهہ ڇو ڪري رهي آهين."

"اسجد! توکي جيڪڏهن اهو ٻڌايو ويو آهي تہ مان ڇا ڪري رهي آهيان تہ پوءِ اهو بہ ٻڌايو ويو هوندو تہ مان ڇو ڪري رهي آهيان."

"توکي اندازو ڪونهي تہ تون ڇا ڪري رهي آهين." اهو ڪرسي سوري ويهي رهيو.

"مون کي اندازو آهي."

"ان عمر ۾ ماڻهو جذبات ۾ اچي گهڻا ئي غلط فيصلا ڪري ويندو آهي......"

امامہ چڙ مان ان جي ڳالهہ ڪٽي ڇڏي "جذبات ۾ اچي.....؟ ڪوئي جذبات ۾ اچي مذهب بہ تبديل ڪندو آهي؟ ڪڏهن بہ نہ ....... مان چئن سالن کان اسلام جي باري ۾ پڙهي رهي آهيان. چار سال گهٽ عرصو ڪو نہ هوندو آهي."

"تون ماڻهن جي ڳالهين ۾ اچي وئي آهي. تون...."

"نہ مان ڪنهن جي بہ ڳالهين ۾ ڪو نہ آئي آهيان. مون جنهن ڳالهہ کي غلط سمجهيو ان کي ڇڏي ڏنو ۽ بس."

اهو ڪجهہ دير ويچارو ٿي ان کي ڏسندو رهيو پوءِ مٿو لوڏيندي ان چيو.

"ٺيڪ آهي انهن سڀني ڳالهين کي ڇڏ. توکي شاديءَ تي ڪهڙو اعتراض آهي...... تنهنجن عقيدن ۾ جيڪا تبديلي آئي آهي، اها هڪ طرف. گهٽ ۾ گهٽ شادي تہ ٿيڻ ڏي"

"منهنجي ۽ تنهنجي شادي جائز ڪونهي."

اهو ان جي ڳالهہ تي هڪوٻڪو ٿي ويو. "ڇا مان غير مسلم آهيان؟"

"ها، تون آهين....."

"انڪل ٺيڪ ٿي چيو ڪنهن واقعي تنهنجي ذهن ۾ ڳالهيون وڌيون آهن." ان ڊيڪ ڏيڻ واري نموني ۾ چيو.

”پوءِ تون هڪڙي اهڙي ڇوڪريءَ سان شادي ڇو ٿو ڪرڻ گهرين. سٺو آهي تون ڪنهن ٻي سان شادي ڪر.“ ان بہ اتي جو اتي چيس.

”مان نٿو گهران تہ تون پنهنجي زندگي برباد ڪرين.“ اها ان جي ڳالهہ تي عجيب انداز ۾ کِلي.

”زندگي برباد...... ڪهڙي زندگي.... اها زندگي جيڪا مان توهان جهڙن ماڻهن سان گذاري رهي آهيان. جن دولت خاطر پنهنجي مذهب کي ڇڏي ڏنو......“

”فضيلت سِک....... تو ڳالهائڻ جا سمورا آداب وساري ڇڏيا آهن. ڪنهن جي باري ۾ ڇا چئجي ۽ ڇا نہ. تو مڪمل طور وساري ڇڏيو آهي.“ اسجد ان کي دڙڪا ڏيڻ لڳو.

”مان اهڙي ڪنهن بہ شخص جو احترام نٿي ڪري سگهان جيڪو ماڻهن کي گمراهہ ڪري رهيو هجي.“ امامہ کلم کلايو چيو.

”تون جنهن عمر ۾ آهين.... ان عمر ۾ هر ڪوئي منجهيل پوندو آهي، جهڙيءَ طرح تون مونجهاري ۾ اچي وئي آهين. جڏهن تون ان عمر مان نڪرنديئن تہ توکي احساس ٿيندو تہ اسان صحيح هئاسين يا غلط.“ اسجد هڪڙو دفعو وري ان کي سمجهائڻ جي ڪوشش ڪئي.

”جيڪڏهن توهان کي اهو ٿو لڳي تہ مان غلط آهيان. تڏهن بہ توهان مون کي ڇڏي ڇو نٿا ڏيو. اهڙي نموني مون کي گهر ۾ قيد ڪري ڇو رکيو آهي. جيڪڏهن توهان کي پنهنجي مذهب جي صداقت تي ايترو يقين آهي تہ مون کي هن گهر مان هليو وڃڻ ڏيو..... حقيقت کي جاچڻ ڏيو.....“

”جيڪڏهن ڪو پنهنجو پنهجو پاڻ کي نقصان پهچائڻ تي سندرو ٻڌي بيهي رهي تہ ان کي اڪيلو نٿو ڇڏي سگهجي ۽ اهو بہ هڪڙي ڇوڪري کي.... امامہ! تون ان مسئلي جي نزاڪت ۽ اهميت کي سمجهہ. پنهنجي برادريءَ جو خيال ڪر. تنهنجي ڪري سڀ ڪجهہ داءَ تي لڳي ويو آهي.“

”منهنجي ڪري ڪجهہ بہ داءَ تہ ڪو نہ لڳو آهي..... ڪجهہ بہ نہ......۽ جيڪڏهن ڪجهہ داءَ تي لڳو بہ آهي تہ مان ان جي پرواهہ ڇو ڪريان. مان توهان جي ڪري دوزخ ۾ ڇو وڃان. صرف خاندان جي نالي خاطر پنهنجو ايمان ڇو ٻوڙيان. نہ. اسجد! مان توهان سان گڏ گمراهيءَ جي رستي تي هلي نٿي سگهان. مون کي اهو ڪرڻ ڏيو جيڪو مان ڪرڻ ٿي گهران.“ ان قطعي لهجي ۾ چيو.

”مون سان جيڪڏهن تو زبردستي شادي ڪئي بہ تہ توکي ان مان ڪو فائدو ڪو نہ ٿيندو. مان تنهنجي زال ڪو نہ ٿينديس. مان توسان وفا ڪو نہ ڪنديس. مون کي جڏهن بہ موقعو ملندو مان ڀڄي وينديس. تون آخرِ ڪيترا سال مون کي اهڙي نموني قيد ڪري رکي سگهندين. ڪيترا سال مون تي پهرو لڳائيندين..... تنهنجي گهر. تنهنجي قيد مان ڀڄي وڃڻ جي لاءِ مون کي صرف ڪجهہ گهڙين جي مهلت گهربي ...... ۽ مان ..... مان تنهنجي ٻارن کي بہ گڏ وٺي وينديس. تون سڄي عمر پيهر انهن کي ڏسي ڪو نہ سگهندين.“

اها ان ڪي مستقبل جو نقشو ڏيکاري خوفزده ڪرڻ جي ڪوشش ڪري رهي هئي.

"جيڪڏهن مان تنهنجي جاءِ تي هجان ها تہ مان ڪڏهن بہ امامہ هاشم جهڙي ڇوڪريءَ سان شادي نہ ڪريان..... اهو سراسر گهاٽي جو سودو هوندو...... نالائقي ۽ بيوقوفيءَ جي انتها هوندي... تون هاڻي بہ سوچي وٺ..... هاڻي بہ پوئتي هٽي وڃ...... تنهنجي سامهون تنهنجي سموري زندگي پئي آهي....... تون ڪنهن بہ ڇوڪريءَ سان شادي ڪري پرسڪون زندگي گذاري سگهين ٿو........ ڪنهن بہ پريشاني..... ڪنهن بي سڪونيءَ کان سواءِ, مگر مون سان گڏ نہ. مان تنهنجي لاءِ بدترين زال ثابت ٿيندس, تون انهي سموري معاملي کان الڳ ٿي وڃ, شاديءَ کان انڪار ڪري ڇڏ. انڪل اعظم کي چئي ڇڏ تہ تون مون سان شادي ڪرڻ نٿو گهرين يا ڪجهہ عرصي لاءِ گهر کان غائب ٿي وڃ. جڏهن سمورو معاملو ختم ٿي ويجي تہ پوءِ اچجان."

"تون مون کي اهڙا بيوقوفي وارا مشورا نہ ڏي, مان ڪنهن بہ قيمت تي تو کان هٽ ڪٽي نٿو سگهان.... ڪنهن بہ قيمت تي. نہ مان انڪار ڪندس, نہ ان معاملي کان الڳ ٿيندس, نہ ئي گهر کان ڪيڏانهن هليو ويندس ..... مان تو سان ئي شادي ڪندس امامہ! هاڻي اهو اسان جي خاندان جي عزت ۽ ساک جو معاملو آهي. اها شادي نہ ٿيڻ ۽ تنهنجو گهر مان هليو وڃڻ سان اسان جي پوري خاندان کي جيترو نقصان برداشت ڪرڻو پوندو, ان جو توکي بلڪل اندازو ڪونهي, ورنہ تون مون کي ڪڏهن بہ اهو مشورو ڪو نہ ڏين ها. جيستائين خراب زال ثابت ٿيڻ يا گهر مان پيچي وڃڻ جو تعلق آهي..... تہ اهو سڀ بعد جو مسئلو آهي. مان توکي گهڻو چڱي طرح سڃاڻان ٿو تون اهڙي قسم جي طبيعت جي مالڪ ڪونہ آهين جو ٻين کي اجايو پريشان ڪندي وتين...... ۽ اهو بہ مون کي, جنهن سان توکي محبت آهي." اسجد وڏي اطمينان سان چئي رهيو هيو.

"توکي غلط فهمي آهي, مون کي ڪڏهن بہ تو سان محبت ڪو نہ رهي آهي..... ڪڏهن بہ ..... مان ذهني طور توسان پنهنجي تعلق ۽ رشتي کي ان وقت کان ذهن مان ڪڍي ڇڪي آهيان جڏهن مون پنهنجو مذهب ڇڏيو هيو. تون هاڻي منهنجي زندگي ۾ ڪٿي ڪو نہ آهين, ڪٿي بہ نہ ..... جيڪڏهن مان پنهنجن گهر وارن جي لاءِ مسئلا پيدا ڪري ٿي سگهان تہ سياڻي تنهنجي لاءِ ڪيترا مسئلا پيدا ڪري ڇڏينديس توکي ان جو احساس هجڻ گهرجي ۽ ان غلط فهمي مان ٻاهر نڪري اچڻ گهرجي..... اسان ٻئي ڪڏهن بہ گڏ نٿا ٿي سگهون. مان توهان جي خاندان جو حصو ڪڏهن بہ ڪو نہ ٿيندس."

نہ اسجد! تنهنجي ۽ منهنجي وچ ۾ وڏو فاصلو آهي, ايترو فاصلو جو مان توکي ڏسي بہ نٿي سگهان ۽ مان ان فاصلي کي ڪڏهن بہ ختم ٿيڻ ڪو نہ ڏينديس. مان ڪڏهن بہ تو سان شاديءَ جي لاءِ تيار ڪونہ ٿينديس."

اسجد بدلجندڙ رنگ سان ان جو منهن تڪيندو رهيو.

❋❋❋

”ڇا تون منهنجو هڪڙو ڪم ڪندين؟“

”تنهنجو ڪهڙو خيال آهي ايڏا تائين مان ان ڪان علاوه ڇا ڪري رهيو آهيان.“ سالار پڇيو.

هٿي طرف ڪجهه ماٺ ٿي وئي. پوءِ ان چيو. ”ڇا تون لاهور وڃي جلال سان ملندين.“ سالار گهڙي ڪن لاءِ پنهنجون اکيون بند ڪيون.

”ڇا جي لاءِ؟“ ان کي امامہ جو آواز گهٽو ڳورو لڳي رهيو هيو. ايئن چڻ ان کي بخار هيو پوءِ اوچتو ان کي خيال آيو تہ اها يقيناً روئيندي رهي هوندي. اهو ان جوئي اثر هيو.

”تون منهنجي طرفان ان کي منٿ ڪر تہ اهو مون سان شادي ڪري...... هميشه جي لاءِ نہ تہ ڪجهه ڏينهن لاءِ ئي.....مان هن گهر مان نڪرڻ ٿي گهران ۽ مان ڪنهن جي مدد کان سواءِ هتان نٿي نڪري سگهان..... بس اهو مون سان صرف نڪاح ڪري.“

”تنهنجو تہ فون ذريعي ان سان رابطو آهي. پوءِ تون اهو سڀ ڪجهه پاڻ ان کي فون تي چو نٿي چوين.“ سالار چپس کائيندي وڏي اطمينان سان ان کي صلاح ڏني.

”مان چيو اٿمانس.“ ان کي امامہ جو آواز پهريان کان بہ وڌيڪ ڳورو لڳو.

”پوءِ؟“

”ان انڪار ڪري ڇڏيو آهي.“

”ڏاڍو ڏک ٿيو.“ سالار افسوس جو اظهار ڪيو.

”تہ ڇا اهو هڪ طرفو پيار جو چڪر هيو؟“ ان ڪجهه تجسس محسوس ڪندي پڇيو.

”نہ.“

” تہ پوءِ ان انڪار چو ڪري ڇڏيو؟“

”تون اهو معلوم ڪري ڇا ڪندين.“ ان ڪجهه چڙ مان چيو. سالار هڪڙي ہي چپس وات ۾ وڌي. ”منهنجو اتي وڃي ان سان ڳالهائڻ مان ڇا ورندو. سٺو آهي تون ئي ٻيهر ان سان ڳالهاءِ.“

”اهو مون سان نٿو ڳالهائي. اهو فون نٿو کڻي. اسپتال ۾ بہ ڪو ئي ان کي فون تي نٿو گهرائي. اهو ڄاڻي واڻي لهرائي رهيو آهي.“ امامہ چيو.

”پوءِ تون ان جي پٺيان ڇو پئي آهين. دفع ڪر ان کي. اهو تو سان محبت نٿو ڪري.“

”تون اهو سڀ ڪجهه نٿو سمجهي سگهين. تون صرف منهنجي مدد ڪر. هڪڙو دفعو وڃي ان کي منهنجي صورتحال کان واقف ڪر. اهو مون سان ايئن نٿو ڪري سگهي.“

”۽ جيڪڏهن ان مون سان ڳالهائڻ کان انڪار ڪري ڇڏيو تہ.“

”پوءِ بہ تون ان سان ڳالهائجان. شايد...... شايد ڪا صورت نڪري اچي. منهنجو مسئلو حل ٿي وڃي.“

سالار جي چهري تي هڪڙي مرڪ. ظاهر ٿي. ان کي امامہ جي حالت تي کِل اچي رهي هئي.

فون بند ڪرڻ کان پوءِ چپس کائيندي بہ اهو ان سموري معاملي جي باري ۾ سوچيندو رهيو. هر گذرندڙ ڏينهن سان گڏ اهو بہ ان سموري معاملي ۾ گهٽي کان گهٽو

ملوث ٿيندو پئي ويو. اهو ان کي پنهنجي زندگيءَ جو سڀ کان وڏو اتساهيندڙ تجربو (ايڊونچر) محسوس ٿي رهيو هيو. پهريان امامہ تائين فون پهچائڻ ۽ هاڻي جلال سان رابطو.. امامہ جو دوست...... ان چپس ڪائيندي چپن ۾ ڳالهايو. امامہ ان کي ان جي اسپتال ۽ گهر جي مڪمل تفصيل کان آگاهہ ڪري ڇڏيو هيو ۽ هاڻي اهو سوچي رهيو هيو تہ ان کي جلال انصر سان ملي ڇا چوڻو آهي.

❊ ❊ ❊

سالار ان شخص کي مٿان کان هيٺ تائين ڏٺو ۽ اهو گهڻو مايوس ٿيو. سامهون بيٺل ڇوڪرو بلڪل معمولي شڪل صورت وارو هيو. سالار جي ڏکهي قد ۽ خوبصورت جسم ان کي مخالف جنس لاءِ ڪنهن حد تائين پرڪشش ٺاهي ڇڏيو هيو مگر سامهون بيٺل اهو شخص ہنهي شين کان محروم هيو. اهو عام قدڪاٺ جو مالڪ هيو. ان جي چهري تي ڏاڙهي نہ هجي ها تہ اهو پوءِ بہ ڪجهہ چڱو نظر اچي ها. سالار سڪندر کي جلال انصر سان ملي مايوسي ٿي هئي. امامہ هاڻي ان کي پهريان کان وڌيڪ بيوقوف لڳي.

"مان جلال انصر آهيان. توهان مون سان ملڻ ٿا گهرو؟"

"منهنجو نالو سالار سڪندر آهي." سالار پنهنجو هٿ ملائڻ لاءِ اڳتي وڌايو.

"معاف ڪجو مون اوهان کي ڪو نہ سڃاتو."

"ظاهر آهي توهان مون کي ڪيئن ٿا سڃاڻي سگهو. مان توهان سان پهريون ڀيرو ملي رهيو آهيان."

سالار ان وقت جلال جي اسپتال ۾ ان کي ڳوليندو آيو هيو. ڪجهہ ماڻهن کان ان جي پڇا ڪرڻ کان پوءِ اهو ان وٽ پهچي ويو هيو. ان وقت اهي ڊيوٽي واري ڪمري کان ٻاهر بيٺا هيا.

"ڇا ڪٿي ويهي ڳالهائي سگهون ٿا؟" جلال هاڻي ڪجهہ حيران نظر آيو.

"ويهي ڳالهائڻ...... مگر ڪهڙي سلسلي ۾."

"امامہ جي باري ۾."

جلال جي چهري جو رنگ بدلجي ويو "توهان ڪير آهيو؟"

"مان ان جو دوست آهيان." جلال جي چهري جو رنگ هڪڙو ڀيرو وري بدلجي ويو. اهو چپ چاپ هڪڙي پاسي هلڻ لڳو. سالار ان سان گڏ هيو.

"ٻاهر اڱڻ ۾ منهنجي گاڏي بيٺي آهي. اوڏانهن ٿا هلون." سالار چيو.

گاڏيءَ تائين پهچندي ۽ ان ۾ اندر ويهڻ تائين ٻنهي جي وچ ۾ ڪا بہ ڳالهہ ٻولهہ ڪو نہ ٿي.

"مان اسلام آباد مان آيو آهيان." سالار چوڻ شروع ڪيو.

"امامہ گهُريو ٿي تہ مان توهان سان ڳالهايان."

"امامہ ڪڏهن بہ مون سان توهان جو ذڪر ڪونہ ڪيو آهي." جلال ڪجهہ عجيب انداز ۾ چيو.

"توهان امامہ کي ڪڏهن کان سڃاڻو ٿا؟"

"تقريباً ٻالڪپڻ کان..... اسان ٻنهي جا گهر گڏوگڏ آهن. اسان جي تمام گهري دوستي آهي."

سالار کي خبر ڪونہ لڳي تہ ان آخري جملو ڇو چيو. شايد اهي جلال جي چهري جا بدلجندڙ رنگ هيا جن کان اهو ڪجهہ وڌيڪ مزا وٺڻ گهري رهيو هيو. اهو جلال جي چهري تي ظاهر ٿيڻ واري نفرت کي ڏسي چڪو هيو.

"امامہ سان منهنجي گهڻي تفصيلي ڳالهہ ٿي چڪي آهي، ايتري تفصيلي ڳالهہ کان پوءِ ٻي ڪهڙي ڳالهہ ٿي سگهي ٿي." جلال سڌي ۽ رُکي لهجي ۾ چيو.

"امامہ گهري ٿي تہ توهان ان سان شادي ڪريو." سالار ڄڻ خبرون پڙهندي چيو.

"مان ان کي پنهنجو جواب ٻڌائي چڪو آهيان."

"اها گهري ٿي تہ توهان پنهنجي فيصلي تي نظرثاني ڪريو."

"اهو ممڪن ڪونهي."

"اها ان گهر ۾ پنهنجي والدين ۽ گهر وارن جي قيد ۾ آهي. اها گهري ٿي تہ توهان جيڪڏهن هميشه جي لاءِ نہ تہ وقتي طور تي ان سان نڪاح ڪريو ۽ پوءِ ڪورٽ جي معرفت ان کي ڇڏايو."

"اهو ممڪن ئي ڪونهي، اها انهن جي قيد ۾ آهي تہ نڪاح ٿي ئي ڪيئن ٿو سگهي."

"فون تي."

"نہ، مان ايترو وڏو خطرو نٿو کڻي سگهان. مان اهڙن معاملن ۾ ملوث ئي ٿيڻ نٿو گهران." جلال چيو. "منهنجا والدين مون کي ان شاديءَ جي اجازت ڪونہ ڏيندا ۽ وڌيڪ تہ اهي امامہ کي قبول ڪرڻ لاءِ تيار بہ ڪونہ آهن."

جلال جون نظرون هاڻي سالار جي وارن ۾ لڳل ڳُت (پوني) تي ڪتل هيون. يقيناً سالار وانگر ان بہ ان کي اڻ وڻندڙ قرار ڏنو هوندو.

"ان چيو تہ توهان وقتي طور تي ان سان صرف نڪاح ڪري وٺو تہ جيئن اها پنهنجي گهر مان نڪري سگهي، بعد ۾ توهان گهرو تہ ان کي طلاق ڏئي ڇڏيو."

"مون چيو تہ مان ان جي مدد ڪري نٿو سگهان ۽ پوءِ اهڙي قسم جا معاملا...... توهان پاڻ ان سان شادي ڇو نٿا ڪريو..... جيڪڏهن وقتي شاديءَ جي ڳالهہ آهي تہ توهان ڪري ڇڏيو. آخر توهان ان جا دوست آهيو." جلال ڪجهہ طنز واري انداز ۾ سالار کي چيو. "توهان اسلام آباد کان لاهور ان جي مدد لاءِ اچي سگهو ٿا تہ پوءِ اهو ڪم بہ ڪري سگهو ٿا."

"ان مون کي شاديءَ لاءِ ڪونہ چيو آهي، انهيءَ ڪري مون ان باري ۾ ڪونہ سوچيو آهي." سالار کلها لوڏيندي بي تاثر لهجي ۾ چيو. "هونئن بہ اها توهان سان محبت ٿي ڪري، مون سان نہ."

"مگر عارضي شادي يا نڪاح ۾ تہ محبت جو هجڻ ضروري ڪونهي. بعد ۾ توهان بہ ان کي طلاق ڏئي ڇڏجو." جلال مسئلي جو حل ڪڍي ورتو هيو.

”توهان جو مشورو مان ان تائين پهچائي ڇڏيندس.“ سالار سنجيدگيءَ سان چيو.

”۽ جيڪڏهن اهو ممڪن ڪونهي تہ پوءِ امامہ کي چئو تہ ڪو ٻيو طريقو اپنائي..... بلڪ توهان ڪنهن اخبار جي آفيس ۾ هليا وڃو ۽ انهن کي امامہ جي باري ۾ ٻڌايو تہ ڪيئن ان جي خاندان ان کي زبردستي قيد ڪري رکيو آهي. جڏهن ميڊيا انهي معاملي کي ڪٽندو تہ خود ئي اهي امامہ کي ڇڏڻ لاءِ مجبور ٿي ويندا يا وري توهان پوليس کي انهيءَ معاملي جو اطلاع ڪريو.“

سالار کي حيراني ٿي. جلال جي تجويز خراب ڪو نہ هئي, واقعي امامہ انهيءَ باري ۾ چو ڪو نہ ٿي سوچيو. اهو رستو وڌيڪ محفوظ هيو.

”مان توهان جو اهو مشورو بہ ان تائين پهچائيندس.“

”توهان ٻيهر مون وٽ نہ اچجو ۽ امامہ کي بہ چئي ڇڏيو تہ اها مون سان ڪنهن بہ طريقي يا ذريعي سان ٻيهر رابطو نہ ڪري. منهنجا والدين هونئن بہ منهنجو مڱڻو ڪرڻ وارا آهن.“ جلال ڇرڻ انڪشاف ڪيو.

”نيڪ آهي, مان سڀ ڳالهيون ان تائين پهچائيندس.“ سالار لاپرواهيءَ مان چيو. جلال وڌيڪ ڪجهہ چوڻ کان سواءِ گاڏيءَ مان لهي ويو.

جيڪڏهن امامہ کي اها توقع هئي تہ سالار جلال کي ان سان شادي ڪرڻ لاءِ قائل ڪري ويندو تہ اها ان جي سڀ کان وڏي ڀل هئي. نہ اهو امامہ سان ڪا ئي همدردي رکندو هيو ۽ نہ وري خدا جي خوف ڪري ان سموري معاملي ۾ ٽپو ڏنو هئائين...... ان جي لاءِ اهو سڀ ڪجهہ ايڊوينچر هيو ۽ ايڊوينچر ۾ يقيناً جلال سان امامہ جي شادي شامل ڪو نہ هئي. جيڪڏهن جلال سان ان جي شاديءَ جي لاءِ دليل ڏيڻا پون ها تہ ڪهڙا ڏئي ها. ان وٽ صرف هڪڙي دليل کان سواءِ ٻيو ڪو دليل ڪو نہ هيو تہ جلال ۽ امامہ هڪ ٻئي سان محبت ڪن ٿا ۽ هي اهو دليل هيو جنهن کي جلال اڳ ۾ ئي رد ڪري چڪو هيو. اهو مذهبي يا اخلاقي حوالن سان جلال کي قائل ڪري نٿي سگهيو ڇو تہ اهو پاڻ انهن ٻنهي شين کان وانجهو هيو. مذهب ۽ اخلاقيات سان ان جو پري جو بہ واسطو ڪو نہ هيو ۽ سڀ کان وڏي ڳالهہ اها هئي تہ آخر اهو امامہ جي لاءِ هڪڙي ٻئي ماڻهوءَ سان ايترو ڊگهو بحث ڪري چو ها. اهو بہ اهڙو ماڻهو جنهن کي ان ڏسڻ سان ئي اڻ وڻندڙ سمجهيو هيو.

هي اهي ڳالهيون هيون جيڪي اهو اسلام آباد کان لاهور ايندي سوچي رهيو هيو. اهو انهيءَ لاءِ آيو هيو چو تہ ان جلال سان ملڻ تي گهريو ۽ ڏسڻ تي گهريو تہ امامہ جي نياپي تي ان جو رد عمل ڪهڙو ٿيندو. ان امامہ جو نياپو ان جي ئي لفظن ۾ ڪنهن گهٽ وڌاءَ ڪرڻ کان سواءِ پهچايو هيو ۽ هاڻي اهو جلال جو جواب ٻڌي واپس وڃي رهيو هيو ۽ گهڻو لطف اندوز ٿي رهيو هيو. آخر ان پيغام جي جواب ۾ اها ڇا ڪندي, ڇا چوندي, اسجد سان تہ اها شادي ڪونہ ڪندي, جلال ان سان شادي ڪرڻ جي لاءِ تيار ڪونهي, گهر مان اها نڪري نٿي سگهي, ٻيو ڪير بہ اهڙو ماڻهو ڪونهي, جيڪو ان جي مدد لاءِ اڳتي اچي سگهي, پوءِ آخر اها هاڻي ڇا ڪندي, عام طور تي ڇوڪريون انهن حالتن ۾

خودڪشي ڪنديون آهن. او ها..... اها يقيناً هاڻي مون کان زهر يا ريوالور پهچائڻ جي خواهش ڪندي.

سالار متوقع صورتحال جي باري ۾ سوچي پرجوش ٿي رهيو هيو. "خودڪشي..... نهايت دلچسپ(ويري ايخسائيٽنگ). آخر ان کان علاوه اها ڪري به ڇا ٿي سگهي.

❊ ❊ ❊

"تون مون سان شادي ڪندين؟" سالارکي جهڙ جهٽڪو لڳو. "فون تي نڪاح؟" اهو ڪجهه دير لاءِ ڳالهائي ڪو نه سگهيو.

لاهور مان واپس اچڻ کان پوءِ ان امامه کي جلال جو جواب بلڪل ان جي چيل لفظن وارو ئي ٻڌايو هيو. ان جو اندازو هيو ته اها هاڻي روئڻ پٽڻ شروع ڪري ڏيندي ۽ پوءِ ان کان ڪنهن هٿيار جي فرمائش ڪندي, مگر اها ڪجهه دير جي لاءِ خاموش رهي, پوءِ ان سالار کي جيڪو چيو هيو ان ڪجهه گهڙين لاءِ سالار جو هوش گم ڪري ڇڏيو هيو.

"مون کي صرف ڪجهه دير لاءِ تنهنجو ساٿ گهرجي ته جيئن منهنجا والدين اسجد سان منهنجي شادي نه ڪري سگهن ۽ پوءِ تون ڪورٽ (بيلف) جي ذريعي مون کي هتان ڪڍ. ان کان پوءِ مون کي تنهنجي ضرورت ڪو نه رهندي ۽ مان ڪڏهن به پنهنجي والدين کي تنهنجو نالو ڪو نه ٻڌائينديس." اها هاڻي چئي رهي هئي.

"ٺيڪ آهي (او ڪي) ڪري ٿو وٺان..... مگر اهو بيلف وارو ڪم ٿورو مشڪل آهي.ان ۾ گهٽيون ئي قانوني گهرجون اچي ٿيون وڃن. وڪيل کي مقرر ڪرڻ..... ۽ ....." امامه ٻئي طرف کان ان جي ڳالهه ڪٽي ورتي. "تون پنهنجن دوستن کان ان سلسلي ۾ مدد وٺي ٿو سگهين. تنهنجا دوست ته اهڙن ڪمن ۾ ماهر هوندا."

سالار جي نراڙ تي ڪجهه گهنج اچي ويا. "ڪهڙي قسم جي ڪمن ۾."

"اهڙي قسم جي ڪمن ۾."

"تون ڪيئن ٿي ڄاڻين."

"وسيم مون کي ٻڌايو هيو ته تنهنجي سنگت سٺي ڪو نه آهي."

امامه جي وات مان بي اختيار نڪتو ۽ پوءِ اها خاموش ٿي وئي. اهو جملو مناسب ڪو نه هيو.

"منهنجي سنگت گهٽي سٺي آهي, گهٽ ۾ گهٽ جلال انصر جي سنگت کان سٺي آهي." سالار چيڀاٽ لهجي ۾ چيو. اها ان دفعي به ماٺ ئي رهي.

"بهرحال, مان ڏسان ٿو ته مان ان سلسلي ۾ ڇا ٿو ڪري سگهان." سالار ڪجهه دير ان جي جواب جو انتظار ڪرڻ کان پوءِ چيو. "مگر توکي اها ڳالهه ضرور ياد رکڻ گهرجي ته اهو ڪم وڏي خطري وارو آهي."

"مان ڄاڻان ٿي مگر ٿي سگهي ٿو ته منهنجا والدين صرف اهو معلوم ٿيڻ تي ئي مون کي گهر مان ڪڍ ڇڏين ته مان شادي ڪري چڪي آهيان ۽ مون کي بيلف جي مدد وٺڻي نه پوي يا ٿي سگهي ٿو اهي منهنجي شادي کي قبول ڪري وٺن ۽ پوءِ مان تو کان طلاق وٺي جلال سان شادي ڪري سگهان."

سالار متي ڪي ڪجهه افسوس جي حالت ۾ ڏوٽيو. ان دنيا ۾ اهڙي قسم جو بيوقوف اڳ ۾ ڪڏهن ڪو نہ ڏٺو هيو. اها بيوقوفن جي جنت جي رهاڪو هئي يا ٽيڻ واري هئي.

"چڱو ڏسان ٿو ڇا ٿو ٿئي." سالار فون بند ڪندي چيو.

٭٭٭

"مان هڪڙي ڇوڪريءَ سان نڪاح ڪرڻ ٿو گهران." حسن سالار جي منهن ۾ غور سان ڏٺو ۽ پوءِ بي اختيار کِليو.

"اهو هن سال جو نئون ايڊوينچر آهي يا آخري ايڊوينچر."

"آخري ايڊوينچر." سالار وڏي سنجيدگيءَ سان تبصرو ڪيو. "يعني تون شادي ڪري رهيو آهين." حسن برگر کائيندي چيو.

"شاديءَ جو ڪير ٿو چوي" سالار ان ڏانهن ڏٺو.

"تہ پوءِ؟"

"مان هڪڙي ڇوڪريءَ سان نڪاح ڪرڻ ٿو گهران. ان کي مدد جي ضرورت آهي، مان ان جي مدد ڪرڻ گهران ٿو." حسن ان جي منهن ۾ ڏسڻ لڳو.

"اڄ تون مذاق جي موڊ ۾ آهين؟"

"نہ بلڪل نہ مون توکي هتي مذاق ڪرڻ لاءِ ڪو نہ گهرايو آهي."

"پوءِ ڪهڙيون اجايون ڳالهيون پيو ڪرين.......نڪاح....... ڇوڪريءَ جي مدد ...... وغيره وغيره." ان دفعي حسن ڪجهہ ناگواريءَ مان چيو. "تو کي ڪنهن سان محبت ٿي وئي آهي؟"

"يوڪ (مائي فِٽ)...... منهنجو دماغ خراب آهي جو مان ڪنهن سان محبت ڪندس ۽ اها بہ هن عمر ۾." سالار تحقير آميز انداز ۾ چيو.

"اهو ئي تہ .... مان بہ اهو ئي چوان ٿو تہ پوءِ تون ڇا ڪري رهيو آهين؟"

سالار هن دفعي ان کي تفصيل سان امامہ ۽ ان جي مسئلي جي باري ۾ ٻڌايو. ان حسن کي صرف اهو ڪو نہ ٻڌايو تہ اها ڇوڪري وسيم جي ڀيڻ آهي ڇو تہ حسن وسيم کي چڱيءَ طرح سان سڃاڻندو هيو ليڪن ان کان تفصيل ٻڌڻ کان پوءِ حسن پهريون سوال ئي اهو ڪيو هيو.

"اها ڇوڪري ڪير آهي؟" سالار بي اختيار هڪڙو ڊگهو ساهہ کنيو.

"وسيم جي ڀيڻ."

"ڇا." حسن اوچتو ڇرڪ ڀريو. "وسيم جي ڀيڻ..... اها جيڪا ميڊيڪل ڪاليج ۾ پڙهندي آهي."

"ها."

"تنهنجو دماغ خراب ٿي ويو آهي. تون ڇو هرو ڀرو اهڙي قسم جي بيوقوفي پيو ڪرين. ان سموري معاملي جي باري ۾ وسيم کي ٻڌاءِ ڇڏ"

"مان توکان مدد گهرڻ آيو آهيان، مشورو گهرڻ ڪو نہ آيو آهيان." سالار بيزاريءَ مان چيو.

”مان تنهنجي ڪهڙي مدد ڪري ٿو سگهان؟“ حسن ڪجهہ منجهيل انداز ۾ چيو.
”تون نڪاح پڙهندڙ ۽ ڪجهہ شاهدن جو انتظام ڪر تہ جيئن مان ان سان فون تي نڪاح ڪري سگهان.“ سالار هڪدم ڪم جي ڳالهہ ڪئي.
”مگر اهو نڪاح ڪري تو کي ڪهڙو فائدو ٿيندو؟“
”ڪجهہ بہ نہ. مگر مان ڪنهن فائدي جي باري ۾ سوچيان بہ ڪٿي ٿو.“
”دفع ڪر سالار! ان سڀ کي... تون ڇو ڪنهن ٻئي جي معاملي ۾ ٽپو ٿو ڏين ۽ اهو بہ وسيم جي ڀيڻ جي معاملي ۾..... سنو....“
سالار هن دفعي ڪاوڙ مان ان جي ڳالهہ ڪٽي ورتي. ”تون صرف مون کي اهو ٻڌاءِ تہ منهنجي مدد ڪندين يا نہ...... باقي ڳالهين جي باري ۾ پريشان ٿيڻ تنهنجو مسئلو ڪونهي.“
”ٺيڪ آهي، مان تنهنجي مدد ڪندس. مان مدد ڪرڻ کان انڪار ڪو نہ ڪري رهيو آهيان، مگر تون اهو سوچي وٺ تہ اهو سڀ ڪجهہ گهڻو خطرناڪ آهي.“ حسن هٿيار ڦٽي ڪرڻ واري انداز ۾ چيو.
”مون سوچي ڇڏيو آهي، تون مون کي تفصيل ٻڌاءِ.“ سالار ان دفعي برگر کائيندي ڪجهہ مطمئن انداز ۾ چيو.
”بس هڪڙي ڳالهہ..... جيڪڏهن انڪل ۽ آنٽيءَ کي معلوم ٿي ويو تہ ڇا ٿيندو.“
”انهن کي معلوم ڪونہ ٿيندو اهي هتي ڪو نہ آهن. ڪراچي ويل آهن ۽ اڃا ڪجهہ ڏينهن اتي ترسندا. اهي هتي هجن ها تہ پوءِ منهنجي لاءِ اهو سڀ ڪجهہ ڪرڻ مشڪل هجي ها.“ سالار ان کي مطمئن ڪرڻ جي ڪوشش ڪندي چيو. اهو پنهنجو برگر تقريباً ختم ڪري چڪو هيو. حسن هاڻي پنهنجو برگر کائيندي ڪنهن ڳوڙهي سوچ ۾ ٻڏل لڳي رهيو هيو مگر سالار ان جي تاثرات ڏانهن ڌيان ڪو نہ ڏئي رهيو هيو. ان کي خبر هئي تہ حسن ان وقت پنهنجو لائحہ عمل طئي ڪرڻ ۾ مصروف هيو. ان کي حسن کان ڪنهن بہ قسم جو خوف يا خطرو ڪو نہ هيو. اهو هن جو بهترين دوست هيو.



حسن نڪاح جو انتظام وڏي آسانيءَ سان ڪري ورتو هيو. سالار ان کي ڪجهہ رقم ڏني هئي جنهن سان ان ٽن شاهدن جو انتظام ڪيو هيو. چوٿين شاهد طور اهو پاڻ موجود هيو. نڪاح پڙهندڙ کي اندازو هيو تہ ان نڪاح ۾ ڪا ئي غير معمولي ڪهاڻي آهي. مگر ان کي وڏي رقم سان گڏ ايتريون ڌمڪيون ڏنيون ويون هيون جو اهو ماٺ ٿي ويوهو.
حسن ٽيپهريءَ جي وقت ان نڪاح پڙهندڙ ۽ ٽن شاهدن کي وٺي آيو هيو. اهي سڀ سالار جي ڪمري ۾ هليا ويا هيا. اتي ويهي نڪاح نامو پريو ويو هيو. سالار امامہ کي اڳ ۾ ئي انهي باري ۾ اطلاع ڪري چڪو هيو. مقرر وقت تي فون تي نڪاح پڙهندڙ انهن ٻنهي جو نڪاح پڙهايو هيو. سالار نوڪرياڻي جي هٿاران امامہ کي ڪاغذ موڪليا هيا. امامہ ڪاغذ وٺي بجلي وانگر تيزيءَ سان انهن تي صحي ڪري نوڪرياڻي کي واپس ڏنا هيا. نوڪرياڻي اهي ڪاغذ واپس سالار وٽ کڻي آئي هئي پر اها گهڻي هورا ڪورا ۾ هئي.

آخر اهي ماڻهو ڪير هيا جيڪي سالار جي ڪمري ۾ هيا ۽ اهي ڪاغذ ڇا جا هيا جن تي امامہ صحي ڪئي هئي. ان جو مٿو ڦري رهيو هيو ۽ ان کي شڪ ٿيو هيو تہ هجي نہ هجي اهي ٻئي پاڻ ۾ شادي ڪري رهيا هيا. سالار کي ڪاغذ واپس ڏيندي اها پڇڻ کان سواءِ رهي نہ سگهي.

"سالار صاحب. اهي ڇا جا ڪاغذ آهن؟" ان ظاهري طور وڏي سادگي ۽ معصوميت سان پڇيو.

"تنهنجو ان ۾ ڇا..... ڇا جا بہ ڪاغذ هجن..... تون پنهنجي ڪم سان ڪم رک." سالار سختيءَ سان ان کي ڇڙٻ ڏني.

"۽ هڪڙي ڳالهہ تون ڪن کولي ٻڌي ڇڏ. انهي سموري معاملي جي باري ۾ جيڪڏهن تون پنهنجو وات بند رکندينءَ تہ اهو تنهنجي لاءِ سٺو ٿيندو بلڪ گهڻو سٺو ٿيندو....."

"مون کي ڪنهن سان بہ انهي باري ۾ ڳالهہ ڪرڻ جي ڪهڙي ضرورت آهي. مون تہ ايئن ئي پڇيو. صاحب جي! توهان اطمينان ڪريو. مان ڪنهن کي بہ ڪجهہ ڪو نہ ٻڌائيندس."

نوڪرياڻي هڪدم گهبرائجي وئي هئي. سالار هوئن بہ ايترو سخت مزاج هيو جو ان کي ان سان ڳالهائيندي ڊپ لڳندو هيو. سالار ڪجهہ تڪبر مان مٿي کي ڌوڻيو. ان کي اهو خوف ڪونہ هيو تہ نوڪرياڻي اهو سڀ ڪنهن کي ٻڌائي سگهي ٿي. جيڪڏهن ٻڌائي بہ ها تہ ان لاءِ ڪو بہ فرق پوڻ وارو ڪو نہ هيو.

❋ ❋ ❋

"تون هڪڙو دفعو وري جلال سان مل. مهرباني ڪري هڪڙو دفعو وري....." اها ان ڏينهن فون تي ان کي چئي رهي هئي.

سالار ان جي ڳالهہ تي چڙي پيو."امامہ! اهو تو سان شادي ڪرڻ نٿو گهري. اهو ڪيترا ڀيرا چئي چڪو آهي. آخر تون سمجهين ڇو نٿي تہ ٻيهر ڳالهائڻ مان ڪجهہ ڪو نہ ورندو. ان ٻڌايو هيو تہ ان جا ماءُ پيءُ ان جو مڱڻو ڪرڻ وارا آهن....."

"هو ڪوڙ ٿو ڳالهائي." امامہ بي اختيار ان جي ڳالهہ ڪٽي ڇڏي. "صرف ان لاءِ تہ مان ان سان ٻيهر رابطو نہ ڪريان. ورنہ ان جا مائٽ ايترو جلدي ان جو مڱڻو ڪري ئي نہ ٿا سگهن."

"تہ پوءِ جڏهن اهو تو سان شادي ڪرڻ نٿو گهري ۽ نہ رابطو ڪرڻ ٿو گهري ...... تہ تون ان جي پٺيان ڇو خوار ٿي رهي آهين."

"ڇو تہ منهنجي قسمت ۾ خواري آهي." ان ٻئي طرف کان ڳوري آواز ۾ چيو.

"ان جو ڇا مطلب آهي." اهو منجهي پيو.

"ڪجهہ مطلب ڪونهي. نہ تون سمجهي سگهين ٿو.... تون بس وڃي ان کي چئو تہ منهنجي مدد ڪري. اهو حضرت محمد ﷺ سان ايتري محبت ڪندو آهي...... ان کي چئو تہ پاڻ ڪريمن ﷺ جي ڪري ئي مون سان شادي ڪري." اها ڳالهہ ڪندي ڪندي سڏڪا ڀري روئڻ لڳي.

"اها کهڙي ڳالهہ ٿي." سالار ان جي ڳوڙهن کان متاثر ٿيڻ بغير چيو. "ڇا اها ڳالهہ ڇوڙ سان اهو تو سان شادي ڪندو."

امامہ جواب ڪو نہ ڏنو اها سڏڪا ڀري روئي رهي هئي. اهو بيزار ٿي ويو.

"تون يا تہ روئي وٺ..... يا وري مون سان ڳالهاءِ."

ٻئي طرف کان فون بند ٿي ويو. سالار هڪدم فون ملايو. فون نہ کنيو ويو.

پندرهن ويهن منٽن کان پوءِ امامہ ان کي ٻيهر فون ڪيو. "جيڪڏهن تون واعدو ڪرين تہ تون روئنديئن نہ. تہ پوءِ مون سان ڳالهاءِ. ورنہ فون بند ڪري ڇڏ." سالار ان جو آواز ٻڌڻ سان ئي چيو.

"پوءِ تون لاهور وڃين ٿو؟" ان جي سوال جو جواب ڏيڻ جي بجاءِ ان هن کان پڇيو. سالار کي ان جي مستقل مزاجي تي حيراني ٿي. اها واقعي ڍيٺ هئي. اها هاڻي بہ پنهنجي ڳالهہ تي ڄميل هئي.

"ڇگو مان هليو ويندس. تو پنهنجن گهر وارن کي شاديءَ جي باري ۾ ٻڌايو آهي." سالار موضوع تبديل ڪندي پڇيو.

"نہ. اڃا ڪو نہ ٻڌايو آهي." اها هاڻي پاڻ کي سنڀالي چڪي هئي.

"ڪڏهن ٻڌائينديئن؟" سالار کي جڻ ڊرامي جي اڳئين سين جو انتظار هيو.

"خبر نہ آهي." اها ڪجهہ منجهي. "تون ڪڏهن لاهور ويندين؟"

"بس جلد ئي هليو ويندس. هتي مون کي ڪجهہ ڪم آهي ورنہ هڪدم هليو وڃان ها."

ان دفعي سالار ڪوڙ ڳالهايو هيو. نہ ان کي ڪو ڪم هيو ۽ نہ وري هن دفعي لاهور وڃڻ جو ڪو ان جو ارادو هيو.

"جڏهن تون بيلف جي ذريعي پنهنجي گهر مان نڪري اينديئن تہ ان کان پوءِ تون ڇا ڪنديئن.......منهنجو مطلب، ڪيڏانهن ويندين؟" سالار هڪ دفعو وري ان کي ان موضوع تان هٽائيندي چيو. "ان صورت ۾ جڏهن جلال بہ تنهنجي مدد ڪرڻ لاءِ تيار نہ ٿيو تہ."

"مان اڃا ايئن نٿي سمجهان، اهو ضرور منهنجي مدد ڪندو." امامہ ان جي ڳالهہ ڪٽيندي پرزور انداز ۾ چيو. سالار ڪلها لوڏيا.

"تون ڪجهہ بہ سمجهڻ لاءِ تيار ڪونہ آهين، ورنہ مان توکي ضرور چوان ها تہ شايد اهو نہ ٿئي جيڪو تون گهرين ٿي، پوءِ تون ڇا ڪنديئن.... توکي ٻيهر پنهنجن ماڻٽن جي مدد جي ضرورت پوندي.... تہ زياده بهتر اهو ئي آهي تہ تون اڃان هتان وڃڻ جو نہ سوچ..... نہ ئي بيلف ۽ ڪورٽ جي مدد وٺ. بعد ۾ بہ تہ توکي هتي ئي اچڻو پوندو."

"مان ٻيهر ڪڏهن بہ هتي ڪو نہ ايندس، ڪنهن بہ صورت ۾ نہ."

"اها جذباتي ڳالهہ آهي." سالار تبصرو ڪيو.

"تون انهن ڳالهين کي نٿو سمجهي سگهين." امامہ سدائين وانگر پنهنجو مخصوص جملو ورجايو. سالار ڪجهہ خفا ٿي ويو.

"ٺيڪ آهي.... ڪر جيڪو ڪرڻ ٿي گهرين." ان لاپرواهي سان چئي فون بند ڪري ڇڏي.

❊ ❊ ❊

"سڀاڻي شام جو اسان اسجد سان تنهنجو نڪاح ڪرائي رهيا آهيون. تنهنجو وهاڻ (رخصتي) به گڏوگڏ ڪري ڇڏينداسين."

هاشم مبين رات جو ان جي ڪمري ۾ اچي رکي لهجي ۾ چيو.

"بابا! مان انڪار ڪري ڇڏينديس.... توهان جي لاءِ بهتر آهي ته توهان ايئن زبردستي منهنجي شادي نه ڪريو."

"تون انڪار ڪندينءَ ته مان توکي ان وقت گولي هڻي ڇڏيندس. تون اها ڳالهه ياد رکجانءِ." اها مٿو ڪٽي ان کي ڏسندي رهي.

"بابا! مان شادي ڪري چڪي آهيان." هاشم مبين جي چهري جو رنگ ڦڪو ٿي ويو."مان انهيءَ ڪري ان شاديءَ کان انڪار ڪري رهي هيس."

"تون ڪوڙ ٿي ڳالهائين."

"نه. مان ڪوڙ ڪو نه ٿي ڳالهايان. مان ڇهه مهينا اڳ شادي ڪري چڪي آهيان."

"ڪنهن سان."

"مان اهو توهان کي نٿي ٻڌائي سگهان."

هاشم مبين کي اندازو ڪو نه هيو ته اهو ان اولاد جي هٿان ايترو خوار ٿيندو. ڪاوڙ ۾ باهه وانگر ڳاڙهو ٿي اهو امامه ڏانهن وڌيو ۽ ان هڪ ٻئي پٺيان ان جي چهري تي چماٽون هڻڻ شروع ڪيون. اها چهري جي آڏو ٻئي هٿ ڏئي پاڻ کي بچائڻ جي ڪوشش ڪرڻ لڳي پر اها ان ۾ ڪامياب ٿي نه سگهي. ڪمري ۾ گوڙ ٻڌي وسيم سيني کان اڳ ۾ اتي اچي پهتو ۽ ان هاشم مبين کي پڪڙي زبردستي امامه کان پري ڪيو. اها پٽ سان پٺي هڻي روئيندي رهي.

"بابا! توهان ڇا ڪري رهيا آهيو سمورو معاملو آرام سان حل ڪري ٿو سگهجي." وسيم جي پٺيان گهر جا باقي ياتي به اندر هليا آيا هيا.

"ان.... ان ڪنهن سان شادي ڪري ڇڏي آهي." هاشم مبين ڏک ۽ ڪاوڙ جي حالت ۾ چيو.

"بابا! ڪوڙ ٿي ڳالهائي. شادي ڪيئن ٿي ڪري سگهي. هڪڙو پيرو به گهر مان ڪو نه نڪتي آهي." اهو وسيم هيو.

"ان ڇهه مهينا اڳ شادي ڪري ڇڏي آهي." امامه مٿو مٿي ڪو نه ڪنيو.

"نه. مان نٿو مڃان. ايئن نٿو ٿي سگهي. اها ايئن ڪري ئي نٿي سگهي." وسيم ان جي رڳ رڳ مان واقف هيو. امامه ان کي ڳوڙهن سان ڀريل اکين سان ڏٺو ۽ چيو.

"ايئن ٿي ويو آهي."

"ڪهڙو ثبوت آهي.... تو وٽ نڪاح نامو آهي؟" وسيم رکي لهجي ۾ چيو.

"هتي ڪونہ آهي، لاهور ۾ آهي، منهنجي سامان ۾."

"بابا! مان سيائي لاهور مان ان جو سامان ڪٺي ٿو اچان. ڏسي ٿا وٺون." وسيم هاشم مبين کي چيو. امامہ بي اختيار پڇتايو. سامان مان ڇا ٿي ملي سگهيو.

"شادي ڪري بہ ڇڏي آهي تہ ڪا ڳالهہ ناهي، طلاق ڏياري تنهنجي شادي اسجد سان ڪرائيندس ۽ ان ماڻهوءَ طلاق نہ ڏني تہ ان کي قتل ڪرائي ڇڏيندس." هاشم مبين ڳاڙهي ٿيل چهري سان اتان ويندي چيو. ڪمرو آهستي آهستي خالي ٿي ويو. اها پنهنجي پلنگ تي ويهي رهي. ان کي پهريون ڀيرو احساس ٿي رهيو هيو تہ چار ۾ قاسڻ کان پوءِ ڪهڙا احساس هوندا آهن. اهو هڪڙو اتفاق هيو تہ نڪاح نامي جي ڪاپي سالار ان کي ڪونہ موڪلي هئي. جيڪڏهن ان وٽ هجي بہ ها تہ تڏهن بہ اها اهو هاشم مبين کي نٿي ڏئي سگهي، ورنہ سالار سڪندر جو نڪاح نامي ۾ نالو ڏسي انهن لاءِ ان تائين پهچڻ ۽ ان کان ڇوٽڪارو حاصل ڪرڻ منٽن جو ڪم هيو ۽ ان جي سامان مان نڪاح نامو نہ ملندو تہ ان جي انهي بيان تي ڪنهن کي بہ اعتبار ڪونہ ٿيندو تہ اها نڪاح ڪري چڪي آهي.

ان ڪمري کي اندران بند ڪيو ۽ سالار کي فون ڪرڻ لڳي. ان سموري ماجرا کان آگاهہ ڪري ڇڏيو هيو.

"تون هڪڙو ڀيرو ٻيهر لاهور وڃ ۽ جلال کي منهنجي باري ۾ ٻڌاءِ..... مان هاڻي هن گهر ۾ نٿي رهي سگهان. مون کي هتان نڪرڻو آهي ۽ ان کان علاوه مان ڪيڏانهن بہ نٿي وڃي سگهان. تون منهنجي لاءِ هڪڙو وڪيل ڪر ۽ ان کي چئو تہ اهو منهنجي ماڻتن کي منهنجي مڙس جي طرفان مون کي زبردستي روڪي رکڻ جي خلاف هڪڙو نوٽيس موڪلي."

"تنهنجي مڙس، يعني منهنجي طرفان."

"تون وڪيل کي پنهنجو نالو نہ ٻڌائجان بلڪ اهو بهتر آهي تہ پنهنجي ڪنهن دوست جي ذريعي وڪيل ڪر ۽ منهنجي مڙس جو ڪوبہ فرضي نالو ڏئي سگهين ٿو. وڪيل ذريعي تنهنجي نالي جي انهن کي خبر پوندي تہ اهي تو تائين پهچي ويندا ۽ مان اهو نٿي چاهيان."

امامہ ان کي اهو ڪونہ ٻڌايو تہ ان کي ڪهڙو خدشو آهي ۽ نہ وري سالار اهو اندازو لڳائڻ جي ڪوشش ڪئي.

ان سان ڳالهائڻ کان پوءِ امامہ فون بند ڪري ڇڏيو. ٻئي ڏينهن ڏهين يارهين وڳي ڌاري ڪنهن وڪيل فون ڪري هاشم مبين سان امامہ جي سلسلي ۾ ڳالهہ ڪئي ۽ ان کي امامہ کي زبردستي پنهنجي گهر ۾ روڪي رکڻ جي باري ۾ ان جي مڙس طرفان ٿيڻ واري ڪيس جي باري ۾ ٻڌايو. هاشم مبين کي وڌيڪ ڪنهن ثبوت جي ضرورت نہ رهي هئي. اهو ڪاوڙ ۾ ٻيڪيون ڏيندو ان جي ڪمري ۾ ويو ۽ ان کي گهٽي مار ڏنائين.

"امامہ! تون ڏسجان تون ڪهڙي نموني برباد ٿيندينءَ..... تون هڪڙي هڪڙي شيءِ لاءِ سڪندينءَ..... جيڪي ڇوڪريون تو وانگر پنهنجي ماءُ پيءُ جي عزت کي نيلام ڪنديون آهن، انهن سان ايئن ٿيندو آهي. تون اسان کي ڪورٽ تائين وٺي وئي

آهين.... تو اهي سمورا احسان وساري ڇڏيا جيڪي اسان توتي ڪيا. تو جهڙين ڌيئرن کي واقعي ڄمندي ئي زنده دفن ڪري ڇڏڻ گهرجي."

اها خاموشيءَ سان مار کائيندي رهي. پنهنجي پيءُ جي ڪيفيت کي سمجهي ٿي سگهي مگر اها پنهنجي ڪيفيت ۽ احساس جي باري ۾ انهن کي نٿي سمجهائي سگهي.

"تو اسان کي ڪنهن کي بہ مُنهن ڏيکارڻ جي قابل ڪونہ ڇڏيو آهي، ڪنهن کي بہ نہ. تو اسان کي جيئري قبر ۾ داخل ڪري ڇڏيو آهي."

سلميٰ ان جي پٺيان ڪمري ۾ داخل ٿي هئي مگر ان هاشم مبين کي روڪڻ جي ڪوشش نہ ڪئي. اها پاڻ بہ ڪاوڙ ۾ ڳاڙهي هئي، ان کي خبر هئي تہ امامہ جو اهو قدم ڪيئن انهن جي پوري خاندان کي متاثر ڪرڻ وارو هيو ۽ خاص طور تي ان جي مڙس کي.

"تو اسان جي اعتماد کي ٺيس پهچائي آهي. ڪاش! تون منهنجي اولاد نہ هجين ها. ڪڏهن بہ منهنجي خاندان ۾ نہ ڄمين ها. پيدا ٿي ئي وئي هئينءَ تہ تڏهن ئي مري وڃين ها.... يا مان ئي توکي ماري ڇڏيان ها." امامہ اڄ ان جي مار ۽ ڳالهين تي ڪونہ رني هئي. ان پاڻ بچائڻ جي ڪابہ ڪوشش ڪونہ ڪئي هئي. اها بس ماٺ ڪيون مار کائيندي رهي، پوءِ هاشم مبين ڇڻ ٿڪجي پيو ۽ ان کي مارينديماريندي رڪجي ويو. ان جو ساهہ ڦوڪجي ويو هيو. اها بلڪل ماٺ ڪيون ان جي سامهون پٽ کي ٽيڪ ڏيون ويٺي هئي.

"تو وٽ اڃا بہ وقت آهي، سڀ ڪجهہ ڇڏي ڏي ان ڇوڪري کان طلاق وٺ ۽ اسجد سان شادي ڪر. اسان انهي سموري ڳالهہ کي معاف ڪري ڇڏينداسين، وساري ڇڏينداسين." هن ڀيري سلميٰ تيز لهجي ۾ ان کي چيو.

"نہ موٽي اچڻ لاءِ اسلام قبول ڪونہ ڪيو آهي، مون کي واپس ناهي اچڻو." امامہ جهيڻي مگر مضبوط آواز ۾ چيو. "توهان مون کي هن گهر مان هليو وڃڻ ڏيو مون کي آزاد ڪري ڇڏيو."

"هن گهر مان نڪري ويندينءَ تہ دنيا توکي ڳهٽيون ٺوڪرون هڻندي.... توکي اندازو ئي ڪونهي تہ ٻاهر دنيا ۾ ڪهڙا مانگر مڇ توکي هڙپ ڪرڻ لاءِ ويٺا آهن. جنهن ڇوڪري سان شادي ڪري تو اسان کي ذليل ڪيو آهي، اهو توکي ڏاڍو خوار ڪندو. اسان جي خاندان کي ڏسي ان ايئن لڪي ڇپي رشتو ڳنڍيو آهي، جڏهن اسان توکي پنهنجي خاندان مان ڪڍي ڇڏينداسين ۽ تون پائي پائي لاءِ محتاج ٿي ويندينءَ تہ اهو بہ توکي ڇڏي ڀڄي ويندو. تو کي ڪٿي بہ پناهہ ڪو نہ ملندي، ڪو ئي ٺڪاڻو ڪو نہ ملندو." سلميٰ ان کي هاڻي ڊيڄاري رهي هئي. هاڻي بہ وقت آهي امام! تو وٽ اڃا بہ وقت آهي."

"نہ امان! مون وٽ بلڪل وقت ڪونهي، مان سڀ ڪجهہ طئي ڪري چڪي آهيان. مان پنهنجو فيصلو توهان کي ٻڌائي چڪي آهيان. مون کي اهو سڀ قبول ڪونهي. توهان مون کي وڃڻ ڏيو پنهنجي خاندان کان الڳ ڪرڻ ٿا گهرو ڪري ڇڏيو. جائداد کان محروم ڪرڻ ٿا گهرو ڪري ڇڏيو. مان ڪوبہ اعتراض ڪونہ ڪنديس مگر مان ڪنديس اهو جيڪو مان توهان کي ٻڌائي رهي آهيان. مان پنهنجي زندگيءَ جي رستي جي چونڊ ڪري چڪي آهيان. توهان يا ڪير بہ ان کي بدلائي نٿو سگهي."

"اهڙي ڳالهہ آهي تہ تون هن گهر مان نڪري ڏيکار مان توکي اڦٽ ماري ڇڏيندس، ليڪن هن گهر مان توکي وڃڻ ڪونہ ڏيندس... ۽ ان وڪيل کي تہ مان چڱيءَ طرح ڏسي وٺندس. تو کي جيڪڏهن اها خوش فهمي آهي تہ ڪا ڪورٽ يا عدالت توکي منهنجي قبضي مان ڪڍي ٿي سگهي تہ اها تنهنجي ڀل آهي. مان توکي ڪڏهن بہ ڪٿي بہ وڃڻ ڪونہ ڏيندس. مان بيلف جي اچڻ کان اڳ توکي هن گهر مان ڪٿي ٻئي هنڌ منتقل ڪري ڇڏيندس. پوءِ مان ڏسندس تہ تون ڪيئن پنهنجي فيصلي کي تبديل نٿي ڪرين ۽ مون کي جيڪڏهن اهو ڇوڪرو نہ مليو جنهن سان تو شادي ڪئي آهي تہ پوءِ مان انهيءَ ڳالهہ جي پرواهہ ڪرڻ کان سواءِ تہ تنهنجو نڪاح ٿي چڪو آهي اسجد سان تنهنجي شادي ڪري ڇڏيندس. مان انهي شاديءَ کي مورڳو مڃان ئي ڪو نہ ٿو. تنهنجي شادي صرف اها هوندي جيڪا منهنجي مرضي سان ٿيندي ۽ ان کان علاوه نہ." اهو سخت ڪاوڙ ۾ چوندو سلميٰ سان گڏ ٻاهر نڪري ويو. اها اتي پيٽ کي ٽيڪ ڏيون ڊنل ۽ پريشان نظرن سان دروازي کي ڏسندي رهي. ان جنهن مقصد لاءِ شادي ڪئي هئي. ان جو ڪو ئي فائدو ٿيندي نظر نہ پئي آيو. هاشم مبين احمد پنهنجي ڳالهہ تي جبل وانگر ڄميو بيٺو هيو.



"ويچاري امامہ بيبي!" سالار جي ڪمري جي صفائي ڪندي ناصره اوچتو وڏي آواز ۾ افسوس جو اظهار ڪندي چيو. سالار ڪنڌ ورائي ان کي ڏٺو. اهو پنهنجي ميز تي رکيل ڪتابن کي گڏ ڪري رهيو هيو. ناصره ان کي پاڻ ڏانهن توجهہ ڪندو ڏسي تيزيءَ سان چيو.

"ڪالهہ رات ان کي ڏاڍي مار ملي آهي."

"ڪنهن کي مار ملي آهي؟" سالار ڪتاب هڪ پاسي ڪندي چيو.

"امامہ بيبي کي صاحب! پيو ڪنهن کي." اهو ڪتابن کي پاسي ڪندي رکجي ويو ۽ ناصره کي ڏٺائين جيڪا ڪمري ۾ موجود هڪڙي ڪٻٽ جي چند ڦوڪ ڪري رهي هئي.

"هاشم مبين ڪالهہ رات ان کي ڏاڍو ماريو آهي."

سالار کي مزو اچڻ لڳو "واقعي؟"

"جي ها. ڏاڍو گهڻو ماريو اٿس. منهنجي ڌي ٻڌائي رهي هئي." ناصره چيو.

"چڱو ٿيو (ويري نائس)." سالار بي اختيار تبصرو ڪيو.

"جي.... توهان ڇا چئي رهيا آهيو؟" ناصره ان کان پڇيو.

"ڪجهہ نہ.... ماريو ڇا جي لاءِ؟" سالار پڇيو.

ان جي چپن تي موجود مرڪ ناصره کي عجيب لڳي. ان کي گمان ڪونہ هيو تہ اهو ان خبر تي مرڪندو. ان جي ذاتي "قياسن" ۽ "اندازن" جي مطابق تہ انهن ٻنهي جي وچ ۾ ڇڻ ڪي تعلقات هيا. ان ڪري سالار کي گهڻو وڌيڪ ڏکويل هجڻ گهرجي ها مگر هتي صورتحال بلڪل ابتڙ هئي.

"ويچاري امامہ بيبي کي معلوم ٿي وڃي تہ سالار صاحب انهي خبر تي مرڪي رهيو هيو تہ اها تہ صدمي ۾ ئي مري وڃي." ناصره دل ۾ سوچيو.

"ڪهڙي ڳالهہ تي مارٽو آهي صاحب! ٻڌو آهي اها اسجد صاحب سان شادي لاءِ تيار ڪونهي، ڪنهن ٻئي "ڇوڪري" سان شادي ڪرڻ ٿي گهري" ناصره ڇوڪري تي زور ڏيندي معنيٰ خيز انداز ۾ سالار کي ڏٺو.

"بس انهي ڳالهہ تي." سالار لاپرواهيءَ سان چيو.

"اها ڪا معمولي ڳالهہ ٿورئي آهي صاحب. انهن جي پوري گهر ۾ طوفان متل آهي. شادي جي تاريخ مقرر ٿي وئي آهي، ڪارڊ اچي ويا آهن ۽ هاڻي امامہ بيبي ضد ڪري رهي آهي تہ اها اسجد صاحب سان شادي نہ ڪندي. بس انهيءَ ڳالهہ تي هاشم صاحب ان کي مار ڏني."

"اها تہ ڪا وڏي ڳالهہ ڪونهي جو ڪنهن کي ڪٽيو وڃي." اهو پنهنجن ڪتابن ۾ مصروف هيو.

"اهو تہ توهان چئي رهيا آهيو نہ..... انهن لاءِ تہ اها گهٽي وڏي ڳالهہ آهي." ناصره صفائي ڪندي ئي تبصرو ڪيو. "مون کي تہ امامہ بيبي لاءِ گهڻو ڏک آهي. ڏاڍي سٺي آهي، ادب لحاظ واري..... ۽ هاڻي ڏسو..... ڪهڙي قيامت اچي وئي آهي، ان تي هاشم صاحب گهر کان نڪرڻ تي پابندي لڳائي ڇڏي اٿس. منهنجي ڌيءَ روزانو ان جو ڪمرو صاف ڪندي آهي..... ۽ اها ٻڌائيندي آهي تہ ان جو چهرو بلڪل ڪوماڻجي ويو آهي."

ناصره اهڙي نموني ڳالهائي رهي هئي. شايد اها شعوري طور تي اها ڪوشش ڪري رهي هئي تہ سالار ان کي پنهنجو ۽ امامہ جو حمايتي ۽ طرفدار سمجهندي ڪوئي راز ظاهر ڪري وجهي مگر سالار بيوقوف ڪونہ هيو ۽ ان کي ناصره جي انهي نام نهاد همدرديءَ سان ڪا دلچسپي بہ ڪونہ هئي. جيڪڏهن امامہ کي مار ملي رهي هئي ۽ ان کي ڪجهہ تڪليفن کي منهن ڏيڻو پئجي رهيو هيو تہ ان سان هن جو ڪهڙو تعلق هيو مگر ان کي انهي صورتحال تي کِل ضرور اچي رهي هئي. "ڇا هن دور ۾ بہ ڪير ان عمر جي اولاد تي هٿ کڻي سگهي ٿو ۽ اهو بہ هاشم مبين احمد جهڙي امير طبقي جو ماڻهو..... حيراني جي ڳالهہ هئي....."

سوچ جي هڪڙي ئي لڙي ۾ گهڻائي متضاد خيال وهي رهيا هيا.

ناصره ڪجهہ دير اهڙي طرح ڳالهائيندي پنهنجو ڪم ڪندي رهي مگر جڏهن ان ڏٺو تہ سالار ان جي گفتگو ۾ ڪا دلچسپي نٿو وٺي ۽ پنهنجي ڪم ۾ مصروف ٿي ويو آهي تہ اها مايوس ٿي خاموش ٿي وئي. "اهي پهريان محبت ڪرڻ وارا هيا. جن جو رويو بيحد عجيب هيو... ڪا ئي بيقراري..... هورا ڪورا ۽ پريشاني تہ انهن ٻنهي جي وچ ۾ نظر ئي نٿي آئي..... هڪ ٻئي جي تڪليف جو ٻُڌي بہ..... شايد امامہ بيبي بہ ان جي باري ۾ اهڙي قسم جي ڪا ڳالهہ ٻڌي اهڙي نموني مرڪي، ڪير ٿو ڄاڻي."

ناصره ڪٻٽ مٿان رکيل هڪڙي تصوير کڻي صاف ڪئي.

❊❊❊

گهر ڇڏڻ جو فيصلو ان جي زندگي جي سڀ کان مشڪل ۽ تڪليف ڏيندڙ فيصلن مان هڪڙو هيو مگر ان کان علاوه ان وٽ ٻيو ڪو رستو ڪو نہ هيو. هاشم مبين احمد ان کي ڪٿي وٺي وڃي ها ۽ پوءِ ڪهڙي نموني ان کي طلاق ڏياري ان جي شادي اسجد سان ڪرائي ها. ان کي خبر ڪونہ هئي. هڪڙي ڳالهہ جنهن جي ان کي خبر هئي اُها اِها حقيقت هئي تہ هڪڙو ڀيرو اهو هن کي ڪٿي وٺي ويو تہ پوءِ هن وٽ ڇوٽڪاري ۽ فرار جو ڪو رستو ڪونہ بچندو. ان کي انهي ڳالهہ جي چڱي طرح خبر هئي تہ اهو هن کي اٽڪ ڪونہ ماريندو مگر زنده رهي اهڙي قسم جي زندگي گذارڻ زياده مشڪل ٿي وڃي ها. جهڙي زندگيءَ جي اها ان وقت توقع ۽ تصور ڪري رهي هئي.

هاشم مبين احمد جي هليو وڃڻ کان پوءِ اها گهڻي دير تائين ويٺي روئيندي رهي ۽ پوءِ ان پهريون ڀيرو پنهنجين حالتن تي غور ڪرڻ شروع ڪيو. ان کي گهر مان صبح ٿيڻ کان پهريان پهريان نڪرڻو هيو ۽ نڪري ڪنهن محفوظ جاءِ تي پهچڻو هيو. محفوظ جاءِ......؟ ان جي ذهن ۾ هڪڙو ڀيرو وري جلال انصر جو خيال آيو ان وقت صرف اهوئي هڪڙو شخص هيو جيڪو ان کي صحيح معنيٰ ۾ تحفظ ڏئي ٿي سگهيو. ٿي سگهي ٿو مون کي پنهنجي سامهون ڏسي ان جو فيصلو ۽ رويو بدلجي وڃي. اهو پنهنجي فيصلي تي غور ڪرڻ لاءِ مجبور ٿي وڃي. ٿي سگهي ٿو اهو مون کي سهارو ۽ تحفظ ڏيڻ لاءِ تيار ٿي وڃي. ان جي والدين کي مون تي ترس اچي وڃي.

هڪڙي خيالي اميد ان جي دل ۾ اڀري رهي هئي. اهي مدد نٿا ڪن تہ بہ گهٽ ۾ گهٽ مان آزاد تہ هونديس. پنهنجي زندگي پنهنجي مرضي سان گذاري تہ سگهنديس. مگر سوال اهو ٿو پيدا ٿئي تہ مان هتان ڪيئن نڪرنديس ۽ وينديس ڪيڏانهن......؟

اها گهڻي دير تائين پريشانيءَ جي حالت ۾ ويٺي رهي. ان کي هڪڙو دفعو وري سالار جو خيال آيو.

"جيڪڏهن مان ڪنهن طريقي سان ان جي گهر پهچي وڃان تہ اهو منهنجي مدد ڪري سگهي ٿو."

ان سالار جي موبائيل تي فون ڪئي ۾ موبائيل بند هيو. ڪيترا ڀيرا نمبر ملايائين ۾ ان سان رابطو نہ ٿي سگهيو. امامہ موبائيل بند ڪري ڇڏيو. ان هڪڙي بيگ ۾ پنهنجا ڪجهہ ڪپڙا ۽ ٻيون شيون رکيون. ان وٽ ڪجهہ زيور ۽ رقم بہ هئي. ان اهي بہ بيگ ۾ رکيا. پوءِ جيتريون بہ قيمتي شيون ان وٽ هيون جن کي اها آسانيءَ سان کڻي ٿي سگهي ۽ بعد ۾ وڪڻي رقم حاصل ڪري ٿي سگهي اها انهن کي بيگ ۾ رکندي وئي. بيگ بند ڪرڻ کان پوءِ ان پنهنجا ڪپڙا تبديل ڪيا ۽ پوءِ نفل ادا ڪيا.

ان جي دل ڏاڍي اداس ٿي رهي هئي. بي سڪوني ۽ پريشاني ان جي پوري وجود کي پنهنجي پڪڙ ۾ وٺي ڇڏيو هيو. ڳوڙها وهائي بہ ان جي دل جو بار هلڪو ڪو نہ ٿيو هيو. نفل ادا ڪرڻ کان پوءِ ان کي جيتريون بہ آيتون ۽ سورتون ياد هيون ان اهي سموريون پڙهيون.

بيگ کڻي پنهنجي ڪمري جا بلب وسائي اها خاموشي سان ٻاهر نڪري وئي. هال

جي بلب ڪان سواءِ سموريون بتيون بند هيون، اتي گهٽي روشني ڪو نہ هئي. اها احتياط سان هلندي ڏاڪڻيون لهي هيٺ اچي وئي ۽ پوءِ بورچيخاني جي طرف هلي وئي. بورچيخانو اونداهي ۾ وڪوڙيل هيو. اها اِحتياط سان سامان سڙي کي هٿ هڻندي بورچيخاني جي ان دروازي ڏانهن آئي جيڪو ٻاهر ڇپر واري اڱڻ ۾ کلندو هيو. پٺيان پاسي واري ان اڱڻ ۾ سبزيون پوکيل هيون ۽ ان گهر ۾ بورچيخاني جو واحد دروازو هيو جنهن کي تالو لڳل ڪو نہ هوندو هيو. صرف ڪنڊي لڳائيندا هيا. دروازي کي ان رات بہ تالو لڳل ڪو نہ هيو. اها آهستي دروازو کولي ٻاهر نڪري آئي. ڪجهہ وٿي تي نوڪرن جا گهر هيا، اها گهٽو احتياط سان هلندي اڱڻ مان لنگهي پنهنجي ۽ سالار جي گهر جي وچ واري ڀت تائين پهچي وئي. ديوار ڪا گهٽو اوچي ڪو نہ هئي، ان آهستڙي بيگ کي ٻئي طرف اڇلايو ۽ پوءِ هٿوراڙيون ڏئي پاڻ بہ ڀت ٽپڻ ۾ ڪامياب ٿي وئي.

❊ ❊ ❊

گهري ننڊ جي حالت ۾ سالار کڙڪي جو آواز ٻڌو هيو پوءِ اهو آواز هٿ سان ڪنهن شيءِ کي کڙڪائڻ جي آواز ۾ تبديل ٿي ويو. رڪي رڪي..... مگر مسلسل هٿ سان کڙڪائڻ جو آواز..... اهو اونڌو ٿيو پيٽ ڀر ستو پيو هيو. کٽ کٽ جي آواز ان جي ننڊ ڦٽائي ڇڏي هئي.

اهو اٿي ويهي رهيو ۽ پلنگ تي ويٺي ويٺي ان اونده ۾ پنهنجن چئني طرفن ڏانهن ڏسڻ جي ڪوشش ڪئي. ان جي اندر ۾ هڪڙي خوف جي لهر ڊوڙي وئي. اهو آواز درين جي طرف ڪان اچي رهيو هيو. ايئن ڄڻ ڪوئي انهن درين کي وڄائي رهيو هيو مگر ڏاڍو آهستي آهستي..... يا وري شايد ڪوئي انهن درين تي هٿوراڙيون ڏئي انهن کي کولڻ جي ڪوشش ڪري رهيو هيو. سالار جي ذهن ۾ پهريون خيال ڪنهن چور لاءِ آيو هيو اهي هيڏي هڏي سورڻ (سلائيڊنگ) واريون دريون هيون ۽ بدقسمتي سان انهن کي لوهيون جاريون ڏنل ڪو نہ هيون. ان جي ضرورت انهيءَ لاءِ محسوس ڪو نہ ڪئي وئي هئي ڇو تہ اهي ولائتي شيشي جون ٺهيل هيون جيڪي آساني سان ڀڃي يا ڪپي سگهڻ جهڙيون ڪو نہ هيون ۽ اهي صرف اندران ئي کلي پئي سگهيون. گهر جي چئني طرفن ۾ موجود ڇپر واري اڱڻ (لان) ۾ هوئڻ بہ رات جو ڪتا ڪليل هوندا هيا ۽ انهن سان گڏ ٿي چوڪيدار بہ هوندا هيا..... مگر انهن سمورن حفاظتي انتظامن جي باوجود ان وقت ان دريءَ جي ٻئي پاسي موجود ننڍڙي ورانڊي ۾ ڪوئي موجود هيو جيڪو ان دريءَ کي کولڻ جي ڪوشش ۾ مصروف هيو.

پنهنجي پلنگ تان اٿي پير پير تي ڏئي اهو اونده ۾ ئي دريءَ وٽ آيو جنهن ڀر سان آواز اچي رهيو هيو اهو ان جي مخالف طرف ويو ۽ گهٽي احتياط سان ان پردي جي هڪڙي ڪنڊ کي ٿورو سوري دريءَ مان ٻاهر ڏٺو اڱڻ ۾ لڳل بتين جي روشنيءَ ۾ ان پنهنجي دري جي سامهون جنهن جي بيٺل ڏٺو ان هن کي هڪو ٻڪو ڪري ڇڏيو هيو.

"اها پاڳل آهي." بي اختيار ان جي وات مان نڪتو. ان وقت جيڪڏهن اڱڻ ۾ ڦرندڙ

چار غير ملڪي نسل وارا ڪتا ان کي ڏسي وٺن ها ته سالار يا ڪنهن به ٻئي جي پهچڻ کان اڳ اهي ان کي چيري ڦاڙي چڪا هجن ها يا جيڪڏهن چوڪيدارن مان ڪنهن ان کي اتي ڏٺو هجي ها ته به اهي پڇا ڳاڇا ڪرڻ لاءِ وقت وڃائڻ کان سواءِ ان کي گولي هڻي ڪڍن ها. مگر اها ان وقت بلڪل محفوظ اتي بيٺي هئي ۽ يقيناً پنهنجي گهر جي ڀت ٽپي آئي هئي.

چپ پڪوڙيون. ان ڪمري جي بتي ٻاري. روشني ٽيڻ سان ڪڙڪائڻ جو آواز بند ٿي ويو. ڪتي جي ڀونڪڻ جو آواز اچي رهيو هيو. پردا هٽائي ان دريءَ کي کولڻ لاءِ سوريو.

"اندر اچ. جلدي" سالار تڪڙ ۾ امامہ کي چيو. اها ڪجهه گهبرائي دريءَ مان اندر آئي. ان جي هٿ ۾ هڪڙي بيگ به هئي.

پردا سڌا ڪندي ئي سالار ڪنڌ ورائي ان کي چيو.

"خدا جو خوف ڪر(فار گاڊ سئڪ) امامہ! تون چري آهين." امامہ جواب ۾ ڪجهه ڪونه ڪڇيو. اها پنهنجي بيگ پنهنجن پيرن وٽ رکي رهي هئي.

"تون ڀت ٽپي آئي آهين؟"

"ها."

"تو کي چوڪيدارن يا ڪتن مان ڪوئي ڏسي وٺي ها ته..... هن وقت ٻاهر تنهنجو لاش پيو هجي ها."

"مون توکي ڪيترا دفعا فون ڪيو. تنهنجو موبائيل بند هيو مون وٽ ٻيو ڪو رستو ڪونه هيو."

سالار پهريون دفعو ان جو چهرو غور سان ڏٺو. ان جون اکيون سڄل هيون ۽ چهرو ڪوماڻل. ان کي وڏي سفيد چادر ويڙهيل هئي مگر ان جي چادر ۽ ڪپڙن تي هِتي هُتي مٽيءَ جا داغ هيا.

"تون مون کي لاهور ڇڏي ايندين؟" اها ڪمري جي وچ ۾ بيٺي ان کان پڇي رهي هئي.

"هن وقت؟" ان حيرانيءَ مان پڇيو.

"ها. هاڻي هن وقت. مون وٽ وقت ڪونهي."

سالار عجب واري حالت ۾ گهڙيال ڏانهن نهاريو. "وڪيل تنهنجي گهر فون ڪيو هيو. تنهنجو مسئلو حل ڪونه ٿيو؟"

امامہ انڪار ۾ مٿو لوڏيو "نہ. اهي صبح جو مون کي ڪنهن پاسي موڪلي رهيا آهن. مان توکي انهيءَ لاءِ سڄو ڏينهن فون ڪندي رهيس. مگر تو موبائيل بند ڪري رکيو هيو. مان گهريو ٿي ته تون وڪيل کي چئو ته اهو بيلف سان گڏ اچي مون کي اتان آزاد ڪرائي مگر تو سان رابطو ڪونه ٿيو ۽ سياڻي جيڪڏهن تو سان رابطو ٿئي به ها ته ڪجهه به ٿي نٿي سگهيو ڇو ته اهي ان کان پهريان ئي مون کي ڪٿي منتقل ڪري ڇڏين ها ۽ اهو ضروري ته ڪونه آهي ته مون کي اها خبر هجي ها ته اهي مون کي ڪٿي منتقل ڪري رهيا آهن."

سالار اوباسي ڏني. ان کي ننڊ اچي رهي هئي. ”تون ويھ تہ“ ان امامہ کي چيو. اها اجا تائين بيٺي هئي.

”تون جيڪڏهن مون کي لاهور نٿو پهچائي سگهين تہ گهٽ ۾ گهٽ بسن جي اڏي تي پهچاءِ. مان اتان پاڻ ئي لاهور هلي وينديس.“ ان سالار کي ننڊ ۾ ڏسي چيو.

”منهنجو خيال آهي تہ هن وقت تہ ڪا گاڏي لاهور ڪونہ وڃي رهي هوندي.“

”مان توکي صبح .....“ امامہ ان جي ڳالھ ڪٽي ورتي.

”نہ. صبح جو نہ. مان صبح تائين هتان نڪري وڃڻ ٿي گهران. جيڪڏهن لاهور جي گاڏي نہ ملي تہ مان ڪنهن ٻئي شهر جي گاڏيءَ ۾ هلي وينديس. پوءِ اتان لاهور نڪري وينديس.“

”تون ويھ تہ سهي.“ سالار ان کي هڪڙو دفعو وري چيو. اها گهڙي کن لاءِ هٻڪي پوءِ صوفي تي وڃي ويهي رهي. سالار پاڻ بہ پنهنجي پلنگ جي پانهي تي ويهي رهيو.

”تون لاهور ڪٿي وينديئن؟“ ان پڇيو.

”جلال وٽ.“

”مگر اهو تہ تو سان شادي ڪرڻ کان انڪار ڪري چڪو آهي.“

”مان پوءِ بہ ان وٽ وينديس. ان کي مون سان محبت آهي. اهو مون کي ايئن بي يارو مددگار نٿو ڇڏي سگهي. مان ان کي ۽ ان جي گهر وارن کي منٿ ميڙ ڪنديس. مون کي خبر آهي اهي منهنجي ڳالھ مڃي ويندا. اهي منهنجي صورتحال کي سمجهي ويندا.“

”مگر تون تہ مون سان شادي ڪري چڪي آهين؟“ امامہ ڇرڪ ڀري سالار جو چهرو ڏسڻ لڳي.

”اها ڪاغذي شادي آهي..... مون توکي ٻڌايو هيو تہ مان مجبوريءَ مان نڪاح ڪري رهي آهيان. اها شادي تہ ڪونہ آهي.“

اهو ان کي اکيون ڇنڀڻ کان سواءِ گهوري ڏسڻ لڳو. ”توکي خبر آهي مان اڄ لاهور ويو هيس جلال وٽ.“

امامہ جي چهري تي هڪڙو رنگ اچي لهي ويو. ”تو ان کي منهنجي پريشاني ۽ صورتحال جي باري ۾ ٻڌايو؟“

”نہ“ سالار انڪار ۾ مٿو لوڏيو.

”ڇو؟“

”جلال شادي ڪري ڇڏي آهي.“ سالار لاپرواهي سان ڪلها لوڏيندي چيو. ان کان ساهہ ڪڍڻ وسري ويو. اکيون ڇنڀڻ کان سواءِ اها ڪنهن بت وانگر ان کي ڏسڻ لڳي.

”ان جي شادي کي ٽي ڏينهن ٿي ويا آهن. اڄ سياڻي اهي سير تفريح لاءِ اتر وارن پهاڙي علائقن ڏانهن وڃي رهيا آهن. ان منهنجي ڪنهن ڳالھ ٻڌڻ کان اڳ ۾ ئي مون کي اهو سڀ ڪجھ ٻڌائڻ شروع ڪري ڇڏيو هيو. شايد ان جي مرضي هئي تہ مان هاڻي تنهنجي باري ۾ ذڪر نہ ڪريان. ان جي زال بہ ڊاڪترياڻي آهي.“ سالار ڳالهائيندي

ڳالهائيندي رڪجي ويو. "منهنجو خيال آهي ان جي گهر وارن تنهنجي مسئلي جي ڪري ئي ان جي اهڙي نموني اوچتو شادي ڪئي آهي." اهو هڪ ٻئي پنيان ڪوڙ مٿان ڪوڙ ڳالهائيندو پئي ويو.

"مون کي يقين نٿو اچي." چڻ ڪنهن خلا مان آواز آيو هجي.

"ها، مون کي به يقين ڪو نه آيو هيو ۽ مون کي گمان هيو ته تو کي به يقين ڪو نه ايندو مگر اهو سچ آهي. تون فون ڪري ان سان ڳالهائي ٿي سگهين، ان باري ۾." سالار ڪلها لوڏيندي لاپرواهيءَ سان چيو. امامہ کي لڳو اها پهريون ڀيرو صحيح معنيٰ ۾ گهپ انڌيري ۾ اچي بيٺي آهي.ر وشنيءَ جو اهو ڪرڻو جنهن جي پنيان لڳندي اها ايترو عرصو هلندي آئي آهي، هڪدم گم ٿي ويو آهي. رستو ته هڪ طرف، اها پنهنجي وجود کي به ڏسي نه پئي سگهي.

"هاڻي تون پاڻ سوچ ته لاهور وڃي تون ڇا ڪندينءَ. اهو ته هاڻي نه تو سان شادي ڪري ٿو سگهي، نه وري ان جي گهر وارا تو کي پناهہ ڏئي سگهن ٿا. سٺو آهي تون واپس هلي وڃ. اڃا تنهنجي گهر وارن کي خبر ڪو نه پئي هوندي."

امامہ ڪٿان گهڻو پري کان سالار جو آواز ايندي ٻڌو. اها ڪجهہ نه سمجهڻ واري انداز ۾ ان جو چهرو ڏسندي رهي.

"مون کي لاهور ڇڏي اچ." ان پٽڪيو.

"جلال وٽ ويندينءَ؟"

"نہ ان وٽ ڪونہ وينديس مگر مان پنهنجي گهر ۾ نٿي رهي سگهان."

اها هڪدم صوفي تان اٿي بيهي رهي. سالار ڊگهو ساهہ کڻي ان کي پريشاني مان ڏٺو.

"يا مون کي دروازي تائين ڇڏي اچ. مان پاڻ هلي ويندس. تون چوڪيدار کي چئو تہ اهو مون کي ٻاهر وڃڻ ڏئي." ان بيگ کنئي.

"توکي اندازو آهي تہ هتان بسن جو اڏو ڪيترو پري آهي. ايتري اونداهي ۽ سرديءَ ۾ تون پيادل اوستائين وڃي سگهندينءَ."

"جڏهن مون وٽ ٻيو ڪجهہ نہ رهيو آهي تہ اونداهي ۽ سردي ڪان مون کي ڇا ٿيندو." سالار ان کي پنل اکين سان مرڪندي ڏٺو هيو. اها پنهنجي هٿ جي پٺيءَ سان پنهنجين اکين کي مهٽي رهي هئي. سالار ان سان گڏ ڪٿي بہ وڃڻ جو ارادو نٿي رکيو. لاهور تہ گهڻو پري جي ڳالهہ هئي، ان کي هاڻي بہ ننڊ اچي رهي هئي ۽ اهو سامهون بيٺل ڇوڪريءَ کي ناپسند ڪندو هيو.

"ترس، مان تو سان گڏ هلان ٿو." ان کي خبر ڪونہ پئي تہ ان جي زبان مان اهو جملو ڇو ۽ ڪيئن نڪتو.

امامہ ان کي ڪپڙن مٽائڻ واري ڪمري ۾ ويندي ڏٺو. اهو ڪجهہ دير ڪان پوءِ ٻاهر نڪتو تہ سمهڻ وارن ڪپڙن جي بجاءِ ان کي هڪڙي پتلون ۽ سوئيٽر پاتل هيا. پنهنجي پلنگ جي ڀرسان رکيل ٽيبل تان ان چاٻين ۽ واچ سان گڏ پنهنجو ٻٽون بہ کنيو. امامہ جي ويجهو اچي ان بيگ وٺڻ لاءِ هٿ وڌايو.

”نہ، مان پاڻ ڪڍان ٿي.“

”مان ڪڍان ٿو.“ ان بيگ وٺي ڪلهي تي رکي، اهي ٻئي اڳيان پنيان هلندي پورچ ۾ بيٺل ڪار وٽ آيا. سالار ان جي لاءِ اڳين سيٽ وارو دروازو کوليو هيو ۽ بيگ کي پوئين سيٽ تي رکي ڇڏيو.

گاڏي گيٽ ڏانهن ايندو ڏسي چوڪيدار پاڻ ئي دروازو کولي ڇڏيو هيو مگر ان جي پرسان گذرندي سالار ان جي اکين ۾ ان حيرت کي ڏسي ورتو هيو جيڪا ان جي نظرن ۾ رات جي ان وقت اڳين سيٽ تي ويٺل امامہ کي ڏسي ڪري ٿي هئي. يقيناً اهو حيران ٿيو هوندو تہ اها ڇوڪري هن وقت ان گهر ۾ ڪٿان آئي هئي.

”تون مون کي بسن جي اڏي تي ڇڏيندين؟“ مين روڊ تي ايندي ئي امامہ ان کان پڇيو. سالار ڪنڌ ورائي ان کي ڏٺو.

”نہ، مان توکي لاهور وٺي وڃي رهيو آهيان.“ ان جون نظرون سڙڪ ۾ کتل هيون.

❊ ❊ ❊

# باب چوٿون

گاڏي ان وڏي سڙڪ تي ڊوڙي رهي هئي جيڪا تقريباً سنسان هئي. ٽريفڪ نہ هجڻ جي برابر هئي.

اسٽيئرنگ تي ساڄو هٿ رکي ان پنهنجو کابو هٿ وات تي رکي اوٻاسي کي روڪيو ۽ ننڊ جي خمار کي ڀڄائڻ جي ڪوشش ڪيائين. ان جي پرسان واري سيٽ تي ويٺل امامہ خاموشي سان روئي رهي هئي ۽ سالار کي انهيءَ ڳالهہ جي خبر هئي. ان وقت بہ وقت پنهنجي هٿ ۾ پڪڙيل رومال سان اکيون اگهيون تي ۽ نڪ صاف ٿي ڪيو..... ۽ پوءِ سامهون شيشي مان ٻاهر سڙڪ تي نظرون ڄمائي روئڻ شروع ڪري ٿي ڏنائين.

سالار وقفي وقفي سان ان کي تيڏي اک سان ڏسندو ٿي رهيو. ان امامہ کي ڪا تسلي ڏيڻ يا چپ ڪرائڻ جي ڪوشش ڪونہ ڪئي هئي. ان جو خيال هيو تہ اها پاڻ ئي ڪجهہ دير ڳوڙها وهائي ماٺ تي ويندي, مگر جڏهن اڌ ڪلاڪ گذري وڃڻ کان پوءِ بہ اها انهي رفتار سان روئيندي رهي تہ اهو ڪجهہ بيزار ٿيڻ لڳو.

”جيڪڏهن توکي گهر مان اهڙي طرح ڀڄڻ تي پڇتاءُ ٿيڻو هيو تہ پوءِ توکي گهر مان ڀڄڻ ئي نہ گهربو هيو.“

سالار ماٺ کي ٽوڙيندي چيو. امامہ ان جي ڳالهہ جو ڪو جواب ڪونہ ڏنو.

”اڃا بہ ڪجهہ ڪونہ بگڙيو آهي, اڃا تہ شايد تنهجي گهر ۾ ڪنهن کي بہ تنهنجي غير موجودگيءَ جي خبر ڪونہ پئي هوندي“ ان ڪجهہ دير ان جي جواب جو انتظار ڪرڻ کان پوءِ ان کي مشورو ڏنو.

”مون کي ڪو پڇتاءُ ڪونهي.“ هن دفعي ان ڪجهہ گهڙيون خاموش رهڻ کان پوءِ ڪجهہ ڀوري مگر پختي آواز سان چيو.

”تہ پوءِ تون ڇو روئي رهي آهين؟“ سالار هڪدم پڇيو.

”توکي ٻڌائڻ جو ڪو فائدو ڪونهي.“ ان هڪڙو دفعو وري اکيون اگهندي چيو. سالار ڪنڌ ورائي ان کي غور سان ڏٺو ۽ پوءِ سامهون ڏسڻ لڳو.

”لاهور ۾ ڪنهن وٽ ويندينءَ؟“

”خبر ڪونهي.“ امامہ جي جواب تي سالار ڪجهہ حيرانيءَ مان ان کي ڏٺو.

”ڇا مطلب..... توکي خبر ڪونهي تہ تون ڪيڏانهن وڃي رهي آهين؟“

”في الحال تہ ڪونهي.“

”تہ پوءِ تون آخر لاهور وڃي ئي ڇو رهي آهين؟“

”تہ پوءِ ٻيو ڪيڏانهن وڃان؟“

"تون اسلام آباد ۾ ئي رهي پئي سگهين؟"

"ڪنهن وٽ؟"

"لاهور ۾ بہ تہ ڪوئي ڪونهي جنهن وٽ تون رهي سگهين..... ۽ اهو بہ مستقل..... جلال کان سواءِ." سالار آخري ٽن لفظن تي زور ڏيندي چيو ۽ ڪنڌ ورائي ان کي ڏٺو.

"تون ان وٽ وڃي رهي آهين." ڪجهہ دير کان پوءِ ان چيندڙ لفظن سان چيو.

"نہ. جلال منهنجي زندگيءَ مان نڪري چڪو آهي." سالار اندازو ڪري نہ سگهيو تہ ان جي آواز ۾ مايوسي گهڻي هئي يا ڏک. "ان وٽ مان ڪيئن ٿي وڃي سگهان."

"تہ پوءِ هيو ڪٿي وينديون؟" سالار هڪ ڀيرو وري هورا ڪورا جي حالت ۾ پڇيو.

.اهو تہ مان لاهور وڃي طئي ڪنديس تہ مون کي ڪٿي وڃڻو آهي، ڪنهن وٽ وڃڻو آهي." امامہ چيو.

سالار ڪجهہ بي يقيني سان ان کي ڏٺو. ڇا واقعي ان کي خبر ڪونهي تہ ان کي ڪيڏانهن وڃڻو آهي يا اها ان کي ٻڌائڻ نٿي گهري. گاڏيءَ ۾ هڪڙيو دفعو وري ماٺ ڇانئجي وئي.

"تنهنجو مڱيندو..... ڇا نالو آهي ان جو..... ها اسجد..... ڪافي سٺو خوبصورت ماڻهو آهي." هڪڙو دفعو وري سالار ئي خاموشي کي ٽوڙيو. "۽ اهو جيڪو هيو ماڻهو هيو..... جلال..... ان جي مقابلي ۾ تہ ڪجهہ بہ ڪونهي..... تو اسجد سان ڪجهہ زيادتي نہ ڪري ڇڏي آهي؟"

امامہ ان جي سوال جي جواب ۾ ڪجهہ ڪو نہ چيو. اها رڳو سامهون سڙڪ کي ڏسندي رهي. سالار ڪجهہ دير ڪنڌ ورائي ان جي جواب جي انتظار ۾ ان جي منهن ۾ ڏسندو رهيو مگر پوءِ ان کي احساس ٿي ويو تہ اها جواب ڏيڻ نٿي چاهي.

"مان تو کي سمجهي ڪو نہ سگهيو آهيان..... جيڪو ڪجهہ تون ڪري رهي آهين. اهو بہ نہ ...... تنهنجون حرڪتون ڏاڍيون ..... گهڻيون عجيب آهن...... ۽ تون پنهنجين حرڪتن کان وڌيڪ عجيب آهين." سالار ڪجهہ دير خاموش رهڻ کان پوءِ چيو.

ان دفعي امامہ ڪنڌ ورائي ان کي ڏٺو.

"ڇا تنهنجي حرڪتن کان ..... منهنجون حرڪتون وڌيڪ عجيب آهن؟ ۽ ڇا مان تو کان وڌيڪ عجيب آهيان......؟" گهڻي ٿڌي مگر پڪي لهجي ۾ پڇيل ان سوال ڪجهہ گهڙين لاءِ سالار کي لاجواب ڪري ڇڏيو.

"منهنجون ڪهڙيون حرڪتون عجيب آهن..... ۽ مان ڪهڙي طرح عجيب آهيان؟" ڪجهہ گهڙيون خاموش رهڻ کان پوءِ سالار چيو.

"توکي خبر آهي تہ تنهنجون ڪهڙيون حرڪتون عجيب آهن." امامہ واپس سامهون واري شيشي ڏانهن ڪنڌ ڦيريندي چيو.

"يقيناً تون منهنجي خودڪشي جي ئي ڳالهہ ڪري رهي آهين." سالار پاڻ ئي پنهنجي سوال جو جواب ڏيندي چيو. "حالانڪ مان خودڪشي نٿو ڪرڻ گهران، نہ وري مان خودڪشي جي ڪوشش ڪري رهيو آهيان. مان تہ صرف هڪڙو تجربو ڪرڻ ٿي گهريو."

"ڪهڙو تجربو؟"

"مان هميشه ماڻهن کان هڪڙو سوال پڇندو آهيان. مگر ڪير به مون کي ان جو تسلي بخش جواب ڏئي ڪونه سگهيو آهي. انهيءَ ڪري مان ان سوال جو جواب پاڻ ڳولڻ جي ڪوشس ڪري رهيو آهيان." اهو ڳالهائيندو رهيو.

"تون ماڻهن کان ڇا پڇندو آهين؟"

"گهڻو آسان سوال آهي پر هر ڪنهن کي مشڪل ٿو لڳي. سُرور کان اڳتي ڇا آهي؟" ان ڪنڌ ورائي امامہ کان پڇيو.

اها ڪجهہ دير ان کي ڏسندي رهي، پوءِ ان جهيڻي آواز ۾ چيو "درد."

"۽ درد کان پوءِ ڇا آهي؟" سالار بنا دير جي هڪڙو ٻيو سوال ڪيو

"ڪجهہ بہ نہ واري حالت يعني عدم وجوديت."

"عدم وجوديت کان پوءِ ڇا آهي؟" سالار ان ئي انداز ۾ هڪڙو ٻيو سوال ڪيو.

"نرڳ" امامہ چيو.

"۽ نرڳ کان پوءِ ڇا آهي؟" هن دفعي امامہ ماٺ ڪيون ان جو چهرو ڏسندي رهي.

"نرڳ کان پوءِ ڇا آهي؟" سالار وري پنهنجو سوال ورجايو.

"توکي ڊپ نٿو لڳي؟" سالار امامہ کي ڪجهہ عجيب انداز سان پڇندي ٻڌو.

"ڪهڙي ڳالهہ کان؟" سالار حيران ٿيو.

"نرڳ (دوزخ) کان.... ان جاءِ کان جنهن کان پوءِ ڪجهہ بہ ڪو نہ هوندو آهي......سڀ ڪجهہ ان جي پنيان ئي رهجي ويندو آهي.... معتوب ۽ مغضوب ٿي وڃڻ کان پوءِ باقي ڇا بچندو آهي، جنهن کي چاڻڻ جي تو کي هورا کورا آهي." امامہ ڪجهہ افسوس مان چيو.

"مان تنهنجي ڳالهہ سمجهي ڪونہ سگهيس.... سڀ ڪجهہ منهنجي مٿي تان گذري ويو." سالار جڻ اعلان ڪرڻ واري انداز ۾ چيو.

"فڪر نہ ڪر..... اچي ويندي... هڪڙو وقت ايندو..... جڏهن توکي هر ڳالهہ جي سمجهہ اچي ويندي، پوءِ تنهنجي ڪِل ختم ٿي ويندي.... تڏهن توکي ڊپ ٿيڻ لڳندو...... موت کان بہ ۽ دوزخ کان بہ ..... الله تعاليٰ توکي سڀ ڏيکاري ۽ ٻڌائي ڇڏيندو..... پوءِ تون ڪنهن کان بہ ڪڏهن اهو ڪو نہ پڇندو رهندين تہ موج مستي يا سرور کان اڳتي ڇا آهي؟" امامہ گهڻو ٿڌي نموني سان چيو.

"اها تنهنجي اڳڪٿي آهي؟" سالار ان جي ڳالهہ جي جواب ۾ ڪجهہ چيڙ لهجي ۾ چيو.

"نہ." امامہ ان انداز ۾ چيو.

"تجربو؟" سالار ڪنڌ سڌو ڪيو.

"ها. اهو تنهنجو تجربو ئي ٿي سگهي ٿو.......ڪئي تہ تو بہ خودڪشي ئي آهي..... منهنجو مطلب آهي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي.... مون پنهنجي طريقي سان اها ڪوشش ڪئي هئي.... تو پنهنجي طريقي سان ڪئي آهي. "سالار سرد مهري سان چيو.

امامہ جي اکين ۾ هڪڙو پيرو وري لڙڪ پرجي آيا. ڪنڌ ورائي ان سالار کي ڏٺو.

”مون ڪا بہ خودڪشي ڪو نہ ڪئي آهي.“

”ڪنهن ڇوڪري جي لاءِ گهر مان ڀڄڻ هڪڙي ڇوڪريءَ لاءِ خودڪشي ٿي هوندي آهي.....اهو بہ ان صورت ۾ جڏهن اهو ڇوڪرو شادي ڪرڻ لاءِ تيار ٿي نہ هجي..... ڏس, مان پاڻ هڪڙو ڇوڪرو آهيان.... گهڻو ڪليل ذهن ۽ آزاد خيال آهيان ۽ مان ان ڳالهہ کي بلڪل خراب ڪو نہ ٿو سمجهان جيڪڏهن هڪڙي ڇوڪري گهر مان ڀڄي ڪنهن ڇوڪري سان پيار جي شادي ڪري ڇڏي..... مگر اهو ڇوڪرو ان جو ساٿ تہ ڏئي, هڪڙي اهڙي ڇوڪري جي لاءِ گهر مان ڀڄڻ جيڪو شادي ڪري چڪو هجي.... ڇہ ڇہ ...... منهنجي سمجهہ ۾ ڪو نہ ٿو اچي ۽ وري تنهنجي عمر ۾ ڀڄڻ..... بلڪل بيوقوفي آهي.“

”مان ڪنهن ڇوڪري جي لاءِ ڪو نہ ڀڳي آهيان.“

”جلال انصر!“ سالار ان جي ڳالهہ ڪٽي ان کي ياد ڏياريو.

”مان ان جي لاءِ ڪو نہ ڀڳي آهيان.“ ان بي اختيار وڏي آواز ۾ رڙ ڪئي. سالار جو پير بي اختيار بريڪ تي وڃي پيو. ان حيرانيءَ مان امامہ کي ڏٺو.

”تون مون تي ڇو ٿي رڙيون ڪرين, مون تي ڪاوڙ مان رڙيون ڪرڻ جي ضرورت ڪونهي.“ سالار ناراضگيءَ مان چيو. اها دريءَ مان ٻاهر ڏسڻ لڳي.

”اها جيڪا تنهنجي مذهب واري ٿيوري, فلاسافي, يا پوائنٽ يا جيڪو ڪجهہ بہ آهي منهنجي سمجهہ کان ٻاهر آهي. ڪهڙو فرق ٿو پوي جيڪڏهن ڪو ئي ڪنهن ٻئي پيغمبر کي مڃڻ شروع ٿي ويو آهي..... زندگي انهن اجاين بحثن کان علاوه بہ ڪجهہ آهي..... مذهب, عقيدي يا فرقي تي جهيڙا ڪرڻ..... ڪهڙي نالائقي آهي.“

امامہ ڪنڌ ورائي ناراضگيءَ واري انداز سان ان کي ڏٺو”جيڪي شيون تنهنجي لاءِ فضول آهن, ضروري نہ آهي تہ اهي هر ڪنهن لاءِ فضول هجن. مان پنهنجي مذهب تي قائم رهڻ نٿي گهران ۽ نہ ئي ان مذهب جي ڪنهن شخص سان شادي ڪرڻ ٿي گهران. تنهن ڪري اهو منهنجو حق آهي تہ مان ايئن ڪريان, مان توسان اهڙين ڳالهين جي باري ۾ بحث نٿي ڪرڻ گهران جن کي تون نٿو سمجهين..... انهيءَ ڪري تون اهڙن معاملن جي باري ۾ اهڙي نموني جا تبصرا نہ ڪر.“

”مون کي حق آهي تہ مون کي جيڪو وڻي اهو چوان. اظهار جي آزادي آهي.“ سالار ڪلها لوڏيندي چيو. امامہ جواب ڏيڻ جي بجاءِ ماٺ اختيار ڪئي. اها دريءَ مان ٻاهر ڏسڻ لڳي. سالار بہ خاموشي سان گاڏي هلائيندو رهيو.

”اهو جلال انصر..... مون ان جي ڳالهہ ٿي ڪئي.“ اهو ڪجهہ دير خاموش رهڻ کا پوءِ هڪڙو دفعو وري پنهنجي موضوع تي اچي ويو.

”ان ۾ ڪهڙي خاص ڳالهہ آهي؟“ ان ڪنڌ ورائي امامہ کي ڏٺو. هاڻي اها شيشي مان ٻاهر سڙڪ کي ڏسي رهي هئي.

"جلال انصر ۽ تنهنجو ڪو جوڙ ڪونهي.... اهو بلڪل خوبصورت ڪونهي. تون هڪڙي خوبصورت ڇوڪري آهين. مان حيران آهيان تہ تون ان ۾ ڪيئن دلچسپي وٺڻ لڳينءَ.... ڇا اهو تمام گهڻو..... هوشيار آهي؟" ان امامہ کان پڇيو.

"امامہ ان کي حيراني مان ڏٺو "هوشيار.... ڇا مطلب؟"

"ڏس، يا تہ ڪنهن جي شڪل وڻندي آهي.... مان نٿو سمجهان توکي جلال جي شڪل سٺي لڳي هوندي يا وري ڪنهن جي خانداني حيثيت..... دولت وغيره ڪنهن ۾ دلچسپي وٺڻ جو سبب ٿيندي آهي..... هاڻي جلال جي خانداني حيثيت يا مالي حالت جي باري ۾ مون کي خبر ڪونهي مگر خود تنهنجي خانداني حيثيت جيتري مضبوط آهي، اها ڳالهہ بہ تنهنجي لاءِ ان ۾ دلچسپي جو سبب نٿي بڻجي سگهي.... اڪيلو بچي ويل سبب ڪنهن جي ذهانت، قابليت وغيره آهي.... انهيءَ لاءِ پڇي رهيو آهيان تہ ڇا اهو گهڻو هوشيار آهي...... ڇا امتيازي قابليت رکي ٿو يا غير معمولي ذهين آهي؟"

"نہ" امامہ جهيڻي آواز ۾ چيو.

سالار کي مايوسي ٿي. "تہ پوءِ....تنهنجو ان ڏانهن ڌيان ڪيئن ويو؟" امامہ شيشي کان ٻاهر بتين جي روشني ۾ نظر اچڻ واري سڙڪ ڏسندي رهي. سالار پنهنجو سوال وري ڪونہ ورجايو. صرف ڪلها لوڏيندي اهو گاڏي هلائڻ تي ڌيان ڏيڻ لڳو. گاڏي ۾ هڪڙو ڀيرو وري خاموشي ڇانئجي وئي.

"اهو نعت ڏاڍي سٺي پڙهندو آهي." تقريباً پنجن منٽن کان پوءِ خاموشي ٽٽي هئي. شيشي مان ٻاهر ڏسندي جهيڻي آواز ۾ امامہ ايئن پٽڪي هئي جڻ پاڻ سان ڳالهائي رهي هجي. سالار ان جو جملو ٻڌي ورتو هيو مگر ان کي اهو سمجهہ ۾ ڪونہ آيو.

"ڇا؟" ان جڻ تصديق گهري

"جلال نعت ڏاڍي سٺي پڙهندو آهي." ايئن ئي شيشي کان ٻاهر ڏسندي چيائين مگر هن دفعي ان جو آواز ڪجهہ چٽو هيو.

"بس آواز جي ڪري.... ڳاڻو آهي؟" سالار تبصرو ڪيو.

امامہ انڪار ۾ مٿو لوڏيو.

"باقي؟"

"بس اهو نعت ئي پڙهندو آهي..... ۽ ڏاڍي خوبصورت پڙهندو آهي."

سالار کِليو. تون صرف ان جي نعت پڙهڻ ڪري ان جي محبت ۾ گرفتار ٿي وئينءَ. مان گهٽ ۾ گهٽ ان تي يقين نٿو ڪري سگهان."

امامہ ڪنڌ ورائي ان ڏانهن ڏٺو" تہ نہ ڪر.... تنهنجي يقين جي ڪنهن کي ضرورت آهي." ان جي آواز ۾ سرد مهري هئي. گاڏيءَ ۾ هڪڙو ڀيرو وري ماٺ ڇانئجي وئي.

"فرض ڪر اهو مڃي ونجي تہ تون واقعي ان جي نعت پڙهڻ کان ڪجهہ متاثر ٿي ايترو اڳتي وڌي وئينءَ.... تہ اها تہ ڪا گهڻو عام رواجي ڳالهہ ڪونہ آهي..... اهو تہ باربرا ڪارٽلينڊ جي ناولن وارو رومانس ئي ٿي ويو ......۽ تون ڊاڪٽري جي هڪڙي

شاگرديائي تي ڪري ايترو ڪجهه ذهن رکين ٿي.“ سالار بي رحميءَ سان تبصرو ڪيو.

امامہ هڪڙو دفعو وري ڪنڌ ڦيرائي ان کي ڏٺو ”مان گهڻو پختي ذهن واري آهيان.... گهڻو زياده.... گذريل ٽن چئن سالن ۾ مون کان زياده عملي طور ڪنهن به شين کي ڪو نہ ڏٺو هوندو.“

”منهنجي راءِ پنهنجي جاءِ تي قائم آهي.... ٿي سگهي ٿو تنهنجو عملي تجربو منهنجي عملي تجربي کان مختلف هجي. بهرحال. مان جلال جي ڳالهہ ڪري رهيو هيس.... اها جيڪا تون نعت وغيره جي ڳالهہ ڪري رهي هئينءَ ان جي ڳالهہ.“

”ڪجهہ ڳالهين تي پنهنجو اختيار ڪو نہ هوندو آهي..... منهنجو بہ ڪونهي.“ هن پيري امامہ جي آواز ۾ شڪست پئي جهلڪي.

”مان وري بہ توسان اتفاق ڪونہ ٿو ڪريان. هر ڳالهہ پنهنجي اختيار ۾ هوندي آهي .... گهٽ ۾ گهٽ انسان کي پنهنجن احساسن. جذبن. ۽ عملي قدمن تي ڪنٽرول هوندو آهي ...... اسان کي خبر هوندي آهي تہ اسان ڪنهن ماڻهوءَ لاءِ ڪهڙا احساس رکڻ لڳا آهيون..... ڇو ڪري رهيا آهيون. ان جي بہ خبر هوندي آهي.... ۽ جيستائين اسان باقاعدي هوش ۽ حواس ۾ رهندي انهن احساسن کي وڌڻ نہ ڏيندا آهيون... اهي پيدا ڪو نہ ٿيندا آهن.... انهي ڪري اهو نٿو مڃي سگهان تہ اهڙين ڳالهين تي پنهنجو ڪنٽرول ئي نہ رهي.“

ان ڳالهائيندي پيو پيرو امامہ کي ڏٺو ۽ ان کي احساس ٿيو تہ اها ان جي ڳالهہ ٻڌي ڪو نہ رهي هئي. اها اکيون ڇنڀڻ کان سواءِ شيشي کي ڏسي رهي هئي يا شايد شيشي کان ٻاهر ڏسي رهي هئي. ان جون اکيون سڄل هيون ۽ ان وقت بہ انهن ۾ آلاڻ نظر پئي آئي.... اها ذهني طور تي ڪٿي پري هئي..... ڪٿي. ان کي ان جي خبر ڪو نہ ٿي پئجي سگهي. ان کي اها هڪڙو پيرو وري پنهنجي وس کان ٻاهر لڳي.

گهڻي دير تائين خاموشي سان گاڏي هلائيندو رهڻ کان پوءِ سالار ڪجهہ تنگ ٿي هڪڙو دفعو وري ان سان ڳالهايو.

”نعت پڙهڻ کان علاوه ان ۾ ٻي ڪهڙي خوبي آهي؟“ ان جو آواز وڏو هيو. امامہ بي اختيار ڇرڪ پريو.

”نعت پڙهڻ کان علاوه ان ۾ ٻي ڪهڙي خوبي آهي؟“ سالار پنهنجو سوال ورجايو.

”هر اها خوبي جيڪا هڪڙي سٺي انسان........ سٺي مسلمان ۾ هوندي آهي.“ امامہ چيو.

”مثال طور.“ سالار پيرون هيٺ مٿي ڪندي چيو.

”پيون جيڪڏهن نہ بہ هجن ها تہ بہ اهو شخص حضرت محمد ﷺ سان ايتري محبت ڪندو آهي جو مان ان کي ان هڪڙي خوبيءَ جي ڪري ڪنهن بہ ٻئي شخص مٿان ترجيح ڏيان ها.“

سالار عجيب انداز ۾ مرڪيو.”عجيب منطق آهي. مان واقعي اهڙين ڳالهين کي سمجهي نٿو سگهان.“ ان ڪنڌ کي انڪار ۾ لوڏيندي چيو.

”تون پنهنجي پسند جي شادي ڪندين يا پنهنجن مائٽن جي پسند سان؟“ امامہ اوچتو ان کان پڇيو. اهو حيران ٿيو.

”بلڪل پنهنجي پسند سان... مائٽن جي پسند سان شادي ڪرڻ وارو تہ زمانو ئي ڪونهي.“ ان ڪلها لوڏيندي لاپرواهيءَ سان چيو.

”تون بہ تہ ڪنهن خوبيءَ جي ڪري ئي ڪا ڇوڪري پسند ڪندين..... شڪل صورت جي ڪري.... يا وري جنهن سان تنهنجي هم آهنگي ٿي ويندي ۽ تنهنجي طبيعت ملي ويندي، ان سان... ايئن ئي ٿيندو نہ.“ اها پڇي رهي هئي.

”يقيناً“ سالار چيو.

”مان بہ تہ اهوئي ڪري رهي آهيان. پنهنجي پنهنجي ترجيح جي ڳالهہ هوندي آهي. تون انهن ڳالهين جي ڪري ڪنهن سان شادي ڪندين، مان بہ اهڙي ئي هڪڙي سبب ڪري جلال انصر سان شادي ڪرڻ ٿي گهري ......“ اها ڪجهہ ماٺ رهي. ”منهنجي خواهش آهي تہ منهنجي شادي ان سان ٿئي جيڪو حضرت محمد ﷺ سان مون کان وڌيڪ محبت ڪندو هجي. جلال انصر! نبي ڪريم ﷺ سان مون کان وڌيڪ محبت ڪندو هيو..... مون کي لڳو تہ مون کي انهيءَ شخص سان شادي ڪرڻ گهرجي ..... مون توکي ٻڌايو تہ ڪجهہ ڳالهين تي اختيار ڪونہ هوندو آهي..... ڪجهہ خواهشون..... بس انهن کان ڇوٽڪارو حاصل ڪرڻ ممڪن ڪو نہ هوندو آهي.“ ان ڏک مان مٽي کي ڏوڙهو ڏيندي چيو.

”۽ هاڻي جڏهن اهو شادي ڪري چڪو آهي تہ هاڻي تون ڇا ڪندينءَ؟“

”خبر نہ آهي.“

”تون هيئن ڪر.... تہ تون ڪنهن بئي نعت پڙهڻ واري کي ڳولهي وٺ. تنهنجو مسئلو حل ٿي ويندو.“ اهو مذاق ڪرڻ واري انداز ۾ کِليو.

امامہ ٽڪ ٻڌي ان کي ڏسندي رهي. اهو سفاڪي جي حد تائين بي حس هيو. ”اهڙي نموني سان تون ڇو ڏسي رهي آهين.... مان مذاق ٿو ڪريان.“ اهو هاڻي پنهنجي کِل روڪي چڪو هيو. امامہ ڪجهہ چوڻ جي بجاءِ ڪنڌ ڦيرائي ڇڏيو.

”توکي تنهنجي والد مار ڏني آهي.“ سالار ٻهريان وانگر ڪجهہ خاموش رهڻ کان پوءِ ڳالهائڻ جو معمول جاري رکيو.

”توکي ڪنهن ٻڌايو.“ امامہ ان ڏانهن ڏسڻ کان سواءِ چيو.

”نوڪرياڻي.“ سالار اطمينان سان جواب ڏنو. ”ويچاري سمجهي رهي آهي تہ تون جو شاديءَ کان انڪار ڪري رهي آهين اهو منهنجي ڪري ئي ڪري رهي آهين. انهيءَ ڪري ان مون تائين تنهنجي ”حالتِ زار“ وڏي دردناڪ انداز ۾ پهچائي هئي.....توکي والد ماريو آهي؟“

”ها.“ ان بي تاثر انداز ۾ چيو.

”ڇو؟“

"مون پڇيو ڪو نہ..... شايد اهو ناراض هيو انهيءَ ڪري."

"تو مارڻ چو ڏنس؟"

امامہ ڪنڌ ورائي ان ڏانهن ڏٺو "اهو منهنجو پيءُ آهي. ان کي حق آهي. اهو مون کي مار ڏئي سگهي ٿو."

سالار حيراني مان ان کي ڏٺو. "ان جي جاءِ تي ڪير بہ هجي ها. اهو انهي صورتحال ۾ اهو ئي ڪري ها.... مون کي اهو قابل اعتراض ڪونہ لڳو." اها صاف لهجي ۾ ٻڌائي رهي هئي.

"جيڪڏهن ان کي مارڻ جو حق آهي تہ پوءِ ان کي تنهنجي شادي ڪرائڻ جو بہ حق آهي.... تون ان تي ايترو هنگامو ڇو ڪري رهي آهين؟" سالار چِيڙائيندڙ لهجي ۾ پڇيو.

"ڪنهن مسلمان سان ڪري ها..... ۽ ڀلي جتي مرضي ڪري ها.... مان ڪيان ها."

"چاهي اهو جلال انصر نہ هجي ها." ان ٺٺول ڪرڻ واري انداز ۾ چيو.

"ها... هاڻي بہ آخر ڪهڙو ان سان ٿي وئي آهي." ان جي اکين ۾ هڪڙو پيرو وري آلاڻ جرڪي رهي هئي.

"تہ تون ان کي اهو ڇئي ڇڏين ها."

"چيو هيو... تون سمجهين ٿو مون ڪو نہ چيو هوندو."

"مون کي هڪڙي ڳالهہ تي گهڻي حيراني آهي." سالار ڪجهہ گهڙين کان پوءِ چيو. "آخر تو مون کان مدد وٺڻ جو فيصلو ڇو ڪيو..... بلڪ ڪيئن ڪيو. تون مون کي گهڻو ناپسند ڪندي هئينءَ." ان امامہ جي جواب جو انتظار ڪرڻ کان سواءِ ڳالهہ جاري رکي.

"مون وٽ تو کان سواءِ ٻيو ڪو چارو هيو ئي ڪو نہ." امامہ جهيڻي آواز ۾ چيو. "منهنجي پنهنجي ڪا ساهيڙي اهڙي طرح منهنجي مدد ڪرڻ جي حالت ۾ ڪو نہ هئي جهڙي طرح ڪو ئي ڇوڪرو ڪري ٿي سگهيو. اسجد کان علاوه مان صرف جلال ۽ تو کان واقف هيس..... ۽ سيني کان گهڻو ويجهو صرف تون هئين جنهن سان مان هڪدم رابطو ڪري ٿي سگهيس. انهيءَ ڪري مون تو سان رابطو ڪيو." اها جهيڻي آواز ۾ هڪي هڪي ڳالهائيندي رهي.

"تو کي يقين هيو تہ مان تنهنجي مدد ڪندس؟"

"نہ..... مون صرف ڀاڳ آزمايو هيو. مون کي يقين ڪيئن ٿي ٿي سگهيو تہ تون منهنجي مدد ڪندين. مون تو کي ٻڌايو نہ! مون وٽ تو کان سواءِ ٻيو ڪو چارو هيو ئي ڪو نہ."

"يعني تو ضرورت وقت گڏهہ کي پيءُ بڻايو آهي؟" ان جي بيحد عجيب لهجي ۾ ڪيل تبصري امامہ کي هڪدم خاموش ٿي وڃڻ تي مجبور ڪري ڇڏيو. اهو ڳالهہ کي منهن تي وجائي ڪيڏڻ ۾ ماهر هيو مگر ان غلط بہ ڪو نہ چيو هيو.

"وڏي دلچسپ ڳالهہ آهي." ان امامہ جي جواب جو انتظار ڪرڻ کان سواءِ چيو ڇڻ پنهنجي تبصري تي اهو پاڻ ئي خوش ٿيو هيو.

❊ ❊ ❊

”مان ڪجھ دير لاءِ گاڏي هتي روڪڻ گهران ٿو.“ سالار سڙڪ جي ڪناري سان ٺهيل هڪڙي سستي قسم جي هوٽل ۾ گاڏين ڏوڙڻ واري ڊِڪي ڪي ڏسندي چيو.

”مان ٽائر چيڪ ڪرائڻ ٿو گهران.“ گاڏيءَ ۾ ٻيو ٽائر ڪونهي، رستي ۾ جيڪڏهن ڪٿي ٽائر پنڪچر ٿي ويو ته مسئلو ٿي پوندو.“

امامہ صرف مٿو لوڏڻ تي اڪتفا ڪئي. اهو گاڏي موڙي اندر وٺي ويو. ان وقت پري ڪٿان فجر جي آذان اچي رهي هئي. هوٽل تي ڪم ڪرڻ وارن ٻن چئن ماڻهن کان علاوه اتي ٻيو ڪير بہ ڪو نہ هيو. ان ڪي گاڏي اندر آئيندو ڏسي هڪڙو ماڻهو ٻاهر نڪري آيو. شايد اهو گاڏيءَ جو آواز ٻڌي آيو هيو. سالار گاڏيءَ جو دروازو کولي ٻاهر نڪري آيو.

اها ڪجھ دير تائين سيٽ جي پٺي سان مٿو ٽيڪيون اکيون بند ڪري ويٺي رهي. آذان جو آواز ڪجھ وڌيڪ چٽو ٿي ويو هيو. امامہ اکيون کوليون. ڪار جو دروازو کولي اها ٻاهر نڪري آئي. دروازي کلڻ جي آواز تي سالار ڪنڌ ورائي ان کي ڏٺو هيو.

”هتي ڪيتري دير ترسندا؟“ اها سالار کان پڇي رهي هئي.

”ڏهہ پندرهن منٽ...... مان هڪڙو ٻيو وانجڻ بہ چيڪ ڪرائڻ ٿو گهران.“

”مان نماز پڙهڻ ٿي گهران، مون کي وضو ڪرڻو آهي.“ ان سالار کي چيو. ان کان اڳ جو سالار ڪجھ چوي، ان ماڻهوءَ وڏي آواز سان ان کي سڏ ڪندي چيو.

”ادي! وضو ڪرڻو آهي تہ ان ڊرم مان پاڻي کڻو.“

”۽ اها نماز ڪٿي پڙهندي؟“ سالار ان ماڻهوءَ کان پڇيو.

”ان سامهون واري ڪمري ۾.... مان مصلو ڏيان ٿو.“ هاڻي اهو پائيپ لاهي رهيو هيو.

”پهريان مصلو ڏيان پوءِ اچي انجڻ چيڪ ڪريان ٿو.“ ان ماڻهوءَ ڪمري ڏانهن ويندي چيو.

سالار پري کان امامہ کي ان ڊرم جي ڀرسان ڪجھ ٻڏتر ۾ بيٺل ڏٺو. اهو لاشعوري طور اڳتي هليو آيو. اهو ڊامبر جو هڪڙو وڏو خالي ڊرم هيو جنهن کي هڪڙو ڍڪ ڏئي بند ڪيو ويو هيو.

”هن مان پاڻي ڪيئن ڪڍان؟“ امامہ پيرن جي ڪڙڪي تي پوئتي ڪنڌ ورائي ڏٺو. سالار هيڏي هوڏي ڏٺو. ڪجھ فاصلي تي هڪڙي بالٽي پئي هئي. اهو اها بالٽي کڻي آيو.

”منهنجو خيال آهي تہ اهي ان بالٽيءَ کي پاڻي ڪڍڻ لاءِ استعمال ڪندا آهن.“ ان امامہ کي ٻڌائيندي ڊرم جو ڍڪڻ مٿي کنيو ۽ ان مان بالٽي ۾ پاڻي ڀريو.

”مان ٿو توهان کي وضو ڪرايان.“ سالار کي ان جي چهري تي فڪرمندي ڏسڻ ۾ آئي مگر پوءِ ڪجھ چوڻ کان سواءِ اها پنهنجي سوئيٽر جون ٻانهون مٿي ڪرڻ لڳي. پنهنجي واچ لاهي ان سالار کي ڏني ۽ ٻيرن ڀر زمين تي اوڪڙو ويهي رهي. ان هٿ اڳتي وڌايا تہ سالار ان جي هٿن تي ڪجھ پاڻي وڌو. امامہ کي جڻ ڪرنٽ لڳي ويو. ان هڪدم پنهنجا هٿ پوئتي ڪري ڇڏيا.

”ڇا ٿيو.“ سالار ڪجھ حيرانيءَ مان چيو.

”ڪجهه نه. پاڻي گهڻو ٿڌو آهي.... تون پاڻي وجهه.“ اها هڪڙو دفعو وري هٿ اڳتي وڌائي رهي هئي.

سالار پاڻي وجهڻ شروع ڪيو. اها وضو ڪرڻ لڳي. پهريون ڀيرو سالار ان جي هٿن کي نونٽين تائين ڏٺو ڪجهه دير جي لاءِ اهو ان جي ڪارائين تان نظرون هٽائي نه سگهيو. پوءِ ان جون نظرون ان جي ڪارائين کان مٿي ان جي چهري ڏانهن کڄي ويون. اها پنهنجي چادر کي هٽائڻ کان سواءِ وڏي احتياط سان مٿي، ڪنن ۽ ڪنڌ جو مسح ڪري رهي هئي ۽ سالار جون نظرون ان جي هٿن جي حرڪت سان گڏ سفر ڪري رهيون هيون. ان جي ڳچيءَ ۾ پاتل سوني زنجيري ۽ ان ۾ لڙڪندڙ موتي کي به ان پهريون ڀيرو ڏٺو هيو. سالار ان کي جيترا ڀيرا به ڏٺو هيو اهڙي چادر ۾ ويڙهيل ڏٺو هيو. چادر جو رنگ مختلف هوندو هيو مگر اها سدائين ان کي ساڳي نموني سان ويڙهيندي هئي. اهو ڪڏهن به ان جي خدو خال تي غور ڪري ڪو نه سگهيو هيو.

”پيرن تي پاڻي مان پاڻ ٿي وجهان.“ ان اٿي بيهندي سالار جي هٿ مان بالٽي کي پڪڙيو جيڪا هاڻي تقريباً خالي ٿيڻ واري هئي. سالار ڪجهه قدم پوئتي هٽي محويت سان ڏسڻ لڳو.

اها وضو ڪري چڪي ته سالار جي محويت ختم ٿي. ان واڇ ان کي ڏٺي.

اڳيان پٺيان هلندا اهي ان ڪمري تائين آيا جتي اهو ماٺهو ويو هيو. اهو ماٺهو ان وقت تائين ڪمري ۾ هڪڙي پاسي مصلو وڇائي چڪو هيو. امامه خاموشيءَ سان مصلي ڏانهن هلي وئي.

ڪمري ۾ ڪجهه ڪرسيون ۽ هڪڙي ننڍي ميز پئي هئي. سالار تڙتڪر ۾ ان ڪمري جو استعمال سمجهي ڪو نه سگهيو. پوءِ اهو ڪائونٽر ڏانهن هليو ويو.

”ٻه ڪوپ چانهه جا ناهي وٺ.“ ان هڪڙي ڇوڪري کي چيو. ان وڏي تابعداري سان مٿو لوڏيو ۽ چلهو ٻارڻ لڳو. سالار ڪمري ۾ رکيل هڪڙي ڪرسيءَ تي اچي ويٺو. اها نماز شروع ڪري چڪي هئي. اهو ٻئي جنگهون سامهون پيل ميز تي رکي هڪڙو ڀيرو وري ان کي ڏسڻ لڳو.

ان جو خيال هيو ته اها جن حالتن مان گذري رهي هئي دعا گهرڻ مهل ڪجهه روئيندي، سڏڪندي. اهو هڪڙو لازمي امر هيو مگر ان کي ڇڳي مايوسي ٿي. اها هٿ کڻي اکيون بند ڪيون ڪجهه دير تائين دعا گهرندي رهي ۽ پوءِ منهن تي هٿ ڦيرائي اٿي بيٺي. سالار هڪڙو ڊگهو ساهه کنيو ۽ ان کان نظرون هٽائي ڇڏيائين.

❊ ❊ ❊

لاهور جي حد ۾ داخل ٿيندي ئي امامه ان کي چيو ”هاڻي تون مون کي ڪنهن به اسٽاپ تي لاهي ڇڏ..... مان هلي وينديس.“

”تون جتي وڃڻ ٿي گهرين، مان توکي اتي ڇڏي ٿو اچان. ايڏي ٿڌ ۾ ڏنڌ ۾ سواريءَ جو انتظار ڪندي تو کي گهڻو وقت لڳي ويندو.“ رستا ان وقت تقريباً ويران هيا،

حالانڪ صبح تي ويو هيو مگر ڏنڊ هر شي کي پنهنجي لپيٽ ۾ آڻي ڇڏيو هيو.
"مون کي خبر ڪونهي تہ مون کي ڪيڏانهن وڃڻو آهي، پوءِ مان توکي ڪهڙي جاءِ جو ڏس ٻڌايان. هاڻي تہ شايد مان هاسٽل وڃان ۽ پوءِ اتان....." سالار ان جي ڳالهہ ڪٽي.
"تہ پوءِ مان تو کي هاسٽل تي ڇڏيان." ڪجهہ فاصلواهڙي طرح خاموشيءَ ۾ طئي ٿيو پوءِ هاسٽل کان ڪجهہ فاصلي تي امامہ ان کي چيو.
"بس تون هتي گاڏي بيهار مان هتان پاڻ هلي وينديس ..... مان توسان گڏ هاسٽل ڏانهن وڃڻ نٿي چاهيان." سالار سڙڪ جي ڪناري تي گاڏي بيهاري ڇڏي.
"گذريل ڪجهہ هفتن ۾ تو منهنجي گهڻي مدد ڪئي آهي، مان ان لاءِ تنهنجي شڪر گذار آهيان. تون منهنجي مدد نہ ڪرين ها تہ اڄ مان هتي ڪو نہ هجان ها." اها هڪڙي گهڙيءَ لاءِ ماٺ ٿي. "تنهنجو موبائيل هن وقت مون وٽ آهي، مگر مون کي اڃا ان جي ضرورت آهي، مان ڪجهہ وقت ڪانپوءِ اهو واپس ڪري ڇڏينديس."
"ان جي ضرورت ڪونهي، تون اهو رکي سگهين ٿي."
"مان ڪجهہ ڏينهن کان پوءِ ٻيهر تو سان رابطو ڪنديس پوءِ تون مون کي طلاق جا ڪاغذ موڪلي ڏجان." اها وري ماٺ ٿي. "مون کي اميد آهي تہ تون منهنجي ماٽن کي ڪجهہ ڪو نہ ٻڌائيندين."
"ڇا اهو چوڻ جي ضرورت هئي؟" سالار پرون چورپندي چيو. "مون کي ڪجهہ ٻڌائڻو هجي ها تہ مان گهڻو اڳ ٻڌائي چڪو هجان ها." سالار ڪجهہ سرد مهريءَ سان چيو. "تون مون کي گهڻو خراب ڇوڪرو سمجهندي هئينءَ. ڇا هاڻي بہ تنهنجي منهنجي باري ۾ اها ئي راءِ آهي يا تو پنهنجي راءِ ۾ ڪجهہ تبديلي ڪئي آهي؟" سالار اوچتو ڇپندڙ مرڪ سان ان کان پڇيو.
"توکي ائين نٿو لڳي تہ اصل ۾ مان گهڻو سٺو ڇوڪرو آهيان"
"ٿي سگهي ٿو." امامہ جهيڻي آواز ۾ چيو. سالار کي ان جي ڳالهہ تي جڻ شاڪ لڳو.
"ٿي سگهي ٿو." اهو بي يقيني سان مرڪيو. "اڃا بہ ٿي سگهي ٿو. امامہ تون ڏاڍي ناشڪري آهين. مون تنهنجي لاءِ ايترو ڪيو آهي جو هن زماني ۾ ڪوئي بہ ڇوڪرو ڪونہ ڪندو ۽ تون اڃا بہ مون کي سٺو مڃڻ لاءِ تيار ڪونہ آهين."
"مان ناشڪري ڪونہ آهيان، مون کي اعتراف آهي تہ تو مون تي گهڻا ئي احسان ڪيا آهن ۽ شايد تنهنجي جاءِ تي ڪوئي ٻيو ڪڏهن بہ نہ ڪري ها....."
سالار ان جي ڳالهہ ڪٽي ورتي، "تہ مان سٺو ٿيس نہ."
ان ڪجهہ بہ ڪو نہ ڳالهايو صرف ان کي ڏسندي رهي.
"نہ مون کي خبر آهي تون اهو ئي چوڻ ٿي گهرين، حالانڪ مشرقي ڇوڪريءَ جي خاموشي ان جو اقرار هوندو آهي مگر تنهنجي خاموشي تنهنجو انڪار هوندو آهي. ٺيڪ ٿو چوان نہ."
"اسان هڪڙو فضول بحث ڪري رهيا آهيون."

"تي سگهي ٿو." سالار ڪلها لوڏيا. "مگر مون کي حيراني آهي تہ تون....."

هن دفعي امامہ ان جي ڳالهہ ڪٽي ورتي "تو منهنجي لاءِ يقيناً گهڻو ڪجهہ ڪيو آهي.... ۽ جيڪڏهن مان توکي سڃاڻندي نہ هجان ها تہ يقيناً مان توکي هڪڙو نهايت سٺو انسان سمجهان ها ۽ چوان بہ ها.... مگر مان توکي ايترو چڱيءَ طرح سڃاڻان ٿي جو منهنجي لاءِ اهو چوڻ مشڪل آهي تہ تون هڪڙو سٺو انسان آهين....."

اها ماٺ ٿي. سالار اکيون ڇنڀڻ کان سواءِ ان کي ڏسندو رهيو.

"جيڪو ماڻهو خودڪشي جي ڪوشش ڪندو هجي، شراب پيئندو هجي، جنهن پنهنجو ڪمرو عورتن جي اگهاڙين تصويرن سان ڀري ڇڏيو هجي..... اهو سٺو ماڻهو تہ نٿو ٿي سگهي." امامہ بنا رڪ رڪاءَ جي چئي ڏنو.

"تون ڪنهن اهڙي ماڻهوءَ وٽ وڃين ها جيڪو اهي ٽئي ڪم نہ ڪندو هجي ها مگر تنهنجي مدد بہ نہ ڪري ها تہ ڇا تنهنجي لاءِ اهو سٺو ماڻهو هجي ها؟" سالار تکي آواز ۾ پڇيو. "جيئن جلال انصر؟"

امامہ جي چهري جو رنگ بدلجي ويو. "ها، ان منهنجي مدد نہ ڪئي، مون سان شادي نہ ڪئي مگر ان جو اهو مطلب ڪونهي تہ اهو خراب ٿي ويو آهي. اهو سٺو ماڻهو آهي.... اڃا بہ منهنجي نظر ۾ سٺو ماڻهو آهي."

"۽ مون تنهنجي مدد ڪئي..... تو سان شادي ڪئي مگر يقيناً ان جو اهو مطلب ڪونهي تہ مان سٺو ٿي ويو آهيان، مان خراب ماڻهو آهيان." اهو عجيب انداز ۾ چوندي مُرڪيو. "امامہ، تنهنجو خود پنهنجي باري ۾ ڇا خيال آهي..... ڇا تون سٺي ڇوڪري آهين؟"

ان اوچتو چڀندڙ انداز ۾ پڇيو ۽ پوءِ جواب جو انتظار ڪرڻ کان سواءِ چوڻ لڳو.

"منهنجي نظر ۾ تون بہ سٺي ڇوڪري ڪونہ آهين. تون بہ هڪڙي ڇوڪري جي ڪري گهر کان ڀڄي نڪتي آهين..... تو پنهنجي مڱيندي کي ڌوڪو ڏنو آهي...... تو پنهنجي ڪٽنب جي عزت کي خراب ڪيو آهي....." سالار هر لحاظ کي پاسي تي رکندي صاف نموني ۾ چيو.

امامہ جي اکين ۾ آلاڻ اچي وئي. "تون ٺيڪ ٿو چوين، مان واقعي سٺي ڇوڪري ڪونہ آهيان. هاڻي مون کي اهو جملو گهڻن ماڻهن کان ٻڌڻو پوندو."

"مان توکي گهڻي تفصيلي وضاحت ڏئي ٿي سگهان مگر ان جو ڪو ئي فائدو ڪونهي، تون انهن ڳالهين کي سمجهي نٿو سگهين."

"فرض ڪر، مان توکي لاهور وٺي نہ اچان ها ڪٿي ٻئي پاسي وٺي وڃان ها، پوءِ..... مگر مان حفاظت سان توکي هتي وٺي آيس..... اهو منهنجو توتي ڪيڏو وڏو احسان آهي، توکي ان جو اندازو آهي."

امامہ ڪنڌ ورائي ان کي ڏسڻ لڳي.

"مون کي يقين هيو تون مون کي ڪنهن ٻئي پاسي وٺي ڪونہ ويندين."

اهو ان جي ڳالهہ تي کِليو. "مون تي يقين هيو..... ڇو؟ مان تہ هڪڙو خراب ڇوڪرو آهيان."

"مون کي توتي يقين ڪو نہ هيو... الله تي يقين هيو." سالار جي نراڙ تي ڪجھ گھنج اچي ويا.

"مون الله ۽ پنهنجي پيغمبر ﷺ جي لاءِ سڀ ڪجھ ڇڏي ڏنو آهي. اهو ڪڏهن نٿو ٿي سگهي تہ اهي مون کي تو جهڙي ماڻهوءَ جي هٿان رسوا ڪن ها. اهو ممڪن ئي ڪو نہ هيو."

"فرض ڪر ايئن ٿي پوي ها." سالار اڙجي ويو. "مان اهڙي ڳالھ چو فرض ڪريان جيڪا ڪونهي ٿي." اها پنهنجي ڳالھ تي قائم هئي.

"يعني تون مون کي ڪنهن بہ قسم جو ڪو داد ڪونہ ڏيندينءَ؟" اهو ٽوڪ ڪرڻ واري انداز ۾ مرڪيو.

"چڱو فرض ڪر مان هاڻي توکي وچڻ نٿو ڏيان تہ تون ڇا ڪندينءَ؟ جيستائين مان گاڏيءَ جو دروازو ڪونہ کوليندس. ڪونہ کلندو.... اها توکي خبر آهي.... هاڻي ٻڌاءِ تون ڇا ڪندينءَ؟

اها تڪ ٻڏي ان کي ڏسندي رهي. "يا مان اهو ٿو ڪريان." سالار گاڏيءَ ۾ رکيل پنهنجو موبائيل کنيو ۽ ان تي هڪڙو نمبر ملائڻ لڳو. "تہ تنهنجي گھر فون ٿو ڪريان." ان موبائيل تي آيل نمبر امامہ کي ڏيکاريو. اهو امامہ جي گھر جو نمبر هيو.

"مان انهن کي تنهنجي باري ۾ ٻڌايان ٿو تہ تون ڪٿي آهين. ڪنهن سان گڏ آهين...... پوءِ هتان توکي سڌو ٿاڻي تي وٺي وڃي انهن جي حوالي ٿو ڪريان..... تہ پوءِ تنهنجي اعتقاد ۽ اعتبار جو ڇا ٿيو؟" اهو ٽوڪ ڪرڻ واري انداز ۾ چئي رهيو هيو.

امامہ ماٺ ڪيون ان کي ڏسندي رهي. سالار کي بيحد خوشي محسوس ٿي. سالار موبائيل بند ڪري هڪڙو ڀيرو وري ان جي اکين جي آڏو لهرايو.

"مان توتي ڪيڏو وڏو احسان ڪري رهيو آهيان تہ ايئن ڪو نہ ٿو ڪريان." ان موبائيل کي ڀيهر ڪار ۾ رکندي چيو. "حالانڪ تون بيوس آهين. ڪجھ بہ نٿي ڪري سگھين. اهڙي نموني رات جو مان توکي ڪٿي ٻئي پاسي وٺي وڃان ها تہ تون ڇا ڪرين ها؟"

"مان توکي گولي هڻي ماري ڇڏيان ها." سالار حيرانيءَ مان ان کي ڏنو پوءِ ٺهڪ ڏئي کِليو.

"ڇا ڪريان ها. مان.... توکي..... گولي هڻي.... ماري ڇڏيان ها."

ان اهڙي ئي نموني سان رڪي رڪي ان کي چيو. اهو اسٽيئرنگ تي ٻئي هٿ رکي ٺهڪ ڏئي کِلندو رهيو.

"تو ڪڏهن زندگي ۾ پستول ڏٺو آهي." ان امامہ تي ٽوڪ ڪندي ان کي چيو.

سالار ان کي جهُڪندي ۽ پنهنجن پيرن ڏانهن هٿ وڌائيندي ڏٺو. جڏهن اها سڌي ٿي تہ ان سالار کي چيو "شايد هن کي چوندا آهن."

سالار ڪان کِلڻ وسري ويو. ان جي ساڄي هٿ ۾ ننڍڙو ۽ هڪڙو خوبصورت ۽ قيمتي زنانو پستول هيو. سالار پستول تي ان جي هٿ جي پڪڙ ڏسي سمجهي ويو هيو تہ اهو ڪنهن اناڙيءَ جي هٿ ۾ ناهي. ان بي يقيني مان امامہ کي ڏٺو.

”تون مون کي گولي هڻي سگهين ها؟“

”ها, مان توکي گولي هڻي سگهيس ٿي پر مون ايئن ڪونہ ڪيو ڇوتہ تو مون کي ڪوبہ ڊوڪو ڪونہ ڏنو آهي.“ ان مضبوط آواز ۾ چيو. ان پستول جو رخ سالار ڏانهن ڪونہ ڪيو هيو صرف پنهنجي هٿ ۾ رکيو هيو.

”گاڏيءَ جو تالو...“ ان ڳالهہ اڌ ۾ ڇڏيندي سالار کي چيو. سالار غير ارادي طور پنهنجي طرف موجود بٽڻ کي دٻائي تالو کولي ڇڏيو. امامہ دروازو کوليو. اها هاڻي پستول کي پنهنجي جهولي ۾ رکيل پرس ۾ رکي رهي هئي. هنهي جي وچ ۾ وڌيڪ ڪا ڳالهہ ڪونہ ٿي. امامہ گاڏيءَ مان ٻاهر نڪري ان جو دروازو بند ڪري ڇڏيو. سالار ان کي تڪڙين وکن سان هڪڙي ويجهو ايندڙ ويگن ڏانهن ويندي ۽ پوءِ ان ۾ سوار ٿيندي ڏٺو.

ان جي مشاهدي جي قوت گهٽي تيز هئي..... اهو ڪنهن بہ شخص جي چهري کي پڙهي سگهندو هيو...... ۽ ان کي انهي ڳالهہ تي ناز هيو... مگر اتي انهي ڏنڌ ۾ وڪوڙيل سڙڪ تي گاڏيءَ ۾ ويٺي ان اعتراف ڪيو تہ اهو امامہ هاشم کي سڃاڻي ڪو نہ سگهيو هيو..... اهو ايندڙ ڪيترائي منٽ اسٽيئرنگ تي ٻئي هٿ رکيون بي يقني جي حالت ۾ اتي ويٺو رهيو هيو. امامہ هاشم جي لاءِ ان جي ناپسنديدگي ۾ ڪجهہ وڌيڪ اضافو ٿي ويو هيو.

اهو واپسي تي ڏنڌ جي پرواهہ ڪرڻ کان سواءِ پوري تيز رفتاريءَ سان گاڏي هلائي موٽي آيو هيو. پورو رستو ان جو ذهن ان سُٽ کي سلجهائڻ ۾ لڳل رهيو هيو تہ ان پستول آخر ڪٿان ڪڍيو هيو. اهو پوري وثوق سان چئي ٿي سگهيو تہ جنهن وقت اها وضو جي لاءِ پير ڌوئي رهي هئي ان وقت اهو پستول ان جي پني سان ٻڌل ڪو نہ هيو ورنہ اهو ضرور ان کي ڏسي وٺي ها. بعد ۾ نماز پڙهڻ دوران بہ اهو غور سان ان کي ننهن کان چوٽيءَ تائين ڏسندو رهيو هيو پستول ان وقت بہ ان جي پني سان ٻڌل ڪو نہ هيو. اها برگر ڪائڻ ۽ چانهن پيئڻ کان پوءِ گاڏي ۾ اچي ويهي رهي هئي ۽ هو ڪجهہ دير کان پوءِ گاڏي ۾ آيو هيو. اهو يقيناً گاڏيءَ ۾ موجود ان جي بيگ ۾ ٿي هوندو. اهو اندازا لڳائيندو رهيو.

اهو جنهن وقت پنهنجي گهر پهتو ان جو موڊ آف هيو. گيٽ مان گاڏي اندر ڪاهي ويندي ان چوڪيدار کي پاڻ ڏانهن سڏيو. ”رات جو مان جنهن ڇوڪريءَ سان هتان ويو هيس تون ان جي باري ۾ ڪنهن کي بہ نہ ٻڌائيندين. بلڪ مان رات جو ڪيڏانهن ويو ئي ڪو نہ آهيان, سمجهہ ۾ آيئي.“ ان حڪم ڪرڻ واري انداز ۾ چيو.

”جي.....مان ڪنهن کي بہ ڪونہ ٻڌائيندس.“ چوڪيدار فرمانبرداريءَ مان مٿو لوڏيو. اهو بيوقوف ڪونہ هيو جو اهڙي ڳالهہ جي باري ۾ ڪنهن کي ٻڌائيندو وتي ها.

پنهنجي ڪمري ۾ اچي اهو اطمينان سان سمهي رهيو. ان جو ان ڏينهن ڪيڏانهن وڃڻ جو ارادو ڪو نہ هيو.



اهو ان وقت گهري ننڊ ۾ هيو جڏهن ان اوچتو ڪنهن کي پنهنجي ڪمري جو دروازو زور زور سان ڪڙڪائيندي ٻڌو. اهو هڪدم اٿي ويهي رهيو. دروازو واقعي ڪڙڪي

رهيو هيو. ان چنجهين اکين سان گهڙيال ڏي ڏٺو جنهن ۾ چار وڄي رهيا هئا. پنهنجي اکين کي مليندي اهو پنهنجي پلنگ تان اٿي بيٺو. ان کي دروازو کڙڪائڻ واري تي ڏاڍي ڪاوڙ اچي رهي هئي. ان ڪاوڙ جي حالت ۾ پٽڪندي هڪڙي سٽ سان دروازو کولي ڇڏيو. ٻاهر ملازم بيٺو هيو.

”توکي ڪهڙي تڪليف آهي.... ڇو اهڙي نموني دروازو کڙڪائي رهيو آهين؟ تون دروازو ٻيڇڻ ٿو گهرين؟“ اهو دروازو کوليندي ئي ملازم مٿان ڪاوڙ ۾ رڙيون ڪرڻ لڳو.

”سالار صاحب ٻاهر پوليس بيٺي آهي.“ ملازم گهبرايل انداز ۾ چيو. سالار جي ڪاوڙ ۽ ننڊ هڪڙي منٽ ۾ گم ٿي ويا. هڪ سيڪنڊ کان به گهٽ عرصي ۾ اهو پوليس جي اتي اچڻ جو سبب سمجهي ويو هيو ۽ ان کي انهن جي ۽ امامہ جي گهر وارن جي ڦُڙتيءَ تي حيرت ٿي هئي. آخر اهي چند ڪلاڪن ۾ سڌا ان تائين ڪيئن پهچي ويا هيا.

”پوليس ڇو آئي آهي؟“ ان پنهنجي آواز کي پرسڪون رکندي بي تاثر چهري سان پڇيو.

”صاحب، اها ته خبر ڪونهي، اهي بس اهو چون ٿا ته توهان سان ملڻو آهي، مگر چوڪيدار گيٽ ڪو نه کوليو. ان انهن کي ٻڌايو آهي ته توهان گهر ۾ موجود ڪو نه آهيو مگر انهن وٽ توهان کي گرفتار ڪرڻ جا وارنٽ آهن ۽ اهي چون ٿا ته جيڪڏهن انهن کي اندر اچڻ نه ڏنو ويو ته اهي زبردستي اندر هليا ايندا ۽ سيني کي گرفتار ڪري وٺي ويندا.“

سالار بي اختيار سک جو ساهه کنيو. چوڪيدار واقعي وڏي عقلمنديءَ جو مظاهرو ڪيو هيو. ان کي يقيناً اندازو ٿي ويو هيو ته پوليس رات واري ڇوڪري جي معاملي ۾ ئي پڇا ڳاڇا جي لاءِ اتي آئي هئي، انهيءَ ڪري نه ته ان پوليس کي اندر اچڻ ڏنو ۽ نه وري انهن کي اهو ٻڌايو ته سالار گهر ۾ موجود آهي.

”تون فڪر نه ڪر. مان ڪجهه نه ڪجهه ڪيان ٿو.“ سالار ملازم کي چيو ۽ واپس پنهنجي ڪمري ۾ آيو. اهو ڪنهن عام شهريءَ جو گهر هجي ها ته پوليس شايد ديوارون ٽپي به اندر موجود هجي ها مگر ان وقت وارنٽ هجڻ جي باوجود ان گهر جي ديگهه ويڪر ۽ جنهن علائقي ۾ واقع هيو انهن کي خوف ۾ مبتلا ڪري رهيا هيا. جيڪڏهن امامہ جو خاندان به اثر رسوخ وارو نه هجي ها ته شايد ان وقت پوليس ان علائقي ۾ اچڻ ۽ خاص طور تي وارنٽ سان اچڻ جي جرئت ئي نه ڪري ها مگر هن وقت پوليس جي سامهون اڳيان ٻاهه پنيان پٽ واري صورت هئي.

سالار ڪمري ۾ اچڻ سان فون کڻي سڪندر عثمان کي ڪراچي فون ڪيو.

”بابا! هڪڙو ننڍڙو مسئلو ٿي ويو آهي.“ ان هڪدم چيو.

”هتي اسان جي گهر جي ٻاهران پوليس بيٺي آهي ۽ انهن وٽ منهنجي گرفتاريءَ جا وارنٽ آهن.“

سڪندر عثمان جي هٿ مان موبائيل ڪرندي بچيو.

”ڇو....؟“

”بابا اها ته خبر ڪونهي..... مان ستو پيو هوس ته ملازم جاڳائي مون کي ٻڌايو ته

مان وچي پوليس وارن کان پڇان تہ اهي ڪهڙي سلسلي ۾ مون کي گرفتار ڪرڻ گهرن ٿا؟" سالار وڏي فرمانبرداري ۾ معصوميت سان سڪندر عثمان کان پڇيو.

"تو کي ٻاهر نڪرڻ يا پوليس کي اندر سڏڻ جي ضرورت ڪونهي. تون پنهنجي ڪمري ۾ ئي رهہ. مان ٿوري دير کان پوءِ توکي فون ڪيان ٿو." سڪندر عثمان ابهرائيءَ مان فون بند ڪري ڇڏيو. سالار مطمئن ٿي فون رکي ڇڏيو. ان کي خبر هئي تہ هاڻي ڪجهہ دير کان پوءِ پوليس اتي ڪو نہ هوندي ۽ واقعي ايئن ئي ٿيو هيو. ڏهن پندرهن منٽن کان پوءِ ملازم اچي ان کي پوليس جي واپس وڃڻ جي باري ۾ ٻڌايو. ملازم اڃا ان سان ڳالهہ ڪري رهيو هيو جڏهن سڪندر جو فون اچي ويو.

"پوليس هلي وئي؟" سڪندر ان جو آواز ٻڌڻ سان چيو.

"ها، هلي وئي آهي." سالار اطمينان واري انداز سان چيو.

"هاڻي تون منهنجي ڳالهہ چڱيءَ طرح ٻڌ. مان ۽ تنهنجي ماءُ رات جو ڪراچي مان اسلام آباد پهچي وينداسين. تون ان وقت تائين گهر مان نڪري ڪيڏانهن بہ نہ وڃجان...... تو ٻڌو." سالار کي ان جي ڳالهائڻ جو انداز ڏاڍو عجيب لڳو. ان وڏي بيزاري ۾ سرد مهريءَ سان هن سان ڳالهايو هيو.

"ٻڌي ورتو....." اهو ٻئي طرف کان فون بند ڪري چڪو هيو.

سالار هاڻي فون بند ڪري رهيو هيو جڏهن ان جي نظر پنهنجي ڪمري جي قالين تي پئي. اتي جوتن جا نشان هيا. ۽ ان ڏٺو تہ ملازم بہ ڪجهہ حيراني جي حالت ۾ انهن نشانن کي ڏسي رهيو هيو جيڪي دريءَ کان قطار جي صورت ۾ اڳتي اچي رهيا هيا.

"جوتن جي انهن نشانن کي صاف ڪري ڇڏ." سالار حڪم ڏيڻ واري انداز ۾ چيو.

ملازم ڪمري مان ٻاهر هليو ويو سالار اٿي دريءَ ڏانهن آيو ۽ ان اها دري پوري کولي ڇڏي. ان جو اندازو ٺيڪ هيو جوتن جا اهي گپ وارا نشان ٻاهر ورانڊي ۾ بہ موجود هيا. امامہ پنهنجين ٻارين مان لنگهي ديوار ٽپي انهن جي ٻارين ۾ آئي هئي ۽ اهو ئي سبب هيو تہ ان جا جوتا گپ ۾ ٻرجي ويا هيا. ماڪ جي ڪري اتي مٽي گهٽ ۽ گپ گهڻي هئي ۽ ان جي سفيد سنگ مر مر تي اهي نشان بلڪل هڪڙي قطار جي صورت ۾ اچي رهيا هيا. اهو هڪڙو ٽڏو ساهہ کڻي اندر آيو ملازم ڪمري ۾ انهن نشانن کي صاف ڪرڻ ۾ مصروف هيو.

"ٻاهر ورانڊي ۾ بہ پيرن جا ڪجهہ نشان آهن. انهن کي بہ صاف ڪري ڇڏجان." سالار ان کي چيو.

"اهي ڪنهن جا نشان آهن؟" ملازم گهڻي دير تائين پنهنجي هورا کورا کي روڪي نہ سگهيو.

"منهنجا....." سالار خفي ٿيندي چيو.



اهو رات جو ماني کائڻ ۾ مصروف هيو جڏهن سڪندر عثمان ۽ طيبہ اچي ويا هيا.

انهن ٻنهي جا منهن لٿل هيا. سالار اطمينان سان ماني کائيندو رهيو. اهي ٻئي ان سان ڳالهائڻ کان سواءِ ان جي پرسان لنگهي هليا ويا هيا.

"ماني کائي پوءِ منهنجي ڪمري ۾ اچ." سڪندر عثمان ويندي ويندي ان کي چيو. سالار جواب ڏيڻ جي بجاءِ ڪسٽرڊ پنهنجي پليٽ ۾ وجهڻ لڳو.

پندرهن منٽن کان پوءِ اهو جڏهن ان جي ڪمري ۾ ويو ته ان سڪندر کي ڪمري ۾ گهمندي ڦرندي ڏٺو جڏهن ته طيبه فڪرمندي واري حالت ۾ صوفي تي ويٺي هئي.

"بابا! توهان سڏيو هيو؟" سالار اندر اچڻ سان چيو.

"ويهه. پوءِ تو کي ٻڌايان ٿو ته ڇو سڏيو آهي." سڪندر عثمان ان کي ڏسڻ سان ئي گهمڻ ڦرڻ بند ڪري ڇڏيو. اهو وڏي اطمينان سان طيبه جي پرسان ويهي رهيو.

"امامه ڪٿي آهي؟"سڪندر هڪڙي گهڙي به وڃائڻ کان سواءِ پڇيو.

"ڪير امامه؟" ان جي جاءِ تي ڪو ٻيو هجي ها ته ان جي چهري تي ٿوري گهڻي گهبراهٽ ضرور هجي ها. پر اهو پنهنجي نالي جو پاڻ ئي اڪيلو هيو.

سڪندر جو چهرو ڳاڙهو ٿي ويو. "تنهنجي پيڻ..." ان رڙ ڪئي.

"منهنجي پيڻ جو نالو انتيا آهي بابا." سالار جي اطمينان ۾ ڪا ئي گهٽتائي ڪو نه آئي.

"تون مون کي صرف هڪڙي ڳالهه ٻڌاءِ. آخر تون مون کي اڃا ڪيترا پيرا ۽ ڪيترن طريقن سان ذليل ڪرائيندين." ان دفعي سڪندر عثمان ٻئي صوفي تي وڃي ويٺو.

"بابا! توهان ڇا چئي رهيا آهيو. منهنجي سمجهه ۾ نٿو اچي." سالار حيرانيءَ سان چيو. "حالانڪ تنهنجي سمجهه ۾ سڀ ڪجهه اچي رهيو آهي." ان طنزيه انداز ۾ چيو. "ڏس، مون کي آرام سان ٻڌاءِ ته امامه ڪٿي آهي. اهو معاملو ايترو سڌو ڪونهي جيترو تون سمجهي ورتو آهي."

"بابا! توهان ڪهڙي امامه جي ڳالهه ڪري رهيا آهيو. مان ڪنهن به امامه کي ڪو نه سڃاڻان."

"مان وسيم جي ڀيڻ جي ڳالهه ٿو ڪريان." سڪندر عثمان ان ڀيري رڙ ڪئي.

"وسيم جي ڀيڻ؟" اهو ڪجهه سوچ ۾ پئجي ويو."ها... ياد آيو... ها جنهن گذريل سال مون کي تڪڙو علاج ڏنو هيو."

"ها اها ئي.... هاڻي جيئن ته تنهنجي يادگيري واپس اچي وئي آهي انهيءَ لاءِ مون کي اهو به ٻڌائي ڇڏ ته اها ڪٿي آهي."

"بابا! اها پنهنجي گهر ۾ هوندي يا ميڊيڪل ڪاليج جي هاسٽل ۾. منهنجو ان سان ڪهڙو تعلق؟" ان حيرانيءَ مان سڪندر کي چيو. "ان جي پيءُ تنهنجي خلاف پنهنجي ڌيءَ جي اغوا جو ڪيس ڪيو آهي."

"منهنجي خلاف....مان اهو نٿو مڃان....منهنجو امامه سان ڪهڙو تعلق؟" ان پرسڪون لهجي ۽ بي تاثر چهري سان چيو.

"اهو ئي ته مان ڄاڻڻ ٿو گهران ته تنهنجو ان سان ڪهڙو تعلق آهي؟"

"بابا! مان ان کي سڃاڻان ئي ڪو نہ ٿو. هڪ ٻن دفعن کان علاوه ان سان مليو ئي ڪو نہ آهيان. پوءِ ان جي اغوا سان منهنجو ڪهڙو واسطو ۽ مون کي تہ اها بہ خبر ڪونهي تہ اها اغوا ٿي آهي."

"سالار! هاڻي اها اداڪاري بند ڪر. مون کي ٻڌاءِ تہ اها ڇوڪري ڪٿي آهي؟ مون هاشم مبين سان واعدو ڪيو آهي تہ مان ان جي ڌيءَ ان تائين پهچائي ڏيندس."

"تہ پوءِ توهان پنهنجو واعدو پورو ڪريو جيڪڏهن ان جي نياڻي ڪي ان تائين پهچائي سگهو ٿا تہ ضرور پهچايو. مگر مون کي ڇو پريشان ڪري رهيا آهيو." ان دفعي سالار ناگواريءَ سان چيو.

"ڏس سالار! تنهنجي ۽ امامہ جي وچ ۾ جيڪڏهن ڪنهن بہ قسم جي انڊراسٽئنڊنگ آهي تہ اسان ان معاملي کي حل ڪري وٺنداسين. مان پاڻ ان سان تنهنجي شادي ڪرائيندس. تون في الحال اهو ٻڌاءِ تہ اها ڪٿي آهي." سڪندر عثمان ان دفعي پنهنجي لب و لهجي ۾ تبديلي آڻيندي چيو.

"بابا خدا جي واسطي.....ان کي ختم ڪريو...ڪهڙي انڊراسٽئنڊنگ. ڇا جي شادي...منهجي ڪنهن سان انڊراسٽئنڊنگ هجي ها تہ مان ان کي اغوا ڪريان ها ۽ مان امامہ جهڙي ڇوڪريءَ سان انڊراسٽئنڊنگ پيدا ڪندس.....اها مون جهڙي آهي؟"هن دفعي سالار وڏي واڪي چيو.

"تہ پوءِ اهي تو تي ان جي اغوا جو الزام ڇو ٿا هڻن؟"

"اهو توهان انهن کان پڇو. مون کان ڇو ٿا پڇو؟" ان انهيءَ ئي ناگواريءَ سان جواب ڏنو.

"اڄ هاشم مبين ڇوي ٿو سياڻي ڪو پيو اچي ڇوندو ۽ توهان مون تي رڙيون ڪرڻ شروع ڪري ڇڏيندا.... مون توهان کي ٻڌايو آهي تہ مان ستو پيو هوس جڏهن پوليس اچي ٻاهر بيهي وئي ۽ هاڻي توهان اچي ويا آهيو ۽ اچڻ سان ئي مون تي.... مون کي تہ اها ئي خبر ڪونهي تہ وسيم جي ڀيڻ اغوا ٿي آهي يا نہ .... آخر اهي مون تي الزام ڇو هڻي رهيا آهن. انهن وٽ ڪهڙو ثبوت آهي تہ مون انهن جي ڌيءَ کي اغوا ڪيو آهي ۽ فرض ڪريو مون اغوا ڪيو بہ آهي تہ ڇا مان هتي پنهنجي گهر ويٺو رهندس. مون کي هن وقت ان ڇوڪريءَ سان گڏ هجڻ گهرجي." سالار رڪائي سان ڇوندو رهيو.

"مون کي ايس پي کان تنهنجي ڪيس جي تفصيل جي خبر پئي آهي، پوءِ مون هاشم مبين کي فون ڪيو. اهو مون سان ڳالهائڻ لاءِ تيار ڪو نہ هيو. مون کي ان سان ڳالهائڻ لاءِ منٿون ڪرڻيون پيون. ان مون کي تنهنجي باري ۾ ٻڌايو آهي.... ان جي نياڻي رات جو گم ٿي آهي.... ۽ تون بہ رات جو ويو آهين ۽ صبح جو موٽي آيو آهين."

"تہ بابا! ان ۾ اغوا ڪٿان اچي ويو. پهرين ڳالهہ تہ اها آهي تہ مان رات جو ڪيڏانهن بہ ڪو نہ ويو آهيان. ۽ ٻي ڳالهہ اها آهي تہ اغوا ڪرڻ جي لاءِ ڪنهن جي گهر وڃي ڇوڪريءَ کي زبردستي سان وٺي وڃڻ ضروري آهي ۽ مان ڪنهن جي گهر ڪونہ ويو آهيان."

"هاشم مبين جي چوڪيدار توکي رات جو ويندي ۽ صبح جو ايندي ڏٺو آهي."

”ان جو چوڪيدار ڪوڙو آهي.“ سالار وڏي واڪي چيو.

”منهنجي چوڪيدار توکي رات جو هڪڙي ڇوڪريءَ کي ڪار ۾ وٺي ويندي ڏٺو آهي.“ سڪندر ڏند پيهندي چيو. سالار ڪجهه گهڙيون ڳالهائي ڪو نه سگهيو. سڪندر يقيناً اڄ سان چوڪيدار سان ڳالهائي چڪو هيو.

”اها منهنجي هڪڙي سنگتياڻي (گرل فرينڊ) هئي جنهن کي مان گهر ڇڏڻ ويو هيس.“ ان طيبه کي ڏسندي چيو.

”ڪير آهي اها سنگتياڻي؟ ان جو نالو ۽ ايڊريس ٻڌاءِ؟“

”سوري بابا، مان نٿو ٻڌائي سگهان. اهو ذاتي معاملو آهي.“

”هتي اسلام آباد ڇڏڻ ويو هئين؟“

”ها.....“

”تون ان کي لاهور ڇڏي آيو آهين. ايس پي مون کي پاڻ ٻڌايو آهي. تون ڇئن چوڪين وٽان گذريو آهين. ڇئني تي تنهنجي گاڏيءَ جو نمبر نوٽ ڪيو ويو آهي. رستي ۾ هڪڙي سروس اسٽيشن تي رکي گاڏي چيڪ ڪرائي آهي......ان ڇوڪريءَ سان اتي نيرن ڪئي آهي.“ سڪندر ان سروس اسٽيشن ۽ هوٽل جو نالو ٻڌائيندي چيو. سالار ڪجهه دير سڪندر کي ڏسندو رهيو مگر ان ڪجهه ڪو نه چيو. ”ايس پي مون کي اهو سڀ ڪجهه پاڻ ٻڌايو آهي، ان اڃا هاشم مبين کي اهو سڀ ڪجهه ڪو نه ٻڌايو آهي. ان مون کي چيو آهي ته مان تو سان ڳالهايان ۽ ماٺ ميٺ ۾ ڇوڪريءَ کي موٽائي ڏيان يا ان جي گهر وارن کي ان ڇوڪريءَ جو ڏس پتو ٻڌايان ته جيئن اهو معاملو خاموشيءَ سان ڪنهن مسئلي کان سواءِ ختم ٿي وڃي مگر اهو ڪيستائين هاشم مبين کي نه ٻڌائيندو. اهو دوستيءَ جو لحاظ ڪري سڀ ڪجهه لڪائي به ويو تڏهن به هاشم مبين جا پيا به گهڻا ذريعا آهن. ان کي اتان خبر پئجي ويندي پوءِ تنهنجي سموري زندگي جيل ۾ گذرندي“

سڪندر ان کي ڊيڄارڻ جي ڪوشش ڪئي. اهو متاثر ٿيڻ کان سواءِ انهن کي ڏسندو رهيو.

”هاڻي ڪوڙ ڳالهائڻ ڇڏي ڏي ۽ مون کي ٻڌاءِ ته اها ڇوڪري ڪٿي آهي؟“

”اها ڇوڪري ڳاڙهي بازار جي علائقي ۾ آهي.“ سڪندر کي ان جي ڳالهه تي ڪرنٽ لڳو.

”ڇا....؟“

”مان ان کي اتان وٺي آيو هيس، اتي ڇڏي آيو آهيان.“

اهو لٽل ڇهري سان سالار کي ڏسندو رهيو.

”مگر اها امامه نه هئي، مان ٽيون ڏينهن لاهور ويو هيس. اتان مان رات گذارڻ جي لاءِ ان ڇوڪريءَ کي آندو هيو اڄ مان ان کي اتي ڇڏي آيس. مون وٽ ان جو ڪوئي رابطي جو نمبر نه ڪونهي مگر توهان مون سان گڏ لاهور هلو ته مان توهان کي ان ڇوڪريءَ تائين وٺي ٿو هلان يا ايڊريس ٻڌايان ٿو توهان پاڻ يا پوليس کي چئو ته اهي ان ڇوڪريءَ کان تصديق ڪن.“

ڪمري ۾ هڪدم خاموشي ڇانئجي وئي هئي. طيبه ۽ سڪندر بي يقيني سان سالار کي ڏسي رهيا هيا. جڏهن تہ اهو مطمئن انداز ۾ درين مان ٻاهر ڏسي رهيو هيو.

"مون کي يقين نٿو اچي تہ تون..... تون اهڙي حرڪت ڪري ٿو سگهين. تون اهڙي جاءِ تي وڃي سگهين ٿو؟" هڪڙي ڊگهي خاموشيءَ کان پوءِ سڪندر چيو.

"بابا! مان شرمسار آهيان، مگر مان ويندو آهيان..... ۽ انهيءَ ڳالهہ جي امامہ جي ياءِ وسيم کي بہ خبر آهي. مان ڪيترا ڀيرا هفتيوار موڪل تي پنهنجن دوستن سان اتي ويندو رهيو آهيان ۽ ان ڳالهہ جي وسيم کي بہ خبر آهي، توهان ان کان پڇي وٺو."

"ان ڇوڪريءَ جي ايڊريس ڏي" ان ڪجهہ دير کان پوءِ رڙ ڪري چيو.

"مان پنهنجي ڪمري مان لکي ڪڻي ٿو اچان." ان اٿندي چيو.

پنهنجي ڪمري ۾ اچي ان موبائيل فون کنيو ۽ لاهور ۾ رهندڙ پنهنجي دوست کي فون ڪرڻ لڳو. ان کي سموري صورتحال ٻڌائڻ کان پوءِ چيو.

"اڪمل! مان پنهنجي پيءُ کي ڳاڙهي بازار جي ان گهر جي ايڊريس ڏيان ٿو جتي اسان ويندا رهندا آهيون. تون اتي ڪنهن بہ هڪڙي ڇوڪريءَ کي جيڪا مون کي سڃاڻي تي انهيءَ باري ۾ ٻڌائي ڇڏ. مان هاڻي ڪجهہ دير کان پوءِ تو کي ٻيهر فون ڪيان ٿو."

اهو چوندي تڪڙ ۾ هڪڙي پني جي ٽڪري تي هڪڙي ايڊريس لکڻ لڳو ۽ پوءِ اها کڻي سڪندر جي ڪمري ۾ اچي ويو. ان چٽ سڪندر جي سامهون ڪئي جنهن کي ان چڻ کسي ورتو. هڪڙي نگاهہ ان چٽ تي وجهي ان ڪُرڙين اکين سان ان کي ڏٺو.

"هتان دفع ٿي وڃ." اهو اطمينان سان اتان هليو آيو.

پنهنجي ڪمري ۾ اچي ان اڪمل کي ٻيهر فون ڪئي.

"مان اتي پهچي پوءِ تو کي فون ڪريان ٿو." اڪمل ان کي چيو. اهو پلنگ تي ليٽي ان جو انتظار ڪرڻ لڳو. پندرهن منٽن کان پوءِ اڪمل ان کي فون ڪئي.

"سالار! مون سنعيہ کي تيار ڪيو آهي. ان کي مون سمورو معاملو سمجهائي ڇڏيو آهي." اڪمل ان کي ٻڌايو اهو سنعيہ کي سڃاڻندو هيو.

"اڪمل! هاڻي تون هڪڙو ڪاغذ ۽ قلم کڻ ۽ مان ڪجهہ ڳالهيون لکرايان ٿو اهي لک." ان اڪمل کي چيو ۽ پوءِ ان کي پنهنجي گهر جي ٻاهرين ڏيک ويک جو تفصيل لکرائڻ لڳو.

"هي ڇا، مون تنهنجو گهر ڏٺو آهي..... "اڪمل ڪجهہ حيرانيءَ مان ان کان پڇيو.

"تو ڏٺو آهي پر سنعيہ تہ ڪو نہ ڏٺو آهي. اهي سڀ تفصيل مان سنعيہ جي لاءِ لکرائي رهيو آهيان. جيڪڏهن پوليس ان وٽ پهتي تہ اهي هي سڀ ڳالهيون ان کان پڇندا صرف اها تصديق ڪرڻ لاءِ تہ ڇا واقعي اها مون سان هتي اسلام آباد ۾ هئي. اها گاڏيءَ ۾ لڪي آئي هئي ۽ رات جي وقت آئي هئي انهيءَ ڪري ان کي وڏيڪ تفصيل معلوم ڪونهي، مگر گهر ۾ داخل ٿيو تہ ساڄي ڪاٻي ٻنهي طرف ڇپر لڳل آهي. منهنجي گاڏي ڳاڙهي رنگ جي آهي. اسپورٽس ڪار ۽ نمبر....." هي ان کي لکرائيندو ويو.

"اسان پوليس جي چيٽن چوڪين وٽان لنگهيا هئاسين. ان کي سفيد سلوار قميص، سفيد چادر ۽ ڪارو سوئيٽر پاتل هيا. رستي ۾ اسان هن نالي واري سروس اسٽيشن تي ترسيا هئاسين." سالار نالو ٻڌايو. "سروس اسٽيشن ۽ هوٽل، اها ڏنڊ جي ڪري صحيح نموني ڏسي ڪونه سگهي." سالار هڪ هڪ ٿي پنيان هر شيءِ جو تفصيل لکرائيندو ويو. سروس اسٽيشن تي گاڏي ٽيڪ ڪرڻ واري ماڻهوءَ کان وٺي چانهه ڏاهڻ واري ڇوڪري جي حُليي ۽ ان ڪمري جو تفصيل.... انهن ڇا ڪاڏو هيو سالار ۽ ڇوڪري جي وچ ۾ ڪهڙي گفتگو ٿي هئي. ان ننڍيا ننڍيا تفصيل به ان کي لکرايا هيا. ان پنهنجي گهر جي اڳڻ کان وٺي پنهنجي ڪمري تائين واري رستي ۽ پنهنجي ڪمري جو سمورو حُليو به ان کي نوٽ ڪرايو.

"سنعيه کي ڇئو ته اهو سڀ رتي ڇڏي" ان اڪمل کي آخري هدايت ڏني ۽ فون بند ڪري ڇڏيو. فون بند ڪري اهو پلنگ تي ويٺو ڪجهه سوچي رهيو هيو جڏهن سڪندر عثمان اوچتو دروازو کولي ان جي ڪمري ۾ آيو.

"ان ڇوريءَ جو نالو ڇا آهي؟"

"سنعيا" سالار بي اختيار چيو. سڪندر عثمان وڌيڪ ڪجهه چوڻ کان سواءِ ڪمري مان نڪري ويو.



ان جي وڃڻ کان پوءِ سالار کي ان وڪيل جو خيال آيو جنهن جي ذريعي ان هاشم مبين احمد سان رابطو ڪيو هيو. ان وڪيل سان ملڻ وارو به حسن هيو ۽ سالار سڪندر جي نالي کان اهو وڪيل به واقف ڪونه هيو مگر سالار لاءِ تشويش واري ڳالهه اها هئي ته حسن ان ۾ ملوث هيو هاشم مبين احمد ان وڪيل کان حسن ۽ حسن کان ان تائين آسانيءَ سان پهچي ٿي سگهيو.

ان ٻي فون حسن کي ڪئي ۽ حسن کي سموري معاملي جي نوعيت کان آگاهه ڪيو.

"مان توکي اڳ ۾ ئي انهيءَ هر ڳالهه کان منع ڪري رهيو هيس." ان هڪدم سالار کي چيو." مان وسيم ۽ ان جي خاندان کي گهڻو چڱيءَ طرح سڃاڻان ٿو ۽ انهن جي اثر رسوخ کان به گهڻو واقف آهيان." اهو ڳالهائيندو پئي ويو.

سالار ڪجهه تنگ ٿي ان کي ٽوڪيو."مون پنهنجي مستقبل جو حال معلوم ڪرڻ لاءِ توکي فون ڪونه ڪيو آهي. مان صرف هڪڙي خطري کان آگاهه ڪرڻ گهران ٿو."

"ڪهڙي خطري کان؟" حسن ڇرڪيو. "تون جنهن وڪيل سان مليو هئين اهي ان جي ذريعي تو تائين ۽ پوءِ مون تائين آسانيءَ سان پهچي ٿا سگهن." سالار ان کي چيو.

"نه اهي مون تائين پهچي نٿا سگهن." حسن ان جي ڳالهه تي ڪجهه لاپرواهيءَ مان چيو.

"ڇو.....؟"

"ڇو ته مون سمورو ڪم اڳ ۾ ئي گهڻي احتياط سان ڪيو آهي." اهو وڪيل به منهنجي اصل نالي ۽ ايڊريس کان واقف ڪونهي. مون ان کي جيڪو فون نمبر ۽ ايڊريس ڏنا هيا، اهي ڪوڙا هيا."

”سالار بي اختيار مرڪيو. ان کي حسن کان اهڙي عقلمندي ۽ چالاڪيءَ جي توقع رکڻ گهربي هئي. اهو هر ڪم وڏي صفائيءَ سان سرانجام ڏيڻ جو ماهر هيو.

”مان ان وٽ صرف هڪڙو پيرو ويو هيس. پوءِ فون تي ئي رابطو ڪيو ۽ ان ملاقات ۾ به منهنجو حُليو بلڪل مختلف هيو. مان نٿو سمجهان ته صرف حُليي سبب هاشم مبين احمد مون تائين پهچي سگهي ٿو؟“

”جيڪڏهن اهو پهچي ويو ته....“

”ته... خبر نه آهي.... ان ”ته“ جي باري ۾ ته مون ڪونه سوچيو آهي.“ حسن صاف گوئيءَ مان چيو.

”چا انهو بهتر ڪونهي ته تون ڪجهه ڏينهن لاءِ غائب ٿي وڃين ۽ ايئن ظاهر ڪر ته چڻ اها تنهنجي غير موجودگي ڪجهه ضروري ڪمن ڪري هئي.“ سالار ان کي مشورو ڏنو.

”ان کان بهتر مشورو به مون وٽ آهي. مان ان وڪيل کي ڪجهه رقم پهچائي اها هدايت ٿو ڪريان ته هاشم مبين يا پوليس جي اچڻ تي اهو انهن کي منهنجو غلط حُليو ٻڌائي. گهٽ ۾ گهٽ ايئن مان ڪنهن پريشانيءَ جو شڪار ڪونه ٿيندس ۽ هونئن به مان ڪجهه ڏينهن ۾ ڪجهه هفتن لاءِ لنڊن وڃي رهيو آهيان.“ حسن ٻڌايو. ”پوليس جيڪڏهن پهچي به وئي ته تڏهن به مان انهن جي پڪڙ کان گهڻو پري هوندس. مگر مون کي يقين نٿو اچي ته اهي مون تائين پهچي سگهندا. انهيءَ لاءِ تون اطمينان رک.“

”جيڪڏهن تون واقعي ايترو بي فڪر ۽ مطمئن آهين ته ٺيڪ آهي. ٿي سگهي ٿو اهي تو تائين اچن ئي نه. مگر مون بوءِ به خيال ڪيو ته مان تو کي ٻڌائي ڇڏيان.“ سالار فون بند ڪندي ان کي چيو.

”يلا تون ان ڇوڪريءَ کي هاڻي لاهور ۾ ڪٿي ڇڏي آيو آهين؟“

”لاهور جي هڪڙي سڙڪ تي ڇڏي آيو آهيان. ان کان علاوه پيو ڪٿي ڇڏي ٿي سگهيومانس. ان پنهنجي رهائش نڪاحي يا علائقي جي باري ۾ ڪجهه به ڪونه ٻڌايو. اها بس هلي وئي.“

”عجيب بي وقوف آهين. گهٽ ۾ گهٽ تون ته ان کان ان جي نڪاحي جي باري ۾ پڇڻ جو حوصلو رکيو ٿي.“

”ها. مگر مون کي ان جي ضرورت نه پئي.“ سالار هاڻي واڻي امامه سان آخري مهل ٿيڻ واري پنهنجي گفتگو گول ڪري ويو.

”مان حيران آهيان ته تون هاڻي ڪهڙي قسم جي معاملن ۾ ملوث ٿيڻ لڳو آهين. پاڻ جهڙين ڇوڪرين سان چڪر هلائڻ بي ڳالهه آهي مگر وسيم جي ڀيڻ جهڙين ڇوڪرين سان واسطو رکڻ...... تنهنجو ذوق به ڏينهون ڏينهن ڪرندو پيو وڃي.“

”مان ”عشق“ ۾ ڦاٿو آهيان.....؟ تون واقعي عقل کان پيادل آهين. ورنه گهٽ ۾ گهٽ هڙي قسم جي ڳالهه مون سان نه ڪرين ها.... ايڊوينچر ۽ عشق ڪرڻ ۾ زمين آسمان جو فرق هوندو آهي، حسن صاحب!“ سالار طنزيه لهجي ۾ چيو.

"ٻ توهان اهو فاصلو هڪڙو ئي ٽپو ڏيڻ سان عبور ڪري ورتو آهي، سالار صاحب!" حسن به ان جي انداز ۾ جواب ڏنو.

"تنهنجو دماغ خراب آهي، ٻيو ڪجهه ناهي."

"ٻ تنهنجو دماغ مون کان وڌيڪ خراب آهي. ورنه اهڙي قسم جي بيوقوفيءَ کي يڊوينچر ڪڏهن به نه چوين ها." حسن به ڪجهه خفي ٿيو.

"جيڪڏهن تو منهنجي مدد ڪئي آهي ته ان جو اهو مطلب ڪونه آهي ته تنهنجي زبان ني جيڪي اچي تون مون کي اهو چئي ڇڏين." سالار کي ان ڳالهه تي اوچتو ڪاوڙ اچي وئي.

"اڃا مون توکي ڪجهه به ڪونه چيو آهي. تون ڪهڙي ڳالهه ڏانهن اشارو ڪري رهيو آهين؟ اها ذوق واري ڳالهه ڏانهن يا دماغ خراب هجڻ واري ڳالهه ڏانهن؟" حسن ان ي انداز ۾ ان جي ڪاوڙ کان متاثر ٿيڻ بغير پڇيو.

"چڱو هاڻي وات بند ڪر، فضول بحث نه ڪر."

"هن وقت انهن سمورين ڳالهين جو ڪرڻ پراڻا قصا ڳڻڻ برابر آهي." حسن هاڻي سنجيده ٿيو. "فرض ڪر پوليس ڪنهن صورت ۾ اسان تائين پهچي ٿي وڃي ۽ پوءِ اهي امه جي باري ۾ معلوم ڪرڻ جي ڪوشش ڪن ٿا ته اسان ڇا ٻڌائينداسين ۽ مان نٿو سمجهان ته اهي ڪڏهن به ان ڳالهه تي يقين ڪندا ته امامه جي باري ۾ توکي ڪا به خبر ڪونهي. ان وقت تون ڇا ڪندين؟"

"ڪجهه به ڪونه ڪندس. مان انهن کي به اهو ٻڌائيندس جيڪو تو کي چوان ٿيو." ان وڏي واڪي چيو.

"ها، ۽ سمورو معاملو تنهنجي انهي بيان سان ئي شروع ٿيندو. مون کي امامه جي باري ۾ خبر ڪونهي." حسن ان جو جملو ورجايو. "توکي چڱي طرح اندازو هجڻ گهرجي ته اهي هر قيمت تي امامه تائين پهچڻ گهرندا."

"اها گهڻو پوءِ جي ڳالهه آهي، مان امڪانن ۽ ممڪنات تي غور ڪري پريشان نٿو ٿيان. جڏهن وقت ايندو، ڏٺو ويندو." سالار لاپرواهيءَ سان چيو.

"توکان مون کي صرف اها مدد گهرجي ته تون انهي سموري معاملي کي راز ۾ رک ۽ پوليس جي هٿ نه چڙهه."

"تنهنجي چوڻ کان سواءِ به مان اهو ئي ڪيان ها. باقي جيڪڏهن مان پڪڙجي پيس ته وسيم کي منهن ڏيکارڻ جي قابل نه رهندس. هن ڀيري تو مون کي واقعي وڏي شرمندگي واري صورتحال ۾ پهچائي ڇڏيو آهي."

"ٺيڪ آهي مان فون بند ٿو ڪريان، ڇو ته توتي وري اهو ئي دورو پوڻ وارو آهي. هي ئي نصيحتون ۽ پڇتاوا.... تون به منهنجي پيءُ وانگر واعظ پيو ڪرين."

سالار هڪدم فون بند ڪري ڇڏيو. ان جو ذهن گذريل رات جي باري ۾ سوچي رهيو ٿيو ۽ ان جي نراڙ تي گهنج گهڻو ظاهر ٿي ويا هيا.

❊ ❊ ❊

”مان ڪڏهن سوچي به نٿي سگهيس ته اهو ان حد تائين ڪري پوندو.“

”ڳاڙهي بازار، منهنجي قسمت، ڪڏهن منهنجي خاندان جي پوين ستن پيڙهين مان به ڪير اتي ڪو نه ويو هوندو ۽ اهو ڇوڪرو.... ڇا آهي جيڪو مون ان کي ڪو نه ڏنو آهي .... ڪهڙي شي آهي جنهن جي گهٽتائي رهڻ ڏني آهي ۽ ان کي ڏسو ڪڏهن اهو خودڪشي جي ڪوشش ڪندو وتي ۽ ڪڏهن ڳاڙهي بازار. يا الله.....آخر اهو ڪيتري حد تائين ويندو؟“ سڪندر عثمان پنهنجو مٿو پڪڙي ويهي رهيو.

”مون کي ته گهرجي ملازمن تي به وڏو اعتراض آهي. آخر انهن ان ڇوڪريءَ کي اندر اچڻ ڇو ڏنو. انهن کي گهر جي معاملن تي نظر رکڻ گهرجي.“ طيبه ڳالهه جو موضوع تبديل ڪندي چيو.

”گهر جي معاملن ۽ مالڪ جي معاملن تي نظر رکڻ ۾ زمين آسمان جو فرق هوندو آهي. هتي معاملو گهر جو نه هيو مالڪ جو هيو.“ سڪندر طنزيه لهجي ۾ چيو. ”۽ ان کان علاوه انهن مان ڪنهن به ڪنهن ڇوڪريءَ کي هتي ايندو ڪو نه ڏٺو آهي. اهو ڇوي ٿو ته اهو ان کي ان ئي ڏينهن وٺي آيو هيو. چوڪيدار جو چوڻ آهي ته ايئن ڪونه ٿيو آهي، ان سان گڏ ڪنهن به ڇوڪري کي ان ايندي ڪونه ڏٺو آهي. ها! ويندي ضرور ڏٺو آهي. ملازمن جوبه اهو چوڻ آهي ته انهن نه ته ڪنهن ڇوڪريءَ کي ايندي ڏٺو آهي ۽ نه ئي ويندي ڏٺو آهي.“ سڪندر چيو.

”ان جو مطلب آهي ته اهو يقيناً ان ڇوڪريءَ کي ڇگي نموني سان لڪائي وٺي آيو هوندو.“

”ان جو شيطاني دماغ آهي.... اها تو کي به خبر آهي، صرف اها دعا ڪر ته اهو سمورو معاملو ختم ٿي وڃي. هاشم مبين جي ڌيءَ ملي وڃي ۽ اسان جي جان آجي ٿي وڃي ته جيئن اسان هن جي باري ۾ ڪجهه سوچي سگهون.“ سڪندر عثمان چيو.

”منهنجي ته سمجهه ۾ نٿو اچي ته آخر مون کان اهڙي ڪهڙي غلطي ٿي آهي، جنهن جي مون کي اها سزا ملي رهي آهي. منهنجي ته سمجهه ۾ ڪجهه نٿو اچي ته مان ڇا ڪريان؟“ اهو بيحد بيوس لڳي رهيو هيو.

❊ ❊ ❊

اهو صبح جو معمول مطابق اٿيو ۽ ڪاليج وڃڻ لاءِ تيار ٿيڻ لڳو. نيرن ڪرڻ لاءِ اهو هال ۾ آيو ته ان معمول جي خلاف اتي سڪندر عثمان کي موجود ڏٺو. اهو عام طور تي ان وقت نيرن ڪو نه ڪندو هيو. ڪجهه دير سان فيڪٽري ويندو هيو. سالار ان کي اتي موجود ڏٺو ته ان کي ڪجهه حيرت ٿي، مگر ان جي لٿل چهري ۽ ڳاڙهين اکين مان اندازو ٿي رهيو هيو ته شايد اهو سڄي رات سمهي ڪو نه سگهيو آهي.

سالار کي صبح سان ٻاهر نڪرڻ لاءِ تيار ڏسي ان ڪجهه تڪائي سان ان کي چيو ”تون ڪيڏانهن پيو وڃين؟“

”ڪاليج.“

”تنهنجو دماغ ٺيڪ آهي.... منهنجي ڳچيءَ ۾ اها مصيبت وجهي تون پاڻ ڪاليج

وڃي رهيو آهين. جيستائين اهو معاملو ختم نٿو ٿي وڃي، تون ڪيڏانهن به نه ويندين. توکي خبر آهي ته تون ڪيتري خطري ۾ آهين؟“

”ڪهڙو خطرو؟“ اهو هٻڪيو.

”مان نٿو چاهيان ته هاشم مبين توکي ڪو نقصان پهچائي. انهي ڪري في الحال تنهنجي لاءِ اهو ئي سٺو آهي ته تون گهر ۾ رهه.“ سڪندر عثمان سڌو سنئون چيس. ”ان جي ڏي ملي وڃي ته پوءِ تون ٻيهر ڪاليج وڃڻ شروع ڪجان.“

”ان جي ڏي جيڪڏهن هڪ سال تائين نٿي ملي ته ڇا مان هڪ سال تائين اندر ويٺو رهندس. توهان ان کي منهنجي بيان جي باري ۾ ڪو نه ٻڌايو آهي.“ سالار تکي لهجي ۾ چيو.

”مان ان کي ٻڌائي چڪو آهيان. سنعيه به تنهنجيءَ ڳالهه جي تصديق ڪئي آهي.“ ان جي لهجي ۾ سنعيه جو نالو وٺندي ڪوڙاڻ هئي. ”مگر هاشم مبين اڃا به ضد تي آهي ته ان جي ڌي کي تو اغوا ڪيو آهي.“

”ته پوءِ مان ڇا ڪريان ..... ان کي يقين نٿو اچي ته نه اچي. مون کي ڪهڙو فرق ٿو پوي“ سالار لاپرواهيءَ مان چوندي نيرن ڪرڻ شروع ڪئي.

”تنهنجي لاءِ فرق نٿو پوي، ليڪن مون کي پوي ٿو. تون هاشم مبين احمد کي نٿو سڃاڻين. اهو ڪيتري اثر رسوخ وارو ماڻهو آهي ۽ ڪيتري حد تائين وڃي سگهي ٿو ان جو اندازو صرف مون کي آهي. مان نٿو چاهيان ته اهو توکي ڪو نقصان پهچائي. انهيءَ ڪري هاڻي تون گهر ۾ ئي رهه.“

سڪندر عثمان هن دفعي ڪجهه نرم لهجي ۾ چيو. شايد ان کي اندازو ٿي ويو هيو ته ان جي سختيءَ جو ڪو اثر ڪو نه ٿيندو. اهو ان جي ڳالهه ڪو نه مڃيندو.

”بابا! منهنجي پڙهائي جو نقصان ٿيندو. سوري! مان گهر ۾ ويهي نٿو سگهان.“ سڪندر عثمان جي لهجي جي نرمي کان به سالار متاثر ڪو نه ٿيو هيو.

”تنهنجو نقصان ٿئي ٿو يا نه. مون کي ان سان ڪا ئي دلچسپي ڪونهي. مان صرف توکي گهر ۾ ڏسڻ ٿو گهران، تو سمجهيو.“ ان دفعي ان اوچتو ڪاوڙ ۾ پرجي وڃي واڪي ان کي چيو.

”گهٽ ۾ گهٽ اڄ ته مون کي وڃڻ ڏيو. اڄ مون کي ڪيترائي ضروري ڪم ڪرڻا آهن.“ سالار هڪدم ان جي ڪاوڙ تي ڪجهه منجهي پيو.

”تون اهو ڪم ڊرائيور کي ٻڌاءِ، اهو ڪري ڇڏيندو يا نه ته ڪنهن دوست سان فون تي ڳالهه ڪر.“ سڪندر حتمي انداز ۾ چيو.

”مگر بابا..... توهان مون کي اهڙي نموني......“ سڪندر عثمان ان جي ڳالهه ڪو نه ٻڌي اهو هال مان نڪري رهيو هيو. اهو ڪجهه دير وڏي آواز ۾ بڙ بڙ ڪري پوءِ تنگ ٿي خاموش ٿي ويو. ان کي خبر هئي ته سڪندر عثمان ان کي ٻاهر نڪرڻ ڪو نه ڏيندو مگر ان کي انهيءَ ڳالهه جي توقع ڪو نه هئي. ان جو خيال هيو ته سنعيه کي سامهون آڻڻ سان

ان جي پنهنجي ڪٽنب وارن سان گڏ هاشم مبين به مطمئن ٿي ويندو ۽ گهٽ ۾ گهٽ اها مصيبت ان جي سر تان هٽي وينديءَ مگر ان جي لاءِ سڪندر عثمان جو اهو انڪشاف حيران ڪندڙ هيو ته هاشم مبين هاڻي به ان جي بيان تي يقين ڪو نه ڪيو هيو.

سالار اتي ويٺو نيرن ڪندي ڪجهه دير تائين انهن سمورن معاملن جي باري ۾ سوچيندو رهيو. ڪاليج نه وڃڻ جو مطلب گهر ۾ قيد ٿي وڃڻ هيو ۽ ان گهر ۾ قيد ٿيڻ نٿي گهريو. ان جو موڊ هڪدم خراب ٿي ويو. نيرن ڪندي ڪندي اهو اڌ مان اٿي ويو ۽ پنهنجي ڪمري ڏانهن هليو ويو.

❊❊❊

"سڪندر صاحب! مان توهان سان هڪڙي ڳالهه ڪرڻ ٿي گهران." اهو هال ۾ ويٺو هيو جڏهن نوڪرياڻي ڪجهه هٻڪندي ان وٽ آئي.

"ها چئو... پيسن جي ضرورت اٿئي؟" سڪندر عثمان اخبار پڙهندي چيو. اهو انهي معاملي ۾ گهڻو فراخ دل هيو.

"نه صاحب! اهڙي ڪا ڳالهه ڪونهي. مان توهان کي ٻيو ڪجهه ٻڌائڻ ٿي گهران."

"ٻڌاءِ..." اهو اڃا اخبار ۾ مصروف هيو. نوڪرياڻي ڪجهه پريشان ٿيڻ لڳي. ناصره گهڻو سوچي سمجهي سالار ۽ امامه جي باري ۾ سڪندر عثمان کي ٻڌائڻ جو فيصلو ڪيو هيو ڇو ته هاڻي اهو سڀ ڪجهه ان کي پريشان ڪري رهيو هيو. ان نٿي گهريو ته جلد يا دير ظاهر ٿي وڃي ته انهن ٻنهي جي وچ ۾ رابطي جو ذريعو اها هئي ۽ پوءِ ان کي ۽ ان جي پوري خاندان کي پوليس کي منهن ڏيڻو پئجي وڃي. انهي ڪري پنهنجي مڙس سان مشورو ڪرڻ کان پوءِ ان سڪندر عثمان کي سڀ ڪجهه ٻڌائڻ جو فيصلو ڪيو هيو ته جيئن اها ٻنهي خاندانن مان ڪنهن هڪڙي جي همدردي پنهنجي حق ۾ رکي.

"چپ ڇو آهين، ٻڌاءِ ......" سڪندر عثمان ان کي ماٺ ڏسي هڪڙو ڀيرو وري ان کي چيو. ان جون نظرون هاڻي به اخبار تي ڄميل هيون.

"سڪندر صاحب! مان توهان کي سالار صاحب جي باري ۾ ڪجهه ٻڌائڻ ٿي گهران." ناصره آخرڪار هڪڙي ڊگهي ڪشمڪش کان پوءِ چيو.

سڪندر عثمان بي اختيار اخبار پنهنجي اڳيان هٽائي ان کي ڏٺو.

"سالار جي باري ۾ ......؟ ڇا ٿي چوڻ گهرين؟" ان اخبار کي سامهون ميز تي اڇلائيندي وڏي سنجيدگيءَ سان چيو.

"سالار صاحب ۽ امامه بيبي جي باري ۾ ڪجهه ڳالهيون ٻڌائڻ ٿي گهران." سڪندر عثمان جي دل هڪدم نڙيءَ ۾ اچي اٽڪي.

"ڇا.. ..؟"

"ڪجهه ڏينهن اڳ هڪڙي ڏينهن سالار صاحب مون کي چيو هيو ته مان ان جو موبائيل فون پنهنجي ڌيءَ جي هٿان امامه بيبي کي پهچايان." سڪندر عثمان کي لڳو

هو ڀيهر ڪڏهن چري پري ڪونہ سگهندو. تہ پوءِ هاشم مبين احمد جو خيال ۽ اصرار
يڪ هيو ان جا بدترين انومان ۽ اندازا صحيح هيا.

"پوءِ......؟" ان کي پنهنجو آواز ڪنهن کڏ مان ايندو لڳو. "مون انڪار ڪيو تہ مان
هو ڪم نٿي ڪري سگهان مگر ان مون کي ڌمڪيون ڏنيون. ان چيو تہ اهو مون کي گهر
ان ڪڍي ڇڏيندو. جنهن ڪري مجبور ٿي مان اهو موبائيل امامہ بيبي تائين پهچائڻ لاءِ
يار ٿي ويس."

پنهنجي پاسي کي مضبوط رکڻ لاءِ ناصره پنهنجي بيان ۾ ڪوڙ ملائيندي چيو. "پوءِ
ن کان ڪجهہ ڏينهن بعد هڪڙي ڏينهن سالار صاحب چيو تہ مان ڪجهہ ڪاغذ امامہ
بيبي تائين پهچايان ۽ پوءِ ان ئي وقت اهي ڪاغذ واپس کڻي اچان. مون پنهنجي ڌيءَ
جي ذريعي اهي ڪاغذ بہ امامہ بيبي تائين پهچائي ۽ واپس گهرائي سالار صاحب کي
ئي ڇڏيا. مون سالار صاحب کان انهن ڪاغذن جي باري ۾ پڇيو مگر ان ڪو نہ ٻڌايو پر
ون کي شڪ آهي تہ شايد اهو نڪاح نامو هيو ڇو تہ ان وقت سالار صاحب جي ڪمري
. پنج ماڻهو موجود هيا. انهن مان هڪڙو ڪو مولوي بہ هيو."

سڪندر عثمان کي اتي ويٺي ويٺي ٿڌا پگهر اچڻ لڳا. "۽ اها ڪڏهن جي ڳالهہ آهي؟"

"امامہ بيبي جي وڃڻ کان ہ ٽي ڏينهن پهريان." ناصره چيو.

"تو مون کي انهيءَ باري ۾ ڇو نہ ٻڌايو؟" سڪندر عثمان سخت لهجي ۾ چيو.

"صاحب جي! مان گهڻي ڊنل هيس.... سالار صاحب مون کي ڌمڪيون ڏنيون هيون
. جيڪڏهن مون توهان کي يا ڪنهن ٻئي کي انهي سموري معاملي جي باري ۾ ٻڌايو تہ
هو مون کي هتان ڪيرائي ڇڏيندو." ناصره چيو.

"اهي ڪير هيا. انهن کي سڃاڻندي آهين؟" سڪندر عثمان گهڻي پريشاني جي
الت ۾ چيو.

"بس هڪڙي کي ......حسن صاحب هيو." ان سالار جي هڪڙي دوست جو نالو
نيو. "باقي ٻئي ڪنهن کي مان ڪونہ سڃاڻان." ناصره چيو.

"مان ڏاڍي پريشان هيس. توهان کي ٻڌائڻ گهريو ٿي پر ڊپ ٿي لڳو تہ توهان
نهنجي باري ۾ ڇا سوچيندا مگر هاڻي مون کان برداشت ڪو نہ ٿيو."

"انهيءَ باري ۾ ٻئي ڪنهن ڪنهن کي خبر آهي؟" سڪندر عثمان چيو.

"ڪنهن کي بہ نہ. بس مان، منهنجي ڌيءَ ۽ منهنجو مڙس." ناصره جلديءَ ۾ چيو.

"ملازمن مان ڪنهن ٻئي کي ڪجهہ معلوم آهي؟"

"توبهہ ڪيو صاحب! مان ڇو ڪنهن ٻي ڪجهہ ٻڌايان ها... مون ڪنهن کي بہ
ڪجهہ ڪونہ ٻڌايو آهي."

"تو جيڪو ڪجهہ ڪيو ان جي باري ۾ تہ مان بعد ۾ فيصلو ڪندس مگر في
حال تون هڪڙي ڳالهہ چڱي طرح ذهن ۾ ويهاري ڇڏ. تون ڪنهن کي بہ انهي سموري
عاملي جي باري ۾ نہ ٻڌائجان. هميشه جي لاءِ پنهنجو وات بند ڪري ڇڏ. ورنہ ائين

ڪنديُ تہ هن دفعي مان نہ صرف توکي واقعي گهر مان ڪڍي ڇڏيندس. بلڪ مان هاشم مبين ۽ پوليس کي ٻڌائي ڇڏيندس تہ اهو سڀ ڪجهہ تو ڪرايو آهي. توئي انهن ٻنهي کي گمراهہ ڪيو هيو ۽ تون ئي انهن ٻنهي جا پيغام هڪ ٻئي تائين پهچائيندي رهي آهين. پوءِ پوليس توسان ۽ تنهنجي خاندان سان ڇا ڪندي اهو توکي ياد رکڻ گهرجي. تنهنجي سموري عمر جيل جي اندر ئي گذري ويندي" اهو ڪاوڙ جي حالت ۾ ان کي ڌمڪائي رهيو هيو.

"نہ صاحب جي! مان ڇو ڪنهن کي ڪجهہ ٻڌائيندس. توهان منهنجي زبان ڪپرائي ڇڏجو. جيڪڏهن منهنجي واتان ٻيهر ان جي باري ۾ ذڪر ٻڌو."

ناصره گهبرائي وئي مگر سڪندر عثمان رڪائي سان ان جي ڳالهہ ڪٽي ڇڏي

"بس گهڻو ٿيو. هاڻي تون هتان هلي وڃ..... مان تو سان بعد ۾ ڳالهائيندس." ان وڃڻ جو اشارو ڪندي ان کي چيو.

سڪندر عثمان پريشانيءَ جي حالت ۾ هيڏي هوڏي اچڻ وڃڻ لڳو. ان وقت ان جي مٿان واقعي آسمان ٽٽي پيو هيو ۽ ان وقت ان کي پهريون ڀيرو سالار جي هٿان بيوقوف بڻجڻ جو احساس ٿي رهيو هيو. اهو ڪيترو ڍيٺ ٿي، مهارت ۽ بيهودگيءَ سان ان سان ڪوڙ مٿان ڪوڙ ڳالهائيندو ۽ ڌوڪو ڏيندو ويو هيو ۽ ان کي انهيءَ ڳالهہ جو احساس بہ ڪو نہ ٿي سگهيو هيو. جيڪڏهن نوڪرياڻي ان کي اهو سڀ ڪجهہ نہ ٻڌائي ها تہ اهو هاڻي بہ ٽنگ تي ٽنگ رکي مطمئن ويٺو هجي ها. اهو سوچي تہ سالار جو امامہ سان ڪو چڪر ڪو نہ آهي ۽ نہ وري ان جي گم ٿيڻ ۾ ان جو هٿ آهي. ان ڪجهہ ڏينهن گهر ۾ رهي هڪڙو ڀيرو وري ڪاليج وڃڻ شروع ڪري ڇڏيو هيو.

انهن کي خبر هئي تہ سالار جي نگراني ڪرائي پئي وئي ۽ هاشم مبين احمد کي سڀ ڪجهہ معلوم ٿي وڃڻ جو مطلب ڇا هيو. هن کي ان ڳالهہ جي چڱي طرح خبر هئي. ان جو ڪجهہ دير پهريان تائين وارو اطمينان هڪدم ختم ٿي ويو هيو. اهو اندازو ڪري ٿي سگهيو تہ اهي ڪاغذ ڪهڙا هيا. انهن پنجن ماڻهن جي موجودگيءَ جو مطلب ڇا هيو. سالار ۽ امام جي وچ ۾ تعلق جي نوعيت ڪهڙي هئي. ان وقت ان جي دل گهريو ٿي تہ اهو ان جو گلو دٻائي ڇڏي يا ان کي گولي هڻي ڪڍي مگر ان کي خبر هئي تہ اهو اهي ٻئي ڪم نٿي ڪري سگهيو. سالار سڪندر ان جو اهو پٽ هيو جنهن سان اهو پنهنجي اولاد مان سڀني کان گهڻو پيار ڪندو هيو ۽ اهڙي نموني سان بيوقوف بڻجڻ کان پوءِ پهريون ڀيرو اهو سوچي رهيو هيو تہ اهو هاڻي سالار سڪندر جي ڪنهن بہ ڳالهہ تي يقين نہ ڪندو. اهو ان کي مڪمل طور هر معاملي جي باري ۾ انڌيري ۾ رکندو ايئن ئي جيئن اهو ڪري رهيو هيو.

❋ ❋ ❋

"ان جي امامہ سان ڏيٺ ويٺ ڪيئن ٿي؟" سڪندر عثمان پنهنجي ڪمري ۾ بي چيني مان اچ وڃ ڪندي طيبہ کان پڇيو.

"مون کي ڪهڙي خبر ته ان جي امامه سان واقفيت ڪيئن ٿي. ڪو ئي ٻار ته آهي ڪو نه جو منهنجي آڱر پڪڙي هلندو هجي." طيبه ڪجهه خفا ٿيندي چيو.
"مون توکي ڪيترا ڀيرا چيو هيو ته ان تي نظر رکندي ڪر مگر تون...... تو کي پنهنجين سرگرمين کان فرصت ملي ته تون ڪنهن ٻئي جي باري ۾ سوچين."
"ان تي توجهه ڏيڻ صرف منهنجو ئي فرض چو آهي." طيبه هڪدم ڀڙ ٿي وئي. "توهان کي به ته پنهنجون سرگرميون ڇڏڻ گهرجن. سمورو الزام منهنجي مٿان چو؟"
"مان توتي ڪو ئي الزام ڪو نه ٿو ڏيان ۽ ان بحث کي ختم ڪر. امامه سان شادي.... تون اندازو ڪري ٿي سگهين ته هاشم مبين کي جڏهن انهي تعلق جي خبر پوندي ته اهو ڪهڙو تماشو ڪندو. مون کي اهو سوچي صدمو ٿو پهچي ته ان اهڙي حرڪت ڪرڻ جو ڪيئن سوچيو. ان کي بلڪل احساس ڪو نه ٿيو ته اسان جي ۽ اسان جي خاندان جي معاشري ۾ ڪيتري عزت آهي." سڪندر عثمان صوفي تي طيبه جي ڀرسان ويهندي چيو. "هڪڙو مسئلو ختم ٿئي ٿو ته اسان جي لاءِ ٻيو مسئلو پيدا ڪري ٿو ڇڏي. اهو سڄو چڪر ان ئي وقت شروع ٿيو هوندو جڏهن گذريل سال ان خودڪشي جي ڪوشش کان پوءِ هن جي جان بچائي هئي. اسان بيوقوف هئاسين جو اسان ان معاملي تي نظر نه رکي، ورنه شايد اهو سڀ گهٽو اڳ ۾ ئي سامهون اچي وڃي ها." سڪندر عثمان پنهنجي ڪن جي پاپڙي مهٽيندي چوڻ لڳو.
"۽ يقيناً ان ڇوڪريءَ به ان سان پنهنجي مرضيءَ سان چڪر هلايو هوندو ورنه اهڙي نموني ڪو ئي ڪنهن سان مرضي جي خلاف ته نڪاح نٿو ڪري سگهي ۽ هاشم مبين احمد کي ڏسو اهو ايئن شور مچائي رهيو آهي ڄڻ ان جي ڌي جو ان ۾ ڪو قصور ئي ڪونهي، جيڪو ڪيو آهي سالار ئي ڪيو آهي. انهن ته ايف آءِ آر به اغوا جي داخل ڪرائي آهي." طيبه نئين سر ڪڙهڻ لڳي.
"جيڪو به آهي، قصور تنهنجي پٽ جو آهي. نه اهو اهڙن ڪمن ۾ پوي ها نه ايئن ڦاسي ها. هاڻي ته تون صرف اهو سوچ ته تو کي انهي صورتحال مان ڪيئن بچڻو آهي."
"اڃا اسان ايترو خطري ۾ ڪو نه ڦاٿا آهيون، جهڙي طرح توهان سوچي رهيا آهيو. ان تي اهو ڏوهه ثابت ڪو نه ٿيو آهي. پوليس يا هاشم مبين احمد وٽ ڪو ئي ثبوت ڪونهي ۽ ثبوت کان سواءِ اهي ڪجهه نٿا ڪري سگهن."
"۽ جنهن ڏينهن انهن تائين ڪو ئي ثبوت پهچي ويو ته ان ڏينهن ڇا ٿيندو. تو سوچيو آهي." سڪندر عثمان چيو.
"توهان وري امڪانات جي ڳالهه ڪري رهيا آهيو ايئن ٿيو ته ڪونهي ۽ ٿي سگهي ٿو.... ٿئي به نه."
"ان اسان کي ايڏو وڏو ڌوڪو ڏنو آهي ته ٿي سگهي ٿو ته هڪڙو ٻيو ڌوڪو اهو به ڏنو هجي ته ان جو رابطو ان ڇوڪريءَ سان ڪونهي. ممڪن آهي اهو هاڻي به ان ڇوڪريءَ سان رابطي ۾ هجي." سڪندر عثمان کي خيال آيو.

"ها، تي سگهي ٿو. پوءِ ڇا ڪجي؟"

"مان ان سان ڳالهائيندس تہ سمجهہ تہ پٽ سان پنهنجو مٿو هڻندس، اهو وري ڪوڻ ڳالهائي ويندو، ڪوڙ ڳالهائڻ ۾ تہ ماهر ٿي چڪو آهي." ان نفرت ڀريل لهجي ۾ چيو.

"بس ڪجهہ مهينن ۾ اهو بي بي اي (B.B.A) مڪمل ڪري وٺي، پوءِ مان ان کي ٻاهر موڪلي ڇڏيندس. گهٽ ۾ گهٽ هاشم مبين احمد جي طرف کان جن انديشن جو شڪار رهان ٿو اهي ختم ٿي ويندا." ان سگريٽ جو هڪڙو ڪش هنيو.

"مگر سڪندر! توهان هڪڙي ڳالهہ وساري رهيا آهيو." طيبہ وڏي سنجيدگيءَ سان ڪجهہ گهڙين جي ماٺ کان پوءِ چيو.

"ڪهڙي؟" سڪندر ان کي ڇرڪ ڀري ڏٺو.

"سالار جي امامہ سان ڳجهي شادي... ان شاديءَ جي باري ۾ جيڪو ڪجهہ بہ ڪرڻو آهي، اهو توهان کي پاڻ ئي ڪرڻو آهي. توهان ان شاديءَ جي باري ۾ ڇا ڪندا؟"

"طلاق کان سواءِ ان شاديءَ جو ٻيو ڇا ٿو ٿي سگهي؟" سڪندر عثمان قطعي لهجي ۾ چيو.

"اهو شادي مڃڻ لاءِ تيار ڪونهي تہ طلاق ڏيڻ لاءِ راضي ٿي ويندو؟"

"جڏهن مان ان کي ثبوت پيش ڪندس تہ ان کي پنهنجي شاديءَ جو اعتراف ڪرڻو ئي پوندو."

"۽ جيڪڏهن شاديءَ جو اعتراف ڪرڻ کان پوءِ بہ ان امامہ کي طلاق ڏيڻ کان انڪار ڪيو تہ."

"ڪوئي نہ ڪوئي رستو ڪڍڻو پوندو ۽ اهو مان ڪڍي وٺندس. چاهي اهو پنهنجي مرضي سان ان کي طلاق ڏئي يا پوءِ مون کي زبردستي ڪرڻي پوي، مان اهو معاملو ختم ڪري ڇڏيندس، اهڙي نموني جي شادي انسان کي سڄي عمر خوار ڪندي آهي. ان کي تہ جان ڇڏائڻي پوندي، ورنہ مان هن دفعي ان کي مڪمل طور تي پنهنجي ملڪيت کان عاق ڪري ڇڏڻ جو ارادو رکان ٿو." سڪندر عثمان سڌو سنئون چيو.

❊ ❊ ❊

حسن ڪجهہ دير اڳ اسلام آباد جي هڪڙي هوٽل ۾ ويٺو هيو جڏهن اوچتو ان کي پنهنجي والد جي فون آئي، اهو ان کي جلد کان جلد پنهنجي گهر پهچڻ لاءِ چئي رهيو هيو. ان جو لهجو بيحد عجيب هيو مگر حسن توجهہ ڪونہ ڏنو ليڪن جڏهن پندرهن منٽن کان پوءِ پنهنجي گهر پهتو تہ اڱڻ ۾ سڪندر عثمان جي گاڏي بيٺل ڏسي ڪن ايو ٿي ويس. اهو سالار جي گهر جي سڀني گاڏين ۽ انهن جي نمبرن کان چڱي طرح واقف هيو.

"سڪندر انڪل کي انهي معاملي ۾ منهنجي ملوث هجڻ جي حوالي سان ڪ ثبوت ڪو نہ مليو آهي. انهي ڪري مون کي پريشان ٿيڻ جي ضرورت ڪونهي. اهو وڌ وڌ سالار جو دوست سمجهي پڇا ڳاڇا ڪرڻ لاءِ آيو هوندو. مان وڏي اطمينان سان ان جي ڳالهين جو جواب ڏيندس ۽ ڪنهن بہ الزام جي ترديد ڪندس، ليڪن منهنجي پريشاني بابي جي سامهون منهنجي حالت مشڪوڪ بڻائي ڇڏيندي، انهيءَ ڪري

انڪل سڪندر ڪي ڏسي مون ڪي ڪوئي رد عمل ظاهر نہ ڪرڻ گهرجي.“ ان پهريائين پنهنجو لائحہ عمل طئي ڪيو ۽ پوءِ وڏي اطمينان سان مهمان خاني ۾ داخل ٿيو. ان جو والد قاسم فاروقي ۽ سڪندر عثمان ڪافي پي رهيا هيا. ليڪن انهن جي چهرن جي غير معمولي سنجيدگي ۽ پريشاني اهو هڪڙي گهڙيءَ ۾ تاڙي ويو هيو.

”انڪل سڪندر توهان ڪيئن آهيو؟ هن پيري ڪافي ڏينهن کان پوءِ اسان وٽ آيا آهيو.“ باوجود ان جي تہ سڪندر يا قاسم ان جي سلام جو جواب ڪو نہ ڏنو حسن گهڻي بي تڪلفيءَ جو مظاهرو ڪيو. ان کي هن دفعي بہ جواب ڪو نہ مليو هيو. سڪندر عثمان ان کي غور سان ڏسي رهيو هيو.

”ويهہ.“ قاسم فاروقي ڪجهہ سختيءَ سان چيو.

”سڪندر تو کان ڪجهہ ڳالهيون پڇڻ آيو آهي. تو کي هر ڳالهہ جو صحيح جواب ڏيڻو آهي. جيڪڏهن تو ڪوڙ ڳالهايو تہ مان سڪندر کي چئي چڪو آهيان تہ اهو تو کي پوليس وٽ وٺي وڃي. منهنجي طرفان تون جهنم ۾ وڃ. مان توکي ڪنهن بہ طريقي سان بچائڻ جي ڪوشش ڪو نہ ڪندس.“

قاسم فاروقي ان جي ويهڻ سان بنا تمهيد پڌرڻ جي چيو.

”بابا! توهان ڇا چئي رهيا آهيو مان توهان جي ڳالهہ ڪونہ سمجهي.“ حسن حيرت جو مظاهرو ڪيو مگر ان جي دل ڌڙڪڻ لڳي هئي. معاملو ايترو سڌو ڪو نہ هيو جيترو ان سمجهي ورتو هيو.

”گهڻو چالاڪ بڻجڻ جي ڪوشش نہ ڪر. سڪندر! ان کان پڇ. ڇا تو پڇڻ گهرين ۽ مان ڏسان ٿو اهو ڪيئن تو ڪوڙ ڳالهائي.“

”تو امامہ سان سالار جي شادي ۾ شرڪت ڪئي آهي؟“

”انڪل....توهان....توهان ڪهڙي ڳالهہ ڪري رهيا آهيو.... ڪهڙي شادي....ڇاجي شادي...“حسن وڏيڪ حيرت جو مظاهرو ڪيو.

”اها ئي شادي جيڪا منهنجي غير موجودگيءَ ۾ منهنجي گهر تي ٿي. جنهن جي لاءِ امامہ کي ڪاغذ موڪليا ويا هيا.“

”پليز انڪل! توهان مون تي الزام هڻي رهيا آهيو. توهان جي گهر ۾ ضرور ايندو ويندو رهندو آهيان مگر مون کي سالار جي ڪنهن بہ شاديءَ جي باري ۾ ڪا خبر ڪونهي ۽ نہ ئي منهنجي معلومات جي مطابق ان شادي ڪئي آهي..... مون کي تہ ان ڇوڪريءَ جي بہ خبر ڪونهي. جنهن جو توهان نالو وٺي رهيا آهيو ..... ٿي سگهي ٿو سالار جو ڪنهن ڇوڪريءَ سان چڪر هجي. مگر مون کي ان باري ۾ خبر ڪونهي. اهو هر ڳالهہ مون کي ڪو نہ ٻڌائيندو آهي.“

سڪندر عثمان ۽ قاسم فاروقي خاموشي سان ان جي ڳالهہ ٻڌندا رهيا. اهو ماٺ ٿيو تہ سڪندر عثمان پنهنجي سامهون ميز تي رکيل هڪڙو لفافو کنيو ۽ ان ۾ موجود ڪجهہ

ڪاغذ ڪڍي ان جي سامهون رکيا. حسن جو منهن پهريون دفعو لهي ويو. اهو امامہ ۽ سالار جو نڪاح نامو هيو.

"هن کي ڏس..... تنهنجي ئي صحي آهي نہ" سڪندر سرد لهجي ۾ پڇيو. ان جيڪڏهن اهو سوال قاسم فاروقيءَ جي آڏو نہ ڪيو هجي ها تہ اهو ان صحي کي پنهنجي صحي مڃڻ کان انڪار ڪري ڇڏي ها مگر ان وقت اهو ايئن نٿي ڪري سگهيو.

"اها منهنجي صحي آهي پر مون نہ ڪئي آهي." ان هٻڪندي چيو.

"پوءِ ڪنهن ڪئي آهي، تنهنجي ملائڪن يا سالار." قاسم فاروقي طنزيہ لهجي ۾ چيو.

حسن ڪجھ ڳالهائي ڪونہ سگهيو. اهو منجهيل متين سان واري واري سان انهن کي ڏسڻ لڳو. ان جي وهم گمان ۾ بہ ڪونہ هيو تہ سڪندر عثمان اهڙي نموني ان جي سامهون اهو نڪاح نامو ڪڍي رکي ڇڏيندو. ان کي اها بہ خبر ڪونہ هئي تہ ان اهو نڪاح نامو ڪٿان حاصل ڪيو آهي سالار کان يا پوءِ.... ان جي سموري عقلمنديءَ ۽ چالاڪي خاڪ ۾ ملي وئي هئي.

"تون اهو ڪو نہ مڃيندين تہ سالار جو امامہ سان نڪاح تنهنجي موجودگيءَ ۾ ٿيو آهي." قاسم فاروقي ڪاوڙ واري لهجي ۾ چيو.

"بابا! ان ۾ منهنجو ڪو ئي قصور ڪونهي. اهو سڀ سالار جي ضد تي ٿيو هيو ان مون کي مجبور ڪيو هيو." حسن هڪدم سڀ ڪجھ ٻڌائڻ جو فيصلو ڪري ورتو هيو. هاڻي ڪجھ بہ لڪائڻ مان فائدو ڪو نہ هيو. اهو ڪوڙ ڳالهائي هاتہ پنهنجي عزت وڌيڪ خراب ڪري ها.

"مون ان کي گهڻو ئي سمجهايو هيو مگر....."

قاسم فاروقي ان جي ڳالھ ڪٽي ڇڏي "هن وقت تو کي صفايون ۽ وضاحتون پيش ڪرڻ لاءِ ڪو نہ سڏيو ويو آهي. تون مون کي صرف اهو ٻڌاءِ تہ ان انهي ڇوڪريءَ کي ڪٿي رکيو آهي؟"

"بابا! مون کي انهيءَ باري ۾ ڪا خبر ڪونهي." حسن تڪڙ ۾ چيو.

"تون وري ڪوڙ ٿو ڳالهائين."

"مان قسم ٿو کڻان بابا! مون کي واقعي ڪا خبر ڪو نہ آهي. اهو ان کي لاهور ڇڏي آيو هيو."

"اهو ڪوڙ تون ڪنهن ٻئي کي ٻڌائجان، مون کي صرف سچ ٻڌاءِ." قاسم فاروقي هڪڙو ڀيرو وري ان ئي تيز ۽ سخت لهجي ۾ چيو.

"بابا! مان ڪوڙ ڪو نہ ٿو ڳالهايان" حسن احتجاج ڪيو.

"لاهور ڪٿي ڇڏي آيو هيس؟"

"ڪنهن سڙڪ تي. ان چيو هيو تہ اها پاڻ هلي ويندي"

"تون مون کي يا سڪندر کي بيوقوف ٿو سمجهين. ان انهي ڇوڪريءَ سان شادي ڪئي ۽ پوءِ ان کي هڪڙي سڙڪ تي ڇڏي ڏنائين. اسان کي بيوقوف نہ بڻاءِ." قاسم فاروقي پيڪيون ڏيڻ لڳو.

"بابا! مان سچ ٿو چوان. ان گهٽ ۾ گهٽ مون کي اهو ٻڌايو هيو ته اهو ان ڇوڪريءَ کي سڙڪ تي ڇڏي آيو هيو."

"تو ان کان پڇيو ڪونه ته جيڪڏهن ان کي اهو ئي ڪرڻو هيو ته پوءِ ان انهي ڇوڪريءَ سان شادي ڇو ڪئي."

"بابا! ان اها شادي ان ڇوڪري جي مدد ڪرڻ لاءِ ڪئي هئي. ان جي گهر وارن زبردستي ان جي شادي ڪنهن ڇوڪري سان ڪرڻ ٿي گهري. جڏهن ته اها ان سان شادي ڪرڻ لاءِ راضي ڪونه هئي. ان سالار سان رابطو ڪيو ۽ مدد گهري ۽ سالار ان جي مدد لاءِ تيار ٿي ويو. ان صرف اهو ٿي گهريو ته سالار وقتي طور تي ان سان نڪاح ڪري ته جيڪڏهن ان جا والدين زبردستي ان جي شادي ڪرڻ گهرن ته اها ان نڪاح جو ٻڌائي انهن کي روڪي سگهي."

حسن هاڻي سچائيءَ تي پردو نٿي وجهي سگهيو. ان پوري ڳالهه ٻڌائڻ جو فيصلو ڪيو.

"۽ جيڪڏهن ضرورت پوي ته بيلف جي ذريعي ان کي آزادي ڏياري سگهجي. مگر اها ڪا محبت وغيره جي شادي ڪو نه هئي. اها ڇوڪري هونئن به ڪنهن ٻئي ڇوڪري کي پسند ڪندي هئي. توهان ان نڪاح نامي کي ڏسو ته ان ۾ به ان طلاق جو حق اڳ ۾ئي وٺي ڇڏيو آهي. ته جيئن ضرورت پوڻ تي سالار سان رابطو ڪرڻ کان سواءِ ئي طلاق حاصل ڪري وٺي."

"بس يا ٻيو ڪجهه." قاسم فاروقي ان کي چيو. حسن ڪجهه ڪونه ڳالهايو. خاموشيءَ سان انهن کي ڏسندو رهيو.

"مان ڪنهن به صورت ۾ تنهنجي ڪنهن به ڳالهه تي يقين ڪرڻ لاءِ تيار ڪو نه آهيان. تو ڏاڍي سٺي ڪهاڻي گهڙي ٻڌائي آهي مگر مان ڪو ٻار ڪو نه آهيان ته انهي ڪهاڻي تي يقين ڪري ڇڏيان. تو کي هاڻي امامه تائين پهچڻ ۾ سڪندر جي مدد ڪرڻي آهي." قاسم فاروقي قطعي لهجي ۾ چيو.

"بابا! مان اهو ڪيئن ٿو ڪري سگهان. مون کي ان جي باري ۾ ڪا خبر ڪونهي." حسن احتجاج ڪيو.

"تون اهو ڪيئن ڪندين، اهو تون خود ڄاڻي ٿو سگهين، مون کي صرف اهو ٻڌائڻو هيو ته تو کي ڇا ڪرڻو آهي."

"بابا. پليز توهان مون تي يقين ڪريو مون کي امامه جي باري ۾ ڪا ئي خبر ڪونهي. نڪاح ڪرائڻ کان سواءِ مون ٻيو ڪجهه ڪونه ڪيو آهي." حسن چيو.

"تون ان جي ايترو ويجهو آهين جو اهو پنهنجي ڳجهي شاديءَ ۾ تو کي شاهد طور شامل ٿو ڪري مگر تو کي اها خبر ڪونهي ته ان جي زال گهر مان ڀڄڻ کان پوءِ هاڻي ڪٿي آهي. مان اهو مڃڻ جي لاءِ تيار ڪو نه آهيان. حسن! ڪنهن صورت ۾ به نه." قاسم فاروقي چٺو ڪري چيو.

"تو کي جيڪڏهن خبر ڪونهي، ته به تون ان جي خبر وٺ.... ته اها ڪٿي آهي.....؟ سالار تو کان ڪجهه به ڪو نه لڪائيندو."

"بابا! اهو گهڻيون ئي ڳالهيون مون کي به ڪو نه ٻڌائيندو آهي."

"اهو سڀ ڳالهيون توکي ٻڌائيندو آهي يا نه. مان بس هڪڙي ڳالهه ۾ دلچسپي رکان ٿو ۽ اها امامه جي باري ۾ معلومات آهي. تون هر طريقي سان ان کان امامه جو ڏس پتو حاصل ڪر ۽ سالار کي ڪنهن به نموني سان معلوم نه ٿيڻ گهرجي ته سڪندر کي ان جي شادي جي خبر پئجي چڪي آهي، يا ان انهي سلسلي ۾ تو سان ڪا ملاقات ڪئي آهي. جيڪڏهن مون کي اهو معلوم ٿيو ته سالار کي اها خبر پئجي وئي آهي ته مان تنهنجو ڪهڙو حشر ڪندس، اهو توکي ياد رکڻ گهرجي. مان سڪندر کي ته اڳ ۾ ئي اجازت ڏئي چڪو آهيان ته اهو هاشم مبين کي تنهنجو نالو ٻڌائي ڇڏي، ان کان پوءِ هاشم مبين پوليس جي ذريعي تو سان نبري يا ڪنهن ٻئي طريقي سان، مون کي ان جي بلڪل پرواهه ڪونهي. هاڻي تون اهو طئي ڪر ته توکي سالار سان دوستي نڀائڻي آهي يا هن گهر ۾ رهڻو آهي." قاسم فاروقي قطعي فيصلو ٻڌائيندي چيو.

"بابا! مان ڪوشش ڪريان ٿو ته ڪنهن طريقي سان امامه جي باري ۾ معلومات ملي وڃي، مان سالار سان ان جي باري ۾ ڳالهائيندس. مان ان کي اهو ڪو نه ٻڌائيندس ته سڪندر انڪل کي انهي سموري معاملي جي خبر پئجي وئي آهي." اهو مشيني انداز ۾ ورجائيندو پئي ويو.

اهو هن دفعي واقعي بري طرح ۽ توقع جي خلاف ڦاٿو هيو.



سالار ڪجهه ڏينهن گهر ويٺو رهيو مگر پوءِ ضد ڪري ان ڪاليج وڃڻ شروع ڪيو. هاشم مبين ۽ ان جي گهر وارن امامه جي تلاش ۾ زمين آسمان هڪ ڪري ڇڏيو هيو. توڙي جو اهي اهو سڀ ڪجهه وڏي رازداريءَ سان ڪري رهيا هيا ليڪن ان جي باوجود ان جي ملازمن ۽ پوليس جي ذريعي سڪندر کي انهن جي ڪوششن جي خبر ملي رهي هئي. اهي لاهور ۾ به امامه جي هر ان سهيليءَ سان رابطو ڪري رهيا هيا جنهن کي اهي سڃاڻندا هيا.

سالار هڪڙي ڏينهن اخبار ۾ بابر جاويد نالي هڪڙي شخص جو خاڪو ڏٺو. ان جي باري ۾ معلومات ڏيڻ واري جي لاءِ انعام جو اعلان هيو. اهو ان نالي کان چڱي طرح واقف هيو. اهو ئي اهو فرضي نالو هيو جيڪو حسن وڪيل کي امامه جي مڙس جو ڏنو هيو ۽ اهو اشتهار يقيناً امامه جي گهر وارن جي طرف کان هيو حالانڪ هيٺ ڏنل فون نمبر امامه جي گهر جو نه هيو. اهو اندازو ڪري ٿي سگهيو ته پوليس ان وڪيل وٽ پهچي وئي هوندي ۽ ان کان پوءِ وڪيل ان ماڻهوءَ جا حُليا انهن کي ٻڌايا هوندا. هاڻي اها حقيقت صرف اهو وڪيل، حسن ۽ خود اهو ڄاڻندو هيو ته بابر جاويد مورڳو وجود ئي ڪونه ٿي رکيو مگر اهو مطمئن ٿي ويو هيو. اهو هاشم مبين جي گهر وارن کي ڪنهن حد تائين ڀٽڪائڻ ۾ ڪامياب ويو هيو.

ان پوري عرصي جي دوران سالار امامه جي فون جي انتظار ۾ رهيو. ان ڪيترائي دفعا

امامہ کي پنهنجي ڏنل موبائيل واري نمبر تي فون بہ ڪئي مگر هر دفعي ان کي موبائيل بند ملندو هيو. ان کي اها هورا کورا هئي تہ اها ڪٿي آهي. ان هورا کورا کي هوا ڏيڻ ۾ ڪجھ حسن جو بہ هٿ هيو. جيڪو بار بار ان کان امامہ جي باري ۾ پڇندو رهندو هيو ڪڏهن ڪڏهن تہ اهو چڙي پوندو هيو.

"مون کي ڪهڙي خبر تہ اها ڪٿي آهي ۽ مون سان رابطو ڇو نٿي ڪري. ڪڏهن ڪڏهن مون کي لڳندو آهي تہ ان جي لاءِ مون کان وڌيڪ توکي دلچسپي آهي."

ان کي اهو بلڪل اندازو ڪو نہ هيو تہ حسن جي اها هورا کورا ۽ دلچسپي ڪنهن مجبوريءَ جي ڪري آهي. اهو بري طرح قائل هيو. سالار جو خيال هيو تہ امامہ ان وقت تائين جلال وٽ وڃي چڪي هوندي ۽ تي سگهي ٿو تہ اها ان سان شادي بہ ڪري چڪي هجي، توڙي جو ان امامہ سان جلال جي شاديءَ جي باري ۾ ڪوڙ ڳالهايو هيو مگر ان کي يقين هيو تہ امامہ ان جي ڳالهہ تي اعتبار ڪونہ ڪيو هوندو. اها ان وٽ پيهر ضرور وئي هوندي خود سالار بہ گهريو ٿي تہ اهو خود جلال سان رابطو ڪري يا وري ذاتي طور وڃي هڪڙو ڀيرو ان سان ملي. ان معلوم ڪرڻ ٿي گهريو تہ امامہ ان سان گڏ رهندي آهي يا نہ مگر في الحال اهي ٻئي ڪم ان جي لاءِ ممڪن ڪو نہ هيا. سڪندر عثمان مسلسل ان جي نگراني ڪرائي رهيو هيو ۽ اهو ان ڳالهہ کان بہ واقف هيو تہ نگراني ڪرائڻ وارو اهو اڪيلو ڪونهي. هاشم مبين احمد بہ اهو ڪم ڪرائي رهيو هيو ۽ جيڪڏهن اهو لاهور وڃڻ جو ارادو ڪري ها تہ اول تہ سڪندر عثمان ان کي وڃڻ ئي نہ ڏئي ها ۽ فرض ڪجي وڃڻ جي اجازت ڏئي بہ ها تہ شايد پاڻ بہ ان سان گڏ وڃي ها ۽ ان اهو نٿي چاهيو. وقت گذرڻ سان گڏ ان سموري معاملي ۾ ان جي دلچسپي گهٽ کان گهٽ ٿيندي پئي وئي. ان کي هاڻي اهو سڀ ڪجھ بيوقوفي لڳي رهيو هيو. اهڙي بيوقوفي جيڪا ان کي ڪافي مهانگي پئجي وئي هئي. سڪندر ۽ طيبہ هاڻي هر وقت گهر ۾ هوندا هيا ۽ ان کي ڪيڏانهن بہ وڃڻ لاءِ انهن کان باقاعده اجازت وٺڻي پوندي هئي. حسن ان سان هاڻي گهٽ ملندو هيو. اهو ان جي سبب کان بہ اڻ ڄاڻ هيو. ان صورتحال کان اهو ڏاڍو بور ٿي رهيو هيو.



اهو ان رات ڪمپيوٽر تي ويٺو هيو جڏهن ان جي موبائيل جي گهنٽي وڄي. ان ڪي بورڊ تي هٿ هلائيندي لاپرواهيءَ سان موبائيل کڻي ڏٺو ۽ پوءِ ان کي هڪڙو جهٽڪو لڳو. اسڪرين تي موجود نمبر ان جي پنهنجي موبائيل فون وارو هيو. امامہ ان کي فون ڪري رهي هئي.

"تہ آخرڪار توهان اسان کي ياد ڪري ئي ورتو." ان بي اختيار سيٽي وڄائي. ان جو موڊ هڪدم فريش ٿي ويو هيو. ڪجھ دير اڳ واري بوريت هڪدم غائب ٿي وئي هئي.

"مان تہ سمجهيو ٿي تہ هاڻي تون مون کي ڪڏهن بہ فون ڪونہ ڪندينءَ؟ تو ايڏو وڏو عرصو لڳائي ڇڏيو." رسمي سلام دعا کان پوءِ ان پڇيو.

"مان گهڻن ڏينهن کان توکي فون ڪرڻ گهريو ٿي پر ڪري نٿي سگهيس." ٻئي طرف کان امامہ چيو.

"ڇو؟ اهڙي ڪهڙي مجبوري اچي وئي هئي. فون تہ تو وٽ موجود هيو." سالار چيو.

"بس ڪا مجبوري هئي." ان مختصر ٻڌايو.

"تون هن وقت ڪٿي آهين؟" سالار ڪجهہ هوراڪورا ظاهر ڪندي پڇيو.

"سالار! ٻاراٽا سوال نہ ڪر. جڏهن توکي خبر آهي تہ مان توکي اهو ڪونہ ٻڌائينديس تہ پوءِ تون اهو ڇو پڇي رهيو آهين؟"

"منهنجي گهر وارا ڪيئن آهن؟"

سالار ڪجهہ حيران ٿيو. ان کي امامہ کان ان سوال جي توقع ڪونہ هئي.

"بلڪل ٺيڪ آهن. خوش خورم آهن. عيش ڪري رهيا آهن." ان ٽوڪ ڪرڻ واري انداز ۾ چيو. "تون واقعي گهڻي سٺي ڌي آهين. گهر مان هلو وڃڻ کان پوءِ بہ توکي گهر ۽ گهر وارن جو ڪيترو خيال آهي. زبردست."

ٻئي طرف ڪجهہ دير ماٺ رهي. پوءِ امامہ چيو "وسيم ڪيئن آهي؟"

"اهو تہ مان نٿو ٻڌائي سگهان مگر منهنجو خيال آهي تہ ٺيڪ ئي هوندو. اهو خراب ڪيئن ٿو ٿي سگهي." ان جي انداز ۽ لهجي ۾ هاڻي بہ ڪا تبديلي ڪونہ آئي هئي.

"انهن کي اهو تہ معلوم ڪونہ ٿيو تہ تو منهنجي مدد ڪئي هئي؟" سالار کي امامہ جو لهجو ڪجهہ عجيب لڳو.

"معلوم ٿيو......؟ منهنجي پياري امامہ! پوليس ان ئي ڏينهن منهنجي گهر پهچي وئي هئي جنهن ڏينهن مان توکي لاهور ڇڏي آيو هيس." سالار ڪجهہ ٺٺول ڪرڻ واري انداز ۾ چيو. "تنهنجي والد منهنجي خلاف توکي اغوا ڪرڻ جي سلسلي ۾ ايف آءِ آر ڪٽرائي ڇڏي هئي." اهو کِليو. "ڪجهہ سوچ مون جهڙو ماٺهو ڪنهن کي اغوا ڪري سگهي ٿو ۽ اهو بہ توکي..... جيڪا ڪنهن بہ وقت ڪنهن کي گولي هڻي ماري سگهي ٿي."

ان جي لهجي ۾ هن دفعي طنز هئي. "تنهنجي والد پوري ڪوشش ڪئي آهي تہ مان جيل پهچي وڃان ۽ باقي زندگي اتي گذاريان مگر بس مان ڪجهہ خوشقسمت ثابت ٿيو آهيان جو بچي ويو آهيان. گهر کان ڪاليج تائين منهنجي نگراني ڪئي ويندي آهي اوپرا فون ايندا آهن ۽ ٻيو بہ گهڻو ڪجهہ ٿي رهيو آهي. هاڻي مان توکي ڇا ڇا ٻڌايان. بهرحال تنهنجي خاندان وارا اسان کي گهڻو تنگ ڪري رهيا آهن." ان جتائڻ واري انداز ۾ چيو.

"مون کي خبر ڪونہ هئي تہ اهي تو تائين پهچي ويندا." هن دفعي امامہ جو لهجو معذرت ڪرڻ وارو هيو. "منهنجو خيال هيو تہ انهن کي ڪنهن بہ نموني سان توتي شڪ ڪو نہ ٿيندو. مون کي افسوس آهي تہ منهنجي ڪري تو کي ايترين ڏکيائين کي منهن ڏيڻو پئجي رهيو آهي."

"واقعي تنهنجي ڪري مون کي گهڻن مسئلن سان منهن ڏيڻو پئجي ويو آهي."

"منهنجي ڪوشش هئي تہ مان پهريان پاڻ کي محفوظ ڪري وٺان پوءِ ئي تو کي فون ڪريان ۽ هاڻي مان واقعي محفوظ آهيان."

سالار ڪجهہ تجسس مان دلچسپي سان ان جي ڳالهہ ٻڌي.

"مان هاڻي تنهنجو موبائيل استعمال ڪو نہ ڪنديس ۽ مان اهو واپس موڪلڻ گهران ٿي، مگر منهنجي لاءِ اهو ممڪن ڪونهي." اها ان کي ٻڌائي رهي هئي. "مان توکي ڪجهہ رقم بہ موڪليندس، انهن سمورن خرچن جي لاءِ جيڪي تو منهنجي لاءِ ڪيا...."

سالار ان دفعي ان جي ڳالهہ ڪاٽي. "نہ، پئسا رهڻ ڏي، مون کي ضرورت ڪونهي. موبائيل جي بہ ضرورت ڪو نہ آهي. مون وٽ ٻيو آهي. تون گهرين تہ ان کي استعمال ڪندي رهہ."

"نہ، مان هاڻي ان کي استعمال ڪو نہ ڪنديس، منهنجي ضرورت ختم ٿي وئي آهي."

ان چيو. ڪجهہ دير اها خاموش رهي پوءِ ان چيو "مان گهران ٿي تہ تون هاڻي مون کي طلاق جا ڪاغذ موڪلي ڏي ۽ طلاق جي ڪاغذن سان گڏ نڪاح نامي جي هڪڙي ڪاپي بہ جيڪا مان پهريان توکان ڪو نہ وٺي سگهيس."

"ڪٿي موڪليان؟" سالار ان جي مطالبي جي جواب ۾ چيو. ان جي ذهن ۾ هڪدم هڪڙو جهٽڪو لڳو هو. اها جيڪڏهن هاڻي طلاق جو مطالبو ڪري رهي هئي تہ ان جو مطلب اهو هيو تہ ان اڃا تائين ڪنهن سان شادي ڪو نہ ڪئي هئي، نہ وري طلاق جي ان حق کي استعمال ڪيو هيو جيڪو نڪاح نامي ۾ هو ان جي خواهش تي ان کي ڏئي چڪو هيو.

"تون ان وڪيل وٽ اهي ڪاغذ موڪل جنهن کي تو مقرر ڪيو هيو ۽ مون کي تون ان جو نالو ۽ ايڊريس لکراءِ. مان اهي ڪاغذ ان کان وٺي ڇڏيندس."

سالار مرڪيو. اها گهڻو محتاط هئي. "مگر منهنجو تہ ان وڪيل سان ڪو سڌو رابطو ڪونهي. مان تہ ان کي سڃاڻان بہ ڪو نہ ٿو پوءِ ڪاغذ ان تائين ڪيئن پهچايان."

"جنهن دوست جي ذريعي تو ان وڪيل سان رابطو ڪيو هيو. ان دوست جي ذريعي اهي ڪاغذ ان تائين پهچاءِ." اهو تہ طئي هيو تہ اها ان کي ڪهڙي بہ طريقي سان پنهنجو ڪو ڏس پتو نہ ڏيڻ جو فيصلو ڪري چڪي هئي ۽ ان تي پوري طرح عمل ڪري رهي هئي.

"تون طلاق ڇو ٿي وٺڻ گهرين؟" اهو ان وقت گهڻي موڊ ۾ هيو.

ٻئي طرف هڪدم خاموشي ٿي وئي. شايد اها ان کان انهي سوال جي توقع نہ ڪري رهي هئي.

"طلاق ڇو ٿي وٺڻ گهران؟ تون ڪيتري عجيب ڳالهہ ڪري رهيو آهين. اهو تہ پهريان ئي طئي هيو تہ مان توکان طلاق وٺنديس پوءِ ان سوال جو ڪهڙو تُڪ آهي؟" امامہ جي لهجي ۾ حيراني هئي.

"اها تڏهن جي ڳالهہ هئي، هاڻي ڪافي گهڻو وقت گذري ويو آهي ۽ مان تو کي طلاق ڏيڻ نٿو گهران." سالار بيحد سنجيدگيءَ سان چيو. اهو اندازو ڪري ٿي سگهيو تہ ٻئي طرف ان وقت امامہ جي پيرن هيٺان واقعي زمين نڪري وئي هوندي."

”تون ڇا چئي رهيو آهين؟“

”امامہ ڊيئر! مان اهو چئي رهيو آهيان تہ مان توکي طلاق ڏيڻ نٿو گهران. نہ وري ڏيندس.“ ان هڪڙو ٻيو ڌماڪو ڪيو.

”تون.... تون طلاق جو حق اڳ ۾ ئي مون کي ڏئي چڪو آهين.“ امامہ بي اختيار چيو.

”ڪڏهن...؟ ڪٿي...؟ ڪهڙي وقت...؟ ڪهڙي صدي ۾...؟“ سالار اطمينان سان چيو.

”توکي ياد آهي، مون نڪاح کان پهريان توکي چيو هيو تہ نڪاح نامي ۾ مان طلاق جو حق چاهيان ٿي. هاڻي جيڪڏهن تون طلاق نٿو ڏين تہ مان پاڻ ئي اهو حق استعمال ڪري سگهان ٿي. توکي اهو ياد هجڻ گهرجي.“ اها جتائي رهي هئي.

”جيڪڏهن مان توکي اهو حق ڏيان ها تہ تون اهو حق استعمال ڪري پئي سگهين، مگر مون تہ توکي اهڙو ڪوبہ حق ڏنو ئي ڪونهي. تو نڪاح نامو ڏٺو ان ۾ اهڙي ڪا بہ ڳالهہ ڪونہ هئي. خير تو ڏٺو هوندو ورنہ اڄ طلاق جي ڳالهہ ڇو ڪرين ها.“

ٻئي طرف هڪ دفعو وري خاموشي ڇانئجي وئي. سالار هوا ۾ تير هلايو هيو مگر اهو نشاني تي لڳو هيو. امامہ يقيناً ڪاغذ صحيح ڪرڻ وقت انهن کي ڏسڻ جي تڪليف ڪو نہ ڪئي هئي. سالار بيحد خوش ٿي رهيو هيو.

”تو مون کي ڌوڪو ڏنو.“ گهڻي دير کان پوءِ ان امامہ کي چوندي ٻڌو.

”ها. بلڪل اهڙي طرح جيئن تو مون کي پستول ڏيکاري ڌوڪو ڏنو.“ ان هڪدم چيو.

”مان سمجهان ٿو تہ تون ۽ مان ڏاڍي سٺي زندگي گذاري سگهون ٿا. اسان ٻنهي ۾ ايتريون برايون ۽ ايتريون خاميون آهن جو اسان ٻئي هڪ ٻئي کي مڪمل طور برداشت ڪري جوڙيوال ٿي سگهون ٿا.“ اهو هاڻي هڪڙو دفعو ٻيهر سنجيدگيءَ سان چئي رهيو هيو.

”زندگي........ سالار! زندگي ۽ تو سان گڏ........ اهو ناممڪن آهي.“ امامہ تکي لهجي ۾ چيو.

”مون کي نيپولين جي ڳالهہ ورجائڻ گهرجي تہ منهنجي ڊڪشنري ۾ ناممڪن جو لفظ ڪو نہ آهي يا مون کي تو کي اها منٿ ڪرڻ گهرجي تہ اڄ انهي ناممڪن کي ملي ممڪن بڻايون.“ اهو هاڻي ٽوڪ ڪري رهيو هيو.

”تو مون تي گهڻا احسان ڪيا آهن، هڪڙو احسان ٻيو بہ ڪر. مون کي طلاق ڏئي ڇڏ......“

”نہ. مان توتي احسان ڪري ڪري ٿڪجي پيو آهيان. هاڻي وڌيڪ نٿو ڪري سگهان ۽ اهو احسان... . اهو تہ ناممڪن آهي.“ سالار هڪڙو ڀيرو وري سنجيدو ٿي ويو هيو.

”سالار! مان ٿنهنجي نموني جي ڇوڪري ڪونہ آهيان. تنهنجو ۽ منهنجو زندگي گذارڻ جو طور طريقو گهڻو مختلف آهي، ورنہ شايد مان تنهنجي پيشڪش تي غور ڪريان ها مگر هاڻي انهي صورت ۾ ممڪن ڪو نہ آهي. تون، مهرباني ڪري مون کي طلاق ڏئي ڇڏ.“

اها هاڻي نرم لهجي ۾ چئي رهي هي. سالار جي دل بي اختيار ٿهڪ ڏيڻ گهريو.

"تون جيڪڏهن منهنجي پيشڪش تي غور ڪرڻ جو واعدو ڪرين ته مان پنهنجي زندگي جو طور طريقو مٽايان ٿو." سالار ان ئي انداز ۾ چيو.

"تون سمجهڻ جي ڪوشش ڪر، تنهنجي ۽ منهنجي هر شي مختلف آهي. زندگيءَ جي فلاسافي ئي مختلف آهي. اسان ڪڏهن به گڏ نٿا رهي سگهون." ان دفعي اها خفي ٿي وئي هئي.

"نه...... نه. منهنجي ۽ تنهنجي زندگيءَ جي فلاسافي گهڻو ملن ٿيون. توکي انهي معاملي ۾ پريشان ٿيڻ جي ضرورت ڪونهي. جيڪڏهن اهي نه به ملنديون هونديون ته ڪجهه هم آهنگي جي ردبدل کان پوءِ ملي وينديون."

ان ايئن چيو ڄڻ پنهنجي ڪنهن بهترين دوست سان گفتگو ڪري رهيو هجي.

"هونئن به مون ۾ ڪهڙي گهٽتائي آهي. مان تنهنجي پراڻي مڱيندي اسجد جهڙو خوبصورت نه سهي مگر جلال انصر جهڙو معمولي شڪل صورت جو به ڪونه آهيان. منهنجي خاندان کي تون چڱي طرح سڃاڻين ٿي. منهنجو مستقبل ڪيترو روشن هوندو ان جو توکي اندازو آهي. مان هر لحاظ کان جلال کان بهتر آهيان." ان پنهنجن لفظن تي زور ڏئي چيو. ان جي اکين ۾ چمڪ ۽ چپن تي مرڪ پکڙيل هئي. اهو امامه کي گهڻو تنگ ڪري رهيو هيو ۽ اها ٿي رهي هئي.

"منهنجي لاءِ ڪوبه ماڻهو جلال جهڙو نٿو ٿي سگهي ۽ تون..... تون ته ڪنهن به صورت ۾ نه." ان جي آواز مان پهريون ڀيرو بيزاري ظاهر ٿي هئي.

"ڇو؟" سالار بيحد معصوميت مان پڇيو.

"تون مون کي سٺو نٿو لڳين. آخر تون اها ڳالهه ڇو نٿو سمجهين. ڏس، تو جيڪڏهن مون کي طلاق نه ڏني ته مان ڪورٽ ۾ هلي ويندس." اها هاڻي ان کي ڌمڪائي رهي هئي. سالار ان جي ڳالهه تي بي اختيار کِليو.

"مون کي خوشي ٿيندي جڏهن گهرين وڃ. ميل ملاقات جي لاءِ ڪورٽ کان وڌيڪ سٺي جاءِ ٻي ڪهڙي هوندي. آمهون سامهون ويهي ڳالهائڻ جو مزو ئي ٻيو هوندو." اهو خوش ٿي رهيو هيو.

"باقي توکي اها ڳالهه ضرور ياد رکڻ گهرجي ته ڪورٽ ۾ صرف مان ڪو نه ڦهچندس، بلڪ تنهنجا مائٽ به ڦهچندا." ان ٺٺول ڪرڻ واري انداز ۾ چيو.

"سالار! منهنجي لاءِ اڳ ۾ ئي گهڻا مسئلا آهن، تون ان ۾ اضافو نه ڪر. منهنجي زندگي ڏاڍي مشڪل آهي ۽ هر گذرندڙ ڏينهن سان گڏ وڌيڪ مشڪل ٿيندي پئي وڃي. گهٽ ۾ گهٽ تون ته منهنجين مشڪلاتن کي نه وڌاءِ."

هن دفعي امامه جي لهجي ۾ ڏک ۽ ويچارگي هئي. اهو ڪجهه وڌيڪ خوش ٿيو.

"مان تنهنجي مسئلن ۾ اضافو ڪرڻ جي ڪوشش ڪري رهيو آهيان....؟ منهنجي پياري! مان ته تنهنجي همدرديءَ ۾ ڳري رهيو آهيان. تنهنجن مسئلن کي ختم ڪرڻ جي ڪوشش ڪري رهيو آهيان. تون پاڻ سوچ، مون سان گڏ رهي تون ڪيتري سٺي ۽ محفوظ زندگي گذاري ٿي سگهين." ان ظاهري طور وڏي سنجيدگيءَ سان چيو.

"توکي خبر آهي نہ مون ايتريون مشڪلاتون ڇو سٺيون آهن. تون سمجھين ٿو تہ مان ھڪڙي اھڙي ماڻھوءَ سان رھڻ جي لاءِ تيار ٿي ويندس جيڪو ھر اھو ڪبيرو گناھہ ڪري ٿو جنھن کي منھنجو پيغمبر ﷺ پسند نٿو ڪري. نيڪ عورتون, نيڪ مردن لاءِ ھونديون آھن ۽ خراب عورتون خراب مردن لاءِ. مون زندگيءَ ۾ گھڻيون غلطيون ڪيون آھن مگر مان ايترو خراب ڪو نہ آهيان جو تو جھڙو خراب مرد منھنجي زندگيءَ ۾ اچي. جلال مون کي ڪونہ مليو مگر مان تو سان بہ گڏ زندگي ڪو نہ گذاريندس." ان بلڪل سخت انداز ۾ ھر لحاظ کي پاسي تي رکندي چيو.

"شايد انھيءَ لاءِ جلال بہ تو سان شادي نہ ڪئي, ڇو تہ نيڪ مردن لاءِ نيڪ عورتون ھونديون آھن. تو جھڙيون نہ."

سالار بہ ان ئي ھڻ ڪڻ واري انداز ۾ جواب ڏنو.

ٻئي طرف ماٺ ٿي وئي. ايتري ڊگھي خاموشي جو سالار کي ٿي ان کي مخاطب ٿيڻو پيو. ھيلو..... تون ٻڌي رھي آھين؟"

"سالار! مون کي طلاق ڏئي ڇڏ." ان کي امامہ جو آواز ڏک ۾ ٻڏل لڳو. سالار کي ھڪڙي عجيب خوشيءَ جو احساس ٿيو.

"تون ڪورٽ ۾ وڃي وٺ, جيئن تون مون کي چئي چڪي آھين." سالار اتي جو اتي چيو ۽ ٻئي طرف کان فون بند ٿي ويو.

❊ ❊ ❊

حسن انھن چند مھينن ۾ سالار کان امامہ جي باري ۾ معلوم ڪرڻ جي بي حد ڪوشش ڪئي ھئي. (حسن جي پنھنجي بيان جي مطابق) مگر اھو ڪامياب ڪو نہ ٿيو ھو. اھي انھي ڳالھہ تي يقين ڪرڻ لاءِ تيار ڪو نہ ھيا تہ سالار ۽ امامہ جي وچ ۾ ڪو ئي رابطو ڪو نہ آھي. سالار وانگر خود انھن بہ موبائيل تي وري وري ان سان رابطو ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي مگر ناڪامي ٿي.

سڪندر سالار کي آمريڪا ۾ مختلف يونيورسٽين ۾ داخلا لاءِ درخواستون موڪلڻ لاءِ چئي ڇڏيو ھيو. ان کي خبر ھئي تہ ان جي پڙھائي ۾ ڪارڪردگي اھڙي ھئي جو ھر ڪا يونيورسٽي ان کي پاڻ وٽ داخلا ڏيڻ ۾ خوشي محسوس ڪندي

امامہ سالار کي ٻيھر فون ڪو نہ ڪيوھيو حالانڪ سالار جو خيال ھيو تہ اھا ان کي ٻيھر فون ڪندي تہ اھو ان کي ٻڌائي ڇڏيندو تہ اھو ان کي نڪاح نامي ۾ اڳ ۾ ئي طلاق جو حق ڏئي چڪو آھي ۽ اھو نڪاح نامي جي ڪاپي بہ ان جي حوالي ڪري ڇڏيندو. اھو ان کي اھو بہ ٻڌائيندو تہ ھن ان سان صرف ھڪڙي مذاق ڪئي ھئي مگر امامہ ٻيھر ان سان رابطو ڪو نہ ڪيو نہ وري سالار پنھنجن ڪاغذن ۾ ان نڪاح نامي کي ٻيھر ڏسڻ جي تڪليف ڪئي. ورنہ اھو گھڻو اڳ نڪاح نامي جو پنھنجن ڪاغذن ۾ موجود نہ ھجڻ کان واقف ٿي وڃي ھا.

جنهن ڏينهن اهو آخري پيپر ڏئي واپس گهر آيو. سڪندر عثمان کي ان پنهنجي لاءِ انتظار ڪندي ڏٺو.

"تون پنهنجو سامان ٻڌي ڇڏ. اڄ رات واري جهاز ۾ تون ڪامران وٽ آمريڪا وڃي رهيو آهين."

"ڇو بابا! ايئن اوچتو..... سڀ ڪجهه ٺيڪ ته آهي؟"

"تو کان سواءِ سڀ ڪجهه ٺيڪ آهي." سڪندر ڪاوڙمان چيو.

"مگر پوءِ به توهان مون کي ايئن اوچتو ڇو موڪلي رهيا آهيو؟"

"اهو مان تو کي رات جو ايئرپورٽ ڇڏڻ لاءِ ويندي ٻڌائيندس. في الحال تون وڃي پنهنجو سامان ٻڌ."

"بابا! مهرباني ڪري توهان مون کي ٻڌايو. توهان ايئن جلدي مون کي ڇو موڪلي رهيا آهيو؟" سالار ڪمزور احتجاج ڪيو.

مون چيو نه مان تو کي ٻڌائي ڇڏيندس. تون وڃي پنهنجو سامان ٻڌ. ورنه مان تو کي سامان کان سواءِ ئي ايئرپورٽ ڇڏي ايندس."

سڪندر ان کي ڏمڪايو. اهو ڪجهه دير ان کي ڏسندو رهيو پوءِ پنهنجي ڪمري ۾ هليو ويو. پنهنجو سامان سهيڙيندي منجهيل ذهن سان اهو سڪندر عثمان جي ان اوچتي فيصلي جي باري ۾ سوچيندو رهيو پوءِ اوچتو ان جي ذهن ۾ جهٽڪو لڳو. ان پنهنجي ميز جو خانو کولي پنهنجا ڪاغذ ڪڍڻ شروع ڪيا. اتي نڪاح نامو ڪو نه هيو. هن کي ان جو فيصلو سمجهه ۾ اچي ويو هيو ۽ ان کي پڇتاءُ ٿيو ته ان نڪاح نامي کي ايڏي لاپرواهيءَ سان اتي ڇو رکيو هيو. اهو نڪاح نامو سڪندر عثمان کان سواءِ ڪنهن ٻئي وٽ ٿي ئي نٿي سگهيو ڇو ته ان کان سواءِ ڪو ٻيو هن جي ڪمري ۾ اچڻ ۽ ان جو خانو کولڻ جي جرئت ئي نٿي ڪري سگهيو.

ان جي ذهن ۾ هاڻي ڪو مونجهارو ڪو نه هيو. ان وڏي خاموشيءَ سان پنهنجو سامان ٻڌو. اهو هاڻي صرف اهو سوچي رهيو هيو ته سڪندر عثمان ايئرپورٽ ڏانهن ويندي ان سان ڇا ڳالهائيندو.

رات جو ايئرپورٽ ڇڏڻ لاءِ صرف سڪندر ان سان گڏ آيو طيبه نه. ان جو لهجو ۽ انداز بي حد رکو ۽ خشڪ هيو. سالار به هن دفعي ڪوئي سوال ڪو نه ڪيو. ايئرپورٽ ويندي سڪندر عثمان پنهنجو بريف ڪيس کولي هڪڙو سادو پنو ۽ قلم ڪڍيو ۽ بريف ڪيس جي مٿان رکي ان ڏانهن وڌايو.

"هن تي صحي ڪر."

"هي ڇا آهي؟" سالار حيرانيءَ مان ان سادي ڪاغذ کي ڏٺو.

"تون صرف صحي ڪر، سوال نه ڪر." ان بيحد رکي انداز ۾ چيو. سالار وڌيڪ ڪجهه چوڻ کان سواءِ ان جي هٿ ۾ پڪڙيل قلم ورتو ۽ ان ڪاغذ تي صحي ڪيائين. سڪندر ان ڪاغذ کي ويڙهي بريف ڪيس ۾ رکيو ۽ بريف ڪيس کي بند ڪري ڇڏيو.

"تون جيڪو ڪجهہ ڪري چڪو آهين, ان کان پوءِ توکي ڪجهہ چوڻ يا ڳالهائڻ بيڪار آهي. تون مون سان هڪڙي کان پوءِ ٻيو ٺڳي کان پوءِ ٽيون ڪوڙ ڳالهائيندو رهئين, اهو سمجهندي تہ مون کي تہ ڪڏهن بہ حقيقت جي خبر ئي ڪو نہ پوندي. منهنجي دل تہ اهو ٿي چاهي تہ توکي آمريڪا موڪلڻ بجاءِ هاشم مبين احمد جي حوالي ڪري ڇڏيان تہ جيئن توکي پنهنجي نالائقيءَ جو اندازو ٿئي, مگر منهنجو مسئلو اهو آهي تہ مان تنهنجو پيءُ آهيان, مون کي توکي بچائڻو ئي آهي. تون منهنجي انهي مجبوريءَ جو اڄ تائين فائدو وٺندو رهيو آهين مگر هاڻي ڪو نہ وٺي سگهندين. مان تنهنجو نڪاح نامو امامہ جي حوالي ڪري ڇڏيندس ۽ جيڪڏهن مون کي ٻيهر ڪڏهن اها خبر پئي تہ تو ان سان رابطو ڪيو آهي يا رابطو ڪرڻ جي ڪوشش ڪري رهيو آهين تہ مان ان دفعي جيڪو ڪندس تون ان جو اندازو بہ لڳائي نٿو سگهين. تون منهنجي لاءِ گهڻيون ئي مصيبتون پيدا ڪري چڪو آهين, هاڻي انهن جو سلسلو بند ٿيڻ کپي, تو سمجهيو."

ان ڪاوڙ ۾ پريل لهجي سان چيو. اهو جواب ۾ ڪجهہ ڪچڻ جي بجاءِ دريءَ کان ٻاهر ڏسڻ لڳو. ان جي انداز ۾ عجيب قسم جي لاپرواهي ۽ اطمينان هيو. سڪندر عثمان بي اختيار ڪڙهڻ لڳو. اهو ان جو اهو پٽ هيو جيڪو 150 کان بہ وڌيڪ حد تائين آئي ڪيو جي ڏات رکندو هيو. ڇا ڪو ئي چئي ٿي سگهيو تہ اهو مورڳو ڪا ڏات رکندو بہ هيو يا نہ.



# باب پنجون

ايندڙ ڪجهه مهينا ان جيڪي آمريڪا ۾ گذاريا هيا، اهي ان جي زندگيءَ جا مشڪل ترين ڏينهن هيا. اهو ان ڪان اڳ بہ ڪيترا ڀيرا سير تفريح جي لاءِ پنهنجي ڪٽنب سان گڏ ۽ انهن کان سواءِ آمريڪا ۽ يورپ ويندو رهيو هيو مگر هن دفعي سڪندر جنهن طريقي سان ان کي آمريڪا موڪليو هيو ان ڳالهہ جتي ان کي هڪڙي پاسي مشتعل ڪيو هيو تہ ٻئي پاسي ان لاءِ ٻيا گهڻا ئي مسئلا بہ پيدا ڪري ڇڏيا هيا. ان جا جيڪي دوست ٻارهين جماعت (اي ليول) ڪان پوءِ آمريڪا اچي ويا هيا، اهي آمريڪا جي مختلف يونيورسٽين ۾ پڙهي رهيا هيا. اهي ڪنهن هڪڙي رياست ۾ ڪو نہ هيا. ڪجهہ اهڙو ئي حال ان جي مائٽن ۽ سوٽن جو هيو. خود ان جا پيڻ ڀائر بہ هڪڙي جاءِ تي ڪو نہ هيا. اهو پنهنجي ڪٽنب سان ايترو بہ هريل مِريل ڪو نہ هيو جو انهن جي گهٽتائي محسوس ڪري ها يا گهر جي سڪ (هوم سڪنيس) جو شڪار ٿئي ها. پر اهو صرف اهڙي نموني اوچتو اتي موڪليو وڃڻ جو نتيجو هيو تہ اهو اهڙي نموني پريشانيءَ جو شڪار ٿي رهيو هيو.

ڪامران سڄو ڏينهن يونيورسٽيءَ ۾ هوندو هيو ۽ جيڪڏهن اهو گهر ايندو بہ هيو تہ پنهنجي پڙهائيءَ ۾ مصروف ٿي ويندو هيو. ان جو امتحان ويجهو هيو. جڏهن تہ سالار سڄو ڏينهن گهر ۾ ويڊيو فلمون ڏسندو رهندو هيو يا ٽي وي تي چينل مٽائڻ ۾ مصروف رهندو هيو ۽ جڏهن اهو انهن ٻنهي ڪمن مان بيزار ٿي پوندو هيو تہ آواره گردي ڪرڻ لاءِ نڪري ويندو هيو. ان اتي پنهنجي رهائش دوران نيويارڪ ۾ ان علائقي جو چپو چپو گهمي ڏٺو هيو جتي ڪامران رهندو هيو. اتان جي ڪا ڪلب، ناچ گهر، شراب خانو ٿيئيٽر، سئنيما، ميوزم يا نمائش گهر اهڙو ڪو نہ هيو جتي اهو نہ ويو هجي.

ان جي پڙهائي جو رڪارڊ اهڙو هيو جو ايرندي آمريڪا ۾ اوي ليگ (Ivy legue) جي جن ٽن يونيورسٽين ۾ ان درخواست ڏني هئي انهن ٽنهي ۾ امتحان جو نتيجو اچڻ ڪان اڳ ۾ ئي ان جون داخلا لاءِ ڏنل درخواستون منظور ڪيون ويون هيون. اهي ٽئي يونيورسٽيون اهڙيون هيون جن ۾ ان جو پري جو يا ويجهو ڪو ئي مائٽ داخل ڪو نہ هيو ۽ هن اهو چاٽي واٽي ڪيو هيو. ان کي خبر هئي تہ سڪندر عثمان پوري ڪوشش ڪندو تہ ان کي ڪنهن اهڙي يونيورسٽي ۾ داخل ڪرائي جتي ان جا پيڻ ڀائر نہ تہ گهٽ ۾ گهٽ انهن جي مائٽن مان ڪوئي ضرور موجود هجي تہ جيئن اهي ان جي باري ۾ معلومات حاصل ڪندا رهن. سالار جي ٻاران ان جو ڪو ٻيو پٽ انهن يونيورسٽين مان

ڪنهن يونيورسٽيءَ ۾ داخلا وٺڻ ۾ ڪامياب ٿئي ها تہ سڪندر عثمان فخر ۾ پرجي وڃي ها ۽ ان ڳالهہ کي پنهنجي لاءِ ۽ پنهنجي پوري خاندان لاءِ اعزاز سمجهي ها مگر هتي اهو ان خوف ۾ ڦاسي ويو هيو تہ اهي سالار تي نظر ڪيئن رکي سگهندا. سالار انهن يونيورسٽين مان ييل (Yale) جي چونڊ ڪئي هئي ۽ ان جو سبب اهو هيو تہ نہ صرف اتي ان جو ڪو سڃاڻپو ۽ واقفڪار ڪونہ هيو بلڪ نيو هيون (New Haven) ۾ بہ سڪندر عثمان جو ڪو ئي مٽ مائٽ يا دوست ڪو نہ هيو.

رزلٽ اچڻ کان پوءِ ان کي يونيورسٽيءَ مان اسڪالرشپ بہ ملي وئي هئي. پنهنجن باقي ڀائرن جي ابتڙ ان ضد ڪري هاسٽل ۾ رهڻ جي بجاءِ هڪڙو فليٽ ڪرائي تي ورتو هيو. سڪندر عثمان ان کي فليٽ ۾ رهائڻ لاءِ تيار ڪو نہ هيو مگر اسڪالرشپ ملڻ ڪري ان وٽ ايتري رقم اچي وئي هئي جو اهو پاڻ ئي ڪو فليٽ وٺي سگهي ها ڇو تہ يونيورسٽيءَ جي خرچ پکي لاءِ سڪندر ان جي اڪائونٽ ۾ اڳ ۾ ئي وڏي رقم جمع ڪرائي چڪو هيو حالانڪ انهن جي سيني کان ننڍي پٽ کي بہ اسڪالرشپ ملندي هئي مگر سالار سڪندر کي الله تعاليٰ خاص طور ان کان هر اهو "ڪم" ۽ "مطالبو" ڪرڻ لاءِ ٺاهيو هيو جيڪو ان کان پهريان ڪنهن نہ ڪيو هجي. اهو زمين تي خاص طور تي انهن کي تنگ ڪرڻ لاءِ موڪليو ويو هيو. جنهن شي کي ان جا ڀيا پار اوپر چوندا هيا اهو اولهہ چوندو هيو. جنهن کي ڀيا زمين چوندا هيا اهو ان جي آسمان هجڻ لاءِ دليل ڏيڻ شروع ٿي ويندو هيو. اهي ان جي ڳالهين، حرڪتن ۽ ضد جي مقابلي ۾ وڌ ۾ وڌ پنهنجو بلڊ پريشر وڌائي تي سگهيا پيو ڪجهہ بہ نہ.

نيو هيون (New Haven) وڃڻ کان اڳ سڪندر ۽ طيبہ ان سان ملڻ لاءِ خاص طور تي پاڪستان کان آمريڪا آيا هيا. اهي ڪيترن ڏينهن تائين ان کي سمجهائيندا رهيا هيا. جن کي اهو اطمينان سان هڪڙي ڪن سان ٻڌي ٻئي ڪن مان ڪڍندو رهيو هيو. اهو ڪيترن سالن کان نصيحتون ٻڌڻ جو عادي هيو ۽ عملي طور تي اهي نصيحتون هاڻي ان تي بلڪل ڪو ئي اثر ڪونہ ڪنديون هيون. ٻئي پاسي سڪندر ۽ طيبہ پاڪستان واپس ويندي گهڻو فڪرمند بلڪ ڪنهن حد تائين ڊنل بہ هيا.

اهو ييل مان ماليات ۾ ايم بي اي (MBA) ڪرڻ آيو هيو ۽ ان اتي اچڻ کان پوءِ ڪجهہ هفتن اندر ئي پنهنجين غير معمولي صلاحيتن کي ظاهر ڪرڻ شروع ڪري ڇڏيو هيو.

پاڪستان ۾ جن ادارن ۾ اهو پڙهندو رهيو هيو توڙي جو اهي بہ تمام سٺا هيا. مگر اتي تعليم ان جي لاءِ سولو ڪم هيو. ييل (Yale) ۾ مقابلو گهڻو مشڪل هيو اتي بيحد قابل ماڻهو ۽ ذهين شاگرد موجود هيا. ان جي باوجود اهو گهڻو جلد نظرن ۾ اچڻ لڳو هيو.

ان ۾ جيڪڏهن هڪ طرف ان جي غير معمولي ذهني صلاحيتن جو دخل هيو تہ ٻئي طرف ان جي رويي جو بہ. ايشيائي شاگردن وارو روايتي ملڻ جلڻ ۽ خوش اخلاقي ان ۾ اڻ لڀ هيا. ان ۾ لحاظ ۽ مروت بہ ڪونہ هيا ۽ نہ وري ان ۾ احساس ڪمتري ۽ رعب ۾ اچڻ

واري ڳالهہ هئي جيڪا ايشيائي شاگرد آمريڪا ۽ يورپ جي يونيورسٽين ۾ فطري طور ڪٽي ايندا آهن. ان ۾ الڪپڻ ڪان ئي بهترين ادارن ۾ تعليم حاصل ڪئي هئي. اهڙا ادارا جتي پڙهائڻ وارا زياده تر غير ملڪي هيا ۽ ان کي چڱي طرح خبر هئي تہ اهي بہ ڪي علم جا وهندڙ درياءَ ڪونہ هوندا آهن. ان کي اها بہ خبر هئي تہ پيبل وارن ان کي اسڪالرشپ ڏئي ان تي ڪو احسان ڪونہ ڪيو آهي، اهو جيڪڏهن باقي پنهي يونيورسٽين مان ڪنهن جي بہ چونڊ ڪري ها تہ اسڪالرشپ ان کي اتان بہ ملي وڃي ها ۽ جيڪڏهن ايئن نہ بہ ٿئي ها تڏهن بہ ان کي اهو معلوم هيو تہ ان جي پيءُ ماءُ وٽ ايتري دولت هئي جو اهو جتي گهري ها داخلا وٺي ٿي سگهيو. جيڪڏهن پنهنجي خانداني حيثيت واري حالت ۽ قابليت جو غرور نہ هجي ها تڏهن بہ سالار سڪندر ايتري قدر رُکي ۽ الڳ ٿلڳ قسم جي طبيعت جو مالڪ هيو جو اهو ڪنهن کي پنهنجي خوش اخلاقي جي ڪوڙي مظاهري سان متاثر نٿي ڪري سگهيو. رهي سهي ڪسر ان جي ذهني ذات (آئي ڪيو ليول) پوري ڪري ڇڏي هئي.

شروع جي ڪجهہ هفتن ۾ ئي ان پنهنجن استادن ۽ ڪلاسين جو توجهہ پاڻ ڏانهن ڇڪي ورتو هيو ۽ اهو بہ پهريون ڀيرو ڪونہ ٿيو هيو. اهو ٻاراڻي عمر ڪان ئي تعليمي ادارن ۾ اهڙي قسم جو توجهہ حاصل ڪندو رهيو هيو. اهو اهڙو شاگرد ڪونہ هيو جيڪو اجاين ڳالهين تي بحث براءِ بحث ڪري. ان جا سوال ئي اهڙا هوندا هيا جو اڪثر استادن کي هڪدم انهن جو جواب ڏيڻ مشڪل ٿيندو هيو. جواب غير تسلي بخش بہ هوندو هيو تڏهن بہ اهو جتائيندو ڪونہ هيو صرف خاموش ٿي ويندو هيو مگر اهو اهڙو تاثر بہ ڪونہ ڏيندو هيو تہ اهو مطمئن ٿي ويو آهي يا ان جواب کي مڃي ٿو. اهو بحث صرف انهن استادن سان ڪندو هيو جن جي باري ۾ ان کي يقين هوندو هيو تہ اهو انهن ڪان واقعي ڪجهہ نہ ڪجهہ سکندو يا جن وٽ صرف ڪتابي يا روايتي علم ڪونہ هيو.

پڙهائي اتي بہ ان لاءِ گهڻي ڏکي ڪو نہ هئي، نہ ئي ان جو سمورو وقت پڙهائيءَ ۾ گذرندو هيو. پهريان جي مقابلي ۾ ان کي ڪجهہ وڌيڪ وقت ڏيڻو پوندو هيو مگر ان جي باوجود اهو پنهنجي لاءِ ۽ پنهنجين سرگرمين لاءِ وقت ڪڍي وٺندو هيو.

اهو اتي گهر جي سِڪ (هوم سڪنيس) جي پريشاني ۾ ڪونہ هيو تہ چوويهہ ڪلاڪ پاڪستان کي ياد ڪندو رهي يا پاڪستان سان اهڙي قسم جي عشق ۾ مبتلا هجي جو هر وقت ان جي ثقافت جي ضرورت ۽ اهميت کي محسوس ڪندو وتي. نہ وري آمريڪا ان جي لاءِ ڪا نئين ۽ اوپري جاءِ هئي، انهيءَ ڪري ان اتي موجود پاڪستانين کي ڳولڻ ۽ انهن سان رابطا وڌائڻ جي چاڻي واڻي ڪا ڪوشش ڪونہ ڪئي مگر وقت گذرڻ سان گڏوگڏ خود بخود اتي موجود ڪجهہ پاڪستانين سان ان جي ڏيٺ ويٺ ٿي وئي.

يونيورسٽي جي ٻين گهڻين ئي جماعتن، انجمنن ۽ ڪلبن ۾ ان جي دلچسپي هئي ۽ ان وٽ انهن جي ممبرشپ بہ هئي.

پڙهائي ڪان واندو وقت گهڻو ڪري اهو بيڪار گهمڻ ڦرڻ ۾ وڃائيندو هيو. خاص

طور تي هفتيوار موڪلون..... سئنيما، ڪلب، ناچ گانا، ٿيئيٽر...... ان جي زندگي انهن ئي چئني جي وچ ۾ ورهايل هئي. هر نئين فلم، هر نئون ڊرامو هر نئون راڳ رنگ اهو ڪون چڏيندو هيو يا وري هر نئون نئيو وڏو هوٽل، مهانگي ڪان مهانگو ۽ سستي ڪان سستو.. ان کي هر هڪ جي باري ۾ مڪمل معلومات هئي.

انهن مڙني ڳالهين جي هوندي اها هورا ڪورا ان جي ذهن ۾ هن وقت تائين موجود هئي جنهن جي ڪري اهو آمريڪا پهچايو ويو هيو. سڪندر کي ان جي نڪاح جي ڪڏهن خبر پئي؟ ڪيئن خبر پئي؟ سالار اهو معلوم ڪرڻ جي ڪوشش ڪون ڪئي مگر اهو اندازو ڪري سگهيو ٿي تہ سڪندر عثمان کي ان جي باري ۾ ڪيئن خبر پئي هوندي. اهي حسن يا ناصره ڪو نہ هيا جن سڪندر عثمان کي سالار ۽ امامہ جي باري ۾ ٻڌايو هوندو. اهو انهن جي طرف کان مطمئن هيو. اها خود امامہ ئي هوندي جنهن ان سان فون تي ڳالهائڻ کان پوءِ اهو سوچيو هوندو تہ ان جي بجاءِ سڪندر عثمان سان سموري ڳالهہ ڪجي ۽ ان يقيناً ايئن ئي ڪيو هوندو انهيءَ ڪري ان پيهر سالار سان رابطو ڪو نہ ڪيو. سڪندر ان سان رابطو ڪرڻ کان پوءِ ئي ان جي ڪمري جي تلاشي وٺي اهو نڪاح نامو ڳولي هٿ ڪيو هوندو.

مگر اهو سڀ ڪجهہ ڪڏهن ٿيو هيو...؟ هي اهو سوال هيو جنهن جو جواب اهو سمجهي نہ پئي سگهيو.

جيڪا بہ ڳالهہ هئي پر امامہ جي لاءِ ان جي ناپسنديدگي ۾ پاڪستان مان آمريڪا اچڻ تي اجا ڪجهہ وڌيڪ اضافو ٿي ويو هيو. هڪ ڪان پوءِ پيهر، اهو ان جي هٿان هار کائڻ تي مجبور ٿيو هيو ۽ هاڻي اهو پڇتائيندو هيو تہ ان انهي سموري معاملي ۾ امامہ جي مدد ڪيئن ڪئي. ڪڏهن ڪڏهن ان کي حيراني ٿيندي هئي تہ آخر اهو امامہ جهڙي ڇوڪري جي مدد ڪرڻ لاءِ تيار ڪيئن ٿي ويو هيو ۽ اها بہ ايتري حد تائين مدد جو......!!!

اهو هاڻي انهن سمورن واقعن جي باري ۾ سوچيندي بچان محسوس ڪندو هيو. آخر مون ان جي مدد ڇو ڪئي جڏهن تہ مون کي جيڪو ڪرڻ کپندو هيو، اهو هو تہ ان جي رابطي ڪرڻ تي مان وسيم کي، ان جي والدين کي يا خود پنهنجي والدين کي ان سموري معاملي جي باري ۾ ٻڌائي ڇڏيان ها يا وري جلال جي باري ۾ انهن کي ٻڌايان ها يا ان جي چوڻ تي ان سان مورڳو نڪاح ئي نہ ڪيان ها يا ان کي گهر مان فرار ٿيڻ ۾ تہ ڪڏهن اهڙي نموني مدد نہ ڪريان ها.

ڪڏهن ڪڏهن ان کي لڳندو هيو تہ ڄڻ اهو ڪنهن نينڍڙي ٻار وانگر ان جي هٿن ۾ استعمال ٿيو هيو. ايتري فرمانبرداري، ايتري تابعداري، آخر ڇو.....؟ جڏهن تہ اها هن سان ڪو ئي تعلق يا واسطو ڪون رکندي هئي ۽ اهو ڪنهن بہ طريقي سان ان جي مدد ڪرڻ لاءِ مجبور ڪو نہ هيو.

هاڻي ان کي اهو سڀ ڪجهہ هڪڙي ايڊوينچر کان وڌيڪ بيوقوفي لڳندو هيو. اهو

ڪنهن ماهر نفسيات (سائڪالوجسٽ) وانگر امامہ جي باري ۾ پنهنجي رويي جو تجزيو ڪندو هو ۽ مطمئن ٿي ويندو هو.

"جيئن جيئن وقت گذرندو ويندو، اها مڪمل طور منهنجي ذهن مان نڪري ويندي نہ بہ نڪتي تڏهن بہ منهنجي لاءِ ڪهڙو فرق پوندو." اهو سوچيندو هيو.

❊ ❊ ❊

وقت گذرڻ سان گڏ هتي ان جي دوستن جي حلقي ۾ اضافو ٿيندو ويو ۽ انهن دوستن ۾ هڪڙي جو نالو سعد هيو. ان جو تعلق ڪراچي سان هيو. سالار وانگر اهو بہ امير ڪبير گهراڻي سان تعلق رکندو هيو مگر سالار جي ابتڙ ان جو گهراڻو گهڻو مذهبي هيو. اهو سالار جو اندازو هيو. سعد طبيعت جو سنو هيو ۽ ڊول جو بہ سهڻو هيو. نيو هيون ۾ هڪڙي آمريڪي دوست جي معرفت ان جي ملاقات سعد سان ٿي هئي ۽ ان ڏانهن دوستي ۾ اڳرائي ڪرڻ وارو سعد ئي هيو. سالار ان دوستي کي قبول ڪرڻ ۾ ڪجهہ نتايو ڇو تہ ان کي ايئن لڳندو هيو ڄڻ سعد ۽ ان جي وچ ۾ ڪا بہ ڳالهہ مشترڪ ڪونهي. سعد اتي ايم فل ڪري رهيو هيو. سالار جي برخلاف اهو پڙهائي سان گڏ نوڪري بہ ڪندو هيو. ان جو حُليو ان جي مذهب سان جذباتي وابستگي ظاهر ڪرڻ لاءِ ڪافي هيو. ان کي ڏاڙهي رکيل هئي ۽ مذهب جي باري ۾ ان جي ڄاڻ تمام گهڻي هئي. سالار زندگيءَ ۾ پهريون ڀيرو ڪنهن اهڙي شخص سان دوستي ڪئي هئي جيڪو مذهبي هيو.

سعد پنج وقت نماز پڙهندو هيو ۽ ٻين کي بہ ان لاءِ چوندو رهندو هيو. اهو مختلف تنظيمن ۽ ڪلبن ۾ بہ گهڻو سرگرم هيو. سالار جي ابتڙ ان جو آمريڪا ۾ ڪو بہ ويجهو مائٽ ڪو نہ هيو. صرف هڪڙي رشتي جو چاچو هيو. جيڪو ڪنهن ٻي پري واري رياست ۾ رهندو هيو. شايد انهيءَ ڪري پنهنجي اڪيلائپ کي ختم ڪرڻ لاءِ اهو رلڻو ملڻو هيو. سالار جي برخلاف اهو پنهنجن ڀينرن ڀائرن ۾ سڀني کان ننڍو هيو ۽ شايد اهو لاڏ پيار ئي هيو جنهن ان جي والدين کي ان کي ايترو ڏور تعليم لاءِ موڪلڻ تي مجبور ڪيو هيو ورنہ ان جا باقي ٻہ ڀائر سعد جي والد سان گڏ گريجوئيشن کان پوءِ ڪاروبار ۾ شامل ٿي ويا هيا.

اهو بہ هڪڙي ڪرائي جي فليٽ ۾ رهندو هيو مگر ان سان گڏ ان فليٽ ۾ چار ٻيا بہ ماڻهو رهندا هيا. انهن چئن مان ٻہ عرب ۽ هڪڙو بنگلاديش کان علاوه هڪڙو ٻيو پاڪستاني هيو. اهي سڀ شاگرد هيا.

سعد پهرين ئي ملاقات ۾ سالار سان بي تڪلف ٿي ويو هيو. سالار جي آمريڪي دوست جيف جڏهن سعد کي سالار جي تعليمي ڪاميابين جي باري ۾ ٻڌايو تہ هر ڪنهن وانگر سعد بہ متاثر ٿيڻ کان سواءِ رهي نہ سگهيو.

سالار کي سعد جو چهرو ڏسي ۽ خاص طور تي ڏاڙهي ڏسي سدائين جلال جو خيال ايندو هيو. ڏاڙهيءَ جي ڪري ٻنهي ۾ عجيب هڪجهڙائي ۽ مشابهت نظر ايندي هئي. ڪيترا دفعا ٻين دوستن کان علاوه سعد بہ هفتيوار موڪل تي ان سان گڏ هوندو هيو.

”تون مسلمان آهين ليڪن مذهب جي بلڪل پابندي ڪو نہ ٿو ڪرين.“ سعد هڪڙو پيرو سالار کي چيو هيو.

”۽ تون ضرورت کان زياده مذهبي آهين.“ سالار جواب ۾ چيو.

”ڇا مطلب؟“

”مطلب اهو آهي تہ جهڙي طرح تون پنج وقت نماز پڙهندو رهين ٿو ۽ هر وقت اسلام جي ڳالهہ ڪندو رهين ٿو اها ڪجهہ حد کان وڌيڪ خوبصورت ٽيڻ جي نموني واري ڳالهہ تي وڃي ٿي.“ سالار وڏي صاف گوئي سان چيو ”تون هر وقت نماز پڙهڻ سان ٿڪجين نٿو.“

”اهو فرض آهي، الله جي طرفان اسان کي حڪم ڪيو ويو آهي تہ اسان ان جي عبادت ڪريون. ان کي هر وقت ياد رکون.“ سعد زور ڏيندي چيو. سالار هڪڙي اوباسي ڏني.

”تون بہ عبادت ڪندو ڪر. آخر تون بہ مسلمان آهين.“ سعد ان کي چيو.

”مون کي خبر آهي، ۽ ڇا عبادت نہ ڪرڻ سان مان مسلمان ڪو نہ رهندس؟“ ان ڪجهہ تيز لهجي ۾ سعد کي چيو.

”تون صرف نالي جو مسلمان ٿي زندگي گذارڻ گهرين ٿو؟“

”سعد! مهرباني ڪري اهڙي قسم جي فضول موضوع تي بحث نہ ڪر. مون کي خبر آهي تہ تو کي مذهب ۾ دلچسپي آهي مگر مون کي ڪونهي. سٺو آهي تہ اسان هڪ ٻئي جي راءِ ۽ جذبات جو خيال رکون ۽ هڪ ٻئي تي ڪجهہ زبردستي مڙهڻ جي ڪوشش نہ ڪريون. جيئن مان توکي اهو ڪونہ ٿو چوان تہ تون نماز ڇڏي ڏي، اهڙي طرح تون بہ مون کي اهو نہ چئو تہ مان نماز پڙهان.“ سالار انتهائي صاف گوئي سان چيو تہ سعد خاموش ٿي ويو.

مگر ڪجهہ ڏينهن کان پوءِ هڪڙي ڏينهن اهو ان جي فليٽ تي آيو. سالار ان جي مهمان نوازي ڪرڻ لاءِ ڪجهہ ڪٽي اچڻ لاءِ بورچيخاني ۾ ويو تہ سعد بہ ان جي پٺيان ئي اچي ويو. ان ڳالهين دوران فرج کولي ڏٺو ۽ ان ۾ موجود ڪاڏي جي شين تي نظر ڊوڙائڻ لڳو. سالار گذريل رات هڪڙي برگر جي دڪان تان پنهنجو پسنديده برگر وٺي آيو هيو. اهو فرج ۾ رکيو هيو. سعد ان کي ڪڍي ورتو.

”ان کي اتي رک. تون اهو نہ کائجان.“ سالار جلدي ۾ چيو.

”ڇو؟“ سعد چلهي ڏانهن ويندي چيو.

”ان ۾ سوئر جو گوشت آهي.“ سالار لاپرواهيءَ سان چيو.

”پوڳ نہ ڪر.“ سعد هٻڪي ويو.

”ان ۾ پوڳ ڪرڻ واري ڪهڙي ڳالهہ آهي.“ سالار حيرانيءَ مان ان کي ڏٺو. سعد ڇڻ اڇلائڻ واري انداز ۾ پليٽ کي تختي تي رکي ڇڏيو.

”تون سوئر جو گوشت کائيندو آهين؟“

”مان گوشت ڪو نہ کائيندو آهيان. مان صرف اهو برگر کائيندو آهيان، ڇو تہ اهو مون کي وڻندو آهي.“ سالار چلهو ٻاريندي چيو.

”توکي خبر آهي، اهو حرام آهي؟“

”اسلام ۾؟“

”ها!“

”ٻيو ڀلا؟“

”هاڻي تون وري اهو تبليغي واعظ شروع نہ ڪجان. مان صرف سوئر جو گوشت ئي ڪو نہ کائيندو آهيان، هر قسم جو گوشت کائيندو آهيان.“ سالار لاپرواهيءَ سان چيو. اهو هاڻي فرج ڏانهن وڃي رهيو هو.

”مون کي يقين ڪو نہ ٿو اچي.“

”خير، ان ۾ اهڙي بي يقيني جي ڪهڙي ڳالهہ آهي. اهو کائڻ لاءِ ئي هوندو آهي.“ اهو هاڻي فرج ۾ پيپل کير جي دٻي کي ڪڍي رهيو هيو.

”هر شيءِ کائڻ لاءِ ڪو نہ هوندي آهي.“ سعد ڪجهہ بي چين ٿي ويو. ”ٺيڪ آهي تون گهٽ مذهبي نہ سهي پر مسلمان تہ آهين ۽ ايتري تہ توکي بہ خبر هوندي تہ سوئر اسلام ۾ حرام آهي، گهٽ ۾ گهٽ هڪڙي مسلمان لاءِ.“ سالار ماٺ ڪيون پنهنجي ڪم ۾ لڳو رهيو.

”منهنجي لاءِ ڪجهہ نہ ٺاهجان، مان ڪونہ کائيندس.“ سعد هڪدم بورچيخاني مان نڪري ويو.

”ڇو؟“ سالار ڪنڌ ورائي ان کي ڏٺو. سعد سامهون صابڻ سان هٿ ڌوئيندو رهيو.

”ڇا ٿيو؟“ سالار ان کان ڪجهہ حيراني سان پڇيو.

سعد جواب ۾ ڪجهہ ڪونہ چيو. اهو ايئن ڪلما پڙهندو هٿ ڌوئي رهيو هيو. سالار چپندڙ نظرن سان چپ پڪوڙيون ان کي ڏسندو رهيو. هٿ ڌوئڻ کان پوءِ ان سالار کي چيو.

”مان تہ ان فرج ۾ رکيل ڪا بہ شيءِ نٿو کائي سگهان. بلڪ تنهنجي ٿانون ۾ بہ نہ ٿو کائي سگهان. جيڪڏهن تون اهو برگر کائيندو آهين تہ پيو بہ الاهي ڇا ڇا کائيندو هوندين.“ هل، ٻاهر ٿا هلون، اتي وڃي ڪجهہ کائون ٿا.“

”اها وڏي بي عزت واري ڳالهہ آهي.“ سالار ڪجهہ ناراضگيءَ مان چيو.

”نہ ، بي عزتي واري ڪا ڳالهہ ڪونهي. بس مان اهو حرام گوشت کائڻ نٿو گهران ۽ تون انهي معاملي ۾ پرهيز ڪرڻ جو عادي ڪونہ آهين.“ سعد چيو.

”مون توکي اهو گوشت کارائڻ جي ڪوشش ڪونہ ڪئي آهي. تون ڪونہ کائيندو آهين، انهي ڪري مون اهو برگر ڪڍندي ئي توکي منع ڪري ڇڏي.“ سالار چيو. ”مگر توکي تہ ڪا فوبيا ٿي وئي آهي. تون اهڙي نموني سان رد عمل ڪري رهيو آهين ڄڻ مون هن پوري فليٽ ۾ ان جانور کي پالي رکيو آهي ۽ رات ڏينهن ان سان ئي گڏ رهندو آهيان.“ سالار ناراض ٿي ويو.

”هل ٻاهر ٿا هلون.“ سعد ان جي ناراضگي ختم ڪرڻ لاءِ چيو.

”ٻاهر هلي ڪجهہ کائيندا سين تہ مان بل جي ادائگي ڪونہ ڪندس، تون ڪندين.“ سالار چيو.

”ٺيڪ آهي، بل مان پريندس، ڪو مسئلو ڪونهي، تون هل.“ سعد اطمينان جو ساهه کڻندي چيو.

”۽ بئي پيري تون منهنجي فليٽ تي ايندي گهران ڪجهه کائڻ لاءِ کڻيون اچجان.“ سالار ڪجهه طنز ڪندي ان کي چيو.

”ٺيڪ آ، کڻي ايندس.“ سعد چيو.

❊ ❊ ❊

اهو ان هفتيوار موڪل ڏينهن ڍنڍ جي ڪناري تي ويٺو هيو. ان وانگر گهڻائي ماڻهو اتي گهمي ڦري رهيا هيا. اهو ڪجهه دير هيڏي هوڏي گهمڻ ڦرڻ کان پوءِ هڪڙي بينچ تي اچي ويهي رهيو. گهڻو لاپرواهيءَ سان هڪڙي قلفي کائيندي اهو هيڏي هوڏي ڏسڻ ۾ مصروف هيو جڏهن ان جو توجهه هڪڙي ٽن سالن جي ٻارڙي پاڻ ڏانهن ڇڪايو. اهو ٻارڙو هڪڙي فوٽ بال جي پٺيان ڊوڙي رهيو هيو ۽ ان کان ڪجهه پرتي ڪاري چادر ڍڪيون هڪڙي ڇوڪري ويٺي هئي جيڪا مرڪندي ان ٻارڙي کي ڏسي رهي هئي. اها اتي موجود گهڻن ئي ايشيائي ماڻهن مان هڪ هئي مگر چادر سان حجاب ۾ اها اڪيلي ڇوڪري هئي. اهو لاشعوري طور ان کي ڏسندو رهيو. اهو ٻارڙو فوٽ بال کي پيرن سان ڌڪيندو آهستي آهستي ان جي بينچ ڏانهن اچي ويو هيو. هڪڙي ڀئي ڌڪ (ٺوڪر) بال کي سڌو سالار ڏانهن موڪلي ڇڏيو. ڪنهن غير ارادي عمل هيٺ سالار ايئن ويٺي ويٺي پنهنجي ساڄي پير سان ان بال کي روڪيو ۽ پوءِ پير هٽايائين ڪو نه بلڪ اهڙي طرح ئي فوٽ بال تي رکيائين پر ان دفعي ان جي نظر ان ڇوڪريءَ جي بجاءِ ان ٻارڙي تي هئي جيڪو تيز رفتاريءَ سان بال جي پٺيان ان ڏانهن اچي رهيو هيو.

بلڪل ان وٽ اچڻ جي بجاءِ اهو ڪجهه پري بيهي رهيو. شايد اهو توقع ڪري رهيو هيو ته سالار بال کي ان ڏانهن ڌڪو ڏيندو مگر سالار اهڙي طرح بال تي هڪڙو پير رکيون ڪاهي هٿ سان قلفي کائيندي پري بيٺل ان ڇوڪريءَ کي ڏسندو رهيو. شايد ان کي گمان هيو ته هاڻي اها ويجهو ايندي. ايئن ئي ٿيو هيو. ڪجهه دير تائين ان کي بال کي نه ڇڏيندو ڏسي اها ڇوڪري ڪجهه حيرانيءَ مان اڳتي وڌي ان وٽ آئي هئي.

”ان فوٽ بال کي ڇڏي ڏيو.“

ان ويجهو اچي وڏي فضيلت سان چيو. سالار ڪجهه گهڙيون ان کي ڏسندو رهيو پوءِ ان فوٽ بال تان پنهنجو پير کڻي ورتوءِ اتي ويٺي ويٺي فوٽ بال کي هڪڙو زوردار ٺڏو هنيائين.

فوٽ بال اڏندو گهڻو پري وڃي ڪريو. ٺڏو هڻڻ کان پوءِ ان اطمينان سان ان ڇوڪريءَ کي ڏٺو. ان جو چهرو هاڻي ڳاڙهو ٿي رهيو هيو جڏهن ته اهو ٻارڙو هڪڙو دفعو وري ان فوٽ بال ڏانهن ڀڄندو وڃي رهيو هيو جيڪو هاڻي ڪٿي نظر ڪو نه ٿي آيو. ان ڇوڪريءَ چپن ۾ ان کي ڪجهه چيو ۽ پوءِ واپس موٽي وئي. سالار ان جي وات مان نڪرڻ وارن لفظن کي ٻڌي يا سمجهي ڪو نه سگهيو مگر ان جي ڳاڙهي چهري ۽ تاثرات مان هو اهو اندازو چڱي طرح لڳائي ٿي سگهيو ته اهي ڪي چڱا لفظ ڪو نه هوندا. ان کي

پنهنجي حرڪت تي شرمندگي بہ ٿي مگر جلد ئي اندازو ٿي ويو تہ ان اها حرڪت ڇو ڪئي. اها ڇوڪري امامہ جي هم شڪل لڳي رهي هئي.

ان کي ڊگهو ڪارو ڪوٽ پاتل ۽ ڪاري چادر جو منهن تي نقاب لڳل هيو. ڊگهي قد جي ۽ گهڻي سنهي سيپڪڙي هئي. بلڪل امامہ وانگر. ان جي سفيد رنگت ۽ ڪاريون اکيون بہ ان کي امامہ جهڙيون ئي محسوس ٿيون هيون. امامہ پاڻ کي گهڻي ڊگهي چادر ۾ لڪائي رکندي هئي. اها منهن ڪو نہ ڍڪيندي هئي مگر ان جي باوجود ان وقت ان ڇوڪريءَ کي ڏسندي ان کي ان جو خيال آيو هيو ۽ لاشعوري طور تي ان اهو ڪو نہ ڪيو جيڪو ڇوڪري چاهيو ٿي. شايد ان کي ڪنهن حد تائين تسلي ٿي هئي تہ ان امامہ جي ڳالهہ ڪو نہ مڃي مگر.... اها امامہ ڪو نہ هئي.

”آخر مون کي ڇا ٿي رهيو آهي، ايئن تہ ......“ ان حيران ٿيندي سوچيو. اهو ڪيسي مان سگريٽ ڪڍي دڪاڻ لڳو. سگريٽ جا ڪش هڻندي اهو هڪڙو دفعو وري ان ئي ڇوڪريءَ کي ڏسڻ لڳو جيڪا پنهنجي پارٽي کي فوٽ بال سان کيڏندو ڏسي مرڪي رهي هئي. سالار ان کي ڏسي رهيو هيو ۽ ان کان علاوه هر شيءِ کان بي نياز لڳو پيو هو.



ان رات اهو گهڻي دير تائين امامہ جي باري ۾ سوچيندو رهيو. ان جي ۽ جلال انصر جي باري ۾ ان کي يقين هيو تہ ان وقت تائين اهي ٻئي شادي ڪري چڪا هوندا. ڇو تہ پنهنجو نڪاح نامو سڪندر کان حاصل ڪرڻ کان پوءِ ان کي خبر پئجي وئي هوندي تہ طلاق جو حق پهريان ئي ان وٽ هيو. ان کي ان سلسلي ۾ سالار جي مدد جي ضرورت ڪو نہ هئي. اهو معلوم هجڻ جي باوجود تہ جلال انصر ان جي چوڻ تي بہ امامہ سان شاديءَ لاءِ تيار ڪو نہ ٿيو هيو ان کي پوءِ بہ نہ ڄاڻ ڇو اهو يقين هيو تہ جلال انصر هڪڙو ڀيرو امامہ جو ان وٽ پهچڻ سان ان سان انڪار ڪو نہ ڪري سگهيو هوندو. ان جي منٿ ميڙ ڪرڻ تي اهو مڃي ويو هوندو.

امامہ ان جي مقابلي ۾ گهڻي خوبصورت هئي ۽ امامہ جو خاندان ملڪ جي طاقتور ترين خاندانن مان هڪ هيو. ڪوئي بيوقوف ئي هوندو جيڪو جلال انصر جهڙي حيثيت رکندي، امامہ کي سوني جهرڪي نہ سمجهندو هجي يا پوءِ تي سگهي ٿو اهو واقعي امامہ جي محبت ۾ گرفتار هجي. جيڪو ڪجهہ بہ هيو ان کي يقين هيو تہ اهي ٻئي شادي ڪري چڪا هوندا ۽ خبر ڪونهي ڪهڙي نموني هاشم مبين جي اکين ۾ مٽي وجهي لڪڻ ۾ ڪامياب ٿيا هوندا يا اهو بہ ممڪن آهي تہ هاشم مبين انهن کي ڳولي لڌو هجي.

”مون کي ان باري ۾ معلوم تہ ڪرڻ گهرجي.“ ان سوچيو ۽ اڳين گهڙيءَ پاڻ کي ٽوڪيائين ”خدا جي واسطي سالار! ان کي دفع ڪر. وڃڻ ڏي. ڇو خوامخواهہ ان جي پٺيان پئجي ويو آهين. اهو معلوم ڪري ڇا ملي ويندو تہ هاشم مبين ان تائين پهتو يا نہ.“ ان بي اختيار پاڻ تي طنز ڪئي مگر ان جي هورا ڪورا ختم ڪو نہ ٿي.

"واقعي مون هتي اچڻ کان پوءِ اهو معلوم ڪرڻ جي ڪوشش ڇو نہ ڪئي تہ هاشم مبين ان وقت تائين ان تائين پهتو آهي يا نہ." ان کي حيراني ٿي رهي هئي.

❊ ❊ ❊

"منهنجو نالو وينس ايڊورڊ آهي."

ان ڇوڪريءَ ان ڏانهن پنهنجو هٿ وڌايو هيو. اهو ان وقت لئبريريءَ ۾ ڪتابن جي خاني مان هڪڙو ڪتاب ڪڍي رهيو هيو جڏهن اها ان جي ويجهو آئي هئي.

"سالار سڪندر!" ان وينس سان هٿ ملائيندي پنهنجو تعارف ڪرايو.

"مون کي خبر آهي، توهان کي تعارف ڪرائڻ جي ضرورت ڪونهي."

وينس وڏي گرمجوشيءَ مان چيو. سالار ان کي اهو ڪو نہ چيو تہ ان کي بہ تعارف جي ضرورت ڪو نہ هئي. اهو پنهنجي ڪلاس جي پنجاهن مان پنجاهہ ئي شاگردن کي انهن جي نالي سان ڄاڻندو ۽ سڃاڻندو هيو. نہ صرف اهو بلڪ انهن جي مختصر بائيو ڊيٽا بہ بغير هيڪڙ جي ڪنهن غلطيءَ کان سواءِ ٻڌائي سگهيو ٿي. جيئن اهو ان وقت وينس کي اهو ٻڌائي حيران ڪري سگهيو ٿي تہ اها نيو جرسيءَ کان آئي هئي. اتي ٻہ سال اها هڪڙي بوتلن جي ڪمپنيءَ ۾ ڪم ڪندي رهي هئي. ان وٽ مارڪيٽنگ ۾ هڪڙي ڊگري هئي ۽ هاڻي اها ٻي ڊگري حاصل ڪرڻ لاءِ اتي آئي هئي ۽ اها ان کان گهٽ ۾ گهٽ ڇهہ ست سال وڏي هئي. توڙي جو پنهنجي قدڪاٺ ڪري سالار ان کان گهڻو وڏو لڳو ٿي پر ان کي خبر هئي اهو پنهنجي ڪلاس ۾ سڀني کان ننڍي عمر وارو هيو. پنهنجي ڪلاس ۾ صرف اهو ئي هيو جيڪو ڪنهن بہ قسم جي نوڪري ڪرڻ کان سواءِ سڌو ايم بي اي ڪرڻ آيو هيو. باقي ٻين سڀني وٽ ڪٿي نہ ڪٿي ڪجهہ سال ڪم ڪرڻ جو تجربو هيو پر ان وقت وينس کي اهو سڀ ڪجهہ ٻڌائڻ ان کي خوش فهمي ۾ مبتلا ڪرڻ جي برابر هيو.

"جيڪڏهن مان توهان کي ڪافيءَ جي دعوت ڏيان تہ؟" وينس پنهنجو تعارف ڪرائڻ کان پوءِ چيو.

"تہ مان اهو قبول ڪندس."

اها ان جي ڳالهہ تي کِلي. "تہ پوءِ هلون ٿا، ڪافي ٿا پئون." سالار کلها لوڏيا ۽ ڪتاب کي واپس خاني ۾ رکي ڇڏيو.

ڪفي ٽيريا ۾ ويهي اهي ٻئي تقريباً اڌ ڪلاڪ تائين هڪ ٻئي سان ڳالهيون ڪندا رهيا. اهو وينس سان ان جي ڏي ويٺ ڪرڻ جو آغاز هيو. سالار جي لاءِ ڪنهن ڇوڪريءَ سان تعلقات وڌائڻ ڪو مشڪل ڪم ڪو نہ هيو. اهو اهڙا ڪم گهڻي آسانيءَ سان ڪري وٺندو هيو. هن دفعي وڌيڪ آساني اها هئي تہ اڳڀرائي وينس جي طرفان ٿي هئي.

ٽن چئن ملاقاتن کان پوءِ ان هڪڙي رات وينس کي پنهنجي فليٽ تي رات گذارڻ لاءِ دعوت ڏني هئي ۽ وينس ڪنهن اعتراض کان سواءِ ان جي دعوت قبول ڪري ورتي

هئي. اهي ٻئي يونيورسٽيءَ کان پوءِ گڏ ڪيترين جاين تي گهمندا ڦرندا رهيا. سالار جي فليٽ تي اهي رات جو دير سان پهتا هيا.

اهو بورچيخاني ۾ پنهنجي ۽ ان جي لاءِ گلاس تيار ڪرڻ لڳو جڏهن ته وينس بي تڪلفيءَ سان هيڏي هوڏي ڦرندي ان جي گهر جو جائزو وٺي رهي هئي. پوءِ اها ان جي ويجهو اچي ميز جي سامهون بيهي رهي. "تنهنجو گهر ڏاڍو صاف سٿرو آهي. مان سوچي رهي هيس ته تون اڪيلو رهندو آهين ته فليٽ جو حُليو گهڻو خراب هوندو مگر تو ته هر شيءِ وڏي سليقي سان رکي آهي. تون ايئن ئي رهندو آهين يا اهو بندوبست خاص منهنجي لاءِ ڪيو ويو آهي."

سالار هڪڙو گلاس ان ڏانهن وڌايو. "مان ايئن رهندو آهيان، سليقي ۽ طريقي سان." ان ڏڪ پريو ۽ گلاس کي ميز تي رکندي وينس جي ويجهو آيو هن ان جي ٻنهي ڪلهن تي هٿ رکي ڇڏيا. وينس مرڪي ڏنو. سالار ان کي پنهنجي اچا وڌيڪ ويجهو ڪيو ۽ پوءِ هڪدم سُن ٿي ويو. ان جون نظرون وينس جي ڳچيءَ ۾ پيل زنجيري ۾ لڏندڙ موتيءَ تي پئجي ويون هيون. جنهن کي اڄ ان پهريون ڀيرو ڏٺو هيو. سردي جي موسم ڪري وينس وڏو سوئيٽر ۽ جئڪيٽ پائيندي هئي. ان هڪ ٻه دفعا ان جي ڪليل ڳلي مان نظر اچڻ واري ان زنجيري کي ڏٺو هيو مگر ان زنجيريءَ ۾ لڏندڙ اهو موتي اڄ پهريون دفعو ان کي ڏسڻ ۾ آيو هيو ڇو ته اڄ پهريون دفعو وينس کي هڪڙو ويڪري ڳچيءَ وارو چولو پاتل هيو. ان کي ان چولي مٿان هڪڙو سوئيٽر پاتل هيو جنهن کي ان سالار جي فليٽ تي اچڻ کان پوءِ لاهي ڇڏيو هيو.

ان جي چهري جو رنگ بدلجي ويو. هڪڙي جهٽڪي سان اهو موتي ان کي ڪٿي ٻئي..... ڪٿي گهڻو پوئتي..... ڪنهن ٻئي وٽ وٺي ويو هيو..... مسح ڪندڙ هٿ ۽ آڱريون..... هٿ ۽ ڪارائي..... ڪارائي کان نونٽ تائين سفر ڪندڙ آڱريون..... اکين کان پيشاني..... پيشاني کان سفيد چادر جي هيٺان ڪارن وارن تي تر ڪندڙ هٿ.....

امامہ جي ڳچيءَ ۾ پاتل زنجيري سوڙهي هئي. ان ۾ لڏندڙ موتي ان جي نڙيءَ وٽ بلڪل هڏيءَ سان لڏيو ٿي. زنجيري ٿوري ٻه وڏي هجي ها ته اهو ان کي ڏسي نه سگهي ها. ان رات ان کي گهڻي سوڙهي ڳچيءَ وارو چولو ۽ سوئيٽر پاتل هيا. ان موتيءَ کي ڏسڻ سان اهو ڪجهه دير جي لاءِ مفلوج ٿي ويو هيو.

اها ان کي ڪهڙي وقت ياد آئي هئي. ان موتيءَ تان نظرون هٽائڻ جي ڪوشش ڪئي. ان پنهنجي رات خراب ڪرڻ نٿي گهري. ان وينس کي ڏسي ٻيهر مرڪڻ جي ڪوشش ڪئي. اها ان کي چئي رهي هئي.

"مون کي تنهنجيون اکيون ڏاڍو خوبصورت لڳن ٿيون."

"مون کي تنهنجي اکين کان بچاءَ ٿي لڳي."

ڪنهن آواز ان کي هڪڙو ڇهڪ هنيو ۽ ان جي چهري جي مرڪ هڪدم گم ٿي وئي. وينس جي جسم تان پنهنجون ٻانهون هٽائي اهو ڪجهه قدم پوئتي هٽيو ۽ ميز تي رکيل گلاس کنيائين. وينس هڪ ٻڪي تي ان کي ڏسي رهي هئي.

”ڇا ٿيو؟“ اها ڪجهه قدم اڳتي وڌي آئي ۽ ان جي ڪلهي تي هٿ رکندي ڪجهه تشويش مان پڇيو.

سالار ڪجهه چوڻ کان سواءِ هڪڙي ئي ساهيءَ ۾ گلاس خالي ڪري ڇڏيو. وينس ان جي جواب نه ڏيڻ ڪري هاڻي ڪجهه منجهيل نموني سان ان کي ڏسي رهي هئي.

وينس ۾ ان جي دلچسپي ختم ٿيڻ ۾ صرف ڪجهه منٽ لڳا هيا. ان کي خبر نه ٿي لڳي ڇو ان کي ان جي وجود کان مونجهه ٿي رهي هئي. اهو گذريل ٻه ڪلاڪ هڪڙي نائيٽ ڪلب ۾ ان سان گڏجي ڊانس ڪندو رهيو هيو ۽ اهو ان سان بيحد خوش هيو ۽ هاڻي چند منٽن ۾...“

سالار پنهنجا ڪلها لوڏيا ۽ ٽانون ڏوئڻ واري گيندبيءَ ڏانهن هليو ويو. اهو پنهنجو گلاس ڏوئڻ لڳو. وينس بيو گلاس کڻي ان جي پرسان اچي بيٺي. سالار ان کان گلاس ورتو. اها پنهنجي سيني تي ٻئي ٻانهون ٻڌيون ان جي بلڪل ويجهو بيٺي ان کي ڏسندي رهي. سالار کي ان جي نظرن کان گهبراهٽ ٿي رهي هئي.

”مان...... منهنجي طبيعت ڪجهه ٺيڪ ڪو نه آهي.“

گلاس کي تختي تي رکندي ان وينس کي چيو. اها حيرانيءَ سان ان کي ڏسندي رهي اهو سڌي نموني ان کي اتان هليو وڃڻ لاءِ چئي رهيو هيو. وينس جي چهري جو رنگ بدلجي ويو. سالار جو رويو بيحد توهين آميز هيو. اها ڪجهه گهڙيون ان کي گهوري ڏسندي رهي پوءِ تڪڙ ۾ پنهنجو سوئيٽر ۽ پرس کڻي فليٽ جو دروازو ڌماڪي سان بند ڪري ٻاهر نڪري وئي. اهو ٻنهي هٿن سان پنهنجو مٿو پڪڙي صوفي تي ويهي رهيو.

وينس ۽ امامه ۾ ڪٿي ڪنهن به قسم جي ڪابه مشابهت ڪونه هئي. ٻنهي جي ڳچين ۾ پاتل موتي به بلڪل هڪجهڙو ڪو نه هيو ان جي باوجود ان وقت ان جي ڳچي ۽ ڳچيءَ ۾ لڙندڙ ان موتيءَ کي ڏسي ان کي بي اختيار اها ياد آئي هئي. ڇو....؟ هاڻي وري ڇو....؟ آخر هن وقت ڇو....؟ اهو بيحد مشتعل ٿي رهيو هيو. ان جي ڪري هن جي رات خراب ٿي وئي هئي، ان ٽيبل تي پيل هڪڙو شيشي جو گلدان کنيو ۽ پوري قوت سان ان کي پٽ تي هنيائين.

هفتيوار موڪل کان پوءِ وينس سان ان جي بيهر ملاقات ٿي، پر اهو ان سان گهٽي رکي ۽ اوپري انداز ۾ مليو. اهو ان سان تعلقات شروع ڪرڻ کان اڳ ئي ختم ڪرڻ جو واحد رستو هيو. ان کي هر ان عورت کان گهبراهٽ ٿيندي هئي جيڪا ان کي ڪهڙي به نموني ۾ امامه جي ياد ڏياري ۽ وينس انهن عورتن ۾ شامل ٿي وئي هئي. وينس جيڪا ان طرفان معذرت ڪرڻ ۽ ڪنهن بي ملاقات جي دعوت ملڻ جو انتظار ڪري رهي هئي، اها ان جي انهي رويي ڪري گهٽي دل برداشته ٿي هئي. ييل (Yale) ۾ اهو ان جو پهريون معاشقو هيو.

❊ ❊ ❊

سالار ايندڙ ڪجهه مهينا پڙهائيءَ ۾ گهڻو مصروف رهيو ايترو مصروف جو امامه کي ياد رکڻ ۽ ان جي باري ۾ معلومات حاصل ڪرڻ جي ڪوشش کي سپاٽي تي ٽاريندو

رهيو ۽ شايد اهو سلسلو اڃا هلندو رهي ها جيڪڏهن ان شام اوچتو ان جي ملاقات جلال انصر سان نہ ٿئي ها.

اهو هفتيوار موڪل تي بوسٽن ويو هيو جتي ان جو چاچو رهندو هيو. اهو اتي پنهنجي هڪڙي سوٽ جي شادي ۾ شامل ٿيڻ آيو هيو.

ان شام سالار پنهنجي سوٽ سان گڏ هيو جيڪو هڪڙو هوٽل هلائيندو هيو. اهو اتي ماني کائڻ آيو هيو. ان جو سوٽ آرڊر ڏيڻ کان پوءِ ڪنهن ڪم سان اٿي ويو هيو. سالار ڪاڏي اچڻ جو انتظار ڪري رهيو هيو. جڏهن ڪنهن ان جو نالو وٺي سڏيو.

"هيلو.....!" سالار بي اختيار ڪنڌ ورائي ان کي ڏٺو.

"توهان سالار آهيو؟" ان ماٺهوءَ پڇيو

اهو جلال انصر هيو. ان کي سڃاڻڻ ۾ گهڙي سوا جي دير انهيءَ ڪري ٿي هئي ڇو تہ ان جي ڇهري تان هاٽي ڏاڙهي گم هئي.

سالار اٿي بيهي ان سان هٿ ملايو. هڪڙو سال اڳ وارو ايڊوينچر هڪڙو دفعو وري ان جي اکين اڳيان گهمي ويو. رسمي دعا سلام کان پوءِ ان جلال کي دستور موجب ماني جي صلاح ڪئي.

"نہ، مون کي ڪجھ جلدي آهي. بس توهان تي اوچتو نظر پئي تہ مان هليو آيس." جلال پنهنجي گهڙي ۾ ڏسندي چيو.

"امامہ ڪيئن آهي؟" جلال ڳالهائيندي ڳالهائيندي اوچتو چيو. سالار کي لڳو هو ان جو سوال صحيح نموني ٻڌي ڪو نہ سگهيو آهي.

"سوري...؟" ان معذرت خواهانہ انداز ۾ پڇيو. جلال پنهنجو سوال ورجايو.

"مون امامہ جو تي پڇيو اها ڪيئن آهي؟"

سالار اکيون ڇنڀڻ کان سواءِ ان کي ڏسندو رهيو. اهو امامہ جي باري ۾ ان کان ڇو پڇي رهيو هيو.

"مون کي خبر ڪونهي، اها خبر تہ توهان کي هجڻ گهرجي." ان ڪجھ منجهيل نموني ۾ ڪلها لوڏيندي چيو.

ان ڀيري جلال حيران ٿيو. "مون کي ڇا جي لاءِ؟"

"ڇو تہ اها توهان جي زال آهي."

"منهنجي زال؟" جلال کي ڄڻ ڪرنٽ لڳو.

"توهان ڇا ٿا چئو. اها منهنجي زال ڪيئن ٿي سگهي ٿي. مون ان سان شادي ڪرڻ کان انڪار ڪري ڇڏيو هيو. توهان کي چڱيءَ طرح خبر آهي. هڪ سال اڳ توهان ئي تہ ان سلسلي ۾ مون سان ڳالهائڻ آيا هيا. "جلال ڄڻ ان کي ڪجھ ياد ڏياريو." مون تہ توهان کي اهو بہ چيو هيو تہ توهان پاڻ ان سان شادي ڪريو."

سالار بي يقيني مان ان کي ڏسندو رهيو.

”مان تہ اهو سوچي توهان سان ملڻ آيس تہ شايد توهان ان سان شادي ڪري ڇڏي هوندي“ اهو هاڻي وضاحت ڪري رهيو هيو.

”توهان ان سان شادي ڪو نهي ڪئي؟“ سالار پڇيو.

”نہ....توهان سان تہ سچي ڳالهہ ٿي هئي، مون انڪار ڪري ڇڏيو پوءِ ان سان منهنجي شادي ڪيئن ٿي سگهي ٿي؟ پوءِ مون ٻڌو تہ اها گهر مان نڪري ڪيڏانهن هلي وئي. مون سوچيو توهان سان گڏ ڪيڏانهن هلي وئي هوندي. انهيءَ ڪري تہ توهان کي ڏسي توهان ڏانهن هليو آيو هيس.“

”مون کي خبر ڪونهي تہ اها ڪٿي آهي، مان گذريل ستن اٺن مهينن کان هتي آهيان.“ سالار چيو.

”۽ مون کي هتي آئي ٻہ مهينا ٿيا آهن.“ جلال ٻڌايو.

”منهنجي ملاقات کان پوءِ ڇا ان ٻيهر توهان سان رابطو يا ملاقات ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي هئي؟“ سالار ڪجهہ منجهيل انداز ۾ پڇيو.

”نہ..... اها مون سان ڪونهي ملي.“

”اهو ڪيئن ٿي سگهي ٿو تہ لاهور وڃي ان توهان سان رابطو ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي هجي.“ سالار کي ان جي ڳالهہ تي يقين نہ آيو.

”مون سان رابطو ڪرڻ سان ڇا ٿئي ها؟“

”توهان جي لاءِ اها گهران نڪتي هئي. ان کي توهان وٽ وڃڻ گهرجي ها.“

”نہ....اها منهنجي لاءِ گهر مان ڪونہ نڪتي هئي. توهان کي تہ چڱي طرح خبر آهي تہ مون ان کي ٻڌائي ڇڏيو هيو تہ مان ان سان شادي ڪري نٿو سگهان. پوءِ توهان ايئن نہ چئو تہ اها منهنجي لاءِ گهران نڪتي هئي.“ جلال جي لهجي ۾ اوچتو ڪجهہ تبديلي اچي وئي. ”سموري ڳالهہ توهان سان ٿي تہ ٿي هئي.“

”ڇاتوهان سچ چئي رهيا آهيو نہ اها ٻيهر توهان وٽ ڪو نہ وئي؟“

”مان توهان سان ڪوڙ ڇو ڳالهائيندس ۽ جيڪڏهن اها مون سان گڏ هجي ها تہ مان توهان وٽ ان جي باري ۾ پڇڻ ڇو اچان ها. مون کي دير ٿي رهي آهي.“ جلال جي لهجي ۾ هاڻي بي نيازي هئي.

”توهان مون کي پنهنجي رابطي جو نمبر ڏيڻ چاهيندا؟“سالار چيو.

”نہ.... مان نٿو سمجهان تہ توهان کي مون سان يا مون کي توهان سان ٻيهر رابطو ڪرڻ جي ضرورت پئجي سگهي ٿي.“ جلال صاف گوئي سان چيوءِ واپس موٽي ويو.

سالار ڪجهہ منجهيل انداز ۾ ان جي پٺيءَ تي نظرون ڄمايون بيٺو رهيو. اها ناقابل يقين ڳالهہ هئي تہ اها جلال سان ڪونهي ملي. ڇو....؟ ڇا ان منهنجي ڳالهہ تي واقعي يقين ڪري ورتو هيو تہ جلال شادي ڪري ڇڏي آهي؟ سالار کي پنهنجو ڪوڙ ياد آيو مگر اهو ڪيئن ممڪن آهي. اهو وڌيڪ منجهي پيو....منهنجي ڳالهہ تي ان کي ڪيئن يقين آيو جڏهن تہ اها چئي ٻہ رهي هئي تہ ان کي منهنجي ڳالهہ تي يقين ڪو نہ آهي.

اهو ڪرسي ڇڪي ٻيهر ويهي رهيو.

جيڪڏهن جلال وٽ ڪونهي وئي تہ پوءِ اها ڪيڏانهن وئي. ڇا ڪنهن ٻئي ماڻهوءَ وٽ؟ جنهن ڪان ان مون کي بي خبر رکيو مگر اهو ممڪن ڪونهي. جيڪڏهن ڪو ٻيو هجي ها تہ اها مون کي ان سان بہ رابطو ڪرڻ لاءِ چوي ها. جيڪڏهن اها فوري طور جلال وٽ نہ بہ وئي هئي تہ سڪندر کان نڪاح نامو وٺڻ ۽ طلاق جي حق جي باري ۾ معلوم ٿيڻ کان پوءِ ان کي ان ڏانهن وڃڻ کپندو هيو ان کي اها خبر ڪونہ هئي تہ ان جلال جي ان فرضي شاديءَ جي باري ۾ ان کي ڇو ٻڌايو. شايد هن ان کي پريشان ڪرڻ تي گهريو يا پوءِ اهو ڏسڻ تي گهريائين تہ اها هاڻي ڇا ڪندي يا شايد اهو هر هر ان جي ان مطالبي کان تنگ اچي ويو هيو تہ اهو وري جلال وٽ وڃي، وري جلال سان رابطو ڪري. ان ايئن ڪرڻ جو سبب نٿي ڄاتو جيڪو بہ هيو بهرحال ان کي يقين هيو امامہ جلال ڏانهن ويندي

مگر سالار کي هاڻي خبر پئي هئي تہ انجي توقع يا اندازي جي برخلاف اها اوڏانهن وئي ئي ڪونهي.

بيرو هاڻي ڪاڏو رکي رکيو هيو ان جو سوٽ بہ اچي ويو هيو. اهي ٻئي ڳالهيون ڪندي ڪاڏو ڪائيندا رهيا مگر سالار ڪاڏو ڪائيندي ۽ ڳالهيون ڪندي بہ مسلسل امامہ ۽ جلال جي باري ۾ سوچيندو رهيو. ڪيترن مهينن کان پوءِ هڪدم اها ان جي ذهن تي وري سوار ٿي وئي هئي.

”ڪٿي ايئن تہ ڪونهي تہ اها ٻيهر پنهنجي گهر واپس هلي وئي هجي؟“ ڪاڏو ڪائيندي ان کي اوچتو خيال آيو.

”ها اهو ممڪن آهي.... “ ان جو ذهن لاڳيتو هڪڙي جاءِ تي اٽڪيل هيو. ”مون کي بابا سان ڳالهائڻ کپي. ان کي يقيناً ان جي باري ۾ ڪجهہ نہ ڪجهہ معلوم هوندو.“ سڪندر عثمان بہ انهن ڏينهن ۾ شاديءَ جي سلسلي ۾ اتي هيو.

گهر موٽي اچڻ کان پوءِ رات جو جڏهن ان سڪندر کي اڪيلو ڏٺو تہ هن ان کان امامہ جي باري ۾ پڇيو.

”بابا! ڇا امامہ واپس پنهنجي گهر اچي وئي آهي؟“ان ڪنهن تمهيد ٻڌڻ کان سواءِ سوال ڪيو.

ان جي سوال ڪجهہ دير لاءِ سڪندر کي خاموش ڪري ڇڏيو.

”تون ڇو پڇي رهيو آهين؟“ ڪجهہ گهڙين کان پوءِ ان سختيءَ سان پڇيو.

”بس ايئن ئي.“

”ان جي باري ۾ ايترو غور فڪر ڪرڻ جي ضرورت ڪونهي. تون پنهنجي پڙهائيءَ تي ڌيان رک تہ بهتر آهي.“

”بابا! مهرباني ڪري منهنجي سوال جو جواب ڏيو.“

”ڇو جواب ڏيان.... تنهنجو ان سان ڪهڙو تعلق آهي؟“ سڪندر جي ڪاوڙ ۾ اضافو ٿي ويو.

"بابا اڄ مون کي ان جو هڪڙو دوست هتي مليو هيو. اهو ٿي جنهن سان ان شادي ڪرڻ گهري ٿي."

"تہ پو......؟"

"تہ پوءِ اهو تہ انهن ٻنهي شادي ڪونهي ڪئي. اهو ٻڌائي رهيو هيو تہ امامہ ان وٽ وئي ئي ڪونهي. جڏهن تہ مان سمجهي رهيو هيس تہ لاهور وڃڻ کان پوءِ اها ان وٽ وئي هوندي."

سڪندر ان جي ڳالهہ ڪٽي ورتي. "اها ان وٽ وئي يا نہ. اُن هُن سان شادي ڪئي يا نہ. اهو تنهنجو مسئلو ڪونهي. نہ ئي توکي ان ۾ ٽنگ اڙائڻ جي ضرورت آهي."

"ها. اهو منهنجو مسئلو ڪونهي مگر مان اهو معلوم ڪرڻ گهران ٿو تہ امامہ توهان وٽ آئي هئي؟ توهان ان کي شاديءَ جا ڪاغذ ڪيئن موڪليا هيا؟ منهنجو مطلب ڪنهن جي ذريعي؟" سالار چيو.

"توکي ڪنهن ٻڌايو تہ ان مون سان رابطو ڪيو هيو؟"

اهو ان جي سوال تي حيران ٿيو. "مون پاڻ اندازو لڳايو."

"ان مون سان ڪو رابطو ڪونہ ڪيو. اها رابطو ڪري ها تہ مان هاشم مبين کي ان جي باري ۾ ٻڌائي ڇڏيان ها."

سالار ان جي چهري ڏانهن ڏسندو رهيو. "مون تنهنجي ڪمري جي تلاشي ورتي هئي ۽ اهو نڪاح نامو منهنجي هٿ لڳي ويو هيو."

"مون کي هيڏانهن روانو ڪرڻ مهل توهان چيو هيو تہ توهان اهي ڪاغذ امامہ تائين موڪلي ڏيندا."

"ها..... اهو ان صورت ۾ ٿئي ها جيڪڏهن اها مون سان رابطو ڪري ها مگر ان مون سان رابطو ڪو نہ ڪيو. توکي اهو يقين ڇو آهي تہ ان مون سان ضرور رابطو ڪيو هوندو."ان دفعي سڪندر سوال ڪيس.

سالار ڪجهہ دير ماٺ رهيو پوءِ پڇيو.

"پوليس کي ان جي باري ۾ ڪا بہ ڄاڻ ڪو نہ ملي؟"

"نہ. پوليس کي معلوم ٿئي ها تہ اها هن وقت تائين هاشم مبين جي گهر واپس اچي چڪي هجي ها مگر پوليس هاڻي بہ ان جي تلاش ۾ آهي." سڪندر چيو.

"سالار! هڪڙي ڳالهہ تہ طئي آهي تہ هاڻي تون ٻيهر امامہ جي باري ۾ ڪوئي تماشو نہ ڪندين. اها جتي آهي جنهن حال ۾ آهي توکي پنهنجو دماغ خراب ڪرڻ جي ضرورت ڪونهي، تنهنجو ان سان ڪو بہ تعلق ڪونهي. پوليس جيئن ئي ان کي ڳولي لهندي مان اهي ڪاغذ هاشم مبين تائين پهچائي ڇڏيندس، تہ جيئن تنهنجي جان سدائين لاءِ ان کان ڇٽي وڃي."

"بابا! ڇا واقعي ان ڪڏهن مون سان ڳالهائڻ لاءِ گهر فون ڪو نہ ڪيو." سالار ان جي ڳالهہ تي غور ڪرڻ کان سواءِ پڇيو.

"ڇا توکي اها فون ڪندي رهندي هئي؟"

اهو ان جو چهرو ڏسڻ لڳو. ”گهر مان هليو وڃڻ ڪان پوءِ ان صرف هڪڙو دفعو فون ڪيو هيو پوءِ مان هتي اچي ويس. تي سگهي ٿو ان ڪڏهن بيهر فون ڪيو هجي جنهن جي باري ۾ توهان مون کي نتا ٻڌايو.“

”ان توکي فون ڪونهي ڪئي. جيڪڏهن ڪري ها تہ مان تنهنجي ۽ ان جي شاديءَ جي باري ۾ گهٽڻ ئي معاملن کي ختم ڪري ڇڏيان ها. مان تنهنجي طرفان ان کي طلاق ڏئي ڇڏيان ها.“

”اهو سڀ توهان ڪيئن ٿا ڪري سگهو؟“

سالار گهڻو پرسڪون انداز ۾ چيو.

”توکي هتي روانو ڪرڻ ڪان اڳ مون هڪڙي ڪاغذ تي توکان صحي ڪرائي هئي، مان طلاق نامو تيار ڪرائي چڪو آهيان.“ سڪندر جتائيندي چيو.

”ڪوڙو ڪاغذ.“ سالار ان ئي انداز ۾ تبصرو ڪيو. ”مون کي تہ معلوم ڪونہ هيو تہ توهان طلاق نامو تيار ڪرائڻ لاءِ مون کان صحي وٺي رهيا آهيو.“

”تون وري ان مصيبت کي منهنجي سر مٿان آڻڻ گهرين ٿو؟“ سڪندر کي هڪدم ڪاوڙ اچي وئي.

”مون ايئن ڪو نہ چيو آهي تہ مان ان سان رشتو قائم رکڻ گهران ٿو. مان صرف توهان کي اهو ٻڌائي رهيو آهيان تہ منهنجي طرفان توهان اهو رشتو ختم نتا ڪري سگهو. اهو منهنجو معاملو آهي مان پاڻ ئي ان کي ختم ڪندس.“

”تون بس اهو شڪر ڪر تہ تون هن وقت هتي اطمينان سان ويٺو آهين ورنہ تو جنهن خاندان کي پنهنجي پٺيان لڳايو هيو اهو خاندان قبر تائين بہ تنهنجو پيڇو ڪو نہ ڇڏي ها ۽ اهو بہ ممڪن آهي تہ اهي هتي بہ تنهنجي نگراني ڪرائي رهيا هجن. اهو انتظار ڪندا هجن تہ تون مطمئن ٿي بيهر امامہ سان رابطو ڪرين ۽ اهي توهان ٻنهي جي لاءِ هڪڙي ڪڏ تيار ڪري وٺن.“

”توهان مون کي هرو ڀرو ڊيڄاري رهيا آهيو. پهرين ڳالهہ تہ اها آهي تہ مان اهو ميڄڻ لاءِ تيار ڪو نہ آهيان تہ هتي آمريڪا ۾ ڪير منهنجي نگراني ڪري رهيو هوندو ۽ اهو بہ ايترو عرصو گذري وڃڻ ڪان پوءِ ۽ ٻي ڳالهہ اها تہ مان امامہ سان تہ ڪوئي رابطو ڪو نہ ڪري رهيو آهيان ڇو تہ مون کي واقعي خبر ڪونهي تہ اها ڪٿي آهي؟ سو رابطي جو تہ سوال ئي پيدا ڪو نہ ٿو ٿئي.“

”تہ پوءِ توکي ان جي باري ۾ ايترو جذباتي ٿيڻ جي ڪهڙي ضرورت آهي. اها جتي آهي جيئن آهي، ان کي رهڻ ڏي“ سڪندر کي ڪجهہ اطمينان ٿيو.

”توهان منهنجي موبائيل جا بل چيڪ ڪريو. اهو موبائيل ان وٽ آهي. ٿي سگهي ٿو پهريان نہ تہ هاڻي اها ان سان فون ڪندي هجي.“

”اها ان سان فون ڪونہ ڪندي آهي. موبائيل مستقل طور بند آهي. جيڪي بہ ٿي فونون ان ڪيون هيون اهي سڀ ميڊيڪل ڪاليج ۾ گڏ پڙهڻ وارين ڇوڪرين کي ئي

ڪيون هيون ۽ پوليس اڳ ۾ ئي انهن کان پڇا ڳاڇا ڪري چڪي آهي. لاهور ۾ اها هڪڙي ڇوڪريءَ جي گهر وئي هئي مگر اها ڇوڪري پشاور ۾ هئي ۽ ان جي واپس اچڻ کان اڳ ئي اها ان جي گهران هلي وئي هئي. ڪٿي وئي، پوليس کي اها خبر ڪو نہ پئجي سگهي."

سالار ڇپنڌڙ نظرن سان ان کي ڏسندو رهيو پوءِ ان چيو. "توهان کي منهنجي ۽ ان جي باري ۾ حسن ٻڌايو هيو؟"

سڪندر ڪجهہ چئي نہ سگهيو. موبائيل جو امامہ وٽ هجڻ جي باري ۾ صرف حسن کي ئي خبر هئي. گهٽ ۾ گهٽ اها اهڙي ڳالهہ هئي جيڪا سڪندر عثمان صرف ان جي ڪمري جي تلاشي وٺي معلوم ڪري نٿي سگهيو. هن کي ان سان ڳالهائيندي پهريون ڀيرو اوچتو حسن تي شڪ ٿيو هيو ڇو تہ سڪندر عثمان کي اهڙين ننڍين ننڍين ڳالهين جي خبر هئي جن جي صرف هن کي خبر هئي يا حسن کي.... ڪوبہ ٽيون ماڻهو انهن کان باخبر ڪونہ هيو. ان سڪندر عثمان کي ڪجهہ ڪونہ ٻڌايو هيو تہ يقيني طور تي اهو حسن ئي ٿي سگهيو ٿي جنهن ان کي مڙني ڳالهين کان آگاهہ ڪري ڇڏيو هيو.

"ان سان ڪهڙو فرق پوي ٿو تہ مون کي حسن ٻڌايو آهي يا ڪنهن ٻئي.... اهو تہ ٿي نٿي سگهيو تہ ان ڳالهہ جي باري ۾ مون کي معلوم نہ ٿئي ها. اها صرف منهنجي بيوقوفي هئي تہ مون هاشم مبين جي الزامن کي سنجيدگيءَ سان نہ ورتو ۽ تنهنجي ڪوڙن تي يقين ڪيو."

سالار ڪجهہ ڪو نہ چيو اهو صرف نراڙ تي گهنج وجهيون ان کي ڏسندو ۽ ان جي ڳالهہ ٻڌندو رهيو. "هاڻي جڏهن مون تو کي انهي سموري معاملي مان بچائي ورتو آهي تہ تو کي ٻيهر اهڙي ڪا حرڪت نہ ڪرڻ گهرجي جنهن سان ....."

سڪندر عثمان ڪجهہ نرم لهجي سان چوڻ شروع ڪيو مگر ان کان اڳ جو ان جي ڳالهہ پوري ٿئي ها سالار هڪدم ٽپو ڏئي اٿيو ۽ ڪمري مان ٻاهر نڪري ويو.



سڪندر عثمان سان ٿيڻ واري انهي ڳالهہ کان پوءِ اهو سڄي رات انهي سموري معاملي جي باري ۾ سوچيندو رهيو. پهريون ڀيرو ان کي ٿورو افسوس ۽ پڇتاءُ ٿيو هيو. ان کي امامہ هاشم جي چوڻ تي ان کي هڪدم طلاق ڏئي ڇڏڻ گهربي هئي، پوءِ شايد اها جلال وٽ وڃي ها ۽ اهي ٻئي شادي ڪري ڇڏين ها. امامہ جي لاءِ بيحد ناپسنديدگي رکڻ جي باوجود ان پهريون دفعو پنهنجي غلطي تسليم ڪئي.

"ان ٻيهر مون سان رابطو ڪو نہ ڪيو. اها طلاق وٺڻ لاءِ ڪورٽ ڪونہ وئي. ان جي خاندان وارا بہ اڃا تائين ان کي ڳولهي ڪونہ سگهيا آهن. اها جلال انصر وٽ بہ ڪونهي وئي تہ پوءِ آخر اها وئي ڪيڏانهن. ڇا ان سان ڪو حادثو.....؟"

اهو پهريون دفعو وڏي سنجيدگيءَ سان ڪنهن ناراضگي يا ڪاوڙ کان سواءِ ان جي باري ۾ سوچي رهيو هيو.

"اهو تہ ناممڪن آهي تہ اها مون سان ايتري شديد نفرت ۽ ناپسنديدگي رکڻ جي باوجود منهنجي زال جي حيثيت ۾ ڪٿي خاموش زندگي گذاري رهي هجي. پوءِ آخر ڪهڙو سبب آهي تہ امامہ ڪنهن سان بہ ڀيهر رابطو نٿي ڪري. هن وقت تائين جڏهن هڪڙي سال کان بہ وڌيڪ عرصو گذري ويو آهي ڇا اها واقعي حادثو جو شڪار ٿي وئي آهي؟ ان سان ڪهڙو حادثو پيش اچي سگهي ٿو؟"

ان جي باري ۾ سوچيندي سوچيندي ان جي ذهني سوچ هڪڙو ڀيرو وري ڀٽڪڻ لڳي.

"جيڪڏهن ڪو حادثو پيش اچي ويو آهي تہ مان ڇا ڪريان.... اها پنهنجي ذميواري تي گهران نڪتي هئي ۽ حادثو تہ ڪنهن کي بہ ڪنهن بہ وقت پيش اچي سگهي ٿو پوءِ مون کي ان جي باري ۾ ايترو فڪرمند ٿيڻ جي ڪهڙي ضرورت آهي؟ بابا ٺيڪ چوي ٿو جڏهن منهنجو ان سان ڪو تعلق ڪونهي تہ پوءِ مون کي ان جي باري ۾ ايتري هورا کورا بہ رکڻ نہ گهرجي. خاص طور تي هڪڙي اهڙي ڇوڪريءَ جي باري ۾ جيڪا ايتري حد تائين احسان فراموش آهي جيڪا پنهنجو پاڻ کي ٻين کان سٺو سمجهندي هجي ۽ جيڪا مون کي ايترو واهيات سمجهندي هجي. ان سان جيڪو بہ ٿيو هوندو ٺيڪ ئي ٿيو هوندو اها ان جي قابل هئي."

هن ان جي باري ۾ هر خيال کي ذهن مان ڪڍي ڇڏڻ جي ڪوشش ڪئي.

اهو هاڻي ڪجهہ دير اڳ واري ڏک ڀريل سنجيدگي محسوس ڪونہ ڪري رهيو هيو نہ ئي وري ان کي هاڻي ڪنهن قسم جي پڇتاءَ جو احساس هيو. اهو هونئن بہ ننڍين وڏين ڳالهين تي پڇتائڻ جو عادي ڪو نہ هيو. ان سڪون جي حالت ۾ اکيون بند ڪري ڇڏيون. ان جي ذهن ۾ هاڻي پري پري تائين ڪٿي بہ امامہ هاشم جو تصور بہ موجود ڪونہ هيو.

❊ ❊ ❊

"ڪڏهن وندبيم (Vandame) ويو آهين؟" مائيڪ ان ڏينهن يونيورسٽيءَ مان نڪرندي سالار کان پڇيو.

"هڪڙو دفعو؟"

"ڪهڙي جاءِ آهي؟" مائيڪ سوال ڪيو.

"خراب ناهي." سالار تبصرو ڪيو.

"هن هفتي واري موڪل تي اوڏانهن ٿا هلون."

"ڇو.....؟"

"منهنجي سنگتياڻي (گرل فرينڊ) کي ان جاءِ سان گهڻي دلچسپي آهي....اها اڪثر ويندي آهي." مائيڪ چيو.

"تہ پوءِ، تو کي تہ ان سان ئي گڏ وڃڻ گهرجي." سالار چيو.

"نہ، سڀئي ٿا هلون. ڏاڍو مزو ايندو." مائيڪ چيو.

"سڀني مان تنهنجي ڪهڙي مراد آهي؟" ان دفعي دانش گفتگو ۾ حصو ورتو.

”جيترا بہ دوست آهيون..... سڀ.....!“

”مان، سالار، تون، سيني ۽ سعد.“

”سعد کي رهڻ ڏيو.... اهو نائٽ ڪلب جو نالو ٻڌي ڪنن تي هٿ رکندو يا هڪڙو ڊگهو واعظ ڪندو.“ سالار مداخلت ڪئي.

”تہ پوءِ ٺيڪ آهي، اسان ئي هلون ٿا.“ دانش چيو.

”سينڊرا کي بہ هلڻ لاءِ چئون ٿا.“ سالار پنهنجي سنگتياڻي (گرل فرينڊ) جو نالو ورتو.

ان هفتيوار موڪل تي اهي سڀ اتي ويا ۽ ٽن چئن ڪلاڪن تائين اتي گھڻو گهمي ڦري مزو ورتائون. ٻئي ڏينهن سالار دير سان اٿيو. اهو اڃا منجهند جي ماني جي تياري ڪري رهيو هيو جڏهن سعد ان کي فون ڪيو.

”هاڻي اٿيو آهين؟“ سعد ان جو آواز ٻڌڻ سان ئي چيو.

”ها، ڏهہ منٽ اڳ.“

”رات جو دير تائين ٻاهر رهيو هوندين، انهيءَ ڪري.....“ سعد اندازو لڳايو.

”ها.... اسان ٻاهر ويا هياسين.“ سالار ڄاڻي واڻي نائٽ ڪلب جونالو ڪو نہ ورتو.

”اسان مطلب ڪير.....؟ تون ۽ سينڊورا؟“

”نہ، سڄو ٽولو ئي.“ سالار چيو.

”سڄو ٽولو....؟ مون کي ڪونہ وٺي ويا. مان مري ويو هيس ڇا؟“ سعد چڙ مان چيو.

”اسان کي تنهنجو خيال ئي ڪو نہ آيو.“ سالار اطمينان سان چيو.

”سالار، تون ڏاڍو واهيات ماڻهو آهين، وڏو ڇسو.... اهو دانش بہ هليو هيو؟“

”اسان سڀ منهنجا جاني، اسان سڀ.....“ سالار ان ئي اطمينان سان چيو.

”توهان مون کي ڇو وٺي نہ ويا!“ سعد جي چڙ ۾ ڪجھہ وڌيڪ اضافو اچي ويو.

”تون اڃا ٻار آهين.....هر جاءِ تي ٻارڙن کي وٺي وڃي نٿو سگهجي.“ سالار شرارت مان چيو.

”مان هاڻي ئي اچي تنهنجون ٽنگون ٽوڙيان، تو کي پوءِ اندازو ٿيندو تہ ٻارڙو وڏو ٿي ويو آهي.“

”مذاق ڪونہ ٿو ڪريان يار.... اسان توکي گڏ هلڻ لاءِ انهيءَ ڪري ڪو نہ چيو جو تون هلين ئي ڪو نہ ها.“ هن دفعي سالار واقعي سنجيدو ٿيو.

”ڇو توهان دوزخ ۾ وڃي رهيا هيا جو مان اتي نہ هلان ها.“ سعد جي ڪاوڙ ۾ ڪا ئي گهٽتائي ڪو نہ ٿي.

”گهٽ ۾ گهٽ تون ان کي دوزخ ئي چوين ها. اسان نائٽ ڪلب ويا هياسين ۽ تو کي اتي وڃڻو ڪو نہ هيو.“

”ڇو مون کي اتي ڇو وڃڻو نہ هيو.“ سعد جي جواب سالار کي حيران ڪري ڇڏيو.

”تون گڏ هلين ها؟“

”بلڪل....“

”مگر تون اتي هلي چا ڪرين ها..... نہ تون شراب پيئندو آهين، نہ تون ڊانس ڪندو آهين.... پوءِ تون اتي هلي چا ڪرين ها... اسان کي نصيحتون ڪرين ها.“

”اهڙي ڳالهہ ڪونهي، ٺيڪ آهي شراب ڪو نہ پيئندو آهيان ۽ ڊانس ڪونہ ڪندو آهيان، مگر گهمڻ ڦرڻ جي تفريح تہ ٿي وڃي ها. مان بہ مزو وٺان ها.“ سعد چيو.

”مگر اهڙين جاين تي وڃڻ اسلام ۾ جائز ڪونهي.“ سالار چيڙائيندڙ لهجي ۾ چيو. سعد ڪجهہ گهڙين لاءِ ڪجهہ بہ چئي ڪو نہ سگهيو.

”مان اتي ڪو غلط ڪم ڪرڻ لاءِ تہ ڪو نہ هلان ها، تو کي ٻڌائي رهيو آهيان صرف گهمڻ ڦرڻ جي تفريح جي مقصد سان هلان ها.“ ڪجهہ گهڙين کان پوءِ ان ڪجهہ سنڀالي چيو.

”ٺيڪ آهي! ٻئي دفعي اسان جو پروگرام ٺهيو تہ تو کي بہ گڏ وٺي هلنداسين بلڪ مون کي اڳ ۾ خبر هجي ها تہ ڪالهہ رات بہ تو کي گڏ وٺي وڃون ها. اسان سڀني کي واقعي ڏاڍو مزو آيو.“ سالار چيو.

”چڱو هاڻي مان ڪري بہ چا ٿو سگهان. خير اڄ چا پيو ڪرين.؟“ سعد هاڻي ان سان معمول واريون ڳالهيون ڪرڻ لڳو. ڏهن پندرهن منٽن تائين انهن جي ڳالهہ ٻولهہ ٿيندي رهي، پوءِ سالار فون بند ڪري ڇڏيو.

❊❊❊

”تون هن هفتي واري موڪل تي چا ڪندين؟“ سالار کان ان ڏينهن سعد پڇيو. اهي يونيورسٽيءَ جي ڪينٽين ۾ ويٺا هيا.

”مان هن هفتي سينڊبورا سان گڏ نيويارڪ وڃي رهيو آهيان.“ سالار پنهنجو پروگرام ٻڌايو.

”ڇو....؟“ سعد پڇيو.

”ان جي ڀاءُ جي شادي آهي، ان مون کي سڏ ڏنو آهي.“

”واپس ڪڏهن ايندين؟“

”آچر ڏينهن شام جو.“

”تون هيئن ڪر جو پنهنجي فليٽ جي چاٻي مون کي ڏئي وڃ. مان بہ ڏينهن تنهنجي فليٽ تي رهندس، ڪجهہ ڪم ڪرڻا آهن جيڪي مون کي لکي پورا ڪرڻا آهن ۽ هن هفتي اهي چارئي اتي گهر هوندا. اتي وڏي رش هوندي مان تنهنجي فليٽ تي اطمينان سان پڙهندس.“ سعد چيو.

”ٺيڪ آهي، تون منهنجي فليٽ تي رهجان.“ سالار ڪلها لوڏيندي چيو.

ان کي سينڊبورا سان گڏجي جمعي ڏينهن شام جو نڪرڻو هيو. سالار جي بيگ ان جي گاڏي جي ڊگيءَ ۾ هئي. اهو هڪڙو اتفاق هيو جو سينڊبورا کي بلڪل آخري وقت ۾ ڪجهہ ڪم ڪرڻا پئجي ويا ۽ اهي جيڪي شام جوئي نڪرڻ جو پروگرام ٺاهيون ويٺا هيا، انهن جو پروگرام ڇنڇر ڏينهن جي صبح تائين ملتوي ٿي ويو. سينڊبورا ڪٿي

ڪرائيدار مهمان جي حيثيت ۾ رهندي هئي ۽ اهو ان وٽ رات گذاري نٿي سگهيو. ان کي پنهجي فليٽ تي موٽي اچڻو پيو.

رات جو تقريباً يارهين وڳي سينڊورا کي ان جي رهائش تي ڇڏڻ کان پوءِ اهو پنهنجي فليٽ تي هليو آيو. ان سعد کي هڪڙي چاٻي ڏني هئي. ٻي چاٻي ان وٽ هئي. ان جي خيال ۾ هيو تہ سعد ان وقت وينو پڙهندو هوندو مگر هن ان جي پڙهائي ۾ خلل وجهڻ ضروري نہ سمجهيو. اهو فليٽ جو ٻاهريون دروازو کولي اندر اچي ويو. عام ڪمري (لائونج) جي بتي ٻريل هئي. اندر اچڻ سان ان کي ڪجهہ عجيب احساس ٿيو هيو ان پنهنجي سمهڻ واري ڪمري ۾ وڃڻ ٿي گهريو پر ڪمري جي دروازي تي ئي رڪجي ويو.

ڪمري جو دروازو بند هيو مگر ان جي باوجود اندران اچڻ وارا ٽهڪ ۽ ڳالهائڻ جو آواز ٻڌي سگهيو ٿي. سعد سان گڏ اندر ڪا عورت هئي. اهو سڪتي ۾ اچي ويو. انهن جي ٽولي ۾ صرف سعد هيو جنهن جي باري ۾ ان جو خيال هيو تہ ڪنهن ڇوڪريءَ سان ان جا تعلقات ڪو نہ هيا. اهو جيترو مذهبي ماڻهو هيو ان کان اها توقع ئي نہ پئي ٿي سگهي، اهو اندر داخل ڪو نہ ٿيو. ڪجهہ بي يقيني مان واپس موٽيو تڏهن ان جي نظر لائونج واري ٽيبل تي رکيل بوتل ۽ گلاس تي پئي، اتان بورچيخاني ڏانهن جتي ڪاڏو کائڻ وارا ٿانوَ اجا تائين پيا هيا. اهو اتي وڌيڪ ترسڻ کان سواءِ خاموشي سان ٻاهر نڪري آيو.

ان جي لاءِ اها ڳالهہ ناقابل يقين هئي تہ سعد اتي ڪنهن ڇوڪريءَ سان گڏجي رهڻ آيو هيو. بلڪل ناقابل يقين... "جيڪو شخص حرام گوشت نہ کائيندو هجي، شراب نہ پيئندو هجي، پنج وقت جي نماز پڙهندو هجي، هر وقت اسلام جي ڳالهہ ڪندو رهندو هجي، ٻين کي اسلام جي تبليغ ڪندو هجي، اهو ڪنهن ڇوڪريءَ سان........" فليٽ جي دروازي کي بند ڪندي اهو اهڙي ئي حالت ۾ صدمي جي صورت ۾ هيو "..... بوتل ۽ گلاس تہ اهوئي ظاهر ڪري رهيا هيا تہ ان شراب بہ پيتو هوندو ۽ شايد کاڌو وغيره بہ کاڌو هوندو." ان ئي فرج ۽ بورچيخاني ۾ جتان جو پاڻي پيئڻ لاءِ بہ اهو تيار ڪو نہ هوندو هيو. ان کي ڪِل اچي رهي هئي. "جيڪو پنهنجو پاڻ کي جيترو سٺو ۽ سچو مسلمان ظاهر ڪرڻ يا ٻڌجڻ جي ڪوشش ڪندو ڏيکاري ڏيندو هجي، اهو ايترو ڊوکو هوندو آهي. هڪڙو اهو شخص هيو جيڪو ايئن ظاهر ڪندو هيو جڻ پوري آمريڪا ۾ هڪڙو ئي مسلمان آهي ۽ هڪڙي اها ڇوڪري هئي امامہ..... جيڪا تنبو جيڏي وڏي ڊگهي چادر ويڙهيندي هئي ۽ ان جو ڪردار اهو هيو جو هڪڙي ڇوڪري جي لاءِ گهر مان ڀڄي نڪتي..... ۽ ظاهر ڪندا وتن پاڻ کي سچو مسلمان." هيٺ اچي پنهنجي گاڏي ۾ ويهي اهو ڪجهہ نفرت مان سوچيندو رهيو. "منافقت ۽ ڪوڙ جي حد انهن تي ختم ٿي وڃي ٿي."

اهو گاڏي کي پارڪنگ مان ڪيندي ڀٽڪندو رهيو. ان وقت اهو سينڊورا وٽ وڃي نٿي سگهيو. ان دانش ڏانهن وڃڻ جو فيصلو ڪيو اهو ان کي ڏسي حيران ٿيو. سالار بهانو ڪيو تہ اهو تنگ ٿي رهيو هيو. انهيءَ ڪري ان دانش وٽ اچڻ ۽ رات اتي گذارڻ جو فيصلو ڪيو. دانش مطمئن ٿي ويو.

❊ ❊ ❊

آچر جي ڏينهن شام جو جڏهن اهو واپس نيو هيون پنهجي فليٽ تي آيو تہ سعد اتي موجود ڪو نہ هيو ان جي فليٽ ۾ ڪٿي بہ اهڙا آثار ڪو نہ هيا جنهن مان اهو معلوم ٿئي تہ اتي ڪا عورت آئي هئي. شراب جي اها بوتل بہ ان کي ڪٿي ڪو نہ ملي. اهو چپن ۾ مرڪندو سڄي فليٽ جو تفصيلي جائزو وٺندو رهيو. اتي موجود هر شي ايئن ئي هئي جيئن اهو ڇڏي ويو هيو. سالار پنهنجو سامان رکڻ کان پوءِ سعد کي فون ڪيو. ڪجهه دير رسمي ڳالهيون ڪرڻ کان پوءِ اهو مقصد تي اچي ويو.

"تہ توهان جي پڙهائي سٺي ٿي.... ڪم مڪمل ڪري ڇڏيو؟"

"ها يار! مان تہ بہ ڏينهن چڱي نموني سان پڙهندو رهيس. لکڻ جو ڪم تقريباً مڪمل ڪري ڇڏيو آهي. تون ٻڌاءِ تنهنجو سفر ڪيئن رهيو؟" سعد جواب ۾ پڇيو.

"ڏاڍو سٺو....."

"اتي ڪيتري دير ۾ پهچي ويا هيا. رات جو سفر ڪندي ڪا ڏکيائي تہ ڪو نہ ٿي؟" سعد سرسري لهجي ۾ پڇيو.

"نہ رات جو سفر ڪو نہ ڪيو هيو."

"ڇا مطلب؟"

"مطلب اهو تہ جمعي جي شام جو نہ، اسان ڇنڇر جي ڏينهن صبح جو اوڏانهن ويا هئاسين." سالار ٻڌايو.

"تہ پوءِ تون سينڊورا وٽ ترسيو هئين؟"

"نہ دانش وٽ."

"ڇو هتي پنهنجي فليٽ تي اچين ها."

"آيو هيس." سالار وڏي اطمينان سان چيو.

ٻئي طرف ماٺ ڇانئجي وئي. سالار دل ئي دل ۾ کِليو. سعد جي پيرن هيٺان يقيناً ان وقت زمين نڪري وئي هئي.

"آيو هئين....؟ ڪهڙي وقت....؟"ان دفعي اهو بي اختيار هٻڪڻ لڳو.

"لڳ ڀڳ يارهين بجي.... تون ان وقت ڪنهن ڇوڪريءَ سان مصروف هئين. مون توهان جي ڪَچهري ۾ خلل وجهڻ مناسب ڪو نہ سمجهيو. انهيءَ ڪري اتان موٽي ويس."

اهو اندازو ڪري ٿي سگهيو تہ سعد تي ان وقت سڪتو طاري ٿي ويو هوندو. ان جي وهم ۽ گمان ۾ بہ نٿي اچي سگهيو تہ سالار اهڙي نموني سان ان جا پول پڌرا ڪندو.

"البت تو ڪڏهن پنهنجي سنگتياڻيءَ سان ملايو ڪو نہ آهي" ان وڌيڪ چيو. سعد کي ساهہ کڻڻ ۾ جيتري تڪليف ٿي رهي هوندي، اهو ان جو اندازو ڪري سگهيو ٿي.

"بس ايئن ئي. ملائيندو سانءِ." ان ٻئي طرف کان بيحد جهيڻي ۽ معذرت خواهانا انداز ۾ چيو.

"مگر تون ڪنهن ٻئي سان ان جو ذڪر نہ ڪجان." ان هڪڙي ئي ساهي ۾ چيو.

"مان ڇو ذڪر ڪندس، توکي گهبرائڻ جي ضرورت ڪونهي." سالار ان جي

ڪيفيت سمجهي سگهيو ٿي. هن کي ان وقت سعد تي ڪجهہ ترس بہ اچي رهيو هيو.

ان رات سعد چند منٽن ۾ ئي فون بند ڪيو. سالار کي ان جي شرمندگيءَ جو چڱي طرح اندازو هيو.

ان واقعي کان پوءِ سالار جو خيال هيو تہ سعد ٻيهر ڪڏهن بہ ان جي سامهون پنهنجي مذهبي عقيدت ۽ وابستگيءَ جو ذڪر ڪونہ ڪندو مگر ان کي اهو ڏسي حيرت ٿي هئي تہ سعد ۾ ڪا تبديلي ڪونہ آئي هئي. اهو هاڻي بہ ان ئي شد مد سان مذهب جي ڳالهہ ڪندو هيو ٻين کي ٽوڪيندو هيو نصيحتون ڪندو هيو نماز پڙهڻ جي هدايت ڪندو هيو. صدقو خيرات ڏيڻ لاءِ چوندو هيو. الله تعاليٰ سان محبت جي باري ۾ ڪلاڪن تائين ڳالهائڻ لاءِ تيار رهندو هيو ۽ مذهب جي باري ۾ ڳالهائي رهيو هوندو هو تہ ڪنهن آيت يا حديث جو حوالو ڏيندي ان جي اکين ۾ ڳوڙها بہ پرجي ايندا هيا.

ان جي ٽولي جي ڇوڪرن سان گڏ ٻيا ڪيترائي ماڻهو سعد جي ڪردار کان گهڻو متاثر هيا ..... ۽ الله تعاليٰ سان ان جي محبت تي ريس ڪندڙ هڪڙو مثالي مسلمان.... جواني جي مصروف زندگي ۾ بہ .... ان ۾ ڪو ئي شڪ ڪو نہ هيو تہ سعد ڳالهہ ڪرڻ ڄاڻندو هيو ان جو بيان ڪرڻ جو انداز بيحد متاثر ڪندڙ هيو. ان جي سڃاڻپو ماڻهن ۾ صرف سالار هيو جنهن تي ان جي نصيحت ڪو اثر ڪونہ ڪندي هئي; جيڪو ان کان تر جيترو بہ متاثر ڪونہ هيو ۽ نہ وري ڪنهن ريس جو شڪار.... جنهن کي نہ سعد جي ڏاڙهي ان جي دين جي لاءِ استقامت جو يقين ڏيارڻ ۾ ڪامياب ٿي هئي ۽ نہ ئي ٻين لاءِ ان جو ادب ۽ احترام ۽ ان جو نرميءَ وارو گفتگوءَ جو انداز.

مذهبي ماڻهن جي لاءِ ان جي ناپسنديدگيءَ جي شروعات امام کان ٿي هئي. جلال ان کي اڳتي وڌايو هيو ۽ سعد ان کي انتها تي پهچائي ڇڏيو هيو. ان جو خيال هيو تہ مذهبي ماڻهن کان وڌيڪ ڪو منافق ڪونهي هوندو. ڏاڙهي رکڻ وارو مرد ۽ پردو ڪرڻ واري عورت ڪنهن بہ قسم جي بلڪ هر قسم جي برائي جو شڪار ٿيندا آهن ۽ انهن ماڻهن کان گهڻو وڌيڪ جيڪي پاڻ کي مذهب جو ٺيڪيدار ڪونہ سمجهندا آهن.

اتفاق سان ملڻ وارن ٽنهي ماڻهن انهي يقين کي پڪو پختو ڪيو. امام هاشم پردو ڪرڻ واري ڇوڪري ۽ هڪڙي ڇوڪري جي لاءِ پنهنجي مڱيندي، پنهنجي خاندان، پنهنجي گهر کي ڇڏي رات جو پيچي نڪرڻ واري ڇوڪري.

جلال انصر..... ڏاڙهي وارو مرد، حضور ﷺ جي محبت ۾ سرشار ٿي نعتون پڙهڻ وارو ۽ هڪڙي ڇوڪري سان عشق جو چڪر هلائڻ وارو ۽ پوءِ ان کي وچ رستي ۾ ڇڏي هڪ طرف ٿيڻ وارو. پوءِ دين الڳ ۽ دنيا الڳ رکي ڳالهہ ڪرڻ وارو. سعد ظفر جي باري ۾ ان جي راءِ هڪڙي ٻئي واقعي جي ڪري اڃا وڌيڪ خراب ٿي وئي.

اهو هڪڙي ڏينهن هن جي فليٽ تي آيو هيو. سالار ان وقت پنهنجي ڪمپيوٽر تي ڪم بہ ڪري رهيو هيو ۽ ان سان ڳالهيون بہ ڪري رهيو هيو پوءِ ان کي ڪجهہ سامان وٺڻ لاءِ پنهنجي فليٽن جي ويجهو مارڪيٽ وڃڻو پيو ۽ ان کي پيادل وڃڻ ۽ خريداري

ڪري موٽڻ ۾ اڌ ڪلاڪ لڳي ويو. سعد ان سان گڏ ڪو نہ ويو هيو. جڏهن سالار واپس آيو تہ سعد ڪمپيوٽر تي چيٽنگ ۾ مصروف هيو. اهو ڪجهہ دير وڏيڪ هن وٽ ترسيو ۽ ڪچهري ڪندو رهيو پوءِ هليو ويو. ان جي وڃڻ کان پوءِ سالار منجهند جي ماني کاڌي ۽ هڪڙو دفعو وري ڪمپيوٽر هلائڻ لاءِ اچي ويٺو.

ان بہ ڪجهہ دير چيٽنگ ڪرڻ تي گهري ۽ اهو هڪڙو اتفاق ئي هيو تہ ان لاشعوري طور تي ڪمپيوٽر هلائيندي ان تي هسٽري ڏٺي. اتي انهن ويب سائيٽن ۽ صفحن جو تفصيل هيو جيڪي ڪجهہ دير اڳ ان يا سعد ڏٺيون هيون.

سعد جن ويب سائيٽن کي کولي ڏٺو هيو اهي اگهاڙين تصويرن ۽ فحش ڳالهين متعلق هيون. ان کي پنهنجي ڪنهن بہ دوست طرفان انهن صفحن کي ڏسڻ تي يا ويب سائيٽ کولڻ تي نہ حيرت ٿئي ها ۽ نہ اعتراض..... اهو پاڻ اهڙيون ويب سائيٽون کولي ڏسندو رهندو هيو مگر سعد طرفان انهن ويب سائيٽن کي ڏسڻ تي ان کي حيرت ٿي هئي. ان جي نظرن ۾ اهو اجا وڏيڪ ڪري پيو هيو.

❊ ❊ ❊

"پوءِ تنهنجو ڪهڙو پروگرام آهي؟ پاڪستان اچڻ جو ارادو آهي؟"

اهو ان ڏينهن فون تي سڪندر سان ڳالهائي رهيو هيو. سڪندر ان کي ٻڌايو هيو تہ اهو طيبہ سان گڏ ڪجهہ هفتن لاءِ آسٽريليا وڃي رهيو آهي. اتي ان کي پنهنجن مائٽن جي ڪجهہ شادين ۾ شرڪت ڪرڻي آهي.

"توهان ٻئي اتي ڪونہ هوندا تہ مان پاڪستان اچي ڇا ڪندس." ان کي مايوسي ٿي.

"اها ڪهڙي ڳالهہ ٿي. تون پيڻ ڀائرن سان ملجان. انيتا کي تنهنجي گهڻي سِڪ لڳي آهي. توکي گهڻو ياد ٿي ڪري" سڪندر چيو.

"بابا! مان هتي ئي موڪلون گذاريندس. پاڪستان اچڻ جو ڪو ئي فائدو ڪونهي."

"تون ايئن ڇو نٿو ڪرين تہ اسان سان گڏ آسٽريليا هل. مُعيز بہ هلي ٿو." ان هن جي وڏي ڀاءُ جو نالو وٺندي چيو.

"منهنجو دماغ خراب ڪونهي جو مان ايئن ٻوٽ ڪٽي توهان سان گڏ آسٽريليا وڃان. مُعيز سان منهنجي ڪهڙي لڳندي (انڊراسٽئنڊنگ) آهي، جو توهان مون کي ان جي هلڻ جو ٻڌائي رهيا آهيو." ان گهڻي بيزاريءَ سان چيو.

"مان توکي مجبور ڪونہ ڪندس، جيڪڏهن تون اتي رهڻ گهرين ٿو تہ ايئن ئي سهي، بس پنهنجو خيال رکجان ۽ ڏس سالار ڪو ئي غلط ڪم نہ ڪجان."

ان هن کي تنبيهہ ڪئي. هن کي ان غلط ڪم جي نوعيت جي باري ۾ چڱي طرح خبر هئي ۽ اهو ان جملي کي ٻڌڻ جو ايترو عادي ٿي ويو هيو تہ هاڻي جيڪڏهن سڪندر هر دفعي فون بند ڪرڻ کان اڳ ان کي اهو جملو نہ چوندو هيو تہ هن کي حيرت ٿيندي هئي.

سڪندر سان ڳالهائڻ کان پوءِ ان فون ڪري پنهنجي سيٽ ڪينسل ڪرائي ڇڏي فون رکڻ کانپوءِ صوفي تي سڌو ليٽيو ڇت کي گهوريندي اهو يونيورسٽي بند ٿيڻ

ڪان پوءِ ايندڙ هفتن جي مصروفيتن جي باري ۾ سوچيندو رهيو.

”مون کي ڪجهه ڏينهن برف تي ڊوڙڻ (اسڪائنگ) جي لاءِ ڪٿي وڃڻ گهرجي يا وري ڪنهن ٻي رياست ۾ گهمڻ لاءِ وڃجي.“ اهو منصوبا ٺاهڻ لڳو. ”ٺيڪ آهي مان سياٽي يونيورسٽي مان واپسي تي ڪنهن سياحت ڪرائڻ واري آفيس (ٽوئر ايجنسي) وارن سان ملندس. باقي پروگرام اتي طئي ڪندس.“ ان فيصلو ڪيو.

ٻئي ڏينهن ان هڪڙي دوست سان ملي برف تي ڊوڙڻ (اسڪائنگ) جو پروگرام ٺاهيو. ان سڪندر ۽ پنهنجي وڏي ڀاءُ کي پنهنجي پروگرام جي باري ۾ ٻڌائي ڇڏيو.

موڪلون شروع ٿيڻ کان هڪ ڏينهن اڳ ۾ ان هڪڙي هندوستاني هوٽل ۾ ماني کاڌي، اهو ماني کائڻ کان پوءِ به گهڻي دير تائين اتي ويٺو رهيو. پوءِ اهو هڪڙي ويجهي گُٽي ۾ هليو ويو. ڪجهه دير اتي ويهڻ دوران ان اتي ڪجهه گلاس شراب جا پيتا.

رات جو ڏهين بجي ڌاري گاڏي هلائيندي ان کي اوچتو الٽي اچڻ لڳي. گاڏي روڪي اهو ڪجهه دير جي لاءِ سڙڪ جي ويجهو پڪڙيل ڇپر تي هلڻ لڳو. سرد هوا ۾ ٿڌڪار ڪجهه دير لاءِ ان کي سامت ۾ آڻي ڇڏيو پر ڪجهه منٽن کان پوءِ هڪڙو ڀيرو وري ان کي الٽي اچڻ لڳي. ان کي هاڻي پنهنجي سيني ۽ پيٽ ۾ هلڪو سور به محسوس ٿي رهيو هيو.

اهو ڪاڏي جو اثر هيو يا شراب جو. هڪدم ان کي اندازو ٿي ڪونه سگهيو. هاڻي ان جو مٿو ڏاڍو ڦري رهيو هيو. هڪدم جهُڪي ان الٽي ڪئي ۽ پوءِ ڪجهه منٽن تائين ايئن ڏوڙو لڳو پيو هيو. پيٽ (معدو) خالي ٿيڻ کان پوءِ به ان کي پنهنجي حالت بهتر محسوس ڪو نه ٿي. سڌو بيهڻ جي ڪوشش ۾ ان جون ٽنگون ٿڙڪڻ لڳيون. ان موٽي پنهنجي گاڏي ڏانهن وڃڻ جي ڪوشش ڪئي مگر ان جومٿو هاڻي تمام گهڻو ڦري رهيو هيو. چند گز پري بيٺل گاڏيءَ کي ڏسڻ ۾ به ان کي ڏکيائي ٿي رهي هئي. ان مشڪل سان ڪجهه قدم کنيا مگر گاڏي جي ويجهو پهچڻ کان اڳ ۾ ئي اهو ڦيري کائي زمين تي ڪري پيو. ان اٿڻ جي ڪوشش ڪئي مگر ان جو ذهن اونداهي ۾ ٻڏندو پئي ويو.

مڪمل طور هوش وڃائڻ کان اڳ ان محسوس ڪيو ته ڪو ئي ان کي جهنجهوڙي رهيو آهي. ڪوئي وڏي آواز ۾ ان جي ويجهو ڪجهه چئي رهيو هيو آواز هڪ ڪان وڏيڪ هيا.

سالار پنهنجي مٿي کي ڌوڻڻ جي ڪوشش ڪئي. اهو پنهنجي مٿي کي لوڏي ڪونه سگهيو. ان جي اکيون کولڻ جي ڪوشش به ڪامياب ڪونه وئي. اهو هاڻي مڪمل طور اونداهي ۾ وڃي چڪو هيو.



ان به ڏينهن اسپتال ۾ گذاريا هيا. اتان گاڏي ۾ گذرڻ واري ڪنهن جوڙي ان کي ڪرندي ڏٺو هيو ۽ اهي ئي ان کي کڻي اسپتال آيا هيا. ڊاڪٽرن مطابق اهو ڪاڌي جي خرابي (فوڊ پوائزننگ) جو شڪار ٿيو هيو. اهو اسپتال پهچڻ کان پوءِ چند ڪلاڪن ۾ هوش ۾ اچي ويو هيو ۽ اتان هليو وڃڻ جي خواهش رکڻ جي باوجود اهو جسماني طور

پنهنجو پاڻ کي اهڙي خراب حالت ۾ محسوس ڪري رهيو هيو جو اتان وڃي نه سگهيو.
ٻئي ڏينهن شام تائين ان جي حالت ڪجهه بهتر ٿيڻ لڳي مگر ڊاڪٽر جي هدايت تي سالار اها رات به اتي گذاري. آچر ڏينهن شام جو اهو گهر اچي ويو هيو ۽ گهر ايندي ئي ان سياحت ڪرائڻ واري ايجنسي سان طئي ٿيل پروگرام ڪجهه ڏينهن لاءِ ملتوي ڪري ڇڏيو. ان کي سومر ڏينهن صبح جو نڪرڻو هيو ۽ ان طئي ڪيو هيو ته وڃڻ کان اڳ اهو هڪڙو ڀيرو وري سينڊورا کي فون ڪندو ليڪن هاڻي پروگرام ڪينسل ڪرڻ سان گڏ هن ان کي يا پنهنجي ڪنهن دوست کي فون ڪرڻ جو ارادو به ترڪ ڪري ڇڏيو.
ان هڪڙي سينڊوچ سان گڏ ڪافي جو هڪڙو ڪوپ پيئڻ کان پوءِ سڪون آٽيڻڊڙ دوا کاڌي ۽ سمهڻ لاءِ اٿي ويو.
ٻئي ڏينهن جڏهن ان جي اک کلي ته ان وقت يارهن وڄي رهيا هيا. سالار کي ننڊ مان جاڳڻ سان ئي مٿي ۾ سخت سور جو احساس ٿيو. پنهنجو هٿ کڻي ان پنهنجي مٿي ۾ جسم کي ڇهيو. ان جو مٿو ڏاڍو ڪوسو هيو.
”مري ويس!“ اهو بيزاري مان ڀڻڪيو. گذريل ٻن ڏينهن جي بيماريءَ کان پوءِ ان ٻيا ٻه ڏينهن بستري تي ليٽي گذارڻ نٿي گهريو ۽ ان وقت ان کي ان جا آثار نظر اچي رهيا هيا.
جيئن تيئن ڪري بستري تان اٿي اهو هٿ منهن ڌوئڻ کان سواءِ هڪڙو دفعو وري بورچيخاني ۾ اچي ويو. چلهي تي ڪافي ٺهڻ لاءِ رکي اهو فون رڪارڊ تان رڪارڊ ٿيل فونون ٻڌڻ لڳو. ڪجهه فونون سعد جون هيون جنهن پاڪستان وڃڻ کان اڳ ان سان ملڻ لاءِ وري وري ان کي فون ڪئي هئي ۽ پوءِ آخري ڀيرو فون تي هن جي اهڙي طرح گم ٿي وڃڻ تي هن کي گهٽيون ئي صلواتون ٻڌايون هيون.
سينڊورا سوچي رهي هئي ته اهو ان کي ٻڌائڻ ۽ ملڻ کان سواءِ اسڪائنگ تي هليو ويو هيو. اهو ئي خيال سڪندر ۽ ڪامران جو هيو. انهن به هن کي ڪجهه فونون ڪيون هيون. ڪجهه فونون ان جي ڪلاسين جون هيون. اهي به موڪلون گذارڻ لاءِ پنهنجن گهرن ڏانهن وڃڻ کان اڳ ڪيون هئائون. هر هڪ ان کي تاڪيد ڪيو هيو ته اهو انهن کي جوابي فون ڪري. جيڪڏهن ان گذريل ٻه ڏينهن فليٽ تي گذاريا هجن ها ته اهو يقيناً اهو ڪم ڪري ها مگر هاڻي ان کي خبر هئي ته اهي سڀ هليا ويا هوندا. البت اهو سڪندر ڪامران ۽ سعد کي پاڪستان ۾ فون ڪري سگهيو ٿي مگر ان وقت هو اهو ڪم ڪرڻ جي موڊ ۾ ڪو نه هيو.
ڪافي جي هڪڙي ڪوپ سان ٻه سلائيس کائڻ کان پوءِ ان گهر ۾ موجود ڪجهه دوائون کاڌيون ۽ پوءِ ٻيهر بستري تي سمهي پيو. ان جو خيال هيو ته بخار کان ايترو ئي ڪافي هيو ۽ شام تائين اهو مڪمل طور تي نه، ته به ڪنهن حد تائين ٺيڪ ٿي ويندو.
ان جو اندازو بلڪل غلط ثابت ٿيو. شام جو جڏهن اهو دوائن جي ڪري آرام ملڻ کان پوءِ ننڊ مان سجاڳ ٿيو ته ان جو جسم بخار ۾ ٻري رهيو هيو. ان جي زبان ۽ چپ خشڪ هيا ۽ ان کي پنهنجي نڙيءَ ۾ ڪنڊا چڀندي محسوس ٿي رهيا هيا. پوري جسم

سان گڏ ان جي مٿي ۾ بہ سخت سور هيو ۽ شايد ان جي اهڙي نموني سجاڳ ٿيڻ جو سبب ئي اهو سخت بخار ۽ تڪليف هئي.

هن پيري بستري تي اوندهي منهن ليٽي ان پنهنجا پئي هٿ وهاڻي تي نراڙ جي هيٺان ڏئي هٿن جي آڱوٺن سان لوندڙين کي مهٽي مٿي ۾ اڀرندڙ سور جي ٽيسن کي گهٽ ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي مگر ان کي ڪاميابي ڪو نہ ٿي. چهري کي وهاڻي ۾ لڪايون اهو لاش وانگر پيو هيو.

تڪليف کي برداشت ڪرڻ جي ڪوشش ۾ اهو ڪڏهن بيهر ننڊ پئجي ويو هيو ان کي اندازو ڪو نہ ٿيو. پوءِ جڏهن ان جي اک کلي تہ ان وقت ڪمري ۾ مڪمل اوندهہ هئي. رات ٿي وئي هئي ۽ صرف ڪمرو ئي نہ پر پورو گهر اوندهہ ۾ هيو اهو اڳ کان وڌيڪ تڪليف ۾ هيو. ڪجهہ گهڙيون بستري تان اٿڻ جي ناڪام ڪوشش ڪرڻ کان پوءِ اهو هڪڙو پيرو وري سمهي رهيو. هڪڙو پيرو وري ان پنهنجي ذهن کي اوندهہ ۾ ٻڏندو محسوس ڪيو مگر ان پيري اها ننڊ ڪو نہ هئي. اهو بيهوشيءَ جي ڪنهن وچواري ڪيفيت مان گذري رهيو هيو. اهو هاڻي پاڻ کي چنگهندي ٻڌي رهيو هيو مگر اهو پنهنجي آواز کي روڪي نٿي سگهيو. ڪمري ۾ هيٽر هلڻ جي باوجود ان کي ڏاڍي سردي لڳي رهي هئي. ان جو جسم ڏڪي رهيو هيو ۽ ڪمبل ان جي ڏڪڻي کي ختم ڪرڻ ۾ ناڪام هيو. اهو جسماني طور تي پاڻ اٿي ڪجهہ پائڻ يا ويڙهڻ جي قابل ڪو نہ هيو. ان کي پنهنجي سيني ۽ پيٽ ۾ هڪڙو پيرو وري سور محسوس ٿي رهيو هيو.

ان جي چنگهڻ ۾ هاڻي شدت ايندي پئي وئي. هڪڙو دفعو وري الٽي محسوس ڪرڻ تي ان اٿڻ ۽ ٽڪڙو ٽڪڙو باٿ روم تائين وڃڻ جي ڪوشش ڪئي مگر اهو پنهنجي ڪوشش ۾ ڪامياب ڪو نہ ٿيو هيو. ڪجهہ گهڙين لاءِ اهو بستري تي اٿي ويهڻ ۾ ڪامياب ٿيو ۽ ان کان اڳ جو اهو بستري تان هيٺ لهڻ جي ڪوشش ڪري ها ان کي هڪڙو زوردار اوڪارو (اوڙڪو) آيو. گذريل چوويهن ڪلاڪن ۾ اندر رهجي ويل ٿورو گهڻو کاڌو بہ ٻاهر اچي ويو هيو. اهو غشيءَ جي حالت ۾ بہ پنهنجن ڪپڙن ۽ ڪمبل کان بي نياز ڪو نہ هيو مگر اهو مڪمل طور تي گندگي ۾ پريل ۽ بي وس هيو ان کي پنهنجو پورو وجود مفلوج ٿيل محسوس ٿي رهيو هيو. بي جان حالت ۾ اهو اهڙي طرح بيهر بستري تي ليٽي پيو. ان کي پنهنجي دل ٻڏندي محسوس ٿي رهي هئي. اهو پنهنجي اردگرد جي ماحول کان بلڪل بي خبر ٿي ويو هيو. غشيءَ جي حالت ۾ چنگهڻ ڪرڪڻ سان گڏ ان جي زبان تي جيڪو ڪجهہ آيو ٿي اهو ڳالهائيندو پئي ويو.

غشيءَ جي اها حالت ڪيترا ڪلاڪ جاري رهي هئي، ان کي ياد ڪو نہ هيو. ها، البت ان کي اهو ضرور ياد هيو تہ ان حالت دوران ان کي هڪڙو پيرو ايئن محسوس ٿيو هيو چڻ اهو مري رهيو آهي ۽ ان وقت زندگيءَ ۾ پهريون پيرو ان کي موت کان عجيب خوف محسوس ٿيو هيو ۽ ڪنهن بہ طريقي سان فون تائين پهچڻ ٿي گهريائين، ان ڪنهن کي فون تي اطلاع ڪري پاڻ وٽ اچڻ لاءِ چوڻ ٿي گهريو مگر اهو بستري تان

هيٺ لهي ڪونہ سگهيو. سخت بخار ان کي مڪمل طور تي مفلوج ڪري ڇڏيو هيو.
آخرڪار اهو پاڻ ئي ان ڪيفيت مان ٻاهر اچي ويو هيو ان وقت رات جو آخري پهر هيو جڏهن اهو ان غشيءَ مان ٻاهر نڪتو هيو. اڪيون کولڻ سان ان ڪمري ۾ اها ئي اونداهي ڏٺي هئي مگر ان جو جسم هاڻي پهريان وانگر گرم ڪونہ هيو. ڏڪڻي بہ مڪمل طور تي ختم ٿي وئي هئي، ان جي مٿي ۽ جسم ۾ تيڻ وارو سور بہ گهٽو گهٽ هو.
ڪمري جي ڇت کي ڪجهہ دير تائين گهورڻ کان پوءِ ان سڌي ئي اوندهہ ۾ هٿوراڙيون ڏئي پر واري ميز تي رکيل بتيءَ کي ٻاريو. روشنيءَ ان جي اکين کي چنجهيون ٿي ڪجهہ دير جي لاءِ بند ٿي وڃڻ تي مجبور ڪري ڇڏيو. ان پنهنجو هٿ وڌائي اکين جي ڇپرن کي ڇهيو. اهي سڳل هيا. اکين ۾ چيڪو ٿي رهيو هيس. سڳل ڇپرن کي مشڪل سان کليل رکي اهو هاڻي چوڌاري رکيل شين کي غور سان ڏسي رهيو هيو ۽ پاڻ سان ٿيل سمورن واقعن کي ياد ڪرڻ جي ڪوشش ڪري رهيو هيو. هلڪن هلڪن جهٽڪن سان گڏ ان کي سڀ ڪجهہ ياد اچي رهيو هيو.
ان کي بي اختيار پنهجو پاڻ کان ڏپ اچڻ لڳي، بستري تي ويٺي ويٺي ان قميص جا بٽڻ کولي ان کي لاهي پرتي اڇلايو. پوءِ ڏڪندو ڏڪندو اهو بستري تان هيٺ لٿو ۽ ڪمبل ۽ بستري جي چادر بہ ڇڪي بستري تان لاهي فرش تي رکيا.
انهن ئي ڏڪندڙ قدمن سان اهو سوچڻ سمجهڻ کان سواءِ غسل خاني ۾ گهري ويو.
باٿ روم ۾ موجود وڏي آئيني جي سامهون پنهنجي چهري تي نظر پوندي ئي ان کي ڄڻ جهٽڪو آيو. ان جون اکيون ذرا ڏئي ويون هيون ۽ انهن جي چوڌاري پيل ڪاراڻ چٽي ڏسڻ ۾ پئي آئي ۽ چهرو بلڪل ڦڪو هيو. ان جي چپن تي ڇلر ڄمي ويا هيا. ان کي ان وقت ڏسڻ وارو ڪوئي بہ اهو سوچي ها تہ اهو ڪنهن وڏي بيماريءَ مان اٿيو آهي.
"چوويهن ڪلاڪن ۾ ڏاڙهي ايتري وڌي وئي آهي؟" ان حيرانيءَ جي ڪيفيت ۾ پنهنجن ڳلن کي ڇهندي چيو. "ايتري خراب شڪل تہ منهنجي ڪاڏي جي خرابيءَ کان پوءِ اسپتال ۾ رهڻ سان بہ ڪونہ ٿي هئي جيتري هڪڙي ڏينهن جي ان بخار ڪري ڇڏي آهي."
اهو بي يقينيءَ جي حالت ۾ پنهنجين اکين جي چوڌاري پيل ڪاراڻ کي ڏسي پٽڪيو. ٽب ۾ پاڻي پري ان ۾ ليٽي پيو. ان کي حيراني ٿي رهي هئي تہ بخار جي حالت ۾ بہ ان هڪدم ان وقت پنهنجا ڪپڙا ڇو ڪونہ متايا هيا، اهو ڇو اتي پيو رهيو.
غسلخاني مان ٻاهر نڪرڻ کان پوءِ ڪمري ۾ ترسڻ جي بجاءِ اهو بورچيخاني ۾ هليو ويو. ان کي ڏاڍي بک لڳي رهي هئي. ان ڪيرٽي ناهي ۽ ڪائڻ لڳو. "مون کي صبح جو ڊاڪٽر وٽ وڃي پنهنجي مڪمل چڪاس ڪرائڻ گهرجي." ان ڪيرٽي ڪائيندي سوچيو. هڪڙو پيرو وري ٿڪاوٽ ان جي اعصابن تي سوار ٿي رهي هئي. وهنجڻ کان پوءِ ان کي توڙي جو پنهنجو جسم هلڪو محسوس ٿي رهيو هيو مگر ان جي غنودگي ختم ڪونہ ٿي هئي.
ڪيرٽي ڪائيندي ان ٽي وي کولي ۽ چينل مٽائڻ لڳو. هڪڙي چينل تي بحث مباحثو

ڏسندي ان رموٽ رکي ڇڏيو ۽ هڪڙو دفعو وري ڪيرٽي جي پيالي تي جهُڪي ويو. ان اچا ڪيرٽيءَ جو ٻيو چمچو وات ۾ وڌو ئي هيو تہ اهو بي اختيار رڪجي ويو. منجهيل نظرن سان بحث مباحثي کي ڏسندي ان هڪڙو ڀيرو وري رموٽ کنيو. هٿ اڳتي وڌائي اهو هڪڙو ڀيرو وري چينل مٽائڻ لڳو مگر ان دفعي.اهو هر چينل کي ڀهريان کان ڪجهہ وڌيڪ دير رڪجي ڏسڻ لڳو هيو ۽ ان جي چهري جي مونجهہ وڌندي پئي وئي.

"اهو ڇا آهي؟" ان پڇڪيو.

ان کي چڱي طرح ياد هيو تہ اهو جمعي جي ڏينهن مغرب کان پوءِ سڙڪ تي بيهوش ٿيڻ کان پوءِ اسپتال ويو هيو. ڇنڇر جو سڄو ڏينهن ان اتي گذاريو هيو ۽ آچر جي ڏينهن شام جو واپس گهر آيو هيو. آچر ڏينهن شام جو سمهڻ کان پوءِ اهو ٻئي ڏينهن يارهين بجي ڌاري سجاڳ ٿيو هيو. پوءِ ان ئي رات ان کي بخار ٿي ويو هيو. شايد ان اڱاري جو سڄو ڏينهن بخار جي حالت ۾ گذاريو هيو ۽ هاڻي يقيناً اربع جي رات ٿي وئي هئي، مگر ٽي وي چينل ان کي ڪجهہ ٻيو ٻڌائي رهيا هيا. اها آچر جي رات هئي ۽ سڄ ايرڻ کان پوءِ ايندڙ ڏينهن آچر جو هوندو.

ان پنهنجي واچ تي هڪڙي نظر وڌي جيڪا ڪمري ۾ ميز تي رکي هئي. ان جو وات پٽيل ئي رهجي ويو. ان ڪيرٽي جي پيالي کي ميز تي رکيو. هڪدم جڻ ان جي بک ختم ٿي وئي هئي. اتي موجود تاريخ ان کي جڻ هڪڙو ٻيو جهٽڪو ڏنو هيو.

"ڇا مطلب آهي، ڇا مان پنج ڏينهن بخار ۾ پيو هيس. پنج ڏينهن بنا هوش ۽ حواس جي دنيا جهان کان بي خبر لڳو پيو هيس؟ مگر اهو ڪيئن ٿي سگهي ٿو؟اهو ڪيئن ممڪن آهي؟" اهو پڇڪي رهيو هيو.

"پنج ڏينهن، پنج ڏينهن تہ گهڻا هوندا آهن، اهو ڪيئن ممڪن آهي تہ مون کي، مون کي پنجن ڏينهن جي گذرڻ جي خبر ئي نہ پوي.... مان پنجن ڏينهن تائين ايئن بيهوش ڪيئن رهي سگهان ٿو."

اهو ڏڪندڙ قدمن سان تڪڙو تڪڙو فون رڪارڊر ڏانهن وڌي ويو. فون تي ان جي لاءِ ڪوئي پيغام رڪارڊ ٿيل ڪو نہ هيو.

"بابا مون کي فون ئي ڪو نہ ڪئي آهي ۽....... ۽..... سعد سيني کي ڇا ٿي ويو..... ڇا مان انهن کي ياد ڪو نہ هيس."

ان کي ڪو پيغام نہ ڏسي جڻ صدمو پهتو هيو. اهو گهڻي دير تائين بلڪل خاموش فون وٽ ويٺو رهيو.

"اهو ڪيئن ٿي سگهي ٿو تہ بابا کي منهنجو خيال ئي نہ آيو هجي، يا ڪنهن ٻئي دوست کي....... يا وري ڪنهن ٻئي کي...... انهن مون کي ايئن ڪيئن وساري ڇڏيو ۽ ان وقت ان کي ڀهريون ڀيرو محسوس ٿيو تہ ان جا هٿ هڪڙو دفعو وري ڏڪي رهيا آهن. اها غنودگي يا ڪمزوري ڪو نہ هئي، پوءِ اها ڪهڙي ڳالهہ هئي جيڪا ان کي ڏڪڻ تي مجبور ڪري رهي هئي. اهو اٿي وري صوفي ڏانهن هليو آيو.

ڪيرٽي جو پيالو هٿ ۾ ڪٺي اهو هڪڙو ڀيرو وري ان کي ڪائڻ لڳو ان وقت ڪيرٽيءَ ۾ ڪجهه گهڙيون اڳ وارو ذائقو به ختم ٿي چڪو هيو. ان کي لڳو اهو بنا ذائقي واري ڪا ڦڪي شيءِ ڪائي رهيو آهي. ڪجهه چمچا ڪائڻ ڪان پوءِ ان پيالي کي ٻيهر ميز تي رکي ڇڏيو. اهو ان کي ڪائي نه پئي سگهيو. اهو هاڻي به عجيب بي يقيني ۾ ڦاٿل هيو. ڇا واقعي اهو پنج ڏينهن هتي اڪيلو اهڙي حالت ۾ پيو هيو جو نه ان کي پاڻ پنهنجي باري ۾ ڪا خبر هئي ۽ نه ڪنهن ٻئي جي.

اهو هڪڙو ڀيرو وري غسلخاني ۾ هليو ويو. ان جو چهرو ڪجهه دير اڳ جهڙو ڪونه لڳي رهيو هيو. وهنجڻ ڪري اهو ڪجهه صحيح ٿي ويو هيو مگر ان جي وڌيل ڏاڙهي ۽ اکين جي چوڌاري ڪارا ڻ هاڻي به ساڳي نموني ۾ موجود هيا. آئيني جي سامهون بيهي اهو ڪجهه دير تائين پنهنجين اکين جي چوڌاري آيل ڪاراڻ کي ڇهندو رهيو. ايئن ڄڻ ان کي يقين نه ايندو هجي ته واقعي اها ڪاراڻ اتي موجود هئي يا ان جو وهم آهي. ان کي هڪدم پنهنجي چهري تي وڌيل ڏاڙهي جي وارن ڪان بڇان ٿيڻ لڳي هئي.

اتي بيٺي بيٺي ان ڏاڙهي ڪوڙڻ جو سامان ڪڍيو ۽ ڏاڙهي ٺاهڻ لڳو. ڏاڙهي ٺاهڻ وقت ان کي هڪڙو دفعو وري محسوس ٿيو ته ان جا هٿ ڏڪي رهيا آهن. هڪ ٻئي ڪان پوءِ ان کي ٿي ٽڪا اچي ويا. ان ڏاڙهي ڪوڙڻ ڪان پوءِ پنهنجو منهن ڌوتو ۽ ان ڪان پوءِ آئيني ۾ پاڻ کي ڏسندي ٽوال سان منهن اگهي صاف ڪرڻ لڳو. جڏهن ان انهن ٽُڪن مان وهندڙ رت ڏٺو ته ان چهري کي ٽوال سان صاف ڪرڻ بند ڪري ڇڏيو. موڳائي واري حالت ۾ اهو آئيني ۾ پنهنجي چهري کي ڏسڻ لڳو.

ان جي ڳلن تي آهستي آهستي هڪڙو ڀيرو وري رت جا ڦڙا ظاهر ٿي رهيا هيا. گهاٽو ڳاڙهو رنگ، اهو اکيون ڇنڀڻ ڪان سواءِ انهن ڦڙن کي ڏسندو رهيو. ٿي ننڍڙا ننڍڙا ڳاڙها ڦڙا.

”موج مستي ڪان پوءِ ڇا آهي؟“

”سور، تڪليف.“

هلڪوءِ وٽندڙ آواز آيو. اهو پٿر جي بت وانگر ماٺ ٿي ويو.

”درد ڪان پوءِ ڇا آهي؟“

”ڪجهه به نه واري حالت (عدم وجوديت).“

ان کي هڪڙو هڪڙو لفظ ياد هيو.

”ڪجهه به نه واري حالت.“

اهو آئيني ۾ پاڻ کي ڏسندي ڀٽڪيو. ان جي ڳلن جي چر پر ڪري رت جا ڦڙا ان جي ڳلن تان وهڻ لڳا.

”۽ ڪجهه به نه واري حالت ڪان پوءِ ڇا آهي؟“

”جهنم.“

سالار کي هڪدم اوڪارو آيو. اهو هٿ ڌوئڻ واري گينديءَ مٿان ڏوڙو ٿي ويو.

ڪجهہ منٽ اڳ ڪاڌل خوراڪ هڪڙو پيرو وري ٻاهر اچي وئي هئي. ان نلڪي کي کولي ڇڏيو. هن ان کان پوءِ ڇا پڇيو هيو. ان انهي سوال جي جواب ۾ ڇا چيو هيو هن کي سڀ ڪجهہ ياد هيو.

"هاڻي توکي ڪابہ ڳالهہ سمجهہ ۾ نٿي اچي. هن وقت ايندي بہ ڪونہ. هڪڙو وقت ايندو جڏهن تون سڀ ڪجهہ سمجهي ويندين. هر ماڻهوءَ تي هڪڙو وقت ايندو آهي جڏهن اهو سڀ ڪجهہ سمجهڻ لڳندو آهي. جڏهن ڪو ئي معمو ڳجهارت نہ رهندو آهي. مان ان دور مان گذري رهي آهيان. تو مٿان اهو دور ڪڏهن نہ ڪڏهن ايندو. ان کان پوءِ تون ڏسجان تہ توکي ڪِل اچي ٿي."

سالار کي هڪڙو ٻيو اوڪارو آيو ان کي پنهنجين اکين مان پاڻي وهندي محسوس ٿيو.

"زندگيءَ ۾ اسان ڪڏهن نہ ڪڏهن اهڙي موڙ تي اچي ويندا آهيون جتي سڀ رشتا ناتا ختم ٿي ويندا آهن. اتي صرف اسان هوندا آهيون ۽ الله هوندو آهي. ڪوئي ماءُ پيءُ، ڪا ڀيڻ يا ڀاءُ، ڪوئي دوست ڪونہ هوندو آهي. پوءِ اسان کي خبر پوندي آهي تہ نہ اسان جي پيرن هيٺان زمين آهي ۽ نہ اسان جي سر مٿان ڪو آسمان. بس هڪڙو الله ئي آهي جيڪو انهي خلا ۾ بہ اسان جو هٿ جهليون پيو آهي. پوءِ احساس ٿيندو آهي تہ اسان زمين تي پيل مٽيءَ جي ڍير مان هڪڙو ذرڙو يا وڻ جي هڪڙي پن کان وڌيڪ حيثيت نٿا رکون. پوءِ خبر پوندي آهي تہ اسان جي هجڻ يا نہ هجڻ سان صرف اسان جي لاءِ فرق پوندو آهي. صرف اسان جو ڪردار ختم ٿي ويندو آهي. ڪائنات ۾ ڪا ئي تبديلي ڪو نہ ايندي آهي، ڪنهن بہ شيءِ تي ڪو اثر ڪو نہ ٿيندو آهي."

سالار کي پنهنجي سيني ۾ عجيب سور محسوس ٿي رهيو هيو. ان وهندڙ پاڻيءَ کي وات ۾ وڌو ان کي هڪڙو دفعو وري اوڪارو آيو.

"ان کانپوءِ اسان جو هوش ٺڪاڻي اچي ويندو آهي."

هي ان آواز کي پنهنجي ذهن مان ڪڍڻ جي ڪوشش ڪري رهيو هيو. ان کي حيراني ٿي رهي هئي تہ اها هن کي ان وقت ڇو ياد آئي هئي.

ان پنهنجي ڇهري تي پاڻيءَ جا ڇنڊا هڻڻ شروع ڪيا. ڇهري کي هڪڙو دفعو وري اگهڻ لڳو. ان ڳلن تي موجود زخمن تي لوشن هڻڻ شروع ڪيو جتي هاڻي ان کي پهريون دفعو تڪليف ٿي رهي هئي.

غسلخاني مان نڪرندي ان کي احساس ٿي رهيو هيو تہ ان جا هٿ هاڻي بہ ڏڪي رهيا آهن.

"مون کي ڊاڪٽر ڏانهن وٺڻ گهرجي." اهو پنهنجون منيون پڪوڙڻ لڳو. "مون کي مدد جي ضرورت آهي، پنهنجي چڪاس ڪرائڻ گهرجي."

ان کي خبر ڪو نہ هئي تہ ان کي هڪدم اتي وحشت ڇو ٿيڻ لڳي هئي. اتي ان کي پنهنجو ساهہ منجهندي محسوس ٿي رهيو هيو. ايئن ڄڻ ڪوئي ان جي ڪنڌ تي لت رکي آهستي آهستي زور ڏئي رهيو هيو.

"ڇا اهو ممڪن آهي تہ سيئي مون کي ايئن وساري ويهن. اهڙي نموني....."

ان الماريءَ مان نوان ڪپڙا ڪڍي هڪڙو دفعو وري ڪجهہ دير اڳ پاتل ڪپڙا مٽائڻ شروع ڪيا. ان جلد کان جلد ڊاڪٽر وٽ وڃڻ تي گهريو ان کي پنهنجي فليٽ مان هڪدم خوف محسوس ٿيڻ لڳو هيو.

ان رات گهر موٽي اچي اهو تقريباً سڄي رات جاڳندو رهيو هيو. هڪڙي عجيب ڪيفيت ان کي وڪوڙي ڇڏيو هيو. ان جو ذهن اهو ڪو نہ مڃي رهيو هيو تہ ان کي اهڙي نموني وساريو ويو آهي. اهو ماءُ پيءُ جو سدائين ضرورت کان وڌيڪ ڌيان حاصل ڪندو رهيو هيو. ڪجهہ ان جي حرڪتن جي ڪري بہ سڪندر عثمان ۽ طيبہ کي ان جي معاملي ۾ گهڻو وڌيڪ محتاط ٿيڻو پيو هيو. اهي سدائين ان جي باري ۾ فڪرمند رهندا هيا، مگر هاڻي هڪدم ڪجهہ ڏينهن لاءِ جڻ اهو سيني جي زندگيءَ مان نڪري ويو هيو. دوستن جي، پيڻ ڀائرن جي، ماءُ پيءُ جي. اهو جيڪڏهن انهي بيماري دوران اتي ان فليٽ ۾ مري وڃي ها تہ ڪنهن کي بہ خبر ڪو نہ پوي ها، شايد ان وقت تائين جڏهن ان جو لاش ڳرڻ ۽ ڌپ ڪرڻ نہ لڳي ها، ۽ ان موسم ۾ ايئن ٿيڻ ۾ ڪيترا ڏينهن لڳن ها.

اهو ان رات هڪ هڪ ڪلاڪ کان پوءِ پنهنجي فون رڪارڊر کي چيڪ ڪندو رهيو. ايندڙ پورو هفتو ان انهي بي يقينيءَ جي حالت ۾ پنهنجي فليٽ تي گذاريو پورو هفتو ان کي ڪٿان بہ فون ڪو نہ آئي.

"ڇا سيني مون کي وساري ڇڏيو آهي؟"

ان کي وحشت ٿيڻ لڳي. هڪڙي هفتي تائين بيوقوفن وانگر ڪنهن جي فون جو انتظار ڪندو رهڻ کان پوءِ ان پاڻ سيني سان رابطو ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي.

ان انهن کي فون تي ٻڌائڻ تي گهريو تہ ان سان ڇا وهيو واپريو هيو. اهو ڪهڙي حالت مان گذريو هيو. ان انهن سان شڪايت ڪرڻ تي گهري، مگر هر هڪ سان رابطو ڪرڻ کان پوءِ ان کي پهريون ڀيرو محسوس ٿيو جڻ ڪنهن کي ان ۾ ڪا دلچسپي هئي ئي ڪو نہ هر ڪنهن وٽ پنهنجين مصروفيتن جو تفصيل هيو.

سڪندر ۽ طيبہ ان کي آسٽريليا ۾ پنهنجين سرگرمين کان آگاهہ ڪندا رهيا. اهي اتي ڇا ڪري رهيا هيا، ڪيترا مزا ڪري خوش ٿي رهيا هيا. اهو ڪجهہ موڳائپ جي حالت ۾ انهن جون ڳالهيون ٻڌندو رهيو.

"تون پنهنجون موڪلون خوشيءَ سان پيو ملهائين؟"

گهڻي دکهي گفتگو کان پوءِ طيبہ آخر ڪار ان کان پڇيو.

"مان؟ ها، گهڻو....." اهو صرف تي لفظ ڳالهائي سگهيو.

ان کي واقعي خبر ڪو نہ هئي تہ اهو طيبہ کي ڇا چوي، ان کي ڇا ٻڌائڻ گهرجي.

واري واري سان سيني سان ڳالهائيندي ان کي پهريون ڀيرو اهڙي قسم جي صورتحال ۽ ڪيفيت سان منهن ڏيڻو پئجي ويو هيو. انهن مان هر هڪ کي اصل ۾ صرف پنهنجي زندگي سان دلچسپي هئي. شايد هي انهن کي پاڻ سان ٿيڻ وارن واقعن

جي باري ۾ ٻڌائي ها تہ اهي هن جي لاءِ تشويش جو اظهار ڪن ها. پريشان ٿي وڃن ها مگر اهو سڀ بعد ۾ ٿئي ها. ان جي ٻڌائڻ ڪان پوءِ ان ڪان پهريائين انهن جي زندگيءَ جي دائري ۾ هن جي زندگي ڪٿان اچي ها. ڪنهن کي بہ اهو ٻڌڻ ۾ دلچسپي هئي تہ ان جا ڪجهہ ڏينهن ڪيئن گم ٿي ويا.

شايد تڏهن ئي ان پهريون دفعو سوچيو تہ جيڪڏهن منهنجي زندگي ختم بہ ٿي وئي تہ ڪنهن ٻئي کي ان سان ڪهڙو فرق پوندو. دنيا ۾ ڪهڙي تبديلي ايندي؟ منهنجو خاندان ڇا محسوس ڪندو؟ ڪجهہ بہ نہ. ڪجهہ ڏينهن جي ڏک ڪان علاوه ڪجهہ بہ نہ. ۽ دنيا ۾ تہ شايد ڪجهہ گهڙين لاءِ بہ تبديلي نہ اچي.

سالار سڪندر جيڪڏهن گم ٿي وڃي تہ واقعي ڪنهن ٻئي کي ان سان ڪهڙو فرق پوندو. چاهي ان جي آئي ڪيو ليول ڪيتري بہ گهٽ ڇو نہ هجي. ان پنهنجن سوچن کي پچائڻ جي ڪوشش ڪئي ٿي مگر اهڙي مايوسي ۽ اهڙي قسم جي ذهني حالت..... آخر مون کي ڇا ٿي ويو آهي. جيڪڏهن سيئي ڪجهہ ڏينهن لاءِ مون کي وساري بہ ويٺا تہ ان سان ڪهڙو فرق پوندو. ڪڏهن ڪڏهن ايئن ٿي ويندو آهي تہ مان بہ گهٽ ماڻهن سان ڪيترا ڏينهن رابطو ڪري ڪونہ سگهندو آهيان، پوءِ جيڪڏهن مون سان ايئن ٿي ويو تہ ڇا ٿي پيو.

مگر مون سان ايئن ڇو ٿيو؟ ۽ جيڪڏهن واقعي مان، مان انهي بيهوشيءَ مان واپس هوش ۾ نہ اچان ها تہ..... جيڪڏهن منهنجو بخار گهٽ نہ ٿئي ها، يا سيني ۽ پيٽ جو اهو سور ختم نہ ٿئي ها...... ان انهن سيني ڳالهين کي پنهنجي ذهن مان پچائڻ جي ڪوشش ڪئي ٿي ليڪن ناڪام ٿي ويو ٿي. اهو تڪليف ڪان وڌيڪ خوف هيو جنهن جو شڪار اهو ان اوچتي بيماريءَ جي دوران ٿيو هيو. "شايد مان ڪجهہ وڌيڪ حساس ٿيندو پيو وڃان." ان سوچيو ٿي. "ورنہ هڪڙي معمولي بي هوشيءَ کي خوامخواهہ هَوو ٺاهي سر مٿان ڇو سوار ڪري رهيو آهيان." اهو خفي ٿي ٿيو.

"گهٽ ۾ گهٽ هاڻي تہ ٺيڪ ٿي ويو آهيان، پوءِ آخر هاڻي مون کي ڪهڙي تڪليف آهي جو مان اهڙي نموني موت جي باي ۾ سوچي رهيو آهيان. آخر اڳ ۾ بہ تہ ڪيترا ڀيرا بيمار ٿي چڪو آهيان. خودڪشي جي ڪوشش ڪري چڪو آهيان، تڏهن مون کي ڪنهن خوف تنگ ڪونہ ڪيو تہ آخر هاڻي ڇو مون کي اهڙي نموني خوف تنگ ڪري رهيا آهن.

ان جي مونجهہ ۽ پريشانيءَ ۾ اضافو ٿيندو پئي ويو.

"۽ وري مون کي تہ بخار جي اها تڪليف چڱيءَ طرح سان ياد بہ ڪونهي. منهنجي لاءِ تہ اهو صرف خواب يا غشي وانگر آهي. ان ڪان وڌيڪ ڪجهہ بہ نہ." ان مرڪڻ جي ڪوشش ٿي ڪئي.

"ڪهڙي ڳالهہ آهي جيڪا مون کي پريشان ڪري رهي آهي. ڇا بيماري؟ يا وري اها ڳالهہ تہ ڪنهن کي منهجي ضرورت ڪونہ پئي. ڪنهن کي منهنجي يادگيري ڪونہ

آئي. خيال بہ ڪو نہ آين. منهنجن پنهنجن ويجهن کي بہ. منهنجن گهر وارن ۽ پاڻين کي. دوستن کي......"

"يا خدا.... سالار تو کي ڇا ٿيو آهي؟" يونيورسٽي ڪلڻ سان پهرين ئي ڏينهن سينڊورا ان کي ڏسندي ئي چيو.

"مون کي ڪجهہ بہ ڪونهي ٿيو." سالار مرڪڻ جي ڪوشش ڪئي.

"ڇا تون بيمار هئين؟" ان کي تشويش ٿي.

"ها, ڪجهہ ٿورو ٿورو."

"مگر مون کي تہ ايئن نٿو لڳي تہ تون ٿورڙو بيمار هئين. تنهنجو جسم ڏهرو ٿي ويو آهي, اکيون ڏرا ڏئي ويون اٿئي, چوڏاري ڪارا داغ ٿي ويا اٿن. تو کي ڪهڙي بيماري هئي؟"

"ڪجهہ نہ ٿورو بخار ۽ کاڌي جي خرابي (فوڊ پوائزننگ) ٿي وئي هئي...." اهو وري مرڪيو.

"تون پاڪستان ويو هئين؟"

"نہ, اتي ئي هيس."

"مگر مون تہ نيويارڪ وڃڻ کان اڳ توکي ڪيترا ڀيرا فون ڪئي. سدائين فون رڪارڊر ئي مليو. تون اهو رڪارڊ ڪري ڇڏين ها تہ تون پاڪستان وڃي رهيو آهيان."

"بس! ڪُڙ ڪُڙ بند ڪر." اهو بي اختيار بيزار ٿي ويو. "تون سوال مٿان سوال ڪندي پئي وڃين."

سينڊورا حيرانيءَ مان ا ن جو منهن تڪڻ لڳي. "تون منهنجي زال تہ ڪو نہ آهين جو مون سان اهڙي قسم جون ڳالهيون ڪري رهي آهين؟"

"سالار ڇا ٿيو؟"

"ڪجهہ ڪونهي ٿيو. تون بس اها پڇاڻ ختم ڪر. ڇا ٿيو؟ ڇو ٿيو؟ ڪٿي هئين؟ ڇو رهئين؟. واهيات."

سينڊورا ڪجهہ گهڙيون ڳالهائي ڪونہ سگهي. ان کي اندازو ڪو نہ هيو تہ اهو اهڙو رد عمل ڪندو.

ان ڏينهن ان کان اهڙا سوال پڇڻ واري سينڊورا اڪيلي ڪونہ هئي. ان جي سيني دوستن ۽ ڄاڻ سڃاڻ وارن ان کي ڏسڻ سان ئي ڪجهہ اهڙا سوال پڇيا. تبصرا ڪيا يا تاثرات ظاهر ڪيا هيا.

ڏينهن ختم ٿيڻ تائين اهو ڏاڍو بيزار ٿي ويو هيو ۽ ڪنهن حد تائين مشتعل بہ. اهو گهٽ ۾ گهٽ انهن سوالن کي ٻڌڻ لاءِ يونيورسٽي ڪو نہ آيو هيو. اهڙي قسم جا تبصرا وري وري ان کي ياد ڏياري رهيا هيا تہ ان سان ڪجهہ نہ ڪجهہ غلط ضرور ٿي چڪو آهي, ۽ ان انهن احساسن کان ڇوٽڪارو حاصل ڪرڻ ٿي گهريو.

❊ ❊ ❊

"فلم ڏسڻ جو پروگرام آهي, هن هفتي واري موڪل تي, هلندين؟" دانش ان ڏينهن هن وٽ آيل هيو.

”ها، هلندس.“ سالار تيار ٿي ويو.

”پوءِ تون تيار رهجان، مان توکي وٺڻ ايندس.“ دانش پروگرام طئي ڪيو.

دانش پروگرام مطابق ان کي وٺڻ لاءِ اچي ويو هيو. اهو ڪيترن هفتن کان پوءِ ڪنهن سئنيما ۾ فلم ڏسڻ لاءِ آيو هيو ۽ ان جو خيال هيو تہ گهٽ ۾ گهٽ اهو ان رات هڪڙي سٺي تفريح ۾ وقت گذاري سگهندو مگر فلم شروع ٿيڻ جي ڏهن منٽن کان پوءِ ان کي اتي ويٺي ويٺي اوچتو شديد قسم جي گهبراهٽ ٿيڻ لڳي. سامهون پردي تي نظر اچڻ وارا ڪردار ان کي ڪٺ پتليون لڳي رهيا هيا جن جي حرڪتن ۽ آوازن کي سمجهڻ کان اهو قاصر هيو. اهو ڪجهہ بہ ٻڌائڻ کان سواءِ آهستڙي اٿي ٻاهر اچي ويو. اهو گهڻي دير تائين پارڪنگ ۾ دانش جي گاڏي جي بونٽ تي ويٺو رهيو پوءِ هڪڙي ٽيڪسي پڪڙي پنهنجي فليٽ تي موٽي آيو.

❋❋❋

پروفيسر رابنسن پنهنجو ليڪچر شروع ڪري چڪو هيو. سالار پنهنجي سامهون رکيل ڪاغذ تي تاريخ ۽ عنوان لکيو. اهو معاشي بدحالي جي حوالي سان ڳالهائي رهيو هيو. سالار هميشه وانگر ان تي نظرون ڄمايون پيو هيو مگر ان جو ذهن غير حاضر هيو ۽ ان سان اهو زندگيءَ ۾ پهريون ڀيرو ٿيو هيو. اهو ان کي ڏسندي ڏسندي ڪٿي ٻئي هنڌ پهچي ويو هيو. ڪٿي، هي اهو بہ نٿي ٻڌائي سگهيو. هڪڙي تصور کان ٻيو تصور ٻئي کان ٽيون ..... هڪڙي نظاري کان ٻيو ٻئي کان ٽيون...... هڪڙي آواز کان ٻيو ٻئي کان ٽيون..... ان جو سفر ڪٿان کان شروع ٿيو ڪٿان ڪو نہ ٿيو.

”سالار! هلندين ڪو نہ ڇا؟“ سينڊورا ان جو ڪلهو لوڏيو.

ان چرڪ ڀريو ڪلاس خالي هيو صرف سينڊورا ان جي ڀرسان ويٺي هئي. ان بي يقينيءَ سان خالي ڪلاس کي پوءِ پٽ تي لڳل گهڙيال کي ڏٺو پوءِ پنهنجي واچ ۾.

”پروفيسر رابنسن ڪيڏانهن ويو؟“ ان جي وات مان بي اختيار نڪتو.

”پيرڊ ختم ٿي ويو اهو هليو ويو.“ سينڊورا ڪجهہ حيران ٿيندي ان ڏانهن ڏٺو.

”پيرڊ ختم ٿي ويو؟“ ان کي ڇڻ يقين ڪو نہ آيو.

”هان!“ سالار بي اختيار پنهنجون اکيون مهٽيون ۽ پوءِ پنهنجي سيٽ تي پٺي سان ٽيڪ ڏنائين. اڪيلي ڳالهہ جيڪا ان کي پروفيسر رابنسن جي ليڪچر جي باري ۾ ياد هئي، اهو صرف عنوان هيو. ان کان پوءِ ان کي ڪا بہ خبر ڪو نہ هئي تہ ان ڇا چيو هيو.

”تون ڪجهہ پريشان آهين؟“ سينڊورا پڇيو.

”نہ ڪجهہ ڪونهي. مان ڪجهہ دير جي لاءِ هتي اڪيلو ويهڻ گهران ٿو.“

”ٺيڪ آهي.“ سينڊورا ان کي ڏسندي چيو ۽ پنهنجون شيون کڻي ٻاهر هلي وئي.

اهو پنهنجي سيني تي هٿ ٻڌيون سامهون نظر اينڊز بورڊ کي ڏسڻ لڳو. اڄ اهو ٽيون پيرڊ هيو جنهن ۾ ان سان ائين ٿيو هيو. ان جو خيال هيو تہ ٻيهر يونيورسٽي وڃڻ کان پوءِ سڀ ڪجهہ معمول تي اچي ويندو اهو اداسي جي انهي مرحلي مان ٻاهر اچي ويندو

جنهن جو اهو تڏهن شڪار هيو مگر ايئن ڪونہ ٿيو هيو. اهو يونيورسٽيءَ ۾ بہ مڪمل طور تي انهي ذهني انتشار جو شڪار هيو جنهن ۾ اهو ايترن ڏينهن کان ڦاٿل هيو. پهريون ڀيرو ان جي دل پڙهائيءَ کان بہ کٽي ٿي رهي هئي. اتي ان کي هر شيءِ مصنوعي لڳي رهي هئي. اهو زندگيءَ ۾ پهريون ڀيرو صحيح معنيٰ ۾ مايوسيءَ جو شڪار ٿيو هيو. پڙهائي يونيورسٽي، دوست، ڪلب، دعوتون، هوٽل، سير و تفريح، هر شي ان جي لاءِ بي معنيٰ ٿي وئي هئي. ان هڪدم دوستن سان ملڻ جلڻ ڇڏي ڏنو. فون رڪارڊر ۾ ان طرفان اڪثر اهو جواب رڪارڊ ٿيل هوندو هيو تہ اهو گهر ۾ موجود ڪونہ آهي. اهو دوستن جي زور ڀرڻ تي انهن سان گڏ ڪيڏانهن وڃڻ جو پروگرام ٺاهيندو هيو پوءِ هڪدم وڃڻ کان انڪار ڪري ڇڏيندو هيو. ويندو بہ هيو تہ ڪنهن وقت بہ بغير ٻڌائڻ جي اتي موٽي هليو ايندو هيو. اهو يونيورسٽيءَ ۾ بہ ايئن ڪري رهيو هيو. هڪڙي ڏينهن ويندو هيو بہ ڏينهن غير حاضر رهندو هيو. هڪڙو پيرڊ پڙهندو هيو ٻيا بہ پيرڊ ڇڏي ڏيندو هيو.

پنهنجي فليٽ تي بہ ڪڏهن ڪڏهن اهو پورو ڏينهن بستري تي ليٽي گذاري ڇڏيندو هيو. ڪيترا ڀيرا اهو فلم ڏسڻ شروع ڪندو هيو ۽ ڪلاڪ ڏيڍ کان پوءِ بہ ان جي سمجهہ ۾ ڪو نہ ايندو هيو تہ اهو ڇا ڏسي رهيو آهي. ٽي وي جا چينل مٽائيندي اهو انهي ڪيفيت جو شڪار رهندو هيو. ان جي بک بلڪل ختم ٿي وئي هئي. اهو ڪا شيءِ کائڻ شروع ڪندو هيو ۽ پوءِ هڪدم ان جي دل ٻڏڻ لڳندي هئي. اهو ايئن ئي ان کي ڇڏي ڏيندو هيو. ڪيترا دفعا پورو پورو ڏينهن ڪجهہ بہ ڪو نہ کائيندو هيو صرف هڪ کان پوءِ ٻيو ڪافيءَ جو ڪوپ اندر ۾ اوتيندو رهندو هيو.

اهو سگريٽن جو موالي (چين سموڪر) ڪونہ هيو مگر انهن ڏينهن ۾ ٿي ويو هيو. اهو پنهنجون شيون وڏي سليقي سان رکڻ جو عادي هيو مگر انهن ڏينهن ۾ ان جو فليٽ گندگيءَ جو مثال هيو ۽ ان کي انهن ٽڙيل پکڙيل شين کي ڏسي مونجهہ ڪونہ ٿيندي هئي. ان پنهنجن ڀيڻ ڀائرن ۽ والدين سان بہ گفتگو گهٽو مختصر ڪري ڇڏي هئي. اهي فون تي ڳالهائيندا رهندا هيا، هي ٻئي طرف ڪجهہ بہ ڪڇڻ کان سواءِ خاموشيءَ سان ٻڌندو رهندو هيو يا هون، ها ۾ جواب ڏيندو هيو. ان وٽ انهن کي ٻڌائڻ لاءِ، انهن سان ڪجهہ سلڻ لاءِ هڪدم سڀ ڪجهہ ختم ٿي ويو هيو ۽ ان کي انهن مان هڪڙي ڳالهہ جو بہ سبب معلوم ڪو نہ هيو.

باقي ان کي انهيءَ ڳالهہ جي خبر هئي تہ ان جي انهن مڙني ڪيفيتن ۽ حالتن جو تعلق امامہ هاشم سان آهي، نہ اها هن جي زندگي ۾ اچي ها نہ ان سان اهو سڀ ڪجهہ ٿئي ها. پهريان اهو ان کي ناپسند ڪندو هيو هاٹي ان کي امامہ کان نفرت ٿيڻ لڳي هئي. پڇتاءُ جو جيڪو هلڪو احساس ڪجهہ عرصو ان سان گڏ رهيو هيو اهو غائب ٿي ويو هيو.

"ان سان جيڪو ڪجهہ ٿيو ٺيڪ ٿيو. مون ان سان جيڪو ڪجهہ ڪيو ٺيڪ ڪيو. ان سان ان کان بہ وڌيڪ خراب ٿيڻ گهربو هيو."

اهو خود بخود ئي پنهنجو پاڻ سان ڳالهائيندو رهندو هيو. ان کي امامہ هاشم جي

زبان مان نڪتل هر لفظ، هر اکر، هر جملي کان نفرت هئي. هن کي ان جون ڳالهيون ياد اينديون هيون ۽ هن جي ننڊ گم ٿي ويندي هئي. هڪڙي عجيب وحشت ان کي وڪوڙي ويندي هئي. هن ان رات جن ڳالهين جو مذاق اڏايو هيو اهي هاڻي هر وقت ان جي ڪنن ۾ گونجڻ لڳيون هيون.

"ڇا مان چريو ٿي رهيو آهيان، ڇا مان پنهنجا هوش ۽ حواس آهستي آهستي وڃائيندو پيو وڃان، ڇا مان ذهني هيجان جو شڪار ٿي ويو آهيان." ڪڏهن ڪڏهن ان کي وڃي وڃي خوف محسوس ٿيڻ لڳندو هيو.

هر شي جي بي معنويت وڌندي پئي وئي. هر شي جي بي مقصديت اجا وڌيڪ ظاهر ٿيندي پئي وئي. اهو ڪير هيو ڇا هيو ڇو هيو ڪٿي بيٺل هيو ڇو بيٺو هيو؟ ان کي اهي سوال هر وقت تنگ ڪرڻ لڳا. ڇا ٿيندو جيڪڏهن مان ييل (Yale) مان هڪڙي ايم بي اي جي ڊگري حاصل ڪري وٺندس. گهڻي سٺي نوڪري ملي ويندي، ڪا فيڪٽري شروع ڪندس. پوءِ..... ڇا هي اهو ڪم هيو جنهن جي لاءِ مون کي زمين تي اماڻيو ويو هيو..... ايڏي وڏي آئي ڪيو ليول سان..... ته مان ڪجھ پيون ڊگريون وٺان، شاندار ڪاروبار ڪريان، پار پيدا ڪريان، عيش ڪريان پوءِ مري وڃان. بس.....

ان زندگيءَ ۾ چار ڀيرا صرف پنهنجي هورا ڪورا ڪري موت جي تجربي مان گذرڻ جي ڪوشش ڪئي هئي مگر هاڻي شديد اداسيءَ جي حالت ۾ به اهو خودڪشي جي ڪوشش ڪو نه ڪري رهيو هيو. چوويھ ڪلاڪ موت جي باري ۾ سوچڻ جي باوجود به هن ان کي ڇهڻ نٿي گهريو.

ليڪن جيڪڏهن ان کان ڪنهن اهو پڇيو ٿي ته ڇا اهو زنده رهڻ گهري ٿو ته اهو ها ۾ جواب ڏيڻ ۾ به ڪيٻائيندو هو. ان زنده رهڻ نٿي گهريو ڇو ته ان کي زندگيءَ جي مفهوم جي خبر ڪو نه هئي.

ان مرڻ نٿي گهريو ڇو ته اهو موت جي مفهوم کان به واقف ڪو نه هيو.

اهو ڪنهن خلا ۾ لڙڪيل هيو. ڪنهن وچ واري جاءِ ۾، ڪنهن وچ واري ڪيفيت ۾. زنده هوندي به مئل، مئل هجڻ واري حالت ۾ به زنده..... اهو بيخوديءَ جي انتها تي پهچي رهيو هيو. ڏاڪي به ڏاڪي. ذهني آزمائش جي ايڏي وڏي ڏات وارو ماڻهو جيڪو پنهنجي سامهون ڳالهايل يا پڙهل ڪا به ڳالھ وساري نٿي سگهيو. سگريٽ جو دونهون اڏائيندي، شراب جا ڍڪ پيئندي، ڪلب ۾ رات جو ڊانس ڪندي، مهانگن هوٽلن ۾ ماني کائيندي، پنهنجي سنگتياڻيءَ سان رات گذاريندي، اهو صرف هڪڙي ڳالھ سوچيندو رهندو هيو.

ڇا زندگيءَ جو مقصد اهو ئي آهي؟

"عيش ۽ آرام.....؟ سٺا ڪپڙا، سٺو کاڌو اعليٰ ترين سهوليتون. سٺ ستر سالن جي هڪڙي حياتي ۽ پوءِ؟"

ان کان پوءِ ان "پوءِ" جو ڪوئي جواب ڪو نه هوندو هيو مگر ان "پوءِ" جي ڪري ان

جي زندگيءَ جا معمول بگڙي ويا هيا. اهو آهستي آهستي ننڊ ڦٽڻ جو شڪار ٿي رهيو هيو ۽ اهو انهن ئي ڏينهن ۾ ٿيو جو ان اوچتو مذهب ۾ دلچسپي وٺڻ شروع ڪئي. اداسيءَ مان ڇوٽڪاري لاءِ اهو گهڻن ئي ماڻهن کي اهو ڪم ڪندي ڏسندو هيو. ان بہ اهو ڪم شروع ڪري ڇڏيو. ان اسلام جي باري ۾ ڪجهہ ڪتاب پڙهڻ جي ڪوشش ڪئي. سمورا ڪتاب ان جي سر مٿان گذري ويا. ڪوئي لفظ، ڪا ئي ڳالهہ ان کي پنهجي طرف ڪو نہ ڇڪي رهي هئي. اهو پاڻ تي جبر ڪري ڪجهہ صفحا پڙهندو هيو ۽ انهن ڪتابن کي رکي ڇڏيندو هيو. ڪجهہ وقت گذرڻ کان پوءِ وري ڪڍندو هيو ۽ وري رکي ڇڏيندو هيو.

”نہ. شايد مون کي عملي طور عبادت ڪرڻ شروع ڪرڻ گهرجي. ان سان ٿي سگهي ٿو تہ مون کي ڪجهہ فائدو ٿئي.“

اهو پنهنجو پاڻ کي خود ئي سمجهائيندو هيو ۽ هڪڙي ڏينهن جڏهن اهو سعد وٽ هيو تہ ان اهو ئي ڪيو.

”مان بہ تو سان گڏ هلان ٿو.“ ان سعد کي ٻاهر نڪرندي ڏسي چيو.

”مگر مان تہ سومهڻي (عشاءِ) جي نماز پڙهڻ ٿو وڃان.“ سعد ان کي ياد ڏياريو.

”مون کي خبر آهي.“ ان پنهنجا جوتا پائيندي چيو.

”مون سان گڏ مسجد شريف ۾ هلندين؟“ اهو حيران ٿيو.

”ها.“ اهو اٿي بيٺو.

”نماز پڙهڻ لاءِ؟“

”ها!“سالار چيو. ”ايئن ڏسڻ جي ڪهڙي ضرورت آهي، مان ڪافر تہ ڪو نہ آهيان.“

”ڪافر تہ ڪونہ آهين. مگر....ڇڱو خير. اچ پڙهي ونجان.“ سعد ڪجهہ چوندي چوندي ڳالهہ بدلائي ڇڏي.

”مان تہ تو کي اڳ ۾ ئي ڪيترا ڀيرا گڏ هلڻ لاءِ چئي چڪو آهيان.“

سالار جواب ۾ ڪجهہ ڪو نہ چيو. اهو خاموشيءَ سان هلندو ان سان گڏ ٻاهر اچي ويو.

”هاڻي جيڪڏهن اچ مسجد وڃين ٿو تہ پوءِ ويندو رهجان. ايئن نہ ٿئي تہ بس اها اچ پهرين ۽ آخري حاضري هجي.“ سعد گهر مان ٻاهر نڪرندي ان کي چيو. ٻاهر ان وقت برف وسي رهي هئي. مسجد رهائش واري عمارت کان ڪجهہ مفاصلي تي هئي. اهو هڪڙي مصري خاندان جو گهر هيو جنهن جو هيٺيون طبقو انهن مسجد طور استعمال ڪرڻ لاءِ ڏنو هيو. جڏهن تہ مٿئين طبقي تي اهي پاڻ رهندا هيا. ڪڏهن ڪڏهن اتي نمازين جو تعداد ويهہ پنجويهہ تي ويندو هيو پر زيادہ تر اهو تعداد ڏهن پندرهن جي وچ ۾ ئي هوندو هيو.

سعد مسجد تائين پهچڻ دوران سالار کي انهن تفصيلن کان آگاهہ ڪندو رهيو. سالار خاموشي ۽ ڪجهہ لا تعلقي واري حالت ۾ سڙڪ تي احتياط سان هلندڙ گاڏين ۽ هر طرف موجود برف جي ڍيرن کي ڏسندو ان سان گڏ هلندو رهيو.

پنج ست منٽ هلڻ کان پوءِ هڪڙو موڙ ڦري سعد هڪڙي گهر جو دروازو کولي اندر داخل ٿي ويو. دروازو بيڪڙيل هيو باقي تالو لڳل ڪونہ هيس ۽ سعد نہ دروازي کي کڙڪايو هيو ۽ نہ ڪنهن کان اجازت ئي ورتي هئي. وڏي هريل انداز ۾ ان دروازي جو هينڊل گهمايو ۽ پوءِ اندر داخل ٿي ويو. سالار ان جي پيروي ڪئي.

"تون وضو ڪري وٺ." سعد اوچتو ان کي مخاطب ڪيو ۽ پوءِ ان سان گڏ اڳي هڪڙو دروازو کولي هڪڙي غسلخاني ۾ داخل ٿي ويو.

سعد جي رهنمائي ۾ جيستائين اهو وضوءَ جي آخري حصي تي پهتو ٿڌو پاڻي گرم ۾ تبديل ٿي ويو هيو. پنهنجن وارن جو مسح ڪندي ڪندي هڪڙو پيرو اهو وري هٻڪيو. سعد سمجهيو ان کي صحيح طريقي جي خبر ڪونهي، ان هڪڙو پيرو وري ان کي سمجهايو. اهو خالي ذهن واري حالت ۾ پنهنجن هٿن کي هڪڙو دفعو وري حرڪت ڏيڻ لڳو.

ڪپاڙيءَ تائين هٿ ڦيرائيندي ان جو هٿ ڳچيءَ ۾ پيل زنجيريءَ سان ٽڪرايو هيو. ان جي نظر بي اختيار سامهون لڳل آئيني ۾ وئي. اهو هڪڙو پيرو وري ڪٿي پهچي هنڌ پهچي ويو هيو. سعد ان کي ڪجهہ چيو هيو. ان دفعي هن اهو ڪونہ ٻڌو.

ڪمري ۾ موجود ڏهہ ماڻهو ٻن صفن ۾ بيهي رهيا هيا. اهو سعد سان گڏ پوئين صف ۾ بيٺو. امام صاحب تڪبير هنئي، سيني سان گڏ هن بہ نيت ڪئي.

"نماز سان واقعي سڪون ملندو آهي؟" ان کي بہ هفتا اڳ هڪڙي ڇوڪري کي نماز جي مسئلي تي سعد سان بحث ڪندي ٻڌو هيو.

"مون کي تہ ملندو آهي." سعد چيو هيو.

"مان تنهنجي ڳالهہ نٿو ڪريان. مان سيني جي ڳالهہ ٿو ڪريان، سيني کي ملندو آهي؟" ان ڇوڪري چيو هيو. "اهو انهيءَ تي منحصر آهي تہ سيئي ڪيترو دل جي حضوريءَ سان مگن ٿي نماز پڙهن ٿا."

سالار بيزاريءَ واري انداز ۾ ڪنهن مداخلت ڪرڻ يا تبصرو ڪرڻ کان سواءِ انهن جو بحث ٻڌندو رهيو هيو. ان وقت اهو لاشعوري طور تي نماز ۾ محويت پيدا ڪرڻ جي ڪوشش ڪري رهيو هيو.

"سڪون؟ مان واقعي ڏسڻ ٿو گهران تہ نماز سان سڪون ڪيئن ملندو آهي؟" ان رڪوع ۾ ويندي پنهنجي دل ۾ سوچيو پوءِ ان پهريون سجدو ڪيو. ان جي پريشاني ۽ بيچينيءَ ۾ ڏاڪي بہ ڏاڪي اضافو ٿيندو ويو. امام صاحب جي زبان مان اهو جن لفظن کي ٻڌي رهيو هيو اهي گهڻو اوپرا لڳي رهيا هيا. جيڪي ماڻهو ان جي پرسان بيٺل هيا اهي ان کي اڻ واقف لڳي رهيا هيا. جنهن ماحول ۾ اهو موجود هيو اهو هن کي غير فطري لڳي رهيو هيو ۽ جيڪو ڪجهہ اهو ڪري رهيو هيو اها ان کي منافقت محسوس ٿي رهي هئي.

هر سجدي سان گڏ ان جي دل ۽ دماغ تي بوجهہ وڌندو پئي ويو. ان پهريون چار رڪعتون مشڪل سان پوريون ڪيون. سلام ورائڻ دوران ان پنهنجي ساڄي پاسي واري اڌڙوٽ عمر واري شخص جي ڳلن تي ڳوڙها وهندي ڏٺا. ان جي دل گهريو تہ اتان ڀڄي

وڃي. اهو ڪوڙو منهن ڪري هڪڙو پيرو وري اٿي بيٺو. ان هڪڙو دفعو وري نماز ۾ پوري طرح محو ٿي وڃڻ جي ڪوشش ڪئي.

”هن دفعي پڙهيون ويندڙ آيتن جي هر لفظ تي غور ڪندس. شايد اهڙي نموني.....“ ان جي سوچ جو سلسلو ٽٽي ويو. نيت ڪئي پئي وئي. ان جي دل وڏيڪ اباڻڪي ٿي وئي. مٿي تي بار وڌندو پئي ويس. ان آيتن جي مفهوم تي غور ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي.

”اَلْحَمْدُ لِلّٰهِ رَبِّ الْعٰلَمِيْنَ.“ الحمد سورت جي تلاوت شروع ٿي.

”اَلرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ.“ ان ڌيان کي هڪ هنڌ رکڻ جي پوري ڪوشش ڪئي.

”مٰلِكِ يَوْمِ الدِّيْنِ.“ ڌيان هٽجڻ لڳو.

”اِيَّاكَ نَعْبُدُ وَاِيَّاكَ نَسْتَعِيْنُ.“ ان کي الحمد سورت جو ترجمو ايندو هيو. ان ڪجهه ڏينهن پهريان ئي پڙهيو هيو.

”اِهْدِنَا الصِّرَاطَ الْمُسْتَقِيْمَ.“ (سڌو رستو) ان ذهن ۾ ورجايو.

”الصِّرَاطَ الْمُسْتَقِيْمَ.“..... سڌو رستو؟“ ان جي دل گهريو تہ اٿان ڀڄي وڃي. ان اتي نماز جاري رکڻ جي هڪڙي آخري ڪوشش ڪئي.

”صِرَاطَ الَّذِيْنَ اَنْعَمْتَ عَلَيْهِمْ.“ ان جو ذهن هڪڙو پيرو وري ڀوئٽي ويو.

” غَيْرِ الْمَغْضُوْبِ عَلَيْهِمْ وَلَا الضَّآلِّيْنَ.“ ان پنهنجا ٻڌل هٿ کوليا. اهو آخري صف ۾ بيٺل هيو. آهستي آهستي ڪجهه قدم پوئتي هٽيو ۽ صف مان نڪري ويو.

”مان اهو ڪم نٿو ڪري سگهان. مان نماز نٿو پڙهي سگهان.“ ان چڻ اعتراف ڪيو. وڏي خاموشيءَ سان اهو اجا پوئتي ٿيندو ويو. ٻيا ماڻهو هاڻي رڪوع ۾ وڃي رهيا هيا. اهو منهن ورائي ڊهيل قدمن مگر تيز رفتاريءَ سان ٻاهر نڪري آيو.

مسجد مان نڪرندي ان جا جوتا ان جي هٿ ۾ هيا. غائب دماغ واري حالت ۾ اهو ٻاهر ڏاڪن تي ويهي ڪجهه گهڙيون هيڏي هوڏي ڏسندو رهيو. ان کان پوءِ اهو ڏاڪا هيٺ لهي آيو. پيرن ۾ جوراباپاتل ۽ جوتا هٿ ۾ کنيون اهو خالي ذهن واري حالت ۾ عمارت جي پٺين ديوار ڏانهن هليو آيو. اتي بہ هڪڙو دروازو ۽ ڪجهه ڏاڪا ڏسڻ ۾ اچي رهيا هيا مگر اهي ڏاڪا برف سان ڍڪيل هيا. دروازي تي موجود بلب بہ ٻريل ڪونہ هيو. ان جهُڪي سيني کان مٿئين ڏاڪي کي پنهنجن جوتن سان صاف ڪيو ۽ برف صاف ڪرڻ کان پوءِ اتي ويهي رهيو. ڪجهه دير اڳ ۾ تيڻ واري برفباري هاڻي ختم ٿي چڪي هئي. ان ڏاڪي تي ويهي پنهنجا جوتا پاتا. کهيون چڪڻ کان پوءِ هڪڙو دفعو ٻيهر سڌو تي دروازي سان ٽيڪ ڏئي ويهي رهيو. ان جا ٻئي هٿ جيڪٽ جي کيسن ۾ هيا. جيڪٽ سان لڳل ٽوپلي کي ان مٿي تي ٻڌي چڙهيو هيو. سامهون سڙڪ تي ايڪڙ ٻيڪڙ گاڏين جي اچ وڃ جاري هئي.

اهو ڏاڪن تي پنهنجون ڄنگهون ڊگهيون ڪيون پنهنجي پٺي دروازي سان لڳائي انهن ايڪڙ ٻيڪڙ گاڏين ۽ پيادل اچڻ وڃڻ وارن ماڻهن کي ڏسڻ لڳو. اتي ان سرد ۽ کُهير

۾ ٻڌل رات ۾ ڪليل آسمان هيٺان ويٺي اهو ڪجهه دير اڳ مسجد جي گرم ڪمري کان وڌيڪ سڪون محسوس ڪري رهيو هيو يا گهٽ ۾ گهٽ بهتر ضرور محسوس ڪري رهيو هيو.

ان ڪيسي ۾ هٿ وجهي ماچيس (لائيٽر) ڪڍيو ۽ ان کي ٻاري پنهنجن پيرن جي ويجهو ڏاڪن تي پيل برف کي رجائڻ لڳو. ڪجهه دير تائين اهو انهي سرگرمي ۾ مشغول رهيو پوءِ جڙ خفي تي لائيٽر ٻيهر ڪيسي ۾ رکي ڇڏيو. جنهن وقت اهو اٿي سڌو ٿي ويٺو ان پنهنجي بلڪل سامهون هڪڙي عورت کي ويٺل ڏٺو. اها يقيناً ان وقت اتي اچي ويٺي هوندي جنهن وقت اهو ڏاڪن تي جهڪي پنهنجن ٻنهي پيرن جي وچ ۾ موجود برف کي لائيٽر سان ڳاري رهيو هيو. اهو انڌيري ۾ به ان جي چهري تي پکڙيل مرڪ کي ڏسي سگهيو ٿي. ان کي مني اسڪرٽ ۽ ننڍي چولي پاتل هيا. ان کي ڪوٽ پاتل هيو پر ڇاٽي واٽي ان جا ٻٽڻ کولي ڇڏيا هئائين.

اها ڪوٽ جي ٻنهي ڪيسن ۾ هٿ وجهيون سالار جي بلڪل سامهون وڏي نخري سان ويٺي هئي. سالار ان کي ننهن کان چوٽيءَ تائين ڏٺو. ان جون ڊگهيون ٽنگون اهڙي سرديءَ ۾ به اگهاڙيون هيون. ان جي پٺيان موجود دڪانن جي روشني جي عڪس ۾ ان جون ٽنگون هڪدم گهٽو چٽيون ڏسڻ ۾ ٿي آيون ۽ ان جون ٽنگون ڏاڍو سهڻيون هيون. ڪجهه دير تائين اهو انهن تان نظرون هٽائي ڪو نه سگهيو. ان عورت جي پيرن ۾ وڏي ڪڙيءَ وارو بوٽ پاتل هيو. سالار حيران هيو ته اها برف جي انهي ڍير تي انهن جوتن سان ڪيئن هلندي هوندي.

”مان ڪلاڪ جا 50 ڊالر وٺندي آهيان.“ ان عورت وڏي دوستاڻي انداز ۾ چيو. سالار ان جي ٽنگن تان نظرون هٽائي ان جي منهن ۾ ڏٺو. ان جون نظرون هڪڙو ڀيرو وري ان جي ٽنگن ڏانهن کڄي ويون. ڪيترن سالن کان پوءِ پهريون دفعو ان کي ڪنهن تي ترس آيو. ڪهڙي مجبوري هئي جو اها اهڙي برفباري ۾ به اهڙي طرح اگهاڙو ٿي رلڻ تي مجبور هئي، جڏهن ته اهو پاڻ ٿلهي جينز ۾ به سردي کي پنهنجين هڏين ۾ گهرندو محسوس ڪري رهيو هيو.

”يلا چاليهه ڊالر.“ ان کي خاموش ڏسي ان عورت کي خيال آيو ته شايد اها قيمت ان جي لاءِ قابل قبول ڪونه هئي، انهيءَ ڪري ان هڪدم ان ۾ گهٽتائي ڪري ڇڏي. سالار کي خبر هئي ته چاليهه ڊالر به گهڻا هيا. اهو ان سڙڪ تي ويهن ڊالرن ۾ به هڪ ڪلاڪ جي لاءِ ڪنهن ڇوڪريءَ کي حاصل ڪري سگهيو ٿي. اها پنجتيهه چاليهه سالن جي هئي ۽ ڳالهائيندي محتاط نظرن سان سڙڪ تي هيڏي هوڏي ڏسي رهي هئي. سالار کي خبر هئي ته اهو احتياط ڪنهن پوليس واري يا پوليس جي گاڏي جي لاءِ هيو.

”چڱو ٽيهه ڊالر..... وڌيڪ سوديبازي ڪو نه ٿيندي“

”راضي ٿي يا انڪار ڪر.“

سالار جي خاموشي ان جي قيمت کي ڪجهه وڌيڪ گهٽ ڪئي. سالار هن دفعي

ڪجھ چوڻ کان سواءِ پنهنجي جيڪٽ جي اندرين ڪيسي ۾ هٿ وڌو ۽ ڪجھ نوٽ ڪڍي ان ڏانهن وڌايا. هن وٽ ان وقت ٻتون ڪو نہ هيو. ان عورت حيرانيءَ مان هن ڏانهن ڏٺو ۽ پوءِ انهن نوٽن کي جهاٽو هڻي ان جي هٿ مان کسي ورتائين. اهو پهريون گراهڪ هيو جيڪو ان کي اڳواٽ پئسا ڏئي رهيو هيو ۽ اهي بہ پنجاهہ ڊالر. جڏهن تہ اها پنهنجي قيمت گهٽ ڪري چڪي هئي.

”تون مون سان هلندين يا مان تو سان گڏ هلان؟“ اها هاڻي وڏي بي تڪلفي سان ان کان پڇي رهي هئي.

”نہ مان تو سان هلندس، نہ تون مون سان گڏ. بس تون هتان هلي وڃ.“ سالار هڪڙو دفعو وري سڙڪ جي ٻئي طرف موجود دڪانن تي نظر وجهندي چيو.

اها عورت بي يقيني مان ان کي ڏسندي رهي.

”واقعي؟“

”ها.“ سالار بي تاثر لهجي ۾ چيو.

”تہ پوءِ تو اهي ڇو ڏنا آهن؟“ ان عورت پنهنجي هٿ ۾ پڪڙيل نوٽن ڏانهن اشارو ڪيو.

”تہ جيئن تون منهنجي اڳيان هتي وڃين. مان سڙڪ جي هُن پار دڪانن کي ڏسڻ گهران ٿو ۽ تون ان ۾ رڪاوٽ ٿي وئي آهين.“ ان سرد مهريءَ مان چيو.

عورت بي اختيار ٽهڪ ڏئي کِلي. ”تون مذاق سٺي ٿو ڪرين. ڇا مان واقعي هلي وڃان؟“

”ها.“

اها عورت ڪجھ دير ان کي ڏسندي رهي. ”چڱو جاني، تنهنجي مهرباني.“ سالار ان کي موٽي سڙڪ پار ڪندي ڏٺو. اهو لاشعوري طور ان کي ويندو ڏسندو رهيو. اها سڙڪ پار ڪري هڪڙي ٻي ڪنڊ ڏانهن وڃي رهي هئي، اتي هڪڙ ٻيو ماڻهو بيٺو هيو.

سالار ٻيهر نظرون انهن دڪانن تي ڄمائي ڇڏيون. برفباري هڪڙو دفعو وري شروع ٿي وئي هئي. اهو پوءِ بہ اطمينان سان اتي ويٺو رهيو. برف هاڻي ان جي مٿان بہ ڪري رهي هئي.

اهو رات جي اڍائي بجي تائين اتي ويٺو رهيو. جڏهن سڙڪ جي هن پار دڪانن جا اندريان بلب ان هڪٻئي پٺيان بند ٿيندي ڏٺا تہ اهو پنهنجي جيڪٽ ۽ پتلون تان برف ڇڏيندي اٿي بيٺو. جيڪڏهن وقت بہ وقت اهو پنهنجون ٽنگون لوڏيندو نہ رهيو هجي ها تہ ان وقت اهو پنهنجن پيرن تي بيهڻ جي قابل نہ رهي سگهي ها. ان جي باوجود اٿڻ کان پوءِ قدم وڌائڻ ۾ ان کي ڪجھ دقت ٿي. ڪجھ منٽ اتي بيهي اهو پنهنجن پيرن کي جهٽڪا ڏيندو رهيو ۽ پوءِ اهڙي ئي نموني جيڪٽ جي کيسن ۾ هٿ وجهي واپس فليٽ ڏانهن وڃڻ لڳو. ان کي خبر هئي تہ سعد مسجد مان نڪري ان کي گهٽو ڳوليو هوندو ۽ ان کان پوءِ اهو واپس هليو ويو هوندو.

❊ ❊ ❊

”تون ڪيڏانهن هليو ويو هئين؟“ سعد ان کي ڏسندي ئي رڙ ڪئي. اهو ڪجھ چوڻ کان سواءِ اندر هليو آيو.

"مان تو کان ڪجھ پڇي رهيو آهيان." سعد دروازو بند ڪري ان جي پٺيان آيو. سالار پنهنجي جيڪٽ لاهي رهيو هيو.

"ڪٿي بہ ڪو نہ ويو هيس." ان جيڪٽ لٽڪائيندي چيو.

"توکي خبر آهي تہ مون توکي ڪيترو ڳوليو آهي، ڪٿي ڪٿي فونون ڪيون آهن ۽ هاڻي مان ايترو تہ پريشان ٿي ويو هيس جو پوليس کي فون ڪرڻ وارو هيس.... تون آخر ايئن نماز اڌ ۾ ڇڏي ڪيڏانهن ويو هئين؟"

سالار ڪجھ ٻڌائڻ کان سواءِ پنهنجا جوتا لاهڻ لڳو.

"مون توکي ٻڌايو آهي، ڪٿي بہ نہ."

"تہ پوءِ هن وقت تائين ڪٿي هئين؟" سعد ان جي سامهون اچي ويهي رهيو.

"اتي هيس، مسجد جي پٺئين حصي ۾ فوٽ پاٿ تي." ان اطمينان سان ٻڌايو.

"ڇا! ايترا ڪلاڪ تون اتي فوٽ پاٿ تي برف ۾ ويٺو هئين" سعد جو ساھ سڪي ويو.

"ها!"

"ان حرڪت جي ڪا تُڪ بڻجي ٿي." ان کي ڪجھ ڪاوڙ آئي.

"نہ ڪا تُڪ نٿي بڻجي." سالار اهڙي نموني بستري تي سڌو ليٽندي چيو.

"ڪجھ کاڌو اٿئي؟"

"نہ."

"تہ ماني کاءِ."

"نہ بک ڪونهي" اهو هاڻي ڇت کي گهوري رهيو هيو. سعد ان جي پرسان بستري تي ويهي رهيو.

"توسان آخر ڪهڙو مسئلو آهي؟ مون کي ٻڌائي سگهين ٿو." سالار ٿورو ڪنڌ ورائي ان کي ڏٺو.

"ڪوئي مسئلو ڪونهي." بي تاثر لهجي ۾ چيو ويو.

"مون سمجهيو تون پنهنجي فليٽ تي هليو ويو آهين، مگر اتي وري وري فون ڪرڻ تي بہ تون ڪو نہ ملين." سعد پٽڪي رهيو هيو. سالار جون نظرون ڇت ۾ ئي کتل هيون.

"انهيءَ کان بهتر هيو تہ مان تو کي پاڻ سان گڏ نماز پڙهڻ لاءِ وٺي ئي نہ وڃان ها. تون اڳتي مون سان گڏ نہ هلجان." سعد ناراضگيءَ مان چيو. اهو هاڻي ان جي بستري تان اٿي ويو هيو. ڪجھ دير تائين اهو پنهنجا ڪم ڪندو رهيو پوءِ اهو زيرو جو بلب ٻاري پنهنجي بستري تي سمهي پيو. ان اجا اکيون مس بند ڪيون هيون جڏهن ان سالار جو آواز ٻڌو.

"سعد!"

"جي!" ان اکيون کولي ڇڏيون.

"اها 'صراط مستقيم' ڇا ٿيندي آهي؟"

سادي لهجي ۾ پڇيل سوال سعد کي حيران ڪري ڇڏيو. ان ڪنڌ ورائي ڪاهي پاسي بستري تي سڌو ليٽيل سالار کي ڏٺو.

"صراطِ مستقيم..... سڌي رستي کي چوندا آهن."
"مون کي خبر آهي مگر سڌو رستو ڇا هوندو آهي؟" اڳيون سوال آيو.
سعد ان ڏانهن پاسو ورايو. "سڌو رستو...... مطلب نيڪيءَ جو رستو...."
"نيڪي ڇا هوندي آهي؟" لهجو هاڻي بہ بي تاثر هيو.
"سٺي ڪم کي نيڪي چوندا آهن."
"سٺو ڪم ڇا ٿيندو آهي؟"
"سٺو ڪم..... ڪو اهڙو ڪم جيڪو ڪنهن ٻئي لاءِ ڪيو ويو هجي. ڪنهن جي مدد ڪئي وئي هجي، ڪنهن تي مهرباني ڪئي وئي هجي، اهو سٺو ڪم هوندو آهي ۽ هر سٺو ڪم نيڪي هوندو آهي."
"هاڻي ڪجهہ ڪلاڪ اڳ مون اتي فوٽ پاٿ تي هڪڙي رنڍيءَ کي 50 ڊالر ڏنا، جڏهن تہ اها صرف ٽيهہ ڊالر گهري رهي هئي. ان جو مطلب آهي تہ اها نيڪي ٿي؟"
سعد جي دل گهريو تہ ان جي منهن ۾ هڪڙو ٺونشو وهائي ڪڍي، اهو عجيب ماڻهو هيو.
"بڪواس بند ڪر ۽ سمهي پئو مون کي بہ ننڊ ڪرڻ ڏي" ان ڪمبل مٿان وڌو.
سالار کي حيرت ٿي، اهو ڪهڙي ڳالهہ تي ناراض ٿيو هيو. "تہ اها نيڪي نہ ٿي؟"
"مون توکي چيو آهي، پنهنجو وات بند ڪر ۽ سمهي پئو." سعد هڪ دفعو وري رڙ ڪئي.
"ايترو ناراض ٿيڻ جي تہ ضرورت ڪو نہ آهي، مون تو کان بلڪل هڪڙو معمولي سوال پڇيو آهي." سالار وڏي تحمل سان چيو.
سعد هڪدم ڪجهہ مشتعل ٿيندي، اٿي بستري تي ويهي رهيو. ان بلب ٻاري ڇڏيو.
"تو جهڙي ماڻهوءَ کي مان صراط مستقيم ڇا سمجهايان. ڇا تون پاڳل آهين يا جاهل آهين..... يا غير مسلم آهين.... ڇا آهين.... ڪجهہ بہ ڪو نہ آهين..... تو کي پاڻ کي خبر هجڻ گهرجي تہ صراط مستقيم ڇا ٿيندي آهي، مگر تو جهڙو ماڻهو جيڪو مسجد ۾ نماز پڙهندي نماز اڌ ۾ ڇڏي هليو ايندو آهي، اهو اها ڳالهہ ڪيئن ٿو سمجهي سگهي."
"مان نماز انهيءَ ڪري ڇڏي آيس ڇو تہ تون چوندو آهين تہ ان ۾ سڪون ملندو. مون کي سڪون ڪو نہ مليو مان ڇڏي آيس." ان جي پرسڪون انداز ۾ چيل جملي سعد کي اڃا وڌيڪ مشتعل ڪيو.
"توکي نماز ۾ انهيءَ ڪري سڪون ڪو نہ مليو ڇو تہ مسجد تنهنجي جاءِ ڪو نہ آهي، تنهنجي لاءِ سڪون جون جايون سئنيما، ٿيئيٽر، شراب خانا ۽ ڪلبون آهن. مسجد تنهنجي لاءِ ڪو نہ آهي. توکي نماز ۾ سڪون ڪٿان ملي ها...... ۽ تون گهرين ٿو تہ مان توکي ٻڌايان تہ صراط مستقيم ڇا ٿيندي آهي."
اهو بستري تي سڌو ليٽيو اکيون چنيڻ کان سواءِ سعد کي ڏسندو رهيو.
"تو جهڙو ماڻهو جيڪو نماز مان پڇي ويندو آهي، شراب پيئندو ۽ زنا ڪندو آهي، اهو نہ صراط مستقيم جي مطلب کي سمجهي سگهي ٿو نہ ان تي اچي سگهي ٿو."
"تنهنجو مطلب آهي جيڪي شراب پيئندا ۽ زنا بہ ڪندا آهن مگر نماز مان ڪو

نہ پڄندا آهن. نماز بہ پڙهندا رهندا آهن اهي صراط مستقيم جو مطلب سمجهندا آهن ۽ صراط مستقيم تي آهن."

سعد ڪجهہ ڳالهائي ڪو نہ سگهيو. جهيڻي آواز ۽ بي تاثر لهجي ۾ ڪيل هڪڙي ئي سوال ان کي ماٺ ڪرائي ڇڏيو هيو. سالار هاڻي بہ ان کي اهڙي نموني سان ڏسي رهيو هيو.

"سالار! تون انهن ڳالهين کي سمجهي نٿو سگهين." ان ڪجهہ دير خاموش رهڻ کان پوءِ چيو. سالار جي ڪنن ۾ هڪڙي جهوتي سان هڪڙو ٻيو آواز گونجي ويو هيو.

"ها. مان واقعي سمجهي نٿو سگهان. بلب بند ڪري ڇڏ. مون کي ننڊ ٿي اچي." ان وڏيڪ ڪجهہ چوڻ کان سواءِ اکيون بند ڪري ڇڏيون.

❊ ❊ ❊

"مون کي اڳ ۾ ئي اندازو هيو تہ تون پنهنجي فليٽ تي هوندين. تو بس ڄاڻي واڻي فون رڪارڊر لڳائي ڇڏيو هوندو."

سعد ٻئي ڏينهن تي ڏهين بجي ڌاري سالار جي فليٽ تي موجود هيو. سالار ننڊ مان اٿي دروازو کوليو هيو.

"تون ايئن ٻڌائڻ کان سواءِ منهنجي فليٽ تان ڀڄي ڇو آئين؟" سعد اندر اچڻ سان ان کي ڇڙٻ ڏني.

"ڀڳو تہ ڪونہ هيس. تون ستو پيو هئين. مون توکي ننڊ مان جاڳائڻ مناسب ڪو نہ سمجهيو." سالار اکيون مهٽيندي چيو.

"تون ڪهڙي وقت آيو هئين؟"

"شايد ڇئين يا پنجين وڳي ڌاري"

"اهو وڃڻ جو ڪهڙو وقت هيو؟" سعد تپي چيو.

"۽ تون اهڙي نموني سان آئين ڇو؟" سالار وڏيڪ ڪجهہ چوڻ جي بجاءِ ٻئي ڪمري جي صوفي تي وڃي اونڌي منهن ليٽي پيو.

"شايد تون منهنجين ڳالهين مان ناراض ٿي ويو هئين مان انهيءَ ڪري معذرت ڪرڻ آيو آهيان." سعد ٻئي صوفي تي ويهندي چيو.

"ڪهڙين ڳالهين مان؟" سالار ڪنڌ کي ڪجهہ ٽيڏو ڪندي ان ئي انداز ۾ ليٽيو رهندي سعد کان پڇيو.

"اهو سڀ ڪجهہ جيڪو مون ڪجهہ ڪاوڙ ۾ اچي رات تو کي چيو هيو." سعد معذرت ڪرڻ واري انداز ۾ چيو.

"نہ مان اهڙين ننڍڙين ننڍڙين ڳالهين تي تہ ناراض نٿو ٿي سگهان. تو اهڙي ڪا ڳالهہ ڪو نہ ڪئي جنهن جي ڪري توکي معذرت ڪرڻ لاءِ هتي اچڻو پوي" سالار ان جي ئي انداز ۾ چيو.

"پوءِ تون اهڙي نموني اوچتو منهنجي فليٽ تان ڇو هليو آئين؟" سعد پنهنجي ڳالهہ تي بيٺو هيو.

”بس منهنجي دل گهبرائجي رهي هئي ۽ مان هتي هليو آيس، ۽ جيئن ته مون ننڊ ڪرڻ ٿي گهري انهيءَ ڪري فون رڪارڊر لڳائي ڇڏيو.“ سالار پرسڪون انداز ۾ چيو. ”پوءِ به مان اهو محسوس ڪري رهيو هيس ته مون کي تو سان اهڙي نموني ڳالهائڻ نه گهربو هيو. مان صبح کان ڏاڍو پڇتايان ٿو.“

”ان کي وساري ڇڏ.“ ان ساڳي نموني ۾ ڇهري کي صوفي ۾ لڪائي رکندي چيو.

”سالار! تو سان اڄ ڪلهه مسئلو ڪهڙو آهي؟“

”ڪجهه ڪونهي.“

”نه، ڪجهه نه ڪجهه ته آهي. تون ڪجهه عجيب نموني جو ٿيندو پيو وڃين.“

هن پيري سالار هڪدم پاسو بدلائي سڌو ٿي ويو. سڌو ليٽي سعد ڏانهن ڏسندي ان پڇيو.

”مثال طور مون ۾ ڪهڙي ڳالهه عجيب ٿيندي پئي وڃي.“

”گهڻيون ئي آهن. تون گهڻو چپ چپ رهڻ لڳو آهين. ننڍڙين ننڍڙين ڳالهين تي خفا ٿيڻ لڳو آهين. عباد مون کي ٻڌائي رهيو هيو ته تو يونيورسٽي وڃڻ به ڇڏي ڏنو آهي ۽ سڀ کان وڏي ڳالهه ته تو مذهب ۾ دلچسپي وٺي رهيو آهين.“ ان جي آخري جملي تي سالار جي نراڙ ۾ گهنج پئجي ويا.

”مذهب ۾ دلچسپي؟ اها توکي غلط فهمي آهي. مان مذهب ۾ دلچسپي وٺڻ جي ڪوشش ڪونه ڪري رهيو آهيان. مان صرف سڪون حاصل ڪرڻ جي ڪوشش ڪري رهيو آهيان، ڇو ته مان ڏاڍو اداس آهيان. مون کي زندگيءَ ۾ ڪڏهن اهڙي نموني جي..... ۽ ايڏي حد تائين اداسي ڪونه ٿي آهي جنهن جو شڪار مان اڄ ڪلهه آهيان ۽ مان صرف ان اداسي مان جان ڇڏائڻ لاءِ رات نماز پڙهڻ لاءِ هليو هيس.“ ان گهٽي رڪائي سان چيو.

”توکي اداسي ڇو آهي؟“ سعد پڇيو.

”جيڪڏهن مون کي اها خبر هجي ها ته يقيناً مون کي اداسي نه ٿئي ها. مان هيئنر تائين ان لاءِ ڪجهه نه ڪجهه ڪري چڪو هجان ها.“

”پوءِ به ڪونه ڪو سبب ته هوندو. ايئن ويٺي ويٺي اداسي ته ڪونه چانئجي ويندي آهي.“ سعد تبصرو ڪيو.

سالار کي خبر هئي اهو ٺيڪ ٿو چوي، مگر هن ان کي سبب ٻڌائي پاڻ مٿان کلڻ جو موقعو فراهم ڪرڻ نٿي گهريو.

”ڪنهن بئي جي باري ۾ ته مون کي خبر ڪونهي، باقي مون کي ويٺي ويٺي ئي اداسي ٿي وڃي ٿي.“ سالار چيو.

”تون اداسي ختم ڪرڻ واري ڪا دوا وٺين ها.“ سعد چيو.

”مان انهن جو ڍڳ کائي چڪو آهيان. مون کي ڪو فرق ڪونه پيو آهي.“

”ته پوءِ تون ڪنهن ماهر نفسيات (سائڪائٽرسٽ) سان ملين ها.“

”مان اهو ڪم ته ڪڏهن نه ڪندس. مان انهن ماڻهن سان ملي ملي تنگ ٿي ويو آهيان. گهٽ ۾ گهٽ هاڻي ته مان ڪونه ملندس.“ سالار بي اختيار چيو.

”پوءِ تون ڪهڙي سلسلي ۾ ملندو رهيو آهين؟“ سعد ڪجهه چرڪ ڀري هورا ڪورا جي ڪيفيت ۾ پڇيو. ”گهڻيون ئي ڳالهيون هيون. تون ان ڳالهه کي ڇڏي ڏي“ اهو هاڻي سڌو ليٽيو ڇت کي گهوري رهيو هيو.

”تہ پوءِ تون هيئن ڪر جو عبادت ڪندو ڪر. نماز پڙهندو ڪر.“

”مون ڪوشش ڪئي هئي مگر مان نماز نٿو پڙهي سگهان. نہ تہ مون کي اتي ڪو ئي سڪون مليو. نہ وري مون کي اها خبر هئي تہ مان جيڪو ڪجهه پڙهي رهيو آهيان اهو ڇا آهي، ڇو پڙهي رهيو آهيان.“

”تہ پوءِ تون اهو معلوم ڪرڻ جي ڪوشش ڪر تہ......“

سالار ان جي ڳالهه ڪٽي ورتي. ”هاڻي وري رات وارو بحث شروع ٿي ويندو. صراط مستقيم وارو ۽ وري تو کي ڪاوڙ اچي ويندي.“

”نہ. مون کي ڪاوڙ ڪو نہ ايندي“ سعد چيو.

”جڏهن مون کي اها ئي خبر ڪونهي تہ صراط مستقيم ڇا آهي تہ پوءِ مان نماز ڪيئن ٿو پڙهي سگهان.“

”تون نماز پڙهڻ شروع ڪندين تہ تو کي پاڻهي خبر پئجي ويندي تہ صراط مستقيم ڇا آهي.“

”ڪيئن؟“

”تون پاڻ ئي غلط ڪمن کان پاسو ڪندين. سٺا ڪم ڪرڻ شروع ڪندين.“ سعد وضاحت ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي.

”مگر مان ڪو ئي غلط ڪم ڪو نہ ڪندو آهيان ۽ نہ ئي مون کي سٺا ڪم ڪرڻ جي خواهش آهي. منهنجي زندگي نارمل آهي.“

”توکي اهو احساس ٿي ئي ڪونہ ٿو سگهي تہ تنهنجو ڪهڙو ڪم صحيح آهي ۽ ڪهڙو غلط جيستائين .... “ سالار ان جي ڳالهه ڪٽي ورتي.

”صحيح ۽ غلط ڪم منهنجو مسئلو ڪونهي..... هن وقت تہ مون کي بس بي سڪوني رهي ٿي ۽ ان جو تعلق منهنجن ڪمن سان ڪونهي.“

”تون اهي سمورا ڪم ڪندو آهين جيڪي انسان جي زندگيءَ کي بي سڪون ڪري ڇڏيندا آهن.“

”مثال طور؟“ سالار چڙندڙ لهجي ۾ چيو.

”تون سوئر جو گوشت کائيندو آهين.“

”ڏي منهن.“ ان بي اختيار بڙ بڙ ڪئي. ”سوئر هتي ڪٿان اچي ويو. تون مون کي هڪڙي ڳالهه ٻڌاءِ“ سالار اٿي ويهي رهيو. ”تون تہ وڏي باقاعدگيءَ سان نماز پڙهندو آهين، وڏي عبادت ڪندو آهين. نماز تنهنجي زندگيءَ ۾ ڪهڙيون تبديليون ڪري ڇڏيون؟“

”مون کي بي سڪوني ڪونهي.“

"حالانڪ تنهنجي فارمولا جي مطابق توکي بہ ٻي سڪوني هجڻ گهرجي، ڇو تہ تون بہ گهڻائي غلط ڪم ڪندو آهين." سالار بہ بنا رڪ رڪاءَ جي جواب ڏنو.

"مثال طور.... مان ڪهڙا غلط ڪم ڪندو آهيان؟"

"توکي خبر آهي، منهنجي ٻڌائڻ جي ضرورت ڪونهي."

"مون کي..... مون کي خبر ڪونهي، تون ٻڌاءِ" سعد چڙ ان کي للڪاريو.

سالار ڪجهہ دير تائين ان کي ڏسندو رهيو پوءِ ان چيو. "سعد مان نٿو سمجهان تہ صرف عبادت ڪرڻ سان زندگيءَ ۾ ڪا نمايان تبديلي آڻي سگهجي ٿي. سٺن ڪمن يا ڪردار جو تعلق عبادت ڪرڻ يا نہ ڪرڻ سان ڪونهي هوندو."

سعد ان جي ڳالهہ ڪاٽي ڇڏي "مان انهيءَ ڪري توکي چوان ٿو تہ پنهنجي مذهب ۾ ڪجهہ دلچسپي وٺ. اسلام جي باري ۾ ڪجهہ علم حاصل ڪر تہ جيئن پنهنجي ان غلط قسم جي فلاسافي ۽ سوچ کي بدلائي سگهين."

"منهجي سوچ غلط ڪونهي، مون مذهبي ماڻهن کان وڌيڪ ڪوڙو منافق ۽ ڏوڪيباز ڪنهن کي ڪونہ ڏٺو آهي. مان اميد ڪريان ٿو تہ تون دل ۾ نہ ڪندين، مگر مان سچ چئي رهيو آهيان. هينئر تائين مون کي ٽن اهڙن ماڻهن سان واسطو پيو جيڪي گهڻو وڏا مسلمان هجڻ جو ڍونگ ڪن ٿا ۽ اسلام جي ڳالهہ ڪندا آهن ۽ ٽئي منافق آهن." اهو وڏي بي رخيءَ سان چئي رهيو هيو.

"سڀ کان پهريائين مان هڪڙي ڇوڪريءَ سان مليس، اها بہ وڏو مذهبي هجڻ جو ڍونگ ڪندي هئي، پردو ڪندي هئي، وڏي پارسا ۽ پاڪدامن هجڻ جو ڊرامو ڪندي هئي ۽ گڏوگڏ هڪڙي ڇوڪري سان عشق جو چڪر بہ هلائيندي هئي. پنهنجي مڱيندي هوندي اها ان ڇوڪري لاءِ گهر مان ڀڄي بہ وئي. ان کي ضرورت پئي تہ ان هڪڙي اهڙي ماڻهوءَ کان بہ مدد ورتي جنهن کي اها گهڻو خراب سمجهندي هئي يعني ان کي پنهنجي مفاد جي لاءِ استعمال ڪرڻ ۾ ڪو عار ڪونہ سمجهيائين. ان محترمہ پارسا عورت." ان جي چپن تي ٺٺول واري مُرڪ هئي.

"ان کان پوءِ مان هڪڙي ٻئي ماڻهوءَ سان مليس جنهن کي ڏاڙهي رکيل هئي. اهو بہ وڏو پڪي ۽ سچي قسم جو مسلمان هيو ليڪن ان انهي ڇوڪريءَ جي مدد ڪو نہ ڪئي، جنهن ان کان خيرات گهرڻ جي حد تائين مدد ڪرڻ لاءِ منٿون ڪيون هيون. ان انهيءَ ڇوڪريءَ سان شادي ڪونہ ڪئي جنهن کي اهو محبت جي نالي تي بيوقوف بڻائيندو رهيو ۽ هاڻي ڪجهہ عرصو اڳ مان هتي آمريڪا ۾ ان سان مليس تہ ان جي ڏاڙهي ڇٽ ٿيل هئي، شايد ان جي اسلام سان گڏ."

اهو کِليو. "۽ ٽيون ماڻهو تون آهين..... تون سوئر جو گوشت ڪونہ کائيندو آهين، صرف اهو هڪڙو حرام ڪم آهي جيڪو تون نٿو ڪرين باقي تنهنجي لاءِ سڀ ڪجهہ جائز آهي. ڪوڙ ڳالهائڻ، شراب پيئڻ، زنا ڪرڻ، ڪلبن ۾ وڃڻ.... گلا ڪرڻ، ٻين تي ٺوڪون ڪرڻ، حالانڪ ظاهر ۾ تون بہ وڏو نيڪ آهين، توکي ڏاڙهي رکيل آهي، اسلام

جون ڳالهيون ڪري ڪري تون اسان جو دماغ چٽي ويندو آهين. زبردستي نماز پڙهائڻ لاءِ سندرو ٻڌيون وتندو آهين. هر ڳالهه ۾ مذهب جو حوالو ڏيندو آهين. هي آيت ۽ اها حديث..... اها آيت ۽ هي حديث...... ان کان علاوه تنهنجي زبان تي ٻيو ڪجهه هوندو ئي ڪونهي. جڏهن مان تنهنجا ڪرتوت ڏسندو آهيان ته مان تر جيترو به تو کان متاثر ڪو نه ٿيندو آهيان. اسلام جي باري ۾ تنهنجو ليڪچر ٻڌڻ ڪيترو مشڪل هوندو آهي، مان توکي ٻڌائي ڪو نه ٿو سگهان. مون ۾ ۽ تو ۾ ڪو گهڻو فرق ته ڪو نهي. تون ڏاڙهي رکي ۽ اسلام جو دهل وڄائي اهي سمورا ڪم ڪرين ٿو جيڪي مان ڏاڙهي رکڻ ۽ اسلام جي ڳالهه ڪرڻ کان سواءِ ڪريان ٿو. تنهنجي زندگيءَ ۾ عبادت ڪهڙو انقلاب آندو آهي، سواءِ ان جي ته توکي هڪڙي خوش فهمي ٿي وئي آهي ته تون سڌو جنت ۾ هليو ويندين ۽ اسان سڀئي دوزخ ۾. تنهنجي قول ۽ فعل ۾ جيڪڏهن اهو تضاد نه هجي ته مان ڪڏهن به توکي اهي ڳالهيون نه چوان ها مگر مان توکي منٿ ڪريان ٿو ته تون ٻين کي مذهب ڏانهن ڇڪڻ جي ڪوشش نه ڪندو ڪر. ڇو ته مان سمجهان ٿو ته تون پاڻ به مذهب جي صحيح مفهوم کان واقف ڪو نه آهين. هاڻي منهنجين انهن سمورين ڳالهين جو دل ۾ ڏک نه ڪجان."

سالار هاڻي ميز تي پيل هڪڙو سگريٽ دکائي رهيو هيو. سعد گهڻو ڪري گونگو ٿي ويو هيو.

"نيڪ آهي، مون کان ڪجهه غلطيون ٿي ونديون آهن. مگر الله تعاليٰ انسان کي معاف ڪري ڇڏيندو آهي ۽ مون ڪڏهن به ايئن ته ڪونه چيو آهي ته مان تمام گهڻو سنو مسلمان آهيان ۽ مان ضرور بهشت ۾ ويندس، ليڪن مان جيڪڏهن هڪڙو سنو ڪم ڪريان ٿو ۽ ٻين کي ان جي هدايت ڪريان ٿو ته اهو الله تعاليٰ جي طرف کان مون تي فرض آهي."

سعد ڪجهه دير خاموش رهڻ کان پوءِ ان کي چيو.

"سعد! تون هرو ڀرو ٻين جي ذميواري پنهنجي سر مٿان نه کڻ. پهريان پنهنجو پاڻ کي نيڪ ڪر، پوءِ ٻين کي نيڪ ڪرڻ جي ڪوشش ڪر ته جيئن ڪير توکي منافق چئي نه سگهي، ۽ جيستائين الله تعاليٰ جي معاف ڪرڻ جو تعلق آهي ته جيڪڏهن تنهنجو اهو خيال آهي ته اهو تنهنجين غلطين کي معاف ڪري سگهي ٿو ته پوءِ اهو اسان کي به معاف ڪري سگهي ٿو. اسان جي گناهن جي لاءِ تون جيڪڏهن اهو سمجهين ٿو ته ماڻهن کي اسلام ڏانهن ڇڪڻ سان تنهنجين نيڪين ۾ اضافو ٿيندو ۽ تون پنهنجن گناهن سميت الله تعاليٰ جي ويجهڙو ٿي ويندين ته ايئن ڪو نه ٿيندو. سنو آهي ته تون پنهنجي زندگيءَ جي ڪارڪردگيءَ کي نيڪ ڪر. صرف پنهنجو پاڻ کي ڏس، ٻين کي نيڪ بڻائڻ جي ڪوشش نه ڪر. اسان کي خراب ٿي رهڻ ڏي"

ان تلخ لهجي ۾ چيو. ان مهل ان جي دل ۾ جيڪو آيو ان سعد کي چئي ڏنو هيو. جڏهن اهو ماٺ ٿيو ته سعد اٿي هليو ويو.

ان ڏينهن ڪان پوءِ ان ٻيهر ڪڏهن بہ سالار جي سامهون اسلام جي ڳالھ ڪو نہ ڪئي.

❊ ❊ ❊

اهو ان هفتي واري موڪل تي گهٽ ڏينهن ڏينهن ڪان پوءِ ڪنهن هوٽل تي ويو هيو. بيري کي پنهجو آرڊر نوٽ ڪرائڻ ڪان پوءِ اهو هوٽل جي شيشن مان ٻاهر سڙڪ کي ڏسڻ لڳو. اهو جنهن ميز تي ويٺو هيو اها دريءَ جي ويجهو هئي ۽ ماڻهوءَ جي قد جيڏين درين جي شيشن پرسان ويهي ان کي ايئن محسوس ٿي رهيو هيو ڄڻ اهو ٻاهر فوٽ پاٿ تي ويٺو هيو.

ڪنهن ڇوڪريءَ جي سڏڪن ان جي محويت کي ٽوڙيو هيو ان بي اختيار ڪنڌ ورائي ڏٺو ان جي پٺيان واري ميز تي هڪڙو ڇوڪرو ۽ ڇوڪري ويٺا هيا. ڇوڪري ڪنهن ڳالھ تي روئيندي سڏڪا ڀري رهي هئي ۽ ٽشو سان پنهنجا ڳوڙها اگهي رهي هئي. ڇوڪرو ان جي هٿ کي ٿڦڪي هڻي شايد ان کي تسلي ڏئي رهيو هيو. هوٽل ايترو ننڍو ۽ ميزون ايترو ويجهو ويجهو هيون جو اهو آسانيءَ سان انهن جي گفتگو ٻڌي سگهيو ٿي مگر اهو اتي انهيءَ ڪم جي لاءِ ڪو نہ آيوهيو اهو سڌو ٿي ويو. ان جي اندر ۾ هڪڙي ناگواريءَ جي لهر ايري وئي. ان کي اهڙن قسمن جا تماشا سٺا ڪونہ لڳندا هيا. ان جو موڊ خراب ٿي رهيو هيو. اهو اتي سڪون سان ڪجھ وقت گذارڻ آيو هيو ۽ هي سڀ ڪجھ. ان جي دل بيزار ٿيڻ لڳي. اهي ٻئي روسي هيا ۽ ان ئي زبان ۾ هڪ ٻئي سان ڳالهائي رهيا هيا. اهو هڪڙو ڀيرو وري دريءَ مان ٻاهر ڏسڻ لڳو مگر غير ارادي طور تي ان جا ڪن هاڻي بہ انهن ئي سڏڪن ڏانهن لڳل هيا. ان ٿوري دير ڪان پوءِ ڪنڌ ورائي وري ان ڇوڪريءَ کي ڏٺو. ان دفعي ان جي ڪنڌ ورائڻ تي ڇوڪريءَ بہ اکيون مٿي ڪري ان کي ڏٺو. ڪجھ گهڙين لاءِ انهن جون نظرون مليون هيون ۽ اهي ڪجھ گهڙيون ان تي گهٽيون ڳوريون گذريون هيون. ان جون اکيون سڄل ۽ ڳاڙهيون ٿي رهيون هيون. ان کي هڪدم هڪڙو ٻيو چهرو ياد اچي ويو. امامہ هاشم جو چهرو. ان جون سڄل اکيون.

بيرو ان جو آرڊر ڏنل ڪاڏو کڻي آيو هيو ۽ ميز تي رکي رهيو هيو. ان پاڻيءَ جا ڪجھ ڍڪ ڀي ان ڇهري کي پنهنجي ذهن مان ڪڍڻ جي ڪوشش ڪئي. ان ڪجھ ڊگها ساھ کنيا. بيري پنهنجو ڪم ڪندي ڪندي ان کي غور سان ڏٺو مگر سالار دريءَ مان ٻاهر ڏسڻ ۾ مصروف هيو.

"اڄ موسم گهڻي سني آهي ۽ مان هتي سنيون گهڙيون گذارڻ آيو آهيان. هڪڙو سنو ڪاڏو ڪائڻ آيو آهيان. ان ڪان پوءِ مان هتان هڪڙي فلم ڏسڻ لاءِ ويندس. مون کي ان ڇوڪريءَ جي باري ۾ سوچڻ نہ گهرجي. ڪنهن بہ طريقي سان نہ. اها پاڳل هئي. ان بڪواس ٿي ڪئي. ۽ مون کي ان جي حوالي سان ڪنهن بہ قسم جو ڪو ئي پڇتاءُ نہ هجڻ گهرجي. مون کي ڪهڙي خبر اها ڪيڏانهن وئي. ڪٿي مُئي. اهو سڀ ان پاڻ ڪيو هيو. مون ان سان صرف پوڳ ڪيو هيو. اها مون سان رابطو ڪري ها تہ مان ان کي طلاق ڏئي ڇڏيان ها."

لاشعوري طور پاڻ کي سمجهائيندي سمجهائيندي هڪڙو ڀيرو وري انجو پڇتاءُ ان

جي سامهون اچڻ لڳو هيو. پنيان ويٺل ڇوڪريءَ جا سڏڪا هاڻي ان جي دماغ ۾ نيزي جي ڇهنب وانگر چڀي رهيا هيا.

"مان پنهنجي ميز تبديل ڪرڻ گهران ٿو." ان گهٽي هڪيل انداز ۾ بيري کي چيو. بيرو حيران ٿي ويو.

"سائين، ڇا جي ڪري؟"

"يا انهن ٻنهي جي ميز تبديل ڪر يا منهنجي." ان هٿ جي اشاري سان چيو. بيري هڪڙو ڀيرو ان جوڙي کي ڏٺو پوءِ ان سالار جو مسئلو سمجهيو يا نه مگر ان ڪنڌ وٽ رکيل هڪڙي ميز تي سالار کي ويهاريو. سالار کي اتي اچي ڪجهه گهڙين لاءِ واقعي سڪون مليو هيو. هاڻي اتي سڏڪن جو آواز ڪو نه اچي رهيو هيو مگر هاڻي ڇوڪريءَ جو چهرو بلڪل ان جي سامهون هيو. چانورن جو ڀريون چمچو وات ۾ وجهندي ئي ان جي نظر ان ڇوڪريءَ تي ڀيهر پئجي وئي.

اهو هڪڙو دفعو وري بدمزي ٿي ويو ان کي هڪدم هر شي بي سوادي لڳي رهي هئي. اها يقيناً ان جي ذهني ڪيفيت هئي، ورنه ان هوٽل جو کاڌو تمام سٺو هوندو هيو.

"انسان نعمتن جو شڪر ادا ڪري ئي نٿو سگهي. اها منهنجي زبان تي ذائقو چکڻ جي حِس آهي، اها ڪيتري وڏي نعمت آهي ته مان جيڪڏهن ڪا شيءِ کاوان ٿي ته مان ان جو سواد محسوس ڪري سگهان ٿي. سٺو کاڌو کائي خوشي محسوس ڪري سگهندي آهيان، گهڻا ماڻهو ان نعمت کان به محروم هوندا آهن."

ان جي ڪنن ۾ هڪڙو آواز گونجيو هيو ۽ اها شايد انتها ثابت ٿي. اهو ڪنهن ٻرندڙ گولي وانگر ڦاٽي پيو. ان پوري طاقت سان چمچي کي پنهنجي پليٽ ۾ اڇلايو ۽ وڏي واڪي رڙ ڪيائين.

"ماٺ ڪر. هڪدم خاموش ٿي وڃ." هوٽل ۾ هڪدم ماٺ ڇانئجي وئي.

"تون ڪُتي..... تون حرامي، هڪدم ماٺ تي وڃ." اهو هاڻي پنهنجي ڪرسي تان اٿي ويو هيو. ان جو چهرو ڳاڙهو ٿي رهيو هيو.

"تون منهنجي ذهن مان نڪري ڇو نٿي وڃين؟"

ٻنهي لوندڙين تي هٿ رکندي ان دانهن ڪئي.

"مان توکي ماري ڇڏيندس، جيڪڏهن تون مون کي ڀيهر نظر آئينءَ ته."

ان هڪڙو دفعو وري دانهن ڪئي ۽ پوءِ ان پاڻيءَ جو گلاس کڻي پاڻي پيتو ۽ ان وقت پهريون ڀيرو ان کي هوٽل ۾ ويٺل ماڻهن ۽ انهن جي نظرن جو احساس ٿيو اهي سڀ ان کي ڏسي رهيا هيا. هڪڙو بيرو ان ڏانهن اچي رهيو هيو. اهو ششدر ٿي ويو هيو.

"سائين! توهان جي طبيعت ته نيڪ آهي؟"

سالار ڪجهه به چوڻ کان سواءِ پنهنجو ٻٽون ڪڍيو ۽ ڪجهه نوٽ ميز تي رکي ڇڏيا. هڪڙو لفظ به وڌيڪ چوڻ کان سواءِ اهو هوٽل مان نڪري ويو.

اها امامه ڪو نه هئي، هڪڙو ڀوت هيو جيڪو ان کي جنبڙي ويو هيو. اهو جتي به

ويو ٿي اها اتي موجود هوندي هئي. ڪٿي ان جو چهرو ڪٿي ان جو آواز ۽ جتي اهي ٻئي شيون ڪو نه هونديون هيون اتي سالار جو پڇتاءُ هوندو هيو. اهو هڪڙي ڳالهه وسارڻ جي ڪوشش ڪندو هيو ته ٻي ڳالهه ان جي سامهون اچي بيهي رهندي هئي. ڪيترا دفعا اهو ايترو مشتعل ٿي ويندو هيو جو ان جي دل چوندي هئي ته اها ٻيهر ملي ته اهو ان جي نڙي دٻائي ڇڏي يا گولي هڻي ماري ڇڏي. هن کي ان جي هر ڳالهه کان نفرت هئي. ان رات ان سان سفر ۾ گذاريل ڪجهه ڪلاڪ هن جي پوري زندگيءَ کي تباهه ڪري رهيا هيا.

❊ ❊ ❊

”مگر توهان ڇو ٿا اچو؟“ سالار گهبرائي پنهنجي سيني کان وڏي ڀاءُ کان پڇيو. اهي ٻئي فون تي ڳالهائي رهيا هيا ۽ ان سالار کي ڪجهه ڏينهن کان پوءِ نيو هيون ( New Haven) پهچڻ جو اطلاع ڏنو هيو. سالار ان وقت معمول جي زندگي گذاري رهيو هجي ها ته اهو انهيءَ اطلاع تي يقيناً خوش ٿئي ها مگر اهو انهن ڏينهن ۾ ذهني ابتري جي جنهن دور مان گذري رهيو هيو ان ۾ ڪامران جو اچڻ ان کي گهڻو ناگوار گذري رهيو هيو ۽ اهو اها ناگواري لڪائي به نه سگهيو.

”تنهنجو ڇا مطلب آهي، ڇو پيو اچان. تو سان ملڻ جي لاءِ اچي رهيو آهيان.“ ڪامران ان جي لهجي تي ڪجهه حيران ٿيو هيو. ”۽ بابا به چيو آهي ته مان تو سان ملڻ لاءِ وڃان.“ اهو چپ ڀڪوڙيون ان جي ڳالهه ٻڌندو رهيو.

”تون مون کي ايئرپورٽ تي وٺڻ اچجان. مان تو کي هڪڙو ڏينهن اڳ ۾ پنهنجي جهاز جي پهچڻ جي ٽائيم جي باري ۾ ٻڌائي ڇڏيندس.“

ڪجهه دير هِتان هُتان جون ڳالهيون ڪرڻ کان پوءِ ان فون بند ڪري ڇڏيو.

چئن ڏينهن کان پوءِ اهو ڪامران کي وٺڻ لاءِ ايئرپورٽ تي ويو. اهو سالار کي ڏسي حيران ٿي ويو.

”تون بيمار آهين ڇا؟“ ان ڏسڻ سان ئي سالار کان پڇيو.

”نه مان بلڪل ٺيڪ آهيان.“ سالار مرڪڻ جي ڪوشش ڪئي.

”لڳين ته ڪونه ٿو.“ ڪامران جي تشويش ۾ ڪجهه وڌيڪ اضافو ٿيڻ لڳو. اهو اکين سان اکيون ملائي ڳالهائيندو هيو اڄ معمول جي خلاف اهو اکيون چورائي رهيو هيو.

گاڏي هلائڻ دوران به اهو غور سان سالار کي ڏسندو رهيو. اهو بيحد احتياط سان گاڏي هلائي رهيو هيو. ڪامران کي حيراني ٿي هئي، اهو ايترو تيز گاڏي هلائيندو هيو جو ان سان گڏ ويٺل وڏي کان وڏي دل گڙدي وارو ماڻهو به ڏڄندو هيو. ڪامران کي اها هڪڙي مثبت تبديلي لڳي هئي مگر اها اڪيلي مثبت تبديلي هئي جيڪا ان محسوس ڪئي هئي. باقي تبديليون ان کي پريشان ڪري رهيون هيون.

”تنهنجي پڙهائي ڪيئن هلي رهي آهي؟“

”سٺي آهي.“

ان کي سفر دوران به اهڙي نموني جا جواب ملندا رهيا هيا. اها ان جي فليٽ جي

حالت هئي جنهن ڪامران جي تشويش کي ايترو وڌايو هيو جو اهو ڪجهه مشتعل ٿي ويو هيو.

"يا خدا..... سالار هي تنهنجو فليٽ آهي." سالار جي پٺيان ان جي فليٽ ۾ داخل ٿيندي ئي اهو رڙيون ڪرڻ لڳو هيو. سالار پنهنجن شين کي جنهن سليقي سان رکڻ جو عادي هيو اهو سليقو اتي نظر ڪو نه ٿي آيو. اتي هر شي خراب حالت ۾ نظر پئي آئي. هر هنڌ ان جا ڪپڙا، جورابا ۽ جوتا ڪنڊڙيا پيا هيا. ڪتابن، اخبارن ۽ رسالن جو به اهو ئي حال هيو. بورچيخاني جي حالت سڀ کان خراب هئي ۽ غسلخاني جي ان کان به وڌيڪ خراب. ڪامران ڪجهه صدمي جي حالت ۾ پوري فليٽ جو جائزو ورتو.

"تو ڪيترن مهينن کان صفائي ڪو نه ڪئي آهي؟"

" مان هاڻي ئي ڪري وٺان ٿو." سالار سرد مهري جي حالت ۾ شيون ڪٽندي چيو.

"تون اهڙي نموني رهڻ جو عادي ته ڪو نه هئين، هاڻي ڇا ٿيو آهي؟" ڪامران ڏاڍو پريشان هيو. ڪامران اوچتو هڪڙي ميز تي سگريٽن جي ٽوٽن سان ڀريل ايش ٽري جي پرسان وڃي سگريٽن جي ٽوٽن کي سنگهڻ شروع ڪيو. سالار ڇينڊڙ نظرن سان پنهنجي وڏي ڀاءُ کي ڏٺو مگر ڪجهه چيو ڪو نه. ڪامران ڪجهه گهڙين کان پوءِ اها ايش ٽري هيٺ اڇلائي ڇڏي

"سالار تون هن وقت تائين ڇا ڪندو رهيو آهين؟ مون کي صاف صاف ٻڌاءِ، ڪهڙو مسئلو آهي. تون نشي واريون شيون استعمال ڪندو آهين؟"

"نه، مان ڪجهه به استعمال نٿو ڪريان." ان جي جواب ڪامران کي هيڪاندو مشتعل ڪري ڇڏيو. اهو ان کي ڪلهي کان پڪڙي تقريباً گهليندو غسلخاني جي آئيني آڏو وٺي آيو.

"پنهنجي شڪل ڏس. نشو ڪرڻ واري جي شڪل آهي يا نه ۽ حرڪتون ته بلڪل اهڙيون ئي آهن. ڏس، اکيون مٿي ڪر پنهنجون، پنهنجو چهرو ڏس."

اهو هاڻي ان کي ڪالر مان ڏونڌاڙي ڇٽي رهيو هيو. سالار پاڻ کي آئيني ۾ ڏسڻ کان سواءِ ئي خبروار هيو ته اهو ان وقت ڏسڻ ۾ ڪهڙو لڳندو هوندو. اکين جي چوڌاري ڪارن نشانن ۽ وڌيل ڏاڙهيءَ سان اهو ڪهڙو نظر اچي ٿي سگهيو. رهي سهي ڪسر موهيڙن ۽ چپن تي سڪل چلرن پوري ڪري ڇڏي هئي جيڪي بي تحاشا ڪافي پيئڻ ۽ سگريٽ ڇڪڻ جو نتيجو هيا. موهيڙن جي ڪري ان روزانو ڏاڙهي ڪوڙڻ ڇڏي ڏني ئي. ڪجهه ناراضگي جي حالت ۾ ان ڪامران کان پنهنجو ڪالر ڇڏرايو ۽ آئيني ۾ ڏسڻ کان سواءِ غسلخاني مان نڪرڻ جي ڪوشش ڪئي.

"تنهجي شڪل تي لعنت وسي رهي آهي."

لعنت اهو لفظ هيو جيڪو ڪامران اڪثر استعمال ڪندو هيو سالار اڳ ۾ ان لفظ کي برو محسوس ڪو نه ڪيو هيو مگر ان وقت ڪامران جي واتان ئي اهو جملو ٻڌي اهو جڻ ته باهه ٿي ويو هيو.

”ها، منهنجي شڪل تي لعنت وسي رهي آهي، پوءِ ڇاٿيو؟“ اهو ڪجهه ميڄريل انداز ۾ ڪامران جي سامهون سينو تاڻي بيهي رهيو.

”جڏهن مان چوان ٿو ته مان نشو ڪونه ڪندو آهيان ته مان ڪونه ڪندو آهيان. توهان کي مون تي يقين ڪرڻ گهرجي.“

”توتي يقين.....!“

ڪامران ان جي پٺيان غسلخاني مان ٻاهر ايندي طنزيه لهجي ۾ چيو. ان چپ پڪوڙي ڇڏيا ۽ ڪمري ۾ شيون گڏ ڪرڻ جو ڪم جاري رکيو.

”تون يونيورسٽي ويندو آهين؟“ ڪامران کي اوچتو هڪڙي ٻئي انديشي اچي ورايو.

”ويندو آهيان.“ اهو شيون ڪٺندو رهيو ڪامران کي تسلي ڪونه ٿي.

”مون سان گڏجي اسپتال هل، مان تنهنجي چڪاس ڪرائڻ ٿو گهران.“

”جيڪڏهن توهان اهو سڀ ڪرڻ آيا آهيو ته سٺو آهي واپس هليا وڃو مان ڪو معصوم ٻارن جي اسڪول جو ڇوڪرو ڪو نه آهيان. مان پنهنجو خيال رکي سگهان ٿو.“ ڪامران ان دفعي ڪجهه چوڻ جي بجاءِ ان سان گڏجي شيون ميڙڻ شروع ڪيون. سالار اطمينان جو ساهه کنيو. ان جو خيال هيو ته هاڻي اهو انهي معاملي تي ٻيهر بحث ڪو نه ڪندو مگر ان جو اهو اندازو غلط هيو. ڪامران ان وٽ رهي پوڻ کي ڏيگهارو ڪري ڇڏيو. ٻن ٽن ڏينهن جي بجاءِ اهو پورو هفتو اتي ٽڪي پيو. سالار ان جي اتي هجڻ دوران باقاعدگيءَ سان يونيورسٽي ويندو رهيو. ڪامران به انهيءَ دوران ان جي دوستن ۽ يونيورسٽي جي استادن سان ملندو رهيو. امتحان ۾ ناپاس ٿيڻ جي خبر به ان کي سالار جي دوستن وٽان ئي ملي هئي ۽ ڪامران لاءِ اهو هڪڙو جهٽڪو هيو. سالار مان ڪنهن به ڳالهه جي توقع ٿي پئي سگهي، مگر امتحان ۾ ناپاس ٿيڻ ۽ اهو به اهڙي خراب نموني سان جڏهن ته اهو ڪجهه عرصو پهريان تائين يونيورسٽي ۾ اڳ قائم ٿيل رڪارڊ ٽوڙي وڏي ڪاميابي ماڻي رهيو هيو.

ان پيري ان سالار سان انهي معاملي تي بحث ڪونه ڪيو بلڪ پاڪستان فون ڪري سڪندر عثمان کي انهي سموري معاملي کان آگاهه ڪيائين. سڪندر عثمان جي پيرن هيٺان هڪڙو دفعو وري زمين نڪري وئي هئي. سالار پنهنجو گذريل رڪارڊ برقرار رکيو هيو. اهو سال ڏيڍ کان پوءِ انهن لاءِ ڪونه ڪو نئون مسئلو ضرور پيدا ڪندو رهندو هيو ۽ هاشم مبين واري معاملي کي به ايترو ئي عرصو ٿيڻ وارو هيو.

”توهان هاڻي ئي ان سان انهي معاملي تي نه ڳالهائجو. يونيورسٽيءَ ۾ ڪجهه موڪلون ٿيڻ واريون آهن. توهان ان کي پاڪستان گهرايو ڪجهه عرصي جي لاءِ ان کي اتي ترسايو پوءِ امان کي چئو ته اها ان سان گڏجي واپسي تي هتي اچي ۽ جيستائين ان جي تعليم ختم نٿي ٿئي ان سان گڏ رهي.“ ڪامران سڪندر عثمان کي سمجهايو.

سڪندر ان پيري ايئن ئي ڪيو هيو. اهو ٻڌائڻ کان سواءِ موڪلون شروع ٿيڻ کان اڳ ۾ ئي نيو هيون پهچي ويو.

ان جو حُليو ڏسي سڪندر عثمان جي پيٽ ۾ وٽ پئجي رهيا هيا. مگر ان ڪامران وانگر ان سان بحث ڪو نہ ڪيو. ان هن کي پاڻ سان گڏ پاڪستان هلڻ لاءِ چيو. ان جي احتجاج ۽ تعليمي مصروفيتن جي بهاني کي نظر انداز ڪندي ان زبردستي ان جي سيٽ بوڪ ڪرائي ڇڏي ۽ ان کي پاڪستان وٺي آيو.

❊ ❊ ❊

اهي رات جو هڪ بجي پاڪستان پهتا. سڪندر ۽ طيبہ سمهڻ لاءِ هليا ويا. اهو پنهنجي ڪمري ۾ آيو. اهو تقريباً ڏيڍ سال کان پوءِ پنهنجي ڪمري کي ڏسي رهيو هيو. سڀ ڪجهہ ايئن ئي هيو جيئن اهو ڇڏي ويو هيو. ڪپڙا تبديل ڪرڻ کان پوءِ اهو بلب بند ڪري پنهنجي پلنگ تي ليٽي پيو. اهو هوائي جهاز ۾ ننڊ ڪندو آيو هيو انهيءَ ڪري ان کي ان وقت ننڊ محسوس ڪو نہ ٿي رهي هئي. شايد اها جاگرافيائي تبديلي هئي جنهن جي ڪري اهو سمهي نٿي سگهيو.

"مان واقعي آهستي آهستي ننڊ ڦٽڻ جو شڪار ٿي ويندس."

ان اونداهيءَ ۾ ڪمري جي ڇت کي گهوريندي چيو. ڪجهہ دير تائين اهڙي نموني پلنگ تي پاسا بدلائيندو رهڻ کان پوءِ اهو اٿي ويهي رهيو. ڪمري جي درين ڏانهن وڃي ان پردن کي هٽائي ڇڏيو. ان جي درين کان پرتي وڏي اگڻ جي ٻئي طرف هاشم مبين جو گهر نظر اچي رهيو هيو. ان ايترن سالن ۾ ان دريءَ جي پردن کي اڳتي پوئتي ڪندي ڪڏهن بہ هاشم مبين جي گهر تي غور ڪو نہ ڪيو هيو مگر ان وقت اهو گهڻي دير تائين اونداهيءَ ۾ ان گهر جي مٿئين طبقي جي ٻرندڙ بلبن جي روشنيءَ ۾ نظر اچڻ واري ان عمارت کي ڏسندو رهيو. ان کي گهڻيون ئي ڳالهيون هڪدم ياد اچڻ لڳيون هيون. ان هڪڙو ڀيرو وري پردا بند ڪري ڇڏيا.

"وسيم جي گهر وارن کي امامہ جي خبر پئي؟"

ان ٻئي ڏينهن ناصره کي سڏي پڇيو. ناصره ان کي ڪجهہ عجيب نظرن سان ڏٺو.

"نہ صاحب، ڪٿي خبر پئي. انهن تہ هر هنڌ ڳوليو آهي، مگر ڪٿان بہ خبر ڪو نہ پئي. انهن کي هاڻي بہ توهان تي شڪ آهي. سلميٰ بيبي تہ توهان کي ڏاڍيون گاريون ڏيندي آهي." سالار ان کي ڏسندو رهيو.

"گهر جي نوڪرن کان بہ پوليس ڏاڍي پڇا ڳاڇا ڪئي هئي مگر مون تہ مجال ڪا تر جيتري بہ خبر ٻڌائي هجي. انهن مون کي ڪم تان بہ هٽائي ڇڏيو هيو. مون کي بہ، منهنجي ڌيءَ کي بہ. پوءِ بعد ۾ ٻيهر رکي ڇڏيائون. توهان جي باري ۾ مون کان پڇندا رهندا آهن. شايد انهن ٻيهر رکيو بہ ان لاءِ آهي تہ هتان جون خبرون انهن تائين پهچائيندي رهان. مان بہ هون، هان ڪري ٽاري ڇڏيندي آهيان." اها ڳالهہ کي ڪٿان جو ڪٿان کڻي وڃي رهي هئي.

سالار هڪدم مداخلت ڪئي. "پوليس هاڻي بہ ڳولا ڪري رهي آهي؟"

"جي صاحب! هاڻي بہ ڳوليندا وتن ٿا. مون کي گهڻي تہ خبر ڪونهي، اهي هر ڳالهہ

نوڪرن کان لڪائيندا آهن. اسان جي سامهون امامہ بيبي جي ڳالهہ بہ ڪو نہ ڪندا آهن مگر ڪڏهن ڪڏهن ڪا هوائي خبر اسان کي ملي ويندي آهي. سالار صاحب! ڇا توهان کي بہ امامہ بيبي جي باري ۾ ڪا خبر ڪونهي؟"

ناصره ڳالهہ ڪندي ڪندي اوچتو ان کان پڇيو.

"مونکي ڪيئن معلوم ٿي سگهي ٿو؟" سالار ناصره کي گهوري ڏٺو.

"بس. ايئن ئي پڇي رهي آهيان! توهان سان ان جي دوستي هئي. انهيءَ ڪري مون سوچيو شايد توهان کي خبر هجي. اهي جيڪي هڪڙو پيرو توهان منهنجي هٿان ڪاغذ موڪليا هيا. اهي ڇا جي لاءِ هيا؟" ان جو تجسس هاڻي تشويش ناڪ حد تائين وڌي ويو هيو.

"هن گهر جا ڪاغذ هيا. مون هي گهر ان جي نالي تي ڪري ڇڏيو هيو." ناصره جو وات پٽجي ويو پوءِ ان پاڻ کي ڪجهہ سنڀاليو.

"پر صاحب! هي گهر تہ سڪندر صاحب جي نالي تي آهي."

"ها! مگر مون کي تڏهن اها خبر ڪو نہ هئي. تو اها ڳالهہ انهن کي ٻڌائي آهي تہ تون هتان ڪجهہ ڪاغذ کڻي ان ڏانهن وئي هئينءَ."

ناصره ڪنن کي هٿ لڳايا. "توبهہ آهي صاحب! مان ڇو ٻڌايان ها. مون تہ سڪندر صاحب کي ڪو نہ ٻڌايو."

"۽ اهو ئي سنو آهي تہ تون پنهنجو وات اهڙي نموني سدائين لاءِ بند رک. جيڪڏهن انهيءَ ڳالهہ جي ان کي خبر پئي تہ بابا توکي سامان سميت کڻي گهر مان ٻاهر اڇلائي ڇڏيندو. توکي ان جي ڪاوڙ جي خبر آهي. هاڻي هتان وڃ."

سالار تکي لهجي ۾ چيو. ناصره خاموشيءَ سان ان جي ڪمري مان نڪري وئي.



اهو هفتيوار موڪل جي ڏينهن ڪڏهن ڪڏهن هواخوري لاءِ مارگلا جي ٻهاڙين تي ويندو رهندو هيو. اهو هفتيوار موڪل جو ڏينهن تہ ڪو نہ هيو مگر اوچتو ئي ان جي دل اتي وڃڻ لاءِ چڪ ڪاڌي

سدائين ۾انگر گاڏي هيٺ ٻيهاري اهو هڪڙو ٽيلهو پنيءَ تي رکي مٿي گهمي ڦري هواخوري ڪندو رهيو. واپسيءَ جو سفر ان تڏهن شروع ڪيو جڏهن سج لڙڻ لڳو. ان کي اندازو هيو تہ ان کي پنهنجي گاڏيءَ تائين پهچڻ ۾ بہ ڪلاڪ لڳندا. واپسي جي سفر کي ڪجهہ جلدي طئي ڪرڻ لاءِ اهو سڙڪ تي اچي ويو جتان عام طور تي ماڻهو لنگهندا رهندا هيا. ان اجا ڪجهہ پنڌ ڪيو هيو تہ ان کي پنهنجي پنيان تيز قدمن سان هلڻ جو آواز ٻڌڻ ۾ آيو. سالار ڪنڌ ورائي ڏٺو. اهي ٻہ ڇوڪرا هيا جيڪي ان کان گهڻو پوئتي هيا. مگر گهڻو تيزيءَ سان اڳتي اچي رهيا هيا.

سالار ڪنڌ ڦيرائي ڇڏيو ۽ ايئن هيٺ لهڻ جو پنهنجو سفر جاري رکيو. پنهنجي حُليي مان اهي ڇوڪرا ان کي مشڪوڪ ڪو نہ لڳا هيا. جينز ۽ قميص پاتل انهن

ڇوڪرن جو حُليو عام ڇوڪرن جهڙو هيو مگر پوءِ هلندي هلندي ان ڪي هڪدم ڪوئي بلڪل پنهنجي پٺيان پهتل محسوس ٿيو. اهو بجلي وانگر موٽيو ۽ ساهه سڪي ويس. انهن ٻنهي ڇوڪرن جي هٿن ۾ روالور هيا ۽ اهي بلڪل ان جي سامهون هيا.

"پنهنجا هٿ مٿي ڪر. ورنه اسان تو کي گولي هڻي ڪيڏنداسين."

انهن مان هڪڙي وڏي واڪي چيو. سالار بي اختيار پنهنجا هٿ مٿي ڪري ڇڏيا. انهن مان هڪڙو ان جي پٺيان ويو ۽ وڏي زور سان ان هن کي ڇڪي ڌڪو ڏنو. سالار ٽيڙ ڪاڌو پر پاڻ سنڀالي ويو.

"هوڏانهن هل." سالار ڪنهن به قسم جي مزاحمت ڪرڻ کان سواءِ اُن طرف وڃڻ شروع ڪيو جتي انهن هن کي سڙڪ کان هٽائڻ ٿي گهريو ته جيئن ڪوئي هڪدم اتي اچي نه وڃي. انهن مان هڪڙو ان کي تقريباً گهليندو ان رستي کان هٽائي وڻن ۽ ٻوٽن جي گهٽو اندر وٺي ويو.

"اوڪڙو ٿي ويهه." هڪڙي رڪائي سان ان کي چيو.

سالار خاموشيءَ سان ان جي حڪم تي عمل ڪيو. ان کي خبر هئي ته اهي ان کان سڀ شيون کسيندا ۽ پوءِ ان کي ڇڏي ڏيندا ۽ ان اهڙو ڪو ڪم ڪرڻ نٿي گهريو جنهن جي ڪري اهي ٻئي مشتعل ٿي ان کي نقصان پهچائين. انهن مان هڪڙو ان جي پٺيان ويو ۽ ان هن جي پٺيءَ تي رکيل ٿيلهي کي هيٺ لاٿو. ان ٿيلهي ۾ هڪڙي ڪئميرا، ڪجهه رول، بيٽري، دوربيني، تڪڙي علاج (فرسٽ ايڊ) جي پيٽي، ٻٽون، پاڻي جي بوتل ۽ ڪجهه کائڻ جون شيون هيون. جنهن ڇوڪري ٿيلهو لاٿو هيو اهو ٿيلهي کي کولي اندر موجود شين جو جائزو وٺندو رهيو پوءِ ان ٻٽون کولي ان جي اندر موجود نوٽن ۽ ڪريڊٽ ڪارڊن جو جائزو ورتو. ان کان پوءِ ان ٿيلهي مان ٽشو پيپرن جو پاڪيٽ ڪڍي ورتو ۽ تڪڙو علاج ڏيڻ واري پيٽي به ڪڍي ورتي.

"هاڻي تون اٿي بيهه" ان ڇوڪري حڪم ڏيڻ واري انداز ۾ چيو. سالار اهڙي نموني هٿ مٿي کان مٿي ڪري بيهي رهيو. ان ڇوڪري ان جي پٺيان وڃي ان جي پتلون جي کيسن ۾ هٿ وجهي انهن کي جاچيو ۽ ان ۾ موجود گاڏيءَ جي چابي ڪڍي ورتي.

"زبردستي ڪار به آهي؟" سالار کي پهريون پيرو ڪجهه تشويش ٿي.

"توهان منهنجو ٿيلهو کڻي وڃو مگر ڪار کي ڇڏي ڏيو." سالار پهريون دفعو انهن سان مخاطب ٿيو.

"ڇو؟ ڪار کي ڇو ڇڏي ڏيون. تون اسان جي ماسيءَ جو پٽ آهين جو ڪار کي ڇڏي ڏيون." ان ڇوڪري سخت لهجي ۾ چيو.

"توهان جيڪڏهن ڪار کڻي وڃڻ جي ڪوشش ڪندا ته توهان کي گهڻي ڏکيائي ٿيندي. صرف ڪار جي چابي ملي وڃڻ سان توهان ڪار کڻي وڃي ڪو نه سگهندا. ان ۾ ٻيا به ڪيترائي تالا آهن." سالار انهن کي چيو.

"اهو اسان جو مسئلو آهي، تنهنجو ڪونهي." ان ڇوڪري ان کي چيو ۽ پوءِ اڳيان اچي ان جي اکين تان عينڪ بہ لاهي ڇڏيائين.

"پنهنجا جوتا لاهي ڇڏ." سالار حيرانيءَ سان ان کي ڏٺو.

"جوتا ڇا جي لاءِ؟" اُن پيري ان ڇوڪري جواب ڏيڻ جي بجاءِ پوري طاقت سان سالار جي منهن تي هڪڙي چماٽ وهائي ڪڍي. ان ٽيڙ ڪاڏوڪجهہ گهڙين تائين ان جي اکين جي آڏوتارا چمڪندا رهيا.

"ٻيهر ڪو سوال نہ ڪجان. جوتا لاهہ."

سالار ڪاوڙ ۾ ڀريل نظرن سان ان کي ڏسڻ لڳو. ٻئي ڇوڪري ان تي تاٽيل روالور جي گهوڙي تي هڪڙو پيرو جتائڻ واري انداز ۾ آڱر کي چوريو. ٻيهرين ڇوڪري ان دفعي هڪڙي ٻي چماٽ سالار جي ٻئي ڳل تي وهائي ڪڍي.

"هاڻي ڏس هيئن.... جوتا لاهہ." ان سختيءَ سان چيو. سالار ان دفعي ان ڏانهن ڏسڻ کان سواءِ هيٺ جهڪي آهستي آهستي پنهنجا ٻئي جوتا لاهي ڇڏيا. هاڻي ان جي پيرن ۾ صرف جوراب رهجي ويا هيا.

"پنهنجي قميص لاهہ." سالار هڪڙو پيرو وري اعتراض ڪرڻ تي گهريو مگر ان ٻيهر چماٽ کائڻ نٽي گهري. جيڪڏهن انهن ٻنهي وٽ روالور نہ هجن ها تہ اهو جسماني طور تي انهن کان ڏاڍو هيو ۽ يقيناً ان وقت انهن جي مرمت ڪري رهيو هجي ها. مگر انهن وٽ روالور هجڻ ڪري اهوهڪدم انهن جي سامهون بيوس ٿي ويو هيو. ان پنهنجي قميص لاهي ان ڇوڪري ڏانهن وڌائي.

"هيٺ ڦٽي ڪر." ان ڇوڪري حڪم ڏيندي چيو. سالار قميص هيٺ ڦٽو ڪري ڇڏي. ان ڇوڪري پنهنجي کاٻي هٿ کي کيسي ۾ وجهي ڪا شي ڪڍي. اهو پلاسٽڪ جي سنهي ڏور جو هڪڙو ڍيرو هيو. ان کي ڏسڻ سان ئي سالار جي سمجهہ ۾ اچي ويو تہ اهي ڇا ٿا ڪرڻ گهرن. اهو بي اختيار پريشان ٿي ويو. شام ٿي رهي هئي، ڪجهہ دير ۾ اتي اوندهہ پکڙجي ويندي ۽ اهو اتان ڇوٽڪارو ڪيئن حاصل ڪندو.

"ڏسو مون کي ٻڌو نہ. مان ڪنهن کي بہ ڪجهہ بہ ڪونہ ٻڌائيندس. توهان منهنجو ٿيلهو ۽ منهنجي ڪار کڻي وڃو." ان انهي دفعي مدافعت ڪندي چيو.

ان ڇوڪري ڪجهہ بہ چوڻ کان سواءِ پوري طاقت سان ان جي پيٽ ۾ مُڪ هڻي ڪڍي. سالار تڪليف کان ڏوڙو ٿي ويو. ان جي وات مان هڪڙي رڙ نڪتي هئي.

"ڪو بہ مشورو نہ."

ان ڇوڪري جڻ ان کي باور ڪرايو ۽ زور سان هڪڙي پاسي گهليائين. سور کان چنگهندي سالار انڌن وانگر ان جي پيروي ڪئي. هڪڙي وڻ جي ٿاريءَ سان گڏ ويهاري ان ڇوڪري وڏي مهارت سان ان جي ٻنهي ٻانهن کي سنهڙي تاريءَ جي پٺيان ڪري ان جي ڪاراين تي اها ڏور ويڙهڻ شروع ڪئي. ٻيو ڇوڪرو سالار کان ڪجهہ پنڌ تي اطمينان سان هيڏانهن هوڏانهن ڏسندي سالار تي روالور تاڻيون بيٺو هو.

ان جي هٿن کي چڱي طرح سان ڌوئڻ کان پوءِ ان ڇوڪري سامهون اچي ان جي پيرن مان جورابا لاٿا ۽ پوءِ ٽڪڙي علاج ڏيڻ واري پيٽيءَ مان قينچي ڪڍي ان سان سالار جي قميص مان پٽيون ڪپڻ شروع ڪيائين. انهن مان ڪجهه پٽين کي ان هڪڙو دفعو وري وڏي مهارت سان ان جي مُرن جي چوڌاري ويڙهي ڳنڍ ڏني، پوءِ ان ٽشو پيپر وارو پاڪيٽ کوليو ۽ ان ۾ موجود سيئي ٽشو ٻاهر ڪڍي ورتائين.

”وات کول.“ سالار کي خبر هئي، اهو هاڻي ڇا ڪرڻ وارو آهي. اهو جيترين به دل ۾ گاريون ڏئي پئي سگهيو. ان وقت ان کي ڏئي رهيو هيو. ان ڇوڪري ٿورا ٿورا ڪري سيئي ٽشو ان جي وات ۾ پري ڇڏيا ۽ پوءِ قميص مان ڪپيل پٽين مان بچيل هڪڙي پٽي کي گهوڙي جي لغام وانگر ان جي وات ۾ وجهي وڻ جي ٽاريءَ پنيان ان کي ٻڌي ڇڏيو.

هيو ڇوڪرو هاڻي اطمينان سان ٿيلهي کي بند ڪري رهيو هيو. پوءِ ڪجهه منٽن کان بعد اهي ٻئي اتان گم ٿي چڪا هيا. انهن جي اتان وڃڻ سان ئي سالار پنهنجو پاڻ کي ڇڏائڻ جي ڪوشش شروع ڪري ڇڏي، مگر جلد ئي ان کي اندازو ٿي ويو هيو ته اهو هڪڙي وڏي مصيبت ۾ گرفتار ٿي چڪو آهي. ان ڇوڪري وڏي مهارت سان ان کي ٻڌو هيو. اهو صرف چرڻ پرڻ جي ڪوشش سان پاڻ کي ڇڏائي نٿي سگهيو نه وري ڏور کي ڍرو ڪري ٿي سگهيو. اها ڏور ان جي چرڻ پرڻ سان ان جي ماس اندر گهرندي پئي وئي ۽ ان جي حالت ان وقت تمام گهڻي خراب ٿي رهي هئي.ا هو نه ڪنهن کي سڏ ڪري ٿي سگهيو ۽ نه وري ڪنهن ٻئي طريقي سان ڪنهن جو پاڻ ڏانهن ڌيان ڇڪائي ٿي سگهيو.

ان جي چوڌاري ماٺهوءَ جي قد جيترا ٻوٽا هيا ۽ شام جي لڙندڙ پاڇن ۾ انهن ٻروٽن اندر ان ڏانهن ڪنهن جو ڌيان وڃڻ ڪو ئي معجزو ئي ٿي سگهيو ٿي. ان جي بدن تي ان وقت لباس جي نالي تي صرف گوڏن کان ڪجهه هيٺ تائين لڙڪڻ واري پاجامي کان علاوه ٻيو ڪجهه به ڪو نه هيو ۽ شام تيڻ سان گڏ ٿڌ وڌندي پئي وئي. گهر ۾ ڪنهن کي به خبر ڪو نه هئي ته اهو هواخوري لاءِ هتي آيو هيو ۽ جڏهن گهر نه پهچڻ ڪري ان جي تلاش شروع ٿيندي تڏهن به هتي انهي اونداهيءَ ۾ وڻن ۽ ٻروٽن جي اندر ان جي ٻڌل وجود تائين پهچي نٿي سگهيا.

اڌ ڪلاڪ جي جدوجهد کان پوءِ جڏهن پنهنجن پيرن جي چوڌاري ويڙهيل پٽين کي ڍرو ڪرڻ ۽ پوءِ انهن کي کولڻ ۾ڪامياب ٿيو ته ان وقت سج مڪمل طور لهي ويو هيو. جيڪڏهن چند نڪتل نه هجي ها ته شايد اهو پنهنجن هٿن پيرن ۽ چوڌاري ڪنهن به شيءِ کي ڏسي نه سگهي ها. ايڪڙ ٻيڪڙ گذرڻ وارين گاڏين ۽ ماڻهن جو گوڙ هاڻي نه هجڻ جي برابر هيو. ان جي چوڌاري تِڏون واڪا ڪري رهيون هيون ۽ اهو ڪنڌ کان چيلهه تائين پنهنجي پٺيءَ تي وڻ جي ٽاريءَ جي ڪري اچڻ واري رڳڙ ۽چيرن کي چڱيءَ طرح محسوس ڪري رهيو هيو. وڻ جي ٻئي پاسي ان جي هٿن جي ڪاراين ۾ موجود ڏور هاڻي ان جي ماس ۾ ڪتل هئي. اهو هٿن کي وڌيڪ چورڻ پورڻ جي قابل ڪو نه رهيو هيو. اهو ڪاراين مان اٿندڙ سور جي ٽيسن کي برداشت ڪري نه پئي سگهيو. ان

جي وات ۾ موجود ٽشو هاڻي ڳري ويا هيا ۽ انهن جي ڳري وڃڻ ڪري اهو وات ۾ لغام وانگر وڌل پٽيءَ کي ڇوڙڻ لڳو هيو مگر اهو نڙيءَ مان آواز ڪڍڻ ۾ هاڻي به ناڪام هيو ڇو ته اهو انهن ڳريل ٽشو پيپرن کي نه ڳهي ٿي سگهيو ۽ نه وري ٻاهر ٿڪي ٿي سگهيو. اهي ايترا گهڻا هيا جو اهو انهن کي چيگم وانگر چٻاڙڻ ۾ به ڪامياب ڪونه ٿي ٿيو.

ان جي جسم تي ڏڪڻي طاري ٿي رهي هئي. اهو صبح تائين انهيءَ حالت ۾ جيڪڏهن ڪنهن خوف يا زهريلي ڪيڙي جي ڏنگڻ سان نه مرندو ته يقيناً ٿڌ ۾ ڄمي مري ويندو. ان جي بدن تي هاڻي ننڍڙا ننڍڙا ڪيڙا گهمي رهيا هيا ۽ رکي رکي ان کي چڪ پائي رهيا هيا. اهو پنهنجن اگهاڙين ٽنگن تي ڦرڻ ۽ چڪ پائڻ وارن ڪيڙن کي چنڊي رهيو هيو مگر باقي جسم تي ڦرندڙ ڪيڙن کي چنڊڻ ۾ ناڪام هيو. ان کي خبر ڪو نه هئي ته انهن ننڍڙن ڪيڙن کان پوءِ ان کي ڪهڙن ڪيڙن سان منهن ڏيڻو پوندو ۽ جيڪڏهن اتي وڇون ۽ نانگ هوندا ته......

وقت گذرڻ سان گڏ ان جي حالت وڌيڪ خراب ٿي رهي هئي. "آخر اهو سڀ مون سان ڇو ٿيو آهي؟ آخر مون ڇا ڪيو آهي؟" اهو ويچارگي مان سوچڻ ۾ مصروف هيو. "۽ جيڪڏهن مان هتي مري ويس ته ......؟ ته منهنجو ته لاش به پيهر ڪنهن کي ڪو نه ملندو. ڪيڙا مڪوڙا ۽ جانور مون کي کائي ڇڏيندا."

ان جي حالت غير ٿيڻ لڳي. هڪڙي عجيب خوف ان کي وڪوڙي ڇڏيو. ته ڇا مان اهڙي نموني مرندس، هتي..... انهي حالت ۾..... بنا ڪپڙن جي..... بي نشان..... گهر وارن کي ته منهنجي باري ۾ ڪا خبر ڪونه هوندي ڇا منهنجو اهو انجام ٿيڻو آهي..... ان جي دل جي ڌڙڪن بيهڻ لڳي. ان کي هڪدم پنهنجي مرڻ جو ڊپ ٿيڻ لڳو ايترو ڊپ جو ان لاءِ ساهه کڻڻ به مشڪل ٿي ويو. ان کي ايئن لڳو ڄڻ موت ان جي سامهون ان کان ڪجهه وکن جي مفاصلي تي بيٺو آهي. ان جي انتظار ۾. اهو ڏسڻ لاءِ ته هي ڪهڙي نموني تڙپي مري ٿو.

اهو سور جي پرواهه ڪرڻ کان سواءِ هڪڙو پيرو وري پنهنجين ڪلاين جي ڏور کي ٽوڙڻ يا ڍرو ڪرڻ جي ڪوشش ڪرڻ لڳو. ان جون ٻانهون سٽيون ٿي ويون.

پندرهن منٽن کان پوءِ ان هڪڙو پيرو وري پنهنجي جدوجهد ڇڏي ڏني ۽ ان وقت ان کي احساس ٿيو ته ان جي وات واري پٽي ڍري ٿي وئي هئي. اهو ڪنڌ کي گهمائي ڦيرائي ان کي وات مان ڪڍي ٿي سگهيو. ان کان پوءِ ان ٽشو پيپر ڪڍيا هيا. ڪجهه منٽن لاءِ اهو ڊگها ساهه کڻندو رهيو پوءِ اهو وڏي رڙ ڪري پنهنجي مدد لاءِ سڏ ڪرڻ لڳو. ايتري وڏي آواز ۾ جيتري اهو ڪوشش ڪري سگهيو ٿي.

ان جو انداز بلڪل 'وڦلڻ' وارو هيو. اڌ ڪلاڪ تائين مسلسل رڙيون ڪري سڏ ڪندو رهڻ کان پوءِ ان جي همت ۽ نڙي ٻئي جواب ڏئي ويا. ان جو ساهه ڦوڪجي ويو هيو ايئن ڄڻ اهو ڪيترن ميلن تائين ڊوڙندو رهيو هيو مگر اڃا تائين ان جي مدد لاءِ ڪير به ڪو نه آيو هيو. ڪارائي جا زخم هاڻي ان جي لاءِ ناقابل برداشت ٿي رهيا هيا ۽

ڪيڙا هاڻي ان جي ڇهري ۾ ڪنڌ تي به ڇڪ پائي رهيا هيا. ان کي خبر نه پئي ته هڪدم ان کي ڇا ٿيو بس اهو وڏي آواز ۾ ٻارن وانگر سڏڪا ڀري روئڻ لڳو.

اهو زندگيءَ ۾ پهريون ڀيرو خراب حالت ۾ روئي رهيو هيو. شايد زندگيءَ ۾ پهريون ڀيرو ان کي پنهنجي بيوسيءَ جو احساس ٿي رهيو هيو ۽ ان وقت وڻ جي انهي ٽاريءَ سان ٻڌل حالت ۾ سُڏڪندي ان کي احساس ٿيو ته اهو مرڻ نٿو گهري. اهو موت کان اهڙي طرح ڊڄي رهيو هيو جيئن نيو هيون (New Haven) ۾ ٿيو هيو. ان کي خبر ڪو نه لڳي ته اهو ڪيتري دير تائين اهڙي طرح بيوسيءَ جي حالت ۾ وڏي آواز سان روئيندو رهيو. پوءِ ان جا ڳوڙها سڪڻ لڳا. شايد اهو ايترو ٿڪجي ويو هيو جو هاڻي ان جي لاءِ روئڻ به ممڪن ڪو نه رهيو هيو. ساڻو ٿي ان وڻ جي ٽاريءَ سان مٿو لڳائي اکيون بند ڪري ڇڏيون. ان جي ڪلهن ۽ ٻانهن ۾ ايتري تڪليف ٿي رهي هئي جو ان کي لڳو ٿي ته اهي ڪجهه دير ۾ مفلوج ٿي ويندا، پوءِ اهو ڪڏهن به انهن کي چوري پوري ڪو نه سگهندو.

"مون ڪڏهن به ڪنهن سان ايئن ڪو نه ڪيو آهي، پوءِ مون سان اهو سڀ ڇو ٿيو." ان جي اکين مان هڪڙو ڀيرو وري ڳوڙها وهڻ لڳا.

"سالار! منهنجي لاءِ اڳ ۾ ئي گهڻا مسئلا آهن، تون انهن ۾ اضافو نه ڪر. منهنجي زندگي ڏاڍي ڏکي آهي ۽ هر گذرندڙ ڏينهن سان گڏ اچا وڌيڪ ڏکي ٿيندي پئي وڃي. گهٽ ۾ گهٽ تون ته منهنجي حالت کي سمجهه. منجهيل مشڪلاتن کي نه وڌاءِ." وڻ جي ٽاريءَ سان ٽيڪ لڳايون سالار اکيون کولي ڇڏيون. ان جي نڙي سڪي وئي هئي. هيٺ، گهڻو هيٺ، گهڻو پري..... اسلام آباد جون ٻرندڙ بتيون نظر اچي رهيون هيون.

"مان تنهنجي مسئلن ۾ اضافو ڪرڻ جي ڪوشش ڪري رهيو آهيان؟ ....... مان......؟ منهنجي پياري امام! مان ته تنهنجي همدرديءَ ۾ ڳري رهيو آهيان. تنهنجا مسئلا ختم ڪرڻ جي ڪوشش ڪري رهيو آهيان. تون پاڻ سوچ، مون سان گڏ رهي تون ڪيتري سٺي ۽ محفوظ زندگي گذاري سگهين ٿي." سالار پنهنجا چپ پڪوڙي ڇڏيا.

"سالار! مون کي طلاق ڏئي ڇڏ." پريل ۽ منٿ ميڙ وارو آواز.

"منهنجي جان! تون ڪورٽ ۾ وڃي وٺ. جيئن تون چئي چڪي آهين."

اهو هاڻي چپ چاپ پاڻ کان گهڻو پري نظر اچڻ وارين بتين کي ڏسي رهيو هيو. ڪو ئي ان جي سامهون جڙڻ آئينو ڪٽي بيهي رهيو هيو جنهن ۾ اهو پنهنجو عڪس ڏسي سگهيو ٿي ۽ پاڻ سان گڏ ڪنهن ٻئي جو به.

"مون امام سان صرف پوڳ ڪيو هيو." اهو ڀٽڪيو.

"مون.... مون ان کي ڪا تڪليف پهچائڻ جو ارادو نٿي رکيو." ان کي پنهنجا لفظ کوکلا لڳا.

اهو خبر نه آهي ڪنهن کي وضاحت ڏيڻ جي ڪوشش ڪري رهيو هيو. گهڻي دير تائين اهو اهڙي نموني اسلام آباد جي روشنين کي ڏسندو رهيو، پوءِ ان جون اکيون ڪيريون ٽيڻ لڳيون.

"مان مڃان ٿو مون کان ڪجهه غلطيون ٿي ويون."

ان دفعي ان جو آواز پريل ۽ سرگوشيءَ وارو هيو. "مون خبروار هوندي ان جي لاءِ مسئلا پيدا ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. مون ان کي ڏوڪو ڏنو مگر مون کان غلطي ٿي وئي ۽ مون کي پڇتاءُ به آهي. مون کي خبر آهي. منهنجي طلاق نه ڏيڻ ڪري ۽ جلال جي باري ۾ ڪوڙ ڳالهائڻ سان ان کي تمام گهڻين پريشانين کي منهن ڏيڻو پيو هوندو. انهيءَ سڀ لاءِ مون کي واقعي پڇتاءُ آهي مگر ان کان علاوه ته مون ڪنهن بئي کي ڪڏهن به ڏوڪو نه ڏنو آهي. ڪنهن جي لاءِ به پريشاني پيدا نه ڪئي آهي."

اهو هڪڙو ڀيرو وري روئڻ لڳو.

"منهنجا خدا...... جيڪڏهن هڪڙو ڀيرو مان هتان بچي ويس. مان هتان نڪري ويس ته مان امامه کي ڳوليندس. مان ان کي طلاق ڏيندس. مان وري ڪڏهن به ان کي تنگ ڪو نه ڪندس. مان جلال جي باري ۾ به ان کي سچ ٻڌائيندس. بس هڪڙو ڀيرو تون مون کي هتان وڃڻ ڏي."

اهو هاڻي اوڇنگارون ڏئي روئي رهيو هيو. ڀهريون دفعو ان کي احساس ٿي رهيو هيو ته ان طرفان طلاق ڏيڻ کان انڪار ڪرڻ تي امامه ڇا محسوس ڪيو هوندو. شايد اهڙي نموني ان به پنهنجا هٿ ٻڌل محسوس ڪيا هوندا. جيئن اهو ڪري رهيو هيو.

اتي وينئي ڀهريون دفعو اهو امامه جي بيوسي، خوف ۽ تڪليف کي محسوس ڪري سگهيو ٿي. ان جلال انصر جي شادي جي باري ۾ ان سان ڪوڙ ڳالهايو هيو ۽ ان جي ڪوڙ تي امامه جي چهري جا تاثرات ان کي هاڻي به ياد هيا. ان وقت اهو انهن تاثراتن کان تمام گهڻو لطف اندوز ٿيو هيو. اها اسلام آباد کان لاهور تائين تقريباً پوري رات روئيندي رهي هئي ۽ اهو تمام گهڻو خوش هيو.

اهو هن وقت ان جي ذهني ۽ جذباتي ڪيفيت جو اندازو ڪري سگهيو ٿي. ان اونداهي رات ۾ هن سان گاڏيءَ ۾ سفر ڪندي ان کي پنهنجي اڳيان ۽ پٺيان ڪجهه به نظر ڪونه اچي رهيو هوندو. اڪيلي پناهه گاهه جنهن جو اها سوچي نڪتي هئي اهو جلال انصر جو گهر هيو ۽ سالار سڪندر ان کي اوڏانهن وڃڻ ڪونه ڏنو هيو. اهو رات جي هن پهر ۾ اتي اعصابن ۾ گهري وڃڻ واري اونداهي ۾ ويهي انهن انديشن ۽ خوف جو اندازو ڪري سگهيو ٿي جيڪي ان رات امامه کي روئاري رهيا هيا.

"مون کي افسوس آهي، مون کي واقعي افسوس آهي. ليڪن..... ليڪن مان ڇا ٿو ڪري سگهان. جيڪڏهن..... جيڪڏهن اها مون کي ٻيهر ملي ته مان ان سان معذرت ڪندس. جيترو ممڪن ٿي سگهيو مان ان جي مدد ڪندس مگر هن وقت ......... هن وقت ته مان ڪجهه به نٿو ڪري سگهان. جيڪڏهن.......جيڪڏهن مون ڪڏهن ..... ڪڏهن ڪا نيڪي ڪئي آهي ته تون مون کي ان جي بدلي هتان جان آجي ڪراءِ. او خدا، مهربان ...... ٻاجهارا...... رحم ڪر." ان وهندڙ ڳوڙهن سان پنهنجون نيڪيون ڳڻڻ جي ڪوشش ڪئي، جن کي اهو ڳڻائي سگهي. ان وقت ڀهريون ڀيرو ان تي اهو هولناڪ

انڪشاف ٿيو تہ ان زندگيءَ ۾ اڄ تائين ڪا نيڪي ڪونہ ڪئي هئي. ڪا بہ نيڪي جنهن کي اهو هن وقت الله جي آڏو پيش ڪري ان جي بدلي ۾ ڇوٽڪارو گهري ها. هڪڙي ٻئي خوف وري ان کي اچي وڪوڙيو هيو. ان زندگيءَ ۾ ڪڏهن خيرات ڪو نہ ڪئي هئي, اهو ان تي يقين نہ رکندو هيو. اهو هوٽلن ۾ بيري کي خوشيءَ سان خرچي (ٽپ) ڏيندو هيو مگر ڪڏهن ڪنهن فقير جي هٿ ٽنگڻ تي ان کي ڪجهہ بہ ڪو نہ ڏنو هيو.

اسڪول ۽ ڪاليج ۾ مختلف ڪمن جي لاءِ جڏهن فنڊ گڏ ٿيندا هيا تڏهن بہ اهو ٽڪيٽون خريد ڪرڻ يا وڪڻڻ کان صاف انڪار ڪري ڇڏيندو هيو.

"مون کي خيرات ۾ يقين ڪونہ آهي." ان جي زبان تي رُڪي انداز ۾ صرف هڪڙو ئي جملو هوندو هيو.

"مون وٽ ايتري فالتو رقم ڪونهي جو مان هر جاءِ تي لٽائيندو وتان." ان جو اهو رويو نيو هيون ۾ بہ جاري رهيو هيو. اهو سڀ صرف خيرات ڏيڻ تائين ئي محدود ڪو نہ هيو. ان کي خيرات کان علاوه بہ ڪنهن جي مدد ڪرڻ ۾ يقين ڪو نہ هيو. ان کي اهڙي ڪا گهڙي ياد ڪونہ آئي. جڏهن ان ڪنهن جي مدد ڪئي هجي, صرف امامہ جي مدد ڪئي هئائين ۽ ان مدد کان پوءِ ان جيڪو ڪجهہ ڪيو هيو ان کان پوءِ اهو ان کي نيڪي نٿي سمجهي سگهيو. اهو عبادت ڪرڻ جو بہ عادي ڪو نہ هيو. شايد ڇوڪراٽي عمر ۾ ان ڪجهہ موقعن تي سڪندر سان گڏجي عيد نماز پڙهي هجي مگر اها بہ عبادت کان وڌيڪ هڪڙي رسم هئي. ان کي نيو هيون جي اها رات ياد آئي جڏهن اهو سومهڻي (عشاءِ) جي نماز اڌ ۾ ڇڏي پٺي آيو هيو ۽ ان سان گڏ ان کي ان رنڊيءَ کي ڏنل 50 ڊالر بہ ياد آيا. شايد اهو واحد موقعو هيو جڏهن ان کي ڪنهن تي ترس آيو هيو. اهو لاڳيتو پنهنجي ذهن کي پنهنجي ڪنهن نيڪيءَ جي تلاش ۾ ڪوٽيندو رهيو مگر ناڪام رهيو.

پوءِ ان کي پنهنجا گناهہ ياد اچڻ لڳا. ڪهڙو گناهہ هيو جيڪو ان ڪونہ ڪيو هيو. ان جا ڳوڙها, ٻاڏائڻ, روئڻ سڀ ڪجهہ هڪدم ختم ٿي ويو. حساب ڪتاب بلڪل صاف هيو. اهو جيڪڏهن اڄ انهيءَ حالت ۾ مري وڃي تہ ان سان ڪا ئي زيادتي نہ هوندي ٻاويهن سالن جي ڄمار ۾ اٽي ويٺي ڪيترائي ڪلاڪ گذرڻ کان پوءِ بہ جنهن ماڻهوءَ کي پنهنجي ڪا نيڪي ياد نہ اچي جڏهن تہ ان شخص جي ذهني آزمائش واري ذات (آئي ڪيو ليول) حد کان وڌيڪ هجي ۽ ان جي يادداشت اهڙي هجي جو ڪنهن شيءِ کي هڪ ڀيرو ڏسڻ يا ٻڌڻ سان ان جي ذهن ۾ نقش ٿي وڃي...... اهو شخص الله کان اهو گهرندو هجي تہ ان کي ان جي ڪنهن نيڪيءَ جي بدلي ان آزمائش مان آجو ڪيو وڃي جنهن ۾ اهو ڦاسي ويو آهي.

"موج مستي کان پوءِ ڇا آهي؟"

ان ڇوڪراٽي عمر ۾ ڪوڪين پيئندي هڪڙو ڀيرو پنهنجي دوست کان پڇيو هيو. اهو بہ ڪوڪين پي رهيو هيو.

"گهڻي بيخودي" ان چيو هيو. ان ڪوڪين پيئندي هن کي ڏٺو. "موج مستي جو ڪو انت ڪونہ آهي. ان ۾ ڀهريائين مزو ايندو آهي ۽ بعد ۾ وڌيڪ بيخودي"

اهو نشي جي حالت ۾ ان کي چئي رهيو هيو. سالار مطمئن ڪو نہ ٿيو.

"نہ، ان جو انت آهي. جڏهن اها انتها تي پهچي ٿي تہ ڇا ٿئي ٿو؟ جڏهن اها واقعي انتها تي پهچي ٿي؟"

ان جي دوست عجيب نظرن سان ان کي ڏٺو.

"توکي پاڻ انهيءَ جي خبر آهي، توکي ڪونهي؟ تون ڪڏهن ڪڏهن انهي مرحلي مان گذرندو رهيو آهين."

سالار جواب ڏيڻ جي بجاءِ بيهر ڪوڪين پيئڻ لڳو هو.

ان جي ڪاراين جي ماس ۾ گهري ويل ڏور ان کي هاڻي جواب ڏئي رهي هئي "درد."

"درد کان پوءِ ڇا آهي؟"

ان ٿلول واري لهجي ۾ ان رات امامہ هاشم کان پڇيو هيو.

"ڪجهہ بہ نہ هجڻ واري حالت"

رسي جهڙي ڪا شي لهرائيندي ان جي مٿان اچي ڪري هئي. ان جي مٿي، چهري، ڪنڌ، سيني، پيٽ..... ۽ اتان تڪڙي چرندي لهي وئي. سالار ڏڪندڙ بدن سان پنهنجي رڙ روڪي هئي. اهو ڪو نانگ هيو جيڪو ان کي ڏنگڻ کان سواءِ هليو ويو هيو. ان جو جسم پگهر ۾ شل ٿي ويو هيو. ان جو بدن هاڻي سرءُ جي بخار واري مريض وانگر زور سان ڪنبي رهيو هيو.

"ڪجهہ بہ نہ هجڻ واري حالت" آواز بلڪل صاف هيو.

"۽ ڪجهہ بہ نہ هجڻ واري حالت کان پوءِ ڇا آهي؟"

نفرت سان ڀريل آواز ۾ ان جي مسڪراهٽ هئي.

"دوزخ."

ان اهو ٿي چيو هيو. اهو گذريل انن ڪلاڪن کان اتي پڙل هيو. انهيءَ ويراني، انهي اونداهي، انهي وحشتناڪ اڪيلائي ۾. اهو پورو هڪ ڪلاڪ نڙيءَ مان پوري طاقت سان دانهون ڪري مدد لاءِ سڏيندو رهيو هيو. ايتري تائين جو ان جي نڙي آواز ڪيڻ جي قابل نہ رهي هئي.

اهو "ڪجهہ بہ نہ هجڻ واري حالت" کان "دوزخ" انهن ٻنهي جي وچ ۾ ڪٿي لڙڪيل هيو يا شايد ڪجهہ بہ نہ هجڻ واري حالت ۾ داخل ٿيڻ وارو هيو ۽ دوزخ تائين پهچڻ وارو هيو.

"تو کي اهو پڇڻ سان ڊپ نٿو ٿئي تہ دوزخ کان پوءِ اڳتي ڇا ايندو؟ دوزخ کان پوءِ اتي ڇا اچي سگهي ٿو؟ انسان جو عتاب هيٺ اچڻ ۽ غضب ۾ هجڻ کان پوءِ باقي بچي ئي ڇا ٿو جنهن کي معلوم ڪرڻ جو تو کي ايترو شوق آهي؟"

سالار وحشت سان ڀريل نظرن سان چوڌاري ڏٺو. اهو ڇا هيو قبر يا دوزخ يا زندگيءَ ۾ ان جو هڪڙو منظر....... بڪ، اچ، بيوسي، بي يارو مددگار جسم تي چرندڙ ڪيڙا جن کي اهو چڪ پائڻ کان روڪي نٿي سگهيو. مفلوج ٿيندڙ هٿ پير، پٺي ۽ هٿن جي

ڪاراين تي گهڙي گهڙي ۾ وڌندڙ زخم..... خوف هيو يا دهشت، خبر نہ آهي ڇاهيو مگر اهو وڏي آواز ۾ چرين ماڻهن وانگر دانهون ڪرڻ لڳو هيو. ان جون رڙيون پري پري تائين فضا ۾ گونجي رهيون هيون. وقفي وقفي سان ڪيل بي مقصد ۽ خوفناڪ رڙيون. ان زندگيءَ ۾ اهڙي قسم جو خوف ڪڏهن بہ محسوس ڪو نہ ڪيو هيو. ڪڏهن بہ نہ. ان کي پنهنجي چوڌاري عجيب قسم جا ڀوت گهمندي ڦرندي نظر اچي رهيا هيا.

ان کي لڳو تي ان جي دماغ جي رڳ ڦاٽڻ واري آهي يا حواس خطا ٿيڻ وارا آهن. پوءِ ان جون رڙيون آهستي آهستي جهڪيون ٿينديون ويون. ان جي نڙي وري بند ٿي وئي هئي. هاڻي صرف سرڙاٽ هيا جيڪي ان کي پڌرڻ ۾ پئي آيا. ان کي يقين ٿي ويو هيو تہ اهوهاڻي مري رهيو آهي. ان جي دل ٻڏڻ واري آهي يا وري اهو پنهنجو ذهني توازن وڃائڻ وارو آهي ۽ ان وقت اوچتو ٿاريءَ جي پنيان ٻڌل ڪاراين واري ڏور ڍري ٿي وئي. هوش ۽ حواس وڃائيندي ان جي اعصابن هڪڙو دفعو وري جهٽڪو کاڌو.

ان هيٺيون چپ ڏندن ۾ پڪوڙي پنهنجن هٿن کي چوريو. ڏور اڃا وڌيڪ ڍري ٿيندي وئي. شايد لاڳيتو ٿاريءَ سان رڳڙجڻ ڪري وچ مان ٽٽي وئي هئي. ان هٿن کي ڪجهہ وڌيڪ چوريو ۽ تڏهن ان کي احساس ٿيو تہ اهو وڻ جي ٿاريءَ کان آزاد ٿي چڪو آهي.

ان بي يقيني جي حالت ۾ پنهنجن ٻانهن کي سڌو ڪيو. ان جي ٻانهن مان سور جون سٽون اڀريون.

”ڇا مان، مان بچي ويو آهيان؟“

ان بي يقيني سان اونده ۾ پنهنجن ٻانهن ۽ هٿن ڏانهن -سندي سوچيو.

”ڇو؟ ڇا جي لاءِ؟“ مائوف ٿيندڙ ذهن سان ان پنهنجي ڪنڌ ۾ وچڙيل ان پٽيءَ کي ڇڪيو جيڪا ڀهريان ان جي وات کي ٻڌي وئي هئي، ٻانهن کي معمولي چورڻ سان ان جي وات مان چنگهہ نڪري وئي هئي. ان جي ٻانهن ۾ شديد تڪليف ٿي رهي هئي. ايتري تڪليف جو ان کي لڳي رهيو هيو تہ اهو ڀيهر ڪڏهن بہ پنهنجون ٻانهون استعمال ڪري ڪو نہ سگهندو. ان جون ٽنگون بہ سُن ٿي رهيون هيون. ان اٿي ويهڻ جي ڪوشش ڪئي. اهو ٿيڙ کائي ٻانهن ڀر زمين تي ڪري پيو. ان جي وات مان هلڪي رڙ نڪتي. ان بي ڪوشش هٿن ۽ گوڏن جي سهاري تي ڪئي. ان دفعي اهو اٿي ويهڻ ۾ ڪامياب ٿي ويو.

اهي ٻئي ڇوڪرا ان جا جوتا ۽ واچ بہ کڻي ويا هيا. ان جا جورابا اتي ڪٽي پيا هيا. اهو اونده ۾ هٿوراڙيون هڻي ڳولي انهن کي پائي ٿي سگهيو مگر ٻانهن ۽ هٿن کي استعمال ڪرڻو پئجي ويجي ها ۽ اهو ان وقت اهو ڪم ڪرڻ جي قابل ڪو نہ هيو. نہ جسماني طور تي ۽ نہ ذهني طور تي.

هن ان وقت صرف اتان نڪري وڃڻ تي گهريو. هر قيمت تي، اونده ۾ ٿيڙ کائيندو ٻروٽن ۾ ڦاسندو رهندا کائيندو اهو ڪنهن نہ ڪنهن طريقي سان ان رستي تي اچي ويو هيو جنهن رستي تان اهي ٻئي ان کي هتائي اتي وٺي آيا هيا ۽ پوءِ اگهاڙين پيرين ان هيٺ اچڻ جو سفر طئي ڪيو. ان جي پيرن ۾ پٿر ۽ ڪنڪريون چڀي رهيون هيون مگر

اهو جنهن ذهني ۽ جسماني اذيت جو شڪار هيو ان جي آڏو اهو ڪجهه به ڪو نه هيو. ان کي خبر ڪو نه هئي ڪيترو وقت ٿي ويو آهي مگر ان کي اهو اندازو هيو ته رات اڌ کان گهڻي گذري وئي آهي. ان کي هيٺ پهچڻ ۾ ڪيترو وقت لڳو ۽ ان اهو سفر ڪيئن طئي ڪيو. ان کي خبر ڪو نه هئي.... ان کي صرف اهو ياد هيو ته اهو پورو رستو وڏي آواز سان روئيندو رهيو هيو.

اسلام آباد جي سڙڪن تي اڇي گهٽين ۾ ٻرندڙ بلبن جي روشني ۾ به ان پنهنجي حُليي کي ڏسڻ جي ڪوشش ڪو نه ڪئي. نه ڪنهن ترسڻ جو ارادو ڪيائين ۽ نه ئي ڪنهن کان مدد وٺڻ جو. اهو ايئن روئيندو ٿيڙ کائيندو ان سڙڪ جي ڪناري سان فوٽ پاٿ تي هلندو رهيو.

اها پوليس جي هڪڙي گشت ڪرڻ واري گاڏي هئي جنهن سڀ کان پهريائين ان کي ڏٺو ۽ ان جي پرسان اچي بيٺي. اندر ويٺل سپاهي هيٺ لٿو ۽ ان کي جهليائين.ا هو پهريون دفعو هوش ۽ حواس ۾ آيو هيو مگر ان وقت به اهو پنهنجين اکين مان وهندڙ ڳوڙهن کي روڪڻ جي قابل ڪو نه هيو. اهي هاڻي هن کان پڇا ڳاڇا ڪري رهيا هيا.مگر اهو ڪهڙو جواب ڏئي ها.

ايندڙ پندرهن منٽن ۾ اهو هڪڙي اسپتال ۾ هيو جتي ان جو تڪڙو علاج ڪيو ويو. اهي ان کان سندس گهر جو ڏس معلوم ڪري رهيا هيا مگر ان جي نڙي بند هئي. اهو انهن کي ڪجهه به ٻڌائڻ جي قابل ڪو نه هيو. سڱل هٿن سان ان هڪڙي ڪاغذ تي پنهنجي گهر جو فون نمبر ۽ ايڊريس رهڙيا.



"اچا ان کي هتي گهڻي دير تائين رکڻو پوندو؟"

"گهڻي دير نه. جيئن اهو هوش ۾ ايندو اسان ٻيهر ان جي چڪاس ڪنداسين. پوءِ وڃڻ جي اجازت ڏينداسين. زياده شديد قسم جا زخم ڪونه آهن. بس گهر ۾ ڪجهه ڏينهن تائين مڪمل طور تي آرام ڪرڻو پوندس."

ان جو ذهن لاشعور کان شعور جو سفر طئي ڪري رهيو هيو. پهريان جيڪي بي معنيٰ آواز هيا. هاڻي اهو انهن کي مفهوم ڏئي رهيو هيو. آوازن کي سڃاڻي رهيو هيو.انهن مان هڪڙو آواز سڪندر عثمان جو هيو. ٻيو يقيناً ڪنهن ڊاڪٽر جو. سالار آهستي آهستي اکيون کوليون. ان جون اکيون هڪدم چنجهيون ٿي ويون هيون. ڪمري ۾ گهڻي تيز روشني هئي يا گهٽ ۾ گهٽ ان کي ايئن لڳو هيو. اها انهن جي خانداني (فيملي) ڊاڪٽر جي خانگي اسپتال هئي. اهو اڳ ۾ به هڪڙو دفعو اتي اهڙي ئي هڪڙي ڪمري ۾ رهي چڪو هيو ۽ اهو سمجهڻ لاءِ هڪڙي نظر ئي ڪافي هئي, ان جو ذهن بلڪل صحيح ڪم ڪري رهيو هيو.

جسم جي مختلف حصن ۾ اٿندڙ سور جو احساس ان کي وري ٿيڻ لڳو هيو. انهيءَ جي باوجود به جو هاڻي اهو هڪڙي گهڻي نرم ۽ آرام واري بستري تي هيو.

ان جي جسم تي اهو لباس ڪو نہ هيو جيڪو ان انهيءَ سرڪاري اسپتال ۾ پاتو هيو جتي ان کي وٺي ويا هيا. ان کي هڪڙو ٻيو لباس پاتل هيو ۽ يقيناً ان جي بدن کي پاڻي جي مدد سان صاف بہ ڪيو ويو هيو ڇو تہ انکي اڌ ٻانهن واري قميص مان ڏسندي پنهنجين ٻانهن تي ڪٿي بہ مٽي يا ڌوڙ نظر ڪو نہ پئي آئي. ان جي ڪاراين جي چوڌاري پٽيون ويڙهيل هيون ۽ ان جي ٻانهن تي ننڍا ننڍا گهڻا ئي نشان هيا. ٻانهون ۽ هٿ سڀ ڳل هيس. اهو اندازو لڳائي ٿي سگهيو تہ اهڙا ئي کوڙسارا نشان ان جي چهري ۽ بدن جي ٻين حصن تي بہ هوندا. ان کي پنهنجي هڪڙي اک بہ سڀ ڳل محسوس ٿي رهي هئي ۽ ان جون ڄاڙيون بہ ڏکي رهيون هيون مگر ان ڪان بہ وڌيڪ خراب حالت نڙيءَ جي هئي. انهن جي ٻانهن ۾ هڪڙي ٿيلهي (ڊرپ) لڳل هئي جيڪا هاڻي ختم ٿيڻ واري هئي.

ڀهريون ڀيرو ان کي هوش ۾ ڊاڪٽر ئي ڏٺو هيو. اهو انهن جو خانداني (فيملي) ڊاڪٽر ڪونہ هيو. شايد ان سان گڏ ڪم ڪرڻ وارو ڪوئي ٻيو معالج هيو. ان سڪندر جو ڌيان ان ڏانهن ڇڪايو.

"هوش اچي ويو اٿس؟" سالار هڪڙي صوفي تي ويٺل طيبہ کي پاڻ ڏانهن وڌندي ڏٺو مگر سڪندر اڳيرو ڪو نہ آيو هيو. ڊاڪٽر هاڻي ان جي پرسان اچي ان جي نبض ڇڪاسي رهيو هيو.

"تون هاڻي ڪيئن ٿو محسوس ڪرين؟"

سالار جواب ۾ ڪجهہ چوڻ تي گهريو مگر ان جي نڙيءَ مان آواز نڪري ڪو نہ سگهيو. اهو صرف وات پٽي سگهيو. ڊاڪٽر هڪڙو دفعو وري پنهنجو سوال ورجايو. سالار وهاڻي تي رکيل پنهنجي مٿي کي نفي ۾ چوريو. "ڳالهائڻ جي ڪوشش ڪر." ڊاڪٽر کي شايد اڳ ۾ ئي ان جي نڙي جي تڪليف جي خبر هئي. سالار هڪڙو دفعو وري نفي ۾ مٿو چوريو. ڊاڪٽرنرس جي هٿ ۾ پڪڙيل ٽري مان ٽارچ جهڙو هڪڙو اوزار کنيو.

"وات کول." سالار ڏکندڙ ڳياڙين (ڄاڙين) سان پنهنجو وات کوليو. ڊاڪٽر ڪجهہ دير ان جي نڙيءَ جو معائنو ڪندو رهيو پوءِ ان ٽارچ بند ڪري ڇڏي

"نڙيءَ جي تفصيلي ڇڪاس ڪرڻي پوندي" ان ڪنڌ ورائي سڪندر عثمان کي ٻڌايو. پوءِ ان هڪڙو ڪاغذ ۽ قلم سالار ڏانهن وڌايا. نرس ان وقت تائين ان جي ٻانهن ۾ لڳل ڊرپ لاهي چڪي هئي.

"اٿي ويهہ ۽ ٻڌاءِ تہ نڙيءَ کي ڇا ٿيو آهي؟" ان کي اٿي ويهڻ ۾ ڪا تڪليف ڪونہ ٿي. نرس وهاڻو ان جي پٺيان رکي ڇڏيو هيو ۽ اهو ڪاغذ قلم هٿ ۾ جهليون سوچيندو رهيو.

"ڇا ٿيو هيو؟ نڙيءَ کي، جسم کي، دماغ کي." اهو ڪجهہ بہ لکڻ جي قابل ڪو نہ هيو. سڀ ڳل آڱرين ۾ پڪڙيل قلم کي اهو ڏسندو رهيو. ان کي ياد هيو تہ ان سان ڇا ٿيو هيو. ان کي پنهنجون اهي دانهون ياد اچي رهيون هيس جن ان کي هاڻي ڳالهائڻ جي قابل ڪو نہ ڇڏيو هيو. ڇا لکجي، اهو تہ مون کي هڪڙي ٻهاڙي تي سڀ شيون کسي ٻڌو ويو

هيو يا وري اهو تہ مون کي ڪجهہ ڪلاڪن جي لاءِ جيئري قبر ۾ لاٿو ويو هيو تہ جيئن مون کي منهنجن سوالن جو جواب ملي وڃي.

"موج مستي کان پوءِ ڇا آهي؟"

اهو سفيد ڪاغذ کي ڏسندو رهيو پوءِ ان مختصر طور پاڻ سان ٿيل وارتا کي لکيو. ڊاڪٽر ڪاغذ وٺي هڪڙي نظر انهن ستن اٺن جملن تي وڌي ۽ پوءِ ان کي سڪندر عثمان ڏانهن وڌائي ڇڏيائين.

"توهان کي گهرجي تہ هڪدم پوليس سان رابطو ڪريو. تہ جيئن ڪار هٽ اچي وڃي، اڳ ۾ ئي گهڻي دير ٿي وئي آهي. خبر نہ آهي اهي گاڏيءَ کي ڪٿان کان ڪٿي کڻي ويا هوندا." ڊاڪٽر همدردي واري انداز ۾ سڪندر کي مشورو ڏنو. سڪندر ڪاغذ تي هڪڙي نظر وڌي

"ها، مان پوليس سان رابطو ڪريان ٿو." پوءِ ڪجهہ دير تائين انهن پنهي جي وچ ۾ ان جي نڙيءَ جي ڇڪاس جي سلسلي ۾ ڳالهہ ٻولهہ ٿيندي رهي. پوءِ ڊاڪٽر نرس سان گڏجي ٻاهر نڪري ويو. ان جي ٻاهر نڪرڻ سان ئي سڪندر عثمان هٿ ۾ پڪڙيل ڪاغذ سالار جي منهن ۾ هنيو.

"اهو ڪوڙ جو ستو پاڻ وٽ رک...... تون ڇا ٿو سمجهين تہ هاڻي مان تنهنجي ڪنهن ڳالهہ تي اعتبار ڪندس؟ نہ. ڪڏهن بہ نہ."

سڪندر تمام گهڻو مشتعل هيو.

"اها بہ تنهنجي ڪا نئين مهم جوئي هوندي خود ڪشيءَ جي ڪا نئين ڪوشش."

ان چوڻ تي گهريو "خدا جو قسم..... ايئن ڪو نہ آهي." مگر اهو گونگن وانگر ان جي چهري ڏانهن ڏسندو رهيو.

"مان ڊاڪٽر کي ڇا چوان تہ ان کي اهڙن تماشن ۽ اهڙين حرڪتن ڪرڻ جي عادت آهي، اهو پيدا ئي اهڙن ڪمن لاءِ ٿيو آهي."

سالار ڪڏهن بہ سڪندر عثمان کي ايترو مشتعل ڪو نہ ڏٺو هيو شايد اهو واقعي هاڻي هن کان تنگ ٿي ويو هيو. طيبہ چپ ڪيون پرسان بيٺي هئي.

"هر سال هڪڙو نئون تماشو هڪڙي نئين مصيبت. آخر اسان تو کي ڄڻي ڪهڙو گناهہ ڪيو آهي."

سڪندر عثمان کي يقين هيو تہ اهو بہ ان جي ڪنهن نئين مهم جوئي جو حصو هيو. جيڪو ڇوڪرو چار ڀيرا پاڻ کي مارڻ جي ڪوشش ڪري سگهيو ٿي، ان جي هٿن پيرن تي موجود انهن زخمن کي ڪير ڦُر جو واقعو قرار نٿي ڏئي سگهيو اهو بہ اهڙي صورت ۾ جڏهن انهي واقعي جو ڪوئي شاهد ڪو نہ هيو.

سالار کي "بگهڙ آيو بگهڙ آيو." واري آکاڻي ياد آئي. ڪي آکاڻيون واقعي سچيون هونديون آهن. اهو وري وري ڪوڙ ڳالهائي پنهنجو اعتبار وڃائي چڪو هيو. شايد اهو

سڀ ڪجھ وڃائي چڪو هيو. پنهنجي عزت، خود اعتمادي، غرور، فخر، هر شي، اهو ڪنهن پاتال ۾ پهچي ويو هيو.

"توکي ڪو نئون ڊرامو ڪندي گهڻا ڏينهن گذري ويا هيا تہ تو سوچيو تہ پيءُ ماءُ کي محروم ڇو رکان. انهن کي ذليل ۽ خوار ڪئي گهڻو عرصو ٿي ويو آهي. هاڻي نئين تڪليف ڏيڻ گهرجي."

"تي سگهي ٿو سڪندر! هي نيڪ چوندو هجي. توهان پوليس کي گاڏي جي باري ۾ اطلاع تہ ڪريو."

هاڻي طيبہ ڪاغذ تي لکيل قصو پڙهڻ کان پوءِ سڪندر کي چئي رهي هئي.

"اهو نيڪ ٿو چوي؟ ان اڄ تائين ڪڏهن سچ ڳالهايو آهي، مون کي ان بڪواس جي هڪڙي لفظ تي بہ يقين ڪو نہ آهي.

تنهنجو اهو پٽ ڪنهن ڏينهن مون کي پنهنجي ڪنهن شرارت جي ڪري ڦاسيءَ تي لٽڪرائي ڇڏيندو ۽ تون چئين ٿي تہ پوليس کي اطلاع ڪريان. پاڻ تي ماٺهو ڪلايان. ڪار سان بہ ان ڪجھ نہ ڪجھ ڪيو هوندو ڪنهن کي وڪڻي ڇڏي هوندائين. يا ڪٿي اڇلائي آيو هوندو."

اهو هاڻي ان کي واقعي گاريون ڏئي رهيو هيو. هن ڪڏهن بہ ان کي گاريون ڏينديون ڪو نہ هڏو هيو. اهو صرف دڙڪا ڏيندو هيو ۽ هي ان جي دڙڪي تي بہ مشتعل ٿي ويندو هيو. چئني پائرن مان اهو اڪيلو هيو جيڪو پيءُ ماءُ جو دڙڪو ہڏڻ جو بہ روادار ڪو نہ هيو ۽ ان سان ڳالهائڻ وقت سڪندر گهڻو محتاط ٿي ويندو هيو ڇو تہ اهو ڪنهن بہ ڳالھ تي مشتعل ٿي ويندو هيو. مگر اڄ پهريون دفعو سالار کي ان جي گارين تي بہ ڪاوڙ ڪو نہ آئي هئي.

ان کي اندازو هيو تہ هن انهن کي ڪنهن حد تائين بيوس ڪري ڇڏيو آهي. اهو پهريون ڀيرو ان بستري تي ويٺي پنهنجي پيءُ ماءُ جي حالت کي سمجهڻ جي ڪوشش ڪري رهيو هيو. ڪهڙي شي هئي جيڪا انهن هن کي ڪو نہ ڏني هئي. ان جي زبان تي اچڻ کان اڳ اهي هن جي فرمائش پوري ڪرڻ جا عادي هيا ۽ هو ان جي بدلي ۾ انهن کي ڇا ڏيندو رهيو هيو. ڇا ڏئي رهيو هيو ذهني اذيت، پريشاني، تڪليف. هن کان علاوه ان جي ٻين پائرن مان ڪنهن بہ انهن لاءِ ڪا پريشاني پيدا ڪو نہ ڪئي هئي. صرف هڪڙو اهو هيو جيڪو......

"ڪنهن ڏينهن تنهنجي ڪري اسان ٻنهي کي خودڪشي ڪرڻي پوندي، توکي تڏهن ئي سڪون ملندو صرف تڏهن ئي تون چين سان رهندين."

گذريل رات ان پهاڙيءَ تي اهڙي نموني ہڏل هجڻ مهل ان کي پهريون ڀيرو انهن جي ياد آئي هئي. پهريون دفعو ان کي خبر پئي هئي تہ ان کي انهن جي ڪيتري ضرورت آهي. هو انهن کان سواءِ ڇا ڪندو. هن جي لاءِ انهن کان سواءِ ڪير پريشان ٿيندو.

ان کي سڪندر جي لفظن مان زندگيءَ ۾ پهرين دفعو ڪا ئي بي عزتي محسوس

ڪو نہ ٿي رهي هئي. اهو سدائين سڪندر جي تمام گهڻو ويجهو رهيو هيو ۽ ان جا سڀ ڪان گهڻا جهيڙا بہ ان سان ئي ٿيندا رهندا هيا.

"منهنجي دل چوي ٿي تہ مان ڀيهر ڪڏهن بہ تنهنجي شڪل بہ نہ ڏسان. تو ڪي ڀيهر اتي اچلرائي ڇڏيان جنهن جاءِ جي باري ۾ تون ڪوڙ ڳالهائي رهيو آهين."

"هاڻي بس ڪر سڪندر." طيبہ ان تي ٽوڪ ڪئي.

"مان بس ڪريان...... اهو چوبس نٿو ڪري, اهو اسان تي ڪڏهن تہ قياس ڪري ۽ پنهنجون حرڪتون ڇڏي ڏي, ڇا هن کي اهو فرض ڏئي زمين تي موڪليو ويو هيو تہ اسان جي زندگيءَ کي زهر ڪري ڇڏي" طيبہ جي ڳالهہ تي سڪندر وڌيڪ مشتعل ٿي ويو.

"هاڻي اهي پوليس وارا بيان وٺڻ ايندا, جن هن کي سڙڪ تي پڪڙيو هيو. هي انهن جي سامهون بڪواس پيش ڪندو تہ هن ويچاري کي ڪنهن لٽيو ڦريو هيو. سٺو تہ اهو ٿئي ها تہ هن پيري واقعي ڪير ان کي ڦري ها ۽ ان کي پهاڙيءَ ڪان هيٺ ڦٽي ڪري ها تہ منهنجي جان ڇٽي وڃي ها."

سالار بي اختيار سڏڪا ڀرڻ لڳو.سڪندر ۽ طيبہ وائڙا ٿي ويا. اهو پنهنجا ٻئي هٿ ٻڌيون روئي رهيو هيو. اهي زندگيءَ ۾ پهريون ڀيرو ان کي روئيندو ڏسي رهيا هيا ۽ اهو بہ هٿ ٻڌيون. اهو ڇا ڪري رهيو هيو؟ ڇا گهري رهيو هيو؟ ڇا ٻڌائي رهيو هيو؟ سڪندر عثمان بلڪل ماٺ ۾ هيو. طيبہ ان جي ويجهو بستري تي ويهي رهي. ان سالار کي ڀاڪر پائي آٿت ڏيڻ جي ڪوشش ڪئي. اهو ٻارن وانگر ان کي چنبڙي پيو.

ان جي پيرانديءَ وٽ بيٺل سڪندر عثمان کي اوچتو احساس ٿيو تہ شايد هن ڀيري اهو ڪوڙ ڪو نہ ڳالهائي رهيو هيو. شايد ان سان واقعي ڪو حادثو ٿيو هيو. اهو طيبہ کي چنبڙيو ننڍڙن ٻارن وانگر هڏڪيون ڀري روئي رهيو هيو. طيبہ ان کي چپ ڪرائيندي ڪرائيندي پاڻ بہ روئڻ لڳي. اهو ننڍڙين ننڍڙين ڳالهين تي تہ ڇا پر وڏين وڏين ڳالهين تي بہ روئڻ جو عادي ڪو نہ هيو پوءِ اڄ ڇا ٿيو هيو جو ان جا ڳوڙها بيهن ئي ڪو نہ پيا.

ان ڪان پرتي بيٺل سڪندر عثمان جي دل کي ڪجهہ ٿيڻ لڳو.

"جيڪڏهن اهو سچي رات واقعي اتي ٻڌل رهيو هيو تہ......؟"

اهي سڄي رات ان جي انتظار ۾ جاڳندا رهيا هيا ۽ ڪاوڙ ۾ بر ٿي رهيا هيا. انهن جو خيال هيو ـہ اهو گاڏي کڻي وري ڪاٿي لاهور يا ڪنهن ٻئي پاسي آواره گردي ڪرڻ لاءِ هليو ويو هوندو. انهن کي تشويش ٿي رهي هئي مگر اهي سالار سڪندر جي حرڪتن ڪان واقف هيا. انهيءَ ڪري تشويش ڪان وڌيڪ ڪاوڙ هين. اهي اڍائي ٽين بجي ڌاري سمهي رهيا هيا جڏهن فون تي پوليس انهن کي اطلاع ڪيو.

اهي اسپتال پهتا هيا ۽ انهن ان کي اتي ڏاڍي خراب حالت ۾ ڏٺو هيو مگر اهي يقين ڪرڻ لاءِ تيار ڪو نہ هيا تہ ان سان ڪوئي حادثو ٿيو آهي. انهن کي خبر هئي تہ اهو پاڻ کي اذيت پهچائيندو رهندو هيو. جيڪو شخص پنهنجي ڪارائي کي ٽڪو ڏئي, هڪ طرفي رستي جي مخالفت ڪندي ٽريفڪ جي هجوم ۾ پنهنجي موٽر سائيڪل وڃي

هٽي، ننڊ جون گوريون کائي، پنهنجو پاڻ کي بڏي پاٽي ۾ اونڌو ٿيو ڏٺي، ان جي لاءِ هڪڙو پيرو وري پنهنجي اها حالت ڪرڻ ڪهڙي مشڪل ڳالهه هئي.

ان جو بدن ڪيڙن جي جاءِ جاءِ تي چڪ پائڻ جي نشانن سان ڀريو پيو هيو. ڪيترين جاين تي نيرا نشان هيا. ان جا پير بہ گهڻو زخمي ٿيل هيا. هٿ جي ڪاراين، ڪنڌ ۽ پٺيءَ جو بہ اهو حال هيو ۽ انجي ڳياڙين تي بہ رهنڊا آيل هيا. ان جي باوجود سڪندر عثمان کي يقين هيو تہ اهو سڀ ڪجهه ان جي پنهنجي شرارت هوندي.

شايد ان وقت اهو ڳالهائڻ جي قابل هجي ها ۽ وضاحتون پيش ڪري ها تہ اهي ڪڏهن بہ ان تي يقين نہ ڪن ها مگر ان کي اهڙي نموني هڏڪيون ڀري روئيندو ڏسي انهن کي يقين ٿيڻ لڳو هيو تہ اهو سچ چئي رهيو هيو.

اهو ڪمري مان ٻاهر نڪري ويو ۽ موبائيل فون تي پوليس سان رابطو ڪيو. هڪڙي ڪلاڪ کان پوءِ انهن کي معلوم ٿي ويو تہ ڳاڙهي رنگ جي هڪڙي اسپورٽس ڪار اڳ ۾ ئي پڪڙي وئي آهي ۽ ان سان گڏ بہ ڇوڪرا بہ. پوليس انهن کي معمول مطابق چيڪنگ دوران لائسنس ۽ گاڏيءَ جا ڪاغذ نہ هجڻ تي گهبرائي وڃڻ ڪري پڪڙيو هيو. انهن ان وقت تائين اهو ڪو نہ ٻڌايو هيو تہ انهن گاڏي ڪٿان ڦر ڪئي هئي، اهي صرف اهو چوندا رهيا تہ اها گاڏي انهن کي ڪٿي ملي هئي ۽ اهي صرف شوق ۽ تجسس کان مجبور ٿي هلائڻ لڳا هيا. جيئن تہ پوليس وٽ ان وقت تائين ڪنهن بہ گاڏيءَ جي رپورٽ داخل ڪو نہ ڪرائي هئي انهي ڪري انهن جي بيان جي تصديق مشڪل ٿي وئي هئي.

مگر سڪندر عثمان طرفان رپورٽ ڪرڻ کان ڪجهه دير پوءِ ئي انهن کي ڪار جي باري ۾ خبر پئجي وئي هئي. هاڻي اهي صحيح معنيٰ ۾ سالار جي باري ۾ تشويش جو شڪار ٿي ويا هيا.

❊ ❊ ❊

سڪندر ۽ طيبہ سالار کي ان رات واپس وٺي ڪو نہ آيا. اهو اها رات اسپتال ۾ ئي رهيو. ٻئي ڏينهن تائين ان جي جسم جي درد ۽ سوڄ ۾ گهڻي گهٽتائي اچي وئي هئي. اهي ٻئي يارهين بجي ڌاري ان کي گهر وٺي آيا. ان کان پهريائين ٻن پوليس وارن ان کان هڪڙو ڊگهو لکت ۾ بيان ورتو هيو.

سڪندر ۽ طيبہ سان گڏ پنهنجي ڪمري ۾ داخل ٿيندي پهريون دفعو ان پنهنجين درين تي لڳل مختلف اداڪارائن جي اگهاڙين تصويرن کي ڏٺو ان کي بي اختيار شرم آيو. طيبہ ۽ سڪندر گهڻائي دفعا ان جي ڪمري ۾ ايندا رهيا هيا ۽ اهي تصويرون انهن لاءِ ڪا نئين يا قابل اعتراض شي ڪو نہ هئي.

"تون هاڻي آرام ڪر. مون تنهنجي فرج ۾ ميوا ۽ جوس رکرائي ڇڏيا آهن. بک لڳئي تہ ڪجهه کائجان يا وري ملازم کي سڏ ڪجان. اهو ڪجهه ڏيندئي."

طيبہ ان کي چيو. اهو پنهنجي پلنگ تي ليٽيو پيو هيو. اهي ڪجهه دير تائين ان وٽ ترسيا پوءِ دريءَ جا پردا بند ڪري ان کي سمهڻ جو تاڪيد ڪري هليا ويا. اهو انهن جي

ٻاهر وڃڻ شرط اٽي ويٺي رهيو. ان ڪمري جي دروازي کي اندران بند ڪيو. درين جا پردا هٽائي ان جلدي جلدي انهن تي لڳل سمورين تصويرن کي لاهڻ شروع ڪيو. پوسٽر، تصويرون، ڪٽيل ٽڪرا. ان چند منٽن ۾ پورو ڪمرو صاف ڪري ڇڏيو هيو غسلخاني ۾ وڃي ان ٽب ۾ انهن کي اڇلائي ڇڏيو.

غسلخاني جو بلب ٻارڻ سان ان جي نظر پنهنجي ڇهري تي پئي هئي. اهو بري طرح سڳل ۽ نيرو ٿي رهيو هيو اهو اهڙي ئي ڇهري جي توقع ڪري رهيو هيو. اهو هڪڙو ڀيرو وري غسلخاني مان نڪري آيو. ان جي ڪمري ۾ اگهاڙين تصويرن وارا جنسي رسالا به گهڻي تعداد ۾ پيا هيا. اهو انهن کي ڪٽي آيو. ان انهن کي به وهنجڻ واري ٽب ۾ اڇلائي ڇڏيو پوءِ اهو واري واري سان پنهنجي ڪبٽ ۾ رکيل وڊيو ڪيسٽون ڪٽي انهن مان ريل ڪيڻ لڳو. اڌ ڪلاڪ اندر ان جو قالين ريل جي ڍيرين سان ڀريل هيو.

ان اٽي موجود سڀني ڪيسٽن کي ٻيجي ڇڏيو ۽ ريل جي ان ڍيرن کي ڪٽي اچي ٽب ۾ اڇلايائين. پوءِ ماچيس (لائيٽر) سان انهن کي باهه ڏنائين. هڪڙي ڇٽنگ اٽي ۽ تصويرن ۽ ريل جو اهو ڍير سڙڻ لڳو ان هوا ٻاهر ڪيڻ وارو پکو هلائي ڇڏيو. غسلخاني جون دريون کولي ڇڏيائين. اهو ان ڍير کي انهيءَ ڪري ساڙي رهيو هيو ڇو ته ان انهي باهه کان بچڻ ٿي گهريو جيڪا دوزخ ۾ ان کي پنهنجي لپيٽ ۾ آٽي ڇڏي ها.

باهه جا پڙڪا تصويرن ۽ ريل جي ڍير کي ڪائي رهيا هيا. ايئن جڻ اهي صرف باهه ۾ سڙڻ لاءِ ئي ٺاهيون ويون هيون.

اهو اڪيون ڇنيڻ کان سواءِ وهنجڻ واري ٽب ۾ باهه جي ان آڙاهه کي ڏسي رهيو هيو. ايئن جڻ اهو ان وقت ڪنهن دوزخ جي ڪناري تي بيٺو هيو. هڪڙي رات اڳ ۾ ان پهاڙي تي ان حالت ۾ اسلام آباد جي بتين کي ڏسندي ان سوچيو هيو ته اها ان جي زندگيءَ جي آخري رات آهي ۽ اهو ان کان پوءِ ڪڏهن انهن بتين کي ڏسي ڪو نه سگهندو.

ان چرين واري حالت ۾ نڙي ڦاڙي دانهون ڪندي وري وري چيو هيو "هڪڙو ڀيرو، صرف هڪڙو ڀيرو، مون کي هڪڙو موقعو ڏي، صرف هڪڙو موقعو مان ٻيهر گناهه جي ويجهو به ڪو نه ويندس. مان ڪڏهن به گناهه ڪو نه ڪندس." ان کي اهو موقعو عطا ڪيو ويو هيو ۽ ماٺي ان واعدي کي پورو ڪرڻ جو وقت هيو. باهه انهن سڀني ڪاغذن کي خاڪ بڻائي ڇڏيو هيو. جڏهن باهه وسامي وئي ته ان پاڻي کولي پائيپ سان خاڪ کي وهائڻ شروع ڪيو.

سالار گهمي وري هٽن ڏوئڻ واري گينديءَ جي سامهون اچي ويٺو. ان جي ڳچيءَ ۾ پاتل سوني زنجيري اهي ڇوڪرا لاهي ڪٽي ويا هيا مگر ان جي ڪن جي پاپڙيءَ ۾ پاتل هيري وارو ٻڙو اٽي موجود هيو. اهو سفيد سون (پلاٽينم) ۾ جڙيل هيو ۽ انهن ڇوڪرن ان تي ڪو توجهه ڪو نه ڏنو هيو. شايد انهن جو خيال هوندو ته اهو ڪو معمولي پٿر يا وري زرقون هوندو يا وري شايد ان جي ڊگهن کليل وارن ڪري ان جي ڪن جي پاپڙي لڪي پئي هوندي.

اهو ڪجهه دير تائين پاڻ کي آئيني ۾ ڏسندو رهيو پوءِ ان ڪن جي پاپڙي مان اهو والو لاهي گيندي تي رکي ڇڏيو. ڏاڙهي لاهڻ واري سامان جي پيٽيءَ مان قينچي ڪڍيائين ۽ پنهنجا وار ڪٽڻ لڳو. وڏي بي رحمي ۽ بي دردي سان. گيندي ۾ وهندڙ پاڻي انهن وارن کي پاڻ سان گڏ وهائي ڪٽي وڃي رهيو هيو.

سيفٽي (ريزر) ڪڍي ان ڏاڙهي ڪوڙڻ شروع ڪئي. اهو ڄڻ پنهنجين سمورين نشانين کان جان ڇڏائي رهيو هيو. ڏاڙهي ڪاهڻ کان پوءِ ان پنهنجا ڪپڙا ڪڍيا. پنهنجن هٿن تي ٻڌل پٽيون کوليائين ۽ فوهاري (شاور) جي هيٺان وڃي بيهي رهيو. اهو پورو هڪ ڪلاڪ پنهنجي پوري جسم جي هڪ هڪ عضوي کي ڪلمو پڙهي صاف ڪندو رهيو. ايئن ڄڻ اهو پهريون پيرو اسلام کان واقف ٿيو هجي. پهريون دفعو مسلمان ٿيو هجي.

غسلخاني مان ٻاهر اچي ان فرج ۾ رکيل صوف جا ڪجهه ٽڪرا ڪاڏا ۽ پوءِ ننڊ ڪرڻ لاءِ سمهي رهيو. ٻيهر ان جي اک گهڙيال جي گهنٽي تي کلي جنهن کي سمهڻ کان اڳ ان لڳائي ڇڏيو هيو ۽ وڃي رهيا هيا.

❊ ❊ ❊

"يا خدا. سالار! تو پنهنجن وارن کي اهو ڇا ڪيو آهي؟" طيبہ ان کي ڏسڻ سان ئي ڪجهه دير لاءِ وساري ويٺي تہ اهو ڳالهائڻ جي قابل ڪونہ هيو. سالار پنهنجي کيسي مان هڪڙو ڪاغذ ڪڍي ان جي سامهون ڪيو.

"مان مارڪيٽ وڃڻ ٿو گهران." ان تي لکيل هيو.

"ڇا جي لاءِ؟" طيبہ ان کي حيرانيءَ مان ڏٺو.

"تون اڃا ٺيڪ ڪونہ ٿيو آهين. توکي اسپتال مان آئي اڃا ڪجهه ڪلاڪ مس ٿيا آهن ۽ تون هڪڙو ڀيرو وري آواره گردي ڪرڻ لاءِ ٻاهر وڃڻ ٿو گهرين." طيبہ ان کي ڪجهه نرم آواز ۾ دڙڪو ڏنو.

"امان! مان ڪجهه ڪتاب خريد ڪرڻ ٿو گهران." سالار هڪڙو ڀيرو وري ڪاغذ تي لکيو "مان آواره گردي ڪرڻ لاءِ ڪونہ وڃي رهيو آهيان."

طيبہ ڪجهه دير تائين ان کي ڏسندي رهي. "تون ڊرائيور سان گڏ وڃ." سالار هائو ڪار ۾ مٿو ڌوڻيو.

❊ ❊ ❊

اهو جنهن وقت مارڪيٽ جي پارڪنگ ۾ ڪار مان لٿو تہ شام ٿي وئي هئي. مارڪيٽ جون بتيون اتي روشني ذريعي ڄڻ رنگ ۽ نور جو هڪڙو لهرو ڪٽي آيون هيون. اهو هيڏي هوڏي گهمندڙ ڦرندڙ ڇوڪرن ۽ ڇوڪرين کي ڏسي سگهيو ٿي. مغربي لباس پاتل اڌ اگهاڙا بي فڪري ۽ بي پرواهيءَ سان ٺهڪ ڏيندڙ ان کي زندگيءَ ۾ پهريون ڀيرو ان جاءِ کان وحشت ٿي هئي. اها ئي وحشت جيڪا اهو انيتاليهہ ڪلاڪ اڳ مارگلا جي انهن ٻهاڙين تي محسوس ڪندو رهيو هيو. هو پاڻ انهن ئي ڇوڪرن مان هڪڙو هيو ڇوڪرين سان ڇيڙ ڇاڙ ڪرڻ وارو. وڏا وڏا ٺهڪ ڏيڻ وارو فضول ۽ بيهوديون ڳالهيون ڪرڻ وارو

پنهنجو ڪنڌ جهڪايون، نظرون هيٺ ڪيون اهو ڪنهن به شي تي ڏيان ڏيڻ کان سواءِ سامهون نظر اچڻ واري ڪتابن جي دڪان ۾ هليو ويو.

پنهنجي ڪيسي مان ڪاغذ ڪڍي ان دڪاندار کي ڪيس گهربل ڪتابن جي باري ۾ ٻڌايو. ان قرآن شريف جو هڪڙو ترجمو ۽ نماز جي باري ۾ ڪجهه ٻيا ڪتاب خريد ڪرڻ ٿي گهريا. دڪاندار ان کي حيرانيءَ مان ڏٺو اهو سالار کي چڱي طرح سڃاڻندو هيو. اهو اتان اگهاڙن فوٽن وارا غير ملڪي رسالا ۽ سڊني شيلڊن ۽ روبنز سميت ڪجهه ٻين انگريزي ناول لکڻ وارن جي هر نئين ناول کي خريد ڪرڻ جو عادي هيو.

سالار ان جي نظرن جي حيرانيءَ کي سمجهيو ٿي. اهو ان سان نظرون ملائڻ جي بجاءِ صرف ڪائونٽر کي ڏسندو رهيو. اهو ماٺهو ملازم کي ڪجهه هدايتون ڏيندو رهيو پوءِ ان سالار کي چيو.

"توهان گهڻن ڏينهن کان پوءِ آيا آهيو ڪيڏانهن ويل هيا؟"

"پڙهڻ لاءِ ٻاهر." ان مٿو ڏوٽيندي سامهون پيل ڪاغذ تي لکيو.

"۽ اهو نڙيءَ کي ڇا ٿيو اٿئي؟"

"بس نيڪ ڪو نه آهي." ان لکيو.

ملازم قرآن شريف جو ترجمو ۽ ٻيا گهربل ڪتاب ڪڍي آيو.

"ها! اهو اسلامي ڪتابن جو اڄ ڪلهه گهڻو رجحان هلي پيو آهي. ماڻهو گهڻو پڙهڻ لڳا آهن. گهڻي سٺي ڳالهه آهي. خاص طور تي ٻاهر وڃي ته ضرور پڙهڻ گهرجي." دڪاندار وڏي ڪاروباري انداز ۾ مرڪندي چيو.سالار ڪجهه ڪو نه چيو. اهو پنهنجي سامهون رکيل ڪتابن کي ڏسڻ لڳو.

ڪجهه گهڙين کان پوءِ ان جي ساڄي هٿ واري پاسي دخل (ڪائونٽر) تي. قرآن شريف جي ترجمي جي پرسان خالي جاءِ تي دڪاندار ان جي سامهون اگهاڙين تصويرن وارا ڪجهه نوان رسالا رکيا. ڪتابن کي ڏسندي ڏسندي ان ڇرڪ ڀري ڪنڌ مٿي ڪيو.

"اهي نوان آيا آهن. مون سوچيو توهان کي ڏيکاريان. ٿي سگهي ٿو توهان خريد ڪرڻ پسند ڪيو."

سالار هڪ نظر قرآن شريف جي ترجمي کي ڏٺو ۽ پوءِ نظر ۾ ڪجهه انچ پري رکيل انهن رسالن کي ڏٺو ان جي اندر ۾ ڪاوڙ جي هڪڙي لهر ڊوڙي وئي هئي. ڇو؟ ان جي ان کي خبر ڪو نه هئي. پنهنجي ڪٻي هٿ سان انهن رسالن کي ڪڍي اهو جيترو پري ان دڪان اندر اڇلائي ٿي سگهيو ان اهي اڇلائي ڇڏيا. ڪجهه گهڙين لاءِ پوري دڪان ۾ ماٺ ڇانئجي وئي.

ملازم هڪو ٻڪو ٿيو بيٺو هيو. "بل" سالار ڪاغذ تي رهڙيو ۽ ڳاڙهي ڇهري سان ان ڪاغذ کي انهي ملازم جي اکين آڏو ڪيائين. ملازم ڪجهه به ڪڇڻ کان سواءِ پنهنجي آڏو رکيل ڪمپيوٽر تي انهن ڪتابن جو بل ٺاهڻ شروع ڪيو جيڪي ان جي سامهون رکيل هيا.

چندمنٽن ۾ سالار بل ادا ڪيو ۽ ڪتاب ڪڇي دروازي ڏانهن هليو آيو.

"واهيات....." دڪان مان ٻاهر نڪرندي ان ڪائونٽر پرسان بيٺل هڪڙي ڇوڪريءَ جو تبصرو ٻڌو. ڪنهن جي لاءِ چيائين، ان ڪنڌ ورائي ڏسڻ جي ضرورت محسوس ڪو نہ ڪئي. ان کي خبر هئي اهو تبصرو ان تي ئي ڪيو ويو هيو.

❊ ❊ ❊

ٻن هفتن کان پوءِ ان جو آواز ٺيڪ ٿي ويو هيو. توڙي جو ان جو آواز اڃا ويٺل هيو مگر اهو ڳالهائڻ جي قابل ٿي ويو هيو ۽ انهن ٻن هفتن ۾ اهو روح جي ڳولا ۾ مصروف رهيو. اهو زندگيءَ ۾ پهريون ڀيرو اهو ڪم ڪري رهيو هيو. شايد زندگيءَ ۾ پهريون ڀيرو ان کي احساس ٿيو هيو تہ روح بہ ڪو وجود رکي ٿو ۽ جيڪڏهن روح سان ڪو مسئلو ٿي وڃي تہ ..... اهو زندگيءَ ۾ پهريون دفعو خاموشيءَ جي هڪڙي ڊگهي مرحلي ۾ داخل ٿيو هيو. ڳالهائڻ نہ، ٻڌڻ..... صرف ٻڌڻ بہ ڪڏهن ڪڏهن گهڻو اهم هوندو آهي، ان جو ادراڪ ان کي پهريون ڀيرو ٿي رهيو هيو.

ان کي زندگيءَ ۾ رات کان ڪڏهن بہ ڊپ ڪو نہ لڳو هيو. ان واقعي کان پوءِ ان کي رات کان تمام گهڻو ڊپ ٿيڻ لڳو هيو. اهو ڪمري جو بلب ٻاري سمهندو هيو. ان پوليس جي قبضي ۾ آيل انهن ٻنهي ڇوڪرن کي سڃاڻي ورتو هيو مگر اهو پوليس سان گڏ ان جاءِ تي وڃڻ لاءِ تيار ڪو نہ ٿيو هيو جتي ان شام جو اهي هن کي ڇڏي ڇڏي ويا هيا. ان پيهر ڪنهن ذهني پريشانيءَ جو شڪار ٿيڻ نٿي گهريو. ان زندگيءَ ۾ ان کان اڳ ڪڏهن ايتريون اوجاڳي واريون راتيون ڪونہ گذاريون هيون مگر هاڻي اهو ٿي رهيو هيو تہ اهو ننڊ جون گوريون کائڻ کان سواءِ سمهڻ ۾ ڪامياب ٿي ڪو نہ سگهندو هيو ۽ ڪڏهن ڪڏهن اهو ننڊ جون گوريون نہ کائيندو هيو تہ سڄي رات جاڳندي گذاري ڇڏيندو هيو ان نيو هيون ۾ بہ اهڙا ئي ڪجهہ ڏينهن گذاريا هيا. ايترا ئي تڪليف وارا ۽ اذيتناڪ مگر تڏهن صرف مونجهہ ۽ پريشاني هئي يا ڪنهن حد تائين پڇتاءُ.

مگر هاڻي اهو هڪڙي ٽين ڪيفيت مان گذري رهيو هيو ۽ خوف کان. اهو اندازو نٿي لڳائي سگهيو تہ ان کي ان رات ڪهڙي شي کان گهڻو خوف آيو هيو. موت کان، قبر کان، يا مورڳو دوزخ کان.

امام ٻڌايو هيو تہ موج مستي کان پوءِ درد هوندو آهي. موت "درد"هيو.

ان ٻڌايو هيو تہ "درد" کان پوءِ ڪجهہ بہ نہ هجڻ واري حالت (عدم وجود) هوندي قبر عدم وجود هئي.

امام ٻڌايو هيو تہ عدم وجود کان پوءِ دوزخ اچي ويندي

ان اوستائين پهچڻ نٿي گهريو. ان انهي موج مستي کان بچڻ ٿي گهريو جيڪا ان کي درد کان دوزخ جو سفر ڪرڻ تي مجبور ڪري ڇڏي ها.

"جيڪڏهن مون کي انهن سيني ڳالهين جي خبر ڪو نہ هئي تہ امام کي خبر ڪيئن پئي هئي. اها منهنجي ئي عمر جي آهي. اها مون جهڙي خاندان سان تعلق رکي

ٿي، پوءِ ان وٽ اهڙن سوالن جا جواب ڪيئن اچي ويا؟" اهو حيران ٿيندي سوچڻ لڳندو هيو. آسائشون تہ ان وٽ بہ اهڙيون ئي هيون جهڙيون مون وٽ هيون. پوءِ ان ۾ ۽ مون ۾ ڪهڙو فرق هيو. اها جنهن مڪتبہ فڪر جي هئي اهي ڪير ٿيندا آهن ۽ ان جو انهي مڪتبہ فڪر وارن سان منسلڪ رهڻ نٿي گهريو. هن پهريون ڀيرو ان ڳالهہ جي باري ۾ تفصيل سان پڙهيو. ان جي آنڌ مانڌ ۾ اضافو ٿيو ختم نبوت تي اختلاف ڇا ايترو اهم معاملو آهي. جو هڪڙي ڇوڪري اهڙي طريقي سان پنهنجو گهر ڇڏي هلي وڃي.

"مون اسجد سان انهي ڪري شادي ڪو نہ ڪئي ڇو تہ اهو ختم نبوت تي يقين نٿو رکي. تون سمجهين ٿو تہ مان تو جهڙي انسان سان گڏ زندگي گذارڻ تي راضي ٿي ويندس. هڪڙي اهڙي ماڻهوءَ سان جيڪو ختم نبوت تي يقين رکي ٿو ۽ پوءِ بہ گناهہ ڪري ٿو جيڪو هر اهو ڪم ڪري ٿو جنهن کان منهنجي نبي سڳوري ﷺ منع ڪرڻ فرمايو آهي. مان جيڪڏهن حضرت محمد ﷺ تي يقين نہ رکڻ واري سان شادي نہ ڪنديس تہ مان پاڻ سڳورن ﷺ جن جي نافرماني ڪرڻ واري سان بہ گڏ زندگي ڪو نہ گذاريندس."

ان کي امامہ هاشم جو هڪڙو هڪڙو لفظ ياد هيو. اهو مفهوم تي پهريون ڀيرو غور ڪري رهيو هيو.

"تون اها ڳالهہ ڪو نہ سمجهندين."

ان ڪيترا ڀيرا سالار کي اهو جملو چيو هيو. ايترا ڀيرا جو اهو ان جملي تي چڙڻ لڳو هيو. آخر ان اها ڳالهہ چئي هن تي ڇا جتائڻ ٿي گهريو اهو تہ اها ڪا وڏي اسڪالر يا پارسا هئي ۽ اهو ان کان گهٽ ڪمتر....

اهو هاڻي سوچي رهيو هيو تہ اها ٺيڪ چئي رهي هئي. اهو واقعي تڏهن ڪجهہ بہ سمجهڻ جي قابل ڪو نہ هيو. گندگي ۾ رهڻ وارو ڪيڙو اهو ڪيئن ٿي سمجهي سگهيو تہ اهو ڪهڙي گندگيءَ ۾ رهي ٿو ان کي پنهنجي بجاءِ ٻيا گندگيءَ ۾ پريل ۽ گندگيءَ ۾ رهندڙ نظر ايندا آهن. اهو بہ تڏهن گندگيءَ ۾ ئي هيو.

"مون کي تنهنجين اکين کان، تنهنجي کليل گريبان کان بچان ٿي ٿئي." ان کي پهريون دفعو هاڻي انهن ٻنهي شين کان بچان ٿي. آئينو سامهون رکيل هجڻ تي اهو جملو ڪنهن نعري وانگر ڪيترن مهينن تائين ان جي ڪنن ۾ وڄندو رهيو. اهو هر دفعي ان کي ذهن مان جهٽڪيندو هيو ڪجهہ مشتعل ٿيندو هيو. پنهنجي ڪم ۾ مصروف ٿي ويندو هيو مگر هاڻي پهريون دفعو ان محسوس ڪيو هيو تہ ان کي پنهنجو پاڻ کان بچان ٿيڻ لڳي هئي. اهو پنهنجو گريبان بند رکڻ لڳو هيو. پنهنجين اکين کي جهڪائڻ لڳو هيو. اهو آئيني ۾ بہ خود پنهنجين اکين ۾ ڏسڻ کان ڪترائڻ لڳو هيو.

ان ڪڏهن بہ ڪنهن کان اهو ڪو نہ ٻڌو هيو تہ ڪنهن کي ان جي اکين، ان جي نظرن کان بچان ٿي ٿئي. خاص ڪري ڪنهن بہ ڇوڪريءَ کي.

اهي ان جون اکيون نہ پر ان جي اکين ۾ جهلڪڻ وارو تاثر هيو جنهن کان امامہ

هاشم کي بيحان لڳي هئي. امامہ هاشم کان اڳ ڪنهن ڇوڪريءَ ان تاثر کي ڪو نہ سجاتو هيو.

اهو اڪين سان اکيون ملائي ڳالهائڻ وارين ڇوڪرين جي صحبت ۾ رهندو هيو ۽ اهو اهڙين ئي ڇوڪرين کي پسند ڪندو هيو. امامہ هاشم ڪڏهن بہ ان جي اکين سان اکيون ملائي ڳالهايو ڪونہ هيو. اها ان جي چهري کي ڏسندي هئي ۽ ان کي پنهنجي طرف ڏسندو ڏسي نظرون هٽائي ڇڏيندي هئي يا وري ڪنهن ٻي شي کي ڏسڻ لڳندي هئي. سالار کي خوش فهمي هئي تہ اها هن کان انهي ڪري اکيون چورائي رهي هئي ڇو تہ هن جون اکيون گهٽيون پر ڪشش هيون.

ان کي پهريون دفعو فون تي ان جي زباني اهو ٻڌي جهٽڪو لڳو هيو تہ ان کي هن جي اکين کان بيحان ٿي لڳي.

"اکيون روح جون دريون هونديون آهن." ان ڪٿي پڙهيو هيو. تہ ڇا منهنجون اکيون منهنجي اندر لڪل گندگيءَ کي ڏيکارڻ شروع ٿي ويون هيون. ان کي عجب ڪو نہ لڳو. ايئن ئي هيو مگر ان گندگيءَ کي ڏسڻ لاءِ سامهون واري جو پاڪ هجڻ ضروري هيو ۽ امامہ هاشم پاڪ هئي.



"توهان هاٽي مون کي ڪجهہ بہ نہ سمجهايو. توهان کي هاٽي مون کان ڪا بہ شڪايت ڪو نہ ٿيندي."

سڪندر سان اکيون ملائڻ کان سواءِ سالار چيو.

اهو ٻيهر واپس ييل (Yale) وڃي رهيو هيو ۽ وڃڻ کان اڳ سڪندر سدائين وانگر ان کي سمجهائڻ جي ڪوشش ڪئي هئي. اهي ئي پراڻيون نصيحتون ڪنهن خيالي آس ۽ اميد ۾ هڪڙو ڀيرو وري ان جي ڪنن ۾ اوتڻ جي ڪوشش ڪئي هئي مگر هن دفعي ان جي ڳالهہ شروع ڪرڻ تي ئي سالار ان کي شايد زندگيءَ ۾ پهريون دفعو يقين ڏيارڻ جي ڪوشش ڪئي هئي ۽ زندگيءَ ۾ پهريون دفعو سڪندر عثمان کي ان جي لفظن تي يقين آيو هيو.

اهي ان حادثي کان پوءِ ان ۾ اچڻ وارين تبديلين کي واضح طور ڏسي رهيا هيا. اهو پهريان وارو سالار ڪو نہ رهيو هيو ان جي زندگي ئي تبديل ٿي وئي هئي. ان جو حُليو ان جو انداز سڀ ڪجهہ..... ان جي اندر جي شعلي کي جڻ ڪنهن ڦوڪ هڻي وسائي ڇڏيو هيو. صحيح ٿيو هيو يا غلط، اهي تبديليون سٺيون هيون يا خراب. خود سڪندر عثمان اڃا ان تي ڪا راءِ ڏيڻ جي قابل ڪو نہ ٿيو هيو مگر ان کي اهو ضرور معلوم ٿي ويو هيو تہ ان ۾ ڪا وڏي تبديلي آئي هئي. انهن کي اهو اندازو ڪو نہ ٿيو هيو تہ ان زندگيءَ ۾ پهريون ڀيرو وڏي چوٽ کاڌي هئي ۽ زندگيءَ ۾ پهريون ڀيرو لڳڻ واري چوٽ وڏن وڏن کي روئاري ڇڏيندي آهي، اهو تہ رڳو ايڪيهن ٻاويهن سالن جو ڇوڪرو هيو.

زندگيءَ ۾ ڪڏهن ڪڏهن اسان کي خبر ڪو نہ پوندي آهي تہ اسان اونداهيءَ مان

ٻاهر نڪتا آهيون يا اونداهيءَ ۾ داخل ٿيا آهيون. اونده ۾ طرف جي خبر نہ لڳندي آهي مگر آسمان ۽ زمين جي خبر ضرور پئجي ويندي آهي، بلڪ هر حال ۾ خبر پوندي آهي. ڪنڌ مٿي ڪٽي ڏسڻ سان مٿان آسمان ئي هوندو آهي. نظر اچي يا نہ اچي. ڪنڌ جهڪائڻ سان زمين ئي هوندي آهي، ڏسڻ ۾ اچي يا نہ اچي، مگر زندگيءَ ۾ سفر ڪرڻ لاءِ صرف چئن طرفن جي ئي ضرورت پوندي آهي. ساڄي، کاٻي، اڳيان، پٺيان. پنجون طرف پيرن جي هيٺان هوندو آهي. اتي زمين نہ هجي تہ پاتال اچي ويندو آهي. پاتال ۾ پهچڻ کان پوءِ ڪنهن بہ طرف جي ضرورت ڪو نہ رهندي آهي.

ڇهون طرف مٿي کان مٿي هوندو آهي. اتي وڃي ئي ڪو نہ سگهبو آهي. اتي الله هوندو آهي. اکين سان نظر نہ اچڻ وارو مگر دل جي هر ڌڙڪن، رت جي هر گردش، اندر ٻاهر اچڻ واري هر پساهہ. نڙيءَ مان لهڻ واري هر گرانهہ سان گڏ محسوس ٿيڻ وارو. اها ذهن تي نقش ٿيڻ واري يادگيري (فوٽوگرافڪ ميموري). اها ذهني آزمائش واري حد کان وڌيڪ ذات (آئي ڪيو ليول)، ان کي هاڻي عذاب لڳي رهيو هيو. ان سڀ ڪجهہ وسارڻ تي گهريو. اهو سڀ جيڪو اهو ڪندو رهيو هي، اهو ڪجهہ بہ وسارڻ جي قابل ڪو نہ هيو. ڪوئي ان کان ان جي تڪليف جي باري ۾ پڇي ها.

❊ ❊ ❊

# باب ڇهون

نيو هيون (New Haven) واپس اچڻ کان پوءِ ان زندگيءَ جي هڪڙي نئين سفر کي شروع ڪيو هيو.

ان رات ان جهنگل جي هولناڪ انڌيري ۽ اڪيلائيءَ ۾ ان وٽ سان هڏل حالت ۾ سڏڪا ڀريندي ڪيل سمورا واعدا ان کي ياد هيا.

اهو سڀني کان بلڪل الڳ ٿلڳ رهڻ لڳو هيو. معمولي رابطي ۽ تعلق کان بہ بغير.

”مون کي تو سان ڪونهي ملڻو.“

اهو صاف گو تہ هميشه کان ئي هيو مگر ايتري حد تائين ٿي ويندو ان جي ساٿين مان ڪنهن کي بہ ان جي توقع ڪونہ هئي. ڪجهہ هفتا ان جي ٽولي وارا ان جي باري ۾ چميگويون ڪندا رهيا پوءِ اهي چميگويون اعتراضن ۽ تبصرن ۾ تبديل ٿي ويون ۽ ان کان پوءِ طنزيہ جملن ۽ ناپسنديدگيءَ ۾، پوءِ سيئي پنهنجي پنهنجي ڪرت ۾ مصروف ٿي ويا. سالار سڪندر ڪنهن جي زندگيءَ جو مرڪز ۽ محور ڪونہ هيو نہ وري ڪو بيو ان جي زندگيءَ جو.

ان نيو هيون پهچڻ کان پوءِ جيڪي ڪجهہ ڪم ڪيا هيا ان ۾ جلال انصر سان ملاقات جي ڪوشش بہ ڪئي ئي. اهو پاڪستان کان واپس ايندي ان جي گهران آمريڪا ۾ ان جي ايڊريس وٺي آيو هيو. اهو هڪڙو اتفاق هيو تہ ان جو هڪڙو سوٽ بہ ان ئي اسپتال ۾ ڪم ڪري رهيو هيو جتي جلال ڪم ڪندو هيو. باقي ڪم گهڻو آسان ثابت ٿيو. ضرورت کان گهڻو آسان.

هن ان سان هڪڙو ڀيرو ملي معذرت ڪرڻ ٿي گهري. ان کي انهن سمورن ڪوڙن جي باري ۾ ٻڌائڻ ٿي گهريائين جيڪي هو ان سان امامہ جي باري ۾ ۽ امامہ سان ان جي باري ۾ ٻڌائيندو رهيو هيو. اهو انهن ٻنهي جي تعلق ۾ پنهنجي ادا ڪيل ڪردار لاءِ شرمندو هيو. ان انهيءَ جي تلافي ڪرڻ ٿي گهري. اهو جلال انصر تائين پهچي ويو هيو ۽ امامہ هاشم تائين پهچڻ ٿي گهريائين.

اهو جلال انصر سان اسپتال جي ڪيفي ٽيريا ۾ ويٺو هيو. جلال انصر جي چهري تي تمام گهڻي سنجيدگي هئي ۽ ان جي نراڙ تي آيل گهنج ان جي ناراضگيءَ کي ظاهر ڪري رهيا هيا.

سالار ڪجهہ دير اڳ ۾ ئي اتي پهتو هيو ۽ جلال انصر ان کي پنهنجي سامهون ڏسي واٺڙو ٿي ويو هيو. ان جلال کان ڪجهہ منٽ گهريا هيا. اهو ٻہ ڪلاڪ انتظار ڪرائڻ کان پوءِ آخرڪار ڪيفي ٽيريا ۾ آيو هيو.

"سپ کان پهريائين مان اهو معلوم ڪرڻ گهران ٿو ته تو مون کي ڪيئن ڳولي لڌو؟" ان "توهان" ۽ "جناب" جي مڙني تڪلفات کي هڪ طرف رکندي ميز تي ويهندي ئي سالار کي چيو.

"اهو اهم ڪونهي."

"اهو گهڻو اهم آهي، جيڪڏهن تون واقعي چاهين ٿو ته مان ڪجهه دير تو سان گڏ هتي گذاريان ته مون کي معلوم هجڻ گهرجي ته تو مون کي ڪيئن ڳولي لڌو؟"

"مون پنهنجي سوٽ کان مدد ورتي آهي. اهو هڪڙو ڊاڪٽر آهي ۽ هن شهر ۾ گهڻي عرصي کان ڪم ڪري رهيو آهي. مون کي اها خبر ڪونهي ته ان توهان کي ڪيئن ڳولي لڌو آهي. مون صرف ان کي توهان جو نالو ۽ ڪجهه ٻي معلومات ڏني هئي." سالار چيو.

"ماني.....؟" جلال بس رسمي انداز ۾ چيو اهو ميز ڏانهن ايندي پنهنجي ماني واري ٽري گڏ کنيون آيو هيو.

"نه مان ڪونه کائيندس." سالار شڪريو ادا ڪندي معذرت ڪئي.

جلال ڪلها لوڏيا ۽ ماني کائڻ شروع ڪري ڇڏيائين.

"تون مون سان ڪهڙي معاملي تي ڳالهائڻ ٿو گهرين؟"

"مان توهان کي ڪجهه حقيقتن کان آگاهه ڪرڻ ٿي گهريو."

جلال پنهنجا ڀرون هيٺ مٿي ڪيا. "حقيقتون؟"

"مان توهان کي اهو ٻڌائڻ ٿو گهران ته مون توهان سان ڪوڙ ڳالهايو هيو. مان امامه جو دوست ڪو نه هيس. اها منهنجي دوست جي ڀيڻ هئي. صرف گهر سان گڏ ٻئي گهر ۾ رهندڙ پاڙيسري...." جلال ماني کائيندو رهيو.

"منهنجي ان سان معمولي ڄاڻ سڃاڻ هئي.ا ها به صرف ان ڪري جو ان هڪڙو ڀيرو منهنجو تڪڙو علاج ڪري منهنجي جان بچائي هئي. اها مون کي پسند ڪو نه ڪندي هئي ۽ خود مان به ان کي پسند ڪو نه ڪندو هيس ۽ اهو ئي سبب هيو جو مون توهان سان ايئن ظاهر ڪيو هيو ڇڻ اها منهنجي گهڻي گهري دوست هئي. مان توهان ٻنهي جي وچ ۾ غلط فهميون پيدا ڪرڻ پئي گهريون."

جلال سنجيدگيءَ سان ان جي ڳالهه ٻڌندي ماني کائيندو رهيو.

"ان کان پوءِ جڏهن امامه گهر مان نڪري توهان وٽ اچڻ ٿي گهريو ته مون ان سان به ڪوڙ ڳالهايو. توهان جي شادي جي باري ۾."

ان مهل جلال ماني کائيندي رڪجي ويو. "مون ان کي ٻڌايو ته توهان شادي ڪري ڇڏي آهي. اها توهان وٽ انهيءَ ڪري ڪونه آئي هئي. مون کي بعد ۾ احساس ٿيو ته مون گهڻي نامناسب حرڪت ڪئي آهي مگر ان وقت تائين دير ٿي چڪي هئي. امامه سان منهنجو ڪو ئي رابطو ڪو نه هيو مگر اهو اتفاق آهي ته توهان سان منهنجو رابطو ٿي ويو. مان توهان سان معذرت ڪرڻ گهران ٿو."

”مان تنهجي معذرت قبول ڪيان ٿو مگر مان نٿو سمجهان تہ تنهنجي ڪري منهجي ۽ امامہ جي وچ ۾ ڪا غلط فهمي پيدا ٿي، مان اڳ ۾ ئي ان سان شادي نہ ڪرڻ جو فيصلو ڪري چڪو هيس.“ جلال صاف گوئي سان چيو.

”اها توهان سان تمام گهڻي محبت ڪندي هئي.“ سالار جهيڻي آواز ۾ چيو.

”ها، مون کي خبر آهي مگر شادي وغيره ۾ صرف محبت تہ نہ ڏٺي ويندي آهي. پيو بہ گهڻو ڪجهہ ڏٺو ويندو آهي.“ جلال گهڻي حقيقت پسندانہ انداز ۾ چئي رهيو هيو.

”جلال! ڇا اهو ممڪن ڪونهي تہ توهان ان سان شادي ڪريو.“

”پهرين ڳالهہ اها تہ منهنجو ان سان ڪو رابطو ڪو نہ آهي ۽ ٻي ڳالهہ تہ توڙي جو منهنجو ان سان رابطو هجي بہ ها تڏهن بہ مان ان سان شادي نٿو ڪري سگهان.“

”ان کي توهان جي سهاري جي ضرورت آهي.“ سالار چيو.

”مان نٿو سمجهان تہ ان کي منهنجي سهاري جي ضرورت آهي. هاڻي تہ گهڻو عرصو گذري ويو آهي، هن وقت تائين اها ڪو نہ ڪو سهارو تلاش ڪري چڪي هوندي.“ جلال اطمينان سان چيو.

”تي سگهي ٿو ان ائين نہ ڪيو هجي. اها هاڻي بہ توهان جو انتظار ڪري رهي هجي.“

”مان اهڙي قسم جي امڪانن تي غور ڪرڻ جو عادي ڪونہ آهيان. مون توکي ٻڌايو آهي تہ منهنجي لاءِ پنهنجي پيشي جي انهي مرحلي تي شادي ڪرڻ ممڪن ئي نہ آهي. اها بہ ان سان.“

”ڇو......؟“

”ان ”ڇو“ جو جواب مان توکي ڇا جي لاءِ ڏيان. تنهنجو انهي سموري معاملي سان ڪو تعلق ڪونهي. مان ان سان ڇو شادي نٿو ڪرڻ گهران مان تڏهن ئي ان کي ٻڌايو هيو ۽ ايتري عرصي کان پوءِ تون ٻيهر اچي وري اهي پراڻا مردا کوٽڻ جي ڪوشش ڪري رهيو آهين.“ جلال ڪجهہ ناراضگي مان چيو.

”مان صرف ان نقصان جي تلافي ڪرڻ جي ڪوشش ڪري رهيو آهيان. جيڪو منهنجي ڪري توهان ٻنهي جو ٿيو.“ سالار آهستڙي چيو.

”منهنجو ڪو نقصان ڪو نہ ٿيو آهي ۽ امامہ جو بہ ڪو نہ ٿيو هوندو. تون ضرورت کان زياده حساس ٿي رهيو آهين.“

جلال سلاد جا ڪجهہ ٽڪرا وات ۾ وجهندي اطمينان سان چيو. سالار ان کي ڏسندو رهيو. ان کي سمجهہ ۾ نٿي آيو تہ هي ان کي پنهنجي ڳالهہ ڪيئن سمجهائي.

”مان ان کي ڳولڻ لاءِ توهان جي مدد ڪري سگهان ٿو.“ ان ٿوري دير کان پوءِ چيو. ”مگر مان ان کي ڳولڻ نٿو گهران. مون کي ان سان شادي ناهي ڪرڻي تہ پوءِ ڳولڻ جو فائدو.“

سالار هڪڙو ٿڌو ساهہ کنيو. ”توهان کي خبر آهي تہ ان ڇا جي لاءِ گهر ڇڏيو هيو؟“

”منهنجي لاءِ بهرحال ڪو نہ ڇڏيو هئائين.“ جلال ان جي ڳالهہ ڪٽي ورتي.

"توهان جي لاءِ ڪونہ ڇڏيو هئائين، مگر جن سببن جي ڪري ڇڏيو هئائين تہ ڇا هڪڙي مسلمان جي حيثيت ۾ توهان کي ان جي مدد نہ ڪرڻ گهرجي، جڏهن تہ توهان کي اها بہ خبر آهي تہ اها ڇوڪري توهان سان تمام گهڻي محبت ڪري ٿي. توهان کان تمام گهڻو متاثر آهي."

"مان دنيا ۾ ڪو اڪيلو مسلمان ڪو نہ آهيان ۽ نہ ئي مون تي اهو فرض ڪري ڇڏيو ويو آهي تہ مان ان جي مدد ضرور ڪريان. منهنجي هڪڙي ئي زندگي آهي ۽ مان ان کي ڪنهن ٻئي جي ڪري تہ خراب نٿو ڪري سگهان. ڀلا تون بہ تہ مسلمان آهين، تون ڇو ان سان شادي نٿو ڪرين؟ مون تہ تڏهن بہ تو کي چيو هيو تہ تون ان سان شادي ڪري وٺ. تون هوندي بہ ان لاءِ همدرديءَ جو احساس رکين ٿو."

جلال انصر ڪجهہ چيڙاڪ انداز ۾ چيو. سالار ان کي ماٺ ڪيون ڏسندو رهيو. هي ان کي ٻڌائي نٿي سگهيو تہ اهو ان سان شادي ڪري چڪو آهي.

"شادي.....؟ اها مون کي پسند نٿي ڪري" ان چيو.

"مان ان سلسلي ۾ ان کي سمجهائي سگهان ٿو. تون مون سان ان جو رابطو ڪراءِ تہ مان ان کي تو سان شادي ڪرڻ لاءِ تيار ڪري ويندس. تون سئو ماڻهو آهين..... ۽ تنهنجو خاندان بہ صحيح هوندو. تو وٽ ڪا ر تہ ڏيڍ سال اڳ بہ وڏي شاندار هئي. ان جو مطلب آهي تہ تو وٽ پئسو هوندو. پر توهان هتي ڇا جي لاءِ آيل آهيو؟"

"ايم . بي. اي ۾ پڙهان ٿو."

"پوءِ تہ ڪو مسئلو ئي ڪونهي. تو کي نوڪري ملي ويندي، دولت هوندي بہ تو وٽ آهي. ڇوڪرين کي ٻيو ڇا کپي. امامہ تہ اڳ ۾ ئي تو کي سڃاڻي ٿي." جلال چپٽي وڄائي مسئلو حل ڪيو هيو.

"سمورو مسئلو تہ ان "سڃاڻپ" ئي پيدا ڪيو آهي. اها مون کي ضرورت کان وڌيڪ سڃاڻي ٿي." سالار جلال کي ڏسندي چيو.

"اها توهان سان محبت ٿي ڪري" سالار جڙڻ ان کي ياد ڏياريو.

"هاڻي ان ۾ منهنجو تہ قصور ڪو نہ آهي. ڇوڪريون انهي معاملي ۾ ڪجهہ زياده جذباتي هونديون آهن." جلال ڪجهہ بيزاريءَ مان چيو.

"اهو هڪ طرفو عشق جو چڪر تہ ڪو نہ هوندو. توهان ڪنهن نہ ڪنهن حد تائين ان ۾ شامل تہ ضرور هوندا." سالار ڪجهہ سنجيدگيءَ سان چيو.

"ها ٿورو گهڻو شامل هيس، مگر وقت ۽ حالتن سان گڏ انسان جون ترجيحات بہ بدلبيون رهنديون آهن."

"جيڪڏهن توهان کي وقت ۽ حالتن سان گڏ پنهنجون ترجيحات بہ بدلڻيون هيون تہ توهان کي ان باري ۾ امامہ کي دلچسپي وٺندي ڏسڻ سان ئي ٻڌائي ڇڏڻ گهربو هيو. ان سان گهٽ ۾ گهٽ اهو ٿئي ها تہ اها نہ توهان کان مدد ملڻ جي توقع رکي ها ۽ نہ ئي توهان

تي ايترو ياڙي ها. مون کي پڪ آهي تہ توهان اهو تہ ڪو نہ چوندا تہ توهان ان سان شاديءَ جي باري ۾ ڪڏهن ڪا ڳالهہ يا واعدو ڪيو ئي ڪو نہ هيو.“

جلال ڪجهہ چوڻ جي بجاءِ چڙ ۾ پريل نظرن سان ان کي ڏسندو رهيو.

”تون مون کي ڇا ٻڌائڻ ۽ جتائڻ جي ڪوشش ڪري رهيو آهين؟“ ان ڪجهہ گهڙين کان پوءِ بيزاريءَ واري انداز ۾ ان کي چيو.

”اِن جڏهن پهريون ڀيرو مون سان رابطو ڪيو هيو تہ توهان جو فون نمبر ۽ ايڊريس ڏئي ان مون کي چيو هيو تہ مان توهان کان معلوم ڪريان تہ توهان پنهنجن مائٽن سان شاديءَ جي ڳالهہ ڪئي آهي. مون ان کي پنهنجي فون ڏني هئي تہ اها توهان کان اها ڳالهہ پاڻ پڇي. يقيناً ان جي اسلام آباد اچڻ کان اڳ ان کي توهان اهو چيو هوندو تہ توهان ان سان شادي ڪرڻ بابت پنهنجن مائٽن سان ڳالهائيندا. توهان يقيني طور پهريان محبت جي اظهار ڪرڻ کان پوءِ ان کي شاديءَ لاءِ چيو هوندو.“

جلال ڪجهہ برهميءَ سان ان جي ڳالهہ ڪٽي ورتي. ”مون ان کي شادي لاءِ ڪو نہ چيو هيو. ان مون کي چيو هيو.“

”مڃان ٿو ان چيو هوندو. توهان ڇا ڪيو؟ انڪار ڪري ڇڏيو؟“ اهو للڪارڻ واري انداز ۾ پڇي رهيو هيو.

”انڪار ڪو نہ ڪيو هوندو.“ سالار عجيب نموني ۾ مُرڪيو.

”ان مون کي ٻڌايو هيو تہ توهان نعت ڏاڍي سٺي پڙهندا آهيو ۽ توهان کي حضرت محمد ﷺ سان بہ گهڻي محبت آهي. توهان کي بہ ان ٻڌايو هوندو تہ اها توهان سان محبت ڇو ڪندي هئي مگر توهان سان ملي ۽ توهان کي ڄاڻي مون کي ڏاڍي مايوسي ٿي آهي. توهان نعت گهڻي سٺي پڙهندا هوندا مگر جيستائين حضرت محمد ﷺ سان محبت جو تعلق آهي، مان نٿو سمجهان تہ اها توهان کي آهي. مان پاڻ ڪو گهڻو سٺو ماڻهو ڪونہ آهيان ۽ محبت جي باري ۾ گهڻو ڳالهائي نٿو سگهان. خاص طور تي الله تعاليٰ ۽ حضرت محمد ﷺ سان محبت جي باري ۾ مگر مان ايترو ضرور ڄاڻان ٿو تہ جيڪو شخص الله تعاليٰ يا ان جي رسول پاڪ ﷺ سان محبت جي دعويٰ ڪري ٿو يا ماڻهن کي اهو باور ڪرائيندو وتي ٿو اهو مدد جي لاءِ ٽنگيل هٿ کي ٿڏي نٿو سگهي ۽ نہ وري ڪنهن سان ڌوڪو يا ٺڳي ڪندو.“ سالار اٿي بيهي رهيو.

”۽ مان تہ توهان کي ان جي مدد ڪرڻ لاءِ منٿ ڪري رهيو آهيان. ٿي سگهي ٿو ان بہ ڏيڍ سال اڳ ڪئي هجي، پوءِ بہ جيڪڏهن توهان انڪار تي ضدي آهيو تہ ..... مان يا ڪير بہ توهان کي مجبور تہ نٿو ڪري سگهي مگر توهان سان ملي ۽ توهان سان گفتگو ڪري مون کي ڏاڍي مايوسي ٿي آهي.“

ان موڪلائڻ لاءِ هٿ کي جلال ڏانهن وڌايو. جلال پنهنجو هٿ ڪونہ وڌايو اهو نفرت ڀريل انداز ۾ نراڙ ۾ گهنج وجهيون ان کي ڏسندو رهيو.

”خدا حافظ“ سالار پنهنجو هٿ پوئتي ڪري ڇڏيو. جلال ان ئي انداز سان ان کي

ويندو ڏسندو رهيو ۽ پوءِ ان چپن ۾ پڻڪيو. "اها واقعي بيوقوفن جي دنيا لڳي پئي آهي."
اهو ٻيهر ماني واري ٽري ڏانهن ڏسڻ لڳو. ان جو موڊ گهڻو خراب ٿي ويو هيو.



جلال انصر سان ملاقات کان پوءِ اهو پنهنجي احساسن کي ڪو نالو ڏيڻ ۾ ناڪام ٿي رهيو هيو. ڇا ان کي پنهنجي پڇتاءَ مان آزاد ٿيڻ گهرجي؟ ڇو ته جلال اهو چيو هيو ته سالار وچ ۾ نه اچي ها تڏهن به اهو امامه سان شادي نه ڪري ها ۽ جلال انصر سان ڳالهائڻ کان پوءِ ان کي اهو اندازو ٿي ويو هيو ته امامه جي لاءِ ان جي احساسن ۾ ڪا ئي گهرائي ڪونه هئي. مگر اها ڳالهه شايد ان جي لاءِ گهٽا ئي نوان سوال پيدا ڪري رهي هئي. اهو جلال سان اڄ مليو هيو ڏيڍ سال پهريائين ان جلال سان اهڙي نموني ڳالهايو هجي ها ته شايد ان تي ٿيڻ وارو اثر مختلف هجي ها. تڏهن امامه جي لاءِ ان جي احساسن جي ماڻ مختلف هجي ها ۽ شايد ڏيڍ سال اڳ اهو امامه جي باري ۾ اهڙي بي حسيءَ جو مظاهرو نه ڪري ها جنهن جو مظاهرو ان اڄ ڪيو هيو. ان هڪڙي ذهني وهڪري ۾ پنهنجن ڪلهن تان وزن هٽيل محسوس ٿي ڪيو ۽ ٻئي ذهني وهڪري ان کي وري پريشانيءَ جو شڪار ڪري ٿي ڇڏيو.



ايم. بي. اي جو ٻيو سال گهڻو پرسڪون گذريو هو. پڙهائي کان علاوه ان جي زندگيءَ ۾ ٻي ڪا سرگرمي ڪو نه رهي هئي. اهو راندين جي باري ۾ يا تعليمي بحثن ۾ ئي پنهنجن ڪلاسين سان گفتگو ۾ حصو وٺندو هيو يا گروپ پروجيڪٽ جي سلسلي ۾ انهن سان گڏجي وقت گذاريندو هيو. باقي سمورو وقت اهو لئبريريءَ ۾ گذاريندو هيو. هفتيوار موڪل جي ڏينهن تي ان جي اڪيلي سرگرمي اسلامڪ سينٽر وڃڻ هيو جتي اهو هڪڙي عرب کان قرآن پاڪ جي تلاوت سکندو هيو. پوءِ اهو قرآن پاڪ جي انهن سبقن جو دور ڪندو هيو. پوءِ ان عرب کان هن عربي زبان سکڻ شروع ڪئي.

خالد عبدالرحمان نالي اهو عرب بنيادي طور تي ميڊيڪل ٽيڪنيشن هيو ۽ هڪڙي اسپتال ۾ ڪم ڪندو هيو. اهو هفتيوار موڪل جي ڏينهن اتي اچي عربي زبان ۽ قران شريف جا پيرڊ وٺندو هيو. اهو انهيءَ ڪم جو ڪو به معاوضو ڪو نه وٺندو هيو بلڪ اسلامڪ سينٽر جي لئبريريءَ ۾ موجود ڪتابن جو گهڻو تعداد به ان جي دوستن يا ماڻهن طرفان ئي عطيي طور ڏنل هيو.

قرآن پاڪ جي انهن ئي پيرڊن دوران هڪڙي ڏينهن ان سالار کي چيو.

"تون قرآن شريف ياد ڇونه ٿو ڪرين؟" سالار ان جي تجويز نما سوال تي ڪجهه دير تائين حيراني سان ان جي منهن ڏانهن ڏسندو رهيو.

"مان.... مان ڪيئن ٿو ڪري سگهان؟"

"ڇو.... تون ڇو نٿو ڪري سگهين؟" خالد جواب ۾ ان کان پڇيو.

"اهو ڏاڍو مشڪل آهي ۽ وري مون جهڙو ماڻهو نه. مان نٿو ڪري سگهان." سالار ڪجهه گهڙين کان پوءِ چيو.

"تنهنجو ذهن ڏاڍو سٺو آهي بلڪ مان جيڪڏهن اهو چوان تہ مون پنهنجي زندگيءَ ۾ اڄ تائين تو کان وڌيڪ ذهين ماڻهو ڪو نہ ڏٺو آهي. جيتري تيزيءَ سان تو ايتري ٿوري عرصي ۾ ايتريون نڌيون وڏيون سورتون ياد ڪيون آهن، بيو ڪير ڪري ڪو نہ سگهيو آهي، ۽ جيتري تيزيءَ سان تون عربي سکي رهيو آهين مان ان تي بہ حيران آهيان. جڏهن ذهن ايترو زرخيز هجي ۽ دنيا جي هر ڳالهہ سکڻ ۽ ياد رکڻ جي خواهش هجي تہ قرآن پاڪ چو نہ. تنهنجي ذهن تي الله تعاليٰ جو بہ حق آهي." خالد چيو.

"توهان منهنجي ڳالهہ ڪو نہ سمجهي. مون کي سکڻ تي ڪوئي اعتراض ڪونهي مگر اهو گهڻو مشڪل آهي. مان هن عمر ۾ اهو نٿو سکي سگهان." سالار وضاحت ڪئي.

"جڏهن تہ منهنجو خيال آهي تہ توکي قرآن شريف ياد ڪرڻ ۾ گهڻي سولائي ٿيندي. تون هڪڙو ٻيرو ان کي حفظ ڪرڻ شروع ڪر. مان ڪنهن ٻئي جي باري ۾ تہ اها دعويٰ نٿو ڪريان مگر تنهنجي باري ۾ مان دعويٰ سان اهو چئي سگهان ٿو تہ تون نہ صرف سولائي سان ان کي حفظ ڪري ويندين بلڪ تمام ٿوري عرصي ۾......"

سالار ان ڏينهن ان موضوع جي باري ۾ وڌيڪ ڪا ڳالهہ ڪو نہ ڪئي.

مگر ان رات پنهنجي فليٽ تي واپس اچڻ کان پوءِ اهو خالد عبدالرحمان جي ڳالهين جي باري ۾ ٿي سوچيندو رهيو. ان جو خيال هيو تہ خالد عبدالرحمان ٻيهر ان سان انهيءَ باري ۾ ڪو نہ ڳالهائيندو. مگر ايندڙ هفتي خالد عبدالرحمان هڪڙو دفعو وري ان کان اهو سوال ڪيو.

سالار گهڻي دير تائين ماٺ ڪيون ان کي ڏسندو رهيو پوءِ ان جهيڻي آواز ۾ خالد کي چيو.

"مون کي ڊپ ٿو لڳي."

"ڪهڙي شي کان؟"

"قرآن شريف حفظ ڪرڻ کان؟" خالد ڪجهہ حيرانيءَ مان پڇيو.

سالار هائو ڪار ۾ مٿو ڌوڻيو.

"چو....؟" اهو گهڻي دير تائين ماٺ رهيو. پوءِ قالين تي پنهنجي آڱر سان ليڪا ڪڍندي ۽ انهن کي ڏسندي ان خالد کي چيو.

"مان تمام گهڻا گناهہ ڪري چڪو آهيان. ايترا گناهہ جو مان انهن کي ڳڻي بہ ڪو نہ سگهندس. صغيره، ڪبيره هر گناهہ جنهن جي لاءِ انسان سوچي سگهي ٿو يا ڪري سگهي ٿو. مان هن ڪتاب کي پنهنجي سيني يا ذهن ۾ محفوظ ڪرڻ جو سوچي بہ نٿو سگهان. منهنجو سينو ۽ ذهن پاڪ تہ ڪو نہ آهن. مون جهڙا ماڻهو ان کي ..... ان کي حفظ ڪرڻ جي لائق ڪو نہ هوندا آهن. مان تہ ايئن سوچي بہ نٿو سگهان." ان جو آواز ڀُرڪي ويو.

خالد ڪجهہ دير تائين خاموش رهيو. پوءِ ان چيو."هاڻي بہ گناهہ ڪندو آهين؟" سالار انڪار ۾ مٿو ڌوڻيو.

"تہ پوءِ ڪهڙي شي جو ڊپ آهي. تون جيڪڏهن پنهنجن انهن سمورن گناهن جي باوجود قرآن پاڪ جي تلاوت ڪري سگهين ٿو تہ پوءِ ان کي حفظ بہ ڪري سگهين ٿو

۾ اهو تہ تو اڳ ۾ گناهہ ڪيا مگر تون هاڻي گناهہ نٿو ڪرين. اهو ڪافي آهي. جيڪڏهن الله تعاليٰ نہ گهرندو تہ تون ان کي حفظ ڪرين تہ تون ان کي حفظ ڪري ڪو نہ سگهندين، توڙي تون لک ڪوششون ڪرين ۽ جيڪڏهن تون خوش قسمت هوندين تہ تون ان کي حفظ ڪري وٺندين.“ خالد چپٽي وڄائي چڻ اهو مسئلو حل ڪري ڇڏيو هيو.

سالار ان رات جاڳندو رهيو اڌ رات کان پوءِ ان پهريون سيپارو کولي ڏڪندڙ هٿن ۽ زبان سان حفظ ڪرڻ شروع ڪيو. ان کي حفظ ڪندي ان کي احساس ٿيڻ لڳو هيو تہ خالد عبدالرحمان ٺيڪ ٿي چيو. ان کي قرآن شريف جو گهڻو حصو اڳ ۾ ئي ياد هيو. خوف جي اها ڪيفيت جيڪا ان قرآن شريف حفظ ڪرڻ وقت شروع ۾ محسوس ڪئي هئي، اها گهڻي دير ڪو نہ رهي هئي. ان جي دل کي ڪٿان همٿ ملي رهي هئي. ڪٿان کان؟ ڪو ئي ان جي زبان جي وچڙڻ کي ٺيڪ ڪري رهيو هيو ڪير......؟ ڪو ئي ان جي هٿن جي ڏڪڻي ختم ڪري رهيو هيو ڇو؟“

فجر جي نماز کان ڪجهہ دير اڳ اهو ان وقت تمام گهڻو رنو جڏهن ان گذريل پنجن ڪلاڪن ۾ ياد ڪيل سبق جو پهريون پيرو مڪمل دور ڪيو. اهو ڪٿي بہ ڪو نہ هٻڪيو هيو. ان کان ڪجهہ بہ ڪونہ وسريو هيو. زير زبر جي ڪابہ غلطي ڪونہ ڪئي. آخري ڪجهہ آيتن تي ان جي زبان پهريون دفعو وچڙڻ لڳي هئي. آخري آيتون پڙهندي ان کي ڏکيائي ٿي هئي ڇو تہ ان وقت اهو لڙڪ هاري روئي رهيو هيو.

”جيڪڏهن الله تعاليٰ اهو گهرندو ۽ تون خوش قسمت هوندين تہ تون قرآن شريف حفظ ڪري وٺندين ورنہ ڪجهہ بہ ڪري ڇڏ. حفظ ڪري ڪو نہ سگهندين.“ ان کي خالد عبدالرحمان جي ڳالهہ ياد اچي رهي هئي.

فجر جي نماز ادا ڪرڻ کان پوءِ ان ڪيسٽ تي پنهنجي زندگيءَ جي انهي پهرين سبق کي رڪارڊ ڪيو هيو. هڪڙو پيرو وري ان کي ڪا ڏکيائي محسوس ڪو نہ ٿي هئي. ان جي آواز ۾ پهريان کان وڌيڪ رواني ۽ لهجي ۾ پهريان کان گهڻو ميٺاج هيو. ان جي زندگيءَ ۾ هڪڙي نئين شي شامل ٿي وئي هئي. ان تي هڪڙو ٻيو احسان ڪيو ويو هيو مگر ان جي اداسي ختم ڪو نہ ٿي هئي. اهو رات جو ننڊ جون گوريون کائڻ کان سواءِ سمهڻ جو تصور بہ ڪري ڪو نہ سگهندو هيو ۽ گوريون کائڻ جي باوجود اهو پنهنجي ڪمري جي بلب کي بند رکي ڪو نہ سگهيو هيو. ان کي اوندهہ کان ڊپ لڳندو هيو.

اهو وري خالد عبدالرحمان ئي هيو جنهن هڪڙي ڏينهن ان کي چيو هيو. هي ان کي قرآن شريف جو سبق ياد ٻڌائي رهيو هيو ۽ هن کي احساس ٿي رهيو هيو تہ خالد عبدالرحمان لاڳيتو ان جي چهري کي گهوري رهيو هيو جڏهن ان پنهنجو سبق ختم ڪيو ۽ پاڻيءَ جو گلاس ڪٽي پنهنجن چپن سان لڳايو تہ ان خالد کي چوندي ٻڌو.

”مون ڪالهہ رات خواب ۾ تو کي حج ڪندي ڏٺو آهي.“

سالار وات ۾ وڌل پاڻي کي نڙيءَ مان هيٺ لاهي نہ سگهيو. گلاس هيٺ رکندي خالد کي ڏسڻ لڳو.

”هن سال تنهنجو ايم. بي. اي مڪمل ٿي ويندو. ايندڙ سال تون حج ڪر.“

خالد جو لهجو گهڻو رسمي هيو. سالار وات ۾ وڏل پاڻي کي غير محسوس انداز ۾ نڙيءَ کان هيٺ لاٿو. هي ان ڏينهن ان سان ڪو سوال جواب ڪري ڪو نہ سگهيو هيو. ان وٽ ڪو سوال هيو ئي ڪو نہ.

ايم. بي. اي جي آخري سيميسٽر کان ٻہ هفتا اڳ ان قران پاڪ پهريون ڀيرو حفظ ڪري ورتو هيو. امتحان کان چار هفتا پوءِ ساڍن ٽيويهن سالن جي عمر ۾ ان پنهنجي عمر جو پهريون حج ادا ڪيو هيو. اوڏانهن ويندي، اتان واپس ايندي ان جي دل ۽ دماغ ۾ ڪجهہ بہ نہ هيو. ڪو تڪبر، ڪا وڏائي، ڪو ئي فخر ڪجهہ بہ نہ. ان سان پاڪستاني ڪئمپ ۾ گڏ وڃڻ وارا شايد اهي ماڻهو هوندا جيڪي خوش قسمت هوندا. انهن کي سندن نيڪين جي بدلي اتي گهرايو ويو هيو. اهو پنهنجي نامہ اعمال کان واقف هيو. ان ڪي صرف صفائي ۽ وضاحتن جي لاءِ گهرايو ويو هيو. اهو قرآن شريف حفظ نہ ڪري رهيو هجي ها تہ حج ڪرڻ جو سوچي بہ نہ ها، جيڪو شخص حرم شريف کان پري الله تعاليٰ جي سامهون ٿيڻ جي همت نہ رکندو هجي ان کان اها اميد رکڻ تہ اهو ڪعبت الله شريف جي سامهون پهچي الله تعاليٰ جي سامهون ٿيندو، اهو هر جاءِ تي وڃڻ لاءِ تيار ٿي وڃي ها مگر ڪعبت الله شريف ۾ وڃڻ جي جرئت نٿي ڪري سگهيو.

مگر خالد عبدالرحمان جي هڪڙو ڀيرو چوڻ تي ان ڇڻ گوڏا کوڙيندي حج تي وڃڻ لاءِ ڪاغذ پَٽ جمع ڪرائي ڇڏيا هيا. ماڻهن کي حج تي وڃڻ جو موقعو تڏهن ملندو هيو جڏهن انهن وٽ صرف گناهہ ڪونهن هوندا. نيڪين جو بہ ڍڳ هوندو آهي. سالار سڪندر کي اهو موقعو تڏهن مليو هيو جڏهن ان وٽ گناهن کان سواءِ اڃا ڪجهہ بہ ڪو نہ هيو.

”ها نيڪ آهي، جيڪڏهن مان گناهہ ڪندي ڊڄندو ڪونہ رهيس تہ پوءِ هاڻي مون کي الله تعاليٰ جي سامهون وڃڻ ۽ معافي گهرڻ تي بہ ڊپ نہ ٿيڻ گهرجي. صرف اهو آهي نہ تہ مان اتي ڪنڌ کڻي ڪونہ سگهندس. نظرون مٿي ڪري ڪونہ سگهندس. زبان سان معافي گهرڻ کان علاوه ڪو لفظ چئي نہ سگهندس، تہ نيڪ آهي مون کي اها سزا بہ ملڻ گهرجي. مان تہ ان کان بہ وڌيڪ شرمندگي ۽ بي عزتي جو حقدار آهيان. هر سال حج تي ڪو نہ ڪو اهڙو شخص ايندو هوندو جنهن وٽ گناهن کان علاوه ڪجهہ هوندو ئي ڪونہ. هن سال اهو شخص مان ئي سهي، سالار سڪندر ئي سهي.“ ان سوچيو هيو.

❊❊❊

گناهہ جو بار ڇا ٿيندو آهي ۽ انسان پنهنجي گناهہ جي بار کي قيامت جي ڏينهن ڪيئن پنهنجي پٺيءَ تان لاهي اڇلائڻ گهرندو. ان کان ڪهڙي نموني پري ڀڄڻ گهرندو، ڪهڙي نموني ان کي ٻئي جي ڪلهن تي لڏي ڇڏڻ گهرندو. اهو ان جي سمجهہ ۾ حرم شريف ۾ پهچڻ تي ئي آيو هيو. اتي بيهي اهو پاڻ وٽ موجود ۽ اچڻ واري سموري زندگيءَ جي دولت جي بدلي ۾ ڪنهن کي اهو گناهہ ڏيڻ گهري ها تہ ڪير بہ اهو سودو نہ ڪري

ها. ڪاش انسان ڪنهن مال جي بدلي پنهنجا گناهہ وڪڻي سگهي. ڪنهن مزدريءَ جي بدلي ٻين کان نيڪيون گهرڻ جو حق رکي ها.

لڪين ماڻهن جي انهي ميڙاڪي ۾ بہ سفيد چادرون ويڙهيل. ڪنهن کي خبر هئي تہ سالار سڪندر ڪير هيو؟ ان جي آئي ڪيو ليول ڪيتري هئي. ڪنهن کي پرواهہ هئي. ان وٽ ڪهڙي ۽ ڪتان جي ڊگري هئي. ڪنهن کي هوش هيو. ان زندگيءَ جي ميدان ۾ ڪيترا تعليمي رڪارڊ ٽوڙيا ۽ ٺاهيا هيا. ڪنهن کي خبر هئي. اهو پنهنجي ذهن سان ڪهڙا ميدان مارڻ وارو هيو. ڪير ريس ڪرڻ وارو هيو.

اهو اتي ان هجوم ۾ تيز ڪائي ڪري ها. پاڃ ۾ لتاڙجي وڃي ها. ان جي مٿان لنگهڻ واري خلقت مان ڪو ئي بہ اهو ڪو نہ سوچي ها تہ انهن ڪهڙي دماغ کي وڃائي ڇڏيو هيو. ڪيتري ذهني ذات واري اٽلپ ماڻهوءَ کي ڪهڙي نموني سان ختم ڪري ڇڏيو هيو.

ان کي دنيا ۾ پنهنجي اوقات. پنهنجي اهميت جي خبر پئجي وئي هئي. جيڪڏهن ڪجهہ مغالطو رهجي بہ ويو هيو تہ هاڻي ختم ٿي ويو هيو. جيڪڏهن ڪو شڪ باقي هيو تہ هاڻي دور ٿي ويو هيو.

فخر. تڪبر. ريس. انا. خود پسندي. پاڻ ساراهڻ جي هر بچپيل ٺڪري کي نپوڙي ان جي اندر مان ڪڍي ڦٽو ڪيو ويوهيو. اهو انهن ئي گندگين کي دور ڪرائڻ لاءِ اتي آيو هيو.



ايم. بي. اي ۾ ان جي شاندار ڪاميابي ڪنهن جي لاءِ بہ حيراني واري ڳالهہ ڪو نہ هئي. ان جي ڊپارٽمينٽ ۾ هر هڪ کي پهريان ئي ان جو اندازو هيو. ان جي ۽ ان جي ڪلاسين جي پروجيڪٽن ۽ اسائنمنٽن ۾ ايترو فرق هوندو هيو جو ان جي استادن کي اهو مڃڻ ۾ ڪو ئي عار ڪو نہ هيو. اهو مقابلي جي انهي ڊوڙ ۾ ڏهہ هٿ اڳتي ڊوڙي رهيو هيو ۽ ايم. بي. اي جي ٻئي سال ۾ ان انهي وٿيءَ کي اڃا وڌائي ڇڏيو هيو.

ان انٽرنشپ اقوام متحده جي هڪڙي ايجنسيءَ ۾ ڪئي هئي ۽ ان جو ايم. بي. اي مڪمل ٿيڻ کان اڳ ۾ ئي ان ايجنسيءَ کان علاوه ان وٽ سٽن مختلف ملٽي نيشنل ڪمپنين طرفان نوڪريءَ جون آڇون موجود هيون.

”تون هاڻي اڳتي ڇا ٿو ڪرڻ گهرين؟“ ان جي رزلٽ جي باري ۾ معلوم ٿيڻ کان پوءِ سڪندر عثمان پاڻ وٽ گهرائي ان کان پڇيو هيو.

”مان واپس آمريڪا وڃي رهيو آهيان. مان اقوام متحده وارن سان ئي گڏجي ڪم ڪرڻ گهران ٿو.“

”ليڪن منهنجي خواهش آهي تہ تون پنهنجو ڪاروبار شروع ڪر يا منهنجي ڪاروبار ۾ شامل ٿي.“ سڪندر عثمان ان کي چيو.

”بابا! مان ڪاروبار نٿو ڪري سگهان. منهنجي ڪاروبار ڪرڻ واري طبيعت نہ آهي. مان نوڪري ڪرڻ ٿو گهران ۽ مان پاڪستان ۾ رهڻ بہ نٿو گهران.“ سڪندر

عثمان حيران ٿيو. ”تو اڳ ۾ ڪڏهن بہ ذڪر ڪو نہ ڪيو آهي تہ تون پاڪستان ۾ رهڻ نٿو گهرين. ڇا تون مستقل طور آمريڪا ۾ رهڻ گهرين ٿو؟“

”اڳ ۾ مون آمريڪا ۾ رهڻ جي باري ۾ ڪونہ سوچيو هيو ليڪن هاڻي مان اتي ئي رهڻ پسند ڪندس.“

”ڇو؟“

هن ان کي اهو ٻڌائڻ نٿي گهريو تہ پاڪستان ۾ ان جي اداسي وڌي وڃي ٿي. اهو مسلسل امامہ جي باري ۾ سوچيندو رهي ٿو. اتي هر شي ان کي امامہ جي ياد ڏياري ٿي. ان جي پڇتاءَ ۽ ڏوهہ جي احساس ۾ اضافو ٿيندو وڃي ٿو.

”مان هتي جي ماحول سان رائل مائل (ايڊجسٽ) نٿو ٿي سگهان.“ سڪندر عثمان ڪجهہ دير تائين ان کي ڏسندو رهيو.

”حالانڪ منهنجو خيال آهي تہ تون رائل مائل ٿي سگهين ٿو.“ سالار کي خبر هئي تہ ان جو اشارو ڪهڙي پاسي هيو مگر اهو چپ رهيو.

”نوڪري ڪرڻ گهرين ٿو؟ ٺيڪ آهي. ڪجهہ سال نوڪري ڪري وٺ ليڪن ان کان پوءِ اچي منهنجي ڪاروبار کي سنڀال. اهو سڀ ڪجهہ مان توهان لاءِ ئي ٺاهي رهيو آهيان، ٻين جي لاءِ نہ.“

اهو ڪجهہ دير ان کي سمجهائيندو رهيو سالار ماٺ ڪيون ان جون ڳالهيون ٻڌندو رهيو.



هڪڙي هفتي کان پوءِ اهو ٻيهر آمريڪا اچي ويو هيو ۽ ان جي ڪجهہ هفتن کانپوءِ ان يونيسيف ۾ نوڪري شروع ڪئي. اهو نيو هيون کان نيويارڪ هليو ويو هيو. اهو هڪڙي نئين زندگيءَ جو آغاز هيو ۽ اتي اچڻ جي ڪجهہ هفتن کان پوءِ ان کي اهو اندازو ٿي ويو هيو تہ اهو ڪٿي بہ فرار حاصل نٿي ڪري سگهيو. اها ان کي اتي بہ اهڙي نموني ياد اچي رهي هئي. ان جو احساس جرم اتي بہ ان جو ساٿ ڇڏڻ لاءِ تيار نہ هيو.

اهو سورهن کان ارڙهن ڪلاڪن تائين ڪم ڪرڻ لڳو. اهو هڪڙو ڏينهن بہ ٽن ڇئن ڪلاڪن کان وڌيڪ ڪڏهن ڪو نہ سُتو ۽ ڏينهن رات جي ان مصروفيت ان کي ڪافي حد تائين نارمل ڪري ڇڏيو هيو. جيڪڏهن هڪ طرف ڪم جي گهڻائي ان جي اداسي ۾ ڪمي ڪري ڇڏي هئي تہ ٻئي طرف اهو پنهنجي اداري جي هونهار ڪارندن ۾ شمار ٿيڻ لڳو هيو. يونيسيف جي مختلف پروجيڪٽن جي سلسلي ۾ اهو ايشيا، آفريڪا ۽ لاطيني آمريڪا جي ملڪن ۾ وڃڻ لڳو. غربت ۽ بيماري کي اهو پهريون دفعو پنهنجين اکين سان ايترو ويجهڙائي کان ڏسي رهيو هيو. رپورٽن ۽ اخبارن ۾ ڇپجڻ وارين حقيقتن ۾ ۽ انهن حقيقتن کي پنهنجي سموري هولناڪي سان گڏ ڪليل اک سان ڏسڻ ۾ گهڻو فرق هوندو آهي ۽ اهو فرق ان کي ان نوڪريءَ ۾ ئي سمجهہ ۾ آيو هيو. روزانو بکيو سمهڻ وارن ماڻهن جو تعداد ڪروڙن ۾ هيو. هر رات پيٽ ڀري ضرورت کان زياده کائڻ وارن ماڻهن جو بہ تعداد ڪروڙن ۾ هيو. صرف ٽن وقتن جو کاڌو مٽي تي

چت ۽ بدن تي لباس به ڪيترين وڏين نعمتون هيون. ان ڪي تڏهن سمجهه ۾ آيو هيو.
اهو يونيسيف جي ٽيم سان گڏ نويڪلي (چارٽر) جهاز ۾ سفر ڪندي پنهنجي زندگيءَ جي باري ۾ سوچيندو هيو. ان زندگيءَ ۾ اهڙا ڪهڙا ڪارناما انجام ڏنا هيا جو ان کي اها آسائشين سان ڀريل زندگي ڏني وئي هئي جيڪا اهو گذاري رهيو هيو ۽ انهن ماڻهن کان ڪهڙا گناهه ٿيا هيا جو اهي زندگيءَ جي مڙني بنيادي ضرورتن کان محروم صرف زنده رهڻ جي خواهش ۾ خوراڪ جي انهن پاڪيٽن جي پٺيان ڀڄندا وتندا هيا.
اهو سڄي سڄي رات جاڳي پنهنجي اداري جي لاءِ ڪامياب ٿيڻ جهڙيون اسڪيمون ۽ منصوبا ناهيندو رهندو هيو. ڪٿي خوراڪ جي ورهاست ڪيئن ٿي سگهي ٿي، ڪهڙي بهتري آڻي سگهجي ٿي، ڪٿي وڌيڪ امداد جي ضرورت آهي، ڪهڙن علائقن ۾ ڪهڙي قسم جي پروجيڪٽن جي ضرورت هئي. اهو ڪڏهن ڪڏهن اٺيتاليهن ڪلاڪن تائين بنا سمهڻ جي ڪم ڪندو رهندو هيو.
ان جون پيش ڪيل تجويزون ۽ رپورٽون فني لحاظ کان ايتريون مضبوط هونديون هيون جو انهن مان ڪا چُڪ ڪڍڻ ڪنهن جي لاءِ به ممڪن ڪو نه هوندو هيو ۽ ان جون اهي خصوصيتون ان جي ساک ۽ نالي کي اڃا به وڌيڪ مستحڪم ڪنديون پئي ويون. جيڪڏهن مون کي الله تعاليٰ ٻين کان سٺو ذهن ۽ صلاحيتون ڏنيون آهن ته مون کي انهن صلاحيتن کي ٻين جي لاءِ استعمال ڪرڻ گهرجي. اهڙي نموني استعمال ڪرڻ گهرجي جو مان ٻين جي زندگيءَ ۾ گهٽي کان گهٽي آساني آڻي سگهان، ٻين جي زندگي کي بهتر ڪري سگهان. اهو ڪم ڪرڻ دوران ان کان علاوه ٻيو ڪجهه به ڪو نه سوچيندو هيو.
يونيسيف جي لاءِ ڪم ڪرڻ دوران ئي ان ايم فل ڪرڻ جو سوچيو هيو ۽ پوءِ ان ايم فل ۾ داخلا به ورتي هئي. شام جي ڪلاسن ۾ داخلا وٺندي ان کي قطعاً ڪنهن قسم جو ڪو ئي گمان ڪو نه هيو ته اهو پنهنجو پاڻ کي هڪڙو پيرو وري ضرورت کان وڌيڪ مصروف ڪري رهيو هيو مگر ان وٽ ان کان سواءِ ٻيو ڪو رستو ڪو نه هيو. ڪم ڪرڻ ان جو جنون ٿي ويو هيو يا ان کان به ٻه قدم اڳتي هڪڙو مقصد (مشن).



فرقان سان سالار جي پهرين ملاقات آمريڪا کان پاڪستان ايندي هوائي جهاز ۾ ٿي هئي. اهو ان سان ڀر واري سيٽ تي ويٺو هيو. اهو آمريڪا ۾ ڊاڪٽرن جي ڪنهن ڪانفرنس ۾ شرڪت ڪري واپس اچي رهيو هيو جڏهن ته سالار سڪندر پنهنجي پيءُ انيتا جي شاديءَ ۾ شريڪ ٿيڻ لاءِ پاڪستان اچي رهيو هيو. ان ڊگهي هوائي مسافري دوران ٻنهي جي وچ ۾ ابتدائي تعارف کان پوءِ گفتگو جو سلسلو بند ڪو نه ٿيو.
فرقان عمر ۾ سالار کان گهڻو وڏو هيو. اهو پنجٽيهن سالن جو هيو ۽ لنڊن مان خاص مهارت (اسپيشلائيزيشن) حاصل ڪرڻ کان پوءِ اهو واپس پاڪستان اچي ويو هيو ۽ اتي هڪڙي اسپتال ۾ ڪم ڪري رهيو هيو. اهو شادي شده هيو ۽ ان جا ٻه ٻار به هيا.

ڪجهه ڪلاڪ پاڻ ۾ گفتگو ڪرڻ کان پوءِ فرقان ٻيهر هو سمهڻ جي تياري ڪرڻ لڳا. سالار معمول جي مطابق پنهنجي بريف ڪيس مان ننڊ واري هڪڙي گوري ڪڍي پاڻي سان ڳهي ڇڏي. فرقان ان جي انهي سموري ڪارروائي کي خاموشيءَ سان ڏٺو. جڏهن ان بريف ڪيس بند ڪري ٻيهر رکي ڇڏيو تہ فرقان چيو.

"اڪثر ماڻهو هوائي جهاز جي سفر دوران ننڊ جي گوري کائڻ کان سواءِ سمهي ڪونہ سگهندا آهن."

سالار ڪنڌ ورائي ان کي ڏٺو ۽ چيو.

" مان ننڊ جي گوري کائڻ کان سواءِ سمهي ڪو نہ ٿو سگهان. جهاز جي مسافري ۾ هجان يا نہ هجان, ان سان فرق ڪونہ ٿو پوي."

"سمهڻ ۾ ڏکيائي ٿيندي اٿوَ؟" فرقان کي هڪدم ڪجهه هورا کورا ٿي.

"ڏکيائي؟" سالار مُرڪيو. "مان موريو سمهي ئي ڪونہ سگهندو آهيان. مان ننڊ جي گوري وٺندو آهيان ۽ ٽي چار ڪلاڪ ننڊ ڪري ويندو آهيان."

"اوجاڳو (بي خوابي - انسومينيا)؟" فرقان پڇيو.

"شايد, مون ڊاڪٽر کان چڪاس ڪو نہ ڪرائي آهي, مگر شايد اها ئي آهي." سالار ڪجهه لاپرواهيءَ سان چيو.

"توکي چڪاس ڪرائڻ کپندي هئي, هن عمر ۾ انسومينيا جي بيماري.... اها ڪا گهڻي صحت مند علامت ڪونہ آهي. منهنجو خيال آهي تون ڪم جي پٺيان جنوني ٿي ويو آهين ۽ انهيءَ ڪري تو پنهنجي سمهڻ واري معمول جي طريقي کي خراب ڪري ڇڏيو آهي."

فرقان هاڻي ڪنهن ڊاڪٽر وانگر ڳالهائي رهيو هيو. سالار مرڪندو ٻڌندو رهيو. هو ان کي اهو نٿي ٻڌائي سگهيو تہ هو جيڪڏهن رات ڏينهن مسلسل ڪم نہ ڪري تہ ان احساسِ جرم سان گڏ زندهہ نٿو رهي سگهي جنهن کي اهو محسوس ڪندو آهي. هو ان کي اهو بہ ٻڌائي نٿي سگهيو تہ هو جيڪڏهن ننڊ جي گوري کائڻ کان سواءِ سمهڻ جي ڪوشش ڪري تہ اهو امامہ جي باري ۾ سوچڻ لڳندو آهي. ان حد تائين جو ان کي پنهنجو مٿو سور کان ڦاٽندي محسوس ٿيندو آهي.

"هڪڙي ڏينهن ۾ گهڻا ڪلاڪ ڪم ڪندو آهين؟" فرقان هاڻي پڇي رهيو هيو.

"ارڙهن ڪلاڪ, ڪڏهن ويهہ ڪلاڪ."

"منهنجا خدا! ۽ ڪڏهن کان؟"

"ٻن ٽن سالن کان."

"۽ تڏهن کان ئي تو سان ننڊ جو مسئلو هوندو. مون ٺيڪ اندازو لڳايو. تون پاڻ پنهنجي معمول کي خراب ڪيو آهي." فرقان ان کي چيو. "ورنہ ايترا ڪلاڪ ڪم ڪرڻ واري ماڻهوءَ کي تہ ذهني ٿڪاوٽ ئي هڪڙي ڏگهي ۽ پرسڪون ننڊ سمهاري ڇڏيندي آهي."

"مون سان ايئن ڪو نہ ٿيندو آهي." سالار جهيڻي لهجي ۾ چيو.

"اهو ٿي تہ معلوم ڪرڻ جي توکي ڪوشش ڪرڻ کپي تہ جيڪڏهن اهو تو سان نٿو ٿئي تہ ڇو نٿو ٿئي."

سالار ان کي اهو ٻڌائي ڪونہ سگهيو تہ سبب جي ان کي خبر آهي. ڪجهہ دير جي ماٺ کان پوءِ فرقان ان کي چيو.

"مان جيڪڏهن توکي رات جو سمهڻ کان اڳ ڪجهہ آيتون ٻڌايان، تون پڙهي سگهندين؟"

"ڇو نہ پڙهي سگهندس." سالار ڪنڌ ورائي ان کي چيو.

"نہ، اصل ۾ تو ۽ مون جهڙا ماڻهو جيڪي گهڻو پڙهيل هوندا آهن ۽ خاص طور تي جيڪي مغرب ۾ تعليم حاصل ڪندا آهن اهي اهڙين ڳالهين تي يقين ڪونہ رکندا آهن، اهي انهن کي قابل عمل (پرئڪٽيڪل) ڪونہ سمجهندا آهن." فرقان وضاحت ڪئي.

"فرقان! مان قرآن شريف جو حافظ آهيان." سالار ان ئي نموني ۾ ليٽيو رهندي پرسڪون آواز ۾ چيو.

فرقان کي ڄڻ ڪرنٽ لڳي ويو.

"مان روزانو رات جو سمهڻ کان اڳ هڪڙو سيپارو پڙهي پوءِ سمهندو آهيان، مون سان يقين يا اعتماد جو ڪو ئي مسئلو ڪونهي." سالار ڳالهہ جاري رکي.

"مان بہ قرآن شريف جو حافظ آهيان."

فرقان ٻڌايو. سالار ڪنڌ ورائي مرڪندي ان کي ڏٺو. اهو يقيناً هڪڙو وڻندڙ اتفاق هيو. توڙي جو فرقان کي ڏاڙهي رکيل هئي مگر پوءِ بہ سالار کي اهواندازو ڪو نہ ٿيو هيو تہ اهو قرآن شريف جو حافظ آهي.

"پوءِ تہ توکي اهڙي نموني جو ڪو ئي مسئلو ٿيڻ ئي نہ گهرجي. قرآن شريف جي تلاوت ڪري سمهڻ واري ماڻهوءَ کي ننڊ نہ اچي، اهو مون کي ڪجهہ عجيب ٿو لڳي."

سالار فرقان کي ٻڌڪندي ٻڌو. اهو هاڻي پنهنجن حواسن کي ٿورو ٿورو ڍرو ٿيندي محسوس ڪري رهيو هيو. ان تي ننڊ طاري ٿي رهي هئي. ان اکيون بند ڪري ڇڏيون.

"توکي ڪا پريشاني آهي؟" ان فرقان جو آواز ٻڌو. اهو ننڊ جي گوري جي اثر هيٺ نہ هجي ها تہ مرڪي انڪار ڪري ڇڏي ها مگر اهو جنهن حالت ۾ هيو ان ۾ اهو انڪار ڪري نہ سگهيو.

"ها، مون کي تمام گهڻيون پريشانيون آهن. مون کي سڪون ڪونهي، مون کي لڳندو آهي تہ مان مسلسل ڪنهن رڻ پٽ ۾ سفر ڪري رهيو آهيان. پڇتاءُ ۽ احساس جرم مون کي ڇڏين ئي نٿا. مون کي...... مون کي ڪنهن ڪامل پير جي ڳولا آهي، جيڪو مون کي انهي تڪليف کان ڪڍي وڃي، جيڪو مون کي منهنجي زندگيءَ جو رستو ڏيکاري."

فرقان چپ چاپ ان جي منهن ۾ تڪيندو رهيو. سالار جون اکيون بند هيون، مگر اهو ان جي اکين جي ڪنڊن مان نڪرندڙ آلاڻ کي ڏسي سگهيو ٿي. ان جي آواز ۾ بہ

ڏڪڻي ۽ بي ترتيبي هئي. اهو ان وقت لاشعوري طور تي ننڊ جي گوري جي اثر هيٺ ڳالهائي رهيو هيو.

اهو هاڻي خاموش ٿي ويو هيو. فرقان وڌيڪ ڪو سوال ڪونہ ڪيو. پرسڪون انداز ۾ ان جو هلندڙ ساهہ ٻڌائي رهيو هيو تہ اهو ننڊ پئجي ويو آهي.

❊ ❊ ❊

جهاز ۾ ٽيڻ واري اها ملاقات اتي ختم ڪونہ ٿي. اهي ٻئي سجاڳ ٿيڻ کان پوءِ بہ هڪ ٻئي سان گفتگو ڪندا رهيا. فرقان سالار کان انهن جملن جي باري ۾ ڪو نہ پڇيو هيو جيڪي ان ننڊ جي غلبي هيٺ چيا هيا. خود سالار کي بہ اندازو ڪو نہ هيو تہ ان سمهڻ کان پهريائين ان کي ڪجهہ ٻڌايو هيو جيڪڏهن ٻڌايو هيو تہ ڇا ٻڌايو هو.

سفر ختم ٿيڻ کان اڳ انهن ٻنهي هڪ ٻئي کي رابطي جا نمبر ۽ ايڊريس ڏني، پوءِ سالار ان کي انيتا جي شاديءَ ۾ شرڪت ڪرڻ جي دعوت ڏني. فرقان اچڻ جو واعدو ڪيو مگر سالار کي ان جو يقين ڪونہ هيو. انهن ٻنهي جي جهاز جي منزل ڪراچي هئي، پوءِ سالار کي اسلام آباد جي اڏام وٺڻي هئي جڏهن تہ فرقان کي لاهور جي. ايئرپورٽ تي فرقان گهڻي گرم جوشيءَ سان ان سان موڪلائڻ مهل هٿ ملايو.

انيتا جي شادي ٽن ڏينهن کان پوءِ هئي ۽ سالار وٽ انهن ٽن ڏينهن لاءِ بہ تمام گهڻا ڪم هيا. ڪجهہ شاديءَ جون مصروفيتون ڪجهہ ان جا پنهنجا مسئلا.

اهو ٻئي ڏينهن شام جو ان وقت حيران ٿيو جڏهن فرقان ان کي فون ڪيو. ڏهہ پندرهن منٽ ٻنهي جي ڳالهہ ٻولهہ ٿيندي رهي. فون بند ڪرڻ کان اڳ سالار هڪڙو ڀيرو وري ان کي انيتا جي شادي جي باري ۾ ياد ڏياريو.

"اها ڪا ياد ڏيارڻ جي ڳالهہ ڪونهي، مون کي چڱي طرح ياد آهي. مان هونئن بہ هن هفتيوار موڪل تي اسلام آباد ۾ ئي هوندس." فرقان جواب ۾ چيو. "اتي مون کي پنهنجي ڳوٺ پنهنجو اسڪول ڏسڻ لاءِ بہ وڃڻو آهي. ان جي عمارت ۾ ڪجهہ اضافي تعمير ٿي رهي آهي، ان سلسلي ۾..... سو هن ڀيري اسلام آباد ۾ منهنجو قيام ڪجهہ ڍگهو ئي ٿيندو." سالار ان جي ڳالهہ کي ڪجهہ دلچسپيءَ سان ٻڌو.

"ڳوٺ..... اسڪول..... ڇا مطلب؟"

"مان اتي هڪڙو اسڪول هلائي رهيو آهيان، پنهنجي ڳوٺ ۾." فرقان اسلام آباد جي ڀرواري واري علائقي مان هڪڙي جو نالو ڪنيو. "بلڪ ڪيترن سالن کان."

"ڇاجي لاءِ؟"

"ڇا جي لاءِ؟" فرقان کي ان جي سوال حيران ڪيو. "ماڻهن جي مدد لاءِ ۽ ٻيو ڇا جي لاءِ."

"خيراتي ڪم آهي؟"

"نہ، خيراتي ڪم ڪونهي. اهو منهنجو فرض آهي. اهو ڪنهن تي ڪو احسان ڪونهي." فرقان ڳالهہ ڪندي ڪندي موضوع بدلائي ڇڏيو. اسڪول جي باري ۾ وڌيڪ ڳالهہ ٻولهہ ڪو نہ ٿي ۽ فون بند ٿي ويو.

❊ ❊ ❊

فرقان انيتا جي شاديءَ تي واقعي اچي ويو هيو.اهو گھڻي دير تائين اتي ترسيو هو مگر سالار کي محسوس ٿيو تہ اهوڪجھ حيران هو.

"توهان جو ڪٽنب تہ گھڻو مغربي نموني جو آهي."

سالار کي هڪدم ان جي پريشاني ۽ حيراني جو سبب سمجھ ۾ اچي ويو.

"منهنجو خيال هو تہ توهان جو خاندان ڪجھ روايت پسند هوندو ڇو تہ تو ٻڌايو هيو تہ تون قرآن شريف جو حافظ آهين. ۽ تنهنجو زندگيءَ جو طور طريقو مون کي ڪجھ سادگيءَ وارو لڳو مگر هتي اچي مون کي حيراني ٿي. تو ۾ ۽ تنهنجي ڪٽنب وارن ۾ گھڻو فرق آهي. مان سمجھان ٿو تون انهن مان منفرد ۽ الڳ آهين."

اهو پنهنجي آخري جملي تي پاڻ ئي مُرڪيو. اهي ٻئي هاڻي فرقان جي گاڏيءَ جي ويجھو پهچي ويا هيا. "مون صرف ٻہ سال اڳ قرآن شريف حفظ ڪيو آهي ۽ ٻن ٽن سالن کان ئي مان الڳ ٿلڳ ٿيو آهيان. پهريائين مان پنهنجي خاندان وارن کان بہ گھڻو مغربي نموني جو هيس." ان فرقان کي ٻڌايو.

"ٻہ سال پهريان قرآن شريف حفظ ڪيو. آمريڪا ۾ پنهنجي پڙهائيءَ جي دوران. مون کي يقين نٿو اچي." فرقان بي يقينيءَ مان ڪنڌ لوڏيو.

"ڪيتري عرصي ۾ ڪيو؟"

"تقريباً اٺن مهينن ۾."

فرقان گھڻي دير تائين ڪجھ چئي ڪو نہ سگھيو اهو صرف ان جو چهرو ڏسندو رهيو پوءِ ان ٽڏو ساهہ کڻي داد ڏيڻ وارن نظرن سان ان ڏانهن ڏٺو.

"توتي الله تعاليٰ جو ڪو خاص ڪرم آهي. ورنہ تون جيڪو ڪجھ مون کي ٻڌائي رهيو آهين اهو آسان ڪم ڪونهي. مان اڄ دوران بہ تنهنجن ڪارنامن کان گھڻو متاثر ٿيو هيس. ڇو تہ جنهن عمر ۾ يونيسڪو ۾ جنهن عهدي تي تون ڪم ڪري رهيو آهين هر ڪوئي نٿو ڪري سگھي."

ان هڪڙو ڀيرو وري گھڻي گرم جوشيءَ سان سالار سان هٿ ملايو. ڪجھ گھڙين لاءِ سالار جي چهري جو رنگ تبديل ٿي ويو.

"الله تعاليٰ جو خاص ڪرم! جيڪڏهن مان ان کي ٻڌايان تہ مان سڄي زندگي ڇا ڪندو رهيو آهيان تہ اهو......" سالار ان سان هٿ ملائيندي سوچيو.

"تون ٿيون ڏينهن ڪنهن اسڪول جي ڳالهہ ڪري رهيو هئين." سالار ڄاڻي واڻي موضوع بدلايو.

"تون اسلام آباد ۾ ڪو نہ رهندو آهين؟"

"نہ. مان اسلام آباد ۾ ئي رهندو آهيان مگر منهنجو هڪڙو ڳوٺ آهي. ابي ڏاڏي جو ڳوٺ. اتي اسان جي ڪجھ زمين آهي. هڪڙو گھر بہ هيو." فرقان ان کي تفصيل ٻڌائڻ لڳو. "گھڻا سال اڳ منهنجا والدين اسلام آباد لڏي آيا هيا. منهنجي والد مرڪزي حڪومت جي نوڪريءَ مان رٽائر ٿيڻ کان پوءِ اتي پنهنجين زمينن تي هڪڙو اسڪول

ٺهرايو. ان ڳوٺ ۾ اسڪول هيو ئي ڪونہ. ان پرائمري اسڪول ٺهرايو هيو. ستن اٺن سالن کان مان ان کي سنڀالي رهيو آهيان. هاڻي اهو هاءِ اسڪول ٿي ويو آهي. چار سال اڳ مون اتي هڪڙي ڊسپينسري بہ ٺهرائي. تون ان ڊسپينسري کي ڏسي حيران ٿي ويندين. ان ۾ گهڻو جديد سامان آهي. منهنجي هڪڙي دوست هڪڙي ايمبولينس بہ تحفي ۾ ڏني آهي ۽ هاڻي صرف منهنجي ڳوٺ جا نہ بلڪ اوسي پاسي جي گهڻن ئي ڳوٺن جا ماڻهو بہ اسڪول ۽ ڊسپينسريءَ مان فائدو حاصل ڪري رهيا آهن."

سالار ان جون ڳالهيون ڏيان سان ٻڌي رهيو هيو.

"مگر تون اهو سڀ ڪجهہ ڇو ڪري رهيو آهين. تون هڪڙو سرجن آهين. تون اهو سڀ ڪيئن ڪندو آهين ۽ ان لاءِ گهڻي رقم جي ضرورت آهي."

"ڇو ڪري رهيو آهيان, اهو تہ مون پنهنجو پاڻ کان ڪڏهن ڪونہ پڇيو آهي. منهنجي ڳوٺ ۾ ايتري غربت هئي جو اهو سوال پڇڻ جي مون کي ڪڏهن ضرورت ئي ڪو نہ پئي. اسان ننڍپڻ ۾ ڪڏهن ڪڏهن پنهنجي ڳوٺ ويندا رهندا هئاسين. اها اسان جي لاءِ تفريح هئي. اسان جي گهر کان سواءِ ڳوٺ ۾ ڪنهن جي بہ جاءِ پڪي ڪو نہ هئي ۽ سڙڪ جو تہ سوال ئي پيدا ڪو نہ ٿو ٿئي. اسان سيني کي ايئن لڳندو هيو ڄڻ اسان جهنگل ۾ اچي ويا آهيون, هاڻي جيڪڏهن اسان جانور هجون ها تہ اسان لاءِ ڪو فرق نہ پوي ها. شهر وانگر اسان جهنگل ۾ نچندا ٽپندا وتون ها. اهو سوچي تہ سڀ اسان کان رعب ۾ ورتل آهن, ۽ ڪير بہ اسان جهڙو ڪونہ آهي, نہ ڪير اسان وانگر رهندو آهي, نہ اسان جهڙو کائيندو آهي, نہ اسان جهڙو پائيندو آهي, مگر انسان ٿي ڪري اهو برداشت ڪرڻ مشڪل ٿي ويندو آهي تہ اسان جي اوسي پاسي رهندڙ انسان جانورن جهڙي زندگي گذارڻ تي مجبور آهن. ٿي سگهي ٿو ڪجهہ انسانن کي ان مان خوشي محسوس ٿيندي هجي تہ انهن وٽ هر نعمت موجود آهي ۽ باقي سڀ سِڪي رهيا آهن مگر اسان جو ڳاٽاڻو اهڙن ماڻهن مان ڪونہ هيو. هاڻي سوال اهو پيدا ٿيندو هيو تہ ڇا ڪجي. مون وٽ ڪلجادو جي لٺ تہ هئي ڪو نہ جو مان ان کي لوڏيان ها ۽ سڀ ڪجهہ بدلائي ڇڏيان, نہ وري گهڻا وسيلا هيا. مون توکي ٻڌايو آهي نہ. تہ منهنجو والد سرڪاري ملازم هيو ايماندار قسم جو سرڪاري ملازم. مان ۽ منهنجو ڀاءُ, ٻئي شروع کان ئي اسڪالرشپ تي پڙهندا رهياسين, انهي ڪري اسان جي والدين کي اسان تي گهڻو خرچ ڪرڻو ڪو نہ پيو. اهي پاڻ بہ فضول خرچ ڪو نہ هيا, انهيءَ ڪري ٿوري گهڻي بچت ٿيندي رهي. رٽائر ٿيڻ کان پوءِ منهنجي والد سوچيو تہ لاهور يا اسلام آباد جي ڪنهن گهر ۾ اخبار پڙهي, پنڌ ڪري يا ٽي وي ڏسي زندگي گذارڻ جي بجاءِ, ان کي پنهنجي ڳوٺ وڃڻ گهرجي. اتي ڪجهہ بهتري آڻڻ جي ڪوشش ڪرڻ گهرجي."

اهي ٻئي گاڏيءَ جي اندر وينا هيا.

"مشڪلات جو تون اندازو نٿو ڪري سگهين. ڳوٺ ۾ نہ بجلي هئي, نہ صاف پاڻي, ڪجهہ بہ ڪو نہ هيو. بابا خبر نہ آهي ڪٿي ڪٿي پيچ ڊڪ ڪري اهي سموريون شيون

منظور ڪرايون. جڏهن اتي پرائمري اسڪول نهي ويو هڪڙي سڙڪ بہ اچي وئي، بجلي ۽ پاڻي جهڙيون سهوليتون بہ اچي ويون تہ سرڪار کي اوچتو اتي اسڪول نهرائڻ جو خيال آيو. منهنجي والدين جي خواهش هئي تہ سرڪار انهن جي اسڪول کي پنهنجي تحويل ۾ وٺي. ان ۾ پنهنجا استاد موڪلي ۽ ڪجهہ عرصي کان پوءِ ان اسڪول جو درجو وڌائي وڏي ۾ تبديل ڪري، مگر تعليم کاتي وارن سان ڪجهہ رابطن ڪرڻ کان پوءِ بابا کي اندازو ٿي ويو تہ ايئن ٿيڻ جي صورت ۾ ان جي سموري محنت تي پاڻي ڦري ويندو. بابا اتي ٻارن کي سڀ ڪجهہ ڏيندو هيو. ڪتاب ، بوڪ، يونيفارم ۽ اهڙيون ڪجهہ ٻيون شيون. ان باقاعدگيءَ سان ان لاءِ فنڊ مقرر ڪيا هيا، مگر تون اندازو ڪري سگهين ٿو تہ سرڪاري تحويل ۾ وڃڻ کان پوءِ ان اسڪول جو ڪهڙو حشر ٿئي ها. سڀ کان پهريان اهي فنڊ وڃن ها پوءِ باقي سڀ ڪجهہ. انهيءَ ڪري بابا پاڻ ئي ان اسڪول کي هلائيندو رهيو.

تعليم کاتي وارن اتي پوءِ بہ اسڪول کوليو پر اتي هڪڙو ٻار بہ پڙهڻ ڪونہ ويو پوءِ هار مڃي انهن اهو اسڪول بند ڪري ڇڏيو ۽ اسان جي اسڪول جو درجو وڌائي ڇڏيائون. بابا جي ڪجهہ دوستن انهي سلسلي ۾ ان جي مدد ڪئي، اهڙي نموني سان ان جو درجو وڌندو ويو. مان انهن ڏينهن ۾ لنڊن ۾ پڙهندو هيس ۽ مان رپيو رپيو بچائي موڪليندو رهندو هيس. هاڻي بہ اسان ان کي وڌيڪ ترقي ڏئي رهيا آهيون، اوسي پاسي جي ڳوٺن وارا بہ پنهنجن ٻارن کي اسان وٽ موڪليندا آهن. مان جڏهن پاڪستان واپس آيس تہ مون اتي هڪڙي باضابطہ قسم جي ڊسپينسري قائم ڪئي. ڳوٺ جي آبادي بہ هاڻي گهٽي وڏي وئي آهي، ليڪن ڳوٺ ۾ غربت هاڻي بہ مڪمل طور ختم ڪونہ ٿي آهي. تعليم جي ڪري ايترو ضرور ٿيو آهي تہ ڳوٺ جا ڪجهہ ڇوڪرا ٻاهر شهر ۾ اڳتي پڙهڻ لاءِ وڃڻ لڳا آهن. ڪجهہ مختلف هنر سکي رهيا آهن. اهو جيڪو غربت جو هڪڙو چڪر هيو اهو ختم ٿي رهيو آهي. انهن جو اهو نسل نہ تہ ايندڙ نسل شايد تنهنجي ۽ مون وارن تعليمي ادارن مان اعليٰ ڊگريون حاصل ڪري نڪرن. ڪير ٿو چئي سگهي." ان مرڪندي چيو.

"مان هر مهيني ۾ هڪڙي هفتيوار موڪل جي ڏينهن پنهنجي ڳوٺ ويندو آهيان، اتي بہ ڪمپائونڊر آهن مگر ڪو ئي ڊاڪٽر ڪونہ آهي. هڪڙي هفتي تي مان ويندو آهيان، باقي ٽن هفتن تي بہ اسان ڪنهن نہ ڪنهن کي اتي موڪليندا آهيون. وري مان هر ٽن مهينن کانپوءِ اتي هڪڙي ميڊيڪل ڪئمپ لڳرائيندو آهيان."

"۽ انهي سموري ڪم لاءِ رقم ڪٿان ايندي آهي؟"

"شروع ۾ تہ اها بابا جي رقم هئي. ان جي ئي زمين تي اسڪول نهيو ان جي پينشن واري رقم مان ان جي تعمير ٿي. منهنجي امڙ بہ پاڻ وٽ گڏ ڪيل رقم مان ان جي مدد ڪئي، پوءِ بابا جا ڪجهہ دوست بہ مالي مدد ڪرڻ لڳا. ان کان پوءِ مان ۽ مهراڻ بہ ان ۾ شامل ٿي وياسين، پوءِ منهنجا ڪجهہ ٻيا دوست بہ . مان پنهنجي آمدنيءَ جو هڪڙو مقرر حصو هر مهيني ڳوٺ موڪليندو آهيان. ان سان ڊسپينسري وڏي آرام سان هلندي

رهندي آهي. جيڪي ڊاڪٽر اتي مهيني جي ٽن هفتن تي ويندا آهن. اهي ڪجهه به ڪونه وٺندا آهن. انهن لاءِ اهو سماجي ڪم آهي. ميڊيڪل ڪئمپون به ايئن لڳي وينديون آهن ۽ اسڪول وٺ هاڻي بئنڪ ۾ ايتري رقم رکيل (فڪسڊ ڊپازٽ) آهي جو ان مان اچڻ واري منافعي جي رقم استادن جي پگهار ۽ ٻين خرچن لاءِ ڪافي هوندي آهي. اسان ڪجهه سالن ۾ اتي هنري تعليم (ٽيڪنيڪل ايجوڪيشن) جي لاءِ به ڪجهه ڪم ڪرڻ گهرون ٿا."

"تون اتي ڪڏهن ويندين؟"

"مان ته صبح جو نڪري ويندس."

"جيڪڏهن مان توسان گڏ هلڻ گهران؟" سالار پڇيو.

"تمام سٺي ڳالهه آهي.... مگر سڀاڻي ته وليمو آهي، تون اتي مصروف هوندين." فرقان ان کي ياد ڏياريو.

"وليمو ته رات جو آهي، سڄو ڏينهن ته مان واندو هوندس. ڇا رات تائين واپس پهچڻ مشڪل آهي؟"

"نه بلڪل نه. تون وڏي آسانيءَ سان واپس پهچي ويندين. صرف صبح جو ڪجهه جلدي نڪرڻو پوندو. جيڪڏهن تون واقعي اتي ڪجهه وقت گذارڻ چاهين ٿو ورنه تون واپس اچي گهڻو ٿڪجي ويندين." فرقان ان کي چيو.

"مان ڪونه ٿڪبس. مان يونيسيف جي ٽيمن سان گڏجي ڪهڙن ڪهڙن علائقن ۾ ڪيترو ڏکيو سفر ڪندو رهيو آهيان. تو کي ان جو اندازو نٿو ٿي سگهي. مان فجر کانپوءِ تيار هوندس. تون مون کي وقت ٻڌاءِ"

"ساڍا پنج."

"ٺيڪ آهي. تون گهر مان نڪرڻ مهل مون کي هڪڙو بيرو موبائيل تي فون ڪجان ۽ هتي اچي به ٽي بيرا هارون وڄائجان. مان نڪري ايندس."

ان فرقان کي چيو ۽ خدا حافظ چوندو اندر موٽي ويو.

ٻئي ڏينهن صبح جو ٺيڪ ساڍين پنجين بجي فرقان ان جي گيٽ تي هارون وڄائي رهيو هيو ۽ سالار پهرين ئي هارون تي ٻاهر هيو.

"تون واپس پاڪستان ڇو آئين؟" تون انگلينڊ ۾ تمام گهڻي ترقي ڪري ٿي سگهين؟" گاڏي شهر کان ٻاهر واري سڙڪ تي ڊوڙي رهي هئي. انهن کي سفر ڪندي اڌ ڪلاڪ ٿي ويو هيو جڏهن سالار اوچتو ان کان پڇيو.

"انگلينڊ کي منهنجي ضرورت ڪو نه هئي، پاڪستان کي هئي، انهيءَ ڪري مان پاڪستان اچي ويس." فرقان گهڻي نارمل انداز ۾ چيو.

"اتي هڪڙي ڊاڪٽر فرقان جي نه هجڻ سان ڪو ئي فرق ڪو نه ٿو پوي. هِتي هڪڙي ڊاڪٽر فرقان جي نه هجڻ ڪري گهڻو فرق پئجي وڃي ها. هِتي منهنجن خدمتن جي ضرورت آهي." ان پنهنجي آخري جملي تي زور ڏيندي چيو.

”مگر اتي ايترن سالن ۾ تون گهڻي ترقي ڪري وچين ها. ان ڪان علاوه پنهنجي شعبي جي مهارت به تون گهڻي حاصل ڪري وچين ها. مالي طور به تون انهي پروجيڪٽ جي لاءِ گهڻي رقم حاصل ڪري سگهين ها. جيڪو تو شروع ڪيو آهي. ڇا به ٿي پوي، پاڪستان ۾ تون ايترو ڪامياب نٿو ٿي سگهين.“ سالار چيو.

”جيڪڏهن ڪاميابيءَ مان تنهنجي مراد دولت ۽ سهوليت سان آهي ته ها. انهي ڳالهه ۾ پنهي جاين جو ڪو مقابلو ڪونهي. ليڪن جيڪڏهن تنهنجو اشارو علاج ڏانهن آهي ته مان هتي تمام گهڻن ماڻهن کي زندگي ڏئي رهيو آهيان. جيڪو اطمينان ڊاڪٽر پنهنجي صحتياب ٿيڻ واري مريض کي ڏسي حاصل ڪندو آهي تون ان جو اندازو نٿو ڪري سگهين. انگلينڊ سرطان جي ماهر ڊاڪٽرن (اونڪولاجسٽ) سان پريو پيو آهي. پاڪستان ۾ انهن جو تعداد آڱرين تي ڳڻڻ جيترو آهي. مان اتي رهي دولت جو ڍير به هِتي موڪليندو رهان ها ته ڪو ئي فرق نه پوي ها. جتي ڪنهن شخص جي ڪمي هوندي آهي اتي اها ڪمي ان شخص سان ئي پوري ٿيندي آهي. دولت يا ڪا ٻي شي ان جي جاءِ والاري ڪو نه سگهندا آهن. مان گهڻي قناعت وارو آهيان. سالار! منهنجو پورو ڪٽنب گهڻو قناعت وارو آهي. جيڪڏهن مون ڪا ڳالهه سکي آهي ته اها سڀ ڪان پهريان منهنجن پنهنجن ماڻهن جي ڪم اچڻ کپي. مان پنهنجن ماڻهن کي مرندو ڇڏي ٻين ماڻهن جي زندگي بچائي نٿو سگهان. پاڪستان ۾ ڪجهه به صحيح ڪونهي، سڀ ڪجهه خراب آهي، ڪجهه به ٺيڪ ڪونهي، سهولتن ڪان خالي اسپتالون ۽ حد ڪان گهڻو خراب ۽ بدعنوان صحت جو نظام. جنهن به خرابي ۽ خامي جو سوچ اها هِتي موجود آهي مگر مان هِن جاءِ کي ڇڏي نٿو سگهان. انهن ماڻهن کي ڇڏي نٿو سگهان. جيڪڏهن منهنجي هٿ ۾ الله تعاليٰ شفا ڏني آهي ته پوءِ سڀ ڪان پهريان اها شفا منهنجن پنهنجن ماڻهن جي حصي ۾ اچڻ گهرجي.

سالار گهڻي دير تائين ڪجهه ڳالهائي ڪو نه سگهيو. گاڏيءَ ۾ هڪدم ماٺ ڇانئجي وئي هئي.

”تو ته مون ڪان اهو سوال پڇي ورتو ته مان پاڪستان ڇو آيس، ڇا مان هاڻي تو ڪان اهو سوال پڇان ته تون پاڪستان ڇو نٿو اچين؟“ فرقان ڪجهه دير جي خاموشيءَ ڪان پوءِ مرڪندي چيو.

”مان هتي رهي نٿو سگهان.“ سالار بي اختيار چيو.

”تون پئسي ۽ سهولتن جي ڪري اهو چئي رهيو آهين؟“

”نه، پئسو يا سهولتون منهنجو مسئلو ڪونه آهن. نه هاڻي، نه وري پهريان ڪڏهن. تو کي منهنجي خانداني حيثيت جي خبر پئجي وئي آهي.“

”پوءِ؟“

”پوءِ...... ڪجهه به نه. بس مان هتي اچي نٿو سگهان.“ ان قطعي لهجي ۾ چيو.

”هتي تنهنجي ضرورت آهي.“

"ڪنهن کي؟"

"هن ملڪ کي."

سالار بي اختيار مرڪيو. "مان تو جهڙي حب الوطني ڪو نه ٿو رکان. هتي مون کان سواءِ به سڀ ڪجهه ٺيڪ آهي. هڪڙي ڊاڪٽر جي ڳالهه آهي مگر هڪڙو معاشي ماهر ڪنهن کي زندگي ۽ موت ته نٿو ڏئي سگهي."

"تون جيڪي خدمتون اتي ڪري رهيو آهيان، اهي هتان جي ادارن کي ڏئي سگهين ٿو جيڪو ڪجهه پنهنجن ليڪچرن ذريعي اتي جي يونيورسٽين ۾ سيکاري رهيو آهين، هتي جي يونيورسٽين ۾ سيکاري سگهين ٿو."

ان جي دل گهريو ته اهو فرقان کي ٻڌائي ته اهو هتي اچي ڪجهه به سيکارڻ جي قابل رهي ڪو نه سگهندو. مگر اهو ماٺ ڪيون ان جي ڳالهه ٻڌندو رهيو.

"تو آفريڪا جي غربت، بک ۽ بيماري ڏٺي آهي. تون هتان جي غربت، بک ۽ بيماري ڏسندين ته حيران ٿي ويندين."

"فرقان! هتي انهن ملڪن کان وڌيڪ خراب صورتحال ڪونهي. هتي ايتري ڏتڙيل حالت ڪو نه آهي."

"اسلام آباد جي جنهن علائقي (سيڪٽر) ۾ تون پلجي وڏو ٿيو آهين، اتي رهي ان جي اوسي پاسي جي زندگيءَ جو اندازو لڳائڻ ڏاڍو مشڪل آهي. تون اسلام آباد جي ڪنهن ويجهي ڳوٺ ۾ هليو وڃ ته تو کي اندازو ٿي ويندو ته هي ملڪ ڪيترو خوشحال آهي."

"فرقان! مان تنهنجي انهيءَ پروجيڪٽ ۾ ڪجهه حصو ملائڻ گهران ٿو." سالار هڪدم ڳالهه جو موضوع مٽائڻ گهريو.

"سالار! منهنجي هن پروجيڪٽ کي في الحال ڪنهن مدد جي ضرورت ڪونهي. تون جيڪڏهن اهڙو ڪو ڪم ڪرڻ گهرين ٿو ته تون پاڻ اهڙي ئي ڪنهن ڳوٺ ۾ اهڙي قسم جو ڪم شروع ڪر. تو وٽ رقم جي ڪمي ڪو نه هوندي."

"مون وٽ وقت ڪو نه آهي، مان آمريڪا ۾ ويهي اهو سڀ ڪجهه هلائي نٿو سگهان. تون جيڪڏهن اهو گهرين ٿو ته ڪنهن ٻئي ڳوٺ ۾ به ڪو اسڪول قائم ڪجي ته مان ان لاءِ مالي سهڪار ڪرڻ لاءِ تيار آهيان. منهنجي لاءِ ذاتي طور وقت ڏيڻ مشڪل آهي."

فرقان ان دفعي خاموش رهيو. شايد ان کي اندازو ٿي ويو هيو ته سالار هاڻي ان جي زور ڀرڻ تي ڪجهه بيزار ٿي رهيو آهي. ڳالهه جو موضوع هڪڙو ڀيرو وري فرقان جي ڳوٺ ڏانهن ٿي ويو.

اهو ڏينهن سالار جي زندگيءَ جي يادگار ترين ڏينهن مان هڪ هيو. اهو ان اسڪول کي ڏسي واقعي گهڻو متاثر ٿيو هيو مگر اهو ان کان وڌيڪ متاثر ان ڊسپينسريءَ کي ڏسي ٿيو هيو جتي اهو ويو هيو. ان کي هڪڙي ننڍڙي اسپتال چوڻ وڌيڪ مناسب هيو. ڊاڪٽر نه هجڻ جي باوجود ان کي وڏي منظم طريقي سان هلايو پئي ويو. ان ڏينهن فرقان

جي اچڻ جي اميد هئي ۽ ان جي انتظار ۾ مريضن جو وڏو تعداد بہ موجود هيو. فرقان اچڻ سان مصروف ٿي ويو. اسپتال جو احاطو مريضن سان ڀريو پيو هيو. اتي هر عمر ۽ هر قسم جا مريض هيا. نوان ڄاول ٻار، عورتون، پيدا، نوجوان.

سالار لاشعوري طور احاطي ۾ چهل قدمي ڪندو رهيو. اتي موجود ڪجھ ماڻهن ان کي بہ ڊاڪٽر سمجهيو ۽ ان جي ويجهو هليا آيا. سالار انهن سان ڳالهيون ڪرڻ لڳو.

زندگيءَ ۾ پهريون ڀيرو اهو ڪينسر جي هڪڙي ماهر ڊاڪٽر کي هڪڙي طبيب (فزيشن)طور مريضن جي چڪاس ڪندي ۽ نسخا لکندي ڏسي رهيو هيو ۽ ان اعتراف ڪيو. ان زندگيءَ ۾ فرقان کان وڌيڪ سٺو ڊاڪٽر ڪونہ ڏٺو هيو. اهو پيشي جي بيحد گهڻي لياقت رکندڙ ۽ ٿڌي طبيعت وارو هيو. ان سڄي عمل دوران ان جي چهري جي مرڪ هڪڙي گهڙي لاءِ بہ غائب ڪو نہ ٿي هئي. سالار کي ائين لڳي رهيو هيو ڄڻ ان پنهنجي چپن تي مرڪ کي ڪنهن شي سان چنبڙائي ڇڏيو آهي، ڪجھ وقت گذرڻ کانپوءِ ان سالار کي هڪڙي ماڻهوءَ سان گڏ اسڪول ڏانهن موڪليو. اهو اتي ان جي والدين سان مليو.

اهي ان جي اچڻ کان اڳ ئي خبروار هيا. يقيناً فرقان انهن کي فون تي ٻڌائي ڇڏيو هيو. اهو انهن سان گڏ اسڪول گهمندو رهيو. اسڪول جي عمارت ان جي گمان کان گهڻي ڪشادي ۽ ڏاڍي سٺي نهيل هئي. ان کي اتي ٻارن جو تعداد ڏسي ڏاڍي گهڻي حيرت ٿي رهي هئي.

اتي ڪجھ ڪلاڪ ترسڻ کان پوءِ اهو انهن ٻنهي سان انهن جي گهر اچي ويو. گهر جي ٻاهرين دروازي کان داخل ٿيندي ئي بي اختيار ان جي دل خوش ٿي هئي. ان کي ان ڳوٺ ۾ اهڙي قسم جي ڇپر واري شاندار اڱڻ (لان) جي توقع ڪو نہ هئي. اتي گلن ۽ ٻوٽن جي ڪونڊين جي ڀرمار هئي پر بي ترتيبي ڪو نہ هئي.

"گهڻو شاندار اڱڻ آهي. وڏي ڪاريگريءَ سان سجايل آهي." اهو تعريف ڪرڻ کان رهي ڪو نہ سگهيو.

"اهو شڪيل صاحب جو شوق آهي." فرقان جي امڙ چيو.

"منهنجو ۽ نوشين جو." فرقان جي والد اضافو ڪيو.

"نوشين؟" سالار سواليہ انداز ۾ چيو.

"فرقان جي زال...... اهو ڪاريگريءَ وارو ڊول انهيءَ جو ڏنل آهي." ان مرڪندي ٻڌايو.

"فرقان مون کي ٻڌايو هيو تہ ان جا ٻارڙا (فيملي) لاهور ۾ رهندا آهن." سالار کي ياد هيو.

"ها، اهي لاهور ۾ ئي رهندا آهن مگر فرقان مهيني ۾ هڪڙي هفتيوار موڪل هتي گذاريندو آهي، سو اهو پنهنجن گهر ڀاتين کي بہ هتي وٺي ايندو آهي. اهي گسڪيون ان جي ٻارن لاءِ لڳرايون آهن. نوشين بہ ڊاڪٽرياڻي آهي. اڄا ٻار ننڍا آهن، انهيءَ ڪري ڊاڪٽري (پريڪٽس) ڪونہ ڪندي آهي مگر جڏهن هتي ايندي آهي تہ فرقان سان گڏ ڊسپينسري ويندي آهي. هن دفعي اها پنهنجي ڀاءُ جي شاديءَ ۾ مصروف هئي، انهي

ڪري فرقان سان گڏ اچي ڪونہ سگھي آهي.“ اهو هيڏي هوڏي نظرون ڊوڙائي ان جون ڳالهيون ٻڌندو رهيو.

اهو انهن سان گڏجي منجھند جي ماني کائڻ لاءِ گھر تي آيو هيو ۽ ان جو خيال هيو تہ ڪجھ دير ۾ فرقان بہ اچي ويندو مگر جڏهن ماني رکڻ شروع ڪيائون تہ ان فرقان جي باري ۾ پڇيو.

”اهو منجھند جي ماني هتي ڪو نہ کائيندو آهي. صرف هڪڙو سموسو (سينڊوچ) ۽ چانھ پيئندو آهي. ان ۾ بہ پنجن منٽن کان وڌيڪ وقت ڪونہ لڳندو آهي. ان وٽ مريض ايترا هوندا آهن جو اهو شام تائين بلڪل واندو ڪونہ ٿيندو آهي. کائڻ پيئڻ بلڪل وساري ڇڏيندو آهي.“

فرقان جي امڙ ان کي ٻڌايو. اهو انهن سان ڳالهيون ڪندي ماني کائڻ لڳو. فرقان جو والد فنانس ڊويزن ۾ ڪم ڪندو هيو ۽ ويهين گريڊ ۾ رٽائر ٿيو هيو. اهو ٻڌي تہ سالار جو تعلق بہ فنانس سان ئي آهي، ان جي جوش ۾ ڪجھ اضافو ٿي ويو هيو. سالار کي انهن سان ڳالهيون ڪندي وقت گذرڻ جو احساس ئي ڪونہ ٿيو. سالار انهن سان ان اسڪول جي حوالي سان ڳالهايو.

”اسڪول جي لاءِ اسان کي في الحال ڪنهن شي جي ضرورت ڪو نہ آهي. اسان وٽ گهڻا فنڊ آهن. فرقان جو هڪڙو دوست هڪڙو نئون بلاڪ بہ ٺهرائي رهيو آهي بلڪ ٺهي ئي ويو آهي، تو تہ ڏٺو آهي. ها، باقي تون جيڪڏهن ڪجھ ڪرڻ گھرين ٿو تہ ڊسپينسريءَ جي لاءِ ڪر. اسان کي هڪڙي مستقل ڊاڪٽر جي ضرورت آهي ۽ اسان ان جي لاءِ وزارت صحت ۾ ڪيترائي دفعا درخواستون ڏنيون آهن. فرقان پنهنجا تعلقات بہ استعمال ڪيا آهن مگر ڪوئي بہ ڊاڪٽر هتي مستقل طور تي اچي رهڻ لاءِ تيار ڪونهي ۽ اسان کي هڪڙي ڊاڪٽر جي سخت ضرورت آهي. تو مريضن جو تعداد تہ ڏٺو هوندو. هڪڙي ٻہ واري ڳوٺ ۾ هڪڙي ڊسپينسري ۽ ڊاڪٽر آهي، مگر ڊاڪٽر سدائين موڪل تي آهي ۽ ٻيو ڊاڪٽر بہ اچڻ کان اڳ ئي موڪل تي هليو ٿو وڃي.“

”مان ان سلسلي ۾ ڪجھ ڪري سگهيس تہ ضرور ڪندس ليڪن مان گھران ٿو تہ هن اسڪول جي لاءِ بہ ڪجھ ڪريان. مان واپس وڃڻ کان پوءِ ڪوشش ڪندس تہ يونيسڪو جي طرف کان ڪنهن اين جي او جي ذريعي هر سال ڪجھ امداد ملندي رهي.“

”پر اسان کي انهيءَ جي ضرورت ڪونهي. اهو سڀ ڪجھ جيڪو تو ڏٺو آهي، اهو اسان پاڻ ڪيو آهي. اسان جي خاندان، مائٽن، خانداني دوستن، منهنجي واقفڪارن، منهجي ٻچن جي دوستن، اسان کي ڪڏهن بہ ڪنهن حڪومت يا بين الاقوامي ايجنسيءَ جي امداد جي ضرورت ئي ڪو نہ پئي. ڪيستائين يونيسڪو اچي اسان جي ماڻهن جي بک، جهالت ۽ بيماري ختم ڪندي رهندي، جيڪي ڪم اسان پنهنجن وسيلن سان ڪري سگھون ٿا اهي اسان کي پنهنجن وسيلن ذريعي ئي ڪرڻ گھرجن.“

"مان صرف اهو ٿي گهريو تہ توهان هن پروجيڪٽ کي اڳيا وڌايو." سالار بي اختيار ڳالهائيندي هٻڪيو.

"اهو گهٽو وڌي ويندو، تون ويهن سالن کان پوءِ هتي اچي ڏسندين تہ هي ڳوٺ تو کي مختلف ڳوٺ لڳندو. جيتري غربت تو اڄ هتي ڏٺي آهي اها تڏهن نہ رهندي. انهن جو "سياڻپ" اڄ کان مختلف هوندو."

فرقان جي والد وڏي اعتماد سان چيو. سالار ماٺ ڪيون ان کي ڏسندو رهيو.

ٽيپهري ڌاري فرقان ان کي ڊسپينسريءَ مان فون ڪيو. ڪجهہ دير رسمي گفتگوءَ کان پوءِ ان سالار کي چيو.

"هاڻي توکي اسلام آباد لاءِ واپس نڪري وڃڻ گهرجي. مون گهريو ٿي تہ تو کي پاڻ واپس ڇڏي اچان مگر هتي ڏاڍي رش آهي، جيڪي ماڻهو بين ڳوٺن کان ايندا آهن جيڪڏهن مان انهن کي اڄ چيڪ نہ ڪري سگهيس تہ انهن کي ڏاڍي تڪليف ٿيندي، انهيءَ ڪري مان پنهنجي ڪمپائونڊر کي موڪليان ٿو. اهو گاڏيءَ ۾ توکي اسلام آباد ڇڏي ايندو." ان پروگرام طئي ڪيو.

"ٺيڪ آهي." سالار چيو.

"وڃڻ کان اڳ ڊسپينسري اچي مون سان ملجان." ان فون بند ڪندي چيو.

سالار هڪڙو دفعو وري فرقان جي والدين سان گڏ چانهہ پيتي. گاڏي ٽيستائين اتي اچي وئي هئي، پوءِ اهو اتان گاڏيءَ ۾ فرقان وٽ هليو ويو. صبح واري پيڙ هاڻي گهٽجي چڪي هئي. اتي هاڻي صرف تقريباً پنجويهہ يا ٽيهہ ماڻهو هيا. فرقان هڪڙي پيڙي جو معائنو ڪري رهيو هيو. سالار کي ڏسي مرڪيو.

"مان هن منٽن ۾ ان کان موڪلائي اچان ٿو."

ان مريض کي چيڪ ڪرڻ کان پوءِ اٿي بيٺو. سالار سان گڏ هلندو اهو ٻاهر گاڏيءَ تائين آيو.

"تون پاڪستان ۾ ڪيستائين آهين؟" ان سالار کان پڇيو.

"ڏيڍ هفتو."

"پوءِ تہ تو سان ٻيهر ملاقات ڪونہ ٿي سگهندي، ڇوتہ مان هاڻي ايندڙ مهيني ئي اسلام آباد ۾ هتي ايندس، ليڪن مان توکي فون ڪندس. تنهنجي اڏام ڪڏهن آهي؟"

سالار ان جي سوال کي نظر انداز ڪيو.

"ملاقات ڇو نٿي ٿي سگهي، مان لاهور اچي سگهان ٿو. جيڪڏهن تون دعوت ڏين." فرقان ڪجهہ حيراني مان مُرڪيو.

سالار ان سان هٿ ملائي گاڏيءَ ۾ ويهي ويو.

سالار کي خبر ڪونہ هئي تہ ان کي ڪهڙي ڳالهہ اهڙي نموني اوچتو فرقان جي ايترو ويجهو ڪڻي آئي هئي. ان کي اها بہ خبر نہ هئي تہ اهو فرقان کي ايترو گهڻو پسند ڇو ڪري رهيو آهي. اهو ان جو سبب سمجهڻ کان لاچار هيو.

فرقان سان گڏجي ان جو ڳوٺ ڏسڻ کان ڇٺن ڏينهن کان پوءِ اهو لاهور ويو. اهو اتي

هڪڙي ڏينهن لاءِ ويو هيو ۽ ان فرقان کي فون تي ان جو اطلاع ڪيو. فرقان ان کي ايئرپورٽ تان وٺي اچڻ ۽ پاڻ وٽ رهائڻ جي صلاح ڪئي مگر ان انڪار ڪيو.

لهو فرقان سان طئي ٿيل پروگرام جي مطابق ڇئين بجي ڌاري ان جي گهر پهتو. اهو هڪڙي سٺي علائقي ۾ هڪڙي عمارت جي گرائونڊ فلور جي هڪڙي فليٽ ۾ رهندو هيو. دروازي تي موجود گهنٽي جي بٽڻ کي دٻائي اهو خاموشيءَ سان بيهي رهيو. اندران هڪدم ڪنهن ٻار جي ڊوڙڻ جو آواز آيو. هڪڙي ڇئن پنجن سالن جي ٻارڙي دروازي جي هينڊل واري وٿيءَ مان ان کي ڏسي رهي هئي.

"توهان کي ڪنهن سان ملڻو آهي؟" سالار ان کي ڏسي پيار مان مُرڪيو هيو مگر ان ٻارڙيءَ جي چهري تي ڪا مرڪ ڪو نه آئي. اها وڏي سنجيدگيءَ سان سالار کان پڇي رهي هئي.

"پٽ! مون کي توهان جي بابا سان ملڻو آهي."

ان ٻارڙيءَ ۽ فرقان جي چهري ۾ ايتري هڪجهڙائي هئي جو ان جي لاءِ اهو اندازو لڳائڻ مشڪل ڪو نه هيو ته اها فرقان جي ڌيءَ آهي.

"بابا هن وقت ڪنهن سان ڪو نه ملندا آهن." ان کي وڏي سنجيدگيءَ سان اطلاع ڏنو ويو.

"مون سان ضرور ملندا." سالار ڪجهه خوش ٿيندي چيو.

"توهان سان ڇو ضرور ملندا؟" هڪدم جواب آيو.

"ڇو ته مان ان جو دوست آهيان. توهان وڃي ان کي ٻڌايو ته سالار انڪل آيو آهي ته اهو مون سان ضرور ملندو." سالار پيار مان مرڪندي چيو. اها ان جي مرڪ کان متاثر ڪو نه ٿي.

"ليڪن توهان منهنجا انڪل ته ڪو نه آهيو."

سالار کي بي اختيار کِل اچي وئي.

"توهان نه کِلو" اها بي اختيار ڪاوڙجي پئي. سالار ان جي سامهون اوڪڙو ٿي ويهي رهيو.

"ڇو مان نٿو کِلان." ان چهري جي مرڪ کي لڪايو.

"توهان انهي فراڪ ۾ ڏاڍو سٺو لڳي رهيون آهيو." ان هاڻي ڪجهه ويجهڙائيءَ کان ان جو جائزو وٺندي چيو. ان جي تعريف دروازي جي وٿيءَ مان جهاتي پائيندڙ گڏڙي جي تاثرات ۾ موڊ ۾ ڪا تبديلي ڪو نه آندي

"ليڪن توهان مون کي سٺا ڪو نه لڳا."

ان جي جملي کان وڌيڪ ان جي تاثرات مان سالار کي مزو آيو. اهو هاڻي ڪجهه پري کان فليٽ جي اندر ڪنهن جي قدمن جو آواز ٻڌي رهيو هيو. ڪو ٽي دروازي ڏانهن ٽي اچي رهيو هيو.

"ڇو مان ڇو سٺو نه لڳس؟" ان مرڪندي اطمينان سان پڇيو.

"بس سٺا نه لڳا." ان ناگواريءَ مان ڪنڌ کي لوڏيو.

”توهان جو نالو ڇا آهي؟“ اها ڪجهه دير ان کي ڏسندي رهي، پوءِ ان ڇيو.

”امامہ!“ سالار جي چهري جي مرڪ غائب ٿي وئي. ان دروازي جي وٽيءَ مان امامہ جي پٺيان فرقان کي ڏٺو. اهو امامہ کي ڪڇ تي کڻندي دروازو کولي رهيو هيو.

سالار اٿي بيٺو. فرقان وهنجي نڪتو هيو ان جا وار آلا ۽ وکريل هيا. سالار مرڪڻ جي ڪوشش ڪئي پر تڪڙ ۾ ڪامياب ڪو نہ ٿي سگهيو. فرقان ان سان هٿ ملايو.

”مان تنهنجو ئي انتظار ڪري رهيو هيس.“ اهو ان کي گڏ اندر وٺي ويندي چئي رهيو هيو. اهي ٻئي هاڻي ڊرائنگ روم ۾ داخل ٿي رهيا هيا.

امامہ فرقان جي ڪڇ تي چڙهيل هئي ۽ ان کي لاڳيتو ڪن ۾ ڪجهه ٻڌائڻ جي ڪوشش ڪري رهي هئي، جنهن کي فرقان مسلسل نظر انداز ڪري رهيو هيو.

”توهان انڪل سالار سان هٿ ملايو آهي!“ فرقان سالار کي ويهڻ جو اشارو ڪندي امامہ کان پڇيو. اهو هاڻي پاڻ بہ صوفي تي ويهي رهيو هيو.

”اهو مون کي سٺو نٿو لڳي.“ ان پيءَ تائين بہ پنهنجي ناپسنديدگي پهچائي ڇڏي.

”امامہ! اها خراب ڳالهہ آهي. ايئن نہ چئبو آهي.“ فرقان هدايت ڪرڻ واري انداز ۾ چيو. ”توهان انڪل وٽ وڃو ۽ ان سان هٿ ملايو.“

ان امامہ کي هيٺ لاٿو. اها سالار ڏانهن وڃڻ جي بجاءِ هڪدم ڀڄندي ٻاهر هلي وئي.

”حيرانيءَ جي ڳالهہ آهي تہ ان کي تون سٺو نہ لڳئين. ورنہ ان کي منهنجو هر دوست سٺو لڳندو آهي. اڄ ان جو موڊ بہ ڪجهه صحيح ڪونهي.“ فرقان مرڪندي وضاحت ڪئي.

”اهو نالي جو اثر آهي، مون کي حيراني ٿئي ها جيڪڏهن مان ان کي سٺو لڳان ها.“ سالار دل ۾ سوچيو.

چانهہ پيئندي اهي ٻئي پاڻ ۾ ڳالهيون ڪندا رهيا ۽ ڳالهين جي دوران سالار ان کي ٻڌايو.

”هفتي کن ۾ توهان جي ڊسپينسريءَ ۾ ڊاڪٽر پهچي ويندو.“ ان سرسري انداز ۾ چيو.

”اها تہ ڏاڍي سٺي خبر آهي.“ فرقان هڪدم خوش ٿيو.

”۽ هن دفعي اهو ڊاڪٽر اتي رهندو. جيڪڏهن نہ رهي تہ مون کي ٻڌائجان.“

”منهنجي سمجهہ ۾ نٿو اچي تہ مان تنهنجو شڪريو ڪيئن ادا ڪريان. ڊسپينسريءَ ۾ هڪڙي ڊاڪٽر جي موجودگي سڀ کان وڏيو مسئلو رهيو آهي.“

”ان جي ضرورت ڪو نہ آهي.“ ان ساهي کنئي. ”اتي وڃڻ کان اڳ مون کي گمان ڪو نہ هيو تہ تون ۽ تنهنجو ڪٽنب انهي ڪم کي انهي حد تائين ۽ ايتري منظم انداز ۾ هلائي رهيا آهيو. مان حقيقت ۾ توهان جي ڪم کان گهڻو متاثر ٿيو آهيان ۽ منهنجي اڄ هاڻي بہ اها ئي آهي. مان انهي پروجيڪٽ جي سلسلي ۾ تنهنجي مدد ڪرڻ گهرندس.“

ان سنجيدگيءَ سان فرقان کي چيو.

”سالار! مون تو کي اڳ ۾ بہ چيو آهي تہ مان چاهيندس تہ تون اهڙي قسم جو ڪوئي پروجيڪٽ اتي ڪنهن ٻئي ڳوٺ ۾ شروع ڪر. تو وٽ مون کان وڌيڪ ذريعا آهن ۽ تون مون کان وڌيڪ سٺي طريقي سان اهو پروجيڪٽ هلائي سگهين ٿو.“

"مون بہ توکي اڳ ۾ ٻڌايو هيو تہ منهنجو مسئلو وقت آهي، مان تو جيترو وقت نٿو ڏئي سگهان ۽ ان کان علاوه مان پاڪستان ۾ رهي بہ نٿو سگهان. تو وانگر منهنجي ڪٽنب جا ڀاتي بہ انهي معاملي ۾ منهنجي مدد ڪري نٿا سگهن." سالار ان کي پنهنجو مسئلو ٻڌايو.

"چڱو انهي تي بعد ۾ ڳالهائينداسين. هاڻي تہ تون چانهہ پي، پوءِ مان توکي گڏ ڪيڏانهن وٺي ويندس." فرقان موضوع مٽائيندي چيو.

"ڪٿي؟"

"اهو تہ مان توکي رستي ۾ ئي ٻڌائيندس." اهو عجيب انداز ۾ مرڪيو.

❊ ❊ ❊

"مان اتي وڃي ڪندس ڇا؟" سالار گاڏي ۾ ويٺل فرقان کان پڇيو.

"اهو ئي جيڪو مان ڪندو آهيان" ان سگنل تي گاڏي روڪيندي چيو.

"۽ تون اتي ڇا ڪندو آهين؟"

"اهو تون اتي پهچي ڏسجان."

فرقان ان کي ڪنهن ڊاڪٽر سيد سبط علي ڏانهن وٺي وڃي رهيو هيو جنهن وٽ اهو پاڻ بہ ويندو رهندو هيو. اهو ڪو مذهبي عالم هيو ۽ سالار کي مذهبي عالمن سان ڪو لڳاءُ ڪو نہ هيو. اهو گذريل ڪجهہ سالن ۾ ايترن مذهبي عالمن جا اصلي چهرا ڏسي چڪو هيو جو ان هاڻي انهن جاين تي وڃڻ ۾ وقت ضايع ڪرڻ نٿي گهريو.

فرقان! صاف صاف ڳالهہ ڪجي تہ مان اهڙي قسم جو ماڻهو ڪونہ آهيان جهڙي قسم جو تون مون کي سمجهي رهيو آهين." ان ڪجهہ دير چپ رهڻ کان پوءِ فرقان سان ڳالهايو.

"ڪهڙي قسم جو؟" فرقان ڪنڌ ورائي ان کي ڏٺو.

"اها ئي پيري مريدي.... يا بيعت وغيره.... يا تون جيڪو بہ سمجهين." ان ڪجهہ سچائيءَ سان چيو.

"انهيءَ ڪري تہ مان توکي اوڏانهن وٺي وڃي رهيو آهيان. توکي مدد جي ضرورت آهي؟" سالار ڇرڪ ڀري ان کي ڏٺو. اهو سڙڪ کي ڏسي رهيو هيو.

"ڪهڙي مدد؟"

"جيڪڏهن ڪو قرآن شريف جو حافظ رات جو هڪڙو سيپارو تلاوت ڪري ۽ پوءِ بہ ننڊ ڪرڻ لاءِ ان کي گوريون کائڻيون پون تہ پوءِ ڪٿي نہ ڪٿي ڪجهہ خرابي ضرور آهي. گهڻا سال اڳ مون کي بہ هڪڙو ڀيرو اداسي (ڊپريشن) ٿي وئي هئي. منهن جي ذهن ۾ بہ ڏاڍي مونجهہ پيدا ٿي وئي هئي پوءِ ڪو مون کي ڊاڪٽر صاحب وٽ وٺي ويو هيو. مون کي هاڻي اتي ويندي اٺ ڏهہ سال ٿي ويا آهن. تو سان ملي مون کي احساس ٿيو تہ توکي بہ مون وانگر ڪنهن جي مدد جي ضرورت آهي، رهنمائيءَ جي ضرورت آهي." فرقان نرم لهجي سان چيو.

"تون منهنجي مدد ڇو ٿو ڪرڻ گهرين؟"

"ڇو تہ دين ڇوي ٿو تہ تون منهنجو ڀاءُ آهين." ان موڙ ڪاٽيندي ڇيو. سالار ڪنڌ سڌو ڪيو. اهو ان ڪان وڌيڪ ڇا پڇي ها.

ان ڪي مذهبي عالمن سان ڪو لڳاءُ ڪو نہ هيو. هر عالم پنهنجي فرقي جي تعريف ۾ زمين ۽ آسمان جا ڇيڙا ملائڻ ۾ ماهر هيو. هر عالم کي پنهنجي علم تي غرور هيو. هر عالم جو لب و لهجو اهو ئي هوندو هيو. مان سنو آهيان, باقي سڀ خراب آهن. مان ڪامل آهيان باقي سڀ ڇسا آهن. هر عالم کي ڏسي لڳندو هيو تہ ان علم ڪتابن مان نہ پر سڌو سنئون وحي جي ذريعي حاصل ڪيو آهي, جنهن ۾ غلطيءَ جو ڪوئي امڪان ڪونهي. ان اڄ تائين اهڙو عالم ڪونہ ڏٺو هيو جيڪو پنهنجي مٿان تنقيد ٻڌي ۽ برداشت بہ ڪري.

سالار پاڻ اهل سنت مسلڪ سان واسطو رکندو هيو مگر جيڪا آخري ڳالهہ جنهن تي اهو ڪنهن سان بحث ڪرڻ گهرندو هيو اهو مسلڪ ۽ فرقو هيو. جڏهن تہ انهن مذهبي عالمن وٽ بحث ڪرڻ لاءِ پهرين ڳالهہ ئي مسلڪ ۽ فرقو ئي هوندو هيو. انهن عالمن وٽ وڃي اهو آهستي آهستي دل برداشتہ ٿي ويو هيو. انهن جي دماغ ۾ صرف علم ڀريل هيو عمل ڪو نہ هيو. اهي "گلا ڪرڻ هڪ گناهہ آهي." جي موضوع تي وڏيون تقريرون ڪندا هيا, قرآني آيتن ۽ حديثن جو حوالو ڏيندا هيا مگر اتي جو اتي ئي گهڙيءَ ۾ اهي ان وقت پنهنجي زماني جي (همعصر) ڪنهن عالم جو نالو وٺي ان تي چٽرون ڪرڻ شروع ٿي ويندا هيا, ان جي علم کي جهالت ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ۾ لڳي ويندا هيا.

اهي پاڻ وٽ اچڻ واري هر ماڻهوءَ جي پوري ڇاڻ ۽ تفصيل موجود رکندا هيا ۽ پوءِ جيڪڏهن انهن لاءِ ان ماڻهوءَ جو تفصيل ڪارائتو هوندو هيو تہ مطالبن ۽ سفارشن جو هڪڙو ڊگهو سلسلو شروع ٿي ويندو هيو ۽ انهي تفصيل کي پاڻ وٽ ٻين اچڻ وارن ماڻهن کي متاثر ڪرڻ لاءِ بہ استعمال ڪندا هيا تہ انهن وٽ ڪير ڪير ايندو رهندو آهي. ڪير ڪيئن انهن جي علم مان فيض حاصل ڪري ويو هيو. ڪهڙو وڏو ماڻهو هر وقت انهن جون جتيون کڻڻ لاءِ تيار رهندو آهي. ڪنهن انهن جي گهر ۾ دعوت ڪئي ۽ ڪهڙي ڪهڙي خدمت ڪئي. اهو ان وقت تائين جن بہ عالمن وٽ هڪڙو ڀيرو ويو هيو ٻيهر ڪو نہ ويو ۽ هاڻي فرقان ان کي وري هڪڙي عالم ڏانهن وٺي وڃي رهيو هيو.

اهي شهر جي سٺن علائقن مان هڪڙي ۾ وڃي پهتا هيا. اهو علائقو چڱو هيو مگر گهڻي ٺٽ ٺانگر وارو ڪو نہ هيو. ان سڙڪ تي اڳ ۾ بہ گهڻيون گاڏيون بيٺيون هيون. فرقان بہ هڪڙي مناسب جاءِ تي گاڏي سڙڪ جي ڪناري سان بيهاري, پوءِ اهو گاڏيءَ مان ٻاهر نڪتو. سالار بہ ان جي پيروي ڪئي. ٽي چار منٽ هلڻ کان پوءِ اهي انهن بنگلن مان هڪڙي سادي مگر پروقار ۽ ننڍي بنگلي جي سامهون پهچي ويا. دروازي پرسان نالي واري تختي تي ڊاڪٽر سيد سبط علي لکيل هيو. فرقان بنا هٻڪ جي اندر هليو آيو. سالار ان جي پيروي ڪئي.

بنگلي جي اندر هڪڙي ننڍڙي چهر واري احاطي ۾ هڪڙو مالي پنهنجي ڪم ۾

مصروف هيو. فرقان اڱڻ ۾ هڪڙي ملازم سان دعا سلام ڪئي ۽ پوءِ اهو اڳتي هلندو هڪڙي دروازي جي سامهون پهچي ويو ۽ ان اتي جوتا لاهي ڇڏيا. اتي اڳ ۾ به ڪيترائي جوتا پيا هيا. اندران ڳالهائڻ جا آواز اچي رهيا هيا. سالار به ڏسندي ڏسندي پنهنجا جوتا لاٿا. سالار ان جي پٺيان هڪڙو قدم اندر رکڻ سان ئي هڪڙي نظر ۾ پوري ڪمري جو جائزو وٺي ڇڏيو. اهو هڪڙي ويڪري ڪمري ۾ هيو جنهن جي فرش تي قالين وڇايل هيو ۽ گهٽائي طول وهاٽا به پيا هيا. ڪمري ۾ فرنيچر جي نالي تي صرف چند معمولي شيون هيون ۽ پتين تي ڪجهه قرآني آيتون فريمن ۾ لڳل هيون. ڪمري ۾ ويهه پنجويهه مرد هيا جيڪي پاڻ ۾ ڳالهائڻ ۾ مصروف هيا. فرقان اندر پهچڻ سان وڏي آواز ۾ سلام ڪيو ۽ پوءِ ڪجهه ماڻهن سان خير عافيت پڇي هڪڙي خالي ڪنڊ ۾ وڃي ويٺو.

"ڊاڪٽر سيد سبط علي ڪٿي آهي؟" سالار ان جي پرسان ويهندي آهستڙي پڇيو.

"پوري ائين وڳي اهي اندر اچي ويندا. اجا ته ست وڃي پنجويهه منٽ ٿيا آهن." فرقان ان کي ٻڌايو.

سالار ڪنڌ ڦيرائي ڪمري ۾ ويٺل ماڻهن جو جائزو وٺڻ لڳو. اتي هر عمر جو ماڻهو موجود هيو. ڪجهه نوجوان ڇوڪرا. ان جي عمر جا ماڻهو فرقان جي عمر وارا. ڪرڙوڙ عمر جا.... ۽ ڪجهه ڪراڙا به. فرقان پنهنجي ساڄي هٿ تي ويٺل ڪنهن ماڻهوءَ سان گفتگو ۾ مصروف هيو.

ٺيڪ ائين بجي ان ست پنجهٺ سالن جي هڪڙي بزرگ کي هڪڙو اندريون دروازو کولي ڪمري ۾ داخل ٿيندي ڏٺو. ان جي توقع جي خلاف اتي ويٺل ماڻهن منجهان ڪوئي به آڌر ڀاءُ (استقبال) ڪرڻ لاءِ احترام ۾ اٿي ڪونه بيٺو. اچڻ واري ئي سلام ڪرڻ ۾ اڳرائي ڪئي هئي، جنهن جو جواب اتي موجود ماڻهن ڏنو. اچڻ واري جي احترام ۾ اٿي نه بيهڻ جي باوجود سالار هاڻي اوچتو انهن ويٺل ماڻهن جي ويهڻ جي انداز ۾ احترام ڏسي رهيو هيو. اهي سيئي هڪدم گهڻو ڪري چوڪنا ٿيل ۽ محتاط نظر اچي رهيا هيا.

اچڻ وارو يقيناً ڊاڪٽر سيد سبط علي هيو. اهو ڪمري جي هڪڙي پت جي سامهون ان مخصوص جاءِ تي اچي ويٺو جنهن کي شايد ان جي ويهڻ لاءِ ئي خالي رکيو ويو هيو. ان کي سفيد سلوار قميص پاتل هيا. ان جي شڪل صورت ڳاڙهسري ۽ سفيد هئي ۽ يقيناً جواني ۾ گهڻو خوبصورت هوندو. ان جي چهري تي رکيل ڏاڙهي گهڻي ڊگهي ڪونه هئي مگر گهڻي گهاٽي ۽ سٺي انداز ۾ سنوارت ٿيل هئي. ڏاڙهي مڪمل طور سفيد ڪونه ٿي هئي ۽ ان جي مٿي جي وارن جو به اهڙو حال هيو. سفيد ۽ ڪاري جي ميلاپ ان جي چهري ۽ مٿي تي موجود وارن کي گهڻو باوقار ڪري ڇڏيو هيو. اهو اتي ويهڻ ڪانپوءِ ساڄي هٿ تي موجود ڪنهن ماڻهوءَ کان حال معلوم ڪري رهيو هيو. شايد اهو ڪنهن بيماريءَ مان اٿي آيو هيو. سالار ڪجهه ئي گهڙين ۾ ان جي قدڪاٺ (سراپي) جو جائزو وٺي ڇڏيو هيو. اهو ۽ فرقان باقي ماڻهن جي پٺيان پت کي ٽيڪ ڏيون ويٺا هيا.

ڊاڪٽر سبط علي پنهنجو ليڪچر شروع ڪيو. ان جي ڳالهائڻ جو طريقو گهڻو مانائتو هيو ۽ انداز آهستڙي هيو. ڪمري ۾ مڪمل ماٺ هئي، اتي ويٺل ماڻهن مان ڪير به چرپر ڪري ڪونہ رهيو هيو. سالار کي ان جي شروعاتي جملن مان ئي اندازو ٿي ويو هيو تہ اهو ڪنهن غير معمولي عالم جي سامهون ويٺو آهي.

ڊاڪٽر سيدسبط علي ”شُڪرڪرڻ“ جي باري ۾ ڳالهائي رهيو هو.

”انسان پنهنجي زندگيءَ ۾ گهڻين ئي هيٺاهين مٿاهين مان گذرندو آهي. ڪڏهن ڪمال جي چوٽين کي ڇهندو آهي، ڪڏهن زوال جي کاهين ۾ پهچي ويندو آهي. پوري زندگي اهو انهن ٻن انتهائن جي وچ ۾ سفر ڪندو رهندو آهي ۽ جنهن بہ رستي تي اهو سفر ڪندو آهي، ا هو يا تہ شُڪر جو رستو هوندو آهي يا ناشڪري جو. ڪجهہ ماڻهو خوشقسمت هوندا آهن اهي زوال طرف وڃن يا ڪمال طرف، اهي صرف شُڪر جي رستي تي ئي سفر ڪندا آهن. ڪجهہ اهڙا هوندا آهن جيڪي صرف ناشڪري جي رستي تي سفر ڪندا آهن، چاهي اهي زوال حاصل ڪن يا ڪمال ۽ ڪجهہ اهڙا هوندا آهن جيڪي انهن ٻنهي رستن تي سفر ڪندا آهن. ڪمال ڏانهن ويندي شڪر ۽ زوال ڏانهن ويندي ناشڪري جي رستي تي. انسان الله تعاليٰ جي اڻ ڳڻين مخلوقات مان هڪڙي مخلوق آهي. اشرف المخلوقات آهي مگر مخلوق ئي آهي. اهو پنهنجي خالق تي ڪنهن بہ حق جي دعويٰ نٿو رکي سگهي، صرف ذميواري (فرض) رکي ٿو. اهو زمين تي ڪنهن ڪارنامي (ٽريڪ رڪارڊ) سان ڪو نہ لاٿو ويو آهي جو اهو الله تعاليٰ کان ڪنهن بہ شي کي پنهنجو حق سمجهي مطالبو ڪري سگهي مگر ان جي باوجود ان تي الله تعاليٰ پنهنجي رحمت جي شروعات جنت سان ڪئي، ان تي نعمتن جا مينهن وساپائين ۽ ان سڀ جي بدلي ان کان صرف هڪڙي ڳالهہ جو مطالبو ڪيائين ”شڪر ڪرڻ جو.“ توهان ڇا محسوس ڪيو! جيڪڏهن توهان ڪڏهن زندگيءَ ۾ ڪنهن تي ڪو ئي احسان ڪريو ۽ اهو ماڻهو ان احسان کي ياد رکڻ ۽ توهان جو احسان مڃڻ جي بجاءِ توهان کي اهڙا موقعا ياد ڏياري جڏهن توهان ان تي احسان ڪونہ ڪيو هيو يا توهان کي اهو باور ڪرائي تہ توهان جو احسان ان لاءِ ڪافي ڪونہ هيو. جيڪڏهن توهان ان جي لاءِ ”هي“ڪريو ها يا ”هو“ ڪيو ها تہ زياده خوش ٿئي ها. توهان اهڙي شخص سان ڇا ڪندا؟ ٻيهر احسان ڪرڻ تہ هڪ پاسي، شايد توهان تہ مورڳو ان سان ڪو تعلق رکڻ ئي پسند نہ ڪيو. اسان الله تعاليٰ سان اهو ئي ڪندا آهيون. ان جي نعمتن ۽ رحمتن تي ان جو شڪر ادا ڪرڻ جي بجاءِ انهن شين جي نہ ملڻ جو روئڻو روئيندا آهيون، جن کي اسان حاصل ڪرڻ گهرندا آهيون. الله تعاليٰ پوءِ بہ رحيم آهي. اهو اسان تي پنهنجون نعمتون نازل ڪندو رهي ٿو. انهن جي تعداد ۾ اسان جي عملن مطابق گهٽ وڌائي ڪندو رهي ٿو مگر اهو سلسلو ڪڏهن بہ مڪمل طور تي بند نٿو ڪري.“

سالار اکيون ڇنڀڻ کان سواءِ ان جو چهرو ڏسي رهيو هيو.

”شڪر ادا نہ ڪرڻ بہ هڪڙي بيماري آهي، اهڙي بيماري جيڪا اسان جي دلين کي

ڏينهون ڏينهن ڪشادگيءَ جي بجاءِ تنگي ڏانهن وئي ويندي آهي، جيڪا اسان جي زبان تي شڪايت کان علاوه ٻيو ڪجهه اچڻ ئي ناهي ڏيندي. جيڪڏهن اسان کي الله تعاليٰ جو شڪر ادا ڪرڻ جي عادت نه هجي ته اسان کي انسانن جو شڪريو ادا ڪرڻ جي به عادت ڪونه پوندي آهي. جيڪڏهن اسان کي خالق جي احسانن کي ياد رکڻ جي عادت نه هجي ته اسان ڪنهن مخلوق جي احسان کي به ياد رکڻ جي عادت ڪونه سکي سگهندا آهيون.“

سالار پنهنجون اکيون بند ڪري ڇڏيون. ناشڪري ڇا ٿيندي آهي، ڪنهن کي به ان کان وڌيڪ خبر ڪونه هئي. ان هڪڙو ڀيرو وري اکيون کولي ڊاڪٽر سيد سبط علي کي ڏٺو.

پوري هڪ ڪلاڪ کانپوءِ ان پنهنجو ليڪچر ختم ڪيو ڪجهه ماڻهن ان کان سوال ڪيا پوءِ اهي واري واري سان اٿي وڃڻ لڳا.

ٻاهر سڙڪ تي ماڻهو پنهنجين گاڏين ۾ ويهي رهيا هيا، اهي به پنهنجي گاڏيءَ ۾ اچي ويٺا. رات هاڻي اونداهي ٿيندي پئي وئي.سالار جي ڪنن ۾ هاڻي به ڊاڪٽر سبط علي جون ڳالهيون گونجي رهيون هيون. فرقان گاڏي چالو ڪري واپسيءَ جو سفر شروع ڪري چڪو هو.

ست ڏينهن پهريائين اهو فرقان نالي ڪنهن شخص کان واقف به ڪو نه هيو ۽ ستن ڏينهن ۾ هن ان سان تعلقات جا گهڻا ئي ڏاڪا طئي ڪيا هيا. ان کي حيرت هئي ته اهو ماڻهن جو عادي ڪونه هيو. ڪجهه تعلقات ۽ واسطا متي ڪتي طئي ڪيا ويندا آهن. ڪنهن وقت ..... ڪير ڪنهن سان ..... ڪتي..... ڇا لاءِ ملندو ۽ زندگيءَ ۾ ڪهڙي تبديلي آڻيندو اهو سڀ.

اهو صرف هڪڙي ڏينهن جي لاءِ لاهور آيو هيو مگر اهو پاڪستان ۾ پنهنجي قيام جا باقي ڏينهن اسلام آباد جي بجاءِ لاهور ۾ ئي رهيو ۽ باقي ڏينهن اهو روزانو فرقان سان گڏ ڊاڪٽر سبط علي وٽ ويندو رهيو. اهو هڪڙو ڏينهن به ان سان سڌو ملاقاتي ڪونه ٿيو. صرف ان جو ليڪچر ٻڌندو هيو ۽ اٿي ايندو هيو.

ڊاڪٽر سبط علي جي زندگيءَ جو وڏو حصو مختلف يورپي ملڪن جي يونيورسٽين ۾ اسلاميات ۽ اسلامي تاريخ جي تعليم ڏيندي گذريو هيو. گذريل ڏهن ٻارهن سالن کان اهو پاڪستان ۾ هتي هڪڙي يونيورسٽي سان وابسته هيو ۽ فرقان تقريباً ايتري ئي عرصي کان ان کي سڃاڻندو هيو.

جنهن ڏينهن ان کي لاهور کان اسلام آباد ۽ پوءِ اتان واپس واشنگٽن وڃڻو هيو ان رات پهريون ڀيرو اهو ليڪچر ختم ٿيڻ کان پوءِ فرقان سان گڏ اتي ترسي پيو. واري واري سان سڀئي ماڻهو ڪمري مان نڪري رهيا هيا. ڊاڪٽر سبط علي بيٺو هيو ۽ ڪجهه ماڻهن سان موڪلائڻ لاءِ هٿ ملائي رهيا هيا.

فرقان ان سان گڏ ڊاڪٽر سبط علي ڏانهن وڌي آيو.

ڊاڪٽر سبط علي جي چهري تي فرقان کي ڏسي مرڪ پکڙجي وئي هئي. اهو ڪمري ۾ موجود آخري ماڻهوءَ کان موڪلائي رهيو هيو.

"فرقان صاحب! اوهان ڪيئن آهيو؟" ان فرقان کي مخاطب ڪيو. "توهان هتي گهڻن ڏينهن کان پوءِ ترسيا آهيو."

فرقان ڪا وضاحت ڏني پوءِ سالار سان تعارف ڪرايو.

"هي سالار سڪندر آهي، منهنجو دوست آهي."

سالار پنهنجو نالو ٻڌڻ تي ان کي هڪدم چرڪ پريندي ڏٺو ۽ پوءِ اهو ڪجهه حيران بہ ٿيو هيو مگر هڪڙي ئي گهڙيءَ ۾ ان جي چهري تي هڪڙو پيرو وري اڳ واري مرڪ تري آئي. فرقان هاڻي ان جو تفصيلي تعارف ڪرائي رهيو هيو.

"اچو ويهو." ڊاڪٽر سبط علي هيٺ قالين تي وڇايل چادر ڏانهن اشارو ڪندي چيو. فرقان ۽ اهو ان کان ڪجهه فاصلي تي ويهي رهيا. اهو فرقان سان ان جي پروجيڪٽ جي حوالي سان گفتگو ڪري رهيو هيو. سالار خاموشيءَ سان واري واري سان انهن ٻنهي جا منهن ڏسندو رهيو. گفتگو دوران ئي ان جو ملازم اندر آيو ۽ ڊاڪٽر صاحب ان کي ماني کڻي اچڻ لاءِ چيو.

ملازم ان ڪمري ۾ دسترخوان وڇائي ڪاڏو لڳايو. فرقان يقيناً اڳ ۾ بہ اتي ڪيترا دفعا ماني کائيندو رهيو هيو.

اهو جڏهن هٿ ڌوئي ماني کائڻ لاءِ واپس ڪمري ۾ پهتو ۽ دستر خوان پرسان ويٺو تہ ڊاڪٽر سبط علي اوچتو ان کي مخاطب ڪيو.

"سالار توهان مسڪرايو ڪو نہ ٿا؟" اهو ان جي سوال کان وڌيڪ سوال جي نوعيت تي گهٻرائي ويو. ڪجهه جٺن وانگر ان کي ڏسندو رهيو.

"هن عمر ۾ ايتري سنجيدگي تہ ڪا گهڻي مناسب ڳالهہ ڪونهي." سالار ڪجهه حيرانيءَ مان مرڪيو پندرهن ويهن منٽن جي ملاقات ۾ ان کي ڪيئن خبر پئجي وئي هئي تہ اهو مرڪڻ جو عادي نہ رهيو هيو. اهو فرقان ڏانهن ڏسي ڪجهه شرمايو پوءِ ان مرڪڻ جي ڪوشش ڪئي. اهو آسان ڪم ثابت ڪو نہ ٿيو.

"ڇا منهنجو چهرو منهنجي هر احساس کي ظاهر ڪرڻ لڳو آهي جو پهريان فرقان ۽ هاڻي ڊاڪٽر سبط علي مون کان منهنجي سنجيدگيءَ جو سبب معلوم ڪرڻ گهري ٿو." ان سوچيو.

"اهڙي ڪا ڳالهہ ڪونهي. مان ايترو سنجيده ڪو نہ آهيان." ان ڊاڪٽر سبط علي کان زياده ڇڻ پاڻ کي ٻڌايو.

"ممڪن آهي ايئن ئي هجي." ڊاڪٽر سبط علي مرڪندي چيو.

ماني کائڻ کان پوءِ ٻنهي کان موڪلائڻ کان اڳ اهو اندر ويو. واپسي تي ان جي هٿ ۾ هڪڙو ڪتاب هيو اهو ڪتاب ان سالار ڏانهن وڌايو.

"توهان جو تعلق اقتصاديات سان آهي، ڪجهه عرصو اڳ مون اسلامي معاشيات

جي باري ۾ هي ڪتاب لکيو آهي. مون کي خوشي ٿيندي جيڪڏهن توهان هن کي پڙهو ته جيئن توهان کي اسلامي اقتصادي نظام جي باري ۾ به ڪجهه واقفيت ٿئي.“

سالار ان جي هٿ مان ڪتاب ورتو ڪتاب کي ڏسندي ان آهستڙي ڊاڪٽر سبط علي کي چيو.

”مان واپس وڃي به اوهان سان رابطو رکڻ گهران ٿو. مان توهان کان صرف اقتصاديات جي باري ۾ سکڻ نٿو گهران، بيو به گهڻو ڪجهه معلوم ڪرڻ گهران ٿو.“ ڊاڪٽر سبط علي آهستڙي ان جي ڪلهي تي ٿڦڪي هنئي.

❊ ❊ ❊

”ڊاڪٽر سبط علي صاحب وٽ جيترا به ماڻهو ايندا آهن اهي ڪنهن نه ڪنهن حوالي سان سماجي ڀلائي جي ڪم سان وابسته آهن. ڪجهه اڳ ۾ ئي ان ڪم سان منسلڪ هوندا آهن ۽ جيڪي اڳ ۾ نه هوندا آهن اهي بعد ۾ ٿي ويندا آهن.“

ڊاڪٽر سبط علي سان پهرين ملاقات کان پوءِ فرقان ان کي ٻڌايو.

”ان وٽ اچڻ وارا زياده تر ماڻهو گهڻو لکيل پڙهيل (ڪواليفائيڊ) آهن. وڏن وڏن ادارن سان وابسته آهن. مان به اتفاقي طور ان وٽ وڃڻ شروع ڪيو. لنڊن ۾ هڪڙو پيرو ان جو هڪڙو ليڪچر ٻڌڻ جو اتفاق ٿيو پوءِ پاڪستان اچڻ تي هڪڙي دوست جي وسيلي ان سان ملڻ جو موقعو مليو ۽ ان کان پوءِ مان ان وٽ وڃي رهيو آهيان ۽ مون کي محسوس ٿئي ٿو ته زندگيءَ جي باري ۾ منهنجا نظريا پهريان جي مقابلي ۾ هاڻي گهڻو صاف ۽ چٽا آهن. ذهني طور تي به مان پهريان جي نسبت ۾ هاڻي وڌيڪ مضبوط ٿي ويو آهيان. تون ان پروجيڪٽ جي باري ۾ پڇي رهيو هئين. ان پروجيڪٽ ۾ منهنجي سڀ کان گهڻي مدد ڊاڪٽر سبط علي وٽ اچڻ وارن ماڻهن به ڪئي. انهن ڪيترين ئي سهوليتون فراهم ڪيون ۽ انهي قسم جي پروجيڪٽ تي ڪم ڪرڻ وارو هتي مان اڪيلو ماڻهو ڪو نه آهيان ۽ اسان هڪ ٻئي جي مدد به ڪندا آهيون. انهي مدد جي نوعيت مختلف هوندي آهي، مگر مقصد هڪڙو ئي هوندو آهي. اسان هن ملڪ کي تبديل ڪرڻ گهرون ٿا.“

سالار ان جي آخري جملي تي ان کي عجيب نظرن سان ڏٺو. ”اهو ايترو آسان ته ڪونهي.“

”ها، اسان کي خبر آهي، اهو ايترو آسان ڪم ڪونهي. اسان کي اها به خبر آهي اهو سڀ اسان جي زندگين ۾ ڪونه ٿيندو مگر اسان اهي بنياد ضرور رکڻ گهرون ٿا جن تي اسان جا ٻچا ۽ انهن کان پوءِ وارو نسل تعمير ڪندو رهي. اهي اونداهيءَ ۾ هٿوراڙيون ڏيندا نه وتن. گهٽ ۾ گهٽ مرڻ وقت اسان کي اهو احساس ته ڪو نه ٿيندو ته اسان تماشائين واري زندگي گذاري ڇڏي بين گهڻن ماڻهن وانگر اسان به صرف تنقيد ڪندا رهياسين. خرابين تي آڱريون کڻندا رهياسين. اسلام کي صرف مسجد جي حدن اندر ئي محدود ڪري ويهي رهياسين. پنهنجي ۽ ٻين جي زندگين ۾ اسان ڪا ئي تبديلي آڻڻ جي ڪوشش ڪو نه ڪئي.“

اهو حيرانيءَ مان فرقان جي منهن ۾ ڏسندو رهيو هيو. امام هاشم، جلال انصر، سعد کان پوءِ اهو هڪڙي ٻئي مسلمان کي ڏسي رهيو هيو. هڪڙي ٻئي باعمل مسلمان کي، اهو مسلمانن جي هڪڙي ٻئي قسم کان آگاهه ٿي رهيو هيو. اهي مسلمان جن دين ۽ دنيا کي گڏ ڪٺي هلڻ ٿي گهريو جيڪي ٻنهي انتهائن جي وچ واري رستي کي سڃاڻندا هيا ۽ ان تي هلڻ جي طريقي جي خبر هين. اهو پريشان ٿي ويو.

"تو منهنجي آچ (آفر) جي باري ۾ ڇا سوچيو آهي؟" ان فرقان کي چيو.

"مون توکي ٻڌايو هيو ته مان توکان ڇا ٿو چاهيان. هن ملڪ کي تنهنجي ضرورت آهي. هتان جي ماڻهن کي، هتان جي ادارن کي، توکي هتي اچي ڪم ڪرڻ گهرجي."

سالار ان ڳالهه تي ٿورو کِليو. "تون ڪڏهن به ان ڳالهه (ٽاپڪ) کي نٿو ڇڏي سگهين. چڱو مان ان تي سوچيندس. پوءِ تون منهنجي آچ جي باري ۾ ڇا چوندين."

"منهنجي ڳوٺ جي ويجهو ئي هڪڙو ڳوٺ آهي.... ان ئي حالت ۾ جنهن حالت ۾ ڏهه پندرهن سال اڳ منهنجو ڳوٺ هيو. مان هنن ڏينهن ۾ ڪوشش ڪري رهيو هيس ته ڪوئي اتي اسڪول ٺهرائي. اتي گورنمينٽ جو پرائمري اسڪول ته آهي مگر اڳتي ڪجهه ڪونهي. جيڪڏهن تون اتي اسڪول شروع ڪرين ته وڌيڪ بهتر ٿيندو. مان ۽ منهنجو ڪٽنب تنهنجي غير موجودگيءَ ۾ ان کي سنڀاليندا سين. اسان ان کي قائم ڪرڻ ۾ به تنهنجي مدد ڪندا سين مگر بعد ۾ توکي پاڻ کي ئي ان کي هلائڻو پوندو. صرف رقم مهيا ڪري ڇڏڻ ڪافي نه ٿيندي" فرقان ڪجهه دير ماٺ رهڻ کان پوءِ چيو.

"تون اتي مون سان سياڻي هلي سگهندين؟" سالار ڪجهه سوچيندي چيو.

"سياڻي ته تنهنجي اڏام آهي."

"نه مان ٻن ڏينهن کان پوءِ هليو ويندس. هڪڙو دفعو هليو ويس ته پوءِ جلد واپس اچڻ منهنجي لاءِ ممڪن ڪونه ٿي سگهندو ۽ مان وڃڻ کان اڳ اهو ڪم شروع ڪرڻ ٿو گهران."

ان فرقان کي چيو. فرقان هائوڪار ۾ ڪنڌ لوڏيو.

❊ ❊ ❊

اهي ان رات ئي هوائي جهاز ۾ اسلام آباد ويا ۽ پوءِ رات جو ئي فرقان جي ڳوٺ هليا ويا. رات جو اتي ترسڻ کان پوءِ صبح جو فجر جي وقت اهو فرقان سان گڏ ان ڳوٺ ۾ ويو. ٻارهين بجي منجهند تائين اهي ان ڳوٺ جي ماڻهن سان ملندا ۽ اتي گهمندا رهيا. اتي موجود پرائمري اسڪول کي ڏسي سالارکي يقين ڪونه آيو هيو اهو پنهنجي حالت مان ڪجهه به لڳي سگهيو ٿي مگر اسڪول نه ٿي لڳو. فرقان کي ان وانگر ڪو ارمان ڪو نه ٿيو هيو. اهو اتان جي حالتن کان اڳ ۾ ئي چڱي طرح سان خبر وار هيو. اهو سال ۾ ٽي چار دفعا مختلف ڳوٺن ۾ ميڊيڪل ڪئمپون لڳرائيندو رهندو هيو ۽ اهو ڳوٺاڻي زندگي ۽ اتان جي حالتن کان سالار جي مقابلي ۾ گهڻو وڌيڪ واقف هيو. فرقان کي شام اڏام ذريعي لاهور موٽڻو هيو. اهي ٻي بجي ڌاري اتان اسلام آباد وڃڻ لاءِ روانا ٿي ويا.

❊ ❊ ❊

اسڪول جي ان پروجيڪٽ کي شروع ڪرڻ کان اڳ ان جي سڪندر عثمان سان ڳالهه ٿي هئي. ان مختصر لفظن ۾ ان کي انهي پروجيڪٽ جي باري ۾ ٻڌايو هيو. اهو ڪنهن مداخلت کان سواءِ هن جي ڳالهه ٻڌندو رهيو. پوءِ ان وڏي سنجيدگيءَ سان ان کي چيو.

"تون اهو سڀ ڪجهه ڇو ڪري رهيو آهين؟"

"بابا! مان انهيءَ ڪم جي ضرورت محسوس ڪيان ٿو ماڻهن کي....." ان سالار جي ڳالهه ڪٽي ڇڏي.

"مان اسڪول جي ڳالهه ڪو نه ٿو ڪريان."

"پوءِ توهان ڪهڙي شي جي ڳالهه ڪري رهيا آهيو؟" اهو حيران هيو.

"مان تنهجي زندگي گذارڻ جي طور طريقي جي ڳالهه ڪري رهيو آهيان."

"منهنجي طور طريقي کي ڇا ٿيو؟" اهو ڇرڪيو. سڪندر عثمان ان کي ڏسندو رهيو.

"تو قرآن شريف حفظ ڪرڻ جي باري ۾ اسان کي ان وقت ٻڌايو جڏهن تو حفظ ڪري چڪو هئين. نيڪ آهي چڱو ٿيو مون ڪجهه ڪو نه چيو. تون حج تي ويڃڻ ٿي گهريو منهنجا انهي سلسلي ۾ ڪجهه تحفظات هيا مگر مون توکي ڪو نه روڪيو. تو هر طرح جي فئشن واري زندگي ختم ڪري ڇڏي. مون اعتراض ڪو نه ڪيو. تون مذهب ۾ ضرورت کان زياده دلچسپي وٺڻ لڳين. نماز شروع ڪري ڏني اها به مسجد ۾. مون پوءِ به ڪجهه ڪو نه چيو. تو ڪاروبار ڪرڻ جي بجاءِ نوڪري ڪرڻ گهري اها به هتي نه آمريڪا ۾. مون توکي ڪرڻ ڏني. هاڻي تون هڪڙو اسڪول کولڻ گهرين ٿو. هاڻي ضروري ٿي ويو آهي ته اسان انهي سموري معاملي تي ڪجهه سنجيدگيءَ سان ڳالهايون." سڪندر عثمان گهڻو سنجيدو هيو.

"توکي اندازو آهي ته تنهنجو اهو زندگيءَ جو طور طريقو اسان جي سماجي (سوشل) لڏي لاءِ توکي ناقابل قبول بڻائي ڇڏيندو. پهريان تون هڪڙي انتها تي هئين. هاڻي تون ٻي انتها تي آهين. پنجويهن ڇويهن سالن جي عمر ۾ تون پاڻ کي جن ڪمن ۾ ملوث ڪري رهيو آهين اهي غير ضروري آهن. توکي پنهنجي پيشيوارانه ترقي ڏانهن ڌيان ڏيڻ گهرجي ۽ پنهنجي زندگيءَ جي طورطريقي ۾ تبديلي آڻڻ گهرجي. اسان جنهن طبقي سان تعلق رکون ٿا اتي مذهب سان اهڙي وابستگي گهڻا ئي مسئلا پيدا ڪري ڇڏيندي آهي." اهو ڪنڌ جهڪايون ان جون ڳالهيون ٻڌي رهيو هيو.

"۽ صرف تنهنجي لاءِ ئي نه، اسان جي لاءِ به گهڻا ئي مسئلا پيدا ٿي ويندا. تون پاڻ سوچ تون ماڻهن کي ڪهڙو تاثر ڏيڻ جي ڪوشش ڪري رهيو آهين. سياڻي اسان يا تون خود جڏهن پنهنجي طبقي جي ڪنهن سٺي گهراڻي جي ڇوڪريءَ سان شادي ڪرڻ گهرندين ته تنهنجي اها مذهبي وابستگي تنهنجي لاءِ ڪيترا مسئلا پيدا ڪندي، توکي اندازو آهي. ڪو ئي به گهراڻو سڪندر عثمان جو نالو ڏسي يا تنهنجون تعليمي قابليتون ڏسي پنهنجي نياڻيءَ جي شادي تو سان ڪو نه ڪندو. مٿان وري تو هن عمر ۾ سماجي خدمت ڪرڻ جو سندرو ٻڌو آهي جڏهن تنهنجي عمر جا ماڻهو پنهنجي پيشيورانه ترقيءَ جي پٺيان ڀڄندا وتندا آهن. تون يونيسيف ۾ گهڻو سماجي خدمت جو

ڪم ڪندو رهيو آهين. ايترو ڪافي آهي. ضروري ناهي تہ تون اهو سڀ ڪجهہ پنهنجي خانگي زندگيءَ ۾ بہ شروع ڪري ڇڏين. جيڪو پئسو تون ان اسڪول تي ۽ بين ماڻهن جون زندگيون بهتر بڻائڻ لاءِ ضايع ڪندين ان کي تون پنهنجن ايندڙ نسلن لاءِ محفوظ ڪر. انهن کي سک سهولتون ڏيڻ لاءِ. هڪڙي آرام واري حياتي گذارڻ لاءِ پنهنجو پاڻ تي خرچ ڪر. تنهنجي ٽن سَوَن سالن جي حياتي ڪونهي، پوءِ ايتري عمر ۾ تو ہڏاپي کي ڇو پنهنجن اعصابن تي سوار ڪري ڇڏيو آهي. هڪڙو حادثو ٿيو خرابي ٿي. تو سبق سکيو. ڏاڍو سٺو ڪيو. بس ايترو ڪافي آهي. ان جو اهو مطلب ڪونهي تہ تون هن عمر ۾ تسبيح کڻي ويهي رهين." اهو رڪيو. "ڇا تون منهنجي ڳالهہ کي سمجهي رهيو آهين؟" ان پڇيو

"بابا! مون تسبيح ڪو نہ پڪڙي آهي." سالار ان جي سوال جو جواب ڏيڻ جي بجاءِ چيو. "توهان زندگيءَ ۾ توازن رکڻ جي ڳالهہ ڪئي، مان اهو توازن ئي رکڻ جي ڪوشش ڪري رهيو آهيان. مان پنهنجي پيشي (ڪيريئر) ۾ ڪٿي بيٺو آهيان. توهان کي چڱيءَ طرح خبر آهي. منهنجي ڪارڪردگيءَ کان توهان واقف آهيو."

"مان واقف آهيان ۽ انهيءَ ڪري توکي چئي رهيو آهيان تہ جيڪڏهن تون اهڙين سرگرمين ۾ پاڻ کي ملوث نہ ڪرين تہ تون گهڻو اڳتي وڃي سگهين ٿو." سڪندر چيو.

"مان ڪٿي نٿو وڃي سگهان. جيڪڏهن توهان ايئن سمجهو ٿا تہ مان اهو سڀ ڪجهہ ڇڏي ڏيان تہ پيشي جي ڪنهن جبل واري چوٽيءَ تي پهچي ويندس، تہ ايئن ڪو نہ آهي." ان وقفو ڪيو.

"تون پنهنجي مستقبل جي باري ۾ بہ سوچ. پنهنجي شاديءَ جي باري ۾. اهڙي ميل جول (اپروچ) هجڻ ڪري توکي ڪٿي قبول ڪيو ويندو."

"بابا! مون سوچيو آهي. مان شادي ڪرڻ ئي نٿو گهران."

سڪندر ڪِليو.

"ہاراٽي سوچ آهي. هرڪو ايئن چوندو آهي. توکي تہ پنهنجو "ايڊوينچر" ياد رکڻ گهرجي."

ان جو اشارو ڪيڏانهن هيو، هن کي خبر هئي، اهو گهڻي دير تائين ڪجهہ ڪچي ڪو نہ سگهيو. اهو بہ نہ تہ ان "ايڊوينچر"جي ڪري شادي ڪرڻ نٿي گهريائين.

"مون کي ياد آهي." گهڻي دير ڪانپوءِ ان جهيڻي آواز ۾ چيو.

"مان توهان جي سماجي (سوشل) لڏي ۾ گهڻو اڳ اڻ ٺهڪندڙ (ان فٽ) ٿي چڪو آهيان ۽ مان اتي جاءِ ٺاهڻ جي ڪوشش ڪو نہ ڪندس. مون کي ان سوشل برادريءَ ۾ ڪوئي نئون تعلق يا رشتو بہ قائم ناهي ڪرڻو.

"مون کي پرواهہ ڪونهي تہ ماڻهو منهنجا پيڻ پائر. مون کي توڪيندا يا مون تي کلندا. مان ذهني طور انهن سڀني ڳالهين لاءِ تيار آهيان. جيستائين ان پروجيڪٽ جو سوال آهي، بابا مون کي ان کي شروع ڪرڻ ڏيو. مون وٽ گهڻي رقم آهي. ان پروجيڪٽ

ڪي شروع ڪرڻ کان پوءِ بہ مون کي فوٽ پاٿ تي رهڻو ڪونہ پوندو. ڪجھ ماڻهن کي جسماني بيماري هوندي آهي, ڪجھ کي روحاني. جسماني بيماري لاءِ ماڻهو ڊاڪٽر وٽ ويندا آهن. روحاني بيماريءَ لاءِ ماڻهو اهو ئي ڪندا آهن جيڪو مان ڪري رهيو آهيان. جيڪو مان ڪرڻ گهران ٿو. مان ان رقم مان سڀ ڪجھ خريد ڪري سگهان ٿو صرف سڪون ئي خريد ڪري نٿو سگهان. زندگيءَ ۾ پهريون ڀيرو مان سڪون حاصل ڪرڻ لاءِ ان رقم کي سيڙائي رهيو آهيان. ٿي سگهي ٿو مون کي سڪون ملي وڃي.“ سڪندر عثمان کي سمجھ ۾ نہ آيو تہ هو ان کي ڇا چوي

❊ ❊ ❊

واشنگٽن واپس پهچڻ کان پوءِ اهو هڪڙو دفعو وري اڳ وانگر مصروف ٿي ويو هيو مگر هن ڀيري فرق اهو هيو تہ اهو مسلسل پاڪستان ۾ فرقان ۽ ڊاڪٽر سبط علي سان رابطي ۾ هيو. فرقان ان کي اسڪول جي باري ۾ تفصيل کان آگاهہ ڪندو رهندو هيو.

يونيسيف ۾ اهڙي قسم جو ڪم ان جي نوڪريءَ جو حصو هيو. ان کي انهيءَ ڪم جي لاءِ تمام گهڻو معاوضو ڏنو ويندو هيو مگر پاڪستان جي ان ڳوٺ ۾ اهڙي قسم جي ڪم جي شروعات ۽ اها بہ پنهنجن وسيلن مان, ڪجھ سال اڳ واري سالار سڪندر کي سڃاڻڻ وارا ڪڏهن بہ انهيءَ ڳالھ تي يقين ڪو نہ ڪن ها. خود ان کي بہ يقين ڪو نہ ٿي آيو تہ اهو ڪڏهن اهڙي قسم جي ڪم ڪرڻ جو سوچي سگهندو مگر اهو صرف ان پروجيڪٽ لاءِ پنهنجي اڪائونٽ مان رقم ڪيڙائيندي ان کي اندازو ٿيو هيو تہ ان جي لاءِ اهو پروجيڪٽ گهٽ ۾ گهٽ مالي لحاظ کان مشڪل ڪو نہ هيو.

گذريل ٽن سالن ۾ ان جي خرچن ۾ ڪافي گهٽتائي اچي وئي هئي. گهڻيون ئي شيون ان جي زندگيءَ مان نڪري ويون هيون جن تي اهو انڌا ڌنڌ پئسا خرچ ڪندو هيو. اهو پنهنجي بئنڪ اڪائونٽ ۾ گڏ ٿيل رقم معلوم ڪري حيران ٿي ويو هيو. اهو اهڙو ماڻهو ڪونہ هيو جنهن کان پئسا گڏ ڪرڻ جي اميد ڪري سگهجي ها. ايم فل ڪرڻ لاءِ ان کي اسڪالرشپ مليل هئي, ان کي گهٽ ۾ گهٽ ان لاءِ پنهنجي هڙان ڪجھ بہ خرچ ڪرڻو ڪونہ پوندو هيو. ان ڏينهن پنهنجي فليٽ ۾ گهمندي ڦرندي ان پهريون ڀيرو ان ۾ موجود سيني شين کي غور سان ڏٺو هيو. ان جي فليٽ ۾ ڪٿي بہ ڪا ئي مهانگي شي ڪو نہ هئي بلڪ سامان بہ گهڻو گهٽ هيو. ان جو بورچيخانو بہ کائڻ پيئڻ جي شين کان گهڻو ڪري خالي هيو. ڪافي, چانھ, کير ۽ اهڙي قسم جون ڪجھ ٻيون شيون. ان جو پنهنجي فليٽ تي گهڻو گهٽ وقت گذرندو هيو. جيڪو وقت گذرندو هيو اهو سمهڻ ۾ گذرندو هيو.

يونيسيف ۾ پنهنجي نوڪري تي ويندي بہ ان وٽ پهريان کان موجود ڪپڙن ۽ ٻين شين جو ايترو انبار موجود هيو جو اهو انهي معاملي ۾ بہ لاپرواهي ڪندو رهيو. ان کي چڱيءَ طرح ياد هيو تہ ان آخري ڀيرو اهڙي ڪا شي ڪڏهن خريد ڪئي هئي. پاڻ سان گڏ ڪم ڪرڻ وارن ۽ يونيورسٽي ۾ پنهنجي ڪجھ ڪلاسين کان سواءِ نيويارڪ ۾

ڪنهن کي بہ ڪو نہ سڃاڻندو هيو يا وري ڄاڻي واڻي ان پاڻ کي هڪڙي محدود دائري ۾ رکيو هيو۽ انهن ماڻهن سان بہ ان جي دوستي رسمي هئي.

اڪيلي شي جنهن تي اهو خرچ ڪندو رهيو هيو اهي ڪتاب هئا. زندگيءَ جي انهي طور طريقي سان رهڻ ڪري جيڪڏهن ان جي اڪائونٽ ۾ ايتري رقم گڏ ٿي وئي هئي تہ اها ڪا توقع جي خلاف ڳالهہ ڪو نہ هئي. آفيس، يونيورسٽي، فليٽ...... ان جي زندگي جي معمول ۾ چوٿين ڪا ڳالهہ ڪو نہ هئي.

❊ ❊ ❊

ايم فل دوران سالار يونيسيف ڇڏي يونيسڪو جوائن ڪيو هيو.

ايم فل ڪرڻ کانپوءِ سالار جي پيرس بدلي ٿي وئي. ان کان اڳ ۾ اهو هڪڙي برانچ آفيس ۾ ڪم ڪندو هيو مگر هاڻي ان کي يونيسڪو جي هيڊ آفيس ۾ ڪم ڪرڻ جو موقعو ملي رهيو هيو. اهو گذريل سالن ۾ وقت بہ وقت ننڍين وڏن پروجيڪٽن جي سلسلي ۾ پيرس ويندو رهيو هيو مگر هن دفعي اهو پهريون ڀيرو هڪڙي ڊگهي عرصي لاءِ اتي وڃي رهيو هيو. هڪڙي ڏٺل وائٺل دنيا کان اڻ واقف دنيا ڏانهن. ان دنيا ۾ جتان جي ٻوليءَ کان بہ اهو واقف ڪو نہ هيو. نيويارڪ ۾ ان جا ڪيترائي واقفڪار هيا، هتي اهڙو ڪو بہ ڪو نہ هيو جنهن کي اهو چڱيءَ طرح سڃاڻندو هجي.

يونيسيف ۾ ڪيل اٽڪل ڪم وانگر اهو هتي اچي هڪڙو ڀيرو وري اهڙي ئي نموني ڪم ڪرڻ لڳو هيو مگر اسلام آباد جي ٻهراڙي واري علائقي ۾ شروع ٿيڻ وارو اهو اسڪول هتي بہ ان جي ذهن مان ڪونہ نڪتو هيو. ڪڏهن ڪڏهن ان کي حيرت ٿيندي هئي تہ پنهنجي نوڪريءَ ۾ تعليم سان ايترو گهرو تعلق هجڻ جي باوجود آخر ان کي ڪڏهن فرقان وانگر اهڙو اسڪول کولڻ جو خيال ڇو نہ آيو. جيڪڏهن اهڙي اسڪول جي باري ۾ اهو ڪجهہ سال اڳ سوچي ها تہ شايد اڄ اهو اسڪول گهڻو مستحڪم بنيادن تي بيٺل هجي ها.

”مون کي پاڪستان سان گهڻي محبت ڪونهي. نہ ئي وري مان ان لاءِ ڪا گهري انيست رکان ٿو.“ ان شروعاتي ملاقات ۾ هڪڙو ڀيرو فرقان کي چيو هيو.

”ڇو؟“ فرقان پڇيو هيو.

”ڇو جو جواب تہ مان ڏئي نٿو سگهان. بس پاڪستان جي لاءِ منهنجي دل ۾ ڪي خاص جذبا ڪو نہ آهن.“ ان ڪلها لوڏي چيو هيو.

”اهو ڄاڻڻ جي باوجود تہ اهو تنهنجو ملڪ آهي؟“

”ها، اهو ڄاڻڻ جي باوجود.“

”آمريڪا جي لاءِ خاص جذبا اٿئي، آمريڪا سان محبت اٿئي؟“ فرقان پڇيو.

”نہ، ان جي لاءِ بہ منهنجي دل ۾ ڪجهہ ڪونهي.“ ان اطمينان سان چيو هيو.

فرقان ان دفعي ان کي حيرانيءَ مان ڏٺو. ”دراصل مان وطنيت ۾ يقين نٿو رکان.“ ان فرقان کي حيران ڏسي وضاحت ڪئي.

"يا وري مون کي انهن جاين لاءِ محبت پيدا ڪرڻ ۾ دقت محسوس ٿئي ٿي، جتي مان رهان ٿو. مان سياڻي ڪنهن ٻئين ملڪ ۾ رهڻ لڳندس ته آمريڪا کي به ياد ڪو نه ڪندس."

"سالار! تون گهڻو عجيب ماڻهو آهين." فرقان بي اختيار چيو. "ڇا اهو ممڪن آهي ته ماڻهو پنهنجي ملڪ لاءِ يا ان جاءِ لاءِ ڪوئي خاص جذبو نه رکي جتي اهو رهندو هجي."

فرقان کي ان جي ڳالهه تي يقين ڪو نه آيو هيو مگر ان ڪجهه به غلط ڪو نه چيو هيو. پيرس اچڻ کان پوءِ ان کي نيو يارڪ جي ڪا شي ياد ڪو نه آئي هئي. نيو هيون کان نيو يارڪ اچڻ تي به ان کي اتي رائل مائل ٿيڻ لاءِ ڪومسئلو ڪو نه ٿيو هيو. اهو هر پاڻيءَ جي مڇي هو.



اهو انهن ڏينهن ۾ اقوام متحده جي سهڪار سان ٿيڻ واري ڪنهن علائقائي ڪانفرنس جي سلسلي ۾ پاڪستان آيو هيو. اهو پرل ڪانٽيننٽل هوٽل ۾ ترسيل هيو. ان کي اتي هڪڙي بزنيس مئنيجمينٽ جي اداري ۾ ڪجهه ليڪچر ڏيڻا هيا ۽ فرقان سان گڏ پنهنجي اسڪول جي سلسلي ۾ ڪجهه ڪمن کي طئي ڪرڻو هيو.

اهو لاهور ۾ ان جي قيام کي ٽيون ڏينهن هيو. ان رات جي ماني ڪجهه جلدي کائي ڇڏي ۽ ان کان پوءِ اهو ڪنهن ضروري ڪم سان هوٽل کان ٻاهر نڪري آيو. شام جا ساڍا ست وڄي رهيا هيا. مال روڊ تي ويندي اوچتو ان جي گاڏيءَ جو ٽائر پنڪچر ٿي ويو. ڊرائيور گاڏيءَ مان لهي ٽائر کي ڏسڻ لڳو. ڪجهه منٽن کان پوءِ ان سالار جي دريءَ وٽ اچي چيو.

"سر! گاڏيءَ ۾ ٻيو ٽائر موجود ڪونهي. مان توهان لاءِ ڪا ٽيڪسي وٺي ٿو اچان، توهان ان تي هليا وڃو." سالار هٿ جي اشاري سان ان کي منع ڪئي.

"نه. مان پاڻ ٽيڪسي واري کي روڪيان ٿو." اهو ايئن چوندي لهي آيو. ڪجهه پرتي هڪڙي اڏي تي ڪجهه ٽيڪسيون نظر اچي رهيون هيون. سالار جو رخ ان طرف هيو جڏهن هڪڙي ڪار هڪدم ان جي پرسان اچي بريڪ هنئي. گاڏي سامهون کان آئي هئي ۽ ان جي بيهڻ تي سالار فوٽ پاٿ تي هلندي ان ۾ ويٺل شخص کي پهرين نظر ۾ ئي سڃاڻي ورتو.

اهو عاڪف هيو. اهو هاڻي گاڏيءَ مان لهي رهيو هيو. لاهور ۾ ڪجهه سال اڳ ان جي سرگرمين جو اهو مرڪزي ڪردار هيو. عاڪف ۽ اڪمل. اهو انهن ٻنهي سان پنهنجو گهڻو تڻو وقت گذاريندو هيو ۽ ان جي سالار سان ٻيهر ملاقات گهڻن سالن کان پوءِ ٿي رهي هئي. اهو انهن سيني کي ڇڏي چڪو هيو. پاڪستان يا لاهور اچڻ تي به ان ڪڏهن انهن سان رابطو ڪرڻ جي ڪوشش ڪو نه ڪئي هئي. انهن گذريل ڪيترن سالن ۾ وري وري ان سان رابطو ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي هئي مگر انهن جي ڪوشش جي باوجود سالار انهن کان بچڻ جي ڪوشش ۾ ڪامياب رهيو هيو.

هاڻي ايترن سالن کان پوءِ اهو هڪدم اوچتو ان جي سامهون اچي ويو هيو. سالار جو ساهه سڪي ويو. عاڪف وڏي جوش و خروش سان ان ڏانهن وڌيو.

"سالار! مون کي يقين نٿو اچي ته اهو تون آهين.... ڪٿي گم هئين ايترن سالن کان؟ تون ته گڏهه جي مٿي تي سڱن وانگر غائب ٿي ويو هئين. ڪٿي هئين يار! ۽ هاڻي هتي ڇا ڪري رهيو آهين. حُليو ئي مٽائي ڇڏيو اٿئي. ڪاڏي ويا اهي وار. لاهور ۾ ڪڏهن آيو آهين. اچڻ جو اطلاع ڇو ڪو نه ڏنئي؟"

ان هڪ ئي پنيان سوالن جي پرمار ڪري ڇڏي. ان سالار جي انداز مان ظاهر ٿيڻ واري سرد مهري تي غور ڪو نه ڪيو هيو. سالار جي جواب ڏيڻ کان اڳ ۾ ئي عاڪف ٻيهر پڇيو.

"هتي مال روڊ تي ڇا ڪري رهيو آهين؟"

"گاڏي خراب ٿي وئي هئي، مان ٽيڪسي لاءِ وڃي رهيو هيس." سالار چيو.

"ڪٿي وڃي رهيو آهين، مان اتي ڇڏيان ٿو." عاڪف بي تڪلفيءَ سان چيو.

"نه مان هليو ويندس. ٽيڪسي پرسان ئي آهي." سالار تڪڙ ۾ چيو.

عاڪف ان جي ڳالهه ٻڌي اڻ ٻڌي ڪري ڇڏي

"هل، اندر گاڏي ۾ ويهه." ان ٻانهن کان پڪڙي ڇڪيس. سالار گهبرايو ليڪن ان جي گاڏي ڏانهن وڌي ويو. ان جو موڊ هاڻي گهڻو خراب ٿيڻ لڳو هيو.

"تون ته آمريڪا پڙهڻ هليو ويو هئين ۽ پوءِ مون کي خبر پئي ته تو اتي نوڪري ڪئي آهي. پوءِ اوچتو پاڪستان ڪيئن؟" عاڪف گاڏي چالو ڪندي پڇيو. "ڇا موڪلون گذارڻ آيو آهين؟"

"ها!" سالار مختصر چيو. اهو اهڙي نموني ان کان جان ڇڏائي سگهيو ٿي.

"اڄ ڪلهه ڇا ڪري رهيو آهين؟" عاڪف گاڏي هلائيندي پڇيو.

"اقوام متحده جي هڪڙي اداري ۾ ڪم ڪيان ٿو."

"هتي لاهور ۾ ڪٿي ترسيل آهين؟"

"پرل ڪانٽينينٽل هوٽل ۾."

"اڙي هوٽل ۾ ڇو ٽڪيو آهين. مون وٽ اچين ها يا مون کي فون ڪرين ها. هتي ڪڏهن آيو آهين؟" عاڪف چيو.

"ڪالهه."

"بس ته پوءِ تون مون سان گڏ منهنجي گهر رهندين. هوٽل ۾ رهڻ جي ضرورت ڪونهي."

"نه مان صبح جو اسلام آباد وڃي رهيو آهيان." سالار تڪڙ ۾ ڪوڙ ڳالهايو. ان عاڪف کان هر قيمت تي جان ڇڏائڻ ٿي گهري، هن کي ان کان بچان لڳي رهي هئي يا وري شايد اهو ان سان گڏ گذاريل ماضي هيو جيڪو هن کي تڪليف ۾ مبتلا ڪري رهيو هيو.

"جيڪڏهن صبح جو اسلام آباد وڃي رهيو آهين تہ اڄ مون وٽ رهہ. گهر هلي مون سان گڏ ماني کاءِ." عاڪف دعوت ڏنس.

"ماني مان ڏهہ منٽ اڳ ئي کائي نڪتو آهيان."

"پوءِ بہ مون سان گڏجي گهر هل. تو کي پنهنجي گهر واريءَ سان ملايان."

"تنهنجي شادي ٿي وئي؟"

"ها، ٽي سال ٿي ويا آهن." عاڪف چيو. پوءِ پڇيائين.

"۽ تو..... تو شادي ڪئي آهي؟"

"نہ."

"ڇو؟"

"بس ڪجهہ مصروفيت هئي، انهيءَ ڪري" سالار چيو.

"زبردست (گُڊ)! اڃا آزاد ٿي گهمي رهيو آهين." عاڪف هڪڙو ٿڌو ساهہ کنيو. "خوش قسمت آهين." سالار جواب ۾ ڪجهہ ڪونہ چيو. عاڪف ان سان ڳالهائيندي ڊگي کولي ان مان ڪيسٽ ڪڍڻ لڳو. ان جو ڌيان ڀٽڪي ويو ۽ ڪيسٽ ڪيندي ڊگيءَ مان گهٽيون ٿي شيون سالار جي جهولي ۾ هيٺ ان جي پيرن ۾ ڪري پيون.

"ڏاڍو خراب ٿيو." عاڪف بي اختيار چيو. سالار جهُڪي شيون کڻڻ لڳو. عاڪف گاڏيءَ جي اندرين بتي ٻاري، اهو انهن شين کي گڏ ڪري ڊگيءَ ۾ رکڻ لڳو هيو جڏهن اهو گهبرائي ويو جڻ ڪنهن ان جي بدن ۾ ڪرنٽ هنيو هجي. ڊگيءَ جي هڪڙي ڪنڊ ۾ بہ ڪنن جا والا پيا هيا. سالار جي هٿن ۾ بي اختيار ڪمبٽي اچي وئي. ڪاٺو هٿ وڌائي ان انهن والن کي ٻاهر ڪڍيو. اهي هاڻي ان جي هٿ جي ترِيءَ تي گاڏيءَ اندر ٻرندڙ بتيءَ جي روشنيءَ ۾ چمڪي رهيا هيا. اهو بي يقيني جي عالم ۾ انهن کي ڏسي رهيو هيو.

گهڻا سال اڳ ان انهن والن کي ڪنهن جي ڪنن ۾ ڏٺو هيو. هڪڙو دفعو.....ٻيو دفعو..... ٽيون دفعو..... چوٿون ڀيرو اهو انهن کي هاڻي ڏسي رهيو هيو. ان کي ڪو شڪ ڪو نہ هيو. اهي امام هاشم جا والا هيا. اهو اکيون بند ڪري ڪاغذ تي انهن جي نقش کي چِٽي سگهيو ٿي. هر ور وڪڙ کي ..... عاڪف ان جي ترِيءَ تان اهي والا کڻي ورتا. ڪنهن جڻ سالار جي سڪتي کي ٽوڙي ڇڏيو هيو. عاڪف انهن والن کي هڪڙو ڀيرو ٻيهر ڊگيءَ ۾ رکي رهيو هيو.

"اهي والا......" ان هٻڪندي چيو." اهي تنهنجي گهر واريءَ جا آهن؟" سالار پنهنجي سوال کي مڪمل ڪيو.

"گهر واريءَ جا؟" عاڪف کِليو."يار! حد ڪري ڇڏيئي. زال جا هجن ها تہ مان اتي رکان ها."سالار اکيون ڇنڀڻ کان سواءِ ان کي ڏسندو رهيو.

"پوءِ؟" ان سسڪندڙ آواز ۾ چيو

"يار منهنجي هڪڙي سنگتياڻي (گرل فرينڊ) آهي، گذريل رات مون سان گڏ هئي. اهي والا منهنجي ڪمري ۾ ڇڏي وئي. ان کي ڪجهہ تڪڙ ۾ وڃڻو پئجي ويو ڇو تہ روپا

واپس اچي وئي هئي. مون اهي والا ڪٽي اچي گاڏيءَ ۾ رکي ڇڏيا ڇو ته اج منهنجو ان ڏانهن وڃڻ جو خيال آهي.“ عاڪف بنا حجاب جي ان کي ٻڌائي رهيو هيو.

”سنگتياڻي (گرل فرينڊ)؟“ سالار جي نڙيءَ ۾ ڇڻ ڪنڊو ڦاٿو هجي.

”ها، سنگتياڻي. ڳاڙهي بازار واري علائقي جي هڪڙي ڇوڪري آهي. هاڻي ڊفينس ۾ لڏي وئي آهي.“

”ڇا...... ڇا نالو آهي ان جو.“ امامہ ڳاڙهي بازار جي ته ڇوڪري ڪڏهن نٿي ٿي سگهي. يقيناً مون کي غلط فهمي ٿي آهي. ان عاڪف کي ڏسندي سوچيو.

”صنوبر.“ عاڪف ان جو نالو ٻڌايو. سالار منهن ڦيرائي هٿ ۾ ڪنيل شيون ڊگيءَ ۾ رکي ان کي بند ڪري ڇڏيو. ان کي واقعي غلط فهمي ٿي هئي. عاڪف گاڏيءَ جي بتي وسائي چڪو هيو. سالار سيٽ سان ٽيڪ ڏئي ٿڌو ساهہ کنيو.

”مگر اهو ان جو اصل نالو ڪونهي.“ عاڪف ڳالهہ جاري رکي.“ ان جو اصل نالو امامہ آهي.“ سالار جي ڪنن ۾ ڪو ڌماڪو ٿيو هيو يا وري پگهاريل شيهو هيو جيڪو ڪنهن ان جي ڪنن ۾ اوتي ڇڏيو هيو.

عاڪف هاڻي اسٽيئرنگ تي ٿورو جهڪي چپن ۾ پڪڙيل سگريٽ دُکائي رهيو هيو.

”تو...... تو..... ڇا چيو؟“ سالار جي آواز ۾ ڏڪٽي هئي.

”ڇا چيو؟“ عاڪف سگريٽ جو ڪش هڻندي ان کي ڏٺو.

”تون ان جو نالو ٻڌائي رهيو هئين؟“

”ها، امامہ...... تون ان کي سڃاڻندو آهين؟“ عاڪف عجيب مرڪ سان سالار کي ڏٺو. ان هاڻي دريءَ جو شيشو کولي ڇڏيو هيو. سالار ٽڪ ٻڌي ان کي ڏسندو رهيو. ايئن ڄڻ عاڪف کي پهريون ڀيرو ڏسي رهيو هيو. والا هاڻي ان جي مٺ ۾ پڪڙيل هيا.

”يار! مان ڇا پڇي رهيو آهيان. تون ان کي سڃاڻين ٿو؟“

عاڪف چپن مان سگريٽ ڪڍي آڱرين ۾ پڪڙيو.

”مان...... مان ......“ سالار ڪجهہ ڳالهائڻ جي ڪوشش ڪئي. ان کي پنهنجو آواز ڪنهن کاهيءَ مان ايندو محسوس ٿيو. ڳاڙهي بازار اها آخري جاءِ هئي جتي ان ڪڏهن امامہ جي هجڻ جو تصور ڪيو هيو.

گاڏيءَ ۾ اندر اچڻ واري روشنيءَ ۾ عاڪف ان کي غور سان ڏٺو. ان جي مرجهائيندڙ چهري کي، ان جي بند ٿيل مٺ کي، ان جي ڏڪندڙ چپن کي، ان جي وچڙندڙ بي معنيٰ لفظن کي. عاڪف مرڪيو. هُن اُن جي ڪلهي تي تسلي ڏيڻ واري ٿڦڪي هنئي.

”يار! پريشان نہ ٿي. ڇو گهبرائي رهيو آهين. اها منهنجي صرف سنگتياڻي آهي. جيڪڏهن تنهنجي ۽ ان جي وچ ۾ بہ ڪجهہ آهي تہ ڪا ڳالهہ ڪونهي. اسان تہ اڳ ۾ بہ گهڻو ڪجهہ گڏجي ڪندا رهندا هئاسين. تو کي ياد آهي.“ عاڪف ٺهڪ ڏنو پوءِ ان بارود ۾ تيلي اچلائي.

”هي تہ وري بہ ڇوڪري آهي.“

مال روڊ تي ڪيتري رش هئي. عاڪف ڪيتري رفتار سان گاڏي هلائي رهيو هيو. انهن پنهي سوالن سان گڏوگڏ سالار اهو به ڪونه سوچيو ته اسٽيئرنگ تي موجود شخص تي حملو ڪرڻ جي صورت ۾ خود ان سان ڇا ٿي سگهيو ٿي. ان اک ڇنڀ ۾ عاڪف کي ڳچيءَ مان جهليو. عاڪف جو پير اوچتو بريڪ تي اچي ويو. گاڏي هڪڙي جهٽڪي سان بيهي وئي. اهي ٻئي پوري طاقت سان ڊيش بورڊ سان ٽڪرايا. سالار ان جي گريبان کي ڪو نه ڇڏيو. عاڪف جا حواس خطا ٿي ويا ۽ رڙ ڪيائين.

"تون ڇا پيو ڪرين؟" ان سالار جي هٿن مان پنهنجي ڳچي ڇڏائڻ جي ڪوشش ۾ ان کي پري ڌڪڻ جي ڪوشش ڪئي. "پاڳل ٿي ويو آهين ڇا؟"

"توکي ايئن ڳالهائڻ جي جرئت ڪيئن ٿي؟(هائو ڊئر يو ٽاڪ لائيڪ دئٽ؟)"

سالار جواب ۾ رڙ ڪئي. ان جا هٿ هڪڙو ڀيرو وري عاڪف جي ڳچيءَ ۾ هيا. عاڪف جو ساهه منجهڻ لڳو. ان ڪجهه ڪاوڙ ۽ ڪجهه خطا ٿيل حواسن جي حالت ۾ سالار جي منهن ۾ مُڪ هنئي. سالار بي اختيار لوڏو کائي پوئتي هٽيو. ان جا ٻئي هٿ هاڻي پنهنجي منهن تي هيا. عاڪف جي گاڏي پٺيان بيٺل گاڏين هارون مٿان هارون وڄائڻ شروع ڪيا. اهي سڙڪ جي وچ تي بيٺا هيا ۽ اها انهن ٻنهي جي خوش قسمتي هئي جو اهڙي نموني سان اوچتو گاڏي بيهڻ ڪري پٺيان اچڻ واري گاڏي انهن کي ٽڪر ڪو نه هنيو هيو.

سالار ٻنهي هٿن سان پنهنجي ڳياڙي پڪڙيون پنهنجي سيٽ تي ويٺو لڳو پيو هيو. عاڪف پنهنجا هوش ۽ حواس قابو ڪندي گاڏي کي ڪجهه اڳتي پر واري هڪڙي ويران گهٽيءَ ۾ موڙي هڪڙي طرف بيهاريو. سالار ان وقت تائين سڌو ٿي چڪو هيو ۽ پنهنجي هڪڙي هٿ جي تري سان چپ ۽ ڳياڙي جهليون شيشي کان ٻاهر ڏسي رهيو هيو. ڪجهه منٽ اڳ وارو اشتعال هاڻي گم ٿي چڪو هيو.

عاڪف گاڏيءَ ۾ سيٽ تي ويٺي ويٺي ان ڏانهن ڪنڌ ورايو ۽ چيو. "تو سان ڪهڙو مسئلو آهي. مون سان ڇو وڙهي رهيو آهين. مون ڇا ڪيو آهي؟"

وڏي آواز ۾ ڳالهائيندي ان ڊيش بورڊ تان ٽشو باڪس کڻي سالار ڏانهن وڌايو. ان سالار جي قميص تي رت جا ڪجهه ڦڙا ڏسي ورتا هيا. سالار هڪ ٻئي پٺيان ٻه ٽشو ڪڍيا ۽ چپ جي ان ڪنڊ کي صاف ڪرڻ لڳو جتان رت وهي رهيو هيو.

"اتي گاڏيءَ جو ايڪسيڊنٽ ٿي وڃي ها." عاڪف چيو. سالار کي هٿ صاف ڪندي ٻيهر والن جو خيال آيو. ان هڪدم هيٺ جهڪي پيرن ۾ والا ڳولڻ شروع ڪيا.

"فوٽ پاٿ تي گاڏي چڙهي وڃي ها، يا ....."

عاڪف ڳالهه اڌ ۾ ڇڏي ان کي ڏسڻ لڳو.

"ڇا ڳولي رهيو آهين؟"

"اهي والا." سالار مختصر ڳالهايو.

عاڪف بي اختيار چڙي پيو.

"سالار! ڪهڙو مسئلو آهي. منهنجي سنگتياڻي آهي، ان جا والا آهن. منهنجو مسئلو آهن اهي والا. يا ان جو مسئلو آهي، تنهنجو ڪونهي." سالار هڪدم رڪجي ويو. ان کي پنهنجي بيهودي حرڪت جو احساس ٿيو. اهو سڌو ٿي ويٺو. ٽشو کي دريءَ مان ٻاهر اڇلائيندي ان کي ساهہ منجهندي محسوس ٿي رهيو هيو.

عاڪف نراڙ ۾ گهنج وجهيون ان کي ڏسي رهيو هيو.

"تنهنجو ۽ صنوبر جو ڪو....." عاڪف ڳالهہ ڪندي احتياط ڪري خاموش ٿي ويو. ان کي اندازو ڪونہ ٿي ٿي سگهيو تہ گذريل پيري ان جي جملي ۾ اهڙو ڪهڙو لفظ هيو جنهن ان کي مشتعل ڪيو هيو. اهو پيهر غلطي دهرائڻ کان لهرائي رهيو هيو.

"مان شرمندو آهيان. (آءِ ايم سوري)" سالار ان جي ماٺ ٽيڙڻ تي چيو.

"چڱو ڪا ڳالهہ ڪونهي." عاڪف ڪجهہ مطمئن ٿيو. "تون ۽ صنوبر....." اهو وري ماٺ ٿي ويو.

"تو چيو هيو تہ ان جو نالو امامہ آهي." سالار ڪنڌ ورائي ان جي منهن ۾ تڪيو. عاڪف کي بي اختيار ان جي اکين کان ڊپ ٿيڻ لڳو. اهي ڪنهن چڱي ڀلي ماڻهوءَ جون اکيون ڪو نہ هيون. وحشت...... بيوسي...... خوف....... انهن ۾ هر تاثر موجود هيو.

"ها. ان هڪڙو پيرو مون کي ٻڌايو هيو.شروع ۾. هڪڙي دفعي پنهنجي باري ۾ ٻڌائي رهي هئي، تڏهن ان مون کي ٻڌايو هيو."

"مون کي ان جو حُليو ٻڌائي سگهين ٿو؟" سالار ٻڌل اميد سان چيو.

"ها. چو نہ." عاڪف گهبرايو" ڏاڍي سهڻي آهي. وڻندڙ... ڏِسي" عاڪف هاڻي هبڪڻ لڳو."ڪاريون اکيون اٿس.وار بہ اڳ ۾ ڪارا هيس هاڻي پورا ڪرايا اٿائين ۽ ڇا ٻڌايان." اهو بيوس ٿي ويو.

سالار اکيون بند ڪري منهن اڳين شيشي ڏانهن ڪري ڇڏيو. پوسٽ ڪجهہ اڳا وڌي وئي هئي.

"ان جو نالو امامہ هاشم آهي؟" شيشي کان ٻاهر ڏسندي پڇڪيو.

"خبر ڪونهي، ان پي جو نالو تہ ڪونہ ٻڌايو. نہ وري مون پڇيو." عاڪف چيو.

"اها امامہ هاشم ئي آهي." اهو پڇڪيو. ان جو چهرو اونداهو ٿيندو پئي ويو. "اهو سڀ منهنجي ڪري ٿيو...... سڀ..... ان سڀ جو مان ذميوار آهيان."

"تون ڪهڙي ڳالهہ جو ذميوار آهن؟" عاڪف کي هورا کورا ٿي. سالار ماٺ ڪيون شيشي مان ٻاهر ڏسندو رهيو. عاڪف جواب جو انتظار ڪندو رهيو. ڪجهہ منٽن جي خاموشيءَ کان پوءِ سالار ڪنڌ ورائي ان کي چيو.

"مان ان سان ملڻ گهران ٿو. هاڻي ۽ هن وقت."

عاڪف ڪجهہ دير تائين ان کي ڏسندو رهيو. پوءِ اهو موبائيل ڪڍي فون ملائڻ لڳو. ڪجهہ دير تائين اهو ڪوشش ڪندو رهيو پوءِ ان ڪلها لوڏيندي چيو.

"ان جو موبائيل فون بند آهي. خبر نہ آهي اها گهر تي ملي يا نہ ملي چو تہ هاڻي رات

ٿي رهي آهي ۽ اها ......" عاڪف ماٺ ڪري گاڏي چالوڪرڻ لڳو. "ليڪن مان تو کي ان جي گهر وٺي ٿو هلان."

اڌ ڪلاڪ کان پوءِ اهي ہئي دفينس جي هڪڙي بنگلي جي ٻاهران بيٺا هيا. اتي پهچڻ تائين ٻنهي جي وچ ۾ ڪا ڳالهه ٻولهه ڪونہ ٿي. عاڪف هاڻي ان وقت کي پڇي رهيو هيو جڏهن ان سالار کي لفٽ ڏني هئي.

ڪجهہ پيرا هارون وڄائڻ تي اندران هڪڙو ماڻهو نڪري آيو اهو چوڪيدار هيو.

"صنوبر گهر ۾ آهي." عاڪف ان کي ڏسڻ سان پڇيو.

"نہ. بيبي صاحبہ تہ ڪونہ آهي."

"اها ڪٿي آهي؟"

"مون کي خبر ڪونهي." عاڪف سالار کي ڏٺو ۽ پوءِ گاڏيءَ جو دروازو کوليندي چيو.

"تون ويهہ. مان ٿوري دير ۾ اچان ٿو." عاڪف ان ماڻهوءَ سان اندر هليو ويو.

اهو ڏهن منٽن کانپوءِ واپس آيو.

"ڇا تون ان سان ڳالهائيندين؟" ان اندر ويهندي پڇيو.

"مون کي ان سان ملڻو آهي." عاڪف ٻيهر گاڏي چالو ڪرڻ لڳو.

سفر وري ان ئي خاموشيءَ سان طئي ٿيڻ لڳو. نَوَ وڄي رهيا هيا جڏهن اهي ڳاڙهي بازار ۾ پهتا هيا. سالار جي لاءِ اها جاءِ نئين ڪونہ هئي. صرف ان تڪليف جو احساس نئون هيو جيڪو ان کي هن پيري ٿي رهيو هيو.

"اها اڄ هتي ئي آهي.... ڪنهن ماڻهوءَ ڪنهن فنڪشن جي لاءِ هتان جي ڇوڪرين کي بوڪ ڪرايو آهي. اها بہ انهن سان گڏ وڃي رهي آهي."

عاڪف گاڏيءَ مان لهندي چيو.

"تون بہ تہ لهہ. گهڻو اندر هلڻو آهي. هاڻي صنوبر کي مان تو سان ملائڻ لاءِ هتي تہ وٺي ڪونہ ٿو اچي سگهان." سالار ٻاهر نڪري آيو.

اهو عاڪف سان هڪڙو پيرو وري انهن گهٽين ۾ وڃڻ لڳو. ان کي چڱي طرح ياد هيو اهو اهڙي جاءِ تي آخري پيرو اتي ڪڏهن آيو هيو. اتي ڪجهہ بہ ڪونہ بدليو هيو. انساني گوشت جو واپار اڃا بہ ان "ڊڪيل ڇپيل" انداز ۾ ٿي رهيو هيو.

ان کي گهڻو ڇٽي نموني ياد هيو اهو پهريون پيرو ارڙهن سالن جي عمر ۾ اتي آيو هيو ۽ پوءِ ڪيترائي پيرا اتي ايندو رهيو هيو. ڪيترا دفعا. ڪڏهن ناچ ڏسڻ، ڪڏهن ڪنهن مشهور اداڪارا جي ڪنهن محفل ۾ شريڪ ٿيڻ جي لاءِ. ڪڏهن انهن گهٽين جي دروازن، درين، بالڪنين مان لڙڪندڙ جهاتيون پائيندڙ اڌ اگهاڙين عورتن کي ڏسڻ لاءِ (انهن گهٽين مان لنگهندي ان کي عجيب خوشي محسوس ٿيندي هئي اهو اتي بيٺل ڪنهن بہ عمر جي کهڙي بہ شڪل جي ڇوڪريءَ کي ڪجهہ ڪلاڪن جي لاءِ خريد ڪري سگهندو هيو. ٻٽون مان نڪرندڙ ڪجهہ نوٽ اتي بيٺل ڪنهن بہ ڇوڪريءَ کي ننهن کان چوٽيءَ تائين ان جو ڪري ٿي ڇڏيو. دنيا پيرن جي هيٺان ۽ زمانو مٺ ۾ هجڻ

باقي ڇاڪي ڇڏيو آهي، ان کي خوشيءَ جو احساس ٿيندو هيو) ۽ ڪڏهن اتي رات گذارڻ لاءِ انهن عورتن سان جن کان اهو نفرت ڪندو هيو. ڪجهه روپين جي خاطر جسم وڪڻڻ وارين جي لاءِ اهو ان کان علاوه ڪهڙا جذبا رکي سگهيو ٿي ۽ نفرت جي باوجود اهو انهن کي خريد ڪندو هيو ڇو ته اهو خريد ڪري سگهيو ٿي. ارڙهن اوڻويهن سالن جي عمر ۾ ان کي يقين هيو ته انهن عورتن ۾ ڪڏهن به ڪا اهڙي عورت نٿي ٿي سگهي جنهن سان ان جو ڪو تعلق هجي، خوني رشتو هجي يا محبت هجي.

ان جي ماءُ ۽ ڀيڻ شاهوڪار طبقي جون فرد هيون. ان جي زال کي ان طبقي جي ڪنهن گهر مان اچڻو هيو. ان جي ڌيءَ به ان طبقي مان هوندي، ڳاڙهي بازار جون عورتون..... انهن کي انهيءَ ڪم جي لاءِ پيدا ڪيوويو آهي. ان کي يقين هيو آڪڙيل ڪنڌ، وڏيل ڪاڌي ۽ تاٽيل پرن سان اهو ان مخلوق سان جيتري نفرت ڪري، گهٽ آهي. جيتري بي عزتي ڪري، گهٽ آهي.

۽ هاڻي..... هاڻي قسمت ڇا ڪيو هيو. ستن پردن ۾ رهڻ واري ان عورت کي جنهن جي جسم تي اهو ڪنهن جي آڳر جي ڇهاءَ کي به برداشت نٿي ڪري سگهيو. ان کي انهي بازار ۾ اڇلايو ويو هيو. انجي اڳيان ڪجهه وکن جي فاصلي تي اهو شخص هلي رهيوهيو جيڪو ان جو گراهڪ هيو ۽ سالار سڪندر زبان کولڻ جي به قابل ڪو نه هيو. گوڙ نٿي ڪري سگهيو. شڪايت نٿي ڪري سگهيو. اهو ڪنهن کي ڇا چوي ها. ڇا اهو الله کي چئي ٿي سگهيو ته ان سان ايئن ڇو ٿيو. آخر ان اهڙي ڪهڙي خطاب ڪئي هئي؟ ان پنهنجا چپ پڪوڙيا. انهن جي ڪنبڻ کي ڪيئن روڪي ها. انهن گهٽين ۾ اچڻ وارو ڪو به شخص ڪڏهن دعويٰ سان اهو چئي سگهي ٿو ته ان جي پنهنجي گهر، پنهنجي خاندان جي عورت ڪڏهن به انهي بازار ۾ ڪو نه ايندي، ڪنهن ڏاڙئي مرد جي ڪيسي ۾ پيل نوٽن جي عيوض وڪامي ڪو نه سگهندي. ماءُ نه؟....ڀيڻ؟..... يا زال؟ ...... ڌيءَ؟.... پوٽي؟.... ڏوهٽي؟..... اچڻ وارن نسلن مان ڪا.

سالار سڪندر جي زبان نڙيءَ مان چڪي وئي هئي. امامه هاشم ان جي زال هئي، ان جي نڪاح هيٺ. شاهوڪار طبقي جي اها عورت جنهن جوانهيءَ بازار سان ڪڏهن واسطو نه پوي ها. سالار سڪندر هڪڙو پيرو وري پاڻ کي مارگلا جي پهاڙين تي رات جي اونداهيءَ ۾ وڻ سان ٻڌل ڏٺو........ بيوسيءَ جي انتها هئي.

"صاحب! مون سان گڏ هلو مون وٽ هر عمر جي ڇوڪري آهي. هن علائقي جون سڀ کان خوبصورت ڇوڪريون، قيمت به گهٽي ڪونهي." هڪڙو ماٺهو ان سان گڏ هلڻ لڳو.

"مان هتي انهيءَ لاءِ ڪو نه آيو آهيان." سالار ان کي ڏسڻ کان سواءِ جهيٽي آواز ۾ چيو.

"شراب ڪپي، نشي جون گوريون، مان سڀ ڪجهه سپلاءِ ڪندو آهيان."

عاڪف هڪدم قدم روڪي ڪجهه ڪاوڙ مان ان ماٺهوءَ کي چيو. "توکي هڪڙو پيرو چيو نه. ته ضرورت ڪونهي پوءِ پٺيان ڇو پئجي ويو آهين."

ان ماٺهوءَ جا قدم ڄمي ويا. سالار ماٺ ڪيون هلندو رهيو. ان جو ذهن ڪنهن

انڌاري جي زد ۾ اچي ويو هيو. امامہ هاشم اتي ڪڏهن، ڇو ڪيئن اچي وئي هئي. ماضي هڪڙي فلم وانگر ان جي اکين اڳيان گهمڻ لڳو هيو.

"مهرباني ڪري، تون هڪڙو پيرو...... هڪڙو پيرو وچي منهنجي باري ۾ ان کي سڀ ڪجهہ ٻڌاءِ. ان کي چئو مون سان شادي ڪري، ان کي چئو مون کي ڪنهن بہ شي جي ضرورت ڪونهي. صرف هڪڙو نالو آهي. ان کي تون حضرت محمد ﷺ جو واسطو ڏيندين تہ اهو انڪار ڪونہ ڪندو. اهو انهن ﷺ سان ڏاڍي محبت ڪندو آهي." ان گهڻا سال اڳ پنهنجي پلنگ تي ليٽيون چپس کائيندي موبائيل فون تي وڏي اطمينان سان ان کي سُڏڪا ڀريندي ٻڌو هيو.

"يلا، تون امامہ جو ڇا ٿيندو آهين؟"

"مان.... مان ۽ امامہ گهڻو گهرا ۽ پراڻا دوست آهيون." جلال انصر جي نراڙ تي گهنج پئجي ويا هيا. سالار عجيب خوشي محسوس ڪئي هئي. جلال ان وقت امامہ ۽ هن جي باري ۾ ڇا سوچي رهيو هوندو. اهو چڱي نموني اندازو ڪري ٿي سگهيو.

"ان کي وڃي صاف صاف ٻڌاءِ تہ مان ان سان شادي نہ ڪندس."

ان جلال انصر جو اهو پيغام ٻڌڻ سان امامہ هاشم جو چهرو ڏسڻ ٿي گهريو. ان چيگم جا ڦوڪڻا ٺاهيندي امامہ کي موبائيل فون تي خبر ٻڌائي هئي.

"تو مون تي ايترا احسان ڪيا آهن، هڪڙو احسان ٻيو ڪر. مون کي طلاق ڏئي ڇڏ." اها فون تي ڀاڪاري رهي هئي.

"نہ مان تو تي احسان ڪري ڪري ٿڪجي پيو آهيان، هاڻي وڌيڪ احسان ڪري نٿو سگهان ۽ اهو احسان...... اهو تہ ممڪن ئي ڪونهي." ان جواب ۾ چيو هيو.

"توکي طلاق کپي، ڪورٽ ۾ وڃي وٺ مگر مان تہ توکي طلاق ڪونہ ڏيندس."

سالار جي نڙيءَ ۾ ڪنڊا چڀڻ لڳا.

"ها، مون اهو سڀ ڪجهہ ڪيو هيو ليڪن مون، مون جلال انصر جي غلط فهمي دور ڪئي هئي. مون ان کي سڀ ڪجهہ ٻڌايو هيو، ڪجهہ بہ ڪونہ لڪايو. مون صرف هڪڙو ڀوڳ ڪيو هيو، هڪڙو معمولي ڀوڳ. مون اهو تہ نٿي گهريو تہ امامہ سان اهو سڀ ڪجهہ ٿئي." اهو ڄڻ ڪنهن عدالت ۾ اچي بيٺو هيو. "ٺيڪ آهي، مون ان کي طلاق نہ ڏئي ان سان زيادتي ڪئي ...... مگر...... مگر.... مون ڀوءِ بہ اها خواهش تہ ڪو نہ ڪئي هئي تہ اها هتي اچي ڦاسي. مون...... مون ان کي گهر ڇڏڻ کان روڪيو هيو مون ڀوڳ ۾ ئي سهي پر ان کي مدد جي آڇ ڪئي هئي. مان تہ ان کي هتي وٺي ڪونہ آيو هيس. انهي سڀ ڳالهہ جو ڪير مون کي ذميوار نٿو ڪري سگهي."

اهو ڇڙ وڇڙ جملن ۾ وضاحتون ڏئي رهيو هيو. ان جي مٿي ۾ سرڙاٽ ٿيڻ لڳو. سور جي هڪڙي تکي پر سچاتل سَٽَ ميگرين (اڌ مٿي جو سور) جو هڪڙو ٻيو حملو. اهو هلندي هلندي بيهي رهيو چپ پڪوڙي ان بي اختيار پنهنجن لونڊڙين کي مهٽيو سور جي سٽ گذري وئي هئي. اکيون کولي ان گهٽيءَ جي ور وڪڙن کي ڏٺو گهٽ ۾ گهٽ ان

جي لاءِ ۽ امامہ هاشم جي لاءِ اها انڌي گهٽي هئي. ان وڪون اڳتي وڌايون. عاڪف هڪڙي چورس نما گهر جي سامهون بيهي رهيو. ان ڪنڌ ورائي سالار ڪي ڏٺو.

"اهو ئي گهر آهي." سالار جو چهرو ڪجهہ اچا وڏيڪ ڪوماڻجي ويو. قيامت اچا ڪيترو پري رهجي وئي هئي.

"مٿين منزل تي هلڻو آهي. صنوبر مٿي ئي هوندي" عاڪف اهو چوندي هڪڙي پاسي سوڙهي ۽ اونداهي ڏاڪڻ چڙهڻ لڳو. سالار ڪي پهرين ڏاڪي تي ئي ٿاٻو آيو. اهو بي اختيار جهڪيو عاڪف ڪنڌ ورائي ان ڪي ڏٺو ۽ بيهي رهيو.

"احتياط سان اچ. ڏاڪڻ جي حالت گهڻي سٺي ڪونهي. مٿان وري اهي بلب لڳائڻ جا بہ روادار ڪونهن." سالار سڌو ٿي ويو. ان پٽ جو سهارو وٺي مٿئين ڏاڪي تي پير رکيو. ڏاڪڻ وڪڙ ڪائي گولائيءَ جي صورت ۾ مٿي وڃي رهي هئي ۽ ايتري سوڙهي هئي جو هڪڙي وقت ۾ صرف هڪڙو ماڻهو لنگهي سگهيو ٿي. ان جو پلستر بہ اکڙيل هيو. سالار انڌن وانگر پٽ تي هٿ رکي ڏاڪا چڙهڻ لڳو.

پهرين منزل تي هڪڙي دروازي جي ڪليل طاق مان ايندڙ روشني سالار جي رهنمائي ڪئي هئي. عاڪف اتي ڪٿي بہ ڪونہ هيو. يقيناً اهو دروازي مان لنگهي اڳتي هليوويو هوندو. سالار ڪجهہ گهڙين لاءِ اتي بيٺو پوءِ ان چانئٺ ٽپي اڳتي قدم رکيو. اهو هاڻي هڪڙي هال ۾ هيو. هڪڙي پاسي ڪيترن ئي ڪمرن جا دروازا هيا ٻئي پاسي هيٺ گهٽي نظر اچي رهي هئي. وراندي جهڙو هال بلڪل خالي هيو. اتي بيٺي سيني ڪمرن جا دروازا ان ڪي بند پيل لڳي رها هيا. عاڪف ڪٿي ويو هيو ان ڪي خبر ڪونہ هئي. ان گهڻي محتاط انداز ۾ وڪون اڳتي ڪنيون. ايئن چڻ اهو ڪنهن ڀوت بنگلي ۾ اچي ويو آهي. هاڻي ڪو دروازو کلندو ۽ امامہ هاشم ان جي سامهون اچي بيهي رهندي.

"منهنجا خدا...... مان ...... مان هتي ان جي سامهون منهن ڪيئن ڪٽي سگهندس." ان جي دل ٻڏڻ لڳي.

اهو انهن بند دروازن کي ڏسندو هلندو پئي ويو جڏهن ان وراندي جي آخري ڇيڙي تي هڪڙي دروازي مان عاڪف نڪتو.

"تون ڪٿي رهجي وئين؟" ان اتان ئي وڏي آواز ۾ چيو "هيڏانهن اچ."

سالار جي قدمن جي رفتار تيز ٿي وئي. سالار دروازي تائين پهچڻ کان اڳ ڪجهہ گهڙين جي لاءِ بيهي رهيو. اهو پنهنجي دل جي ڌڙڪڻ جو آواز ٻاهر تائين ٻڌي رهيو هيو. پوءِ اکيون بند ڪيون ٿڌا ٿيل هٿن جون مٺيون ڀڪوڙيون اهو ڪمري ۾ اندر اچي ويو. اتي عاڪف هڪڙي ڪرسيءَ تي ويٺو هيو جڏهن تہ هڪڙي ڇوڪري پنهنجن وارن ۾ ڦٽي ڏيندي عاڪف سان ڳالهيون ڪري رهي هئي.

"اها امامہ ڪونهي." سالار جي وات مان بي اختيار نڪري ويو.

"ها. اها امامہ ڪونهي. اها اندر آهي. اچ." عاڪف اٿي هڪڙي ٻئي ڪمري جو

دروازو کوليو. سالار ٽڙندڙ وکن سان ان جي پٺيان ويو. عاڪف ان ڪمري مان ٻه لنگهي ويو ۽ هڪڙو ٻيو دروازو کولي هڪڙي ٻئي ڪمري ۾ داخل ٿيو.

"هيلو صنوبر!" سالار ٻري ڪان ٿي عاڪف کي چوندي ٻڌو. ان جي دل ٽپو ڏئي نڙيءَ ۾ اچي ڦاٿي. هڪڙي گهڙيءَ لاءِ ان جي دل گهريو ته اتان ڀڄي وڃي...... هاڻي ان ٿي وقت .... ڪُڙين جي زور تي...... هيڏي هوڏي ڏسڻ کان سواءِ.... انهي گهر مان ...... ان علائقي مان ......... ان شهر مان ...... ان ملڪ مان ....... ٻيهر ڪڏهن هن پاسي جو رُخ ئي نه ڪري..... ان ڪنڌ ورائي پنهنجي پٺيان دروازي کي ڏٺو.

"اچ سالار!" عاڪف ان کي مخاطب ڪيو. اهو هاڻي ڪنڌ ڦيرائي اندر ڪنهن ڇوڪريءَ سان گفتگو ۾ مصروف هيو. سالار ڪِيٽ ڏني، ان جي نڙيءَ ۾ ڪنڊا چڀي رهيا هيا. اهو اڳتي وڌيو. عاڪف پنهنجي پٺيان ان جي قدمن جو آواز ٻڌو ته دروازي کان هٽي ويو. سالار دروازي ۾ هيو. اها ڪمري جي وچ ۾ بيٺي هئي.

"اها آهي صنوبر" عاڪف تعارف ڪرايو. سالار ان تان نظرون هٽائي ڪو نه سگهيو. اها به ان تي نظرون ڄمايون بيٺي هئي.

"امامه؟" اهو بي حس ۽ حرڪت ان کي ڏسي ٻڙڪيو.

"ها امامه!" عاڪف تصديق ڪئي.

سالار گوڏن ڀر زمين تي ڪري پيو. عاڪف گهٻرائجي ويو.

"ڇا ٿيو ڇا ٿيو؟" اهو ٻنهي هٿن سان پنهنجو مٿو پڪڙيون سجدي ۾ پيو هيو. اهو هڪڙي طوائف جي ڪوٺي تي سجدي ۾ ڪرڻ وارو پهريون مرد هيو.

عاڪف اوڪڙون ويهي ان کي ڪلهي کان وٺي لوڏي رهيو هيو.

"پاڻي..... پاڻي کڻي اچان؟" صنوبر گهٻرائيندي تڪڙ مان پلنگ جي سيرانديءَ کان رکيل جڳ ۽ گلاس ڏانهن وڌي ۽ گلاس ۾ پاڻي کڻي اچي سالار جي پرسان ويهي رهي.

"سالار صاحب! توهان پاڻي پيئو."

سالار هڪڙي جهٽڪي سان اٿي وينو ائين ڄڻ ان کي ڪرنٽ لڳو هجي. ان جو چهرو ڳوڙهن سان پُريل هيو. ڪجهه چوڻ کان سواءِ ان پنهنجي پتلون جي کيسي مان ٻٽون ڪڍيو ۽ پاڳلن وانگر ان مان نوٽ ڪڍي صنوبر جي سامهون رکندو ويو. ان ڪجهه سيڪنڊن ۾ ٻٽون خالي ڪري ڇڏيو. ان ۾ ڪريڊٽ ڪارڊن کان علاوه ڪجهه به ڪونه بچيو هيو. پوءِ اهو ڪجهه چوڻ کان سواءِ بيهي رهيو ۽ پوئين پيرين دروازي جي چائنٽ سان ٿيڙڪائي ٻاهر نڪري ويو. عاڪف هڪو ٻڪو ٿي ان جي پٺيان آيو.

"سالار......! سالار......! ڇا ٿيو آهي؟ ڪيڏانهن پيو وڃين؟" ان سالار کي ڪلهي کان پڪڙي روڪڻ جي ڪوشش ڪئي. سالار گهٻرائجي ان کان پنهنجو پاڻ کي ڇڏائڻ لڳو.

"مون کي ڇڏ. هٽ نه لڳاءِ. مون کي وڃڻ ڏي" ان وڏي آواز ۾ روئيندي وڦلڻ واري انداز ۾ دانهن ڪئي.

"تو کي امامه سان ملڻو هيو." عاڪف ان کي ياد ڏياريو.

”اها امامہ ڪونهي. اها امامہ هاشم ڪونهي......“

”تہ نيڪ آهي. مگر تو ڪي مون سان هلڻو آهي.“

”مان هليو ويندس. مان هليو ويندس. مون کي تنهنجي ضرورت ڪونهي.“ اهو پوئين پيرين ان ڪان پنهنجو ڪلهو ڇڏائي ڀڄندو ڪمري مان نڪري ويو. عاڪف ڇپن ۾ پٺڪڻ لڳو. ان جو موڊ آف ٿي ويو هيو. موٽي اهو صنوبر جي ڪمري ۾ گهري ويو جيڪا اڃا حيرانيءَ مان نوٽن جي ڍِگ کي ڏسي رهي هئي.

※※※

ڏاڪڻ هاڻي بہ ايئن ئي اونداهي هئي مگر ان دفعي اهو جنهن ذهني حالت ۾ هيو ان کي ڪنهن پت، ڪنهن سهاري، ڪنهن روشنيءَ جي ضرورت ڪونہ هئي. اهو انڌا ڌنڌ ان اونداهي ڏاڪڻ تان هيٺ پڳو ۽ خراب حالت ۾ ڪري پيو. جيڪڏهن ڏاڪڻ سڌي هجي ها تہ اهو سڌو هيٺ وڃي ڪري ها. مگر ڏاڪڻ جي گولائي ان کي بچائي ورتو هيو. اهو اوندهہ ۾ هڪڙو پيرو وري اٿيو. گوڏن ۽ مُرن ۾ اٿندڙ سور جي ٽيسن ڪان بي پرواهہ ان بيهر ساڳي نموني ۾ ڀڄندي ڏاڪڻ تان لهڻ جي ڪوشش ڪئي. ڪجهہ ڏاڪا لهڻ ڪان پوءِ ٽپو ڏيڻ ڪري اهو وري وڃي زمين تي ڪريو هيو. ان ڀيري ان جو مٿو بہ پٽ سان ٽڪرائجي ويو. اهو خوش قسمت هيو جو ان جو ڪو هڏو ڪو نہ ڀڳو. شايد ڏاڪن جو تعداد گهٽو هجي ها تہ اهو وري ٽيون ڀيرو اٿي اهڙي ئي نموني سان ڏاڪڻ تان لهڻ جي ڪوشش ڪري ها ليڪن هيو ڀيرو ڏاڪڻ ڪان ڪرڻ ڪانپوءِ اهو هيٺين ڏاڪي تي اڇي ويو هيو. سامهون گهٽي ۾ روشني نظر اچي رهي هئي. اهو ڏاڪڻ ڪان ٻاهر نڪري آيو پر اڳتي وڃي ڪونہ سگهيو. ڪجهہ وڪون ڪڻ ڪان پوءِ ان گهر جي ٻاهران ٿلهي تي ويهي رهيو. ان کي الٽي محسوس ٿي رهي هئي. مٿي کي جهليندي بي اختيار ان کي اوڪارو آيو اهو ٿلهي تي ويٺي ئي ڏوڙو ٿي ويو. اهو اوڪارا ڏيندي بہ ايئن روئي رهيو هيو. گهٽيءَ مان گذرڻ وارن ماڻهن لاءِ اهو نظارو نئون ڪو نہ هيو. هتي ڪيترائي شرابي ۽ نشئي ضرورت ڪان گهٽو نشو ڪرڻ ڪان پوءِ اهو ئي سڀ ڪجهہ ڪندا رهندا هيا. صرف سالار جو لباس ۽ حُليو هيو جيڪو ان کي ڪجهہ مُهذب ڏيکاري رهيو هيو ۽ ان جا ڳوڙها ۽ واويلا. شايد ڪنهن طوائف جي بي وفائي جو نتيجو هيو. اتي ڪيترا ڀيرا ڪيترا اهڙا ئي مُهذب ۽ معزز نظر اچڻ وارا مرد اهڙي طرح روئيندا ويندا هيا. طوائف جو ڪوٺو هر ڪنهن کي راس ڪو نہ ايندو آهي. ان بازار ۾ حال احوال معلوم ڪرڻ جو رواج ڪونہ هيو.

عاڪف هيٺ ڪو نہ آيو هيو. اچي ها تہ شايد سالار وٽ ويهي رهي ها. امامہ هاشم اتي ڪو نہ هئي. صنوبر، امامہ هاشم ڪو نہ هئي. ان جي ڪلهن تان ڪيڏو وڏو بار لاٿو ويو هيو. ڪيڏي اذيت ڪان ان کي بچايو ويو هيو. تڪليف ڏئي ان کي ڄاڻ (آگهي) ڪونہ ڏني وئي. صرف تڪليف جو احساس ڏئي ان کي آگهي ڪان واقف ڪيو ويو هيو. ان کي اتي نہ ڏسي اهو انهيءَ حالت کي پهتو هيو. اهو ان کي اتي ڏسي وٺي ها تہ ان تي ڇا گذري ها. ان کي الله ڪان خوف ٿي آيو. بي پناهہ خوف. اهو ڪيترو طاقتور هيو ڇا نٿي

ڪري سگهيو. اهو ڪيترو مهربان هيو. ڇا نہ ڪندو هو. ان کي انسان کي انسان رکڻ ايندو هيو. ڪڏهن غضب سان، ڪڏهن احسان سان. اهو ان کي ان جي دائري ۾ ئي رکندو هيو.

ان کي پنهنجي زندگيءَ جي انهي ڪاري باب تي ايترو پڇتاءُ، ايتري نفرت ڪڏهن ڪونہ ٿي هئي جيتري هن وقت ٿي رهي هئي......

”ڇو؟ ڇو......؟ مان هتي ڇو ايندو هيس......؟ مان انهن عورتن کي ڇو خريد ڪندو هيس......؟ ڇو گناهہ جو احساس منهنجي اندر ۾ ڪونہ جاڳندو هيو؟“ اهو ٿلهي تي ويٺو ٻنهي هٿن سان مٿو پڪڙيون سڏڪا ڀري رهيو هيو.

”۽ هاڻي..... هاڻي جڏهن مان اهو سڀ ڪُجهہ ڇڏي چڪو آهيان تہ هاڻي...... هاڻي ڇو..... اها تڪليف..... اهو ڇيڪو مون کي ڇو ٿي رهيو آهي. مون کي خبر آهي. خبر آهي، مون کي پنهنجي هر عمل جو جواب ڏيڻو آهي، مگر اهو حساب هتي.... اهڙي نموني نہ وٺ. جنهن عورت سان مان محبت ڪيان تو ان کي ڪڏهن انهي بازار ۾ نہ اڇلاءِ“

اهو روئيندي روئيندي ماٺ ٿيو ڪهڙو انڪشاف ڪٿي ٿي رهيو هيو.

”محبت؟“ اهو گهٽيءَ مان لنگهندڙ ماڻهن کي ڏسي بي يقيني مان ٻڙڪيو.

”ڇا مان ..... مان ان سان محبت ڪندو آهيان؟“ ڪا لهر ان جي ننهن کان چوٽيءَ تائين ڦري وئي.

”ڇا اها تڪليف مون کي صرف انهيءَ ڪري ٿي رهي آهي جو مان ان سان ......“ ان جي ڇهري تي پاڇا لهرايا هيا. ”ڇا اهو منهنجو پڇتاءُ ڪونهي. ٻيو ڪجهہ آهي......؟“

ان کي لڳو اهو اتان ڪڏهن بہ اٿي ڪو نہ سگهندو.

”تہ اهو پڇتاءُ نہ محبت آهي، جنهن جي پنيان مان ڀڄندو ڦرندو پيو وتان.“ ان کي پنهنجو بدن واريءَ جو ٺهيل لڳو.

”امامہ ڦندو ڪونهي، روڳ آهي؟“ ڳوڙها هاڻي بہ ان جي ڳلن تان وهي رهيا هيا.

”۽ ان بازار ۾ ان عورت جي ڳولا ۾ منهنجن اٿندڙ قدمن ۾ ڏڪڻي انهيءَ ڪري هئي ڇو تہ مون ان کي پنهنجي دل جي گهٽو اندر ڪنهن تمام مٿانهين جاءِ تي رکيو هيو. اتي، جتي خوف مان بہ ان کي محسوس نٿي ڪري سگهيس.“

150 ڪان وڌيڪ آئي ڪيو ليول واري ان مرد کي منهن ڀر ڪيرايو ويو هيو. اهو هڪڙو پيرو وري هيانءَ ڦاڙي روئڻ لڳو. ڪهڙو زخم هيو جيڪو اتي ويٺي تازو ٿي رهيو هيو. ڪهڙي تڪليف هئي جيڪا ساهہ منجهائي رهي هئي. آئيني ان کي ڪٿي اگهاڙو ڪيو هيو. ان کي ڇا ڏنو هيو؟ ڇا ورتو هيو؟ اهو اٿي اتان هلڻ لڳو. اهڙي نموني سڏڪا ڀريندي روئيندو اهو پاڻ کي روڪي نٿي سگهيو. ان کي ڀرسان لنگهڻ وارن جي نظرن جي بہ پرواهہ ڪونہ هئي. ان کي زندگيءَ ۾ ڪڏهن بہ پنهنجي وجود کان ايتري نفرت ڪونہ ٿي هئي جيتري ان وقت ٿي رهي هئي. اها ڳاڙهي بازار ان جي زندگيءَ جو سڀ کان وڌيڪ ڪارو باب هيو. اهڙو ڪارو باب جنهن کي اهو ڪرڙي پنهنجي زندگيءَ کان الڳ

ڪري ڪو نہ سگھيو هيو. اهو هڪڙو ڀيرو وري ان جي زندگيءَ ۾ اچي بيهي ويو هيو. ڪيترائي سال پهريان اتي گذاريل راتيون هاڻي بلائن وانگر ان کي وڪوڙيون پيون هيون ۽ اهو انهن کان جان ڇڏائي ڪو نہ ٿي سگھيو ۽ هاڻي جنهن خوف ان کي پنهنجي گھيري ۾ ورتو هيو اهو تہ.......

"جيڪڏهن ....... جيڪڏهن .... امامہ انهي بازار ۾ اچي وڃي ها تہ ........؟ صنوبر، امامہ هاشم ڪونہ هئي مگر ڪا ٻي ......." ان جي مٿي ۾ سور جي هڪڙي ٻي لهر اٿي، ميگرين (اڌ مٿي جو سور) هاڻي زور پڪڙيندو پئي ويو. ان جو ذهن مائوف ٿي رهيو هيو اهو رستي کي بہ چڱي طرح ڏسي ڪو نہ پئي سگھيو. هاڻي ان جو مٿو سور کان ڦاٽي رهيو هيو پوءِ اهو ڪٿي ويهي رهيو هيو. گاڏين جي هارونن ۽ روشنين ان جي تڪليف کي اجا وڌايو هيو پوءِ ان جو ذهن ڪنهن اونداهيءَ ۾ ٻڏندو ويو هيو.

❋❋❋

ڪنهن آهستڙي ٺهڪ ڏنو پوءِ ڪجھ چيو... هڪڙي ٻئي آواز جواب ۾ ڪجھ چيو. سالار سڪندر جا حواس آهستي آهستي ڪم ڪرڻ لڳا هيا. هيٺائي ۾ ٽڪل... مگر آوازن کي سڃاڻي سگھڻ وارو ذهن.

گھڻو آهستي آهستي ان اکيون کوليون. ان کي حيراني ڪو نہ ٿي. ان کي اتي هجڻ گھربو هو. اهو اسپتال يا ڪنهن ڪلينڪ جي هڪڙي ڪمري ۾ هڪڙي بستري تي هيو. بيحد نرم ۽ آرام ڏيندڙ بسترو ان جي ڪجھ فاصلي تي فرقان ڪنهن ٻئي ڊاڪٽر سان بيٺو آهستڙي ڳالهيون ڪري رهيو هيو. سالار هڪڙو ٿڌو ساهہ کنيو. فرقان ۽ ٻئي ڊاڪٽر ڪنڌ ورائي ڳالهيون ڪندي ان کي ڏٺو پوءِ اهي ٻئي ان ڏانهن وڌي آيا.

سالار هڪڙو دفعو وري اکيون بند ڪري ڇڏيون. اکيون کولي رکڻ ان لاءِ ڏکيو ٿي رهيو هيو. فرقان ان جي پرسان اچي آهستڙي ان جي سيني تي هٿ ڦيريو.

"سالار هاڻي ڪيئن آهين؟"

سالار اکيون کوليون. ان مرڪڻ جي ڪوشش نہ ڪئي. صرف ڪجھ گھڙين لاءِ خالي ذهن سان ان کي ڏسندو رهيو.

"ٺيڪ......" ان چيو.

ٻيو ڊاڪٽر ان جي نبض ڏسڻ ۾ مصروف هيو.

سالار هڪڙو ڀيرو وري اکيون بند ڪري ڇڏيون. فرقان ۽ ٻيو ڊاڪٽر پاڻ ۾ هڪ ڀيرو وري ڳالهائڻ ۾ مصروف هيا. ان کي انهيءَ گفتگو ۾ ڪا دلچسپي ڪونہ هئي. ان کي ڪنهن بہ شي ۾ ڪا دلچسپي محسوس ڪونہ ٿي رهي هئي. باقي سڀ ڪجھ ساڳيو ئي هيو. احساسِ جرم، پڇتاءُ، عاڪف، صنوبر...... امامہ..... ڳاڙهي بازار. سڀ ڪجھ ساڳيو ئي هيو. ان جي دل گھريو ڪاش هاڻي اهو هوش ۾ نہ اچي ها.

"تہ سالار صاحب! توهان سان هاڻي ڪجھ تفصيلي گفتگو ٿي وڃي." ان فرقان جي آواز تي اکيون کوليون. اهو ان جي بستري جي بلڪل ويجھو هڪڙي اسٽول تي ويٺو

هيو. بيو ڊاڪٽر ٻاهر وڃي چڪو هيو. سالار پنهنجين ٽنگن کي سوڙهو ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. ان جي وات مان چنگهه نڪري وئي. ان جي مُرن ۽ گوڏن ۾ سخت سور ٿي رهيو هيو. ان جي ٽنگن مٿان ڪمبل پيل هيو. هو انهن کي ڏسي نٿي سگهيو مگر ان کي اندازو هيو ته ان جي مُري ۽ گوڏي تي ڪجهه ويڙهيل هيو. اهو پنهنجن ڪپڙن ۾ به ڪو نه هيو بلڪ مريضن لاءِ مخصوص لباس پاتل هيس.

"ڇا ٿيو آهي؟" سالار بي اختيار چنگهندي ٽنگ سڌي ڪري پڇيو.

"مُرن ۾ موچ، ٻنهي گوڏن ۽ پنيءَ ۾ ڪجهه رهنڊون ۽ سوج آهي مگر خوش قسمتيءَ سان ڪا هڏي ٽٽل ڪونهي. ٻانهن ۽ ٺونين تي به ڪجهه ڌڪن جا نشان آهن ۽ خوش قسمتي آهي جو پوءِ به ڪا هڏي ڪونه ٽٽي آهي. مٿي جي ڪاٻي پاسي پٺين حصي ۾ ننڍڙو ڦاڙ جنهن مان ٿوري رت اڙهل آهي، مگر فوٽو (سي ٽي اسڪين) جي مطابق ڪو گهڻو نقصانڪار زخم ڪونهي. سيني تي به رهنڊن ڪري ڪجهه نشان آهن مگر جيستائين تنهنجي سوال جو تعلق آهي ته ڇا ٿيو آهي؟ ته اهو تون ٻڌاءِ ته ڇا ٿيو آهي؟"

فرقان ڪنهن ماهر ڊاڪٽر وانگر ڳالهائيندي چيو. سالارماٺ ڪيون ان کي ڏسندو رهيو.

"مان پهريان سمجهي رهيو هيس ته اڄ مٿي جي سور (ميگرين) جو اهڙو شديد حملو هيو جو تون بي هوش ٿي وئين مگر بعد ۾ تنهنجي چڪاس ڪرڻ تي مون کي اندازو ٿيو ته ايئن ڪو نه هيو. ڇا تو تي ڪنهن حملو ڪيو هيو؟" اهو هاڻي سنجيده هيو. سالار هڪڙو ٿڌو ساهه کڻندي مٿي کي ڌوڻيو.

"تون مون تائين ڪيئن پهتين بلڪ مان هتي ڪيئن پهتس؟"

"مان تنهنجي موبائيل تي فون ڪري رهيو هيس ۽ تنهنجي بجاءِ ڪنهن ٻئي ڳالهايو اهو ان وقت فوٽ پاٿ تي تنهنجي پرسان هيو. توکي هوش ۾ آڻڻ جي ڪوشش ڪري رهيو هيو. ان مون کي تنهنجي حالت جي باري ۾ ٻڌايو. سنو ماٺهو هيو. مون ان کي چيو ته اهو توکي ڪنهن ٽيڪسي ۾ ڪنهن ويجهي اسپتال ۾ کڻي وڃي. اهو کڻي ويو پوءِ مان اتي پهچي ويس ۽ توکي هتي وٺي آيس."

"هاڻي وقت ڪيترو ٿيو آهي؟"

"صبح جا ڇهه وڄي رهيا آهن. سُمير توکي رات جو پين ڪلر ڏني هئي انهيءَ ڪري تون اڃا تائين ستو پيو هئين."

فرقان کي ڳالهه ٻڌائيندي احساس ٿيو ته اهو ٻڌڻ ۾ ڪا دلچسپي ڪونه وٺي رهيو آهي. فرقان کي ان جي اکين ۾ هڪڙي عجيب سرد مهري محسوس ٿي هئي. ايئن جڻ فرقان ان کي ڪنهن ٽئين ماڻهوءَ جي حالت جي باري ۾ ٻڌائي رهيو هيو.

"تون مون کي ...... بيهر....." سالار ان کي ماٺ ڪندو ڏسي چوڻ شروع ڪيو. پوءِ ڪجهه پريشاني واري انداز ۾ خاموش ٿي ويو. اکيون بند ڪيائين جڻ ذهن تي زور ڏئي رهيو هجي.

"ها.... آرام پهچائڻ واري دوا ڏني هئي. مان تمام گهڻي ڏکي ننڊ ڪرڻ گهران ٿو.

"سمهي رهجان..... مگر اهو تہ ٻڌاءِ..... ٺيڪ ڇا هيو؟"

"ڪجهہ نہ." سالار بيزاريءَ مان چيو.

"اڌ مٿي جو سور (ميگرين)...... ۽ مان فوٽ پاٿ تي ڪري پيس، ڪرڻ جي ڪري ڌڪ لڳي ويا."

فرقان ان کي غور سان ڏٺو.

"ڪجهہ کاءِ....."

سالار ان جي ڳالهہ ڪٽي ڇڏي "نہ...... بک...... ڪونهي. تون بس مون کي ڪجهہ ڏي...... گوري، انجيڪشن، ڪجهہ بہ. مان ڏاڍو ٿڪل آهيان."

"اسلام آباد تنهنجي گهر وارن......."

سالار ان کي ڳالهہ پوري ڪرڻ ڪو نہ ڏني.

"نہ، انهن کي اطلاع نہ ڪجان. مان جڏهن سمهڻ کان پوءِ اٿندس تہ اسلام آباد هليو ويندس."

"ان حالت ۾؟"

"تو ٻڌايو آهي تہ مان ٺيڪ آهيان."

"ٺيڪ آهين مگر ايترو بہ ٺيڪ ڪو نہ آهين. ٻہ چار ڏينهن آرام ڪر. اتي لاهور ۾ رهہ، پوءِ هليو وڃجان."

"چڱو پر تون بابا يا امان کي اطلاع نہ ڪجان."

فرقان ڪجهہ منجهيل انداز ۾ ان کي ڏٺو. ان جي نراڙ تي ڪجهہ گهنج پئجي ويا. "چڱو...... ۽ ......پيو ڪجهہ.....؟"

"آرام ڏيڻ واري دوا...."

فرقان ان کي سوچيندي ڏسڻ لڳو.

"مان تو وٽ ترسان......؟"

"فائدو.......؟ مان تہ هاڻي ننڊ پئجي ويندس. تون وڃ. جڏهن مان اٿندس تہ تو کي فون ڪندس."

ان ٻانهن سان پنهنجون اکيون ڍڪيون. ان جي انداز ۾ موجود رڪاوٽ ۽ سرد مهري فرقان کي ڪجهہ وڌيڪ پريشان ڪيو. ان جو رويو گهڻو غير رواجي (ائبنارمل)هيو.

"مان سُمير سان ڳالهہ ڪيان ٿو مگر آرام ڏيڻ واري دوا کپئي تہ پهريان توکي ڪجهہ کائڻو پوندو." فرقان اٿڻ سان چٽي نموني چيو. سالار اکين تان ٻانهن ڪو نہ هٽائي.

پيهر جڏهن ان جي اک کلي ان وقت شام ٿي وئي هئي. ڪمرو خالي هيو. ان جي پرسان ڪو بہ ڪو نہ هيو. اهو جسماني طور تي صبح کان وڌيڪ ٿڪاوٽ محسوس ڪري رهيو هيو. پنهنجين ٽنگن سان ڪمبل کي پري اڇلي ان ستي ئي کاٻي مُري ۽ گوڏن ۾ اٿڻ وارين سور جي ٽيسن کي نظر انداز ڪندي ٽنگون ڊوڙيون ڪيون. ان کي پنهنجي اندر ۾ هڪڙي عجيب ٻوسٽ محسوس ٿي رهي هئي. ايتري ٻوسٽ جڻ ڪنهن

ان جي سيني کي زور سان پڪڙي رکيو آهي. اهو اهڙي ئي نموني ۾ ليٽيون ڇت کي گهوريندو رهيو پوءِ جڏهن ان کي ڪو خيال آيو.

❊ ❊ ❊

اهو هوٽل تي اچي پنهنجو سامان بند ڪري رهيو هيو جڏهن فرقان دروازي کي کڙڪايو. سالار دروازو کوليو. فرقان کي ڏسي اهو حيران ٿي ويو. ان کي اندازو ڪو نه هيو تہ اهو ايترو جلدي ان جي پٺيان اچي ويندو.

"سالار تون عجيب انسان آهين......" فرقان ان کي ڏسڻ سان ئي ناراضگيءَ سان چوڻ لڳو.

"ايئن ڪنهن کي ٻڌائڻ کان سواءِ سُمير جي ڪلينڪ تان هليو آئين. مون کي پريشان ڪري ڇڏيئي. مٿان وري موبائيل فون کي بہ بند ڪري ڇڏيو اٿئي."

سالار ڪجهہ ڪو نہ چيو. اهو مُرڪائيندو پنهنجي بئگ وٽ آيو جنهن ۾ اهو پنهنجو سامان وجهي رهيو هيو.

"تون وڃي رهيو آهين؟" فرقان بئگ ڏسي چرڪيو.

"ها.......!" سالار هڪڙي لفظ ۾ جواب ڏنو.

"ڪيڏانهن....؟" سالار بئگ کي بند ڪيو ۽ پلنگ تي ويهي رهيو.

"اسلام آباد؟" فرقان ان جي سامهون صوفي تي اچي ويٺو.

"نہ......." سالار ان کي ڏسندي چيو.

"پوءِ.......؟"

"ڪراچي وڃي رهيو آهيان."

"ڇا جي لاءِ؟" فرقان حيرانيءَ مان پڇيو.

"منهنجي اڏام آهي."

"پيرس جي؟"

"ها....."

"ڇئن ڏينهن کان پوءِ آهي تنهنجي اڏام. هاڻي وڃي ڇا ڪندين؟" فرقان ان کي ڏسڻ لڳو. سُمير جو اندازو نيڪ هيو. ان جي چهري جا تاثرات بيحد عجيب هيا.

"مون کي اتي ڪم آهي."

"ڪهڙو ڪم آهي؟"

اهو جواب ڏيڻ جي بجاءِ پلنگ تي ويٺو اکيون ڇنڀڻ کان سواءِ ان کي ڏسندو رهيو. فرقان ڪو نفسياتي ماهر (سائڪولاجسٽ) ڪو نہ هيو پر سامهون ويٺل شخص جي اکين کي پڙهڻ ۾ ان کي ڪا ڏکيائي ڪو نہ ٿي. سالار جي اکين ۾ ڪجهہ بہ ڪو نہ هيو. صرف اوپرائي هئي. ايئن جڻ اهو ڪنهن کي سڃاڻندو ئي نہ هجي. ان کي ۽ پنهنجو پاڻ کي بہ. اهو اداسي ڪري پريشان هيو. فرقان کي ان ۾ ڪو شڪ ڪو نہ هيو مگر ان جي اها اِداسي ان کي ڪٿي وٺي وڃي رهي هئي. فرقان اهو معلوم ڪرڻ کان قاصر هيو.

”سالار توکي آخر ڪهڙي پريشاني آهي؟“ اهو پڇڻ کان سواءِ رهي نہ سگهيو.

سالار ڪجهہ دير چپ رهيو پوءِ ڪلها لوڏيائين.

”ڪا ئي پريشاني ڪونهي.“

”تہ پوءِ......“ سالار فرقان جي ڳالهہ ڪٽي ورتي.

”توکي خبر آهي مون کي اڌ مٿي جي سور جي بيماري آهي. ڪڏهن ڪڏهن مون کي اهڙي تڪليف ٿي ويندي آهي.“

”سالار! مان ڊاڪٽر آهان.“ فرقان سنجيدگي سان چيو. ”ميگرين کي مون کان ڪو ٿي وڌيڪ بهتر ڪو نہ ٿو سمجهي. اهو سڀ ڪجهہ صرف ميگرين جي ڪري ڪو نہ هيو.“

”تہ تون ٻڌاءِ ٻيو ڪهڙو سبب ٿي سگهي ٿو؟“ سالار الٽو ان کان سوال ڪيو.

”ڪنهن ڇوڪريءَ جو مسئلو آهي؟“ سالار اکيون ڇنڀي ڪو نہ سگهيو. فرقان ڪٽي وجي پهتو هيو.

”ها.....“ ان کي خبر ڪو نہ هئي تہ ان ”نہ“ چو ڪو نہ چيو هيو.

”ڪنهن سان تون ڦاسي ويو آهين؟“ فرقان کي پنهنجي انداز جي صحيح هجڻ تي جڻ يقين نہ آيو.

”ها......“

فرقان گهڻي دير تائين ماٺ ڪيون ان کي ڏسندو رهيو ايئن جڻ پنهنجي بي يقيني تي قابو پائڻ جي ڪوشش ڪري رهيو هجي.

”ڪنهن سان ڦاٿل آهين؟“

”تون ان کي ڪو نہ سڃاڻندو آهين.“

”تنهنجي ان سان شادي ڪو نہ ٿي سگهي؟“ سالار ان کي ڏسندو رهيو پوءِ ان چيو.

”ٿي وئي هئي.“ ان جي لهجي ۾ جوش هيو.

”شادي ٿي وئي هئي؟“ فرقان کي وري يقين ڪو نہ آيو.

”ها.....“

”پوءِ... طلاق ٿي وئي؟“ ان پڇيو.

”نہ.“

”تہ... ؟“ سالار وٽ اڳتي ٻڌائڻ جي لاءِ ڪجهہ ڪو نہ هيو.

”تہ بس....“

”بس ڇا .....؟“ سالار ان جي ڇهري تان نظرون هٽائي پنهنجي کاٻي هٿ جي آڱر کي ساڄي هٿ جي ترِيءَ ۾ موجود دل جي ليڪ تي ڦيرڻ لڳو.

”ان جو نالو ڇا آهي؟“ فرقان جهيڻي آواز ۾ ان کان پڇيو. اهو هڪڙو ٻيرو وري اهڙي ئي نموني ۾ ليڪ کي ڇهندو گهڻي دير تائين ماٺ رهيو. گهڻي دير...... پوءِ ان چيو.

”امامہ هاشم......“ فرقان بي اختيار ٿڌو ساهہ کنيو. ان کي هاڻي سمجهہ ۾ آيو تہ اهو ان جي ننڍي ڌيءَ کي ڍيرن جي حساب سان سوڪڙيون پاڪڙيون ڇو ڏيندو هيو. گذريل

ڪجهه عرصي ۾ جڏهن ڪان سالار سان ان جي ڏيٺ ويٺ ٿي هئي ۽ سالار جو ان جي گهر اچڻ وڃڻ شروع ٿيو هيو ته سالار ۽ امامه جي گهاٽي دوستي ٿي وئي هئي. اهو پاڪستان مان وڃڻ ڪان پوءِ به اتان ان جي لاءِ ڪجهه نه ڪجهه موڪليندو رهندو هيو مگر فرقان کي اڪثر صرف هڪڙي ڳالهه تي حيراني ٿيندي هئي. اهو ڪڏهن به امامه جو نالو نه وٺندو هيو ۽ پاڻ ان سان ڳالهائيندو هيو ته ان کي نالي ڪان بغير مخاطب ڪندو هيو. فرقان کي ڪجهه دفعا اها ڳالهه محسوس ٿي هئي مگر ان انهي کي نظر انداز ڪري ڇڏيو هيو ليڪن هاڻي امامه هاشم جو نالو ٻڌي ان کي معلوم ٿي ويو هيو ته اهو ڇو ان جو نالو ڪو نه وٺندو هيو.

اهو هاڻي هيڪي هيڪي ڇڙ وڇڙ جملن ۾ جهيڻي آواز ۾ ان کي پنهنجي ۽ امامه جي باري ۾ ٻڌائي رهيو هيو. فرقان ساهه منجهايون ٻڌي رهيو هيو. جڏهن اهو سڀ ڪجهه ٻڌائڻ ڪان پوءِ خاموش ٿي ويو ته دير تائين فرقان به ڪجهه ڳالهائي ڪو نه سگهيو. ان کي سمجهه ۾ ڪجهه نٿي آيو ته اهو ڇا چوي، تسلي ڏئي يا وري ٻيو ڪجهه چوي......... ڪا نصيحت.

"تون ان کي وساري ڇڏ." آخرڪار ان چيو. "سوچي ڇڏ ته اها جتي به آهي خوش ۽ محفوظ آهي. ضروري ڪونهي ته ان سان ڪو سانحو ئي ٿيو هجي. ٿي سگهي ٿو اها بلڪل محفوظ هجي." فرقان چئي رهيو هيو. "تو ان جي مدد ڪئي هئي، جنهن حد تائين به تون ڪري ٿي سگهئين. پنهنجو پاڻ کي پڇتاون مان ڪڍي ڇڏ. الله تعاليٰ مدد ڪندو آهي. تو ڪان پوءِ ٿي سگهي ٿو ان کي تو ڪان بهتر ڪوئي ٻيو ملي ويو هجي. تون ڇو اهڙا وهم پالڻيون ويٺو آهين. مان نٿو سمجهان ته جلال سان ان جي شادي نه ٿيڻ جو سبب تون آهين، تو جيڪو ڪجهه مون کي جلال جي باري ۾ ٻڌايو آهي منهنجو اندازو ته اهو ئي آهي ته اهو ڪنهن به صورت ۾ امامه سان شادي نه ڪري ها. چاهي تون وچ ۾ اچين ها يا نه ڪوشش ڪرين ها يا نه. جيستائين امامه کي طلاق نه ڏيڻ جو سوال آهي ان کي گهربو هيو ته اها تو سان ٻيهر رابطو ڪري ها. اها ايئن ڪري ها ته تون يقيناً ان کي طلاق ڏين ها. جيڪڏهن ان معاملي ۾ تو ڪان ڪا غلطي ٿي به آهي ته الله تعاليٰ تو کي معاف ڪري ڇڏيندو ڇو ته تون پڇتائي رهيو آهين. تون الله تعاليٰ ڪان معافي گهرندو پيو اچين. اهو ڪافي آهي مگر اهڙيءَ طرح اداسيءَ (ڊپريشن) ۾ ڦاٿو رهڻ مان ڇا ٿيندو. تون پنهنجو پاڻ کي انهي ڪيفيت مان ڪڍڻ جي ڪوشش ڪر.

اهو وڏي دل جي خلوص سان ان کي سمجهائي رهيو هيو. سالار جي خاموشيءَ مان ان کي اميد ٿي ته شايد ان جي ڪوشش رنگ لائي رهي هئي مگر هڪڙي ڊگهي تقرير ڪان پوءِ جڏهن اهو ماٺ ٿيو ته سالار اٿي بريف ڪيس کولڻ لڳو.

"ڇا ڪري رهيو آهين؟" فرقان پڇيو.

"منهجي اڏام جو وقت ٿي رهيو آهين." اهو هاڻي پنهنجي بريف ڪيس مان ڪجهه ڪاغذ ڪڍي رهيو هيو. فرقان جي سمجهه ۾ ڪو نه آيو اهو ان کي ڇا چوي

❊ ❊ ❊

اهو گذريل ڪيترن سالن کان ڪيترائي ڀيرا پاڪستان ايندو ويندو رهيو هيو ان کي واپس ويندي ڪڏهن به اهڙين ڪيفيتن جو شڪار ٿيڻو ڪو نه پيو هيو. جهاز جي اڏامڻ (ٽيڪ آف) مهل هڪڙي عجيب ڪوڪلائپ هئي جيڪا ان پنهنجي اندر ۾ لهندي محسوس ڪئي هئي. ان جهاز جي دريءَ مان ٻاهر جهاتي پاتي. پري پري تائين پکڙيل انهي خطي ۾ ڪٿي امامه هاشم نالي واري هڪڙي ڇوڪري به هئي. اهو اتي رهي ها ته ڪڏهن ڪنهن وقت ڪنهن روپ ۾ اها ان کي نظر اچي وڃي ها. ان کي ملي وڃي ها. يا ڪو اهڙو ماڻهو ان کي ملي وڃي ها جيڪو ان کان واقف هجي ها. ليڪن اهو هاڻي جتي وڃي رهيو هيو ان ڌرتي تي امامه هاشم ڪٿي به ڪونه هئي. ڪوئي اتفاق به انهن ٻنهي کي آمهون سامهون آڻي نٿي سگهيو. اهو هڪڙو ڀيرو وري وڏي عرصي لاءِ "امڪان" کي ڇڏي وڃي رهيو هيو. اهو زندگيءَ ۾ ڪيترا ڀيرا "امڪان" کي ڇڏي ويندو رهندو.

ڏهن منٽن کان پوءِ پاڻيءَ سان آرام ڏيڻ واري ٽڪي ڪائيندي ان کي احساس ٿي رهيو هيو ته اهو زندگيءَ ۾ ڪٿي به بيٺل ڪو نه هيو. اهو زندگيءَ ۾ ڪڏهن به بيهي ڪو نه سگهندو. ان جي پيرن هيٺان زمين ڪڏهن به ڪو نه اچي سگهندي

ستين منزل تي پنهنجي فليٽ جو دروازو کوليندي به ان کي احساس ٿي رهيو هيو ته ان اتي وڃڻ نٿي گهريو. ان ڪٿي ٻئي پاسي وڃڻ گهريو ٿي. ڪٿي.....؟

ان فليٽ جي دروازي کي اندران بند ڪيو. هال ۾ رکيل ٽي وي کي چالو ڪيائين. سي اين اين تي خبرون هلي رهيون هيون. ان پنهنجا جوتا ۽ جيڪٽ لاهي پري اڇلايا. پوءِ رموٽ کڻي صوفي تي آهلي پيو. خالي ذهن واري حالت ۾ اهو چينل بدلائيندو رهيو. هڪڙي چينل تان اردو ۾ اچڻ واري آواز تي ان جو ڌيان ڇڪجي ويو. هڪڙو غير معروف گلوڪار ڪوئي غزل ڳائي رهيو هيو.

میری زندگی تو فراق ہے، وہ ازل سے دل میں مکین سہی،
وہ نگاہ شوق سے دور ہیں، رگ جاں سے لاکھ قریب سہی۔

ان رموٽ کي سيني تي رکي ڇڏيو. گلوڪار جو آواز ڏاڍو خوبصورت هيو يا وري شايد اهو هن جي جذبات کي لفظ ڀارائي رهيو هيو.

ہمیں جان دینی ہے ایک دن، وہ کسی طرح وہ کہیں سہی،
ہمیں آپ کھینچئے دار پر، جو نہیں کوئی تو ہمیں سہی۔

شاعري، ڪلاسيڪل موسيقي، پراڻيون فلمون، سازن واري موسيقي ان کي انهن سمورين شين جي قدر جو اندازو گذريل ڪجهه سالن ۾ ئي ٿيڻ شروع ٿيو هيو. گذريل ڪجهه سالن ان جي موسيقي جي چونڊ کي گهڻو اعليٰ ڪري ڇڏيو هيو ۽ اردو غزل ٻڌڻ جو ته ان ڪڏهن خواب ۾ به ڪو نه سوچيو هيو.

سر طور ہو، سر حشر ہو، ہمیں انتظار قبول ہے،
وہ کبھی ملیں، وہ کہیں ملیں، وہ کبھی سہی، وہ کہیں سہی۔

ان کي هڪڙو ڀيرو وري امامہ ياد آئي. ان کي سدائين اها ئي ياد ايندي هئي. پهريائين اها صرف اڪيلائي ۾ ياد ايندي هئي پوءِ اها هجوم ۾ بہ نظر اچڻ لڳي...... ۽ اهو اهو محبت کي پڇتاءُ سمجهندو رهيو.

نہ ہو ان پہ جو مرا بس نہیں کہ یہ عشق ہے ہوس نہیں،
میں ان ہی کا تھا، میں ان ہی کا ہوں، وہ میرے نہیں تو نہیں سہی۔

سالار هڪدم صوفي تان اٿي درين ڏانهن هليو ويو. ستين منزل تي بيهي اهو رات کي روشنين جي اوٽ ۾ ڏسي ٿي سگهيو. عجيب وحشت جيڪا ٻاهر هئي. اندر عجيب حالت هئي.

جو ہو فیصلہ وہ سنائیے، اسے حشر پر نہ اٹھائیے،
جو کرینگے آپ ستم وہاں، وہ ابھی سہی، وہ یہیں سہی۔

اتي بيٺي درين جي شيشن جي هن پار اونده ۾ ٽمڪندڙ بتين کي ڏسندي ان پنهنجي اندر ۾ لهڻ جي ڪوشش ڪئي.

"مان ۽ ڪڏهن ڪنهن ڇوڪريءَ سان محبت ڪريان. سوال ئي پيدا ڪو نہ ٿو ٿئي."

گهڻا سال اڳ اڪثر چيو ويندڙ جملو ان کي ياد آيو. ٻاهر اونده ڪجهہ وڌي وئي. اندر آوازن جو پڙاڏو.... ان شڪست ڪاڏل انداز ۾ ڪنڌ جهڪايو. پوءِ ڪجهہ گهڙين کان بعد ٻيهر ڪنڌ مٿي ڪري دريءَ کان ٻاهر ڏٺو. انسان جو اختيار ڪٿان شروع ڪٿي ختم ٿيندو آهي؟ اداسيءَ جو هڪڙو ٻيو دورو ٻاهر نظر اچڻ واريون ٽمڪندڙ روشنيون بہ هاٿي وسامي رهيون هيون.

اسے دیکھنے کی جو لو لگی تو نصیر دیکھ ہی لیں گے ہم،
وہ ہزار آنکھ سے دور ہو، وہ ہزار پردہ نشیں سہی۔

سالار سڪندر ڪنڌ ورائي ٽي وي کي ڏٺو گلوڪار جهومي جهومي وري وري آخري شعر پڙهي رهيو هيو. ڪنهن معمول وانگر هلندو اهو صوفي تي اچي ويٺو. ميز تي رکيل بريف ڪيس کولي ان مان ليپ ٽاپ ڪڍيائين.

اسے دیکھنے کی جو لو لگی تو نصیر دیکھ ہی لیں گے ہم،
وہ ہزار آنکھ سے دور ہو، وہ ہزار پردہ نشیں سہی۔

گلوڪار آخري بند ورجائي رهيو هيو. سالار جون آڱريون ليپ ٽاپ تي بجلي جي رفتار وانگر حرڪت ڪندي استعفيٰ ٽائيپ ڪرڻ ۾ مصروف هيون. ڪمري ۾ موسيقي جو آواز هاڻي جهڪو ٿيندو پئي ويو. استعفيٰ جي هر لائين ان جي وجود تي ڇانيل جمود کي ختم ڪندي پئي وئي, اهو چڻ ڪنهن جادو جي گهيري مان ٻاهر اچي رهيو هيو. ڪوئي توڙتي رهيو هيو.

❊❊❊

"پنهنجي ڪيريئر جي انهي مرحلي تي اهڙي قسم جو بيوقوفاڻو فيصلو صرف تون ئي ڪري سگهين ٿو."

اهو فون تي ماٺ ڪيون سڪندر عثمان کي ٻڌي رهيو هيو.

"آخر اهڙي سٺي عهدي کي ڇو ڇڏي رهيو آهين. ۽ اهو به ايئن اوچتو ڀلا ڇڱو جيڪڏهن ڇڏڻ جو فيصلو ڪري ئي ڇڏيو اٿئي ته پوءِ اچي پنهنجو ڪاروبار ڪر. بئنڪ ۾ نوڪري ڪرڻ جي ڪهڙي تُڪ آهي." اهو ان جي فيصلي تي سخت تنقيد ڪري رهيو هيو.

"مان هاڻي پاڪستان ۾ ڪم ڪرڻ گهران ٿو. بس انهيءَ ڪري نوڪري ڇڏي ڏني. ڪاروبار مان نٿو ڪري سگهان ۽ بئنڪ وارن طرفان آڇ مون وٽ گهڻي عرصي کان هئي. اهي مون کي پاڪستان ۾ مقرر ڪرڻ لاءِ تيار آهن, انهيءَ ڪري مان اهو قبول ڪري رهيو آهيان." ان سمورن سوالن جو گڏيل جواب ڏنو.

"پوءِ بئنڪ جي نوڪري به نه ڪر, اچي مون سان گڏ ڪم ڪر."

"بابا! مان نٿو ڪري سگهان. مون کي مجبور نه ڪريو."

"ته پوءِ اتي ئي رهي پئو. پاڪستان اچڻ جي ڪهڙي تُڪ آهي."

"مان هتي رهي نٿو سگهان."

"تو کي ڪو حب الوطنيءَ جو دورو پيو آهي؟"

"نه ......"

"ته پوءِ .....؟"

"مان توهان وٽ رهڻ گهران ٿو." ان ڳالهه تبديل ڪئي.

"خير اهو فيصلو گهٽ ۾ گهٽ اسان جي ڪري ته ڪونه ڪيو اٿئي." سڪندر عثمان جو لهجو نرم ٿيو.

سالار ماٺ هيو. سڪندر عثمان به ڪجهه دير ماٺ رهيو.

"فيصلو ته تون ڪري ئي چڪو آهين. مان هاڻي ان جي باري ۾ ته ڪجهه نٿو ڪري سگهان. ٺيڪ آهي, اچڻ ٿو گهرين ته هليو اچ. ڪجهه عرصو بئنڪ ۾ به ڪم ڪري ڏس, ليڪن منهنجي خواهش اها آهي ته تون مون سان گڏ منهنجي ڪاروبار کي ڏس." سڪندر عثمان چڻ هٿيار ڦٽي ڪندي چيو.

”تنهنجو ته پي. ايچ. ڊي ڪرڻ جو به ارادو هيو. ان جو ڇا ٿيو؟“ سڪندر عثمان کي ڳالهه ختم ڪندي ڪندي وري ياد آيو.

”في الحال مان وڌيڪ پڙهائي ڪرڻ نٿو گهران. ٿي سگهي ٿو ڪجهه سالن کان پوءِ پي. ايچ. ڊي ڪرڻ لاءِ ٻيهر ٻاهر هليو وڃان. اهو به ممڪن آهي ته پي ايچ ڊي ڪيان ئي نه.“ سالار جهيڻي آواز ۾ چيو.

”تون انهي اسڪول جي ڪري پيواچين؟“ سڪندر عثمان اوچتو چيو. ”شايد.....“ سالار ترديد ڪو نه ڪئي. اهي جيڪڏهن اسڪول کي ان جي واپسيءَ جو سبب سمجهي رهيا هيا ته به ان ۾ ڪوئي حرج ڪو نه هيو.

”سالار! هڪڙو دفعو وري سوچي وٺ.....“ سڪندر چوڻ کان سواءِ رهي ڪو نه سگهيو.

”تمام گهڻ ماڻهن کي نوڪري واري پيشي ۾ اهڙي شروعات ملندي آهي، جهڙي تو کي ملي آهي. تون ٻڌين ٿو؟“

”جي......!“ ان صرف هڪڙو لفظ ڳالهايو.

”باقي تون جوان آهين، پنهنجا فيصلا پاڻ ڪري سگهين ٿو.“ ان هڪڙي ڊگهي فون جي پڄاڻيءَ تي فون بند ڪرڻ کان اڳ چيو.

سالار فون رکڻ کان پوءِ فليٽ جي ڀتين تي هڪڙي نظر ڊوڙائي. ارڙهن ڏينهن کان پوءِ ان کي اهو فليٽ هميشه لاءِ ڇڏي ڏيڻو هيو.

❊ ❊ ❊

# باب ستون

پيرس مان واپس موٽڻ کان پوءِ ان جي زندگي جي هڪڙي نئين دور جي شروعات ٿي هئي. شروع ۾ اهو ان غيرملڪي بئنڪ ۾ اسلام آباد ۾ ڪم ڪندو رهيو. پوءِ ڪجهه عرصي کان بعد اهو ان بئنڪ جي هڪڙي نئين برانچ سان لاهور هليو آيو. ان کي ڪراچي وڃڻ جو موقعو به ملي رهيو هيو مگر ان لاهور جي چونڊ ڪئي هئي. ان کي هتي ڊاڪٽر سبط علي سان گڏ وقت گذارڻ جو موقعو به ملي رهيو هيو.

پاڪستان ۾ ان جي مصروفيتن جي نوعيت تبديل ٿي وئي هئي، مگر انهن ۾ گهٽتائي ڪو نه آئي هئي. اهو هتي به رات ڏينهن مصروف رهندو هيو. هڪڙي يگاني ماهر معاشيات طور ان جي شهرت ان سان گڏوگڏ سفر ڪري رهي هئي. حڪومتي ڪارندن لاءِ ان جو نالو نئون ڪونه هيو مگر پاڪستان اچڻ کان پوءِ فنانس منسٽري وارا مختلف موقعن تي وقت بوقت پنهنجي زير تربيت آفيسرن کي ليڪچر ڏيارڻ لاءِ ان کي گهرائيندا رهندا هيا. ليڪچر ڏيڻ جو سلسلو به ان لاءِ نئون ڪونه هيو. ييل (Yale)۾ تعليم حاصل ڪرڻ کان پوءِ اهو اتي مختلف ڪلاسن کي ليڪچر ڏيندو رهيو هيو. اهو سلسلو نيويارڪ منتقل ٿيڻ کان پوءِ به جاري رهيو. جتي اهو ڪولمبيا يونيورسٽي ۾ انساني ترقي (Human Development) تي ٿيڻ وارن سيمينارن ۾ حصو وٺندو رهيو بعد ۾ ان جو توجهه هڪڙو دفعو وري اقتصاديات ڏانهن موٽي آيو.

پاڪستان ۾ به جلد ئي اهو انهن سيمينارن سان وابسته ٿي ويو هيو. جيڪي آءِ بي اي، لمس (LUMS) ۽ FAST جهڙا ادارا ڪرائيندا هيا. اقتصاديات ۽ انساني ترقي (هيومن ڊولپمينٽ) اهڙا موضوع هيا جن تي اهو ماٺ رهي ڪونه سگهندو هيو. اهي گفتگو جي لاءِ ان جا پسنديده موضوع هيا ۽ سيمينار ۾ ان جي ليڪچرن جي نتيجاتي معلومات (فيڊبئڪ) سدائين نهايت ڪارائتي رهي هئي.

اهو مهيني ۾ هفتيوار موڪل جو هڪڙو ڏينهن ڳوٺ ۾ پنهنجي اسڪول ۾ گذاريندو هيو ۽ اتي رهڻ دوران اهو زندگيءَ جي هڪڙي نئين رُخ جي سڃاڻپ حاصل ڪري رهيو هيو.

"اسان پنهنجي غربت کي پنهنجن ڳوٺن ۾ لڪائي ڇڏيو آهي. بلڪ اهڙي نموني جيئن ماٺهو فرش کي قالين هيٺان لڪائي ڇڏيندا آهن."

ان اسڪول جي تعمير جي شروعات ڪندي فرقان ان کي هڪڙو پيرو چيو هيو ۽ اتي گذارڻ وارا ڏينهن ان کي ان جملي جي هولناڪيءَ جو احساس ڏياريندا هيا. ايئن

ڪونہ هيو تہ ڪو اهو پاڪستان ۾ غربت جي موجودگيءَ کان اڻ واقف هيو. اهو يونيسڪو ۽ يونيسيف ۾ ڪم ڪرڻ دوران ٻين ايشيائي ملڪن سان گڏ پاڪستان بابت ڪيترين ئي رپورٽن ۾ بہ ڪيترين ئي رپورٽون ڏسندو رهيو هيو مگر پاڪستان ۾ غربت جي آخري حدن کي بہ پار ڪري ويڙ وارا ماڻهو اهو پهريون ڀيرو ذاتي طور تي ڏسي رهيو هيو.

"پاڪستان جي ڏهن پندرهن وڏن شهرن مان نڪري وڃجي تہ احساس ٿيندو آهي تہ ننڍين شهرن ۾ رهڻ وارا ماڻهو ٽين دنيا ۾ نہ پر ڏهين بارهين دنيا ۾ رهندا آهن. اتي تہ ماڻهن وٽ نہ روزگار آهي، نہ ڪا سهوليت. اهي پنهنجي اڌ زندگي خواهشون ڪندي ڪندي گذاري ٿا ڇڏين تہ اڌ زندگي حسرتن ۾ مبتلا رهندي. توهان ان ماڻهوءَ کي ڪهڙو اخلاق سيکاري سگهو ٿا جنهن جو ڏينهن سڪل مانيءَ سان شروع ٿئي ٿو ۽ بک تي ختم ٿئي ٿو ۽ اسان ...... اسان ماڻهن جي بک ختم ڪرڻ جي بجاءِ مسجدن مٿان مسجدون تعمير ڪيون ٿا. عاليشان مسجدون، محلاتن جهڙيون مسجدون، سنگمرمر سان سينگاريل مسجدون. ڪٿي ڪٿي تہ هڪڙي ئي سڙڪ تي ڏهہ ڏهہ مسجدون موجود هونديون آهن. نمازين کان خالي مسجدون."

فرقان تلخي مان چوندو هيو.

"هن ملڪ ۾ ايتريون مسجدون ٿي ويون آهن جو جيڪڏهن پورو پاڪستان هڪڙي وقت جي نماز لاءِ مسجدن ۾ گڏ ٿي وڃي تہ بہ ڪيترين ئي مسجدون خالي رهجي وينديون. مان مسجدن ٺاهڻ ۾ يقين ڪو نہ ٿو رکان، جتي ماڻهو بک جي ڪري خودڪشيون ڪندا هجن، جتي ڪجهہ خاص طبقن جو پورو پورو نسل جهالت جي اونداهين ۾ ڀٽڪندو رهندو هجي، اتي مسجد جي بجاءِ مدرسي جي ضرورت آهي، اسڪول جي ضرورت آهي، تعليم ۽ شعور هوندو ۽ رزق ڪمائڻ جا موقعا ملندا تہ الله سان محبت هوندي ورنہ صرف شڪايت ئي هوندي."

اهو خاموشيءَ سان فرقان جون ڳالهيون ٻڌندو رهندو هيو. ان لاڳيتو ڳوٺ ۾ وڃڻ شروع ڪيو تہ ان کي اندازو ٿي ويو تہ فرقان نيڪ چوندو هيو. غربت ماڻهن کي ڪفر تائين پهچائي ڇڏيو هيو. انهن جي اعصابن تي ننڍيون ننڍيون ضرورتون سوار هيون ۽ جيڪو انهن جي معمولي ضرورتن کي پورو ڪندو هيو اهي ڄڻ ان جي غلامي ڪرڻ لاءِ تيار ٿي ويندا هيا. ان کي جنهن هفتيوار موڪل جي ڏينهن ڳوٺ ويجهو هوندو هيو اتي اسڪول ۾ ماڻهو پنهنجن ننڍين وڏن ڪمن لاءِ گڏ ٿي ويندا هيا. ڪڏهن ڪڏهن ماڻهن جون قطارون لڳي وينديون هيون.

"پٽ کي شهر جي ڪنهن فيڪٽريءَ ۾ ڪم تي لڳرايو. توڙي هڪڙو هزار ئي ملي مگر ڪجهہ رقم تہ اچي."

"ٻہ هزار رپيا ملي وڃن تہ مان پنهنجي نياڻيءَ جي شادي ڪرائي سگهان."

"مينهن ڪري سمورو فيصل تباهہ ٿي ويو. ايندڙ موسم جي پوکي لاءِ ٻج خريد ڪرڻ جي بہ وسعت ڪو نہ آهي. توهان ڪجهہ رقم اڌاري ڏيو مان فصل لهڻ تي توهان کي ڏئي ڇڏيندس."

"پٽ ڪي پوليس پڪڙيو آهي. ڏوهه به ڪو نه ٿا ٻڌائين. بس چون ٿا ته اسان جي مرضي جيستائين گهرون واڙي رکون. تون آءِ جي وٽ وڃ."

"ٽپيدار منهنجي زمين تي قبضو ڪيو آهي. ڪنهن ٻئي جي کاتي ڪري رهيو آهي. چوي ٿو منهنجا ڪاغذ ڪوڙا آهن."

"پٽ روزانو پير واري ڳوٺ ۾ ڪم ڪرڻ لاءِ ويندو آهي. روزانو اٺ ميل پنڌ ڪري ٿو پويس ٿو. توهان هڪڙي سائيڪل وٺي ڏيو ته مهرباني ٿيندي"

"گهر ۾ پاڻي لاءِ نلڪو لڳرائڻو آهي. توهان مدد ڪريو."

اهو عجب مان انهن جي ڳالهين ۽ منٿن کي ٻڌندو هيو. ڇا ماڻهن جا اهي معمولي ڪم به انهن لاءِ جبل بڻجي ويا آهن. اهڙو جبل جنهن کي پار ڪرڻ لاءِ اهي زندگيءَ جا ڪيترائي سال ضايع ڪري ڇڏين ٿا. اهو سوچيندو هيو.

اهو مهيني جي جنهن هفتيوار موڪل ڏينهن اتي ايندو هيو ته پاڻ سان ڏهه پندرهن هزار واڌارو کڻي ايندو هيو. اهي روپيه ننڍين ننڍين حصن ۾ ڪيترن ئي ماڻهن جون ظاهر ۾ وڏيون ليڪن حقيقت ۾ تمام گهٽيون ننڍيون ضرورتون پوريون ڪندا هيا. انهن جي زندگين ۾ ڪجهه آسانيون آڻيندا هيا. ان جا لکيل ڪجهه سفارشي خط ۽ ڪيل فونون انهن ماڻهن جي ڪلهن تان بار ۽ پيرن ۾ نظر نه اچڻ وارا سنگهر ڪيئن لاهين. ان جو احساس شايد سالار کي پاڻ کي به ڪو نه هيو.

❊ ❊ ❊

لاهور ۾ پنهنجي رهائش دوران اهو باقاعدگيءَ سان ڊاڪٽر سبط علي وٽ ويندو هيو. ان وٽ هر رات سومهڻي (عشاءِ) جي نماز کان پوءِ ڪجهه ماڻهو گڏ ٿيندا هيا. ڊاڪٽر صاحب ڪنهن نه ڪنهن موضوع تي ڳالهائيندو هيو. ڪڏهن انهي موضوع جي چونڊ اهو پاڻ ڪندو هيو ڪڏهن ان وٽ اچڻ وارن ماڻهن مان ڪو سوال ڪندو هيو ۽ پوءِ اهو سوال ان رات جي لاءِ گفتگو جو موضوع ٿي ويندو هيو. عام اسڪالرن جي برخلاف ڊاڪٽر سبط علي صرف پاڻ ڪو نه ڳالهائيندو هيو ۽ نه وري ان پاڻ وٽ اچڻ وارن ماڻهن کي صرف ٻڌڻ تائين محدود ڪري رکيو هيو بلڪ اهو اڪثر پنهنجي ڳالهه جي دوران ئي ننڍا وڏا سوال ڪندو رهندو هيو ۽ پوءِ انهن سوالن جا جواب ڏيڻ لاءِ نه صرف انهن ماڻهن جي حوصلا افزائي ڪندو هيو پر انهن جي راءِ کي گهڻي اهميت ڏيندو هيو انهن جي اعتراضن کي وڏي صبر ۽ بردباريءَ سان ٻڌندو هيو. ان وٽ اچڻ وارن ۾ صرف سالار سڪندر ئي هيو جنهن نه ڪڏهن سوال پڇيو هيو ۽ نه ڪڏهن ڪنهن سوال جو جواب ڏيڻ جي ڪوشش ڪئي هئي. اهو نه ڪڏهن ڪنهن ڳالهه تي اعتراض ڪرڻ وارن ۾ شامل ٿيو ۽ نه وري ڪڏهن ڪنهن ڳالهه تي راءِ ڏيڻ وارن ۾.

اهو فرقان سان گڏ ايندو هيو. فرقان نه ايندو هيو ته اڪيلو هليو ايندو هيو ڪمري جي آخري حصي ۾ پنهنجي مخصوص جاءِ تي ويهي رهندو هيو ماٺ ڪيون ڊاڪٽر

صاحب ۾ اتي موجود ماڻهن جي گفتگو ٻڌندو هيو. ڪڏهن ڪڏهن پنهنجي پرسان ويٺل ماڻهن جي پڇڻ تي هڪڙي جملي ۾ پنهنجو تعارف ڪرائيندو هيو.

"مان سالار سڪندر آهيان. هڪڙي بئنڪ ۾ ڪم ڪندو آهيان."

اهو جيستائين آمريڪا ۾ هيو ته هر هفتي هڪڙو ڀيرو اتان ڊاڪٽر سبط علي کي فون ڪندو هيو مگر فون تي ڊاڪٽر صاحب سان ٿيڻ واري ڳالهه ٻولهه گهڻي مختصر ۽ هڪڙي ئي نوعيت جي هوندي هئي. اهو فون ملائيندو هيو. ڊاڪٽر صاحب فون کڻندو هيو ۽ هڪڙو ئي سوال ڪندو هيو.

اهو ڀهريون ڀيرو ان سوال تي تڏهن ڇرڪيو هيو جڏهن اهو پاڪستان مان ڪجهه ڏينهن اڳ آمريڪا پهتو هيو ۽ ڊاڪٽر صاحب ان کان واپسيءَ جو پڇي رهيو هيو. ان کي عجب لڳو هيو.

"هاڻي ته نه ......" ان ڪجهه نه سمجهندي چيو هيو. بعد ۾ اهو سوال ان کي عجيب ڪونه لڳو هيو ڇو ته اهو لاشعوري طور تي سمجهي ويو هيو ته اهو ڇا پڇي رهيو آهي.

آخري ڀيرو ان اهو سوال هن کان تڏهن پڇيو هيو جڏهن اهو امامه جي ڳولا ۾ ڳاڙهي بازار پهتو هيو. پيرس واپس پهچڻ کان هڪ هفتو پوءِ ان سدائين وانگر ان کي فون ڪئي هئي. هميشه وانگر ڳالهائڻ کان پوءِ گفتگو ان ئي سوال تي اچي پهتي هئي.

"پاڪستان ڪڏهن واپس اچي رهيا آهيو؟"

سالار جي دل بي اختيار ڀرجي آئي. ان کي پاڻ سنڀالڻ ۾ ڪجهه دير لڳي.

"ايندڙ مهيني اچي ويندس. مان استعفيٰ ڏئي رهيو آهيان. واپس اچي پاڪستان ۾ ئي ڪم ڪندس."

"پوءِ ٺيڪ آهي. توهان سان ايندڙ مهيني ملاقات ٿيندي" ڊاڪٽر صاحب تڏهن چيو هيو.

"دعا ڪندا رهجو." سالار آخر ۾ چوندو هيو.

"ڪندس، ۽ ٻيو ڪجهه.....؟"

"ٻيو ڪجهه نه. الله حافظ......" اهو چوندو هيو.

"الله حافظ" اهو جواب ڏيندو هيو. گفتگوءَ جو اهو سلسلو پاڪستان اچڻ تائين جاري رهيو. جڏهن اهو ان وٽ باقاعدگيءَ سان وڃڻ لڳو ته اهو سلسلو ختم ٿي ويو.

❊ ❊ ❊

لاهور اچڻ کان پوءِ اهو باقاعدگيءَ سان ان وٽ وڃڻ لڳو هيو. هن کي ان وٽ سڪون ملندو هيو. صرف ان وٽ گذاريل وقت اهڙو هوندو هيو جڏهن هي ڪجهه دير جي لاءِ مڪمل طور تي پنهنجي اداسي واري حالت کان آزادي حاصل ڪري وٺندو هيو. ڪڏهن ڪڏهن ان وٽ خاموشيءَ ۾ ويٺي ويٺي بي اختيار ان جي دل ۾ ايندو هيو ته هي ان جي سامهون سڀ ڪجهه ٻڌائي ڇڏي جنهن کي اهو ايترن سالن کان پنهنجي اندر زهر وانگر پريون وتندو هيو. پڇتاءُ، احساس جرم..... بيچيني، بيوسي، شرمندگي،

پشيماني، هر ڳالهه. وري ان کي ڊپ لڳندو هيو تہ خبر نہ آهي تہ ڊاڪٽر سبط علي ان کي ڪهڙي نظر سان ڏسندو. ان جي همٿ جواب ڏئي ويندي هئي.

ڊاڪٽر سبط علي کي ابهام ختم ڪرڻ ۾ ڪمال حاصل هيو. اهو ان وٽ ماٺ ڪيون ويٺو هوندو هيو. صرف ٻڌندو صرف سمجهندو ۽ صرف نتيجا ڪيندو هيو. ڪو ڏنڊ هيو جيڪو ڇنو تي رهيو هيو. ڪا شي هئي جيڪا ڏسڻ ۾ اچي رهي هئي. جن سوالن کي اهو ڪيترن سالن کان مٿي تي بوجهہ جي صورت ۾ کنيو پئي هليو ان وٽ انهن جو جواب هيو.

"اسلام کي سمجهي سگهڻ جي ڪوشش ڪريو تہ توهان کي معلوم ٿيندو تہ ان ۾ ڪيتري ڪشادگي آهي. اهو تنگ نظري ۽ تنگدليءَ جو دين ڪونہ آهي، نہ وري انهن ننهي ڳالهين جي ان ۾ گنجائش آهي. اهو "مون" کان شروع ٿي "اسان" تي اچي وڃي ٿو. فرد کان معاشري تائين. اسلام توهان کي ايئن ڪونہ ٿو چوي تہ توهان چوويهہ ڪلاڪ مٿي تي ٽوپي، هٿ ۾ تسبيح پڪڙيون هر جاءِ تي مصلو وڇائي ويٺا رهو. هر ڳالهہ ۾ ان جا حوالا ڏيندا رهو. نہ، اهو تہ توهان جي زندگيءَ مان ..... توهان جي پنهنجي زندگيءَ مان حوالا گهري ٿو. اهو تہ توهان کان سچائي ۽ پارسائيءَ جو مطالبو ڪري ٿو. ديانتداري ۽ محبت گهري ٿو. خلوص ۽ استقامت گهري ٿو. هڪڙو سنو مسلمان پنهنجي ڳالهين مان نہ پنهنجي ڪردارسان ٻين کي متاثر ڪندو آهي.

سالار ان جي ڳالهين کي هڪڙي ننڍڙي ٽيپ رڪارڊر ۾ رڪارڊ ڪري ونندو هيو ۽ پوءِ گهر اچي اهي ٻڌندو رهندو هيو. ان کي هڪڙي رهبر جي تلاش هئي، ڊاڪٽر سبط علي جي صورت ۾ ان کي اهو رهبر ملي ويو هيو.

❊ ❊ ❊

"سالار اڄ، هاڻي اڄ بہ ڪٽي. ڪيترين منٿون ڪرائيندين؟" انيتا ان کي ٻانهن کان ڇڪيندي ناراضگيءَ مان چيو.

اهو عمار جي شاديءَ ۾ شريڪ ٿيڻ لاءِ اسلام آباد آيل هيو. ٽن ڏينهن جي موڪل وٺي آيو هيو جڏهن تہ ان جي گهر وارن جو اصرار هيو تہ اهو هڪڙو هفتو موڪل وٺي اچي. شاديءَ جون رسمون ڪجهہ ڏينهن پهريان کان ئي شروع ٿي ويون هيون. اهو انهن رسمن جي "اهميت" ۽ "نوعيت" کان واقف هيو. انهيءَ ڪري گهر وارن جي زور ڪرڻ جي باوجود اهو ٽن ڏينهن جي موڪل وٺي آيو هيو ۽ هاڻي اهو عمار جي مينديءَ جي رسم واري فنڪشن ۾ شريڪ هيو جيڪو عمار ۽ ان جا ساهرا گڏجي ملهائي رهيا هيا. عمار ۽ اسري جا مٽ مائٽ ۽ دوست مختلف فلمي ۽ نچڻ ٽپڻ وارن گانن تي رقص ڪري رهيا هيا. بدتميزيءَ جو هڪڙو طوفان هيو جيڪو اتي برپا ٿيل هيو. بنا ٻانهن وارا چولا، کليل ڳلا، جسم سان چنبڙيل ڪپڙا، سنها لباس، سلڪ ۽ شيفون جون ساڙهيون، چاريدار چوليون، ان جي ڪٽنب جي عورتن کي بہ ٻين عورتن وانگر اهڙي قسم جا ڪپڙا پاتل هيا.

رل مل (مخسد)گڏجاڻي هئي ۽ اهو تقريب شروع ٿيڻ سان انهي هنگامي کان گهڻو

پري اهڙن ماڻهن سان گڏ ويٺو هيو جيڪي صنعتن يا بئنڪن جي ادارن سان تعلق رکندا هيا ۽ سڪندر يا ان جي پنهنجن پائرن جا واقفڪار هيا.

مگر پوءِ مينديءَ جي رسم شروع ٿيڻ واري هئي ۽ انيتا ان کي اسٽيج ڏانهن وٺي وئي. اسريٰ ۽ عمار اسٽيج تي ويٺا ڪل خوشيءَ سان هڪ ٻئي سان ڳالهيون ڪري رهيا هيا. اهو اسريٰ سان پهريون ڀيرو ملي رهيو هيو. عمار ان جي ۽ اسريٰ جي واقفيت ڪرائي.مينديءَ جي رسم ڪان پوءِ ان اتان وڃڻ جي ڪوشش ڪئي مگر ڪامران ۽ طيبہ زبردستي ان کي روڪيو.

”پاءَ جي مينديءَ جي رسم آهي ۽ تون ايئن اتي ڪنڌ ۾ ويٺو آهين.“ طيبہ ان کي چڙهيو هيو. ”تو کي هتي هجڻ گهرجي.“

اهو ان جي چوڻ تي اتي ڪامران ۽ ان جي زال سان گڏ بيهي رهيو. ان جي هڪڙي سوٽ هڪڙو ڀيرو وري اهڙو رئو ان جي ڳچيءَ ۾ وجهڻ جي ڪوشش ڪئي جيڪو اهي سڀ وجهيون پيا هيا. ان هڪڙو دفعو وري ڪجهه بچان مان ان جي هٿ کي پري ڪيو ۽ ان کي تنبيهه ڪيائين.

ڪجهه منٽن ڪان پوءِ اتي رقص شروع ٿي ويو هيو. عمار سميت ان جا سڀ پيڻ پائر ۽ سوٽ رقص ڪري رهيا هيا ۽ انيتا ان کي بہ ڇڪڻ شروع ڪيو هيو.

”نہ انيتا! مان نٿو ڪري سگهان. مون کي ڪونهي ايندو.“

ان پنهنجو هٿ ڇڏائڻ جي ڪوشش ڪندي معذرت ڪئي مگر انجي معذرت قبول ڪرڻ جي بجاءِ اها ۽ عمار ان کي ڇڪي رقص ڪرڻ وارن جي هجوم ۾ وٺي آيا هيا. ڪامران ۽ مُعيز جي شادي ۾ اهو بہ ايئن ئي رقص ڪندو رهيو هيو مگر عمار جي مينديءَ تائين گذريل ستن سالن ۾ ايترو ڊگهو ذهني سفر طئي ڪري چڪو هيو جو اتي ان هجوم جي وچ ۾ رڳو ٻانهون مٿي ڪرڻ بہ ان لاءِ مشڪل هيو. ڪجهه بيوسي واري مرڪ سان اهو ان هجوم جي وچ ۾ بيٺو رهيو پوءِ ان انيتا جي ڪن ۾ چيو.

”انيتا..... مون ڪان ڊانس وسري وئي آهي. مهرباني ڪري مون کي وڃڻ ڏي.“

”تون ڪرڻ شروع ڪر.... اچي ويندي“ انيتا جواب ۾ ان جي ڪلهي تي هٿ رکندي چيو. هاڻي اسريٰ بہ ان هجوم ۾ شامل ٿي چڪي هئي.

”مان نٿو ڪري سگهان. توهان ڪيو. مان مزو وٺي رهيو آهيان. مون کي وڃڻ ڏي.“

ان مرڪندي نڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. اسريٰ جي آمد ان کي ان ڪوشش ۾ ڪامياب ڪري ڇڏيو.

”عروج هر قوم ۽ هر نسل جو خواب هوندو آهي، ۽ وري اهي قومون جن تي الهامي ڪتاب نازل ٿيا هجن اهي تہ عروج کي پنهنجو حق سمجهنديون آهن مگر ڪڏهن بہ ڪنهن قوم تي عروج صرف انهيءَ بنياد تي ڪونہ آيو آهي تہ ان کي هڪڙو الهامي ڪتاب ۽ نبي ڏنو ويو. جيستائين ان قوم پنهنجن عملن ۽ فعلن ذريعي عروج جي لاءِ پنهنجي اهليت ثابت نہ ڪئي ان وقت تائين اها ڪنهن مرتبي، ڪنهن مقام ڪنهن

فضيلت جي قابل ٿي نہ سگهي. مسلمان قوم يا امت سان بہ اهو ٿيندو رهيو آهي ۽ ٿي رهيو آهي. انهن جو مسئلو اهو آهي تہ انهن جا اعليٰ طبقا عيش ۽ نفس پرستيءَ جو شڪار آهن. اهي ہئي شيون ويا وانگر هونديون آهن. هڪڙي ڪان ہئي، ہئي ڪان ٽئين ۽ پوءِ اهو سلسلو ڪٿي بيهندو ڪونهي." ان کي اتي بيٺي انهن نچندڙ عورتن ۽ مردن جي هجوم کي ڏسندي بي اختيار ڊاڪٽر سبط علي جون ڳالهيون ياد اچڻ لڳيون.

"مومن عياش نہ هوندو آهي، نہ تڏهن جڏهن اهو رعيت مان هوندو آهي ۽ نہ تڏهن جڏهن اهو حڪمران هوندو آهي. ان جي زندگي ڪنهن جانور يا ڪيڙي واري زندگي ناهي هوندي. کائڻ پيئڻ، پنهنجي نسل کي وڌائڻ ۽ فنا ٿي وڃڻ. اهو ڪنهن جانور جي زندگيءَ جو تہ انداز ٿي سگهي ٿو مگر ڪنهن مسلمان جو نہ." سالار بي اختيار مرڪيو.

اهو اڄ وري "جانورن" ۽ "جيت جڻين" (حشرات الارض) جو هڪڙو ٽولو ڏسي رهيو هيو. اهو خوش ٿيو اهو گهڻو عرصو اڳ انهن منجهان نڪري چڪو هيو. اتي هر هڪ خوش خورم، پرسڪون ۽ مطمئن نظر اچي رهيو هيو. وڏا ٽهڪ، ہرندڙ چهرا ۽ چمڪندڙ اکيون. ان جي سامهون طيبہ عمار جي سهري سان گڏ رقص ڪري رهي هئي. انيتا پنهنجي سڀ کان وڏي ياءُ ڪامران سان.

سالار پنهنجي هٿ جي آڱرين سان ساڄي لونڊڙيءَ کي مهٽيو. شايد اها تيز ميوزڪ هئي يا وري ان وقت ان جي ذهني پريشاني جو ان کي پنهنجي لونڊڙيءَ ۾ هلڪي سور جي لهر اڀرندي محسوس ٿي. پنهنجي عينڪ لاهي ان کاٻي هٿ سان پنهنجين ہنهي اکين کي مهٽيو. ٻيهر عينڪ پائيندي ان ڪنڌ ورائي رستو ڳولڻ جي ڪوشش ڪئي، ڪجهہ جدوجهد کان پوءِ اهو پنهنجي جاءِ ڇڏي ان دائري مان نڪرڻ ۾ ڪامياب ٿي ويو. ان کي خوشيءَ سان رستو ڏنائون.

"ڪيڏانهن پيو وڃين؟" ڏمچر واري شور ۾ طيبہ وڏي آواز ۾ وڃڻ کان اڳ ان کي ٻانهن کان جهلي پڇيو هيو. اها هاڻي رقص ڪري ڪري ٿڪجي پوڻ ڪري ان جي پرسان بيٺي هئي، ان جو ساهہ ڦوڪيل هيو.

"امان! مان جلد اچان ٿو. نماز پڙهي."

"اڄ ڪٿي ڇڏي ڏي...."

سالار مرڪيو مگر ان جواب ۾ ڪجهہ نہ چيو بلڪ انڪار ۾ مٿو ڌوڻيندو آهستڙي ان جي هٿ کي پنهنجي ٻانهن تان پري ڪيائين.

اهو هاڻي ٻاهر نڪرڻ جي ڪوشش ڪري رهيو هيو.

"اهو ڪڏهن نارمل ٿي نٿو سگهي. زندگي مان مزو وٺڻ بہ هڪڙو فن (آرٽ) آهي ۽ اهو فن هن بيوقوف کي ڪڏهن ڪو نہ ايندو." ان پنهنجي ٽئين پٽ جي پٺيءَ کي ڏسندي ڪجهہ افسوس سان سوچيو.

سالار ان هجوم مان نڪري سک جو ساهہ کنيو هيو.

اهو جنهن وقت نماز پڙهڻ جي لاءِ پنهنجي گهر جي گيٽ مان ٻاهر نڪري رهيو هيو.

ڳاٽڻو ان وقت بہ گانو ڳائڻ ۾ مصروف هيو. ان وقت مسجد ڏانهن ويندڙ وارو اهو اڪيلو هيو. شايد گاڏين جي ڊگهين قطارن جي وچ مان سڙڪ تي هلندي اهو لاڳيتو ڊاڪٽر سبط علي جي باري ۾ سوچي رهيو هيو. اهو ”سَوَن“ جي انهي مجمعي جي باري ۾ بہ سوچي رهيو هيو جيڪي ان جي گهر ۾ نچڻ ٽپڻ ۾ مصروف هيا. مسجد ۾ ڪل ”چوڏهن“ ماڻهن باجماعت نماز ادا ڪئي هئي.

❋ ❋ ❋

پاڪستان اچڻ کان پوءِ پنهنجي اسلام آباد ۾ مقرري دوران اهو سڪندر عثمان جي گهر ۾ ئي رهندو هيو. لاهور اچڻ کان پوءِ بہ ڪنهن شاهوڪار علائقي ۾ ڪو وڏو گهر رهائش لاءِ وٺڻ جي بجاءِ ان فرقان جي بلڊنگ ۾ هڪڙو فليٽ مسواڙ تي وٺڻ کي ترجيح ڏني.

فرقان وٽ فليٽ وٺڻ جو هڪڙو سبب جيڪڏهن اهو هيو تہ اهو لاهور ۾ پنهنجي غير حاضري دوران فليٽ جي باري ۾ ڪنهن چوري چڪاري جي پريشاني کان بچيل رهندو تہ ٻيو سبب اهو هيو تہ فليٽ جي بجاءِ ڪو گهر وٺڻ تي ان کي بہ چار ملازم رکڻا پون ها جڏهن تہ گهر ۾ ان جو تمام گهٽ وقت گذرندو هيو. فرقان سان گڏ آهستي آهستي لاهور ۾ ان جي بہ ياري باشي وڌڻ لڳي هئي. فرقان گهڻو رلڻو ملڻو ماڻهو هيو ۽ ان جي دوستن جو حلقو بہ گهڻو وسيع هيو. اهو سالار جي ذهنيت ۽ طبيعت کي سمجهڻ جي باوجود ان کي وقت بوقت مختلف جاين تي پاڻ سان گڏ وٺي ويندو هيو.

اهو ان رات فرقان سان گڏ ان جي ڪنهن دوست جي دعوت ۾ غزل جي محفل ۾ شريڪ ٿيڻ لاءِ ويو هيو. اها دعوت هڪڙي فارم هائوس تي ڪئي وئي هئي. ان سالار کي بہ دعوت ڏني ۽ غزل جو ٻڌي اهو انڪار ڪري ڪونہ سگهيو.

فارم تي شهر جي امير ڪبير ماڻهن جي محفل هئي. اهو انهن مان گهڻن کي سڃاڻندو هيو. اهو پنهنجن ڪجهہ واقفڪار ماڻهن سان ڳالهيون ڪرڻ لڳو. ماني بہ کائي رهيا هيا ۽ انهن ڳالهين جي دوران ان فرقان کي ڳولڻ لاءِ هيڏي هوڏي نهاريو. اهو ڪٿي بہ نظر ڪو نہ ٿي آيو. سالار هڪڙو دفعو وري ماني کائڻ ۾ مصروف ٿي ويو. ماني کائڻ کان پوءِ ان کي ڪجهہ ماڻهن سان گڏ فرقان بيٺل نظر آيو. اهو بہ ان ڏانهن هليو ويو.

”اچ سالار! مان توهان جو تعارف ڪرايان ٿو.“ فرقان ان جي ويجهي اچڻ تي ڪجهہ جملن جي تبادلي کان پوءِ چيو. ”هي ڊاڪٽر رضا آهي. گنگا رام اسپتال ۾ ڪم ڪندو آهي. ٻارن جو ڊاڪٽر (چائيلڊ اسپيشلسٽ) آهي.“ سالار هٿ ملايو.

”هي ڊاڪٽر جلال انصر آهي.“ سالار کي ان ماڻهوءَ سان تعارف جي ضرورت ڪونہ هئي. فرقان هاڻي ڇا چئي رهيو هيو اهو ٻڌي ڪونہ سگهيو. ان جلال انصر سان ملڻ لاءِ هٿ وڌايو. ٻنهي رسمي طور هٿ ملايو. جلال انصر بہ يقيني طور ان کي سڃاڻي ورتو هيو.

سالار اتي هڪڙي سٺي شام گذارڻ آيو هيو مگر ان وقت ان کي محسوس ٿيو تہ اهو هڪڙي ٻي خراب رات گذارڻ آيو هو. يادن جي هڪڙي ٻوڏ هئي جيڪا هڪڙو ڀيرو وري هر بند کي ٽوڙي ان تي چڙهندي پئي آئي. اهي سيئي هاڻي ان طرف وڃي رهيا هيا جتي

ويهڻ جو انتظام ڪيو ويو هيو. ان سان گڏ هاٽي فرقان هيو. جلال انصر هاٽي ان کان ڪجهه اڳتي ٻين ڊاڪٽرن سان گڏ هيو. سالار مرجهايل چهري سان ان جي پٺي کي ڏٺو.

دشت تنہائی میں اے جانِ جہاں،

لرزاں ہیں

تیری آواز کے سائے،

تیرے ہونٹوں کے سراب------

اقبال بانو غزل ڳائڻ شروع ڪري چڪي هئي.

دشت تنہائی میں دوری کے

خس و خاشاک تلے

کھل رہے ہیں

تیرے پہلو کے سمن اور گلاب۔

ان جي چوڌاري ويٺل ماڻهو مٿو ڌوڻي رهيا هيا. سالار ڪجهه ميزن جي فاصلي تي ويٺل ان شخص کي ڏسي رهيو هيو جيڪو پاڻ سان گڏ ويٺل ماڻهن سان ڳالهائڻ ۾ مصروف هيو. ان کي زندگيءَ ۾ ڪڏهن بہ ڪنهن شخص کي ڏسي ريس ڪونہ ٿي هئي، ان ڏينهن پهريون ڀيرو ٿي رهي هئي.

اڌ ڪلاڪ گذرڻ کان پوءِ ان فرقان کي چيو.

"هلون؟" فرقان چرڪ ڀري ان کي ڏٺو.

"ڪيڏانهن......؟"

"گهر......"

"اڃا هاڻي تہ پروگرام شروع ٿيو آهي. تو کي ٻڌايو تہ هيو رات دير تائين محفل جاري رهندي"

"ها، مگر مان وڃڻ ٿو گهران. ڪنهن سان گڏ موڪل. تون بعد ۾ اچجانءِ."

فرقان غور سان ان جي منهن ۾ ڏٺو.

"تون ڇو ٿو وڃڻ گهرين؟"

"مون کي هڪڙو ضروري ڪم ياد اچي ويو آهي." ان مرڪڻ جي ڪوشش ڪئي.

"اقبال بانو کي ٻڌڻ کان پوءِ بہ ڪوئي ٻيو ڪم ياد اچي ويو اٿئي؟" فرقان ڪجهه ملامت ڪرڻ واري انداز ۾ چيو.

"تون ويهہ مان هليو ٿو وڃان." سالار جواب ۾ ڪجهه چوڻ جي بجاءِ اٿي بيهندي چيو.

"عجيب ڳالهيون ڪندو آهين. هتان ڪيئن ويندين. فارم گهڻو پري آهي. هل جيڪڏهن ايتري ئي جلدي آهي تہ هلون ٿا." فرقان بہ اٿي بيهي رهيو.

ميزبان کان موڪلائي هي ٻئي فرقان جي گاڏي ۾ اچي ويٺا.
"هاڻي ٻڌاءِ ايئن اوچتو ڇا ٿيو آهي؟" گاڏيءَ کي فارم تان ٻاهر ڪيڻ کان پوءِ فرقان چيو.
"اتي ترسڻ لاءِ منهنجي دل تيار ڪو نه هئي."
"ڇو......؟" سالار جواب ڪو نه ڏنو. اهو ٻاهر سڙڪ کي ڏسندو رهيو هيو.
"ڇا اتان اٿي اچڻ جو سبب جلال آهي؟"
سالار بي اختيار ڪنڌ ورائي فرقان کي ڏٺو. فرقان هڪڙو ڊگهو ساهه کنيو.
"يعني منهنجو اندازو ٺيڪ آهي. تون جلال انصر جي ڪري ئي محفل مان پڇي آيو آهين."
"تو کي ڪيئن خبر پئي؟" سالار هٿيار ڦٽا ڪرڻ واري انداز ۾ چيو.
"توهان ٻئي گهڻو عجيب انداز ۾ پاڻ ۾ مليا هيا. جلال انصر معمول جي خلاف توکي ڪا اهميت ڪو نه ڏني جڏهن ته تو جهڙي شهريت رکڻ واري بئنڪ آفيسر جي سامهون ته ان جهڙي ماڻهوءَ جون واڇون کلي وڃڻ کپنديون هيون. اهو تعلقات ٺاهڻ جو ڪو موقعو ضايع ڪو نه ڪندو آهي، تون پاڻ به لاڳيتو ان کي ڏسي رهيو هئين." فرقان نهايت آهستي چئي رهيو هيو.
"تون جلال انصر کي سڃاڻندو آهين؟"
سالار ڪنڌ مٿي ڪري سڌو ٿي ويٺو. اهو هڪڙو ڀيرو وري سڙڪ کي ڏسي رهيو هيو.
"امامه ان ئي ماڻهوءَ سان شادي ڪرڻ ٿي گهري." گهڻي دير کان پوءِ ان جهيڻي آواز ۾ چيو. فرقان ڪجهه چئي ڪو نه سگهيو. ان جي وهم گمان ۾ به ڪو نه هيو ته جلال ۽ سالار جي وچ ۾ اهڙي نموني جي واقفيت هوندي، ورنه اهو شايد اهو سوال ڪڏهن به نه ڪري ها.
گاڏيءَ ۾ گهڻيءَ دير تائين ماٺ جو راڄ رهيو. پوءِ فرقان ئي ان ماٺ کي ٽوڙيو.
"مون کي اهو معلوم ٿيڻ تي گهڻي مايوسي ٿي آهي ته ان جلال جهڙي ماڻهوءَ سان شادي ڪرڻ ٿي گهري اهو ته وڏو شاطر (خرانٽ) ماڻهو آهي. اسان ان کي "قصائي" چوندا آهيون. ان جي واحد دلچسپي پئسو آهي. مريض ڪيئن اٿيندو ڪٿان اٿيندو ان سان هن کي ڪا غرض ڪونهي هوندي تون ڏسجان ائين ڏهن سالن ۾ اهو ان رفتار سان دولت ڪمائيندي لاهور جو سڀني کان امير ڊاڪٽر هوندو."
فرقان هاڻي جلال انصر جي باري ۾ تبصرو ڪري رهيو هيو. سالار خاموشيءَ سان ٻڌي رهيو هيو. جڏهن فرقان پنهنجي ڳالهه پوري ڪئي ته ان چيو.
"ان کي قسمت چوندا آهن."
"توکي ان تي ريس ٿي رهي آهي؟" فرقان ڪجهه حيرانيءَ مان چيو.
"ساڙ ته مان ڪري نٿو سگهان." سالار عجيب انداز ۾ مرڪيو. "اهو جيڪو ڪجهه تون مون کي ان جي باري ۾ ٻڌائي رهيو آهين. انهي سڀ جي مون کي گهڻا سال اڳ خبر هئي. تڏهن ئي جڏهن مان امامه جي سلسلي ۾ ان سان مليو هيس. اهو ڪهڙو ڊاڪٽر ٿيڻ وارو هيو مون کي اندازو هيو مگر اڄ ان محفل ۾ ان کي ڏسي مون کي ان تي بي تحاشا

ريس ٿي. ان وٽ ڪجهہ بہ ڪو نہ آهي. معمولي شڪل ۽ صورت آهي. خاندان بہ ڪو اهم ڪو نہ آهي. ان جهڙا هزارين ڊاڪٽر پيا آهن. لالچي ۽ ماده پرست بہ آهي، مگر قسمت ڏس تہ امامہ هاشم جهڙي ڇوڪري ان جي عشق ۾ ڦاسي وئي. ان جي پٺيان خوار ٿيندي رهي. مان ۽ تون ان کي ڪٽي قصائي ڇئون، ڪجهہ بہ ڇئون، صرف اسان جي چوڻ سان ان جي قسمت تہ تبديل ڪو نہ ٿي ويندي. نہ ان جي نہ منهنجي."

ان ڳالهہ اڌ ۾ ڇڏي ڏني. فرقان ان جي چهري کي مرجهائيندي ڏٺو.

"ان ۾ ڪا نہ ڪا خوبي تہ هوندي جو...... امامہ هاشم کي ٻئي ڪنهن سان بہ نہ صرف ان سان محبت ٿي وئي." اهو هاڻي پنهنجين ٻنهي اکين کي مهٽي رهيو هيو.

"مون کي جيڪڏهن اها خبر هجي ها تہ تون هتي جلال انصر سان ملي ويندين تہ مان توکي ڪڏهن بہ پاڻ سان گڏ هتي وٺي نہ اچان ها." فرقان گاڏي هلائيندي چيو.

"مون کي بہ جيڪڏهن اها خبر هجي ها تہ مان هتي اچي ان جي منهن چڙهي ويندس تہ مان بہ ڪنهن قيمت تي بہ هتي نہ اچان ها." سالار شيشي مان نظر اچڻ واري اونداهي سڙڪ کي ڏسندي ارمان ڪندي سوچيو.

ڪجهہ وڏيڪ سفر بي حد خاموشيءَ سان طئي ٿيو پوءِ فرقان هڪڙو ڀيرو وري ان سان مخاطب ٿيو.

"تو ان کي ڪڏهن ڳولڻ جي ڪوشش نہ ڪئي؟"

"امامہ کي......؟ اهو ممڪن ڪونهي."

"ڇو؟"

"مان ان کي ڪيئن ٿو ڳولي سگهان. گهڻا سال اڳ مون هڪڙو دفعو ڪوشش ڪئي هئي، ڪوئي فائدو ڪو نہ ٿيو ۽ هاڻي...... هاڻي تہ اهو اچان بہ گهڻو ڏکيو آهي."

"تون اخبارن کان مدد وٺي سگهين ٿو."

"ان جي باري ۾ اشتهار ڏيان؟" سالار ڪجهہ بيزاريءَ مان چيو. "اها تہ خبر ڪونهي تہ اها ملي يا نہ ملي، ليڪن ان جا گهر وارا مون تائين ضرور پهچي ويندا. شڪ تہ انهن کي مون تي اڳ ۾ ئي آهي ۽ فرض ڪر مان ايئن ڪريان بہ تہ اخبار ۾ ڪهڙو اشتهار ڏيان. ڇا چوان؟" ان مٿو ڌوڻيندي چيو.

"پوءِ ان کي وساري ڇڏ." فرقان وڏي آسانيءَ سان چيو.

"ڪوئي ساهہ کڻڻ بہ وساري سگهي ٿو؟" سالار تڙپي ڪڙي چيو.

"سالار! هاڻي گهڻا سال گذري ويا آهن. تون آخرڪار ڪيستائين ايئن ان لاحاصل عشق ۾ ڦاٿو رهندين. توکي پنهنجي زندگيءَ جي ٻيهر منصوبہ بندي ڪرڻ گهرجي. تون پنهنجي سموري زندگي تہ امامہ هاشم جي لاءِ ضايع نٿو ڪري سگهين."

"مان ڪجهہ بہ ضايع ڪو نہ ڪري رهيو آهيان. نہ زندگي کي، نہ وقت کي، نہ پنهنجو پاڻ کي. مان جيڪڏهن امامہ هاشم کي ياد رکيون پيو اچان تہ صرف انهيءَ ڪري ڇو تہ مان ان کي وساري نٿو سگهان. اهو منهنجي وس ۾ ڪونهي. مون کي ان جي

باري ۾ سوچڻ ڪري گهڻي تڪليف ٿيندي آهي. ليڪن مان ان تڪليف جو عادي ٿي ويو آهيان. اها منهنجي پوري زندگيءَ تي مسلط (ڊامينيٽ) ٿي وئي آهي. اها منهنجي زندگيءَ ۾ نه اچي ها ته مان اڄ هتي پاڪستان ۾ تو سان گڏ ويٺو نه هجان ها. سالار سڪندر ڪٿي بئي هنڌ هجي ها يا هجي ئي نه ها. مون تي ان جو تمام گهڻو قرض آهي. جنهن ماڻهوءَ جو قرضي هججي ان کي چيڻي وڃائي پنهنجي زندگيءَ مان ڪير به ٻاهر نٿو ڪري سگهي. مان به نٿو ڪري سگهان."

سالار صاف صاف انداز ۾ چيو.

"قرض ڪر ڀيهر نٿي ملي ته پوءِ.....؟" فرقان ان جي ڳالهه جي جواب ۾ چيو. گاڏيءَ ۾ هڪدم ماٺ ڇانئجي وئي. گهڻي دير کان پوءِ سالار چيو.

"مون وٽ ان سوال جو ڪو به جواب ڪونهي. ڪنهن ٻئي موضوع تي ٽا ڳالهايون" ان آرام سان ڳالهه جو رخ ٻئي پاسي ڪري ڇڏيو.

❋ ❋ ❋

ڪجهه سالن ۾ فرقان وانگر ان به ڳوٺ ۾ گهڻو ڪم ڪيو هيو ۽ فرقان جي مقابلي ۾ گهڻي تيز رفتاريءَ سان ڇو ته فرقان جي برخلاف اهو گهڻي اثر رسوخ وارو هيو. ان ڪجهه سالن ۾ ان ڳوٺ جي حالت بدلائي ڇڏي هئي. صاف پاڻي، بجلي ۽ وڏي رستي تائين هڪڙي پڪي سڙڪ. ان جي ٻن سالن جي ڪارڪردگي هئي. ٽئين سال اتي پوسٽ آفيس، زراعت کاتي جي آفيس ۽ فون جي سهوليت به اچي وئي هئي. چوٿين سال ان جي پنهنجي هاءِ اسڪول ۾ شام جي ڪلاسن ۾ هڪڙي اين جي او جي مدد سان ڇوڪرين کي هٿ جو هنر سيکارڻ جو بندوبست ڪيو ويو. ڳوٺ جي ڊسپينسريءَ ۾ ايمبولنس به اچي وئي. اتي ڪجهه ٻي مشينري به لڳائي وئي. فرقان وانگر اها ڊسپينسري به ان پنهنجن وسيلن سان اسڪول سان گڏ ئي شروع ڪئي هئي ۽ ان کي وڏيڪ ڪارائتو بڻائڻ ۾ فرقان ان جي مدد ڪئي هئي.

فرقان جي برخلاف ان جي ڊسپينسريءَ ۾ ڊاڪٽر جي نه هجڻ جو مسئلو ڪونه هيو. ان جي ڊسپينسريءَ جي باقاعده شروع ٿيڻ کان به اڳ هڪڙو ڊاڪٽر ان جي ڪوشش سان اتي موجود هيو.

اسڪول تي اچڻ وارا سمورا خرچ تقريباً ان جا هيا ليڪن ڊسپينسريءَ کي قائم ڪرڻ ۽ ان کي هلائڻ لاءِ ٿيڻ وارا خرچ ان جا ڪجهه دوست برداشت ڪري رهيا هيا. يونيسيف ۾ ڪم ڪرڻ دوران ٺاهيل واقفيتون ۽ دوستيون هاڻي ان جي ڪم اچي رهيون هيون ۽ هو انهن کي استعمال ڪري رهيو هيو. اهو يونيسيف ۽ يونيسڪو ۾ پنهنجن گهڻن دوستن کي پاڪستان اچڻ کان پوءِ اتي آڻي چڪو هيو. اهو هاڻي اتي ووڪيشنل ٽريننگ سينٽر جي منصوبه بندي ڪرڻ ۾ مصروف هيو مگر چوٿين سال ۾ صرف اهو ڪجهه ڪونه ٿيو هيو ٻيو ڪجهه به گهڻو ئي ٿيو هيو.

❋ ❋ ❋

سڪندر عثمان اڻ ڏينهن ٽيپهري ڌاري اسلام آباد ايندي گاڏيءَ جو ٽائر پنڪچر ٿيڻ ڪري روڊ تي بيهي رهيو. ڊرائيور ٽائر مٽائڻ لڳو ۽ اهو رستي تي هيڏانهن هوڏانهن ڏسڻ لڳو. تڏهن ان جي نظر هڪڙي وڏي بورڊ تي وڃي پئي. ان تي لکيل ڳوٺ جي نالي ان جو ڌيان پاڻ ڏانهن ڇڪايو. سالار سڪندر جي حوالي سان اهو نالو ان لاءِ غير معروف ڪو نه هو.

ڊرائيور جڏهن ٽائر مٽائي موٽي ڊرائيونگ سيٽ تي اچي ويٺو ته سڪندر عثمان ان کي چيو.

"ان ڳوٺ ۾ هل." ان کي اوچتو تجسس پيدا ٿي ويو هيو. ان اسڪول جي باري ۾ جيڪو سالار سڪندر گذريل ڪيترن سالن کان اتي هلائي رهيو هيو.

پڪي سڙڪ تي تيز رفتاريءَ سان گاڏي هلائيندي اهي ڏهن منٽن ۾ ڳوٺ اندر موجود هيا. آبادي شروع ٿي وئي هئي. ڪجهه ڪچاپڪا دڪان نظر اچي رهيا هيا. شايد اهو ڳوٺ جو مارڪيٽ (ڪمرشل ايريا) وارو علائقو هيو.

"هتي هيٺ لهي ڪنهن کان پڇا ڪر ته سالار سڪندر جو اسڪول ڪٿي آهي." سڪندر عثمان ڊرائيور کي چيو. ان وقت ان کي ياد آيو ته ان ڪڏهن ان جي سامهون اسڪول جو نالو ڪو نه ورتو هيو ۽ جتي انهن جي گاڏي بيٺي هئي اتي او سي پاسي ۾ ڪو اسڪول ڏسڻ ۾ ڪو نه ٿي آيو. ڳوٺ جي ماڻهن لاءِ ڪجهه سال اڳ سڪندر عثمان جي گاڏي بي حد اشتياق يا تجسُس جو باعث ٿئي ها مگر گذريل ڪجهه سالن ۾ سالار ۽ فرقان جي ڪري اتي وقت بوقت گاڏيون اينديون رهنديون هيون. اها ڳالهه اڳ وانگر انهن جي لاءِ عجب واري ڪونه رهي هئي مگر اها گاڏي اتان هميشه وانگر لنگهي وڃڻ جي بجاءِ جڏهن اتي بيهي رهي ته هڪدم ماڻهن ۾ هورا کورا پيدا ٿي وئي.

سڪندر عثمان جي هدايت تي ڊرائيور هيٺ لهي پرسان واري هڪڙي دڪان تي ويو ۽ اتي ويٺل ماڻهن کان اسڪول جي باري ۾ پڇڻ لڳو.

"هتي سالار سڪندر صاحب جو ڪوئي اسڪول آهي؟" دعا سلام ڪرڻ کان پوءِ ان پڇيو.

"ها. آهي...... اهو ان ئي سڙڪ تي اڳيان ساڄي طرف موڙ تي هڪڙي وڏي عمارت آهي." هڪڙي ماڻهوءَ ٻڌايو.

"توهان ان جا دوست آهيو؟" ان ماڻهوءَ جواب سان گڏوگڏ سوال به ڪيو.

"نه. مان ان جي والد سان گڏجي آيو آهيان."

"والد؟" ان ماڻهوءَ جي وات مان پاڻمرادو نڪتو ۽ اتي ويٺل سڀئي ماڻهو هڪدم سڪندر عثمان جي گاڏي ڏانهن ڏسڻ لڳا پوءِ ان ماڻهوءَ اتي ڊرائيور سان هٿ ملايو.

"سالار صاحب جا والد آيا آهن. وڏي خوشي جي ڳالهه آهي." ان ماڻهوءَ چيو ۽ پوءِ ڊرائيور سان گڏجي گاڏيءَ ڏانهن اچڻ لڳو. اتي ويٺل باقي ماڻهو به ڪنهن معمول وانگر ان جي پٺيان آيا.

سڪندر عثمان پري کان انهن کي هڪڙي ٽولي جي شڪل ۾ پاڻ ڏانهن ايندو ڏٺو ته اهو ڪجهه پريشان ٿي ويو. ڊرائيور جي پنيان اڇڻ واري ماڻهوءَ وڏي عقيدت سان پنهنجو هٿ دري مان ٽپائي اندر ڪيو. سڪندر عثمان ڪجهه ٻڏتر جي حالت ۾ ان سان هٿ ملايو جڏهن ته ان ماڻهوءَ وڏي جوش ۽ جذبي سان ٻنهي هٿن سان ان سان هٿ ملايو. ان سان گڏ اچڻ وارن ٻين ماڻهن به هاڻي ايئن ڪيو. سڪندر ڪجهه مونجهه سان انهن سان هٿ ملائي رهيو هيو.

"صاب! توهان سان ملي ڏاڍي خوشي ٿي آهي."

پهريان اڌڙوٽ عمر واري ماڻهوءَ محبت ڀريل انداز ۾ چيو.

"توهان جي لاءِ چانهه آڻيون يا بوتل...." اهو ماڻهو ان ئي جوش ۽ جذبي سان پڇي رهيو هيو.

ڊرائيور هاڻي گاڏي چالو ڪري چڪو هيو.

"نه.... ڪا ئي ضرورت ڪونهي. بس رستو ئي معلوم ڪرڻو هيو." ان جلدي ۾ چيو.

ڊرائيور گاڏي اڳتي وڌائي. اهو ماڻهو ۽ ان سان گڏ بيٺل ٻيا ماڻهو اتي بيهي گاڏيءَ کي اڳتي ويندو ڏسندا رهيا. پوءِ ان ماڻهوءَ ڪجهه مايوسيءَ مان مٿو ڌوڻيو.

"سالار صاحب جي ٻي ڳالهه آهي."

"ها سالار صاحب جي ڳالهه ئي ٻي آهي، اهو ڪڏهن ڪاٺ پيئڻ کان سواءِ هتان ايئن ويندو هيو." هڪڙي ٻئي ماڻهوءَ هٿي ونرائي. اهي ماڻهو هاڻي پوئتي موٽڻ لڳا.

سالار ڳوٺ ۾ موجود انهن دڪانن جي ڀرسان ئي پنهنجي گاڏي بيهاريندو هيو ۽ پوءِ اتي موجود ماڻهن سان ملندي انهن جون پيش ڪيل ننڍيون وڏيون شيون کائيندو پيئندو اتان پيرين پنڌ ڏهن منٽن ۾ پنهنجي اسڪول پهچي ويندو هيو. اهي ماڻهو مايوس ٿيا هيا. سڪندر عثمان ته گاڏيءَ مان لهڻ جي تڪليف گوارا ڪو نه ڪئي هئي، ڪاڻ پيئڻ ته پري جي ڳالهه هئي.

گاڏي هاڻي موڙ کان لڙي رهي هئي ۽ موڙ مڙڻ سان ئي ڊرائيور کي ڪجهه چوندي چوندي سڪندر عثمان ماٺ ٿي ويو. پوئين سيٽ تي ويٺي اڳئين شيشي منجهان ڏسڻ ۾ اچڻ واري وڏي ۽ عاليشان عمارت انهن ڪچن پڪن ننڍن ننڍن گهرن ۽ ڪليل پوکن جي وچ ۾ پري کان ئي حيرت ۾ وجهڻ لاءِ ڪافي هئي. سڪندر کي اندازو ڪو نه هيو ته اهو اتي ايڏو وڏو اسڪول هلائي رهيو هيو مگر ان کي گهڻو حيران ان اسڪول جي گهڻي ايراضيءَ ۾ پکڙيل عمارت ڪو نه ڪيو هيو پر اسڪول ڏانهن ويندڙ رستي تي لڳل بورڊ ڪيو هيو جنهن تي هڪڙي تير جي نشان جي مٿان وڏن اکرن ۾ اردو ۾ "سڪندر عثمان هاءِ اسڪول" لکيل هيو.

ڊرائيور گاڏيءَ کي اسڪول جي سامهون روڪي چڪو هيو.

سڪندر عثمان گاڏيءَ مان لهي ان عمارت جي گيٽ جي اندران عمارت جي اڳياڙي تي چمڪندڙ پنهنجي نالي کي ڏٺو ان جي اکين ۾ هلڪي آلاڻ اچي وئي. سالار سڪندر هڪڙو ڀيرو وري ان کي ڪجهه ڳالهائڻ جي قابل ڪو نه ڇڏيو هيو. گيٽ بند

هيو مگر ان جي اندر چوڪيدار موجود هيو. جيڪو گاڏيءَ کي اتي بيهندو ڏسي گيٽ کولي رهيوهيو. ڊرائيور جيستائين گاڏيءَ مان لٿو چوڪيدار ٻاهر اچي ويو.

"صاحب شهر مان آيو آهي، اسڪول گهمڻ ٿو چاهي." ڊرائيور چوڪيدار کي چيو. سڪندر عثمان اڃا تائين ان اسڪول تي لکيل پنهنجي نالي کي ڏسي رهيو هيو.

"سالار صاحب جي حوالي سان آيو آهي؟" چوڪيدار پڇيو.

"نہ....." ڊرائيور سڌو سنئون چيو. "ايئن ئي آيو آهي." سڪندر عثمان ڦريون پيرو پنهنجون نظرون گهمائي ڊرائيور ۽ پوءِ چوڪيدار کي ڏٺو.

"مان سالار سڪندر جو پيءُ آهيان." سڪندر عثمان پختي مگر پريل آواز ۾ چيو. ڊرائيور حيرانيءَ مان ان کي ڏٺو. چوڪيدار هڪدم هڪو ٻڪو ٿي ويو.

"توهان.... توهان سڪندر عثمان صاحب آهيو؟"

سڪندر ڪجهه چوڻ کان سواءِ مشيني انداز ۾ گيٽ ڏانهن اڳتي وڌي ويو.

❊ ❊ ❊

اهو شام جو ٻاهر ورزش واري پيڇري (جاگنگ ٽريڪ) تي ڊوڙي رهيو هيو جڏهن موبائيل تي سڪندر عثمان جي فون آئي. اهو پنهنجي ڦوڪيل ساهہ کي روڪيندي ڊوڙون پرڻ کان بيهي رهيو ۽ پيڇري (ٽريڪ) جي پاسي ۾ رکيل هڪڙي بئنچ تي ويهي رهيو.

"هيلو بابا! اسلام عليڪم."

"وعليڪم السلام...... ورزش ڪري رهيو آهين؟" ان هن جي ڦوڪيل ساهہ مان اندازو لڳايو.

"جي...... توهان ڪيئن آهيو؟"

"مان ٺيڪ آهيان....."

"امان ڪيئن آهي؟"

"اها بہ ٺيڪ آهي." سالار ان جي طرفان ڪجهه وڌيڪ چوڻ يا پڇڻ جو انتظار ڪرڻ لڳو. ٻئي پاسي هاٺي خاموشي هئي. پوءِ ڪجهه گهڙين بعد ان چيو.

"مان اڄ تنهنجو اسڪول ڏسي آيو آهيان."

"واقعي (ريئلي)......!" سالار خودبخود چيو.

"توهان کي ڪيئن لڳو؟"

"سالار، تو اهو سڀ ڪجهه ڪيئن ڪيو آهي؟"

"ڇا......؟"

"اهو سڀ ڪجهه جيڪو اتي آهي."

"خبر ڪونهي. بس ٿيندو ويو. مون کي معلوم هجي ها تہ مان پاڻ توهان کي گڏ وٺي وڃان ها. ڪا ڏکيائي تہ ڪونہ ٿي؟" سالار کي تشويش ٿي پئي.

"اتي سالار سڪندر جي پيءُ کي ڪا ڏکيائي ٿي سگهي ٿي؟" ان جواب ۾ چيو. سالار کي خبر هئي اهو سوال ڪونہ هيو.

"سالار تون ڪهڙي قسم جو ماڻهو آهين؟"

"خبر نہ آهي...... توهان کي معلوم هجڻ گهرجي، مان توهان جو پٽ آهيان."

"نہ مون کي ...... مون کي تہ ڪڏهن بہ معلوم ٿي ڪونہ سگهيو." سڪندر جو لهجو عجيب هيو. سالار هڪڙو ٿڌو ساهہ کنيو.

"مون کي بہ ڪڏهن معلوم ٿي نہ سگهيو آهي. مان تہ هاڻي بہ پنهنجو پاڻ کي سڃاڻڻ جي ڪوشش ڪري رهيو آهيان."

"تون ...... تون .....سالار هڪڙو انتهائي بيوقوف، چسوءِ بيڪار ماڻهو آهين."

سالار کِليو......

"توهان ٺيڪ چئي رهيا آهيو مان واقعي اهڙو آهيان..... بيو ڪجهہ....؟"

"بيو... اهو تہ مان وڏو خوش قسمت آهيان تہ تون منهنجي اولاد آهين." سڪندر عثمان جو آواز وچڙي رهيو هيو. ان دفعي چپ رهڻ جو وارو سالار جو هيو.

"مون کي ان اسڪول جي هر مهيني جي خرچ جي باري ۾ ٻڌائيندو ڪجان. منهنجي فرم هر مهيني ان رقم جو چيڪ توکي موڪليندي رهندي."

ان کان اڳ جو سالار ڪجهہ چوي ها فون بند ٿي وئي هئي. سالار پارڪ ۾ پکڙيل اونداهيءَ ۾ هٿ ۾ پڪڙيل موبائيل جي ٻرندڙ اسڪرين کي ڏٺو. پوءِ ورزش لاءِ ڊوڙڻ واري پٽي تي لڳل روشنين ۾ اتي ڊوڙندڙ ماڻهن کي ڪجهہ پري اهو اتي ويٺو خالي ذهن واري حالت ۾ انهن کي ڏسندو رهيو. پوءِ اٿي وڏيون ٻرانگهون پريندو ڊوڙڻ واري پٽي تي اچي ويو.

❊ ❊ ❊

رمشا سان سالار جي پهرين ملاقات لاهور اچڻ کان هڪ سال پوءِ ٿي هئي. اها لنڊن اسڪول آف اڪنامڪس مان پڙهي ڊگري وٺي آئي هئي ۽ سالار جي بئنڪ ۾ ان کي نوڪري ملي هئي. ان جو والد گهڻي عرصي کان ان بئنڪ جي گراهڪن (ڪسٽمر) مان هيو ۽ سالار ان کي ذاتي طور سڃاڻندو هيو.

رمشا گهڻي خوبصورت، ذهين ۽ کلڻ ملڻ واري ڇوڪري هئي ۽ اها اتي اچڻ جي ڪجهہ عرصي کان پوءِ ئي هر هڪ سان گهڻو بي حجاب ٿي وئي هئي. هڪڙي گڏ ڪم ڪرڻ واري ساٿي (ڪُليگ) جي حيثيت ۾ سالار سان بہ ان جي چڱي دعا سلام هئي ۽ ڪجهہ ان جي والد جي ڪري بہ اهو ان جي گهڻي عزت ڪندو هيو. بئنڪ ۾ ڪم ڪرڻ وارين ٻين ڇوڪرين جي مقابلي ۾ رمشا سان ان جي ڪجهہ گهڻي بي حجابي هئي.

ليڪن سالار کي انهيءَ ڳالهہ جو قطعي طور اندازو ڪو نہ ٿيو تہ رمشا ڪڏهن کان ان ۾ ڪجهہ وڌيڪ دلچسپي وٺڻ شروع ڪئي آهي. اها سالار جو ضرورت کان وڌيڪ خيال ڪرڻ لڳي هئي. اها ان جي آفيس ۾ بہ گهڻو اچڻ وڃڻ لڳي هئي ۽ آفيس کان پوءِ بہ اڪثر ان کي فون ڪندي رهندي هئي. سالار کي ڪجهہ دفعا ان جو رويو ڪجهہ معمول جي خلاف لڳو ليڪن ان پنهنجي ذهن ۾ پيدا ٿيڻ وارن شڪن کي پڃائي ڇڏيو مگر ان جو اهو اطمينان پوري هڪ سال کان پوءِ هڪڙي واقعي سان گڏ ختم ٿي ويو.

❊ ❊ ❊

سالار صبح جو آفيس ۾ داخل ٿيو ۽ اندر اچڻ سان ئي ڇرڪي ويو. ان جي ميز تي هڪڙو وڏو ۽ خوبصورت بنڊل (ٻڪي) رکيل ڏٺو. پنهنجو بريف ڪيس ٽيبل تي رکندي ان اهو بنڊل کڻي ان تي موجود ڪارڊ کوليو.

"هيپي برٿ ڊي ٽو سالار سڪندر"

رمشا همداڻي.

سالار بي اختيار هڪڙو ڊگهو ساهه کنيو. ان ۾ ڪوئي شڪ ڪونه هيو تہ اڄ ان جي سالگره هئي مگر رمشا کي ان جي خبر ڪيئن هئي، اهو ڪجهه دير تائين ڪنهن سوچ ۾ گم ميز پرسان بيٺو رهيو پوءِ ان بنڊل کي ميز تي هڪڙي پاسي رکي ڇڏيو. پنهنجو ڪوٽ لاهي ان ڪرسي جي پٺي تي رکيو ۽ ڪرسيءَ تي ويهي رهيو. بنڊل جي هيٺان ميز تي بہ هڪڙو ڪارڊ پيو هيو. ان ويهڻ کان پوءِ ان ڪارڊ کي کوليو. ڪجهه دير تائين اهو ان ۾ لکيل لکت کي پڙهندو رهيو، پوءِ ڪارڊ بند ڪري پنهنجي ميز جي خاني ۾ رکي ڇڏيو. ان کي خبر ڪونہ هئي تہ اهو ان ڪارڊ ۽ ان بنڊل تي ڪهڙي رد عمل جو اظهار ڪري، ڪجهه گهڙيون اهو سوچيندو رهيو پوءِ ان ڪلها لوڏي پنهنجو بريف ڪيس کولڻ شروع ڪيو. اهو ان مان پنهنجو ليپ ٽاپ ڪڍي بريف ڪيس کي هيٺ قالين تي پنهنجي ميز پرسان رکي رهيو هيو جڏهن رمشا اندر داخل ٿي.

"سالار هيپي برٿ ڊي" ان اندر داخل ٿيڻ سان چيو.

سالار مرڪيو.

"مهرباني (ٿئنڪس)....." رمشا هاڻي ميز جي سامهون رکيل ڪرسي سوري ان تي ويهي رهي هئي، جڏهن تہ سالار ليپ ٽاپ کي کولڻ ۾ مصروف هو.

"تحفي ۽ ڪارڊ جي بہ مهرباني. اهو هڪڙو وڻندڙ عجب (سرپرائيز) هيو."

سالار ڳالهہ جاري رکندي چيو. اهو هاڻي پنهنجي فون ليپ ٽاپ سان ملائي رهيو هيو.

"مگر توکي منهنجي جمڻ جي تاريخ جي باري ۾ خبر ڪيئن لڳي؟" اهو پڇڻ کان سواءِ رهي نہ سگهيو.

"جناب اهو تہ مان ڪونہ ٻڌائيندس. بس معلوم ڪرڻو هيو. معلوم ڪري ورتو." رمشا سرهائيءَ مان چيو. "۽ هوئڻ بہ دوست پاڻ ۾ اهڙا سوال ڪڏهن ڪو نہ پڇندا آهن. جيڪڏهن دوستن کي بہ اهڙي ڳالهہ جي خبر نہ هوندي تہ پوءِ اهي دوست تہ ڪونہ ٿيا."

سالار ليپ ٽاپ جي اسڪرين تي نظرون ڄمايون مرڪندي ان جي ڳالهہ ٻڌندو رهيو.

"هاڻي مان سموري اسٽاف جي طرفان دعوت جي فرمائش ڪرڻ لاءِ آئي آهيان. اڄ جي منجهند جي ماني جو بندوبست توکي ڪرڻ گهرجي." سالار ليپ ٽاپ تان نظرون هٽائي ان ڏانهن ڏٺو.

"رمشا! مان پنهنجو برٿ ڊي ملهائيندو (سيليبريٽ) ڪونہ آهيان."

"ڇو....؟"

"ايئن ئي....."

"ڪو سبب تہ هوندو."

"ڪو خاص سبب ڪو نهي. بس ايئن ئي ڪونہ ملهائيندو آهيان."

"پهريان ڪونہ ڪندو هوندين پر هن دفعي تہ ڪرڻو پوندو. هن ڀيري تہ سموري اسٽاف جو مطالبو آهي." رمشا بي حجابيءَ سان چيو.

"مان بئي ڪنهن ڏينهن تي توهان سڀني جي دعوت ڪري سگهان ٿو. منهنجي گهر تي، هوٽل ۾، توهان جتي بہ چوندا مگر مان برٿ ڊي جي سلسلي ۾ نٿو ڪري سگهان."سالار صاف نموني سان چيو.

"يعني تون گهرين ٿو تہ اسان تنهنجي لاءِ دعوت جو بندوبست ڪريون." رمشا چيو.

"مون ايئن ڪو نہ چيو آهي." اهو ڪجهہ حيران ٿيو.

"جيڪڏهن تون پوري اسٽاف جي دعوت نٿو ڪري سگهين تہ گهٽ ۾ گهٽ مون کي تہ رات جي ماني (ڊنر) تي وٺي وڃي سگهين ٿو."

"رمشا! مان اڄ رات ڪجهہ مصروف آهيان. پنهنجن ڪجهہ دوستن سان." سالار هڪڙو ڀيرو وري معذرت ڪئي.

"ڪا ڳالهہ ڪونهي، مان بہ اچي وينديس." رمشا چيو.

"نہ اهو مناسب ڪو نہ ٿيندو."

"ڇو......؟"

"اهي سڀ مرد آهن ۽ تون انهن جي واقف بہ ڪو نہ آهين." ان بهانو ڪيو.

"مان سمجهان ٿي." رمشا چيو.

"پوءِ سياڻي هلنداسين؟"

"سياڻي نہ..... پوءِ ڪڏهن هلنداسين. مان تو کي ٻڌائيندس."

رمشا ڪجهہ مايوس ٿي مگر ان کي اندازو ٿي ويو تہ اهو في الحال ان کي ڪٿي ٻاهر وٺي وڃڻ لاءِ تيار ڪونهي.

"چڱو ٺيڪ آهي....." ان اٿندي چيو.

"مون کي اميد آهي، تو دل ۾ (مائينڊ)ڪونہ ڪيو هوندو." سالار ان کي اٿندي ڏسي چيو.

"نہ بلڪل نہ. ڪا ڳالهہ ناهي." اها مرڪندي ڪمري مان ٻاهر نڪري وئي. سالار پنهنجي ڪم ۾ مصروف ٿي ويو. ان جو خيال هيو تہ سالگرہ جو اهو معاملو اتي ختم ٿي ويو. اها ان جي غلط فهمي هئي.

منجهند جي ماني جي وقفي دوران ان جي لاءِ هڪڙي سرپرائيز پارٽي تيار هئي. ان جي آفيسر مسٽر پال ملر وڏي گرمجوشيءَ سان سالگرہ تي مبارڪ ڏني هئي. ان دعوت جو بندوبست رمشا ڪيو هيو ۽ ڪيڪ ۽ ٻين شين کي ڏسي اهو پهريون ڀيرو صحيح معنيٰ ۾ تشويش ۾ مبتلا ٿي ويو هيو. جيڪڏهن رمشا اڳ ۾ ڊڪيل لفظن ۾ پنهنجي پسند جو اظهار ڪري رهي هئي تہ ان ڏينهن ان گهڻي واضح نموني ۾ اها ڳالهہ ظاهر

ڪري ڇڏي هئي. اهو ماني جي وقفي کان پوءِ تقريباً اڍ ڪلاڪ تائين پنهنجي آفيس ۾ ويٺو پهريون دفعو رمشا جي باري ۾ سوچيندو رهيو. اهو اندازو ڪرڻ جي ڪوشش ڪري رهيو هيو تہ ان کان اهڙي ڪهڙي غلطي ٿي هئي جنهن جي ڪري رمشا کي ان ۾ دلچسپي پيدا ٿي هئي.

ان ۾ ڪو شڪ ڪونہ هيو تہ اها تمام گهڻي خوبصورت هئي. گذريل ڪجهہ عرصي ۾ ملڻ وارين ڪجهہ سهڻين ڇوڪرين مان هڪ هئي مگر ان نٿي گهريو تہ اها هن سان چڪر ۾ اچي. اهو گذريل ڪجهہ عرصي کان پنهنجي لاءِ رمشا جي خاص رويي کي ان جي خوش اخلاقي سمجهي ٽاريندو رهيو هيو مگر ان ڏينهن آفيس مان نڪرندي ان جي طرفان ڏنل ڪجهہ سوکڙين کي گهر وڃي کولي ڏسڻ تي ان جا چوڏهن ئي طبقا روشن ٿي ويا هيا. اهو هاڻي انهن تحفن کي ڏسي فڪرمند ٿي رهيو هيو، جڏهن فرقان اچي ويو. ڪمري ۾ پيل سوکڙيون هڪدم ان جي نظر ۾ اچي ويون.

”واهہ، اڄ تہ هيڪاندا تحفا گڏ ٿي رهيا آهن. مان بہ ڏسان؟“ فرقان صوفي تي ويهندي چيو.

سالار صرف هائوڪار ۾ مٿو ڌوڻيو. واچ، پرفيوم، ٽائيون، قميصون، اهو هڪ کان پوءِ ٻي شي کي ڪڍي ڏسندو رهيو.

”اهو تنهنجي وهاڻ جو سامان تہ گڏ ڪونہ ٿي ويو آهي؟“ فرقان مرڪندي تبصرو ڪيو. ”تنهنجي ساٿين دل کولي سوکڙيون ڏنيون آهن.“

”صرف هڪڙي ساٿي (ڪُليگ).“ سالار مداخلت ڪئي.

”اهو سڀ ڪجهہ هڪڙي ڏنو آهي؟“ فرقان ڪجهہ حيران ٿيو.

”ها.“

”ڪنهن؟“

”رمشا.“

فرقان پنهنجا چپ پڪوڙيا.

”توکي خبر آهي اهي سمورا تحفا ڏيڍ لک رقم جي اندر هوندا.“ اهو هاڻي ٻيهر انهن شين کي ڏسي رهيو هيو.

”صرف هي واچ ئي پنجاهہ هزار جي آهي. ڪو ئي صرف گڏ ڪم ڪرڻ وارو (ڪُليگ) سمجهي تہ ايتريون مهانگيون شيون ڪونہ ڏيندو. توهان جي وچ ۾ ڪو......“ فرقان ڳالهائيندي ڳالهائيندي چپ ٿي ويو.

”اسان ٻنهي جي وچ ۾ ڪجهہ بہ ڪونهي. گهٽ ۾ گهٽ منهنجي طرفان. مگر اڄ مان پهريون ڀيرو پريشان ٿي ويو آهيان. مون کي لڳي ٿو تہ رمشا...... مون ۾ ڪجهہ ضرورت کان وڌيڪ دلچسپي وٺي رهي آهي.“سالار انهن شين کي ڏسندي چيو.

”ڏاڍي سٺي ڳالهہ آهي. خير، تو ۾ بہ ڪنهن ڇوڪري دلچسپي تہ ورتي.“ فرقان انهن سوکڙين کي واپس ميز تي رکندي چيو.

"هونئن بہ تو گهڻو ئي چڙهو رهي ڏنو. دل ہڏي هن سال اهو ڪم ڪري ڇڏ."

"جڏهن مون کي شادي ناهي ڪرڻي تہ مان ان سلسلي کي اڳتي ڇو وڌايان."

"سالار، تون ڏينهون ڏينهن ڇو گهڻو بي عمل (امپرئڪٽيڪل) ٿيندو پيو وڃين؟ تو کي هاڻي گهر وسائڻ جي باري ۾ سنجيدگيءَ سان سوچڻ گهرجي. هر ڇوڪريءَ کان ڪيستائين ايئن پڇندو رهندين. تو کي پنهنجو ڪٽنب ٺاهڻ گهرجي. رمشا سٺي ڇوڪري آهي. مان ان جي گهر وارن کي سڃاڻندو آهيان. ڪجهہ ماڊرن ضرور آهي مگر سٺي ڇوڪري آهي. ڀلا رمشا نہ تہ تون ڀوءِ ڪنهن ٻي سان شادي ڪر. مان انهي سلسلي ۾ تنهنجي مدد ڪري سگهان ٿو. تون پنهنجي والدين جي مدد وٺي سگهين ٿو مگر هاڻي توکي انهي معاملي جي باري ۾ سنجيدگيءَ سان سوچڻ گهرجي. توکي انهن سمورين ڳالهين جي باري ۾ غور ڪرڻ گهرجي ۽ گهٽ ۾ گهٽ ٻئي جي ڪنهن ڳالهہ جي جواب ۾ ڪجهہ چوڻ ضرور کپي."

فرقان آخري جملي تي زور ڏيندي چيو. ان جو اشارو ان جي خاموشي ڏانهن هيو.

"ان مان ٻئي کي اها تسلي ٿي ويندي آهي تہ اهو ڪنهن ڀت جي سامهون تقرير کو نہ ڪري رهيو آهي." فرقان چيو.

"تون ڪڏهن پنهنجي شادي جي باري ۾ ڪو نہ سوچيندو آهين؟"

"ڪير پنهنجي شادي جي باري ۾ ناهي سوچيندو؟" سالار جهيڻي آواز ۾ چيو. "مان بہ سوچيندو آهيان مگر مان ايئن ڪو نہ ٿو سوچيان جيئن تون سوچين ٿو. ڇانهن پيئندين؟"

"آخري جملي جي بجاءِ توکي اهو چوڻ گهربو هيو تہ بڪواس بند ڪر."

فرقان ناراضگيءَ مان چيو. سالار مرڪي ڪلها لوڏيا. اهو هاڻي شيون گڏ ڪري رهيو هيو.



رمشا حيرانيءَ مان پنهنجي سامهون پيل انهن شين کي ڏٺو. "ليڪن سالار! اهي سڀ شيون تنهنجي سالگره جون سوکڙيون آهن."

سالار ٻئي ڏينهن صبح جو هڪڙي ٽائي ڇڏي باقي ٻيون سڀ شيون واپس کڻي آيو هيو ۽ هاڻي اهو رمشا جي آفيس ۾ هيو.

"مان ڪنهن کان ايترو مهانگو تحفو ڪو نہ وٺندو آهيان. هڪڙي ٽائي ڪافي آهي."

"سالار، مان پنهنجن دوستن کي ايترائي مهانگا تحفا ڏيندي آهيان." رمشا وضاحت ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي.

"يقيناً تون ڏيندي هوندينءَ مگر مان ڪو نہ وٺندو آهيان...... جيڪڏهن تو گهڻو زور ڀريو تہ اها ٽائي بہ آئون توکي واپس ڏئي ڇڏيندس...." سالار چيو ۽ ان جي جواب جو انتظار ڪرڻ کان سواءِ ڪمري مان نڪري آيو. رمشا ٿڪي منهن سان ان کي ڪمري مان نڪرندو ڏسندي رهي.



سالار ان ڏينهن هميشه وانگر ڊاڪٽر صاحب وٽ آيل هيو. ڊاڪٽر صاحب اڃا پنهنجو ليڪچر شروع ڪو نہ ڪيو هيو جڏهن ان جي پرسان ويٺل هڪڙي اڌڙوٽ عمر واري ماڻهوءَ چيو.

"ڊاڪٽر صاحب! انسان کي ڪامل پير ملي وڃي تہ ان جي تقدير بدلجي ويندي آهي."

سالار ڪنڌ ورائي ان ماڻهوءَ کي ڏٺو اهو اتي گذريل ڪجهہ ڏينهن کان اچي رهيو هيو.

"ان جا نسل سنورجي ويندا آهن. مان جڏهن کان توهان وٽ اچڻ لڳو آهيان، مون کي لڳي ٿو تہ مون کي هدايت ملي وئي آهي. منهنجا بگڙيل ڪم بہ سڌا ٿيڻ لڳا آهن. منهنجي دل چوي ٿي تہ مون کي پير ڪامل ملي ويو آهي. مان..... مان توهان جي هٿ تي بيعت ڪرڻ گهران ٿو."

اهو وڏي عقيدت سان ڊاڪٽر صاحب جو هٿ پڪڙي چوڻ لڳو. ڪمري ۾ مڪمل ماٺ ڇانئجي وئي هئي. ڊاڪٽر صاحب پيار مان ان ماڻهوءَ جي هٿ تي ٿڦڪي هڻندي پنهنجو هٿ ڇڏائي ورتو.

"تقي صاحب! مون زندگيءَ ۾ اڄ تائين ڪنهن کان بہ بيعت ڪونہ ورتي آهي. توهان جي زبان مان پير ڪامل جو ذڪر ٻڌو..... پير ڪامل ڪير ٿيندو آهي..... پير ڪامل ڪنهن کي چوندا آهن.... اهو ڇا ڪندو آهي....؟ ان جي ضرورت ڇو هوندي آهي؟"

اهو وڏي سنجيدگيءَ سان ان ماڻهوءَ کان پڇي رهيو هيو.

"توهان پير ڪامل آهيو." ان شخص چيو.

"نہ، مان پير ڪامل ڪونہ آهيان." ڊاڪٽر سبط علي چيو.

"توهان کان مون کي هدايت ملي ٿي." ان شخص زور ڪيو.

"هدايت تہ استاد بہ ڪندو آهي، پيءُ ماءُ بہ ڪندو آهي، ليڊر بہ ڪندو آهي، دوست يار بہ ڪندا آهن، ڇا اهي پير ڪامل ٿي ويندا آهن؟"

"توهان...... توهان گناهہ نٿا ڪريو." اهو ماڻهو هٻڪيو.

"ها، ڄاڻي واڻي ڪو نہ ڪندو آهيان، انهيءَ ڪري ڪو نہ ڪندو آهيان ڇو تہ گناهہ کان مون کي ڊپ ٿو ٿئي. هتي ويٺل گهڻا ئي ماڻهو ڄاڻي واڻي گناهہ ڪو نہ ڪندا هوندا، ڇو تہ مون وانگر انهن کي بہ گناهہ کان ڊپ ٿيندو هوندو مگر اڻڄاڻائي ۾ مون کان ڇا ڇا ٿي ويندو آهي، مون کي ان جي خبر ڪونهي. ٿي سگهي ٿو اڻ ڄاڻائيءَ ۾ مون کان بہ گناهہ ٿي ويندا هجن." ان مرڪندي چيو.

"توهان جي دعا قبول ٿيندي آهي." اهو ماڻهو پنهنجي ڳالهہ تان هٽڻ وارو ڪو نہ هيو.

"دعا تہ ماءُ پيءُ جي بہ قبول ٿيندي آهي، مجبور ۽ مظلوم جي بہ قبول ٿيندي آهي، ڀين بہ گهڻن ماڻهن جي قبول ٿيندي آهي."

ليڪن توهان جي تہ هر دعا قبول ٿي ويندي آهي." ان زور ڪيو.

ڊاڪٽر سبط علي صاحب انڪار ۾ مٿو لوڏيو.

"نہ، هر دعا تہ قبول ڪونہ ٿيندي آهي. مان ڪيترن سالن کان روزانو مسلمانن جي

نئين سر عروج ڏيڻ (نشات ثانيه) جي دعا ڪندو آهيان. اجا تائين تہ قبول ڪونہ ٿي آهي. روزانو منهنجون ڪيل ڪيتريون ئي دعائون قبول نہ بہ ٿينديون آهن."

"ليڪن توهان وٽ جيڪو ماڻهو دعا ڪرائڻ جي لاءِ ايندو آهي، ان جي لاءِ توهان جي دعا ضرور قبول ٿي ويندي آهي."

ڊاڪٽر صاحب جي مرڪ اجا وڌيڪ گهري ٿي وئي.

"توهان جي لاءِ ڪيل دعا قبول ٿي وئي هوندي، هتي گهڻا ئي اهڙا آهن جن جي لاءِ منهنجي دعا قبول ناهي ٿيندي يا ڪو نہ ٿي آهي."

اهو هاڻي ڪجهہ ڪُڇي ڪو نہ سگهيو.

"توهان مان جيڪڏهن ڪو ٻڌائي سگهي تہ پير ڪامل ڪير ٿيندو آهي؟"

اتي موجود ماڻهو هڪٻئي کي ڏسڻ لڳا. پوءِ هڪڙي چيو.

"پير ڪامل نيڪ شخص هوندو آهي، عبادت ڪرڻ وارو ماڻهو پارسا انسان."

ڊاڪٽر سبط علي مٿولوڏيو.

"گهڻا ئي ماڻهو نيڪ هوندا آهن. عبادت ڪرڻ وارا هوندا آهن. پارسا هوندا آهن. توهان جي آس پاس اهڙا گهڻا ئي ماڻهو هوندا تہ ڇا اهي سڀئي پير ڪامل هوندا آهن؟"

"نہ. پير ڪامل اهو انسان هوندو آهي جيڪو ڏيکاءُ لاءِ عبادت ڪو نہ ڪندو آهي. دل سان عبادت ڪندو آهي، صرف الله جي لاءِ. ان جي نيڪي ۽ پارسائي ڍونگ ڪو نہ هوندو آهي." هڪڙي ٻئي ماڻهو پنهنجي راءِ ڏني.

"پنهنجي دوستي ياري جي حلقي ۾ توهان مان هر ڪو ڪنهن نہ ڪنهن اهڙي شخص کي ضرور سڃاڻندو هوندو جنهن جي عبادت جي باري ۾ ان کي اهو شڪ ڪونہ هوندو آهي تہ اهو ڍونگ آهي، جنهن جي نيڪي ۽ پارسائي جو بہ توهان کي يقين هوندو آهي تہ ڇا اهو شخص پير ڪامل آهي؟"

ڪجهہ دير تائين خاموشي رهي پوءِ هڪڙي ٻئي ماڻهو چيو.

"پير ڪامل هڪڙو اهڙو شخص هوندو آهي جنهن جي لفظن ۾ اثر هوندو آهي جو اهي انسان جي دل بدلائي ڇڏيندا آهن."

"گهڻن ماڻهن جي لفظن ۾ اثر بہ هوندو آهي. ڪجهہ ماڻهن جي زبان مان نڪرڻ وارن لفظن ۾، ڪجهہ جي قلم مان نڪرڻ وارن لفظن ۾. اثر تہ اسٽيج تي بيٺل هڪڙي ڪمپيئر ۽ اخبار ۾ ڪالم لکڻ وارڙي هڪڙي صحافي جي لفظن ۾ بہ هوندو آهي تہ ڇا اهي پير ڪامل هوندا آهن؟"

هڪڙي ٻئي ماڻهو ڳالهايو. "پير ڪامل اهو هوندو آهي جنهن کي الهام ٿيندو هجي ۽ وجد وارو هجي، جيڪو مستقبل جي خبر رکندو هجي."

"اسان مان گهڻا ماڻهو اهڙا خواب ڏسندا آهن جن ۾ مستقبل ۾ پيش اچڻ وارين حالتن کان اسان کي آگاهي ٿي ويندي آهي. ڪجهہ ماڻهو استخارا بہ ڪندا آهن ۽

ڪنهن حد تائين ڳالهين جي خبر بہ پئجي ويندي اٿن. ڪجهہ ماڻهن جي ڇهين حِس ڏاڍي تيز ٿيندي آهي, انهن کي خطرن جي ٻڙڪ پئجي ويندي آهي.“

”پير ڪامل ڪير هوندو آهي.“ ڊاڪٽر صاحب ڪجهہ دير تائين خاموش رهيو ان وري پنهنجي سوال کي ورجايو.

”پير ڪامل ڪير ٿي سگهي ٿو؟“ سالار ٻڌتر واري حالت ۾ ڊاڪٽر سبط علي جي چهري کي ڏسڻ لڳو.

”ڇا ڊاڪٽر سبط علي کان علاوه ڪير ٻيو پير ڪامل ٿي سگهيو ٿي, ۽ جيڪڏهن اهو نہ هيو تہ پوءِ ڪير هيو ۽ ڪير ٿي سگهي ٿو؟“

اتي ويٺل ماڻهن جي دل ۽ دماغ ۾ هڪڙي ئي گونج هئي. ڊاڪٽر سبط علي هڪڙي هڪڙي جي منهن ۾ تڪي رهيو هيو پوءِ ان جي چهري جي مرڪ آهستي آهستي گم ٿي وئي.

”پير ڪامل ۾ ڪامليت هوندي آهي. ڪامليت انهن مڙني ڳالهين جو مجموعو هوندي آهي جيڪي توهان ٻڌائي رهيا هئا. پير ڪامل اهو انسان هوندو آهي جيڪو دل سان الله جي عبادت ڪندو آهي, نيڪ ۽ پارسا هوندو آهي. ان جي هر دعا قبول ٿيندي آهي, ان حد تائين جنهن حد تائين الله گهري. ان جي لفظن ۾ اثر بہ هوندو آهي. اهو ماڻهن کي هدايت بہ ڏيندو آهي. مگر ان کي الهام ڪو نہ ٿيندو آهي, ان کي وجدان ٿيندو آهي. ان تي وحي نازل ٿيندي آهي ۽ وحي ڪنهن عام ماڻهوءَ تي نازل ڪو نہ ٿيندي آهي. صرف پيغمبر تي نازل ٿيندي آهي. هڪ لک چوويهہ هزار پيغمبرن مان هر پيغمبر ڪامل هيو مگر پير ڪامل اهو آهي جنهن تي نبوت جو سلسلو ختم ڪيو ويو آهي.

هر انسان کي زندگيءَ ۾ ڪڏهن نہ ڪڏهن ڪنهن پير ڪامل جي لازمي ضرورت پوندي آهي. ڪڏهن نہ ڪڏهن انساني زندگي ان موڙ تي اچي ضرور بيهي رهندي آهي جڏهن ايئن لڳندو آهي تہ اسان جي چپن ۽ دل مان نڪرڻ واريون دعائون بي اثر ٿي ويون آهن. اسان جا سجدا ۽ اسان جا ڪنيل هٿ رحمتن ۽ نعمتن کي پنهنجي طرف نٽا موڙي سگهن. ايئن لڳندو آهي ڄڻ ڪو تعلق هيو جيڪو ٽٽي ويو آهي, پوءِ ماڻهوءَ جي دل چوندي آهي هاڻي ان جي لاءِ ڪو ٻيو هٿڙا کڻي, ڪنهن ٻئي جا چپ ان جي دعا الله تعاليٰ تائين پهچائين, ڪو ٻيو الله تعاليٰ جي سامهون ان جي لاءِ ٻاڏائي, ڪو ئي اهڙو شخص جنهن جون دعائون قبول ٿينديون هجن, جنهن جي چپن مان نڪتل التجائون ان جي پنهنجن لفظن وانگر واپس نہ موٽايون وينديون هجن, پوءِ انسان پير ڪامل جي تلاش شروع ڪندو آهي, ڀڄندو وتندو آهي, دنيا ۾ ڪنهن اهڙي شخص جي لاءِ جيڪو ڪامليت جي ڪنهن نہ ڪنهن ڏاڪي تي بيٺل هجي.

پير ڪامل جي اها ڳولا انساني زندگي جي ارتقا کان اڄ تائين جاري آهي. اها ڳولا اها خواهش آهي جيڪا الله تعاليٰ خود انسان جي دل ۾ پيدا ڪري ٿو. انسان جي دل ۾ اها خواهش, اها ڳولا نہ لاٿي وڃي ها تہ اهو پيغمبرن تي ڪڏهن بہ ايمان ڪونہ آڻي ها. ڪڏهن بہ انهن جي پيروي ۽ اطاعت ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪري ها. پير ڪامل جي اها

تلاش ئي انسان کي هر زماني ۾ موڪليل پيغمبر ڏانهن وٺي ويندي رهي، پوءِ پيغمبرن جي نبوت جو اهو سلسلو حضرت محمد مصطفيٰ ﷺ سان گڏ ختم ڪيو ويو. پاڻ ڪريم ﷺ جي امت جي لاءِ پاڻ ڪريمن ﷺ کان پوءِ ڪنهن ٻئي پير ڪامل جي گنجائش ڪونهي رکي وئي.

ڪير آهي جنهن کي هاڻي يا اچڻ واري زماني ۾ حضرت محمد مصطفيٰ ﷺ کان ڪو وڌيڪ مقام ڏنو وڃي؟

ڪير آهي جنهن کي اڄ يا اچڻ واري زماني ۾ ڪنهن ماڻهوءَ لاءِ حضرت محمد مصطفيٰ ﷺ کان وڌيڪ ڪامليت ڏني وڃي؟

ڪير آهي جيڪو اڄ يا اچڻ واري زماني ۾ ڪنهن ماڻهوءَ جي لاءِ حضرت محمد مصطفيٰ ﷺ کان وڌيڪ شفاعت جي دعويٰ ڪري سگهي؟

گهڙي ۽ لاڳيتي خاموشيءَ جي صورت ۾ اچڻ وارو اهو "ناڪاري" جواب اسان کان صرف هڪڙو سوال ڪري ٿو.

پير ڪامل ﷺ کي ڇڏي اسان دنيا ۾ ٻئي ڪهڙي وجود کي ڳولڻ جي لاءِ نڪري پيا آهيون؟ پير ڪامل ﷺ جا بيعت ٿيل هجڻ جي باوجود اسان کي ٻئي ڪهڙي شخص جي بيعت ڪرڻ جي ضرورت رهجي وئي آهي؟

پير ڪال ﷺ جي رستي تي هلڻ جي بجاءِ اسان کي ٻيو ڪهڙو رستو پاڻ ڏانهن ڇڪي رهيو آهي؟

ڇا مسلمانن جي لاءِ هڪ الله، هڪ قرآن، هڪ رسول ﷺ ۽ ان جي سنت ڪافي ڪونه آهي؟

الله تعاليٰ، ان جي رسول محمد ﷺ ۽ ان جي ڪتاب کان علاوه ٻيو ڪهڙو شخص، ڪهڙو ڪلام آهي جيڪو اسان کي دنيا ۽ آخرت جي تڪليفن کان بچائي سگهندو؟ جيڪو اسان جي دعائن کي قبوليت بخشي، جيڪو اسان تي نعمتون ۽ رحمتون نازل ڪري سگهي؟

ڪوئي پير ڪامل جو فرق ٻڌائي سگهي ٿو؟ نٿو ٻڌائي سگهي؟"

ڊاڪٽر سبط علي چئي رهيو هيو.

"اهي صرف مسلمان هيا. اهي مسلمان جيڪي اهو يقين رکندا هيا تہ جيڪڏهن اهي سڌي رستي (صراط مستقيم) تي هلندا تہ اهي جنت ۾ ويندا. ان رستي کان هٽندا تہ الله تعاليٰ جي عذاب جو نشانو بڻجي ويندا.

صراط مستقيم اهو رستو آهي جيڪو الله تعاليٰ پنهنجي پيغمبر ﷺ جي ذريعي قران پاڪ ۾ ٻڌايو آهي. صاف، کليل نموني ۽ چٽن لفظن ۾. اهو ڪم ڪجي جنهن جو حڪم الله تعاليٰ پنهنجي رسول محمد ﷺ جي ذريعي ڏنو آهي ۽ ان ڪم کان پاسو ڪريون جنهن کان منع ٿيل آهي.

الله تعاليٰ، حضرت محمد ﷺ ۽ قرآن شريف ڪنهن ڳالهہ کي مبهم ڪونہ رکيو

آهي. قرآن پاڪ کي کوليو جيڪڏهن ان ۾ ڪٿي ڪليل ۽ غير مبهم لفظن ۾ ڪنهن ٻئي پير ڪامل يا پيغمبر جو ذڪر ملي ته ان جي ڳولا ڪندا رهو ۽ جيڪڏهن اهڙو ڪجهه نظر نٿو اچي ته پوءِ صرف ڏچو ته توهان پنهنجن قدمن (پيرن) کي ڪهڙي دلدل ۾ ڪٽي وڃي رهيا آهيو. پنهنجي پنجاهه سٺ سالن جي زندگيءَ کي ڪهڙي نموني پنهنجي ابدي زندگيءَ جي تباهي لاءِ استعمال ڪري رهيا آهيو ڪهڙي نموني گهاٽي جو سودو ڪري رهيا آهيو. هدايت جي تلاش آهي، قرآن شريف کوليو. ڪهڙي ڳالهه آهي جنهن جي باري ۾ اهو توهان کي نٿو ٻڌائي. اهو توهان کي معصوم اڻڄاڻ ۽ بي خبر رهڻ نٿو ڏئي. توهان جو اصل توهان جي منهن تي هٽي ٿو. ڇا الله تعاليٰ انسان کي ڪو نه سڃاڻندو هوندو؟ ان مخلوق کي جيڪا ان جي اربن کربن مخلوقن منجهان هڪ آهي.

دعا قبول نٿي ٿئي ته آسرا ۽ وسيلا تلاش ڪرڻ جي بجاءِ صرف هٿ مٿي کڻو الله تعاليٰ کان پاڻ گهرو. ڏئي ته شڪر ڪريو نه ڏئي ته صبر ..... مگر هٿ توهان پاڻ ئي کڻو.

زندگيءَ جو ڍنگ ۽ سليقو نٿو اچي ته نبي ڪريم ﷺ جي اسوه حسنه ڏانهن ڌيان ڏيو توهان کي سڀ ڪجهه ملي ويندو.

هر هڪ جو احترام ڪريو. هر ولي الله جو هر مومن جو. هر بزرگ جو هر شهيد جو هر صالح ۽ انهي جو هر پارسا جو...... مگر پنهنجين زندگين ۾ هدايت ۽ رهنمائي صرف حضرت محمد ﷺ کان وٺو ڇو ته انهن توهان تائين پنهنجا ذاتي احڪام ڪو نه پهچايا آهن. جيڪو ڪجهه فرمايو آهي اهو الله تعاليٰ طرفان نازل ڪيل آهي.

ڊاڪٽر سبط علي ڪير آهي، ڇا آهي، ان کي ڪير ٿو سڃاڻي؟ توهان.....؟ توهان کان علاوه ڪجهه سَوَ ماڻهو..... ڪجهه هزار ماڻهو مگر مان جنهن پير ڪامل ﷺ جو ذڪر ڪري رهيو آهيان، انهن کي ته هڪ ارب ماڻهو پنهنجو روحاني اڳواڻ مڃين ٿا. مان اهو ئي چوان ٿو ورجائيندو رهان ٿو جيڪو چوڏهن سو سال اڳ ۾ حضرت محمد ﷺ جن فرمائي چڪا آهن. مون ڪهڙي نئين ڳالهه ٻڌائي؟“

ڊاڪٽر سبط علي خاموش ٿي ويو هيو. ڪمري ۾ موجود هر شخص پٿريان ئي ماٺ هيو. ان اتي ويٺل هر ماڻهوءَ کي ڄڻ آئينو ڏيکاري ڇڏيو هيو ۽ آئيني ۾ نظر اچڻ وارو عڪس ڪنهن کي ڊيڄاري رهيو هيو ڪنهن کي ڏڪائي رهيو هيو.

اتان ٻاهر اچي سالار گهڻي دير تائين پنهنجي گاڏيءَ جي سيٽ تي ماٺ ڪيون ويٺو رهيو. ان جي اکين تي ٻڌل آخري پٽي کي به اڄ کوليو ويو هيو.

گهڻا ئي سال اڳ جڏهن امامه هاشم سوچڻ سمجهڻ کان سواءِ گهر مان نڪري پئي هئي ته اهو ان لڳاءَ کي سمجهي ڪو نه سگهيو هيو. ان جي نظر ۾ اها بيوقوفي هئي. بعد ۾ ان پنهنجن خيالن ۾ ترميم ڪئي هئي. ان کي يقين ٿي ويو هيو ته ڪير به واقعي حضرت محمد مصطفيٰ ﷺ جي محبت ۾ ايتري حد تائين گرفتار ٿي سگهي ٿو جو اهو سڀ ڪجهه ڇڏي ڏئي.

ان اسلام جي باري ۾ معلوم ڪرڻ شروع ڪيو ته ان کي خبر پئي ته اصحابي سڳورا

رضوان الله تعاليٰ عنهما اجمعين بہ اهڙي قسم جون قربانيون ڏيندا رهندا هيا. حضرت بلال رضي الله تعاليٰ عنه کان حضرت اويس قرني رضي الله تعاليٰ عنه تائين اڻ ڳڻيا ماڻهو هيا ۽ هر زماني ۾ هيا ۽ سالار سڪندر اقرار ڪيو هيو تہ نبي ڪريم ﷺ جي محبت ۾ ايتري طاقت هئي جو ان ڪنهن کي بہ سڀ ڪجھ ڇڏڻ لاءِ مجبور ڪري ٿي ڇڏيو. ان ڪڏهن بہ ان محبت جو تجزيو ڪرڻ جي ڪوشش ڪو نہ ڪئي هئي. اهو اڄ اتي ويهي پهريون ڀيرو اهو ڪم ڪري رهيو هيو.

اها صرف نبي ڪريم ﷺ جي محبت نہ هئي جنهن امامہ هاشم کي گھر ڇڏڻ تي مجبور ڪري ڇڏيو هو. اها سڌي رستي (صراط مستقيم) کي ڏسي ان طرف هلي وئي هئي. ان صراط مستقيم ڏانهن جنهن کي اهو ڪنهن زماني ۾ انڌن وانگر ڳوليندو رهندو هيو. اهي اصحابي سڳورا رضوان الله تعاليٰ عليهم اجمعين بہ ان ئي صراط مستقيم ڏانهن ويندا هيا.

امامہ هاشم گهڻا سال اڳ پير ڪامل ﷺ کي پاتو هيو. اها بي خوفي ان ئي هدايت ۽ رهنمائي جي عطا ڪيل هئي جيڪا ان کي حضرت محمد ﷺ جي محبت مان ملي هئي. اهو اڄ تائين پير ڪامل ﷺ کي پاڻ سڃاڻي ڪو نہ سگھيو هيو ۽ امامہ هاشم هر ڪم پاڻ ڪيو هيو. سڃاڻڻ کان اطاعت تائين .... ان کي سالار سڪندر وانگر ٻين جي سهاري جي ضرورت ڪو نہ پئي هئي.

سالار سڪندر گذريل اٺن سالن ۾ امامہ هاشم جي لاءِ هر جذبو محسوس ڪيو هيو. ڌڪار، نٺول، پڇتاءُ، نفرت، محبت، سڀ ڪجھ..... مگر اڄ اتي ويٺي پهريون ڀيرو ان کي امامہ هاشم سان ريس ٿي رهي هئي. اها هئي ڇا .......؟ هڪڙي عورت...... معمولي عورت..... آسمان جي حور ڪو نہ هئي. ..... سالار سڪندر جهڙي ماڻهوءَ آڏو ان جي ڪهڙي حيثيت هئي.

ڇا ان کي مون جهڙي آئي ڪيو ليول هئي؟

ڇا ان کي مون جهڙيون ڪاميابيون مليون هيون؟

ڇا اها مون جهڙو ڪم ڪري سگھي ٿي؟

ڇا مون جهڙو نالو ڪمائي سگھي ٿي؟

اها ڪجھ بہ ڪو نہ هئي ۽ ان کي سڀ ڪجھ ٿالهيءَ ۾ رکي ڏنو ويو ۽ مان ...... مان جنهن جي آئي ڪيو ليول حد کان وڌيڪ گهڻي آهي، مونکي سامهون پيل شيون بہ ڏسڻ جي قابل نہ ڪيو؟

اهو هاڻي آلين اکين سان اوندهہ ۾ گاڏيءَ جي شيشي مان ٻاهر ڏسندي ٻُٽڪي رهيو هيو.

"مون کي بس انهيءَ جي قابل ڪري ڇڏيو تہ مان ٻاهر نڪران ۽ دنيا فتح ڪيان. اها دنيا جنهن جي ڪا وقعت ئي ڪونهي ۽ هوءَ..... اها....."

اهو چپ ٿي ويو. ان کي امامہ تي ڪاوڙ اچي رهي هئي. اٺ سال اڳ وارو وقت هجي ها تہ اهو ان کي "ڪتي"(بچ) چوي ها. تڏهن امامہ تي ڪاوڙ اچڻ ڪري اهو ان لاءِ ايئن چوندو هيو مگر اٺن سالن کان پوءِ اڄ اهو زبان تي ان جي لاءِ گار نٿي آڻي سگھيو. اهو

امام هاشم جي لاءِ ڪو بہ خراب لفظ ڪيڻ جي جرئت نٿي ڪري سگهيو. سڌي رستي (صراط مستقيم) تي پاڻ کان گهڻو اڳتي بيٺل ان عورت جي لاءِ ڪير زبان مان خراب لفظ ڪڍي سگهيو ٿي؟

ان عينڪ لاهي پنهنجون اکيون مهٽيون. ان جي انداز ۾ شڪست قبوليل هئي.

"پير ڪامل ﷺ...... صراط مستقيم." اٺ سال لڳا هيا. مگر تلاش پوري ٿي وئي هئي. جواب ملي ويو هيو.



اهي ٻئي هڪڙي هوٽل ۾ ويٺا هيا. رمشا اڄ خاص طور تي تيار ٿي آئي هئي. اها خوش هئي ۽ ڪير بہ ان جي منهن مان ان جي خوشي جو اندازو ڪري سگهيو ٿي. سالار بہ.

ويٽر کان ماني جي لسٽ وارو ڪارڊ (مينو ڪارڊ) وٺي سالار بند ڪري ٽيبل تي رکي ڇڏيو. رمشا حيرانيءَ مان ان کي ڏٺو. اها پنهنجي هٿن ۾ موجود ڪارڊ کولي ڏسي رهي هئي.

"منجهند جي ماني (لنچ) منهنجي طرفان آهي مگر کاڌا (مينو) توهان پاڻ پسند ڪريو." سالار هلڪي مرڪ سان چيو.

"ٺيڪ آهي." رمشا بي اختيار مرڪي ۽ پوءِ اها مينو ڪارڊ کي جاچڻ لڳي ۽ سالار هيڏي هوڏي ڏسڻ لڳو.

رمشا بيري کي ڪجهہ کاڌا لکرايا. جڏهن بيرو هليو ويو تہ ان سالار کي چيو.

"تنهنجي طرفان منجهند جي ماني جي اها دعوت منهنجي لاءِ حيران ڪرڻ واري ڳالهہ (سرپرائيز) آهي. تو پهريان تہ اهڙي ڪا دعوت ڪو نہ ڪئي؛ بلڪ منهنجي دعوت بہ رد ڪندا رهيا."

"ها. ليڪن هاڻي اسان ٻنهي لاءِ ڪجهہ ڳالهيون ڪرڻ ضروري ٿي ويو هيو.مون کي انهيءَ ڪري تو کي هتي وٺي اچڻو پيو." سالار چيو.

رمشا ان کي گهوري ڏٺو.

"ڪجهہ ڳالهيون؟.... ڪهڙيون ڳالهيون؟"

"پهريان ماني کائون. ان کان پوءِ ڪنداسين." سالار ان کي ٽارڻ لاءِ چيو.

"مگر ماني اچڻ ۽ کائڻ ۾ ڪافي وقت لڳندو. ڇا اهو بهتر ڪونهي تہ اسان اهي ڳالهيون هاڻي ئي ڪري وٺون؟" رمشا ڪجهہ بيقراريءَ مان چيو.

"نہ اهو سٺو ڪونهي. ماني کائڻ کان پوءِ." سالار مرڪندي مگر حتمي انداز ۾ چيو.

رمشان ان دفعي زور ڪو نہ ڪيو. اهي پاڻ ۾ ٻيون ڳالهيون ڪرڻ لڳا پوءِ ماني اچي وئي ۽ اهي ٻئي ماني کائڻ ۾ مصروف ٿي ويا.

ماني کائڻ مان واندو ٿيڻ ۾ تقريباً ڏيڍ ڪلاڪ لڳو پوءِ سالار بيري کان ڪافي گهرائي.

"منهنجو خيال آهي تہ هاڻي اصل ڳالهہ شروع ڪرڻ کپي."

رمشا ڪافيءَ جو پهريون ڍڪ پيئندي چيو. سالار هاڻي گهڻو سنجيدو لڳي رهيو

هيو. اهو ڪنڌ جهڪايون پنهنجي ڪافي ۾ چمچو گهمائي رهيو هيو. رمشا جي ڳالهه تي ان مٿو کڻي ان ڪي ڏٺو.

"مان توسان ان ڪارڊ جي باري ۾ ڳالهائڻ ٿو گهران جيڪو تو ٻه ڏينهن اڳ مون کي موڪليو آهي."

رمشا جو منهن ڳاڙهو ٿي ويو.

ٻه ڏينهن اڳ جڏهن اهو شام جو پنهنجي فليٽ تي پهتو ته اتي هڪڙو ڪارڊ ۽ بنڊل ان جي انتظار ۾ پيا هيا. اهو هڪڙو هفتو هانگ ڪانگ ۾ بئنڪ جي ڪنهن ڪم سان ترسيل هيو ۽ ان ئي شام جو موٽي آيو هيو. ڪارڊ رمشا جو موڪليل هو.

"توکي ٻيهر ڏسي مون کي ڪيتري خوشي ٿيندي ان جو اظهار ڪرڻ ممڪن ڪو نه آهي."

سالار ڪارڊ تي لکيل پيغام پڙهي ڪجهه گهڙين لاءِ گم سم ٿي ويو. ان جا بدترين خدشا درست ثابت ٿيا هيا. رمشا ان جي لاءِ پنهنجن جذبن جو اظهار ڪري رهي هئي.

سالار ايندڙ ٻه ڏينهن ان ڪارڊ جي باري ۾ رمشا سان ڪو ذڪر ڪو نه ڪيو ليڪن ان هفتيوار موڪل جي ڏينهن تي ان کي منجهند جي ماني گڏ کائڻ جي دعوت ڏني. رمشا سان هاڻي انهن مڙني ڳالهين کي چٽو ڪرڻ ضروري ٿي ويو هو.

"توکي ڪارڊ خراب لڳو؟" رمشا چيو.

"نه. پيغام."

رمشا ڪجهه شرمسار ٿي وئي.

"مون کي افسوس آهي.(آءِ ايم سوري) مگر مون صرف...... سالار! مون تو کي ٻڌائڻ ٿي گهريو ته مان تنهنجي ڪيتري کوٽ (مِس) محسوس ڪري رهي هيس."

سالار ڪافي جو هڪڙو ڍڪ پريو.

"تون مون کي سٺو لڳين ٿو مان توسان شادي ڪرڻ گهران ٿي."

رمشا ڪجهه گهڙيون هٻڪڻ کان پوءِ چيو.

"ٿي سگهي ٿو اها آڇ (پروپوزل) توکي عجيب لڳي ليڪن مان گهڻي وقت کان انهي سلسلي ۾ تو سان ڳالهه ڪرڻ گهري ٿي. مان تو سان ڏوڪو (فلرٽ) ڪو نه ڪري رهي آهيان. مون ڪارڊ ۾ جيڪو ڪجهه لکيو آهي مان واقعي تنهنجي لاءِ پنهنجي دل ۾ اهي جذبا رکان ٿي."

سالار ان کي ڳالهه پوري ڪرڻ ڏني. هاڻي اهو ڪافي جو ڪوپ هيٺ رکي چڪو هيو.

"ليڪن مان تو سان شادي نٿو ڪرڻ گهران." جڏهن اها ماٺ ٿي وئي ته ان بنا رڪ رڪاءَ جي چيو.

"ڇو؟"

"ڇا ان سوال جو جواب ضروري آهي؟" سالار چيو.

"نه. ضروري نه آهي مگر ٻڌائڻ ۾ ڪهڙو نقصان آهي."

"تون مون سان شادي ڪرڻ ڇو ٿي گهرين؟" سالار جواب ۾ پڇيو.
"ڇو ته تون مختلف آهين."
سالار هڪڙو ٿڌو ساهه کنيو.
"عام مردن وانگر ڪونه آهين. تو ۾ فضيلت آهي، مُهذب (ڪلچرڊ) ۽ سلجهيل (گرومڊ) آهين."
"مان اهڙو ڪو نه آهيان."
"ثابت ڪر." رمشا ان کي ڄڻ چيلينج ڪيو.
"ڪري سگهان ٿو مگر ڪونه ڪندس." ان ڪافي جو ڪوپ پيهر کڻندي چيو.
"هر ماڻهو سالار سڪندر کان سٺو آهي."
"ڪهڙي لحاظ کان؟"
"هر لحاظ کان."
"مان نٿي مڃان."
"تنهنجي نه مڃڻ سان حقيقت بدلجي ڪو نه ويندي"
"مان توکي سڃاڻان ٿي، ڏيڍ سال کان تو سان گڏ ڪم ڪري رهي آهيان."
"مردن جي باري ۾ ايترو جلدي ڪنهن راءِ تي پهچڻ مناسب ناهي هوندو."
"تنهنجي ڪا به ڳالهه تنهنجي باري ۾ منهنجي راءِ کي تبديل نٿي ڪري سگهي." رمشا هاڻي به پنهنجي ڳالهه تي قائم هئي.
"تون جنهن خاندان سان تعلق رکين ٿي، جنهن ماحول (سوسائٽي) ۾ اٿين ويهين ٿي، اتي توکي مون کان وڌيڪ سٺا مرد ملي سگهن ٿا."
"تون مون سان صرف پنهنجي ڳالهه ڪر."
"رمشا! مان ڪنهن ٻئي سان محبت ڪندو آهيان."
ان آخرڪار چئي ڏنو. ان سموري گفتگو دوران پهريون دفعو رمشا جو رنگ ڦڪو ٿي ويو.
"تو....... تو ڪڏهن ..... ڪڏهن ڪو نه ٻڌايو."
سالار آهستي مرڪيو."اسان جي وچ ۾ ايتري بي حجابي ته ڪڏهن به ڪو نه رهي آهي."
"تون ان سان شادي ڪري رهيو آهين؟"
ٻنهي جي وچ ۾ ان پيري ماٺ جو هڪڙو ڊگهو وقفو آيو.
"ٿي سگهي ٿو ڪجهه ڏکيائين جي ڪري منهنجي اتي شادي ٿي نه سگهي." سالار چيو.
"مان تنهنجي ڳالهه سمجهي ڪو نه سگهيس. اهو معلوم هوندي ته اتي تنهنجي شادي نٿي ٿي سگهي، تون ڪنهن سان محبت ڪري رهيو آهين؟"
"ڪجهه ايئن ئي آهي."
"سالار! تون.... تون ايترو جذباتي ته ڪونه آهين. هڪڙو عملي (پريڪٽيڪل) ماڻهو ٿي ڪري تون ڪهڙي قسم جي عجيب ڳالهه ڪري رهيو آهين." رمشا چٿر ڪرڻ واري انداز ۾ کِلي ڏنو.

"فرض ڪجي اتي تنهنجي شادي نہ ٿي تہ پوءِ.... پوءِ ڇا تون ڪڏهن بہ شادي نہ ڪندين؟"
"نہ."
رمشا انڪار ۾ مٿو لوڏيو. "مون کي يقين نٿو اچي."
"مگر ايئن ئي آهي، مون جيڪڏهن ڪڏهن شادي جو سوچيو بہ تہ ڏهن پندرهن سالن کان پوءِ ئي سوچيندس ۽ ڏهن پندرهن سالن تائين ضروري ڪونهي تہ مان زنده رهان."
ان بيحد خشڪ لهجي ۾ چوندي بيري کي هٿ جي اشاري سان پاڻ ڏانهن سڏيو.
"رمشا! مان چاهيان ٿو تہ اڄ جي انهي گفتگو کان پوءِ اسان ٻنهي جي وچ ۾ ڪهڙو بہ مسئلو پيدا نہ ٿئي. اسان سٺا ساٿي (ڪُليگ) آهيون. مان چاهيان ٿو تہ اهو تعلق ايئن ئي رهي. منهنجي لاءِ پنهنجو وقت نہ وڃاءِ، مان اهو ڪو نہ آهيان جيڪو تون مون کي سمجهي رهي آهين."
بيرو ويجهو اچي ويو هيو. سالار ان طرفان آنڊل بل جي ادائگي ڪرڻ لڳو.
رمشا سالار جو منهن تڪيندي رهي. اها هاڻي ڪنهن گهري سوچ ۾ ٻڏل هئي.

***

سالار ان ڏينهن منجهند جي ماني جي وقفي کان پوءِ ڪنهن ڪم سانگي آفيس مان نڪري آيو. ريلوي ڦاٽڪ تي ٽريفڪ جي پرمار ڏسي ان پري کان ئي گاڏي واپس موڙائي. اهو ان وقت ڪنهن ٽريفڪ جي پيڙ ۾ ڦاسي وقت وڃائڻ کان لهرائي رهيو هيو.
گاڏي کي پوئتي موڙائي ان هڪڙي ٻي سڙڪ ڏانهن ڦيرو ڪيو. اهو ان سڙڪ تي ٿورو ئي اڳتي ويو هيو جڏهن ان سڙڪ جي ڪناري فوٽ پاٿ تي هڪڙي ٻڍڙي عورت کي ويٺل ڏٺو. اها هڪڙي پاسيري گهٽي هئي ۽ ان وقت بلڪل سنسان لڳي پئي هئي. عورت پنهنجي لباس ۽ چهري مان ڪنهن سٺي گهراڻي جي لڳي رهي هئي. ان جي ٻانهن ۾ سون جون ڪجهہ چوڙيون بہ پاتل هيون ۽ سالار کي خدشو ٿيو تہ ان ويران سڙڪ تي اها ڪنهن حادثي جو شڪار نہ ٿي وڃي. ان ويجهو وڃي گاڏي ان جي پرسان روڪي. عورت جو ڪٽڪ رنگو چهرو ان وقت ڳاڙهو ٿي ويو هيو ۽ ساهہ بہ ڦوڪجي ويو هيس، شايد اها ساهي کڻي پنهنجو ساهہ ٺيڪ ڪرڻ جي لاءِ ئي سڙڪ جي ڪناري تي ويٺي هئي.
"امان! اسلام عليڪم، ڇا ڳالهہ آهي. توهان اتي ڇو ويٺا آهيو؟"
سالار پنهنجي عينڪ لاهي دريءَ مان مٿو ٻاهر ڪڍي پڇيو.
"پٽ! مون کي رڪشو نٿو ملي."
سالار ان جي ڳالهہ تي حيران ٿيو. اهو مين روڊ ڪو نہ هيو. هڪڙي رهائشي علائقي جي اندرين گهٽي هئي ۽ اتي رڪشو ملڻ جو امڪان ڪو نہ هيو.
"امان جي! هتان تہ توهان کي رڪشو ملي ئي ڪو نہ ٿو سگهي. توهان کي وڃڻو ڪٿي آهي؟"
ان عورت وچ شهر جي ڪنهن علائقي جو نالو ٻڌايو. سالار جي لاءِ بلڪل ممڪن ڪو نہ هيو تہ اهو ان کي اتي ڇڏي اچي.

"توهان مون سان گڏ هلو. مان توهان کي مين روڊ تي پهچايان ٿو. اتان توهان کي رڪشو ملي ويندو."

سالار پنيون دروازو کوليو ۽ پوءِ پنهنجي سيٽ تان هيٺ لهي آيو. مگر امان جي ان کان گهڻو لهرائي رهي هئي. اهو ان جي انديشن کي سمجهي ويو.

"امان جي ! ڊڄڻ جي ضرورت ڪونهي. مان شريف ماڻهو آهيان. توهان کي نقصان ڪو نه پهچائيندس. مان صرف توهان جي مدد ڪرڻ گهران ٿو ڇو ته انهي سڙڪ تان ته توهان کي رڪشو ملندو ئي ڪو نه ۽ هن وقت سڙڪ ويران آهي. توهان کي زيور به پاتل آهن. توهان کي ڪير نقصان پهچائي سگهي ٿو."

سالار نرمي سان ڳالهائي ان جا انديشا دور ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. عورت پنهنجي عينڪ ٺيڪ ڪندي پنهنجين چوڙين کي ڏٺو ۽ پوءِ سالار کي چيو.

"ڏس..... اهي سمورا زيور ته نقلي آهن."

"چڱو اها ته گهڻي سٺي ڳالهه آهي مگر ڪير به غلط فهمي جو شڪار ٿي سگهي ٿو. ڪير توهان کان اهو ٿورو ئي پڇندو ته اهي زيور اصلي آهن يا نقلي."

سالار ان جي ڪوڙ کي لڪائيندي چيو.

اها هاڻي سوچ ۾ پئجي وئي. سالار کي دير ٿي رهي هئي.

"ٺيڪ آهي امان! توهان جيڪڏهن مناسب نٿا....."

ان پنهنجي گاڏي ڏانهن قدم موٽايا ته امان جي هڪدم ڳالهايو.

"نه نه. مان تو سان گڏ هلان ٿي. اڳ ۾ ئي هلي هلي ڄنگهون ساٿيون ٿي پيون آهن."

اها ڄنگهن تي زور ڏئي اٿڻ جي ڪوشش ڪرڻ لڳي.

سالار ان کي ٻانهن کان وٺي اٿاريو. پوئين سيٽ جو دروازو کولي ان کي اندر ويهاريو.

گهڻيءَ مان ٽڪڙو نڪري اهو مين روڊ تي اچي ويو. اهو ڪنهن خالي رڪشا کي ڏسي رهيو هيو مگر ان کي رڪشو نظر ڪو نه آيو. اهو آهستي آهستي گاڏي هلائيندو ڪنهن خالي رڪشا جي تلاش ۾ ٽريفڪ کي ڏسڻ لڳو.

"پٽ تنهنجو نالو ڇا آهي؟" ان پڇيو.

"سالار."

"سلار؟" ان ڄڻ تصديق ڪرڻ گهريو. اهو بي اختيار مرڪيو. ان زندگيءَ ۾ پهريون ڀيرو پنهنجي نالي کي بگڙيل ٻڌو هيو. صحيح ڪرڻ جو ڪو فائدو ڪو نه هيو. اها پنجابي عورت هئي ۽ ان سان مشڪل سان اردو ۾ ڳالهائي رهي هئي.

"جي." سالار تصديق ڪئي.

"اهو ڪهڙو نالو ٿيو ان جو مطلب ڇا آهي؟" ان هڪدم دلچسپي ورتي.

سالار ان دفعي ان کي پنهنجي نالي جو مطلب پنجابيءَ ۾ سمجهايو. امان جي کي ان جي پنجابي ۾ ڳالهائڻ تي گهڻي خوشي ٿي ۽ هاڻي اها پنجابي ۾ گفتگو ڪرڻ لڳي.

سالار جي نالي جو مطلب پڇڻ کان پوءِ ان چيو.

"منهنجي وڏي ننهن ڪي پٽ ڄائو آهي."

اهو حيران ٿيو. ان کي گمان ڪو نہ هيو تہ نالي جو مطلب ٻڌڻ کان پوءِ ان جو پيو جملو اهو هوندو.

"جي..... مبارڪ هجي." ان کي هڪدم اهو ئي سوچ ۾ آيو.

"خير مبارڪ."

ان گھڻي خوشيءَ سان ان جي مبارڪ وصول ڪئي.

"منهنجي ننهن جو فون آيو هيو پڇي رهي هئي تہ امان! توهان نالو ٻڌايو. مان ان کي تنهنجو نالو ڏيان؟"

سالار پوئتي ڏسڻ واري شيشي مان ڪجھ حيران ٿي ان کي ڏٺو.

"ڏئي ڇڏيو."

"چڱو اهو مسئلو تہ حل ٿيو."

امان جي هاٿي اطمينان سان عينڪ لاهي پنهنجي ڍڳهي چادر جي پلاند سان ان جا شيشا صاف ڪرڻ لڳي. سالار کي اڃا تائين ڪو رڪشا نظر ڪو نہ آيو هيو.

"تنهنجي عمر گھڻي آهي؟" ان گفتگو جو سلسلو اتان جوڙيو جتان ٽوڙيو هيو.

"ٽيھ سال."

"شادي ٿيل اٿئي؟"

سالار سوچ ۾ پئجي ويو. ان هڏا چوڻ تي گھري مگر ان جو خيال هيو تہ ها ڪرڻ جي صورت ۾ سوالن جو سلسلو وڌيڪ ڊگھو ٿي ويندو. انهي ڪري سنو اهو هيو تہ انڪار ڪري ڇڏي ۽ ان جو اهو اندازو ان ڏينهن جي سڀ کان وڏي غلطي ثابت ٿيو.

"نہ."

"شادي ڇو ڪو نہ ڪئي اٿئي؟"

"بس ايئن ئي. خيال ڪونہ آيو." ان ڪوڙ ڳالهايو.

"اڇا."

ڪجھ دير خاموشي رهي. سالار دعائون ڪندو رهيو تہ ان کي رڪشو جلدي ملي وڃي. ان کي دير ٿي رهي هئي.

"تون ڇا ڪندو آهين؟"

"مان بئنڪ ۾ ڪم ڪندو آهيان."

"ڪهڙو ڪم ڪندو آهين؟"

سالار پنهنجو عهدو ٻڌايو. ان کي اندازو هيو تہ اهو امان جي جي مٿي تان لنگھي ويندو مگر اهو ان وقت هڪو ٻڪو ٿي ويو جڏهن ان وڏي اطمينان سان چيو.

"اهو آفيسر هوندو آهي نہ؟"

اهو بي اختيار کليو. ان کان زياده سٺي وضاحت ڪير بہ ان جي ڪم جي نٿي ڏئي سگھيو.

"جي امان! آفيسر ٿيندو آهي." اهو خوش ٿيو.

"تون ڪيترو پڙهيل آهين؟"

"سورنهن جماعتون."

ان پيري سالار امان جي فارمولا کي استعمال ڪندي پنهنجي تعليم کي آسان لفظن ۾ پيش ڪيو. امان جي جو جواب ان پيري بہ حيران ڪندڙ هيو.

"اها ڪهڙي ڳالهہ ٿي سورنهن جماعتون...؟ ايم بي اي ڪيو آهي يا ايم اي اڪنامڪس؟"

سالار بي اختيار ڪنڌ ورائي امان جي کي ڏٺو. اها پنهنجي عينڪ جي شيشن مان ان کي گهوري رهي هئي.

"امان جي! توهان کي خبر آهي. ايم بي اي ڇا ٿيندي آهي يا ايم اي اڪنامڪس ڇا آهي؟" اهو واقعي حيران هيو.

"واهہ مون کي خبر نہ هوندي؟ منهنجي وڏي پٽ پهريان ايم اي اڪنامڪس ڪئي هتي پاڪستان ۾، پوءِ انگلينڊ وڃي ان ايم بي اي ڪئي. اهو بہ بئنڪ ۾ ئي ڪم ڪندو آهي مگر اتي انگلينڊ ۾. ان جو ئي تہ پٽ چائو آهي."

سالار هڪڙو ڊگهو ساهہ کڻي ڪنڌ واپس ورايو.

"تہ پوءِ تو ٻڌايو ڪو نہ؟"

"ڇا؟"

سالار کي هڪدم ياد ڪو نہ آيو تہ ان ڇا پڇيو هيو.

"پنهنجي تعليم جي باري ۾؟"

" مون ايم بي اي ڪئي آهي."

"ڪٿان؟"

"آمريڪا مان."

"سٺو..... تنهنجا ماءُ پيءُ آهن؟"

"جي."

"ڪيترا ڀيڻ ڀائر آهن؟" سوالن جو سلسلو ڊگهو ٿيندو پئي ويو.

"پنج." سالار کي فرار ٿيڻ جي ڪاجاءِ نظر نٿي آئي.

"ڪيتريون ڀينر ۽ ڪيترا ڀائر؟"

"هڪڙي ڀيڻ ۽ چار ڀائر."

"ڪيترن جون شاديون ٿيل آهن؟"

"مون کان سواءِ سڀني جون."

"تون سڀني کان ننڍو آهين؟"

"نہ. چوٿين نمبر تي آهيان. هڪڙو ڀاءُ ننڍو آهي."

سالار کي هاڻي پهريون ڀيرو پنهنجي "سماجي خدمت"(سوشل ورڪ) واري جذبي تي پڇتاءُ ٿيڻ لڳو.

"ان جي بہ شادي ٿي وئي؟"

"جي."

"تہ پوءِ تو شادي ڇو ڪونهي ڪئي. ڪو محبت جو چڪر تہ ڪونهي؟"

ان پيري سالار جي پيرن هيٺان حقيقت ۾ زمين کسڪي وئي. اهو ان جي ڳالهہ جي پاڙ تائين پهچي وڃڻ واري صلاحيت جو قائل ٿيڻ لڳو.

"امان جي! رڪشو ڪو نہ ٿو ملي. توهان مون کي ايڊريس ٻڌايو. مان پاڻ توهان کي ڇڏي اچان ٿو."

سالار ان جي سوال جو جواب گول ڪري ڇڏيو.

دير تہ ان کي اڳ ۾ ئي ٿي وئي هئي ۽ رڪشا جو هاڻي بہ ڪٿي نالو نشان ڪونہ هيو ۽ اهو ان پيڙهي عورت کي ڪٿي سڙڪ تي بہ بيهاري نٿي سگهيو.

امان جي ان کي ڏس ٻڌايو.

سالار جي سمجهہ ۾ ڪو نہ آيو. هڪڙي چوڪ تي بيٺل سپاهي کي ان اهو پتو ٻڌائي مدد ڪرڻ لاءِ چيو. سپاهي ان کي علائقي جو رستو سمجهايو.

سالار ٻيهر گاڏي هلائڻ شروع ڪئي.

"تہ پوءِ تو مون کي ٻڌايو ڪونہ تہ ڪٿي محبت جو چڪر تہ ڪونہ هيو؟"

سالار جي دل گهريو تہ اهو ڪٿي غوطا کائي مري. ان عورت اڃا تائين پنهنجو سوال ڪو نہ وساريو هيو. جڏهن تہ اهو صرف انهي سوال جي جواب کان بچڻ لاءِ ان کي گهر تائين ڇڏڻ لاءِ تيار ٿيو هيو.

"نہ امان! اهڙي ڪا ڳالهہ ڪونهي."

ان دفعي ان سنجيدگيءَ سان چيو.

"الحمدللہ." اهو امان جي انهي "الحمدللہ" جو اڳ پوءِ سمجهي ڪو نہ سگهيو ۽ ان انهي جو فڪر بہ ڪو نہ ڪيو.

امان جي هاڻي ان جي ماءُ پيءُ جي باري ۾ ڪوٺي ڪوٺي معلومات حاصل ڪرڻ جي ڪوشش ڪري رهي هئي. سالار واقعي مصيبت ۾ ڦاسي ويو هيو.

سڀ کان وڏي گڙٻڙ ان وقت ٿي جڏهن اهو امان جي ٻڌايل علائقي ۾ پهتو ۽ ان امان جي کان مطلوبہ گهٽي ڏانهن رهنمائي ڪرڻ جي درخواست ڪئي ۽ امان جي وڏي اطمينان سان چيو.

"مون کي اها تہ خبر آهي تہ هن علائقي ۾ گهر آهي باقي اها خبر ڪو نہ آهي تہ ڪهڙي گهٽي ۾ آهي."

اهو وائڙو ٿي ويو.

"امان جي! پوءِ مان توهان کي گهر ڪيئن پهچايان. ڏس معلوم هجڻ کان سواءِ هن علائقي ۾ مان توهان کي ڪٿي لاهي ڇڏيان؟"

اها پنهنجي گهر تي لڪيل نمبر ۽ نالو ٻڌائڻ لڳي.

"نہ امان جي! توهان مون کي گهٽي جو نالو ٻڌايو."

اها گهٽيءَ جي نالي بجاءِ نشانيون ٻڌائڻ لڳي.

"گهٽي جي ڪنڊ وٽ حلوائي جو دڪان آهي..... گهٽي ويڪري آهي..... پرويز صاحب جو گهر به اتي آهي، جنهن جي پٽ گذريل هفتي جرمني مان شادي ڪئي آهي.... ان جي پهرين زال هتي ئي اسان جي محلي ۾ آهي ..... شادي جو اطلاع ملڻ تي ويچاري روئي روئي محلي کي مٿي تي کڻي ڇڏيو هيو."

اها نشانيون ٻڌائيندي ٻڌائيندي ڪنهن ٻئي پاسي نڪري وئي.

سالار سڙڪ جي ڪناري تي گاڏي بيهاري ڇڏي

"امان جي! توهان جي مڙس جو نالو ڇا آهي؟ گهر جي باري ۾ يا گهٽيءَ جي باي ۾ ڪجهه وڌيڪ تفصيل سان ٻڌايو ايئن ته مان ڪڏهن به توهان کي گهر پهچائي ڪونه سگهندس."

ان صبر کان ڪم وٺندي چيو.

"مون کي سعيده امان جي نالي سان سڃاڻندا آهن. مڙس ويچارو ته ڏهه سال اڳ فوت ٿي ويو. ان کي ته ماڻهن وساري به ڇڏيو هوندو ۽ گهٽيءَ جو مان تو کي ٻڌائي رهي آهيان، گهٽي ويڪري گهٽي آهي. ٿي ڏينهن اڳ گٽرن تي ٻه ڍڪڻ رکي ويا آهن. بلڪل نوان، سيمنٽ سان بند ڪري ويا آهن. هر مهيني ڪير نه ڪير لاهي ويندو هيو. هاڻي فڪر ڪونه آهي."

سالار بي اختيار ٿڌو ساهه کنيو.

"امان جي! ڇا مان ماڻهن کي اهو چئي توهان جي گهٽيءَ جو معلوم ڪريان ته گٽر جي ٻن نون ڍڪڻن واري گهٽي..... توهان اتان جي ڪنهن اهڙي ماڻهوءَ جونالو ٻڌايو جنهن کي ماڻهو سڃاڻندا هجن. جيڪو ڪجهه مشهور هجي."

"اهو مرتضيٰ صاحب آهي جنهن جي پٽ مظفر جي ٽنگ ڪالهه صبح جو ڀڄي پئي آهي."

"امان جي! اهو ڪو تعارف ناهي هوندو."

ان کي هن جي اها ڳالهه خراب لڳي.

"پلا ڏسو هاڻي ڇا هر گهر ۾ ڪنهن نه ڪنهن جي جنگهه ڀڄندي رهندي آهي."

سالار ماٺ ڪري گاڏي مان لهي ويو. آس پاس جي دڪانن تان ان سعيده امان جي ٻڌايل "تفصيلن" مطابق گهٽي ڳولڻ شروع ڪئي، مگر جلدي ۾ ان کي خبر پئجي وئي ته انهن نشانين سان اهو گهٽ ۾ گهٽ اڄ جي تاريخ ۾ گهر نٿو ڳولي سگهي.

اهو مايوس ٿي موٽي آيو.

"امان جي! توهان جي گهر ۾ فون آهي؟" ان گاڏي اندر گهرندي ئي ان کان پڇيو.

"ها آهي."

سالار سک جو ساهه کنيو.

"مون کي اهو نمبر ٻڌايو." سالار پنهنجو موبائيل فون ڪڍندي چيو.

"نمبر جي ته مون کي خبر ڪونهي."

اهو هڪڙو پيرو وري بيوس ٿي ويو.

”فون نمبر جي به خبر ڪانهي. ؟“ ان شديد صدمي جي حالت ۾ چيو.

”پٽ! مون کهڙي ڪڏهن فون ڪئي آهي. منهنجا پٽ پاڻ ڪندا آهن. مٽ مائٽ به پاڻ ڪندا آهن يا ضرورت هوندي آهي ته نياڻي ويچاري فون ملائي ڏيندي آهي.“

”اتي ماڊل ٽائون ۾ ڪنهن وٽ وئي هئينءَ؟“ سالار کي هڪدم خيال آيو.

”اتي منهنجا ڪجهه مائٽ آهن. پوٽي جي مڱائي ڏيڻ وئي هيس.“ ان فخر مان ٻڌايو.

سالار سڪ جو ساهه کڻندي گاڏي چالو ڪئي.

”ٺيڪ آهي، اوڏانهن هلون ٿا. اتي جي ايڊريس ٻڌايو.“

”ايڊريس جي ته مون کي خبر ڪونهي.“

سالار ان دفعي صدمي کان ڪجهه دير تائين ڳالهائي به ڪو نه سگهيو.

”ته پوءِ توهان ڪيئن ويا هيا؟“

”پٽ! اصل ۾ جتي ويٺو هوندو آهي ته پاڙي وارن جا ٻار ڇڏي ايندا آهن. انهن کي ئي گهر جي خبر آهي. گذريل ڏهن سالن کان مون کي اهي ئي وٺي ويندا آهن. اهي ڇڏي ويندا آهن ۽ پوءِ اتان بلال يا ڪو ٻيو واپس ڇڏي ويندو آهي. اصل ۾ اهي بلال وارا به اڳ ۾ منهنجي محلي ۾ ئي رهندا هيا. اهو ڪو ئي ڏهه ٻارهن سال پهريان اتي ويا آهن. انهي ڪري منهنجي پوري محلي وارن کي انهن جي گهر جي خبر آهي.“

سالار ڪجهه ڪو نه چيو. ان کي هاڻي به اميد هئي ته جتان ان انهي عورت کي کنيو هيو بلال وارن جو گهر اتي ئي ڪٿي هوندو.

سعيده امان جي گفتگو جاري هئي.

”اڄ ته ايئن ٿيو جو بلال جي گهر ڪو ئي هيو ئي ڪو نه. صرف نوڪرياڻي هئي. مان ڪجهه دير ويهي رهيس پوءِ به اهي ڪو نه آيا ته مون سوچيو پاڻ گهر هلي وڃان ۽ پوءِ ماشاءَ الله تون ملي وئين.“

”امان جي! توهان رڪشا واري کي ڇا ٻڌايو ها؟“

”اهو ئي جيڪو تو کي ٻڌايو آهي.“

اهو ان جي ڏاهپ تي ٻهار ٻهار ٿي ويو.

”هن کان اڳ ڪڏهن توهان ايئن ايڊريس ٻڌائي گهر پهتيون آهيو؟“

”نه ...... ڪڏهن به نه ..... ضرورت ئي ڪونهي پئي.“

سعيده امان جو اطمينان قابل رشڪ هيو. سالار وڏيڪ ڪجهه چوڻ کان سواءِ گاڏي سڙڪ تي ڪاهي آيو.

”هاڻي تون ڪيڏانهن وڃي رهيو آهين؟“

سعيده امان گهڻي دير چپ رهي نه سگهي.

”جتان مون توهان کي گاڏيءَ ۾ ويهاريو هيو گهر ان ئي سڙڪ تي هوندو توهان ڪٿان ٽرن ته ڪو نه ڪيو هيو؟“

سالار پنتي ڏسڻ واري آئيني ۾ ان کي ڏسندي پڇيو.
”نہ مون ڪونہ ڪيو هو.“
سعيده امان ڪجهہ منجهيل انداز ۾ چيو.
سالار ان جي لهجي تي غور ڪونہ ڪيو. ان اطمينان جو ساهہ کنيو. ان جو مطلب آهي تہ گهر ان سڙڪ تي ئي ڪٿي هيو ۽ گهٽين جي مقابلي ۾ ڪالوني ۾ گهر ڳولڻ سولو هيو. اهو بہ ان صورت ۾ جڏهن ان کي صرف هڪڙي سڙڪ جا گهر ڏسڻا هيا.
”تون سگريٽ پيئندو آهين؟“
خاموشي هڪدم ٽٽي پئي، اهو گاڏي هلائيندي ڇرڪي ويو.
”مان......؟“
ان پنتي ڏسڻ واري آئيني ۾ ڏٺو. سعيده امان بہ ان آئيني ۾ ئي ڏسي رهي هئي.
”آ..... نہ“
اهو سوال کي سمجهي ڪو نہ سگهيو هيو.
”ڪو بيو نشو وغيره.“
اهو ان ٻيري سوال کان وڌيڪ ان جي بي حجابي تي حيران ٿيو.
”توهان ڇو پڇي رهيون آهيو؟“
”بس ائين ئي. هاڻي ايڏو ڊگهو رستو مان مٺ ڪيئن رهي سگهنديس.“
ان پنهنجي مجبوري ٻڌائي.
”توهان کي ڪيئن ٿو لڳي، مان ڪو نشو ڪندو هوندس؟“
سالار جواب ۾ ان کان پڇيو.
”نہ ڪٿي..... انهيءَ ڪري تہ مان پڇي رهي آهيان..... تہ پوءِ ڪو نہ ڪندو آهين؟“
ان جي انداز ان دفعي سالار کي مزو ڏنو.
”نہ.“ ان مختصر طور چيو. اهي هاڻي سگنل تي بيٺا هيا.
”ڪا گرل فرينڊ اٿئي؟“ سالار کي لڳو تہ ان کي ٻڌڻ ۾ ڪا غلطي ٿي آهي، ان ڪنڌ ورائي سعيده امان کي ڏسندي پڇيو.
”توهان ڇا پڇيو آهي؟“
”مون چيو آهي، ڪا گرل فرينڊ اٿئي؟“ سعيده امان ”گرل فرينڊ“ تي زور ڏيندي چيو.
سالار ٿهڪ ڏئي کلڻ لڳو.
”توهان کي خبر آهي ”گرل فرينڊ“ ڇا هوندي آهي؟“
سعيده امان کي ان جو سوال خراب لڳو.
”ڇو ادا ..... بہ پٽ آهن منهنجا، مون کي خبر ڪو نہ هوندي تہ گرل فرينڊ ڇا هوندي آهي، جڏهن انهن کي ٻاهر پڙهڻ لاءِ موڪليو هيو تہ منهنجي مڙس اهو چئي روانو ڪيو هيو تہ گرل فرينڊ نہ هجڻ کپي ۽ پوءِ مهيني ۾ ٻنهي جي هڪڙو ٻيرو فون ايندي هئي.“
سگنل کلي ويو. سالار مرڪندي سڌو ٿي ويو ۽ گاڏي کي اڳتي وڌايائين.

سعيده امان ڳالهه جاري رکي.

"مان هنهي کي چوندي هيس ته قسم کڻي ٻڌايو ته انهن ڪا گرل فرينڊ ته ڪونه ٺاهي آهي. جيستائين شاديون نه ٿيون . هر دفعي فون تي سڀ کان پهريائين هئي مون کي قسم کڻي اهو ٻڌائيندا هيا. سلام به پوءِ ڪندا هيا."

اها فخر مان ٻڌائيندي پئي وئي.

"ڏاڍا ادب وارا آهن منهنجا ٻار. هنهي گرل فرينڊ ڪو نه ٺاهي."

"توهان پنهنجي پسند سان هنهي جون ڪٿي شاديون ڪيون آهن؟" سالار پڇيو.

"نه. هنهي اتي ئي پنهنجي پسند سان شاديون ڪيون آهن."

ان سادگي مان چيو. سالار جي وات مان هڪدم ٽهڪ نڪري ويو.

"ڇا ٿيو؟" سعيده امان سنجيدگي سان پڇيو.

"ڪجهه نه. توهان جون ننهون انگريزياڻيون آهن؟"

"نه. پاڪستاني آهن مگر اتي ئي رهنديون هيون. منهنجي پٽن سان گڏ ڪم ڪنديون هيون. مگر تون کلئين ڇو؟"

سعيده امان پنهنجو سوال ورجايو.

"ڪا خاص ڳالهه ڪونهي."

سعيده امان ڪجهه دير خاموش رهي. پوءِ ان چيو.

"ته تو ٻڌايو ڪونه ته گرل فرينڊ ...."

"ڪونهي سعيده امان! گرل فرينڊ به ڪونهي."

"ماشاءَ الله ..... ماشاءَ الله" اهو هڪڙو دفعووري "ماشاءَ الله" جو اڳ پوءِ سمجهڻ ۾ ناڪام رهيو.

"گهر پنهنجو اٿئي؟"

"نه مسواڙي آهي."

"ڪو ملازم رکيل اٿئي؟"

"مستقل ته ڪونهي مگر صفائي وغيره لاءِ ملازم آهي."

"ٻي هي گاڏي ته پنهنجي هوندئي؟"

"جي"

"ٻي پگهار گهڻي اٿئي؟"

سالار ٽڪرا ٽڪرا جواب ڏيندي هڪڙو پيرو ڇرڪيو. گفتگو ڪهڙي نوعيت ڏانهن وڃي رهي هئي. ان کي فوري طور تي سمجهه ۾ ڪو نه آيو.

"سعيده امان! توهان هتي اڪيليون ڇو ٿيون رهو پنهنجي پٽن وٽ ڇو نٿيون هليون وڃو؟"

سالار موضوع کي مٽايو.

"ها، منهنجو اهو ئي ارادو آهي. پهريان تہ منهنجي دل نٿي گهريو مگر هاڻي اهو سوچيو آهي تہ نياڻي جي شادي ڪريان تہ پوءِ ٻاهر هلي ويندس. اڪيلو رهندي تنگ ٿي وئي آهيان."

سالار هاڻي ان سڙڪ تي اچي ويو هيو جتان ان سعيده امان کي گاڏيءَ ۾ ويهاريو هيو.

"مون توهان کي هتان ويهاريو هيو. توهان ٻڌايو. انهن مان ڪهڙو گهر آهي؟" سالار گاڏيءَ جي رفتار آهستي ڪندي ساڄي طرف وارن گهرن کي ڏسڻ لڳو.

"نمبر جي خبر نہ. پوءِ بہ توهان گهر کي تہ سڃاڻنديون هونديون."

سعيده امان غور سان گهرن کي ڏسي رهي هئي.

"ها .... ها گهر سڃاڻندي آهيان."

اها گهر جون نشانيون ٻڌائڻ لڳي. جيڪي ايتريون ئي مبهم هيون. جيترو ان جي پنهنجي گهر جي ايڊريس. اهي سڙڪ جي آخري ڇيڙي تي پهچي ويا. سعيده امان گهر سڃاڻي ڪونہ سگهي. سالار بلال جي پيءُ جو نالو پڇي گاڏي مان هيٺ لهي ويو ۽ واري واري سان ٻنهي طرفن جي گهرن مان سعيده امان جي باري ۾ پڇڻ لڳو.

اڌ ڪلاڪ کان پوءِ اهو ان سڙڪ تي موجود هر گهر تي وڃي چڪو هيو. گهربل نالي واري ڪنهن بہ ماڻهوءَ جو اتي گهر ڪو نہ هيو.

"توهان کي ان جو نالو صحيح ياد آهي؟" اهو ٿڪجي ساڻو ٿي سعيده امان وٽ آيو.

"ها .... واهہ ڀلا هاڻي مون کي نالي جي بہ خبر ڪو نہ هوندي"

سعيده امان کي اها ڳالهہ سٺي نہ لڳي.

"پر ان نالي واري ڪنهن بہ ماڻهوءَ جو گهر هتي ڪونهي. نہ وري ڪو توهان جي باري ۾ ڄاڻي ٿو."

سالار گاڏي جو دروازو کولي اندر ويهندي چيو.

"ها تہ ..... ان پرواري سڙڪ تي ڏس."

سعيده امان ڪجهہ پرڀرو هڪڙي ٻي سڙڪ ڏانهن اشارو ڪيو.

"ليڪن سعيده امان! توهان چيو هيو تہ گهر هن ئي سڙڪ تي آهي." سالار چيو.

"مون ڪڏهن چيو هيو؟" اها مُڪري وئي.

"مون توهان کان پڇيو تہ توهان ٿرن تہ ڪونہ ڪيو هيو. توهان چيو نہ." سالار ان کي ياد ڏياريو.

"اهو تہ مون چيو هيو پر اهو ڇا هوندو آهي؟"

سالارجي دل ٻڏڻ لڳي.

"ٽرن؟"

"ها، اهو ئي."

"توهان ڪنهن ٻي سڙڪ تان تہ ڦيرو ڏئي هتي ڪونہ آيون هيون؟"

"ڏس، تہ پوءِ ائين چئو نہ." سعيده امان کي تسلي ٿي.

"مان هتي چو ويهي رهي هيس. هلي هلي ٿڪجي پئي هيس ۽ هي سڙڪ تہ ننڍي آهي. ڇا مان هتي هلي ٿڪجي سگهيس ٿي؟"

سالار گاڏي چالو ڪئي، اهو ڏينهن ڏاڍو خراب هيو.

"ڪهڙي سڙڪ کان گهمي توهان هتي آيون هيون."

"منهنجو خيال آهي ....... " اها پهرين سڙڪ کي ڏسي ڪجهہ منجهڻ لڳي.

"اها آهي." ان چيو.

سالار کي يقين هيو تہ اها سڙڪ ڪو نہ هوندي مگر ان گاڏي کي ان سڙڪ ڏانهن موڙيو. اهو تہ طئي هيو تہ اڄ ان جو سمورو ڏينهن ان ئي نموني سان ضايع ٿيڻو هيو.

هڪ ڏيڍ ڪلاڪ تائين اهو اتي پرپاسي جي مختلف سڙڪن تي سعيده امان کي وٺيون ڦرندو رهيو مگر ان کي ڪا بہ ڪاميابي ڪو نہ ٿي. سعيده امان کي هر گهر پري کان سڃاتل لڳو ٿي، پر سان وڃڻ تي ان چوڻ شروع ٿي ڪيو.

"نہ .... نہ .... نہ ....اهو ڪونهي."

اهو آخرڪار ڪالوني ۾ ڦولا ختم ڪري ان کي واپس ان ئي محلي ۾ وٺي آيو جتي اهو اڳ ۾ ان جو گهر ڦوليندو رهيو هيو.

هڪ ڏيڍ ڪلاڪ وڌيڪ اتي وڃائڻ کان پوءِ جڏهن اهو ٿڪجي واپس گاڏي وٽ آيو تہ شام ٿي وئي هئي.

سعيده امان ان جي برخلاف اطمينان سان گاڏي ۾ ويٺي هئي.

"مليو؟" ان سالار جي اندر ويهڻ سان ئي پڇيو.

"نہ. هاڻي تہ رات ٿي رهي آهي، ڦولڻ اجايو آهي. مان توهان جي پوليس ۾ رپورٽ ٿو ڪرايان. توهان جي ڌي يا توهان جي محلي وارا توهان جي نہ ملڻ تي پوليس سان تہ رابطو ڪندا ئي.... پوءِ اهي توهان کي وٺي ويندا."

سالار هڪڙو ڀيرو وري گاڏي چالو ڪندي تجويز پيش ڪئي.

"ڇڇ ..... ڇڇ .... آمنہ ويچاري پريشان ٿي رهي هوندي."

سعيده امان کي پنهنجي ڌي جو خيال آيو. سالار جي دل ۾ آيو تہ اهو ان کي چوي تہ اهو ان جي ڌي کان وڌيڪ پريشان آهي مگر اهو ماڻ ڪيون گاڏي هلائيندو سڌو ٿاڻي تي آيو.

رپورٽ داخل ڪرائڻ کان پوءِ اهو اتان اٿي نڪرڻ لڳو. سعيده امان بہ اٿي بيٺي.

"توهان ويهو...... توهان هتي رهندا."

سالار ان کي چيو.

"نہ ..... اسان ان کي هتي ڪٿي رهائينداسين. توهان ان کي گڏ وٺي وڃو ڪنهن اسان سان رابطو ڪيو تہ اسان ان کي توهان جو ڏس ڏينداسين." پوليس انسپيڪٽر چيو.

"ليڪن مان تہ ان کي توهان جي حوالي ڪري ڇڏڻ ٿو گهران." سالار اعتراض ڪيو.

"ڏسو ڪراڙي عورت آهي. جيڪڏهن اسان سان ڪو رابطو نٿو ڪري تہ اها رات ڪٿي رهندي.... ۽ جيڪڏهن ڪجهہ ڏينهن ٻيا بہ گذري ويا ......."

پوليس انسپيڪٽر چوندو رهيو. سعيده امان ان کي ڳالهه مڪمل ڪرڻ ڪونه ڏني.

"نه. مان هتي ڪو نه رهنديس پٽ! مان تو سان ئي گڏ هلنديس. مان هتي مردن ۾ ڪيئن ويهنديس."

سالار پهريون دفعو ان کي گهبرايل ڏٺو.

"ليڪن مان ته ......." اڪيلو رهندو آهيان. اهو چوندي چوندي ماٺ ٿي ويو.پوءِ ان کي فرقان جي گهر جو خيال آيو.

"چڱو ٺيڪ آهي، هلو." ان هڪڙو ٿڌو ساهه کڻندي چيو.

ٻاهر گاڏي ۾ اچي ان موبائيل فون تي فرقان سان رابطو ڪيو. هن ان کي فرقان وارن وٽ رهائڻ تي گهريو. فرقان اڃا اسپتال ۾ ئي هيو. ان موبائيل تي ان کي سڄي صورتحال ٻڌائي.

"نوشين ته ڳوٺ ويل آهي." فرقان ان کي ٻڌايو

"مگر ڪو مسئلو ڪونهي، مان ٿوري دير ۾ اچان ٿو ان کي پنهنجي فليٽ تي وٺي ويندس. اها ڪهڙي نوجوان عورت آهي جو مسئلو ٿي ويندو. تون ضرورت کان وڌيڪ ئي محتاط ٿي رهيو آهين."

"نه. مان ان جي آرام جي حوالي سان چئي رهيو هيس، ان کي ڪا ڳالهه خراب نه لڳي." سالار چيو.

"نه لڳندو يار! تون ان کان پڇي وٺ. ورنه پوءِ ڪنهن پرواري فليٽ ۾ ترسائيندا سين. عالم صاحب جي ٻارن سان گڏ."

"چڱو تون اچ ته پوءِ ڏسون ٿا."

سالار موبائيل بند ڪندي چيو.

"پٽ! ڪا ڳالهه ناهي، مان تو وٽ ئي رهي پونديس. تون منهنجي پٽ جي برابر آهين. مون کي تو تي ڀروسو آهي."

سعيده امان مطمئن لهجي ۾ چيو.

سالار صرف مرڪڻ تي ئي قناعت ڪئي.

ان رستي ۾ هڪڙي هنڌ بيهي هوٽل تان ماني ورتي. ان جي بک ڪري حالت خراب ٿي رهي هئي ۽ هڪدم ان کي احساس ٿيو ته سعيده امان به منجهند کان ان سان گڏ ڪائڻ پيئڻ کانسواءِ ڦري رهي آهي. ان کي شرمساريءَ جو احساس ٿيو. پنهنجي فليٽ ڏانهن ويندي ان رستي تي هڪڙي جاءِ تي بيهي سعيده امان سان صوف جو جوس پيتو. اهو زندگي ۾ پهريون ڀيرو ڪنهن ڪراڙي ماڻهو سان ايترو وقت گذاري رهيو هيو ۽ ان کي احساس ٿي رهيو هو ته اهو ڪم آسان نه هيو.

فليٽ تي پهچي اهو اڃا سعيده امان سان گڏ ماني کائي رهيو هيو جڏهن فرقان اچي ويو.

ان سعيده امان سان پاڻ ئي پنهنجو تعارف ڪرايو ۽ پوءِ ماني کائڻ لڳو. ڪجهه منٽن اندر اهو سعيده امان سان اهڙي پنهنجائپ سان ٺيٺ پنجابي ۾ گفتگو ڪري رهيو هيو جو سالار کي ريس ٿيڻ لڳي. ان فرقان کان وڌيڪ سٺي گفتگو ڪرڻ وارو ڪڏهن

ڪو نہ ڏنو هيو. ان جي گفتگو جي انداز ۾ ڪجھ نہ ڪجھ اهڙي ڳالھ ضرور هئي جو هيو ان جي سامهون دل کولي رکڻ تي مجبور ٿي ويندو هيو. ايترن سالن کان دوستي هجڻ جي باوجود اهو فرقان وانگر گفتگو ڪرڻ ڪو نہ سکي سگهيو هيو.

ذهن منتشر ڪان پوءِ اهو اتي خاموشي سان ماني کائڻ واري هڪڙي ڳالهيون ٻڌندڙ (سامع) جي حيثيت اختيار ڪري چڪو هيو جڏهن تہ فرقان ۽ سعيده امان لاڳيتو ڳالهائڻ ۾ رڌل هيا. سعيده امان اهو معلوم ٿيڻ تي تہ فرقان ڊاڪٽر آهي، ان کان طبي مشورا وٺڻ ۾ مصروف هئي. ماني کائي ختم ڪرڻ تائين اها فرقان کي مجبور ڪري چڪي هئي تہ اهو پنهنجي ڊاڪٽري واري پيتي کڻي اچي ان جي چڪاس ڪري.

فرقان ان کي اهو ڪو نہ ٻڌايو تہ اهو ڪينسر جي بيماري جو ڊاڪٽر (اونڪولاجسٽ) آهي. اهو وڏي صبر سان پنهنجي پيتي کڻي آيو ان سعيده امان جو بلڊپريشر چيڪ ڪيو پوءِ اسٽيٿسڪوپ سان ان جي دل جي رفتار چڪاس ڪئي ۽ آخر ۾ نبض ڏسڻ کان پوءِ بہ ان کي يقين ڏياريائين تہ اها بلڪل صحتمند آهي ۽ ان کي بلڊ پريشر يا دل جي ڪا بہ بيماري ڪونهي.

سعيده امان هڪدم گهڻو ڦرڻي (هشاش بشاش) نظر اچڻ لڳي. سالار انهن جي وچ ۾ گفتگو ٻڌندي بورچيخاني ۾ ٿانو ڌوئي رهيو هيو. اهي ٻئي هال ۾ صوفن تي ويٺا هيا.

پوءِ انهيءَ دوران ان فون جي گهنٽي ٻڌي. فون فرقان کنئي هئي. ٻئي پاسي ڊاڪٽر سبط علي هيو. سلام دعا ڪرڻ کان پوءِ ان چيو.

"سالار ٿاڻي تي ڪنهن سعيده نالي عورت جي باري ۾ اطلاع ڪيو هيو."

فرقان حيران ٿيو.

"جي، اها هتي آهي، اسان سان گڏ."

"الله جو شڪر آهي." ڊاڪٽر سبط علي بي اختيار چيو.

"ها، اها منهنجي مائٽياڻي آهي، اسان ان کي ڳولي رهيا هياسين. ڪيترن ڪلاڪن کان پوءِ پوليس سان رابطو ڪيوسين تہ انهن سالار جو نالو ۽ نمبر ڏنو."

فرقان ان کي سعيده امان جي باري ۾ ٻڌايو ۽ ان سان فون تي سعيده امان سان ڳالهرايو. سالار بہ ٻاهر هال ۾ اچي ويو.

سعيده امان فون تي ڳالهائڻ ۾ رڌل هئي.

"اها ڊاڪٽر صاحب جي مائٽياڻي آهي."

فرقان ان جي ويجهو اچي آهستڙي ڪن ۾ چيو.

"ڊاڪٽر سبط علي صاحب جي؟" سالار حيران ٿيو.

"ها ان جي ئي."

سالار بي اختيار اطمينان جو ساهہ کنيو.

"ٻائي صاحب توسان ڳالهہ ڪرائڻ لاءِ چئي رهيو آهي."

سعيده امان فرقان کي چيو.

فرقان تڪڙو ان ڏانهن آيو ۽ فون وٺي ڪاغذ تي ڪجهه لکڻ لڳو. ڊاڪٽر سبط علي ان کي ايڊريس لکرائي رهيو هيو.

سعيده امان ڪجهه حيراني مان هال جي دروازي تي بيٺل سالار کي ڏٺو.

"تون ڇا ڪري رهيو آهين؟" ان جون نظرون سالار جي ڊانگري (ايپرن) تي ڪتل هيون.

اهو ڪجهه لڄي ٿي ويو.

"مان.... مان ٿانو ڌوئي رهيو هيس."

سالار موٽي بورچيخاني ۾ آيو ۽ ان ايپرن لاهي ڇڏيو هونئن به اهو سڀ ٿانو ڌوئي چڪو هيو.

"سالار! اڄ ته پوءِ ان کي ڇڏي ٿا اچون."

ان کي پنهنجي پٺيان فرقان جو آواز ٻڌڻ ۾ آيو.

"اهو ڪم پوءِ ڪجان."

"تون گاڏي جي چابي کڻ، مان هٿ ڌوئي اچان ٿو." سالار چيو.

ڏهن منٽن کان پوءِ اهي سالار جي گاڏي ۾ ويٺل هيا. فرقان اڳين سيٽ تي هيو ۽ ان جي باوجود پٺين سيٽ تي ويٺل سعيده امان سان ڳالهائڻ ۾ مصروف هيو. گڏوگڏ اهو سالار کي رستي جي باري ۾ به ٻڌائيندو پئي ويو.

گهٽي تيز رفتاري سان گاڏي هلائيندي اهي ويهن منٽن ۾ گهربل محلي ۽ گهٽي ۾ هيا. وڏي گهٽي ۾ گاڏي بيهارڻ کان پوءِ اهي ٻئي ان کي اندر گهٽي ۾ ان جي گهر تائين ڇڏڻ ويا. سعيده امان کي هاڻي رهنمائي جي ضرورت ڪو نه هئي. پنهنجي گهٽي کي سڃاڻندي هئي.

اها فخريه انداز ۾ ڪجهه جتائيندي سالار کي ٻڌائيندي وئي.

"حلوائي جو دڪان..... گٽر جا سيمنٽ وارا ڍڪڻ...... پرويز صاحب جو گهر..... "

"جي!" سالار مرڪندي مٿو ڌوڻيندو رهيو.

هن ان کي اهو ڪونه ٻڌايو ته ان جون ٻڌايل سڀئي نشانيون صحيح هيون. البت اها ان کي ڪنهن ٻئي علائقي ۾ وٺي وئي هئي.

"آمنه ويچاري پريشان ٿي رهي هوندي" ان ڳاڙهين سرن سان ٺهيل هڪڙي حويلي نما پن ماڙين واري گهر جي سامهون بيهندي سو دفعا چيو.

فرقان اڳتي وڌي گهنٽي وڄائي، سالار ڪجهه واڪاڻ ڪرڻ واري نموني سان حويلي کي ڏسڻ لڳو. اها يقينن گهٽي پراڻي حويلي هئي مگر مسلسل سنڀال ڪرڻ جي ڪري اها ان گهٽي ۾ سڀني جاين کان وقار واري لڳي رهي هئي.

"توهان کي هاڻي مان چانهه پيئڻ کان سواءِ وڃڻ ڪونه ڏينديس." سعيده امان چيو.

"منهنجي ڪري توهان کي گهڻي پريشاني ٿي آهي، خاص ڪري سالار کي. ويچارو مون کي سڄو ڏينهن وٺي ڦرندو رهيو." سعيده امان سالار جي ڪلهي تي هٿ گهمائيندي چيو.

”ڪا ڳالھ ڪونھي، سعيده امان! اسان چانھ پوءِ ڪڏھن پيئنداسين. اڄ اسان کي دير ٿي رهي آهي.“

”ها سعيده امان! اڄ چانھ ڪونہ پيئنداسين. ڪڏھن اچي توهان وٽ ماني کائينداسين.“ فرقان بہ جلدي ۾ چيو.

”ڏسجو ائين نہ ٿئي تہ توهان وساري ڇڏيو.“

”واھ، ڀلا اسان ماني کائڻ ڪيئن وساريندا سين. اها جيڪا توهان پالڪ گوشت جي ترڪيب ٻڌائي رهيون هيون اهو ئي ناهي کارائجو.“

فرقان چيو. اندران ڪنهن جي اچڻ ڪري هلڻ جو آواز اچي رهيو هيو. سعيده امان جي ڏي دروازو کولڻ لاءِ اچي رهي هئي ۽ ان دروازي کان ڪجھ پريان ئي سعيده امان ۽ فرقان جو ڳالهائڻ ٻڌي ورتو هيو انهيءَ ڪري ان ڪجھ بہ پڇڻ کانسواءِ اندران دروازي جو ڪڙو لاهي دروازو ٿورو کولي ڇڏيو.

”چڱو سعيده امان! خدا حافظ“ فرقان سعيده امان کي ڏاڪا چڙهندي ڏسي چيو. سالار ان کان اڳ ۾ ئي پوئتي وڃڻ لڳو هيو.

❊ ❊ ❊

گاڏي ۾ ويهي ان کي چالو ڪندي سالار فرقان کي چيو.

”تنهنجو سڀ کان ناپسنديده ٻوڙ پالڪ گوشت آهي ۽ تون ان کي ڇا چئي رهيو هئين؟“

فرقان ٺهڪ ڏنو. ”چوڻ ۾ ڪهڙو نقصان آهي. باقي ٿي سگهي ٿو اها ايترو سٺو پچائي جو مان کائڻ لاءِ مجبور ٿي پوان.“

”تون ان جي گھر ويندين؟“ سالار گاڏي مين روڊ تي آڻيندي حيراني مان پڇيو.

”بلڪل ويندس، مون واعدو ڪيو آهي ۽ تون؟“

”مان تہ ڪونہ ويندس.“ سالار انڪار ڪيو.

”ڄاڻ نہ سڃاڻ، ٻوٽ لتڪائي ان جي گھر ماني کائڻ هليو وڃان.“

”اها ڊاڪٽر سبط علي صاحب جي وڏي سوٽ آهي ۽ مون کان وڌيڪ تہ تنهنجي ڄاڻ سڃاڻ آهي ان سان.“ فرقان چيو.

”اهو ٻيو معاملو هيو. ان کي مدد جي ضرورت هئي، مون مدد ڪئي ۽ بس ايترو ئي ڪافي آهي. ان جا پٽ هتي هجن ها تہ ٻي ڳالھ هئي، ليڪن ائين اڪيلين عورتن جي گھر ۾ تہ ڪڏهن ڪونہ ويندس.“ سالار سنجيدو هيو.

”مان ڪهڙو اڪيلو ويندس يار! زال ۽ ٻارن کي گڏ وٺي ويندس. مون کي خبر آهي تہ انهن وٽ منهنجو اڪيلو وڃڻ مناسب ڪونہ آهي. نوشين بہ ان سان ملي خوش ٿيندي“

”ها، پوءِ ٺيڪ آهي ٻاچائي سان هليو وڃجان، ڪا ڳالھ ڪانهي.“ سالار مطمئن ٿيو.

”مان وڃان.....؟ تو کي بہ گڏ هلڻو آهي، ان تو کي بہ دعوت ڏني آهي.“

”مان تہ ڪونہ ويندس، مون وٽ ايترو وقت ڪونهي. تون ٿي اچجان، ڪافي آهي.“ سالار لاپرواهي سان چيو.

"تون انهن جو خاص مهمان آهين. تو ڪان سواءِ ته سڀ ڪجهه اجايو ٿي ويندو."
سالار کي ان جو لهجو ڪجهه عجيب لڳو. ان ڪنڌ ورائي فرقان کي ڏٺو. اهو مرڪي رهيو هيو.
"ڇا مطلب؟"
"منهنجو خيال آهي تون ان کي ڄاڻي (نياڻو) طور پسند اچي ويو آهين."
"فضول ڳالهيون نه ڪندو ڪر." سالار ان کي ناراضگي مان ڏٺو.
"چڱو .... ڏسي رهجان. ان گهر مان تنهنجي لاءِ رشتي جي آڇ (پروپوزل) ايندي سعيده امان کي تون هر طرح سان سٺو لڳو آهين. ان مون کان تنهنجي باري ۾ هڪڙي هڪڙي ڳالهه پڇي آهي. اهو به ته تنهنجي شادي ڪرڻ جو ارادو آهي يا نه. جيڪڏهن آهي ته ڪيستائين ڪرڻ جو ارادو آهي. مون چيو ته جيئن ئي ڪنهن سٺي رشتي جي آڇ ملي اهو هڪدم شادي ڪندو. پوءِ اها پنهنجي ڏي جي باري ۾ ٻڌائڻ لڳي. هاڻي اها پنهنجي ڏي جون جيتريون تعريفون ڪري رهي هئي، جيڪڏهن اسان ان مان اڌ به سچ سمجهون. ته به اها ڇوڪري ...... نالو ڪهڙو ٿي ورتائين ..... ها آمنه ..... تنهنجي لاءِ بهترين ٿيندي."
"تو کي شرم اچڻ کپي، اها ڊاڪٽر سبط علي جي مائٽياڻي آهي ۽ تون ان جي باري ۾ فضول ڳالهيون ڪري رهيو آهين." سالار ان کي چڙيو.
فرقان سنجيده ٿي ويو.
"مان ڪا غلط ڳالهه ڪو نه ڪري رهيو آهيان. تنهنجي لاءِ ته اها اعزاز جي ڳالهه هجڻ کپي ته تنهنجي شادي ڊاڪٽر سبط علي جي خاندان ۾ ٿئي ...."
"فرقان! بس خاموش ٿي وڃ. انهي مسئلي تي گهڻو بحث ٿيو هاڻي ختم ڪر." سالار سختي سان چيو.
"چڱو ٺيڪ آهي، ختم ٿا ڪيون. ڪڏهن ٻئي دفعي ڳالهائينداسين."
فرقان اطمينان سان چيو. سالار ڪنڌ ورائي ان کي ڇيندڙ نظرن سان ڏٺو.
"گاڏي ٿو هلائين، سڙڪ تي ڌيان رک." فرقان ان جي ڪلهي تي ٿڦڪي هڻندي چيو. سالار ڪجهه ناراضگي جي حالت ۾ سڙڪ ڏانهن ڌيان ڏيڻ لڳو.

❊ ❊ ❊

سعيده امان سان انهن جو رابطو اتي ختم ڪو نه ٿيو.
ڪجهه ڏينهن کان پوءِ اهي هڪڙي شام جو ڊاڪٽر سبط علي وٽ هيا جڏهن ان ليڪچر کان پوءِ انهن ٻنهي کي ترسايو.
"سعيده آپا توهان سان ملڻ ٿي گهري، مون کي اها چئي رهي هئي ته مان ان کي توهان وٽ وٺي وڃان. مون ان کي ٻڌايو ته شام جو اهي مون وٽ ايندا. توهان هتي ئي ملو. توهان شايد ڪو واعدو ڪيو هيو ان وٽ وڃڻ جو پر ويا ڪو نه."
فرقان معنيٰ خيز نظرن سان سالار کي ڏٺو. اهو نظرون چورائي ويو.

”نہ. اسان سوچي رهيا هياسين مگر ڪجهہ مصروفيت هئي انهيءَ ڪري ڪونہ وڃي سگهياسين.“ فرقان جواب ۾ چيو.

اهي ٻئي ڊاڪٽر سبط علي سان گڏجي مهمانن کي ويهارڻ واري ڪمري ۾ هليا آيا، جتي ڪجهہ دير کان پوءِ سعيده امان بہ اچي وئي ۽ اچڻ سان ئي ان جي شڪايتن ۽ ناراضگين جو سلسلو شروع ٿي ويو. فرقان ان کي مطمئن ڪرڻ جي ڪوشش ڪندو رهيو جڏهن تہ سالار ماٺ ڪيون ويٺو رهيو.

ايندڙ هفتي موڪل جي ڏينهن تي فرقان سالار کي سعيده امان وٽ وڃڻ جو پروگرام ٻڌايو. سالار کي اسلام آباد ۾ اتان پوءِ ڳوٺ وڃڻو هيو انهيءَ ڪري ان پنهنجي مصروفيت جي مجبوري ٻڌائي سعيده امان کان معافي گهري.

هفتيوار موڪل واري ڏينهن کان پوءِ لاهور واپسي تي فرقان ان کي سعيده امان وارن وٽ گذاريل وقت جي باري ۾ ٻڌايو. اهو پنهنجن ٻارن ٻچن سان اتي ويو هيو.

”سالار! مان سعيده امان جي ڌي سان بہ مليو هيس.“

فرقان ڳالهہ ٻڌائيندي اوچتو چيو.

”ڏاڍي سلڇڻي ڇوڪري آهي. سعيده امان جي ابتڙ گهٽي مانيٽي آهي، بلڪل تو وانگر. توهان ٻنهي جي جوڙي ڏاڍي ٺهندي. نوشين کي بہ گهڻو پسند آئي آهي.“

”فرقان! تون صرف دعوت تائين ئي رهہ تہ سٺو آهي.“ سالار ان کي ٽوڪيو.

”سالار! مان ان باري ۾ گهڻو سنجيدو (سيريس) آهيان.“ فرقان چيو.

”مان بہ سنجيدو (سيريس) آهيان.“ سالار ان ئي انداز ۾ چيو. ”فرقان! توکي خبر آهي تہ تون جيترو شادي لاءِ زور ڀرين ٿو منهنجي شادي کان ايتري ئي دل ڀرجي وڃي ٿي ۽ اهو سڀ تنهنجين انهن ڳالهين جي ڪري ئي آهي.“

سالار صوفي تي ٽيڪ ڏيندي چيو.

”منهنجي ڪري نہ. تون صاف صاف اهو ڇو نٿو چوين تہ تون امامہ جي ڪري شادي نٿو ڪرڻ گهرين.“

فرقان هڪدم سنجيدو ٿي ويو.

”ٺيڪ آهي .... صاف صاف چئي ٿو ڇڏيان، مان امامہ جي ڪري شادي ڪرڻ نٿو گهران پوءِ....؟“ سالار سرد مهري سان چيو.

”اها هڪڙي ٻاراڻي سوچ آهي.“ فرقان ان کي غور سان ڏسندي چيو.

”صحيح. بلڪل ٺيڪ. ٻاراڻي سوچ آهي پوءِ؟“ سالار ڪلها لوڏيندي چيو.

”تڏهن بہ توکي ان کان ڇوٽڪارو حاصل ڪرڻ گهرجي.“ فرقان نرمي سان چيو.

”مان ان کان جان ڇڏائڻ نٿو گهران... پوءِ؟“ سالار تڙي ڪڙي ان کي چيو. فرقان ڪجهہ دير تائين لاجواب ٿي ان کي ڏسندو رهيو.

”تون منهنجي سامهون ٻيهر سعيده امان جي ڌي جي ڳالهہ نہ ڪجان ۽ اها جيڪڏهن تو

سان انهي باري ۾ ڳالهه ڪئي به ته تون صاف صاف چئي ڇڏجان ته مون کي شادي ناهي ڪرڻي، مان شادي شده آهيان.“

”ٺيڪ آهي توسان انهيءَ باري ۾ ڳالهه ڪونه ڪندس. ڪاوڙ ۾ اچڻ جي ضرورت ڪونهي.“

فرقان هٿي هٿ مٿي ڪندي آئي ميجڻ واري انداز ۾ چيو.

❊ ❊ ❊

مون کي توسان ڪجهه ضروري ڳالهيون ڪرڻيون آهن. انهيءَ ڪري توکي گهرايو آهي.“ سڪندر مرڪندي سالار کي ويهڻ جو اشارو ڪيو. اهو طيبه سان گڏ هال ۾ ويٺو هيو ۽ سالار انهن جي فون ڪرڻ تي ان هفتيوار موڪل جي ڏينهن اسلام آباد آيو هيو.

سڪندر عثمان ڪجهه واڪاڻ ڪرڻ وارين نظرن سان پنهنجي ٽئين نمبر پٽ کي ڏٺو. اهو ڪجهه دير اڳ انهن سان گڏجي ماني کائڻ کان پوءِ هاڻي ڪپڙا تبديل ڪري انهن وٽ آيو هيو. سفيد سلوار قميص ۽ گهر ۾ پائڻ واري ڪاري چپل ۾ اهو پنهنجي عام حُليي جي باوجود گهڻو باوقار لڳي رهيو هيو. شايد اها ان جي چهري جي سنجيدگي هئي يا وري شايد اهو اڄ پهريون ڀيرو ڪيترن سالن کان پوءِ ان کي گهڻي غور سان ڏسي رهيو هيو ۽ اهو دل ۾ اعتراف ڪري رهيو هيو ته ان جي شخصيت ۾ گهڻو وقار ۽ سونهن اچي وئي آهي.

انهن ڪڏهن سوچيو به ڪو نه هيو ته سالار جي ڪري انهن کي پنهنجي سماجي لڏي (سوشل سرڪل) ۾ اهميت ۽ عزت ملندي. انهن کي خبر هئي ته گهڻين جاين تي هاڻي انهن جو تعارف سالار سڪندر جي حوالي سان ٿيندو هيو ۽ انهن کي ان تي خوشگوار حيرت ٿيندي هئي. ان پنهنجي نوجواني جي عمر ۾ انهن کي گهڻو خوار ۽ پريشان ڪيو هيو ۽ هڪڙو وقت هيو جڏهن انهن کي پنهنجي ان پٽ جو مستقبل سيني کان اونداهو لڳندو هيو. پنهنجي سموري عمر، معمولي صلاحيتن ۽ قابليتن جي باوجود، مگر ان جا اندازا ۽ خدشا صحيح ثابت ڪونه ٿيا هئا.

طيبه سُڪل ميوي جي پليٽ سالار ڏانهن وڌائي سالار پستن جا ڪجهه داڻا کنيا.

”مان تنهنجي شادي جي باري ۾ ڳالهائڻ ٿو گهران.“

وات ۾ پستا وجهندي اهو هڪدم رڪجي ويو ان جي چهري جي مرڪ غائب ٿي وئي. سڪندر عثمان ۽ طيبه گهڻي خوشگوار موڊ ۾ هيا.

”سالار! هاڻي توکي شادي ڪرڻ گهرجي.“

سڪندر چيو. سالار غير محسوس انداز ۾ هٿ ۾ ڪنيل پستا ٻيهر پليٽ ۾ رکي ڇڏيا.

”مان ۽ طيبه حيران ٿي رهيا هياسين ته ايترا رشتا ته تنهنجن ڀائرن مان ڪنهن لاءِ ڪو نه آيا هيا، جيترا تنهنجي لاءِ اچي رهيا آهن.“

سڪندر سرهو ٿيندي چيو.

”مون سوچيو ته توسان ڪجهه ڳالهه ٻولهه ڪريون.“

اهو ماٺ ڪيون انهن کي ڏسندو رهيو.

"زاهد همدانيءَ صاحب کي سڃاڻين ٿو؟" سڪندر عثمان هڪڙي وڏي گهڻ قومي (ملٽي نيشنل) ڪمپني جي سربراهه جو نالو ورتو.

"جي.... ان جي ڌي مون سان گڏ ڪم ڪندي آهي."

"رمشا نالو اٿس شايد؟"

"جي"

"ڪهڙي ڇوڪري آهي؟"

اهو سڪندر عثمان جي چهري کي غور سان ڏسڻ لڳو ان جو سوال تمام گهڻو "چٽو" هيو.

"سٺي آهي." ان ڪجهه گهڙين کان پوءِ چيو.

"تو کي پسند آهي؟"

"ڪهڙي لحاظ کان؟"

"مان رمشا جي رشتي (پروپوزل) جي ڳالهه ڪري رهيو آهيان." سڪندر عثمان سنجيدو ٿيندي چيو.

"زاهد گذريل ڪيترن هفتن کان مون سان انهي سلسلي ۾ ڳالهائي رهيو آهي. پنهنجي زال سان گڏ اهو هڪ ٻه ڀيرا اسان وٽ آيو به آهي. اسان به انهن جي گهران تي آيا آهيون. گذريل هفتيوار موڪل جي ڏينهن تي رمشا سان به مليا آهيون. مون کي ۽ طيبه کي ته ڏاڍي سٺي لڳي آهي، خوبصورت آهي، ڳالهائڻ ٻولهائڻ ۾ به سٺي ڊينگ واري (وئيل بهئيوڊ) آهي ۽ تو سان به ان جي گهڻي دوستي آهي. انهن جي خواهش آهي بلڪ زور ڪري رهيا آهن ته تنهنجي ذريعي ٻنهي گهراڻن ۾ ڪا مٽي ماٽي ٿي وڃي."

"بابا! منهنجي رمشا سان دوستي ڪونهي" سالار جهيڻي ۽ پختي آواز ۾ چيو.

"اها مون سان گڏ ڪم ڪندي (ڪُليگ) آهي، جاڻ سڃاڻ آهي ۽ ان ۾ ڪو شڪ ڪونهي ته ڏاڍي سٺي ڇوڪري آهي مگر مان ان سان شادي ڪرڻ نٿو گهران."

"تنهنجو رايو ڪٿي ٻئي هنڌ آهي؟"

سڪندر ان کان پڇيو. اهو ماٺ رهيو. سڪندر ۽ طيبه هڪ ٻئي ڏٺو.

"جيڪڏهن تنهنجو ڪٿي ٻئي هنڌ رايو آهي ته اسان کي ڪو اعتراض ڪونهي بلڪ اسان کي خوشي ٿيندي اتي تنهنجي شادي جي ڳالهه ڪندي ۽ يقينن اسان انهي سلسلي ۾ تو تي ڪو دٻاءُ به ڪونه وجهنداسين." سڪندر پيار مان چيو.

"مان گهڻو عرصو اڳ شادي ڪري چڪو آهيان."

هڪڙي ڊگهي خاموشي کان پوءِ ان ائين ئي ڪنڌ جهڪائي جهيڻي لهجي ۾ چيو. سڪندر کي اهو سمجهڻ ۾ ڪا ڏکيائي ڪو نه ٿي ته ان جو اشارو ڪنهن جي لاءِ هيو. ان جي چهري تي هڪدم سنجيدگي اچي وئي.

"امامه جي ڳالهه پيو ڪرين؟"

اهو ماٺ رهيو. سڪندر گهڻي دير تائين بي يقيني سان ان کي ڏسندو رهيو.

"ايتري عرصي کان انهي ڪري شادي نٿو ڪرين؟"

سڪندر کي ڄڻ هڪڙو جهٽڪو لڳو هيو. ان جو خيال هيو تہ اهو ان کي وساري چڪو آهي. آخر اها اٺ سال پراڻي ڳالهہ هئي.

”هن وقت تائين تہ اها شادي ڪري چڪي هوندي، پنهنجي زندگي آرام سان گذاري رهي هوندي. تنهنجي ۽ ان جي شادي تہ ڪڏهوڪو ختم ٿي وئي.“ سڪندر ان کي چيو.

”نہ بابا! ان سان منهنجي شادي ختم ڪونهي ٿي.“ ان پهريون ڀيرو ڪنڌ مٿي ڪري چيو.

”تو ان کي نڪاح نامي ۾ طلاق جو اختيار ڏنو هيو ۽.... مون کي ياد آهي تہ تو ان کي ڳولڻ گهريو ٿي تہ طلاق ڏئي سگهين.“ سڪندر ڄڻ ان کي ياد ڏياريو.

”مون ان کي ڳوليو هيو مگر اها مون کي ڪو نہ ملي ۽ ان کي اها خبر ڪونهي تہ ان وٽ طلاق جو اختيار آهي. اها جتي بہ هوندي اڃا تائين منهنجي ئي زال هوندي“

”سالار! اٺ سال گذري ويا آهن. هڪ ٻن سالن جي تہ ڳالهہ ڪونهي. ٿي سگهي ٿو ان کي خبر پئجي وئي هجي تہ ان وٽ طلاق جو اختيار آهي. اهو ممڪن ڪونهي تہ اها اڃا تائين تنهنجي زال هجي.“ سڪندر ڪجهہ بيزاري سان چيو.

”مون کان علاوه ٻيو ڪو تہ ان کي اهو نٿو ٻڌائي سگهي ۽ مون ان کي انهي حق جي باري ۾ ڪونهي ٻڌايو ۽ جيستائين اها منهنجي نڪاح ۾ آهي مون کي ڪٿي ٻئي هنڌ شادي ڪونهي ڪرڻي.“

”تنهنجو ان سان رابطو (ڪانٽيڪٽ) آهي؟“ سڪندر تمام گهٽي جهيڻي آواز ۾ چيو.

”نہ.“

”اٺن سالن کان تنهنجو ان سان رابطو ڪونهي ٿيو. جيڪڏهن سڄي عمر نہ ٿئي تہ تون ڇا ڪندين؟“

اهو خاموش رهيو. ان وٽ انهي سوال جو ڪو جواب ڪو نہ هيو.

سڪندر عثمان ڪجهہ دير تائين ان جي جواب جو انتظار ڪندو رهيو.

”تو مون کي ڪڏهن ائين ڪونہ چيو تہ تون ان ڇوڪري سان جذباتي طور ڦاٿل (اموشنلي انوالوڊ) آهين. تو تہ مون کي اهو ئي ٻڌايو هيو تہ تو صرف وقتي طور تي ان جي مدد ڪئي هئي، ان ڪنهن ٻئي ڇوڪري سان شادي ڪرڻ ٿي گهري وغيره وغيره.“

سالار ان ڀيري بہ ماٺ رهيو.

سڪندر عثمان چپ چاپ ان کي ڏسندو رهيو. اهي پنهنجي ان ٽئين نمبر پٽ کي ڪڏهن بہ سمجهي ڪونہ سگهيا هيا. ان جي دل ۾ ڇا هيو اهي ان تائين ڪڏهن نٿي پهچي سگهيا. جنهن ڇوڪريءَ لاءِ اهو اٺ سال وڃائي چڪو هيو ۽ باقي زندگي غرق ڪرڻ لاءِ تيار هيو ان سان ان جي جذباتي تعلق جي شدت ڪيتري ٿي سگهي ٿي اها هاڻي شايد لفظن ۾ بيان ڪرڻ جي ان کي ضرورت ڪونہ هئي. ڪمري ۾ ماٺ جو هڪڙو ڊگهو وقفو آيو پوءِ سڪندر عثمان اٿي پنهنجي ڪمري ۾ هليو ويو. اهو ڪجهہ منٽن کان پوءِ موٽي آيو. صوفي تي ويهڻ کان پوءِ ان سالار ڏانهن هڪڙو لفافو وڌايو ان سوال ڪرڻ وارين نظرن سان ان کي ڏسندي ان کان اهو لفافو وٺي ورتو.

"امامہ مون سان رابطو ڪيو هيو."

ان جو ساهہ سڪي ويو. سڪندر عثمان هڪڙو پيرو وري صوفي تي ويهي چڪو هيو.

"اها پنجن ڇهن سالن کان اڳ جي ڳالهہ آهي. ان توسان ڳالهائڻ تي گهريو. فون ناصره کنيو هيو ۽ ان امامہ جو آواز سڃاڻي ورتو هيو. تڏهن تون پاڪستان ۾ هئين. ناصره تنهنجي بجاءِ ان جي ڳالهہ مون سان ڪرائي. ان مون کي چيو تہ مان ان سان تنهنجي ڳالهہ ڪرايان. مون ان کي ٻڌايو تہ تون مري چڪو آهين. مون نٿي گهريو تہ اها توسان رابطو ڪري ۽ جنهن مصيبت کان جان ڇڏائي چڪا هياسون ان ۾ ٻيهر ڦاسون. مون کي يقين هيو تہ اها منهنجي ڳالهہ تي اعتبار ڪري ويندي ڇو تہ تون ڪيترا ڀيرا خودڪشي جي ڪوشش ڪري چڪو هئين. اها وسيم جي ڀيڻ هئي تنهنجي باري ۾ ان کي سڀ ڪجهہ معلوم هوندو. گهٽ ۾ گهٽ هڪڙي اهڙي ڪوشش جي تہ اها پاڻ شاهد هئي. مان ان کي نڪاح نامي ۾ موجود طلاق جي اختيار جي باري ۾ ٻڌائي ڪو نہ سگهيس. نہ ئي ان طلاق نامي جي باري ۾ جيڪو مون تنهنجي طرفان تيار ڪرايو هيو. توکي جڏهن مون آمريڪا موڪليو هيو تہ تو کان هڪڙي اڇي پني تي صحيح ڪرائي هئي. مون گهريو ٿي تہ مون کي ضرورت پوي تہ مان پاڻ ئي طلاق نامو تيار ڪرائي وٺان. اهو قانوني يا جائز هيو يا نہ ان جي خبر ڪونهي مگر مون اهو تيار ڪرائي ڇڏيو هيو ۽ مان امامہ کي ان جي باري ۾ ٻڌائڻ گهريو ٿي ۽ ان کي سمورا ڪاغذ بہ ڏيڻ گهريا ٿي مگر ان فون بند ڪري ڇڏيو. مون نمبر جي جاچ ڪرائي اهو پي سي او جو نمبر هيو. ان جي ڪجهہ ڏينهن کان پوءِ ويهن هزارن جا ڪجهہ ٽريولرز چيڪ ان پوسٽ جي ذريعي مون کي موڪليا انهن سان گڏ هڪڙو خط بہ هيو. شايد تو ان کي ڪجهہ رقم ڏني هئي. ان اها واپس ڪئي هئي. مون توکي انهي ڪري ڪونہ ٻڌايو ڇو تہ مون نٿي گهريو تہ تون ٻيهر ان معاملي ۾ ملوث ٿي وڃين. مان امامہ جي خاندان کان ڊڄل هيس. مون کي انديشو هيو تہ اهي ان وقت بہ تنهنجي تاڙ ۾ هوندا ۽ مون گهريو ٿي تہ تون پنهنجي مستقبل (ڪيريئر) کي ڌاهڻ ۾ رڌل رهين."

اهو لفافي کي هٿ ۾ پڪڙيون رنگ بدليندڙ چهري سان سڪندر عثمان کي ڏسندو رهيو ڪنهن وڏي هوشياري سان ان جي جسم مان جان ڪڍي ورتي هئي. ان لفافي کي ميز تي رکي ڇڏيو. ان نٿي گهريو تہ سڪندر ۽ طيبہ ان جي هٿ جي ڏڪڻي کي ڏسي وٺن..... انهن ڏسي ورتو هيو مگر ان جا حواس ڪجهہ گهڙين لاءِ بلڪل ڪم ڪرڻ ڇڏي ويا هيا. پنهنجي سامهون پيل ميز تي رکيل ان لفافي تي هٿ رکيون اهو ڪجهہ دير تائين ان کي ڏسندو رهيو پوءِ ان کي ٽيبل تي رکي رکي هن ان جي اندران موجود ڪاغذ کي ڪڍي ورتو.

پيارا چاچا سڪندر!

مون کي توهان جي پٽ جي وفات جو ٻڌي گهڻو افسوس ٿيو. منهنجي ڪري ڪجهہ سال اڳ توهان کي گهڻي پريشاني کي منهن ڏيڻو پيو مان ان لاءِ شرمندي ۽ معذرت

خواهہ آهيان. مون کي سالار کي ڪجهہ رقم ڏيڻي هئي، اها مان توهان کي موڪلي رهيا آهيان.

خدا حافظ

امامہ هاشم.

سالار کي لڳو اهو واقعي مري ويو آهي، مرجهايل ڇهري سان ان ڪاغذ جي ان ٽڪري کي ٻيهر لفافي ۾ وجهي ڇڏيو. ڪجهہ ٻہ ڪچڻ ڪانسواءِ ان لفافو کنيو ۽ اٿي بيهي رهيو. سڪندر ۽ طيبہ گم سم ان کي ڏسي رهيا هيا. جڏهن اهو سڪندر جي ڀرسان لنگهي رهيو هيو تہ اهو بہ اٿي ويو.

"سالار......!"

اهو بيهي رهيو. سڪندر ان جي ڪلهي تي هٿ رکيو.

"جيڪو ڪجهہ بہ ٿيو .... اڻ ڄاڻائي ۾ ٿيو. مون کي خبر ڪونہ هئي تہ تون ..... جيڪڏهن تو ڪڏهن مون کي امامہ جي باري ۾ پنهنجن احساسن (فيلنگز)جي باري ۾ ٻڌايو هجي ها تہ مان ڪڏهن بہ اهو سڀ ڪجهہ ڪو نہ ڪريان ها. مان ان سموري معاملي کي ڪنهن ٻئي طريقي سان سلجهايان ها يا وري ان سان تنهنجو رابطو ڪرايان ها. پنهنجي دل ۾ منهنجي باري ۾ ڪا شڪايت يا گلا نہ رکجان."

سالار ڪنڌ مٿي ڪونہ ڪيو. ان سان اکيون ڪونہ ملايون مگر مٿي کي ٿوري حرڪت ڏني. ان سان ڪا شڪايت ڪونہ هئي. سڪندر ان جي ڪلهي تان هٿ هٽائي ڇڏيو.

اهو ٽڪرو ٽڪرو ڪمري مان نڪري ويو. سڪندر گهريو ٿي تہ اهو اتان هليو وڃي. انهن ان جي ڇپن کي ڪنهن ٻار وانگر ڏڪندو ڏٺو هيو. اهو وري وري انهن کي پڪوڙي پاڻ کي قابو ۾ رکڻ جي ڪوشش ڪري رهيو هيو. ڪجهہ گهڙيون وڌيڪ اتي بيهي ها تہ شايد سڏڪا ڀري روئڻ شروع ڪري ڇڏي ها. سڪندر پنهنجي پڇتاءَ ۾ وڌيڪ اضافو ڪرڻ نٿي گهريو.

طيبہ ان سموري گفتگو ۾ ڪا مداخلت ڪو نہ ڪئي، مگر سالار جي ٻاهر وڃڻ کان پوءِ ان سڪندر جي دل رکڻ جي ڪوشش ڪئي.

"پريشان ٿيڻ جي ضرورت ڪونهي، توهان جيڪو ڪجهہ ڪيو ان جي ڀلائي لاءِ ڪيو اهو سمجهي ويندو."

اها سڪندر جي منهن مان ان جي ذهني ڪيفيت جو اندازو لڳائي سگهي ٿي. سڪندر هڪڙو سگريٽ دکايون ڪمري ۾ چڪر لڳائي رهيو هيو.

"اها منهنجي زندگي جي سڀ کان وڏي غلطي هئي، مون کي سالار کان پڇڻ ڪانسواءِ يا ان کي ٻڌائڻ ڪانسواءِ اهو سڀ ڪجهہ ڪرڻ نہ کپندو هيو مون کي امامہ سان اهڙو ڪوڙ بہ ڳالهائڻ نہ گهربو هيو.... مون کي .... "

اهو ڳالهہ اڌ ۾ ڇڏي افسوس واري نموني ۾ هڪڙي هٿ کي مٺ جي صورت ۾ پڪوڙيون دريءَ ۾ وڃي بيهي رهيو.

❋ ❋ ❋

گاڏي گهڻي محتاط انداز ۾ ان سڙڪ تي ترڪي رهي هئي. سالار ڪيترن سالن کان پوءِ پهريون ڀيرو ان سڙڪ تي رات جي ان وقت گاڏي هلائي رهيو هيو. اها رات ان جي اکين جي سامهون ڪنهن فلم وانگر هلي رهي هئي. ان کي لڳو اٺ سال اڏري گم تي ويا آهن. سڀ ڪجهه اهو ئي هيو. اتي ئي هيو.

ڪوئي آهستڙي اچي ان جي پرسان ويٺو. ان پنهنجو پاڻ کي فريب جي چنبي ۾ وڃڻ ڏنو. ڪنڌ ورائي پرسان واري سيٽ ڏانهن ڪونه ڏٺو ان وهم کي حيقيقت ٿيڻ ڏنو. چاٽي ٻجهي ڪليل اکين سان. ڪوئي هاڻي سڏڪا ڀري روئي رهيو هيو.

پيارا چاچا سڪندر!

مون کي توهان جي پٽ جي وفات جو ڏاڍي گهڻو افسوس ٿيو. منهنجي ڪري ڪجهه سال اڳ توهان کي گهڻي پريشاني کي منهن ڏيڻو پيو مان ان لاءِ شرمندي ۽ معذرت خواهه آهيان. مون کي سالار کي ڪجهه رقم ڏيڻي هئي. اها مان توهان کي موڪلي رهي آهيان.

خدا حافظ

امامه هاشم.

هڪڙو ڀيرو وري ان خط جي لڪت ان جي ذهن ۾ ڦري رهي هئي.

اهو سڪندر عثمان وٽان اچي گهڻي دير تائين پنهنجي ڪمري ۾ خط کنيو ويٺو رهيو.

ان امامه کي ڪا به رقم ڪونه ڏني هئي، مگر ان کي خبر هئي ته ان هن جي ڪهڙي قرض کي موٽايو هيو. موبائيل فون جي قيمت ۽ ان جا بل. اهو خالي ذهن واري حالت ۾ پنهنجي پلنگ تي ويٺو اڌ اونداهي ڪمري جي درين مان ٻاهر ان جي گهر جي عمارت کي ڏسندو رهيو. سموري دنيا هڪدم ڇڻ هر زنده شي کان خالي ٿي وئي هئي.

ان خط جي تاريخ پڙهي، اهو امامه جي گهران نڪرڻ کان تقريباً اڍائي سال پوءِ موڪليو ويو هيو.

اڍائي سالن کان پوءِ جيڪڏهن اها ويهه هزار رپيه ان کي موڪلي رهي هئي ته ان جو مطلب هيو اها خيريت سان هئي. گهٽ ۾ گهٽ ان جا امامه جي باري ۾ خراب انديشا درست ثابت ڪو نه ٿيا هيا. ان کي خوشي هئي ليڪن جيڪڏهن ان اهو سمجهي ڇڏيو هيو ته سالار مري چڪو هيو ته پوءِ اهو ان جي زندگيءَ مان به نڪري ويو هو ۽ ان جو ڪهڙو مطلب هيو ان کي ان جي به خبر هئي.

ڪيترن ڪلاڪن تائين اهو ايئن اتي ويٺو رهيو. پوءِ خبر نه آهي ان جي دل ۾ ڪهڙو خيال آيو. پنهنجي بئگ ڪٽي اهو گهر مان نڪري آيو ۽ هاڻي اهو ان سڙڪ تي هيو. ان ڏنڌ ۾ ان ئي موسم ۾. سڀ ڪجهه ڇڻ ڏونهون ٿي رهيو هيو يا وري ڏنڌ. ڪجهه ڪلاڪن کان پوءِ اهو ان ئي هوٽل واري سروس اسٽيشن تي وڃي پهتو. ان گاڏي روڪي ڇڏي، ڏنڌ ۾ وڪوڙيل اها عمارت هاڻي بلڪل بدلجي وئي هئي. گاڏي کي ڦيرائي سڙڪ تان لاهي اندر ڪاهي آيو. پوءِ دروازو کولي هيٺ لهي آيو. اٺ سال اڳ وانگر اڄ به اتي ماٺ جو راڄ هيو. صرف بلبن جو تعداد اڳ کان گهڻو هيو ان هارون ڪونه وڄايو. انهيءَ

ڪري اندران ڪو بہ ڪونہ نڪتو. ورانڊي ۾ هاڻي اهو پاڻي وارو ڊرم ڪونہ هيو. اهو وراڻڊي مان لنگهي اندر وڃڻ لڳو ان وقت ئي هڪڙو ماڻهو اندران نڪري آيو ان کان اڳ جو اهو ڪجهہ پڇي ها. سالار ان کي چيو.

”مان چانهن پيئڻ گهران ٿو.“

ان اوباسي ڏني ۽ پوئتي هٽي ويو.

”اڇو.....“

سالار اندر هليو ويو. هي اهو ئي ڪمرو هيو مگر اندران ڪجهہ بدليل هيو. پهريان جي مقابلي ۾ ميزن ۽ ڪرسين جو تعداد گهٽيو هيو ۽ ڪمري جي حالت بہ گهٽي بهتر ٿي وئي هئي.

”چانهہ پيئندا يا ان سان گڏ پيو بہ ڪجهہ؟“ ان ماڻهوءَ ڪنڌ ورائي اوچتو پڇيو هيو.

”صرف چانهہ.“

سالار هڪڙي ڪرسي ڇڪي ويهي رهيو.

اهو ماڻهو دخل (ڪائونٽر) جي پنيان چلهو ٻاري رهيو هيو.

”توهان ڪٿان آيا آهيو؟“ ان چانهہ جي لاءِ ڪتلي چلهي تي رکندي سالار کان پڇيو. جواب ڪو نہ مليس.

ان شخص ڪنڌ ورائي ڏٺو. چانهہ پيئڻ لاءِ اچڻ وارو اهو ماڻهو ڪمري جي هڪ ڪنڊ کي ٽڪ ٻڌي ڏسي رهيو هيو. بلڪل پٿر جي ڪنهن بت وانگر بي حس و حرڪت.

اها نماز پڙهي ان جي بلڪل سامهون ميز جي ٻئي پاسي ڪرسي تي اچي ويٺي هئي. ڪجهہ ڳالهائڻ کان سواءِ ان ميز تي رکيل چانهن جو ڪوپ کنيو هيو ۽ چانهہ پيئڻ لڳي هئي. ڇوڪرو ان وقت تائين برگر کڻي آيو هيو ۽ هاڻي ٽيبل تي برگر رکي رهيو هيو. سالار تيز نظرن سان ان برگر جي پليٽ کي ڏسي رهيو هيو جيڪا ان جي سامهون رکي پئي وئي. جڏهن ڇوڪري پليٽ رکي تہ سالار ڇُريءَ سان برگر جي مٿئين اڌ کي کنيو ۽ تنقيدي نظرن سان ان ۾ پريل شين جو جائزو ورتو پوءِ ڇري کڻي ان ڇوڪري کي چيو جيڪو هاڻي امامہ جي برگر جي پليٽ ان جي سامهون رکي چڪو هيو.

”اهو شامي ڪباب آهي.“

اهو پريل شين جي مٿان چڙهيل تهہ کي الڳ ڪري رهيو هيو.

”هي آمليٽ آهي.“ ان هيٺ موجود آمليٽ کي ڇري جي مدد سان ٿورو مٿي ڪيو.

”۽ هي ڪيچپ. تہ چڪن ڪٿي آهي؟ مون توکي چڪن برگر آرڊر لاءِ چيو هيو نہ؟“ ان ڪاوڙيل نموني سان ڇوڪري کي چيو.

امامہ اوستائين خاموشي سان برگر کڻي کائڻ ۾ مصروف ٿي وئي هئي.

”اهو چڪن برگر آهي.“ ڇوڪري ڪجهہ گهٻرائيندي چيو.

”چڪن برگر ڪيئن آهي؟ ان ۾ چڪن تہ آهي ڪو نہ.“سالار چِٽو ڪري چيو.

”اسان ان کي ئي چڪن برگر چوندا آهيون.“ اهو ڇوڪرو هاڻي مايوس ٿي رهيو هيو.

”۽ جيڪو سادو برگر آهي ان ۾ ڇا وجهندا آهيو؟“
”ان ۾ بس شامي ڪباب هوندو آهي. بيدو ڪو نہ هوندو آهي.“
”۽ بيدي وجهڻ سان سادو برگر چڪن برگر ٿي ويندو آهي. ڇو تہ بيدي مان ڪُڪڙ نڪرندي آهي ۽ ڪڪڙ جي گوشت کي چڪن چوندا آهن. انهي ڪري سڌو سنئون (ڊائريڪٽلي) نہ تہ اڻ سڌي طرح (ان ڊائريڪٽلي) اهو چڪن برگر ٿئي ٿو.“
سالار وڏي سنجيدگيءَ سان چيو. اهو ڇوڪرو ڪجهہ شرمائيندي کِليو. امامہ انهن ٻنهي جي گفتگو تي ڌيان ڏيڻ کان سواءِ هٿ ۾ پڪڙيل برگر کائڻ ۾ مصروف هئي.
”ٺيڪ آهي. وڃ.“ سالار چيو.
ڇوڪري يقيناً سک جو ساهہ کنيو ۽ اتان گم ٿي ويو. ڇري رکي سالار ڪاٻي هٿ سان برگر کڻي ورتو. برگر کائيندي امامہ ڦهريون پيرو پليٽ مان سالار جي ڇپن تائين کاٻي هٿ ۾ پڪڙيل برگر جي سفر کي تعجب وارين نظرن سان ڏٺو ۽ اهو تعجب هڪڙي گهڙيءَ ۾ گم ٿي ويو هيو. اها هڪڙو پيرو وري برگر کائڻ ۾ مصروف هئي. سالار پنهنجي برگر کي ڏندن سان ڪٽيو هڪڙي گهڙي لاءِ وات ۾ چباڙيائين ۽ پوءِ برگر کي پنهنجي پليٽ ۾ اڇلائي ڇڏيائين.
”بيڪار برگر آهي. تون ڪيئن کائي رهي آهين؟“ سالار مشڪل سان وات ۾ وڌل گراهہ کي نڙي مان ڳهندي چيو.
”ايترو خراب ڪونهي جيترو تو کي لڳي ٿو.“ امامہ بي تاثر انداز ۾ چيو هيو.
”هر ڳالهہ ۾ تنهنجو معيار (اسٽينڊرڊ) گهٽو هيٺ آهي امامہ! اهو چاهي برگر هجي يا مڙس.“
برگر کائيندي امامہ جو هٿ رڪجي ويو. سالار ان جي سفيد ڇهري کي هڪدم ڳاڙهو ٿيندي ڏٺو. سالار جي ڇهري تي چڙ ڏيارڻ واري مُرڪ اچي وئي.
”مان جلال انصر جي ڳالهہ پيو ڪريان.“ ان جڻ امامہ کي ياد ڏياريو هيو.
”تون صحيح ٿو چوين.“ امامہ پرسڪون لهجي ۾ چيو.
”منهنجو معيار (اسٽينڊرڊ) واقعي گهٽ آهي.“ اها هڪڙو پيرو وري برگر کائڻ لڳي.
”مون سوچيو تون برگر کي منهنجي منهن تي هڻنديئن.“ سالار دبيل مرڪ سان چيو.
”مان رزق جهڙي نعمت کي ڇو ضايع ڪنديس.“
”اهو ايترو خراب برگر نعمت آهي؟“ ان ٺٺول ڪرڻ واري انداز ۾ چيو.
”۽ ڪهڙيون ڪهڙيون نعمتون آهن هن وقت تو وٽ.....“
”انسان الله تعاليٰ جي نعمتن جو شڪر ادا ڪري ئي نٿو سگهي. اها منهنجي زبان تي ذائقو چکڻ واري جيڪا حِس آهي اها ڪيتري وڏي نعمت آهي جو مان جيڪا شي کاوان ٿي تہ مان ان جو ذائقو محسوس ڪري سگهان ٿي. گهڻائي ماڻهو ان نعمت کان بہ محروم هوندا آهن.“
”۽ انهن ماڻهن جي لسٽ ۾ سڀ کان مٿي سالار سڪندر جو نالو هوندو ايئن نہ؟“
ان امامہ جي ڳالهہ پوري ٿيڻ کان اڳ ئي تيز آواز ۾ ان جي ڳالهہ ڪٽي هئي.

"سالار سڪندر گهٽ ۾ گهٽ اهڙيون شيون ڪائي ڪو مزو وٺي نٿو سگهي."

ان ماڻهوءَ چانهه جو ڪوپ ان جي سامهون رکيو. سالار هڪدم چرڪ ڀريو. سامهون واري ڪرسي تہ خالي هئي.

"ان سان گڏ ڪجهه بيو ڪيپي؟" ان ماڻهوءَ بيٺي بيٺي وري پڇيو.

"نہ، بس چانهه ڪافي آهي." سالار چانهه جو ڪوپ پاڻ ڏانهن سرڪائيندي چيو.

"توهان اسلام آباد کان آيا آهيو؟" ان پڇيو.

"ها...."

"لاهور وڃي رهيا آهيو؟" ان هڪڙو بيو سوال ڪيو.

ان ڀيري سالار مٿي جي اشاري سان جواب ڏنو. اهو هاڻي چانهه جو ڍڪ ڀري رهيو هيو.
ان ماڻهوءَ کي شڪ ٿيو تہ ان چانهه پيئڻ واري شخص جي اکين ۾ هلڪي آلاڻ ڏٺي آهي.

"مان ڪجهه دير جي لاءِ هتي اڪيلو ويهڻ ٿو گهران." ان چانهه جو ڪوپ ميز تي رکندي مٿو مٿي ڪرڻ کان سواءِ چيو.

اهو ماڻهو ڪجهه عجب مان ان کي ڏسندو واپس بورچيخاني ۾ هليو ويو ۽ اجاين ڪمن ۾ مصروف ٿي وقت بہ وقت سالار کي بہ تاڙيندو رهيو.

پورن پندرهن منٽن کان پوءِ ان سالار کي ميز کي ڇڏي ڪمري مان ٻاهر نڪرندي ڏٺو. اهو تڪڙو تڪڙو بورچيخاني مان نڪري ڪمري ۾ آيو مگر ان کان اڳ جو اهو سالار جي پٺيان ٻاهر وڃي ها. ميز تي خالي ڪوپ جي هيٺان رکيل هڪڙي نوٽ ان کي روڪي ورتو. اهو واڻڙو ٿي ان نوٽ کي ڏسندو رهيو پوءِ ان اڳتي وڌي نوٽ کنيو ۽ تڪڙو ڪمري مان ٻاهر نڪري آيو. سالار جي گاڏي ان وقت واپس ٿي مين روڊ تي وڃي رهي هئي. ان ماڻهوءَ حيراني مان ان پري ويندڙ گاڏي کي ڏنو پوءِ هٿ ۾ پڪڙيل هزار جي نوٽ کي ورانڊي ۾ لڳل ٽيوب لائيٽ جي روشني ۾ ڏٺو.

"نوٽ اصلي آهي مگر ماڻهو بيوقوف ......."

ان پنهنجي خوشي تي قابو پائيندي چپن ۾ تبصرو ڪيو ۽ نوٽ کي کيسي ۾ وجهي ڇڏيو.

❊ ❊ ❊

سڪندر عثمان صبح جو نيرن جي ماني کائڻ لاءِ هال ۾ ميز تي آيو تہ بہ ان جي ذهن ۾ سڀ کان پهريائين سالار جو ئي خيال آيو.

"سالار ڪٿي آهي؟ ان کي سڏ ڪيو." ان ملازم کي چيو.

"سالار صاحب تہ رات جو ئي هليو ويو."

طيبہ ۽ سڪندر بي اختيار هڪٻئي جي منهن ۾ ڏسڻ لڳا.

"ڪاڏي هليو ويو......؟ ڳوٺ؟"

"نہ، واپس لاهور هليو ويو. چئي رهيو هيو ڪو ئي ضروري ڪم آهي، مان صبح جو توهان کي ٻڌائي ڇڏيان."

سڪندر هڪدم اٿي فون ڏانهن ويو. ان سالار جو نمبر ملايو. موبائيل بند هيو. هن ان جي فليٽ جو نمبر ملايو.

اتي فون رڪارڊ ڪرڻ واري مشين لڳيل هئي. ان پيغام رڪارڊ ڪرائڻ کان سواءِ فون بند ڪري ڇڏيو. ڪجهه پريشاني ۾ اهو ٻيهر نيرن ڪرڻ واري ميز تي اچي ويٺو.

"فون تي رابطو ڪو نه ٿيو؟" طيبه پڇيو

"نه موبائيل بند اٿس. ان جي فليٽ تي فون سان جواب ڏيڻ واري مشين لڳل آهي. خبر نه آهي ڇو هليو ويو؟"

"توهان پريشان نه ٿيو.... نيرن ڪيو." طيبه ان کي تسلي ڏيڻ جي ڪوشش ڪئي.

"تون ڪر..... منهنجي دل نٿي چوي."

اهو اٿي ٻاهر نڪري ويو. طيبه بي اختيار ٿڌو ساهه کڻڻ لڳي.

*** 

سالار پنهنجي فليٽ جو دروازو کوليو ٻاهر فرقان بيٺو هيو. اهو پٺي ورائي اندر هليو ويو.

"تون ڪڏهن آئين؟" فرقان ڪجهه حيراني سان ان جي پٺيان اندر ايندي چيو.

"اڄ صبح......" سالار صوفي ڏانهن ويندي چيو.

"ڇو.....؟ تو کي ڳوٺ وڃڻو هيو؟" فرقان ان جي پٺي تي ڏسندي چيو.

"مان نه پارڪنگ ۾ تنهنجي گاڏي ڏسي آيس. ماٺهو ايندو آهي نه ٻڌائيندو نه آهي."

سالار جواب ۾ ڪجهه چوڻ کان سواءِ صوفي تي ويهي رهيو.

"ڇا ٿيو؟" فرقان ٻهريون ڀيرو ان جي چهري کي ڏئوءِ تشويش ۾ مبتلا ٿي ويو.

"ڇا ٿيو؟" سالار جواب ۾ چيو

"مان تو کان پيو پڇان. تو کي ڇا ٿيو آهي؟" فرقان ان جي سامهون صوفي تي ويهندي چيو.

"ڪجهه نه."

"گهر ۾ سڀ خيريت آهي؟"

"ها....."

"نه پوءِ تون..... متي ۾ سور پيو اٿئي! ميگرين؟"

فرقان هاڻي ان جي منهن ۾ غور سان ڏسي رهيو هيو.

"نه......" سالار مرڪڻ جي ڪوشس ڪو نه ڪئي. ان جو فائدو به ڪو نه هيو. ان پنهنجين اکين کي مهٽيو.

"نه پوءِ تو کي ٿيو ڇا آهي؟ اکيون ڳاڙهيون ٿي رهيون اٿئي"

"مان رات ستو ڪو نه آهيان. گاڏي هلائيندو رهيو آهيان." سالار گهڻي عام انداز ۾ چيو

"نه هاڻي هتي فليٽ تي اچي سمهي پئين ها. صبح کان ڇا ڪري رهيو آهين؟" فرقان چيو.

"ڪجهه به نه....."

"ستو ڇو ڪو نه آهين......؟"

”ننڊ نٿي اچي.....“

”تون ننڊ جون گوريون ڪائي سمهندو آهين. پوءِ ننڊ جي نہ اچڻ جو ڇا مطلب آهي؟“ فرقان کي عجب لڳو.

”بس مان اڄ گوريون کائڻ نٿي گهريون. يا ايئن ڪٿي سمجهہ تہ مان ننڊ ڪرڻ نٿي گهري“

”ماني کاڌي اٿئي؟“

”نہ. بک ڪونهي لڳي.....“

”بہ وڃي رهيا آهن.“ فرقان ڄڻ ان کي جتايو.

”مان ماني موڪليان ٿو کائي وٺجان.... ٿوري دير سمهي پئو پوءِ رات جو گهمڻ لاءِ نڪرنداسين.“

”نہ. ماني نہ موڪلجان. مان سمهان ٿو. شام جو اٿندس تہ ٻاهر وڃي ڪٿي کائيندس.“

سالار اهو چوندي صوفي تي ليٽي پيو ۽ پنهنجي ٻانهن اکين تي رکي ڇڏيائين. فرقان ڪجهہ دير تائين ويٺو ان کي ڏسندو رهيو پوءِ اٿي ٻاهر هليو ويو.



”تنهنجي طبيعت ٺيڪ آهي؟“

رمشا سالار جي ڪمري ۾ ايندي چيو. ان استقباليہ ڪمري ڏانهن ويندي سالار جي ڪمري جي درين جي ڪجهہ کليل شيشن مان ان کي اندر ڏٺو هيو. ورانڊي مان لنگهي هليو وڃڻ جي بجاءِ اها بيهي رهي. سالار ميز تي پنهنجون ٺونٺيون ٽڪايون ٻنهن هٿن سان پنهنجو مٿو پڪڙيون ويٺو هيو. رمشا کي خبر هئي تہ ان کي ڪڏهن ڪڏهن اڌ مٿي جو سور (ميگرين) ٿيندو آهي. اها استقباليہ ڏانهن وڃڻ جي بجاءِ ان جي ڪمري جو دروازو کولي اندر آئي.

سالار ان کي ڏسي سڌو ٿي ويٺو. اهو هاڻي ميز تي کليل هڪڙي فائيل کي ڏسي رهيو هيو.

”تنهنجي طبيعت ٺيڪ آهي؟“ رمشا فڪرمنديءَ مان پڇيو.

”ها مان بلڪل ٺيڪ آهيان....“

ان رمشا کي ڏسڻ جي ڪوشش نہ ڪئي. رمشا موٽي وڃڻ جي بجاءِ اڳتي هلي آئي.

”نہ. تون ٺيڪ نٿو لڳين؟“ ان سالار جي چهري کي غور سان ڏسندي چيو.

”تون مهرباني ڪري هن فائيل کي ڪٿي وڃ.... انهي کي ڏس.... مان ڏسي ڪو نہ ٿو سگهان.....“

سالار ان جي ڳالهہ جو جواب ڏيڻ جي بجاءِ فائيل بند ڪري ميز تي ان ڏانهن کسڪايو.

”مان ڏسي ٿي وٺان. تنهنجي طبيعت گهڻي خراب آهي تہ گهر هليو وڃ.“

رمشا تشويش واري انداز ۾ چيو.

”ها. سنو آهي. مان گهر هليو وڃان.“ ان پنهنجو بريف ڪيس کڻي ان کي کوليو ۽ پنهنجون شيون اندر رکڻ شروع ڪيائين. رمشا غور سان ان جو جائزو وٺندي رهي.



اهو يارهين بجي آفيس مان واپس گهر اچي ويو هيو. اهو چوٿون ڏينهن هيو جڏهن اهو لاڳيتو انهي حالت ۾ هيو. هڪدم هر ڳالهه ۾ ان جي دلچسپي ختم ٿي وئي هئي.

بئنڪ ۾ پنهنجي نوڪري

لمز (LUMS) جا ليڪچر.

ڊاڪٽر سبط علي سان ملاقات.

فرقان جي دوستي.

ڳوٺ جو اسڪول.

مستقبل جا منصوبہ ۽ رٿون.

ان کي ڪا بہ شي پاڻ ڏانهن ڇڪي نہ رهي هئي.

اهو جنهن امڪان جي پٺيان ڪيترا سال اڳ سڀ ڪجهہ ڇڏي پاڪستان آيو هيو اهو "امڪان" ختم ٿي ويو هيو ۽ ان کي ڪڏهن بہ اندازو ڪو نہ هيو تہ ان جي ختم ٿيڻ سان ان جي لاءِ سڀ ڪجهہ ختم ٿي ويندو. اهو مسلسل پنهنجو پاڻ کي انهي حالت مان ٻاهر ڪڍڻ لاءِ جدوجهد ڪري رهيو هيو ۽ اهو مسلسل ناڪام ٿي رهيو هيو.

محض اهو تصور تہ اها ڪنهن ٻئي ماڻهوءَ جي زال جي حيثيت ۾ ڪنهن ٻئي جي گهر ۾ رهندي هوندي، سالار سڪندر لاءِ ايترو ئي ساهہ ڪڍندڙ هيو جيترو ماضي جو اهو انديشو تہ اها غلط هٿن ۾ نہ هلي وئي هجي ۽ ان ذهني حالت ۾ ان عمري تي وڃڻ جو فيصلو ڪيو اها اڪيلي جاءِ هئي جيڪا ان جي زندگيءَ ۾ اوچتو اچڻ واري انهي روڳ کي ختم ڪري ٿي سگهي.

❊ ❊ ❊

# باب اٺون

اهو احرام ٻڌيون ڪعبت الله شريف جي اڱڻ ۾ ويٺو هيو. ڪعبت الله شريف ۾ ڪير بہ ڪو نہ هيو. پري پري تائين ڪنهن وجود جو نشان ڪو نہ هيو. رات جي پوئين پهر آسمان تي چنڊ ۽ ستارن جي روشني اڱڻ ۾ لڳل سنگ مر مر سان ٽڪرائجي پنهنجي عڪس ۾ اتان جي هر شي کي هڪڙي عجيب ڪير جهڙي روشني ۾ وهنجاري ڇڏيو هيو. چنڊ ۽ ستارن کان علاوه اتي ڪا بہ روشني ڪو نہ هئي.

ڪعبت الله شريف جي غلاف تي لکيل آيتون، ڪاري غلاف تي عجيب نموني ۾ روشن هيون. هر طرف گهري ماٺ هئي ۽ ان گهري ماٺ کي صرف هڪڙو آواز ٽوڙي رهيو هيو. ان جو آواز...... ان جو پنهنجو آواز...... اهو مقام ملتزم ڀرسان ويٺو هيو. ان جون نظرون ڪعبت الله شريف جي دروازي تي ڪتل هيون ۽ اهو منهن مٿي ڪري وڏي آواز ۾ چوڻ لڳو.

"لبيڪ اللهم لبيڪ. لبيڪ لاشريڪ لڪ لبيڪ. ان الحمد والنعمة لڪ و الملڪ لاشريڪ لڪ."

(حاضر آهيان، منهنجا الله مان حاضر آهيان، حاضر آهيان تنهنجو ڪو شريڪ ڪونهي، مان حاضر آهيان. بيشڪ حمد ۽ ثنا تنهنجي لاءِ آهي، نعمت تنهنجي آهي، بادشاهي تنهنجي آهي، ڪوئي تنهنجو شريڪ ڪونهي.)

پوري قوت سان گونجندڙ ان جو آواز ڪعبت الله شريف ۾ چانيل ماٺ کي ٽوڙي رهيو هيو.ان جوآواز خلا جي بلندي تائين وڃي رهيو هو.

"لبيڪ اللهم لبيڪ....."

اگهاڙين پيرين، اڌ اگهاڙو بدن، اتي ويٺو اهو پنهنجو آواز سڃاڻي رهيو هيو.

"لبيڪ لاشريڪ لڪ لبيڪ...... اهو صرف ان جو آواز هيو. ان الحمد والنعمة لڪ والملڪ."

ان جي اکين مان وهندڙ لڙڪ ان جي ڪاڏيءَ کان هيٺ ان جي پيرن جي آڱرين تي ڪري رهيا هيا.

"لاشريڪ لڪ....."

ان جا هٿ آسمان ڏانهن کڄيل هيا.

"لبيڪ اللهم لبيڪ....."

ان ڪعبت الله شريف جي غلاف تي لکيل آيتن کي هڪدم گهڻو روشن ڏٺو. ايترو

روشن جو اهي چمڪڻ لڳيون هيون. آسمان تي ستارن جي روشني بہ اوچتو وڌي وئي هئي. اهو انهن آيتن کي ڏسي رهيو هيو. حيران خيالن ۾ وڪوڙيل. ڪنهن عادت جي معمول وانگر زبان تي هڪڙو ئي جملو ورجائيندي..... ان ڪعبت الله شريف جي دروازي کي گهڻو آهستي آهستي ڪلندي ڏٺو.

"لبيڪ اللهم لبيڪ......"

ان جو آواز اچا وڌو تي ويو. هڪڙي وضيفي (ورد) وانگر. هڪڙي ساهي هڪڙي ڌُن (لئي)

"لبيڪ لاشريڪ لڪ لبيڪ....."

ان وقت پهريون ڀيرو ان پنهنجي آواز سان گڏ ڪنهن ٻئي آواز کي شامل ٿيندي محسوس ڪيو.

"ان الحمد والنعمة...."

ان جي آواز وانگر اهو آواز وڏو ڪو نہ هيو. ڪنهن سُس پُس (سرگوشي) وانگر هيو. ڪنهن پڙاڏي وانگر. مگر اهو سڃاڻي تي سگهيو اها سندس آواز جي گونج ڪو نہ هئي. اهو ڪو ٻيو آواز هيو.

"لڪ والملڪ....."

ان پهريون ڀيرو ڪعبت الله شريف ۾ پاڻ کان سواءِ ڪنهن ٻئي جي موجودگي محسوس ڪئي.

"لاشريڪ لڪ....."

ڪعبت الله شريف جو دروازو ڪلي رهيو هيو.

"لبيڪ اللهم لبيڪ....."

اهو ان زناني آواز کي سڃاڻي رهيو هيو.

"لبيڪ لاشريڪ لڪ...."

اها ان سان گڏ اهي ئي لفظ ورجائي چئي رهي هئي.

"لبيڪ ان الحمد والنعمة."

آواز ساڄي پاسي کان ڪو نہ ٿي آيو کاٻي پاسي هيو. ڪٿي..... ان جي پٺيان. ڪجهہ وکن جي مفاصلي تي.

"لڪ والملڪ لاشريڪ لڪ."

ان هيٺ جهڪي پنهنجن پيرن تي ڪرڻ وارن لڙڪن کي ڏٺو ان جا پير آلا ٿي ويا هيا.

ان ڪنڌ مٿي ڪري ڪعبت الله شريف جي دروازي کي ڏٺو. دروازو ڪلي ويو هيو. اندر روشني هئي. ڪير جهڙي روشني. ايتري روشني جو ان بي اختيار گوڏا کوڙي چڏيا. اهو هاڻي سجدو ڪري رهيو هيو. روشني گهٽبي پئي وئي. ان سجدي مان مٿو مٿي ڪنيو. روشني اچا وڌيڪ گهٽجي رهي هئي.

اهو اٿي بيهي رهيو. ڪعبت الله شريف جو دروازو هاڻي بند ٿي رهيو هيو. روشني

اجا وڏيڪ گهٽبي پئي وئي ۽ تڏهن ان هڪڙو پيرو وري سُس پُس واري نموني ۾ اهو ئي زنانو آواز ٻڌو.

ان پيري ان ڪنڌ ورائي ڏٺو هيو.

❊ ❊ ❊

سالار جي اک کلي وئي. اهو حرم شريف جي هڪڙي وراندي ۾ ٿنڀي سان مٿو ٽيڪيون ويٺو هيو. اهو ڪجهه دير لاءِ اتي ساهي پٽڻ لاءِ ويٺو هيو مگر ننڊ عجيب نموني ۾ ان تي غلبو ڪيو.

اها امامہ هئي. بي شڪ امامہ هئي. سفيد احرام ۾ ان جي پنيان بيٺل. هن ان جي صرف هڪڙي جهلڪ ڏٺي هئي مگر هڪڙي جهلڪ بہ ان کي يقين ڏيارڻ لاءِ ڪافي هئي تہ اها امامہ کان علاوه ٻيو ڪيربہ ڪونہ هيو. خالي ذهن واري حالت ۾ ماٺهن کي هيڏي هوڏي ويندو ڏسي بي اختيار ان جي دل ۾ پرجي آئي.

ان عورت کي ڏٺي ان کي ائن سالن کان وڏيڪ عرصو ٿي ويو هيو جنهن کي ان اڄ اتي حرم شريف ۾ خواب ۾ ڏٺو هيو ڪنهن زخم کي وري ڪُرچيو ويو هيو. ان عينڪ لاهي ڇڏي ۽ پنهي هٿن سان ڇهري کي ڍڪي ڇڏيو.

اکين مان اڀڙاڪو ڏئي نڪرندڙ گرم پاڻي کي صاف ڪندي، اکين کي مهٽيندي ان کي خيال آيو. هي حرم شريف آهي. هتي ان کي ڪنهن کان بہ لڙڪ لڪائڻ جي ضرورت ڪونهي. هتي سڀئي لڙڪ وهائڻ لاءِ ئي ايندا آهن. ان ڇهري تان هٿ هٽائي ڇڏيا. ان تي رقت طاري ٿي رهي هئي. اهو ڪنڌ جهڪايون گهڻي دير تائين اتي ويٺو روئيندو رهيو.

پوءِ ان کي ياد آيو اهو هر سال اتي عمرو ڪرڻ لاءِ ايندو رهندو هيو. اهو امامہ هاشم جي پاران بہ عمرو ڪندو هيو. اهو ان جي خيريت، صحت ۽ ڏکهي ڇمار لاءِ بہ دعا گهرندو رهندو هيو. اهو امامہ هاشم کي هر پريشاني کان بچائڻ لاءِ بہ الله تعاليٰ کي ٻاڏائيندو هيو.

ان اتي حرم شريف ۾ ايترن سالن ۾ پنهنجي ۽ امامہ جي لاءِ هر دعا گهري ڇڏي هئي. سڄي جهان جون دعائون، مگر ان اتي حرم شريف ۾ ڪڏهن بہ امامہ کي پنهنجي لاءِ ڪو نہ گهريو هيو. عجيب ڳالهہ هئي مگر ان اتي ڪڏهن بہ امامہ جي حاصل ٿيڻ لاءِ دعا ڪو نہ ڪئي هئي. ان جا لڙڪ هڪدم بيهي ويا. اهو پنهنجي جاءِ تان اٿي بيهي رهيو.

وضو ڪان پوءِ ان عمرو ڪرڻ لاءِ احرام ٻڌو. ڪعبت الله شريف جو طواف ڪرڻ کان پوءِ ان پيري اتفاق سان ان کي مقام ملتزم وٽ جاءِ ملي وئي. اتي، جتي ان پنهنجو پاڻ کي خواب ۾ بيٺل ڏٺو هيو.

پنهجا هٿ مٿي کڻندي ان دعا شروع ڪئي.

”هتي بيهي توکان نبي سڳورا دعا گهرندا هيا. انهن جي دعائن ۾ ۽ منهنجي دعا ۾ گهڻو فرق آهي.“ اهو سڏڪا ڀري ٻاڏائي رهيو هيو.

”مان نبي هجان ها تہ نبين وانگر دعا ڪيان ها مگر مان تہ هڪڙو عام انسان (بشر)

آهيان ۽ گناهگار انسان. منهنجون خواهشون، منهنجو تمنائون، سڀ عام آهن. هتي بيهي ڪڏهن ڪوئي ڪنهن عورت لاءِ ڪو نہ رنو هوندو منهنجي ذلت ۽ خواري جي ان ڪان وڏيڪ ڪهڙي انتها ٿيندي تہ مان هتي بيهي..... حرم پاڪ ۾ بيهي...... هڪڙي عورت لاءِ ٻاڏائي رهيو آهيان. مگر مون کي نہ پنهنجي دل تي اختيار آهي نہ پنهنجن ڳوڙهن تي.

اهو مان ڪو نہ هيس جنهن ان عورت کي پنهنجي دل ۾ جاءِ ڏني، اهو تو ڪيو. ڇو منهنجي دل ۾ ان عورت جي لاءِ ايتري محبت وجهي ڇڏيئي جو مان تنهنجي سامهون بيٺو پوءِ بہ ان کي ياد ڪري رهيو آهيان؟ ڇو مون کي ايترو بيوس ڪري ڇڏيئي جو مون کي پنهنجي وجود تي بہ ڪو اختيار ڪونهي رهيو؟ مان اهو انسان (بشر) آهيان جنهن کي تو انهن سمورين ڪمزورين سان گڏ ٺاهيو. مان اهو انسان آهيان جنهن کي تو ڪان سواءِ ڪو بہ رستو ڏيکارڻ وارو ڪونهي ۽ اها عورت اها منهنجي زندگيءَ جي رستي ۾ هر موڙ تي بيٺي آهي. مون کي ڪيڏانهن وڃڻ، ڪٿي پهچڻ نٿي ڏئي. يا تون ان جي محبت کي اهڙي طرح منهنجي دل مان ڪڍي ڇڏ جو مون کي ڪڏهن ان جو خيال بہ نہ اچي يا وري اها مون کي عطا ڪري ڇڏ. اها نہ ملندي تہ مان سڄي زندگي ان جي لاءِ ئي روئيندو رهندس. اها ملي ويندي تہ تو کان علاوه مان ڪنهن جي لاءِ بہ ڳوڙها ڪو نہ وهائيندس. منهنجن لڙڪن کي خالص ٿيڻ ڏي.

مان هتي بيهي تو کان پاڪ عورتن مان هڪڙي گهران ٿو. مان امام هاشم گهران ٿو.

مان پنهنجي نسل لاءِ ان عورت کي گهران ٿو جنهن تنهنجي پيغمبر ﷺ جي محبت ۾ ڪنهن کي شريڪ نہ ڪيو جنهن ان جي لاءِ پنهنجي زندگي جي سمورين آسائشن کي ڇڏي ڏنو.

جيڪڏهن مون پنهنجي زندگيءَ ۾ ڪڏهن ڪا نيڪي ڪئي آهي تہ مون کي ان جي بدلي ۾ امام هاشم عطا ڪر. تون گهرين تہ اهو هاڻي بہ ٿي سگهي ٿو. هاڻي بہ ممڪن آهي.

مون کي انهي آزمائش مان ڪڍ. منهنجي زندگي کي آسان ڪر.

اٺن سالن کان مان جنهن تڪليف ۾ آهيان مون کي ان کان ڇوٽڪارو ڏيار.

سالار سڪندر تي هڪڙو ڀيرو وري رحم ڪر، اهوئي جيڪو تنهنجن صفتن مان افضل ترين آهي.“

اهو ڪنڌ جهڪايون اتي سڏڪا ڀري رهيو هيو. ان ئي جاءِ تي جتي ان پاڻ کي خواب ۾ ڏٺو هيو مگر ان ڀيري ان جي پنيان امام هاشم ڪو نہ هئي.

گهڻي دير تائين اتي ٻاڏائڻ کان پوءِ اهو اتان هٽي ويو هيو. آسمان تي تارن جي روشني هاڻي بہ هلڪي هئي. ڪعبت الله شريف روشنين سان هاڻي بہ نور وانگر چمڪي رهيو هيو. رات جي ان پهر ۾ ماڻهن جو هجوم بہ معمول موجب گهٽو هيو. خواب وانگر ڪعبت الله شريف جو دروازو بہ ڪونہ کليو هيو. ان جي باوجود اتان هٽندي سالار سڪندر کي پنهنجي اندر ۾ سڪون محسوس ٿي رهيو هيو.

جنهن ڪيفيت ۾ اهو گذريل هڪڙي مهيني کان ڦاٿل هيو ان مان هاڻي ٻاهر اچي رهيو هيو. هڪڙو عجيب قرار هيو جيڪو ان دعا کان پوءِ ان کي مليو هيو ۽ اهو ان قرار ۽ اطمينان کي دل ۾ کڻي هڪ هفتي کان پوءِ پاڪستان موٽي آيو هيو.

❊ ❊ ❊

"مان اينڊڙ سال پي ايچ ڊي ڪرڻ لاءِ آمريڪا وڃي رهيو آهيان."

فرقان بي اختيار ڇرڪ ڀري سالار کي ڏٺو.

"ڇا مطلب......؟" سالار حيراني مان مرڪيو.

"ڇا مطلب جو ڇا مطلب؟ مان پي ايچ ڊي ڪرڻ ٿو گهران."

"ايئن اوچتو.....؟"

"اوچتو ته ڪونهي. پي ايچ ڊي ته مون کي ڪرڻي هئي. سئو آهي. هاڻي ڪري وٺان." سالار اطمينان سان ٻڌائي رهيو هيو.

اهي ٻئي فرقان جي ڳوٺ کان واپس اچي رهيا هيا. فرقان گاڏي هلائي رهيو هيو جڏهن سالار اوچتو ان کي پنهنجي پي ايچ ڊي ڪرڻ جي ارادي جي باري ۾ ٻڌايو.

"مون بئنڪ وارن کي ٻڌائي ڇڏيو آهي، مون استعفيٰ ڏيڻ جو سوچيو آهي، ليڪن اهي مون کي موڪل ڏيڻ ٿا گهرن. مون اڃا سوچيو ڪو نه آهي ته انهن جي آڇ کي قبول ڪيان يا وري استعفيٰ ڏئي ڇڏيان."

"تون سموري منصوبه بندي ڪيون ويٺو آهين."

"ها يار...... مان پوڳ ڪو نه ٿو ڪريان...... مان واقعي اينڊڙ سال پي ايچ ڊي ڪرڻ لاءِ وڃي رهيو آهيان."

"ڪجهه مهينا اڳ تائين ته تنهنجو اهڙو ڪو ارادو ڪو نه هو."

"ارادي جو ڇا آهي، اهو ته هڪڙي ڏينهن ۾ ٺهي تي ويندو آهي."

سالار ڪلها لوڏيندي دريءَ جي شيشي مان ٻاهر نظر اينڊڙ پوڪ کي ڏسندي چيو.

"هونئن به مان بئنڪ جي سرشتي (بئنڪنگ) متعلق هڪڙو ڪتاب لکڻ گهران ٿو مگر هتي مان گذريل ڪجهه سالن ۾ ايترو مصروف ٿي ويو آهيان جو ان تي ڪم ڪري ڪو نه سگهيو آهيان. مان گهران ٿو پي ايچ ڊي جي دوران مان اهو ڪتاب لکي شايع به ڪرائي ڇڏيان. مون وٽ ڪجهه واندڪائي هوندي ته مان اهو ڪم آساني سان ڪري ويندس."

فرقان ڪجهه دير تائين خاموشي سان گاڏي هلائيندو رهيو پوءِ ان چيو.

"۽ اسڪول..... ان جو ڇا ٿيندو؟"

"ان کي ڪجهه ڪو نه ٿيندو. اهو ايئن ئي هلندو رهندو. ان جو ڍانچو (انفرااسٽرڪچر) به سئو ٿيندو ويندو. بورڊ آف گورنرز آهي، اهي ايندا ويندا رهندا. تون آهين..... مون بابا سان به ڳالهه ڪئي آهي اهو به اتي ايندو رهندو..... منهنجي نه هجڻ ڪري ڪو خاص فرق ڪو نه پوندو. اهو اسڪول گهٽ اڳ سالار سڪندر جون ڏنل

بيساکيون ڇڏي چڪو آهي. آئيندي بہ ان کي ان جي ضرورت ڪو نہ پوندي مگر مان مڪمل طور تي ان کان پنهنجو تعلق ختم ڪو نہ ڪري رهيو آهيان. مان ان کي ڏسندو رهندس. ڪڏهن منهنجي مدد جي ضرورت پئي تہ اچي ويندس. اڳ بہ تہ ايئن ئي ڪندو هيس."

اهو هاڻي ٽرماس مان ڪوپ ۾ چانهہ وجهي رهيو هيو.

"پي ايچ ڊي کان پوءِ ڇا ڪندين؟" فرقان سنجيدگيءَ سان پڇيو.

"واپس ايندس. اڳ وانگر هتي ئي ڪم ڪندس. هميشه جي لاءِ ڪو نہ وڃي رهيو آهيان."

سالار مرڪندي ان جي ڪلهي تي ٿڦڪي هنئي.

"ڇا تون ڪجهہ سالن کان پوءِ نٿو وڃي سگهين؟"

"نہ. جيڪو ڪم اڄ ڪرڻ کپي اهو اڄ ئي ٿيڻ کپي. منهنجو اڳتي پڙهڻ جو موڊ آهي. ڪجهہ سالن کان پوءِ شايد اها خواهش نہ رهي."

سالار چانهہ جو ڍڪ ڀريندي چيو ۽ هاڻي ڪاپي هٿ سان ڪار ۾ لڳل ريڊيو جي سئي ڦيرائڻ ۾ رڌل هيو.

"روٽري ڪلب وارا ايندڙ هفتيوار موڪل جي ڏينهن تي هڪڙو فنڪشن ملهائي رهيا آهن. مون کي دعوت ملي آهي. هلندين؟"

ان ريڊيو تي اسٽيشن لڳائيندي فرقان کان پڇيو.

"ڇو نہ هلندس. انهن جا پروگرام دلچسپ هوندا آهن."

فرقان جواب ۾ چيو. گفتگو جو موضوع بدلجي چڪو هو.

❁ ❁ ❁

ان ڏينهن آچر هيو. سالار صبح جو دير سان اٿيو. اخبار ڪٽي سرخين تي نظر وجهندي اهو بورچيخاني ۾ نيرن تيار ڪرڻ لڳو. ان صرف هٿ منهن ڌوتا هيا. ڏاڙهي ڪونہ ٺاهي هئائين. رات وارن ڪپڙن جي مٿان ئي ان هڪڙو ويڪرو سوٽر پائي ڇڏيو. ان ڪتلي ۾ چانهہ جو پاڻي وجهي اجا رکيو ئي هيو تہ دروازي جي گهنٽي (ڊوربيل) وڄڻ جو آواز ٻڌائين. اهو اخبار هٿ ۾ کنيون بورچيخاني مان ٻاهر آيو دروازو کولڻ تي ان کي حيرت جو هڪڙو جهٽڪو لڳو جڏهن ان سعيده امان کي اتي بيٺل ڏٺو. سالار دروازو کولي ڇڏيو.

"السلام عليڪم! توهان ڪيئن آهيو؟" پنهنجي حيرت تي قابو پائيندي ان چيو.

"الله جو شڪر آهي مان بلڪل ٺيڪ آهيان. تون ڪيئن آهين؟"

ان وڏي گرمجوشيءَ سان ان جي مٿي تي پنهنجا ٻئي هٿ ڦيريا.

"مان بہ ٺيڪ آهيان. توهان اندر اچو." ان مرڪندي چيو.

"ٺيڪ تہ ڪونہ لڳي رهيو آهين. ڪمزور ٿي ويو آهين. چهرو بہ ڪاراتجي ويو اٿئي." ان پنهنجي عينڪ جي شيشن جي پنيان کان هن جي چهري تي غور ڪيو.

"رنگ ڪاراڻجي ڪونہ ويو آهي. مون ڏاڙهي ڪونہ ٺاهي آهي." سالار بي اختيار پنهنجي مرڪ کي روڪيو. اهو ان سان گڏ هلندو اندر اچي ويو.

"چو پيلا ڏارهي چوڪونہ ٺاهي اٿئي. ها (اچا) ڏاڙهي رکڻ ٿو گهرين..... ڏاڍي سٺي ڳالهہ آهي. نيڪي جو ڪم آهي. ڏاڍو سٺو پيو ڪرين." ان صوفي تي ويهندي چيو.

"نہ امان! ڏاڙهي رکان ڪونہ ٿو... اڄ آچر آهي. دير سان اٿيو آهيان. ڪجهہ دير اڳ ۾ اٿيو آهيان انهيءَ ڪري ڏاڙهي ڪونہ ٺاهي اهي." اهو ان جي ڳالهہ تي خوش ٿيو.

"پتا دير سان چو اٿيو آهين. دير سان نہ اٿندو ڪر. صبح جو جلدي اٿي فجر جي نماز پڙهندو ڪر..... چهري تي رونق ايندي آهي. انهي ڪري تہ تنهنجو چهرو ڪوماٽل آهي. صبح جو انسان نماز پڙهي پوءِ قرآن شريف جي تلاوت ڪري، ان کان پوءِ گهمڻ لاءِ نڪري، صحت بہ سٺي رهندي آهي ۽ الله تعاليٰ بہ خوش ٿيندو آهي."

سالار هڪڙو ڊگهو ساهہ کنيو.

"مان نماز پڙهي سٺو هيس. صرف آچر جي ڏينهن ئي دير تائين سمهندو آهيان. ورنہ روزانو صبح جو اهو ئي ڪندو آهيان جيڪو توهان چئي رهيون آهيو."

اها ان جي وضاحت تي بي حد خوش نظر اچڻ لڳي.

"ڏاڍي سٺي ڳالهہ آهي.... انهيءَ ڪري تہ تنهنجو چهرو چمڪي رهيو آهي. رونق نظر پئي اچي."

ان پنهنجي بيان ۾ هڪڙو دفعو وري تبديلي ڪئي.

"توهان چا کائينديون يا پيئنديون؟"

ان پنهنجي چهري تي ڪو تبصرو ٻڌڻ نٿي گهريو انهيءَ ڪري ان موضوع کي بدلايو.

"نيرن ڪندا؟"

"نہ. مان نيرن ڪري آئي آهيان. صبح جو ڇهين ستين بجي مان نيرن ڪري ڇڏيندي آهيان. يارهين ساڍي يارهين بجي تہ مان منجهند جي ماني بہ کائي ڇڏيندي آهيان."

ان پنهنجي روزاني ڪِرت کان واقف ڪيو.

"تو پوءِ منجهند جي ماني کائو. ساڍا ڏهہ تہ ٿي رهيا آهن."

"نہ مون کي اچا بک ڪونہ لڳي آهي. تون منهنجي پرسان اچي ويهہ."

"مان اچان ٿو هاڻي ئي...."

اهو ان جي منع ڪرڻ جي باوجود بورچيخاني ۾ اچي ويو.

"پورن ڇهن مهينن کان تنهنجو انتظار ڪري رهي آهيان. تو هڪڙو پيرو بہ منهن ڪونہ ڏيکاريو. حالانڪہ تو واعدو ڪيو هيو."

هن کي بورچيخاني ۾ ان جو آواز ٻڌڻ ۾ آيو.

"امان جي، مان ڏاڍو مصروف هيس......" ان پنهنجي لاءِ چانهہ تيار ڪندي چيو.

"اڙي بابا! اهڙي بہ ڪهڙي مصروفيت ....، مصروف اهي هوندا آهن جن جا ٻار ٻچا هوندا آهن. نہ تو گهر وسايو نہ تون گهر وارن سان رهين ٿو....... پوءِ بہ چوين ٿو تہ مصروف هيس......"

اهو فرائي پان مان سلائس ڪٽندي ان جي ڳالھ تي مرڪڻ لڳو.
"هاڻي اهو ئي ڏس، اهو تنهنجي ڪرڻ جو ڪم تہ ڪونهي."
اها ان کي چانھ جي ٽري کڻي ايندو ڏسي ڏک مان چوڻ لڳي.
"مان تہ چوان ٿي اهي ڪم مرد جي ڪرڻ جا ڪونهن."
اهو ڪجھ چوڻ کان سواءِ مرڪندي ميز تي ٿانءَ رکڻ لڳو.
"هاڻي ڏس زال هجي ها تہ اهو ڪم زال ڪري رهي هجي ها. مرد اهڙو ڪم ڪندو سٺو ئي ڪو نہ لڳندو آهي."
"امان جي! توهان ٺيڪ ٿا چئو مگر هاڻي مجبوري آهي. هاڻي زال ڪونهي تہ ڇا تو ڪري سگهجي."
سالار ان ڏانهن چانھ جو ڪوپ وڌائيندي چيو. ان کي هن جي ڳالھ تي جهٽڪو لڳو.
"اها ڪهڙي ڳالھ تي، ڇا ٿو ڪري سگهجي؟ اڙي بابا! دنيا ڇوڪرين سان پري پئي آهي. تنهنجا تہ پنهنجا ماءُ پيءُ بہ آهن. انهن کي چئو....تنهنجو رشتو ڪن. يا تون گهرين تہ مان ڪوشش ڪريان."
سالار کي هڪدم صورتحال جي سنگيني جو احساس ٿيڻ لڳو.
"نہ نہ امان جي! توهان چانھ پيئو. مان گهڻو خوش آهيان. پنهنجي زندگيءَ مان ..... جيستائين گهر جي ڪمن جو تعلق آهي تہ اهو تہ اسان جا پيغمبر ﷺ بہ ڪندا هيا."
"هل، هاڻي تون ڪٿان کان ڪٿي وڃي پهتين. مان تہ تنهنجي ڳالھ ڪري رهي آهيان." اها ڪجھ گهبرائي وئي.
"توهان هي بسڪوٽ کڻو؟ ڪيڪ بہ...."
سالار موضوع مٽائڻ جي ڪوشش ڪئي.
"اڙي ها، جنهن ڪم جي لاءِ مان آئي آهيان اهو تہ وسري ويو."
ان کي اوچتو ياد آيو. اها پنهنجي هٿ ۾ پڪڙيل وڏو پرس کولي ان ۾ ڪجھ ڳولڻ لڳي.
"تنهنجي پيڻ جي شادي طئي ٿي وئي آهي."
سالار کي چانھ پيئندي بي اختيار نڙي ۾ غوطو آيو.
"منهنجي پيڻ جي.... امان جي! منهنجي پيڻ جي شادي تہ پنج سال اڳ ۾ ٿي وئي."
ان ڪجھ واٺڙو ٿي ان کي ٻڌايو.
اها ايتري دير ۾ پنهنجي پرس مان هڪڙو ڪارڊ ڪڍي چڪي هئي.
"بابا، مان پنهنجي ڌيءَ جي ڳالھ پئي ڪريان. آمنہ جي، تنهنجي پيڻ ٿي ٿي نہ......"
ان هن جي جملي تي وڏي افسوس واري حالت ۾ ان کي ڏسندي ڪارڊ ان جي هٿ ۾ ڏنو.
سالار کي هڪدم ڪِل اچي وئي. ڪالھ تائين اها ان کي هن جي زال بڻائڻ جي ڪوشش ۾ لڳي پئي هئي ۽ هاڻي هڪدم پيڻ ناهي چڙيائين، مگر ان جي باوجود سالار کي بي تحاشا اطمينان محسوس ٿيو. هاڻي گهٽ ۾ گهٽ ان کي ان کان يا ان جي ڌيءَ کان ڪو خطرو ڪو نہ رهيو هيو. گهڻو خوش ٿيندي ان ڪارڊ ورتو.

"گھڻي گھڻي مبارڪ هجيوَ..... شادي ڪڏهن ٿي رهي آهي؟" ان ڪارڊ کوليندي چيو.
"ايندڙ هفتي...."
"چڱو امان جي! توهان جي پريشاني ته ختم ٿي."
سالار "منهنجي" جي بجاءِ "توهان جي" لفظ جو استعمال ڪيو.
"ها, الله تعاليٰ جو شڪر آهي, ڏاڍي سٺي جاءِ تي مائٽي ٿي وئي. منهنجي ذميواري ختم ٿي ويندي پوءِ مان به پنهنجن پٽن وٽ انگلينڊ هلي وينديس."
سالار ڪارڊ کي سرسري نظر سان ڏٺو.
"مان خاص طور تي توکي اهو ڪارڊ ڏيڻ لاءِ آئي آهيان..... هن ڀيري ڪو به بهانو نه ٻڌنديس. توکي شاديءَ تي اچڻو آهي, ڀيڻ کي پاڻ ٻڌجي رخصت ڪرڻو آهي."
سالار پنهنجي مرڪ کي لڪائيندي چانهه جو ڪوپ کنيو.
"توهان فڪر نه ڪريو. مان ضرور ايندس."
اهو ڪوپ کي هيٺ رکي سلائس تي مکڻ هڻڻ لڳو.
"هي فرقان جو ڪارڊ به مان کڻي آئي آهيان.... ان کي به ڏيڻ لاءِ ويڻو آهي."
ان کي هاڻي فرقان جي ياد ستائڻ لڳي.
"فرقان کي ته اڄ ڀاڄائي سان گڏ پنهنجن ساهرن ۾ وڃڻو هيو. هينئر تائين ته اهو نڪري ويو هوندو. توهان مون کي ڏيو مان ان کي ڏئي ڇڏيندس." سالار چيو.
"تو ڪان جيڪڏهن وسري ويو ته؟" اها مطمئن ڪو نه ٿي.
"مان ڪو نه وساريندس, چڱو مان توهان جي ان سان فون تي ڳالهه ڪرايان ٿو."
اها هڪدم خوش ٿي وئي.
"ها اهو ٺيڪ آهي. تون منهنجي ان سان فون تي ڳالهه ڪراءِ."
سالار اٿي فون ان ميز تي کڻي آيو. فرقان جو موبائيل نمبر ملائي ان فون جي لائوڊ اسپيڪر جو بٽڻ دٻايو ۽ پاڻ نيرن ڪرڻ لڳو.
"فرقان! سعيده امان مون وٽ ائي آهي."
فرقان طرفان فون جو جواب ڏيڻ تي ان ٻڌايس.
"ان سان ڳالهاءِ."
اهو خاموش ٿي ويو هاڻي فرقان ۽ سعيده امان جي وچ ۾ گفتگو ٿي رهي هئي.
ڏهن منٽن کان پوءِ جڏهن اها گفتگو ختم ٿي ته سالار نيرن ختم ڪري چڪو هيو. ٽانوَ ٻور چيخاني ۾ رکندي ان کي خيال آيو.
"توهان ڪنهن سان آيا هيا؟" اهو ٻاهر نڪري آيو.
"پنهنجي پٽ سان گڏ." سعيده امان اطمينان سان چيو.
"اڇا, توهان جو پٽ اڃي ويو؟ ننڍو يا وڏو؟" سالار دلچسپي ورتي.
"مان پاڙي وارن جي راشد جي لاءِ ٿي چوان." سعيده امان کي هڪدم اها ڳالهه خراب لڳي.

سالار هڪڙو ٿڌو ساهہ ڀريو. ان کي اندازو ٿي ويو هو تہ سعيده امان جي لاءِ هر ڇوڪرو پنهنجو پٽ ۽ هر ڇوڪري پنهنجي ڌيءَ آهي اها آرام سان رشتا ٺاهي وٺندي هئي.

"تہ اهو ڪٿي آهي؟" سالار پڇيو.

"اهو هليو ويو. ان سان گڏ موٽر سائيڪل تي آئي هيس. هوائي جهاز وانگر هلائي آهي ان موٽر سائيڪل. نوين وڳي ويٺي هيس، ان پوري ساڍي ڏهين بجي هتي پهچايو. منهنجي هڪ بہ نہ ٻڌائين. سڄو رستو..... هر هر اهو چوندو رهيو آهستي ٿو هلايان. هتي لاهڻ وقت چوڻ لڳو توهان سان موٽر سائيڪل تي منهنجو آخري سفر هيو. پيهر ڪيڏانهن وڃڻو پيو تہ توهان کي ان پاسي پيرن پنڌ وٺي ويندس....."

سالار کي ڪِل آئي. اڍ ڪلاڪ ۾ طئي ٿيڻ واري رستي کي ڏيڍ ڪلاڪ ۾ طئي ڪرڻ واري جي خفي ٿيڻ جو هو اندازو ڪري سگهيو ٿي. ڪراڙن سان گڏ وقت گذارڻ ڏاڍو مشڪل ڪم هيو. هو اها ڳالهہ سعيده امان سان ٿيڻ واري پهرين ملاقات مان ئي سمجهي ويو هيو.

"تہ واپس ڪيئن ويندا؟ توهان کي راشد وٺڻ ايندو؟"

"ها ان چيو تہ آهي تہ ميچ ختم ٿيڻ کان پوءِ توهان کي وٺي ويندس. هاڻي ڏسجي ڪڏهن ٿو اچي."

اها ان کي هڪڙو پيرو وري پنهنجي ڌي ۽ ان جي ٿيڻ وارن ساهرن جي باري ۾ معلومات فراهم ڪرڻ لڳي.

اهو مرڪي وڏي فرمانبرداريءَ سان ٻڌندو رهيو.

ان قسم جي معلومات ۾ ان جي ڪهڙي دلچسپي ٿي سگهي ٿي، مگر سعيده امان هاڻي ان سان بئنڪ جي ڪاروبار جي باري ۾ تہ گفتگو نٿي ڪري سگهي. ان کي رتي برابر بہ ان جون ڳالهيون سمجهہ ۾ ڪونہ ٿي آيون پر اهو ايئن ظاهر ڪندو رهيو ڄڻ اهو هر ڳالهہ سمجهي رهيو آهي.

منجهند جي ماني ان هن سان گڏ کاڌي، هن ان جي سامهون فرج مان ڪجهہ ڪيئي گرم ڪرڻ جي ڪوشش ڪونہ ڪئي. ان هڪڙو پيرو وري شادي جا فائدا ۽ ضرورت تي ليڪچر ٻڌڻ نٿي گهريو. ان هڪڙي هوٽل تي فون ڪري ماني لاءِ چيو. هڪ ڪلاڪ کان پوءِ ماني اچي وئي.

ماني کائڻ جي مهل تائين راشد ڪونہ آيو تہ سالار ان جي تشويش کي گهٽ ڪرڻ لاءِ چيو.

"مان توهان کي گاڏيءَ تي ڇڏي ٿو اچان."

اها هڪدم تيار ٿي وئي.

"ها، اهو ٺيڪ آهي. ايئن تون منهنجو گهر بہ ڏسي وٺندين."

"امان جي! مون کي توهان جي گهر جي خبر آهي."

سالار ڪار جي چابي ڳوليندي ان کي ياد ڏياريو.

اڌ ڪلاڪ ڪان پوءِ اهو ان گهٽيءَ ۾ هيو جتي سعيده امان جو گهر هيو. اهو گاڏي مان لهي ان کي اندر گهٽيءَ ۾ دروازي تائين ڇڏي ويو. ان هن کي اندر هلڻ لاءِ چيو پر هن شڪريو چئي وڃڻ کان انڪار ڪيو.

"اج نہ...... اج گهڻو ڪم آهي."

اهو پنهنجي ڳالهه ڪري پڇتائڻ لڳو.

"پٽ! انهيءَ ڪري چوانءِ ٿي شادي ڪر. زال هوندي تہ سيئي ڪم پاڻ ڪندي. تون ڪٿي اچي وڃي سگهندين. هاڻي اها ڪا زندگي آهي تہ موڪل جي ڏينهن بہ گهر جا ڪم ڪرڻ ويهي رهندين." ان ڏک مان هن کي ڏٺو.

"جي توهان صحيح ٿا چئو. هاڻي مان وڃان؟"

ان وڏي ڪمال سان فرمانبرداريءَ جو مظاهرو ڪندي ان جي ها ۾ ها ملائي.

"ها ٺيڪ آهي وڃ. مگر ياد رکجان شاديءَ تي ضرور اچجان. فرقان کي بہ هڪڙو ڀيرو وري چئجان تہ اهو بہ اچي ۽ ان کي ڪارڊ ضرور ڏجان."

سالار ان جي دروازي تي لڳل گهنٽي ڀيهر وڄائي ۽ خدا حافظ چئي واپس ٿي ويو.

پنهنجي پٺيان ان دروازي کلڻ جو آواز ٻڌو. سعيده امان هاڻي پنهنجي ڌيءَ کي ڪجهه چئي رهي هئي.

❋ ❋ ❋

"پوءِ ڪهڙو پروگرام آهي، هلندين؟"

فرقان ٻئي ڏينهن شام جو ان کان ڪارڊ وٺندي چيو.

"نہ، مان تہ هن هفتيوار موڪل تي ڪراچي وڃي رهيو آهيان. آءِ بي اي (I.B.A) جي هڪڙي سيمينار جي لاءِ. آچر ڏينهن منهنجي واپسي ٿيندي. مان تہ اچي بس سمهي رهندس. ٻيو ڪجهه ڪونہ ڪندس. تون هليو وڃجان. مان لفافي ۾ مبارڪي وجهي ڏيندومانءِ، تون اهو منهنجي طرفان معذرت ڪندي اتي ڏجان." سالار چيو.

"سالار! ڪيتري افسوس جي ڳالهه آهي. اها پاڻ ڪارڊ ڏئي وئي آهي، ايتري سِڪ سان دعوت ڏني اٿائين." فرقان چيو.

"سمجهان ٿو مگر مان اتي وڃي وقت وڃائي نٿو سگهان."

"اسان بس ٿوري دير جي لاءِ ويهي هليا ايندا سين."

"فرقان! منهنجي واپسي جي پڪ ڪونهي. ٿي سگهي ٿو آچر تي واپس اچي ٿي نہ سگهان يا شام جو دير سان رات وقت اچان."

"تون وڏو بيڪار ماڻهو آهين! اها ڏاڍي مايوس ٿيندي"

"ڪجهه ڪونہ ٿيندو منهنجي نہ هجڻ ڪري ان جي ڌي جي شادي تہ رڪجي ڪونہ ويندي. ٿي سگهي ٿو ان کي اِهَ ۾ ئي منهن جي نہ اچڻ جو اندازو هجي ۽ هونئن بہ فرقان! تون ۽ مان ڪو ايترا اهم مهمان ڪو نہ آهيون." سالار لاپرواهيءَ سان چيو.

"بهرحال، مان ۽ منهنجي زال تہ ويندا سين. توڙي اسان گهڻ اهميت وارا مهمان ڇو نہ هجون." فرقان ناراضگيءَ مان چيو.

"مون ڪڏهن روڪيو آهي، ضرور وڃو. توکي وڃڻ بہ گهرجي. سعيده امان سان تنهنجي مون کان وڌيڪ حجت ۽ دوستي آهي." سالار چيو.

"مگر سعيده امان کي مون کان وڌيڪ تنهنجو خيال هوندو آهي." فرقان جتايو.

"اهو مروت وارو لحاظ هوندو آهي." سالار ان جي ڳالهہ کي سنجيدگيءَ سان نہ ورتو.

"جيڪو بہ هوندو آهي، بهرحال ان کي تنهنجو خيال تہ ٿيندو آهي. پلا پيو ڪجهہ نہ تہ ڊاڪٽر سبط علي جي مائٽياڻي سمجهي ئي تون ان وٽ هل." فرقان هڪڙو پيو حربو آزمايو.

"ڊاڪٽر صاحب تہ پاڻ هتي ڪونہ آهي. اهو پاڻ تہ شادي ۾ شريڪ ڪونہ ٿو ٿئي ۽ جيڪڏهن اهو هتي هجي بہ ها تہ گهڻ ۾ گهڻ مون کي تو وانگر مجبور نہ ڪري ها."

"چڱو مان بہ توکي مجبور نٿو ڪريان. نٿو وڃڻ گهرين تہ نہ هل." فرقان چيو.

سالار هڪڙو ڀيرو وري پنهنجي ليپ ٽاپ تي مصروف ٿي ويو.



اهو هڪڙو ساوڪ وارو ۽ گهاٽو ڪشادو چبر وارو ميدان هيو جتي اهي ٻئي موجود هيا. ويڪري ۽ ڪليل ميدان ۾ وڻ هيا مگر گهاٽا وڏا ڪونہ هيا. خوبصورت ۽ گلن وارا ٻوٽا هيا، چئني طرف ماٺ هئي. اهي ٻئي ڪنهن وڻ جي ڇانوَ ۾ ويهڻ جي بجاءِ هڪڙي گلن واري ٻوٽي جي پرسان ڪليل اُس ۾ ويٺا هيا. امامہ پنهنجن گوڏن جي چوڌاري ٻانهن سان ڀاڪر هنيو ويٺي هئي ۽ اهو چبر تي ليٽيل هيو. ان جون اکيون بند هيون. انهن ٻنهي جا جوتا ڪجهہ فاصلي تي پيا هيا. امامہ کي ان وقت خوبصورت سفيد چادر اوڍيل هئي. انهن ٻنهي جي وچ ۾ گفتگو ٿي رهي هئي. امامہ ان کي ڪجهہ چوندي پري ڪنهن شي کي ڏسي رهي هئي.

ان سُتي ئي ان جي چادر جي هڪڙي پلاند سان پنهنجي چهري کي ڍڪي ڇڏيو. ايئن ڇڻ اُس جي تپش کان اکين کي بچائڻ گهرندو هجي. ان جي چادر هن کي عجيب سڪون ۽ مزو ڏئي رهي هئي. امامہ چادر جي پلاند کي ان جي چهري تان هٽائڻ يا ڇڪڻ جي ڪوشش ڪونہ ڪئي. اُس ان جي جسم کي فرحت ڏئي رهي هئي. اکيون بند ڪيون اهو پنهنجي چهري تي موجود چادر جو ڇهاءُ محسوس ڪري رهيو هيو. ان تي غنودگي طاري ٿي رهي هئي. اها ننڊ ان تي غلبو ڪري رهي هئي.

سالار هڪدم اکيون کولي ڇڏيون. اهو پنهنجي پلنگ تي سڌو ليٽيو پيو هيو. ڪنهن ڳالهہ ڪري ان جي ننڊ ڦٽي وئي هئي. اهو اکيون کوليون ڪجهہ دير بي يقيني سان پنهنجي چوڌاري ڏسڻ لڳو. هيءَ اها جاءِ ڪونہ هئي جتي ان کي هجڻ کپندو هيو. هڪڙو پيو خواب ...... هڪڙو پيو وهمي تصور......ان اکيون بند ڪري ڇڏيون ۽ تڏهن موبائيل فون جي آواز ان جو ڌيان ڇڪايو جيڪو مسلسل ان جي سيراندي کان وڃي رهيو هيو. اها فون ئي هئي جيڪا ان کي ان خواب مان ٻاهر وٺي آئي هئي. ڪجهہ بيزاريءَ مان ان سٽي ئي هٿ وڌائي موبائيل کنيو. ٻئي پاسي فرقان هيو.

"سالار! ڪٿي هئين. ڪيتري دير کان فون ڪري رهيو آهيان. ڇو اٽينڊ ڪونہ ڪري رهيو هئين؟" فرقان ان جو آواز ٻڌندي ئي چيو.

"مان ستو پيو هيس." سالار چيو ۽ اٿي پلنگ تي ويهي رهيو. ان جي نظر ڀھريون پيرو واچ تي پئي جنهن ۾ چار وڄي رهيا هيا.

"تون هڪدم سعيده امان جي گهر پهچي وڃ." ٻئي پاسي کان فرقان چيو.

"ڇو؟ مون تو کي ٻڌايو هيو مان تہ....."

فرقان ان جي ڳالهہ ڪٽي ڇڏي.

"مون کي خبر آهي، تو مون کي ڇا ٻڌايو هيو مگر هتي ڪجهہ نازڪ معاملو (امرجنسي) ٿي ويو آهي."

"ڪهڙو نازڪ معاملو (ايمرجنسي)؟" سالار کي تشويش ٿي.

تون هتي ايندين تہ خبر پئجي ويندي، تون هڪدم هتي پهچ، مان فون بند ڪريان ٿو." فرقان فون بند ڪري ڇڏيو.

سالار ڪجهہ پريشانيءَ جي حالت ۾ فون کي ڏسندو رهيو. فرقان جي آواز مان ان کي اندازو ٿي ويو هيو تہ اهو پريشان هيو مگر سعيده امان وٽ پريشاني جي نوعيت ڪهڙي ٿي سگهي ٿي.

پندرهن منٽن ۾ ڪپڙا تبديل ڪرڻ کان پوءِ اهو گاڏيءَ ۾ هيو. فرقان جي ٻي فون ان کي گاڏي ۾ آئي هئي.

"تون ڪجهہ ٻڌاءِ تہ سهي، ٿيو ڇا آهي؟ تو تہ مون کي پريشان ڪري ڇڏيو آهي." سالار ان کي چيو.

"پريشان ٿيڻ جي ضرورت ڪونهي، تون هتي ئي اچي رهيو آهين. هتي پهچندين تہ خبر پئجي ويندي، مان فون تي تفصيل سان ڳالهائي نٿو سگهان."

فرقان هڪڙو ڀيرو وري فون بند ڪري ڇڏي.

تيز رفتاريءَ سان گاڏي هلائيندي ان اڌ ڪلاڪ جو سفر تقريباً پندرهن منٽن ۾ طئي ڪيو هيو. فرقان ان کي سعيده امان جي گهر ٻاهران ئي مليو ويو. سالار جو خيال هيو تہ سعيده امان وٽ ان وقت گهڻي کِل خوشي (ڇهل پهل) هوندي مگر ايئن ڪونہ هيو. اتي پري تائين ڪنهن ڇيج جو نالو نشان ڪو نہ هيو. فرقان سان گڏ اهو ٻاهرين دروازي جي کاٻي طرف نهيل هڪڙي پراڻي نموني جي اوطاق واري ڪمري ۾ اچي ويو.

"آخر ٿيو ڇاهي جو توکي مون کي ايئن گهرائڻو پئجي ويو." سالار هاڻي بحث ڪري رهيو هيو.

"سعيده امان ۽ ان جي ڌيءَ سان هڪڙو مسئلو ٿي ويو آهي." فرقان ان جي سامهون واري صوفي تي ويهندي چيو. اهو گهڻو سنجيدو هيو.

"ڪهڙو مسئلو؟"

"جنهن ڇوڪري سان ان جي ڏيءَ جي شادي ٿي رهي هئي ان ڇوڪري ڪٿي ٻئي هنڌ پنهنجي مرضي سان شادي ڪري ڇڏي آهي."

"منهنجا مالڪ(ماءِ گڊنيس)." سالار جي وات مان بي اختيار نڪتو.

"انهن هاڻي ڪجهه دير اڳ ۾ سعيده امان کي اهو سڀ ڪجهه فون تي ٻڌائي معذرت ڪئي آهي. اهي هاڻي ڇج ڪو نه ٿا وٺي اچن. مان ٿوري دير اڳ انهن وٽ ويو هيس. مگر اهي واقعي مجبور آهن. انهن کي پنهنجي پٽ جي باري ۾ ڪا خبر ڪونهي ته اهو ڪٿي آهي، ان ڇوڪري به انهن کي صرف فون تي ئي اطلاع ڏنو آهي." فرقان تفصيل ٻڌائڻ لڳو.

"جيڪڏهن ان ڇوڪري کي شادي ڪرڻي نه هئي ته ان کي اڳ ۾ ئي ماءُ پيءُ کي صاف صاف ٻڌائي ڇڏڻ گهربو هيو. پڇي وڃي شادي ڪرڻ جي همت هئي ته ماءُ پيءُ سان ان شادي کان انڪار ڪرڻ جي به ان ۾ همت هجڻ گهرجي ها." سالار نفرت مان چيو.

"سعيده امان جي پٽن کي هن وقت هتي هجڻ گهرجي ها. اهي هن معاملي کي منهن ڏئي سگهيا ٿي."

"پر هاڻي اهي ڪو نه آهن ته ڪنهن نه ڪنهن کي ته سڀ ڪجهه ڏسڻو آهي."

"سعيده امان جا ڪي ٻيا ويجها مائٽ ڪونهن؟" سالار پڇيو.

"مون ڪجهه دير اڳ ۾ ڊاڪٽر سبط علي صاحب سان فون تي ڳالهايو آهي." فرقان ان کي ٻڌايو.

"ليڪن ڊاڪٽر صاحب به تڪڙ ۾ ته ڪجهه ڪري ڪونه سگهندو. هتي هجي ها ته ٻي ڳالهه هئي." سالار چيو.

"ان مون کي چيو آهي ته مان ان سان فون تي تنهنجي ڳالهه ڪرايان." فرقان جو آواز هن ڀيري ڪجهه جهيڻو هيو.

"منهنجي ڳالهه.... ليڪن ڇا جي لاءِ؟" سالار ڪجهه حيران هيو.

"ان جو خيال آهي ته تون هن وقت سعيده امان جي مدد ڪري سگهين ٿو."

"مان؟"سالار ڇرڪ ڀري چيو."مان ڪيئن مدد ڪري سگهان ٿو؟"

"آمنه سان شادي ڪري."

سالار سڪتي جي حالت ۾ اڪيون ڇنڀڻ کان سواءِ ان کي ڏسندو رهيو.

"تنهنجو دماغ ته ٺيڪ آهي؟" ان مشڪل سان فرقان کي چيو.

"ها، بلڪل ٺيڪ آهي."

سالار جو منهن ڳاڙهو ٿي ويو. "پوءِ توکي خبر ڪانهي ته تون ڇا چئي رهيو آهين."

اهو ٽپو ڏئي اٿي بيٺو. فرقان بجلي وانگر اٿي ان جي رستي ۾ بيهي رهيو.

"تو ڇا سوچي اها ڳالهه چئي آهي" سالار ڪاوڙمان پنهنجي آواز کي سنڀالي نٿي سگهيو.

"مون اهو سڀ ڪجهه توکي ڊاڪٽر صاحب جي چوڻ تي چيو آهي."

سالار جي چهري جا رنگ ڦرڻ لڳا. .تو ان کي منهنجو نالو ڇو ڏنو؟"

"سالار! مون ڪونہ ڏنو آهي. ان پاڻ تنهنجو نالو ورتو آهي ان مون کي چيو تہ مان توکي منٿ ڪريان تہ تون هن وقت سعيده امان جي ڌيءَ سان شادي ڪري ان جي مدد ڪرين."

ڪنهن سالار جي پيرن هيٺان زمين کسڪائي ڇڏي هئي يا مٿي تان آسمان. ان کي اندازو ڪونہ ٿيو. اهو واپس صوفي تي ويهي رهيو.

"فرقان! مان شادي شده آهيان. تو ان کي ٻڌايو."

"ها. مون ان کي ٻڌايو هيو تہ تو گهڻا سال اڳ هڪڙي ڇوڪريءَ سان نڪاح ڪيو هيو پر وري اها ڇوڪري پيهر توکي ڪو نهي ملي."

"پوءِ؟"

"اهي انهيءَ جي باوجود اهو ٿا چاهين تہ تون آمنہ سان شادي ڪر."

"فرقان.... مان...." اهو ڳالهائيندي ڳالهائيندي رڪجي ويو.

"۽ امامہ..... ان جو ڇا ٿيندو؟"

"تنهنجي زندگيءَ ۾ امامہ ڪٿي ڪونهي. ايترن سالن ۾ ڪنهن کي خبر اها ڪٿي آهي. آهي بہ يا نہ."

"فرقان......" سالار سخت ڪاوڙ ۾ ان جي ڳالهہ ڪٽي ورتي. "ان ڳالهہ کي رهڻ ڏي تہ اها آهي يا نہ. مون کي صرف اهو ٻڌاءِ تہ جيڪڏهن سڀاڻي امامہ اچي وڃي ٿي تہ..... تہ ڇا ٿيندو؟"

"تون اها ڳالهہ ڊاڪٽر صاحب کي ٻڌاءِ." فرقان چيو.

"نہ. تون اهو سڀ ڪجهہ سعيده امان کي ٻڌاءِ. آمنہ کي ٻڌاءِ. ضروري تہ ڪونهي تہ اها هڪڙي اهڙي شخص کي قبول ڪري جنهن جي اڳ ۾ ئي هڪڙي زال آهي. ايئن هجي ها تہ پوءِ اها ان ڇوڪري کي قبول ڪري ها جنهن ڪٿي ٻئي هنڌ شادي ڪري ڇڏي آهي."

"اهو جيڪڏهن ڄڃ وٺي اچي ها تہ شايد اهو بہ ٿي وڃي ها. مسئلو تہ اهوئي آهي تہ اهو آمنہ سان ٻي شادي ڪرڻ لاءِ بہ تيار ڪونهي."

"ان کي ڳولي ٿو سگهجي."

"ها. ڳولي ٿو سگهجي، پر اهو ڪم هن وقت ٿي نٿو سگهي."

"ڊاڪٽر صاحب آمنہ جي لاءِ غلط چونڊ ڪئي آهي. مان.... مان آمنہ کي ڇا ٿو ڏئي سگهان. مان تہ ان ماڻهوءَ کان بہ وڌيڪ خراب آهيان جيڪو هاڻي ان کي ڇڏي ويو آهي." سالار ويچارگيءَ سان چيو.

"سالار! انهن کي هن وقت ڪنهن جي ضرورت آهي، ضرورت جي وقت صرف اهو ماڻهو سيني کان اڳ ۾ ذهن ۾ ايندو آهي جيڪو سيني کان وڌيڪ اعتبار جي قابل هجي. تون زندگيءَ ۾ ڪيترن ئي ماڻهن جي مدد ڪندو آيو آهين. ڇا ڊاڪٽر سبط علي جي مدد نٿو ڪري سگهين."

"مون ماڻهن جي پئسي سان مدد ڪئي آهي. ڊاڪٽر صاحب مون کان رقم ڪو نہ ٿو گهري."

ان کان اڳ جو فرقان ڪجهہ چوي ها ان جي موبائيل تي فون اچڻ لڳي هئي. ان نمبر ڏسي موبائيل سالار ڏانهن وڌايو.

"ڊاڪٽر صاحب جي فون اچي رهي آهي."

سالار ڪوماٽل ڇهري سان موبائيل ورتو.

اتي ويٺي موبائيل ڪن سان لڳائي سالار کي پهريون ڀيرو احساس ٿي رهيو هيو تہ زندگيءَ ۾ هر ڳالهہ هر ماڻهوءَ کي نئين ڇئي سگهجي. اهو فرقان کي جيڪو ڪجهہ ڇئي ٿي سگهيو اهو ان سان وڏي آواز ۾ ڳالهائي نٿي سگهيو. ان کي نہ دليل ڏئي سگهيو ٿي ۽ نہ بهانا ٺاهي ٿي سگهيو. ان مخصوص نرم لهجي ۾ ان کي منٿ ڪئي هئي.

"جيڪڏهن توهان پنهنجي والدين کان اجازت وٺي سگهو تہ آمنہ سان شادي ڪريو. اها مون کي نياڻين جهڙي آهي. توهان ايئن سمجهو مان پنهنجي ڌي لاءِ توهان کي منٿ ڪري رهيو آهيان. توهان کي تڪليف ڏئي رهيو آهيان ليڪن مان ايئن ڪرڻ لاءِ مجبور آهيان."

"توهان جيئن چاهيندا مان ايئن ئي ڪندس."

ان جهيڻي آواز ۾ ان کي چيو.

"توهان مون کي منٿ نہ ڪريو. توهان مون کي حڪم ڪريو." ان پاڻ کي چوندي ٻڌو.

فرقان تقريباً ڏهن منٽن کان پوءِ اندر آيو. سالار موبائيل فون هٿ ۾ جهليون ٻڌتر ۾ فرش تي اکيون کُپايون ويٺو هو.

"تنهنجي ڊاڪٽر صاحب سان ڳالهہ ٿي وئي؟"

فرقان ان جي سامهون هڪڙي ڪرسي تي ويهي جهيڻي آواز ۾ پڇيو.

سالار ڪنڌ کڻي ان کي ڏٺو پوءِ ڪجهہ چوڻ کان سواءِ ان جو موبائيل فون ميز تي رکي ڇڏيائين.

"مان رخصتي هينئر ڪونہ ڪرائيندس. بس نڪاح ڪافي آهي."

ان ڪجهہ گهڙين کان پوءِ چيو. اهو پنهنجن هٿن جي لڪيرن کي ڏسي رهيو هيو. فرقان کي هڪدم ان تي ترس اچي ويو. اهو مقدر جو "شڪار" ٿيڻ وارو پهريون انسان ڪو نہ هيو.



سڙڪ تي چهل پهل نہ برابر هئي. رات تيزيءَ سان گذرندي پئي وئي. گهاٽو ڌنڌ هڪڙو ڀيرو وري هر شي کي پنهنجي دائري ۾ آڻي رهيو هيو.

سڙڪ تي ٻرندڙ بلب جي روشني ڌنڌ کي چيريندي ان بالڪني جي اونداهي کي ختم ڪرڻ جي ڪوشش ڪري رهي هئي جتي پٽ پرسان اسٽول تي سالار ويٺو هيو. پٽ تي ان جي سامهون ڪافي جو هڪڙو مگو پيو هيو جنهن مان نڪرندڙ گرم ٻاڦ ڌنڌ

جي پس منظر ۾ عجيب شڪليون بنائڻ ۾ مصروف هئي ۽ اهو...... اهو سيني تي هٿ ٻانهون ٻڌيون ٽڪ ٻڌيون هيٺ سنسان سڙڪ کي ڏسي رهيو هيو جيڪا ڏنڌ جي انهي پردي ۾ ڏاڍي عجيب لڳي رهي هئي.

رات جا ڏهه وڄي رهيا هيا ۽ اهو ڪجهه منٽ اڳ ۾ ئي گهر پهتو هيو. سعيده امان جي گهر نڪاح کان پوءِ اهو اتي ڪو نه ترسيو هيو. ان کي اتي عجيب وحشت ٿي رهي هئي.ا هو گاڏي کڻي بي مقصد شام کان رات تائين سڙڪن تي ڦرندو رهيو. ان جو موبائيل بند هيو. ان ٻاهرين دنيا سان هن وقت ڪو به رابطو ڪرڻ نٿي گهريو. موبائيل کليل هجي ها ته فرقان ان سان رابطو ڪري ها. ڪيتريون وضاحتون پيش ڪرڻ جي ڪوشش ڪري ها يا ڊاڪٽر سبط علي رابطو ڪري ها, هن جو شڪريو ادا ڪرڻ گهري ها.

هن اهي ٻئي شيون نٿي چاهيون. ان هن وقت مڪمل خاموشي ٿي گهري. نڪرندڙ ٻاڦ کي ڏسندي ان هڪڙو ڀيرو وري ڪجهه ڪلاڪ اڳ وارن واقعن تي سوچيو. سڀ ڪجهه هڪڙي خواب وانگر لڳي رهيو هيو. ڪاش خواب ئي هجي ها. ان کي اتي ويٺي ڪيترا مهينا اڳ حرم پاڪ ۾ گهريل دعا ياد آئي.

"ته چا ان کي منهنجي زندگيءَ مان ڪڍي ڇڏڻ جو فيصلو ٿيو آهي؟" ان پريشاني مان سوچيو.

"ته پوءِ اها پيڙا به ته ختم ٿيڻ گهرجي. مون ان اذيت مان ڇوٽڪارو به ته گهريو هيو. مان ان جي يادن کان جان ڇڏائڻ به ته گهري هئي." ان پٽ تي رکيل ڪافيءَ جو گرم مگو پنهنجي ٿڌن هٿن ۾ پڪڙيو.

"ته امام هاشم آخرڪار تون منهنجي زندگيءَ مان هميشه لاءِ نڪري وئينءَ." ان ڪافي جي ڪوڙاڻ پنهنجي اندر ۾ اوتي.

"۽ هاڻي چا مان پڇتايان ته ڪاش مان ڪڏهن سعيده امان کي ان سڙڪ تي نه ڏسان ها يا مان ان کي گاڏي ۾ نه کڻان ها. ان جو گهر ملي وڃي ها ۽ مان ان کي اتي لاهي اچان ها. ان کي پنهنجي گهر وٺي نه اچان ها, نه رابطا وڌن ها نه اها مون کي ان شادي جي دعوت ڏئي ها يا وري ڪاش اڄ مان ڪراچي ۾ ئي هجان ها. هتي هجان ئي نه ها يا مان موبائيل بند ڪري سمهان ها. فون جو هٿيو (رسيور) هيٺ لاهي رکان ها. فرقان جي فون ٻڌان ئي نه ها يا وري ڪاش مان ڊاڪٽر سبط علي کي سڃاڻندو ئي نه هجان ها جو ان جي چوڻ تي مون کي مجبور نه ٿيڻو پوي ها يا وري شايد مون کي اهو تسليم ڪرڻ گهرجي ته امام منهنجي لاءِ ڪونهي."

ان ڪافي جو مگو ٻيهر پٽ تي رکي ڇڏيو. ان ٻئي هٿ پنهنجي ڇهري تي گهمايا, پوءِ جڻ ڪو خيال اچڻ تي پنهنجو ٻٽون ڪڍيائين. ٻٽون جي هڪڙي کيسي مان ان هڪڙو ويڙهيل ڪاغذ ڪڍي کوليو.

پيارا چاچا سڪندر!

مون کي توهان جي پٽ جي وفات جو ٻڌي گهڻو افسوس ٿيو منهنجي ڪري ڪجهه

سال اڳ توهان کي گهڻي پريشاني کي منهن ڏيڻو پيو مان ان لاءِ شرمندي ۽ معذرت خواهه آهيان، مون کي سالار کي ڪجهه رقم ڏيڻي هئي، اها مان توهان کي موڪلي رهيا آهيان.

خدا حافظ

امامہ هاشم.

ان نون مهينن ۾ ان ڪاغذ کي ڪيترا ڀيرا پڙهيو هو ان کي ياد ڪو نہ هيو. ان ڪاغذ کي ڇهڻ سان ان کي ان ڪاغذ ۾ امامہ جو ڇهاءُ محسوس ٿيندو هيو. ان جي هٿ سان لکيل پنهنجو نالو .....ڪاغذ تي لکيل انهن چند جملن ۾ ان جي لاءِ ڪا بہ پنهنجائپ ڪو نہ هئي. ان کي اها بہ خبر هئي تہ امامہ کي ان جي موت جي خبر تي ڪو بہ افسوس ڪونہ ٿيو هوندو. اها خبر ان جي لاءِ اِدائي سالن کان پوءِ آزاديءَ جو پيغام تي آئي هوندي، ان کي ڪيئن افسوس ٿي سگهيو ٿي ليڪن ان جي باوجود اهي چند جملا ان جي لاءِ گهڻو اهم ٿي ويا هئا.

ان ڪاغذ تي لکيل جملن تي پنهنجون آڱريون گهمايون ان آخر ۾ لکيل امامہ هاشم جي نالي کي ڇهيو... پوءِ ڪاغذ کي ٻيهر ساڳي نموني ۾ ويڙهي هٿون ۾ رکي ڇڏيو.

پت تي رکيل ڪافي جو مگو ٿڌو ٿي چڪو هيو. سالار ٿڌي ڪافي کي هڪڙي ڍڪ سان پنهنجي اندر اوتي ڇڏيو.

ڊاڪٽر سبط علي هڪڙي هفتي کان پوءِ لنڊن کان واپس پاڪستان پهچي رهيو هيو ۽ هن کي ان جو انتظار هيو. امامہ هاشم جي باري ۾ جيڪو ڪجهه اهو ايترن سالن کان ان کي ٻڌائي ڪونہ سگهيو هيو. هن هاڻي اهو سڀ ڪجهه ان کي ٻڌائڻ ٿي گهريو. پنهنجي ماضي جي باري ۾ اهو ان کي جيڪو ڪجهه ٻڌائي ڪونہ سگهيو هيو، هاڻي هن اهو ان کي ٻڌائڻ ٿي گهريو. هن کي هاڻي پرواهہ ڪونہ هئي تہ اهو هن جي باري ۾ ڇا سوچيندو.



رمضان جي چوٿين تاريخ هئي جڏهن ڊاڪٽر سبط علي واپس اچي ويو هيو. اهو رات جو گهڻو دير سان پهتو هيو ۽ سالار ان وقت ان کي پريشان ڪرڻ مناسب نہ سمجهيو. ان اڳ وانگر ان وٽ رات جو وڃڻ ٿي گهريو پر منجهند جو توقع جي خلاف بئنڪ ۾ ان جو فون اچي ويو. سالار جي نڪاح کان پوءِ اهو ان جو سالار سان ٽيون رابطو هيو. اهو ڪجهه دير تائين هن کان حال احوال پڇندو رهيو ۽ پوءِ ان هن کي چيو.

”سالار! توهان اڄ رات جو نہ اچو. شام جو ٽي اچي وڃو. روزو مون سان گڏ کوليو.“

”نيڪ آهي، مان اچي ويندس.“ سالار هائو ڪندي چيو.

ڪجهه دير تائين انهن جي وچ ۾ وڌيڪ گفتگو ٿيندي رهي. پوءِ ڊاڪٽر سبط علي فون بند ڪري ڇڏيو.

اهو ان ڏينهن بئنڪ مان ڪجهه جلدي نڪري آيو. پنهنجي فليٽ تي ڪپڙا تبديل ڪرڻ کان پوءِ اهو جڏهن ان وٽ پهتو تہ ان وقت روزي کولڻ ۾ هڪ ڪلاڪ باقي هيو.

ڊاڪٽر سبط علي جو ملازم ان کي اجتماع واري ٻاهرين ڪمري جي بجاءِ سڌو اندر هال ۾ وٺي آيو هيو.

ڊاڪٽر سبط علي وڏي جوش ۽ خروش سان ان سان ٻاڪر پائي ملڻ کان پوءِ وڏي محبت سان ان جي نراڙ تي چمي ڏني.

"پهريان توهان هتي هڪڙي دوست جي حيثيت ۾ ايندا هيا. اڄ توهان گهر جي هڪڙي ڀاتي جي صورت ۾ هتي آيا آهيو."

هن کي خبر هئي ته ان جو اشارو ڪهڙي پاسي هيو.

"اچو ويهو." اهو هن کي ويهڻ جو اشارو ڪندي پاڻ بہ هڪ صوفي تي ويهي رهيو.

"توهان کي گهڻي گهڻي مبارڪ هجي. هاڻي ته توهان بہ گهر وارا ٿي ويا آهيو."

سالار خاموش نظرن ۽ ڦڪي مرڪ سان ان کي ڏٺو. اهو مرڪي رهيو هيو.

"مان گهڻو خوش آهيان ته توهان جي شادي آمنہ سان ٿي آهي. اها منهنجي لاءِ منهنجي ڌيئرن وانگر آهي، ۽ ان رشتي ڪري توهان بہ منهنجا نياڻا (ڄاٽا) آهيو."

سالار نظرون جهڪائي ڇڏيون. ان جي زندگي ۾ امامہ هاشم جو باب لڪيل نہ هجي ها تہ شايد ان جي وات مان اهو جملو ٻڌي هي پنهنجو پاڻ تي فخر ڪري ها مگر سچو فرق امامہ هاشم جو هيو. سمورو فرق اها ڇوڪري پيدا ڪري رهي هئي، اها جيڪا هئي ۽ ڪو نہ هئي.

ڊاڪٽر سبط علي ڪجهہ دير تائين ان کي ڏسندو رهيو پوءِ ان چيو.

"توهان ايترن سالن کان مون وٽ اچي رهيا آهيو توهان ڪڏهن بہ مون کي اهو ڪو نہ ٻڌايو تہ توهان نڪاح ڪري چڪا آهيو. تڏهن بہ نہ جڏهن هڪ ڀيرا توهان سان شاديءَ جو ذڪر ٿيو."

سالار ڪنڌ مٿي ڪري ان کي ڏٺو.

"مان توهان کي ٻڌائڻ گهريو ٿي مگر..... "اهو ڳالهائيندي ڳالهائيندي ماٺ ٿي ويو.

"سڀ ڪجهہ ايترو عجيب هيو جو مان توهان کي ڇا ٻڌايان ها." ان دل ۾ چيو.

"توهان جو نڪاح ڪڏهن ٿيو هو؟" ڊاڪٽر سبط علي پيار سان پڇي رهيو هيو.

"ساڍا اٺ سال پهريان. جڏهن مان ايڪويهن سالن جو هيس." ان ڪنهن شڪست کاڌل انسان وانگر چيو پوءِ اهو آهستي آهستي ان کي سڀ ڪجهہ ٻڌائيندو ويو. ڊاڪٽر سبط علي ان کي هڪڙو ڀيرو بہ ڪو نہ ٽوڪيو هيو. ان جي خاموش ٿيڻ کان پوءِ بہ گهڻي دير تائين اهو ماٺ ڪيون ويٺو هيو.

گهڻي دير کان پوءِ ان هن کي چيو هيو.

"آمنہ ڏاڍي سٺي ڇوڪري آهي ۽ اها خوش قسمت آهي تہ ان کي هڪڙو صالح مرد مليو آهي."

ان جي ڳالهہ سالار کي هڪڙي چهبڪ وانگر لڳي.

"صالح؟ ڊاڪٽر صاحب! مان نيڪ ماڻهو ڪو نہ آهيان. مان تہ ...... گهڻو ذليل و

خوار (اسفل السافلين) آهيان. توهان کي جيڪڏهن منهنجي باري ۾ خبر هجي ها تہ منهنجي لاءِ ڪڏهن بہ اهي لفظ استعمال ڪونہ ڪريو ها ۽ نہ وري ان ڇوڪري لاءِ منهنجي چونڊ ڪيو ها. جنهن کي توهان پنهنجي ڌي وانگر سمجهو ٿا.“

”اسان سڀئي پنهنجي زندگيءَ جي ڪنهن نہ ڪنهن مرحلي ۾ ”جاهليت واري زماني“ مان ضرور گذرندا آهيون. ڪجهہ گذري ويندا آهن. ڪجهہ سموري زندگي ان زماني ۾ گذاري ڇڏيندا آهن. توهان ان مان گذري چڪا آهيو. توهان جو پڇتاءُ ٻڌائي رهيو آهي تہ توهان گذري چڪا آهيو. مان نہ توهان کي پڇتائڻ کان روڪيندس ۽ نہ توبهہ ڪرڻ ۽ دعا کان. توهان تي فرض آهي تہ توهان پنهنجي سڄي زندگي اهو ڪريو. مگر ان سان گڏوگڏ اهو شڪر بہ ادا ڪريو تہ توهان نفس جي سڀني بيمارين کان ڇوٽڪارو حاصل ڪري چڪا آهيو.

جيڪڏهن دنيا توهان کي پاڻ ڏانهن ڪونہ ٿي ڇڪي. جيڪڏهن الله تعاليٰ جي خوف کان توهان جي اکين ۾ لڙڪ اچي وڃن ٿا. جيڪڏهن دوزخ جو تصور توهان کي ديڄاري ٿو جيڪڏهن توهان الله تعاليٰ جي عبادت اهڙي نموني سان ڪريو ٿا جهڙي طرح ڪرڻ گهرجي. جيڪڏهن نيڪي توهان کي پاڻ ڏانهن ڇڪي ٿي ۽ توهان برائي کان بچو ٿا تہ پوءِ توهان نيڪ (صالح) آهيو. ڪجهہ نيڪ هوندا آهن ڪجهہ نيڪ ٿيندا آهن. صالح هجڻ خوش قسمتي جي ڳالهہ آهي. صالح ٿيڻ بہ منهين تلوار تي هلڻ برابر آهي. ان ۾ گهڻو وقت لڳندو آهي. ان ۾ گهڻي تڪليف سهڻي پوندي آهي. مان هاڻي بہ اهو چوان ٿو تہ توهان صالح آهيو ڇو تہ توهان صالح ٿيا آهيو الله تعاليٰ توهان کان وڏا ڪم وٺندو.“

سالار جي اکين ۾ آلاڻ اچي وئي. ان هڪڙو ڀيرو بہ ڀيهر هن کان امامہ هاشم جي باري ۾ ڪو نہ پڇيو هيو ڪجهہ ڪو نہ چيو هيو. ڇا ان جو اهو مطلب هيو تہ اها هميشه جي لاءِ هن جي زندگيءَ مان نڪري وئي؟ ڇا ان جو مطلب هيو تہ اها آئيندي بہ ڪڏهن ان جي زندگيءَ ۾ ڪونہ ايندي؟ هن کي پنهنجي زندگي آمنہ سان گذارڻي پوندي؟ ان جي دل ٻڏي وئي. ان ڊاڪٽر صاحب جي واتان امامہ جي حوالي سان ڪا تسلي، ڪو دلاسو ڪا اميد ٿي گهري

ڊاڪٽر صاحب خاموش هيو. اهو ماٺ ڪيون ان کي ڏسندو رهيو.

”مان توهان جي ۽ آمنہ جي لاءِ گهڻي دعا ڪندس. بلڪ ڪعبت الله شريف ۾ مان گهڻي دعا ڪري آيو آهيان.... رسول الله ﷺ جي روضي پاڪ تي بہ “اهو لنڊن مان واپسي تي عمرو ڪندو آيو هيو.

سالار ڪنڌ جهڪائي ڇڏيو. پري کان آذان جو آواز اچي رهيو هيو. ملازم روزي کولڻ لاءِ ميز تي شيون رکي رهيو هيو. ان وساٽل دل سان ڊاڪٽر سبط علي سان گڏ ويهي روزو کوليو پوءِ اهو ۽ ڊاڪٽر سبط علي نماز پڙهڻ جي لاءِ پر واري مسجد شريف ۾ هليا ويا. اتان موٽڻ کان پوءِ ان ڊاڪٽر سبط علي وٽ ماني کاڌي ۽ پوءِ واپس پنهنجي فليٽ تي آيو.

****

"سياڻي مون سان گڏ سعيده امان جي گهر هلي سگهنديون؟"

ان ڊاڪٽر سبط علي جي گهران موٽڻ کان پوءِ ڏهين بجي ڌاري فرقان کي فون ڪيو. فرقان اسپتال ۾ هيو. ان جي رات جي ڊيوٽي هئي.

"ها، چو نه. ڪو خاص ڪم آهي؟"

"مان آمنه سان ڪجهه ڳالهيون ڪرڻ ٿو گهران."

فرقان ڪجهه دير تائين ڳالهائي ڪونه سگهيو. سالار جو لهجو سادو سودو هيو. ان جي لهجي مان ڪنهن به تلخي جو ڪو آثار ڪو نه هيو.

"ڪهڙيون ڳالهيون؟"

"ڪا تشويش جي ڳالهه ڪونهي." سالار چئي ان کي تسلي ڏني.

"پوءِ به" فرقان زور ڀريو.

"تون وري امامه جي باري ۾ ڳالهه ڪرڻ ٿو گهرين؟"

"تون پهريان مون کي اهو ٻڌاءِ ته مون سان گڏ هلندين؟" سالار ان جي ڳالهه جو جواب ڏيڻ جي بجاءِ پڇيو.

"ها، هلندس."

" ته پوءِ مان توکي سڀاڻي ئي ٻڌائيندس ته مون کي ان سان ڇا ڳالهائڻو آهي."

ان کان اڳ جو فرقان ڪجهه چوي، فون بند ٿي ويو.

❊ ❊ ❊

"تون ان سان امامه جي باري ۾ ڳالهائڻ ٿو گهرين؟" فرقان گاڏي هلائيندي سالار کان پڇيو.

"نه. صرف امامه جي باري ۾ نه پر ٻيون به گهڻيون ڳالهيون آهن جيڪي مان ڪرڻ گهران ٿو."

"سالار! خدا جي واسطي(فار گاڊ سيڪ)، پراڻا مڙدا کوٽڻ جي ڪوشش نه ڪر." فرقان ناراضگي مان چيو.

"ان کي منهنجين ترجيحن ۽ مقصدن جي خبر هجڻ گهرجي. هاڻي ان کي مون سان سموري زندگي گذارڻي آهي." سالار ان جي ناراضگيءَ جي پرواهه ڪرڻ کان سواءِ چيو.

"ان کي خبر پئجي ويندي، اها سمجهدار ڇوڪري آهي، جيڪڏهن ڪجهه ٻڌائڻو ئي اٿئي ته گهر وٺي اچي ٻڌائجانس، اتي مڙدن جا ڪفن لاهڻ نه ويهجانءِ."

"گهر وٺي اچڻ کان پوءِ ٻڌائڻ جو ڪهڙو فائدو، جڏهن ان جي لاءِ واپسيءَ جو ڪو رستو ئي نه هجي. مان چاهيان ٿو ته اها منهنجن ڳالهين کي ٻڌي، سمجهي، سوچي ۽ پوءِ ڪو فيصلو ڪري."

"هاڻي اها ڪو فيصلو نٿي ڪري سگهي. تنهنجو ۽ ان جو نڪاح ٿي ويو آهي."

"وهانءُ (رخصتي) ته ڪو نه ٿيو آهي."

"ان سان ڪهڙو فرق ٿو پوي."

”چو نٿو پوي. جيڪڏهن ان کي منهنجي ڳالهه تي اعتراض ٿيو ته اها انهي رشتي جي باري ۾ نظرثاني ڪري سگهي ٿي.“ سالار سنجيدگيءَ سان چيو.

فرقان چپندڙ نظرن سان ان کي ڏٺو.

”۽ ان نظرثاني جي لاءِ تون ان جي سامهون ڪهڙيون حقيقتون ۽ دليل پيش ڪرڻ ٿو گهرين؟“

”مان صرف ان کي ڪجهه ڳالهيون ٻڌائڻ گهران ٿو جن کان واقف هجڻ ان لاءِ ضروري آهي.“ سالار واضح انداز ۾ چيو.

”اها ڊاڪٽر سبط علي جي مائٽياڻي آهي، مان ان حوالي سان ان جي گهڻي عزت ڪريان ٿو. ڊاڪٽر صاحب مون کي نه چيو هجي ها ته اهو رشتو قائم به نه ٿئي ها ليڪن مان.....“

فرقان ان جي ڳالهه ڪٽي ورتي.

”ٺيڪ آهي، توکي ان کي جيڪو چوڻو هجي چئي ڇڏجان ليڪن امامه جي ذڪر کي ڪجهه گهٽ ئي رکجان چو ته ان کي جيڪڏهن ڪنهن ڳالهه کان تڪليف (هرٽ) پهچندي ته اها اهائي ڳالهه هوندي، باقي ڳالهين جي شايد اها پرواهه نه به ڪري آخرڪار ٻي زال هجڻ يا چورائڻ آسان ڪونه هوندو آهي.“ فرقان ان کي سمجهائڻ جي ڪوشش ڪئي.

”۽ مان چاهيان ٿو ته اها هي ڳالهه محسوس ڪري، ان جي باري ۾ سوچي...... اجا ته ڪجهه ڪونهي بگڙيو. تون چوين ٿو اها خوبصورت آهي، لکيل پڙهيل آهي،ان جو تعلق سٺي خاندان سان آهي.....“

فرقان هڪڙو ڀيرو وري ان جي ڳالهه ڪٽي ورتي.

”سالار! انهي موضوع کي ختم ڪر. توکي ان کي جيڪو ڪجهه چوڻو آهي، ان کي جيڪو سمجهائڻو آهي وڃي چئي ڇڏجان.....“

”مان ان سان اڪيلائي ۾ ڳالهائڻ ٿو چاهيان.“ سالار چيو.

”مان سعيده امان کي چوندس. اها توکي ان سان اڪيلائي ۾ ڳالهه ڪرائيندي“ فرقان ان جي ڳالهه تي مٿو ڌوڻيندي چيو.

اهي اڌ ڪلاڪ ۾ سعيده امان وٽ پهچي ويا. دروازو سعيده امان ئي کوليو هيو ۽ سالار ۽ فرقان کي ڏسي اها خوشي ۾ ڪونه ٿي ماپي. اها انهن ٻنهي کي اوطاق واري ان ئي ڪمري ۾ وٺي وئي.

”سعيده امان! سالار آمنه سان اڪيلائي ۾ ڪجهه ڳالهيون ڪرڻ ٿو گهري“

فرقان ڪمري ۾ داخل ٿيندي چيو.سعيده امان ڪجهه منجهي وئي.

”ڪهڙيون ڳالهيون؟“ اها هاڻي سالار ڏانهن ڏسي رهي هئي جيڪو خود به ويهڻ جي بجاءِ فرقان سان گڏ ئي بيٺو هو.

”آهن ڪجهه ڳالهيون، جيڪي هي ان سان ڪرڻ گهري ٿو مگر پريشاني واري ڪا ڳالهه ڪونهي.“ فرقان ان کي تسلي ڏني.

سعيده امان هڪڙو ڀيرو وري سالار کي ڏسڻ لڳي. ان نظرون چورائي ڇڏيون.

"چڱو..... پوءِ تون مون سان گڏ اچ. پٽ! آمنه اندر آهي. اندر اچي ان سان مل."

سعيده امان اهو چئي دروازي مان ٻاهر نڪري وئي. سالار فرقان ڏانهن ڏٺو پوءِ اهو به سعيده امان جي پٺيان هليو ويو.

اوطاق ٻاهرين دروازي جي کاٻي پاسي هئي. ساڄي پاسي مٿي وڃڻ لاءِ ڏاڪڻ هئي.ٻاهرين دروازي کان ڪجهه اڳتي بلڪل سامهون ڪجهه ڏاڪا چڙهڻ کان پوءِ ڪاٺ جو هڪڙو پراڻي طرز جو وڏو دروازو هيو جيڪو ان وقت کليل هيو ۽ اتي ڳاڙهين سرن جو ويڪرو اڱڻ نظر اچي رهيو هيو.

سعيده امان جو رخ انهن ڏاڪن ڏانهن هيو. سالار ان کان ڪجهه پوئتي هيو. سعيده امان هاڻي ڏاڪا چڙهي رهي هئي. اها جڏهن ڏاڪا چڙهي اڱڻ ۾ داخل ٿي وئي ته سالار به ڪجهه هٻڪندو ڏاڪا چڙهڻ لڳو.

ڳاڙهين سرن واري ڪشادي اڱڻ ۾ چوڌاري پٿين سان گڏ ننڍڙيون ٻاريون ٺهيل هيون جن ۾ پوکيل ساوا ٻوٽا ۽ وليون ڳاڙهين سرن سان ٺهيل پٿين جي ميلاپ ڪري ڏاڍو خوبصورت لڳي رهيون هيون. اڱڻ جي هڪڙي حصي ۾ اُس هئي ۽ ڏينهن جي ان پهر ۾ به اُس ڏاڍي تکي هئي. اُس ڳاڙهي رنگ کي اڃا وڌيڪ چٽو ڪري ڇڏيو هو.

آهستي آهستي ڏاڪا چڙهي سالار اڱڻ ۾ قدم رکيا ۽ ششدر ٿي بيهي رهيو. اڱڻ جي اُس واري حصي ۾ رکيل هڪڙي کٽ جي سامهون هڪڙي ڇوڪري بيٺي هئي. اهاشايد ان وقت کٽ تان لٿي هئي. ان جي پٺي سالار ڏانهن هئي. ان کي سفيد چولو ۽ ڪاري سلوار پاتل هيا ۽ وهنجي آئي هئي. ان جي چيلهه کان ڪجهه مٿي ان جا ڪارا آلا ڊيل وار ان جي پٺيءَ تي ڪنبڙيل هيا. ان جو سفيد رئو کٽ تي پيو هيو. ان پنهنجي چولي جي ٻانهن کي ٺونٺين تائين مٿي ويڙهيندي سالار ڏانهن منهن ڦيرايو هيو.

سالار جو ساهه سڪي ويو. ان زندگيءَ ۾ ان کان وڌيڪ خوبصورت ڇوڪري ڪو نه ڏٺي هئي يا وري ان کي ان ڇوڪريءَ کان ڪو ٻيو وڌيڪ خوبصورت ڪو نه لڳو هيو. اها يقيناً آمنه هئي. ان گهر ۾ آمنه کان علاوه ٻيو ڪير ٿي سگهيو ٿي. اهو اڳتي وڌي ڪو نه سگهيو. اهو ان تان نظرون هٽائي ڪو نه سگهيو. ڪنهن ان جي دل کي مٺ ۾ پڪوڙي ڇڏيو هيو. ڌڙڪن رڪجي وئي هئي يا هلي رهي هئي، ان کي ڪا خبر ڪو نه هئي.

ان جي ۽ آمنه جي وچ ۾ گهڻو فاصلو هيو. ٻانهون کُنجيندي آمنه جي پهرين نظر سعيده امان تي پئي.

"سالار پٽ آيو آهي."

سعيده امان گهڻو اڳتي وڌي آئي هئي. آمنه ڪنڌ کي ٿورو ٽيڏو ڪندي اڱڻ جي دروازي ڏانهن ڏٺو. سالار ان کي به حيران ٿيندي ڏٺو پوءِ ان ڪنڌ واپس ڦيرائي ڇڏيو. ان جي پٺي هڪڙو ڀيرو وري سالار ڏانهن هئي. سالار ان کي جهڪندي ۽ کٽ تان رئو

ڪڻندي ڏٺو. رئي کي ڇاتي تي ڦيرائيندي ان هڪڙي پلاند سان پنهنجي مٿي ۽ پٺيءَ کي به ڍڪي ڇڏيو هيو.

سالار هاڻي ان جي پٺيءَ تي ڪنڊڙيل وار نٿي ڏسي سگهيو مگر ان کي آمنہ جي اطمينان حيران ڪيو هيو. ان کي ڪا گهبراهٽ، ڪا جلدي،ڪا حيراني ڪو نہ هئي.

سعيده امان ڪنڌ ورائي سالار کي ڏٺو پوءِ ان کي دروازي ۾ ئي بيٺل ڏسي ان چيو.

"اڙي پٽ! اتي ڇو بيٺو آهين، اندر اچ. تنهنجو پنهنجو ئي گهر آهي."

آمنہ رئو ويڙهڻ کان پوءِ منهن ورائي ان کي هڪڙو ڀيرو وري ڏٺو هيو. اهو هاڻي بہ ان کي ئي ڏسي رهيو هيو. اکيون ڇنڀڻ کان سواءِ سڪتي جي حالت ۾ بنا چر پر جي.

آمنہ جي منهن تي هڪڙو رنگ اچي گذري ويو. اهو هاڻي اڳتي اچي ويو هيو.

"هي آمنہ آهي، منهنجي ڌيءَ." سعيده امان ان جي ويجهي اچڻ تي تعارف ڪرايو.

"السلام عليڪم!" سالار آمنہ کي چوندي ٻڌو. اهو ڪجهہ ڳالهائي نہ سگهيو. اها ان کان چند وکن جي مفاصلي تي بيٺي هئي. ان کي ڏسڻ مشڪل ٿي ويو هيو.

اهو گهبرائجي (نروس) ٿي ويو هيو. آمنہ ان جي گهبراهٽ کي محسوس ڪري ورتو هيو.

"سالار توسان ڪجهہ ڳالهيون ڪرڻ ٿو گهري" سعيده امان آمنہ کي ٻڌايو.

آمنہ هڪڙو ڀيرو وري سالار کي ڏٺو ۽ ٻنهي جون نظرون مليون. ٻنهي هڪ ئي وقت نظرون چورايون.

آمنہ سعيده امان کي ڏٺو ۽ سالار آمنہ جي ڪاراين تائين مينديءَ جي ڇٽن سان ڀريل هٿن کي.

هڪدم ان کي لڳو تہ اهو ان ڇوڪريءَ کي ڪجهہ چئي ڪو نہ سگهندو.

"سالار پٽ! اندر ڪمري ۾ هلون ٿا. اتي تون اطمينان سان آمنہ سان ڳالهائجان." سعيده امان ان ڀيري سالار کي مخاطب ڪيو.

سعيده امان اهو چوندي اندر ورانڊي ڏانهن وڃڻ لڳي. سالار آمنہ کي ڪنڌ جهڪائي ان جي پيروي ڪندي ڏٺو. اهو اتي بيٺو ان کي اندر ويندي ڏسندو رهيو. سعيده امان ڪمري جو دروازو کولي اندر پهچي وئي. آمنہ دروازي تي پهچي ڪنڌ ورائي ان کي ڏٺو. سالار هڪدم نظرون هيٺ ڪري ڇڏيون. آمنہ موٽي ان کي ڏٺو پوءِ شايد حيران ٿي. سالار اندر ڇو نٿو اچي. سالار ان ڏانهن ڏسڻ کان سواءِ ڪنڌ جهڪائي وکون اڳتي وڌايون. آمنہ ڪجهہ مطمئن ٿي ڪنڌ ورائي ڪمري ۾ اچي وئي.

سالار جڏهن ڪمري ۾ داخل ٿيو تہ سعيده امان اڳ ۾ ئي هڪڙي ڪرسي تي ويهي رهي هئي. آمنہ بلب ٻاري رهي هئي. سالار کي اُس مان اندر اچي ٿڌڪار جو احساس ٿيو.

"ويهہ پٽ!" سعيده امان هڪڙي ڪرسي ڏانهن اشارو ڪندي ان کي چيو. سالار ڪرسي تي ويهي رهيو. آمنہ بلب ٻارڻ کان پوءِ ڪجهہ فاصلي تي ان جي سامهون هڪڙي صوفي تي ويهي رهي.

سالار انتظار ڪري رهيو هيو تہ سعيده امان ٿوري دير ۾ اتان اٿي هلي ويندي. فرقان

ان کي چٽو ڪري ٻڌايو هيو تہ اهو ان سان اڪيلائي ۾ ڳالهائڻ ٿو گهري، مگر ڪجھ گهڙين کان پوءِ سالار کي اندازو ٿي ويو تہ ان جو اهو انتظار بيڪار هيو. اها شايد اهو وساري ويٺي هئي تہ سالار اڪيلائي ۾ آمنہ سان ملڻ ٿي گهريو يا وري ان جو اهو خيال هيو تہ اها اڪيلائي صرف فرقان جي موجود نہ هجڻ لاءِ هئي. سالار ان کي انهي ۾ شامل ڪو نہ ڪيو هوندو يا وري اڄا اها سالار کي ايترو اعتبار جي قابل نہ سمجهي رهي هئي جو پنهنجي ڌيءَ سان گڏ ان کي اڪيلو ڇڏي ڏئي ها.

سالار کي آخري اندازو صحيح لڳو. هن ان کي جيڪو ڪجھ ۽ جيترو بہ چوڻ ٿي گهريو سعيده امان جي سامهون چوڻ نٿي گهريو. اهو چئي ئي نٿي سگهيو. ان پنهنجي ذهن تي زور ڏيڻ جي ڪوشش ڪئي. ان کي ڪجھ تہ چوڻو ئي هيو اهو ڪجھ بہ ڳولي ڪو نہ سگهيو. ان جو ذهن خالي هيو.

اڌ اونداهي ٽڌي ڪمري ۾ بلڪل ماٺ هئي. اهو هاٿي ٻنهي هٿن جون آڱريون هڪ ٻئي ۾ ڦاسائي فرش تي نظرون ڄمايون ويٺو هيو.

آمنہ ڪمري ۾ ڪو فيشني بلب ٻاريو هيو. ڊگهين پٽين وارو سامان سڙي سان پريل کليل ۽ ڪشادو ڪمرو شايد ويهڪ واري ڪمري (سٽنگ روم) طور استعمال ٿيندو هيو. ان ۾ ڪيترائي دروازا هيا ۽ سمورا دروازا بند هيا. ڪمري ۾ موجود اڪيلي دري ورانڊي ۾ کلندي هئي ۽ ان جي اڳيان پردا هيا. فرش تي ٽلهو واڱڻائي رنگ جو قالين پيل هيو ۽ فيشني بلب ڪمري کي پوري نموني روشن ڪرڻ ۾ ناڪام ٿي رهيو هيو.

گهٽ ۾ گهٽ سالار کي ڪمري ۾ اونده ئي محسوس ٿي رهي هئي. شايد اهي ان جا احساس هيا يا وري.

”مون کي اڄ پنهنجي نظر چڪاسڻ واري ڊاڪٽر (آپٽيشن) سان ضرور ملڻ گهرجي. ويجهي سان گڏ شايد منهنجي پري جي نظر بہ ڪمزور ٿي وئي آهي.“ سالار مايوسيءَ مان سوچيو.

ميز جي ٻئي پاسي تي ويٺل آمنہ کي اهو ڏسي ڪو نہ ٿي سگهيو. ان هڪڙو پيرو وري اڪيون قالين ۾ کپائي ڇڏيون پوءِ ان هڪدم آمنہ کي اٿندي ڏٺو. اها پٽ وٽ وڃي ڪجھ پيا بلب ٻاري رهي هئي. ڪمرو ٽيوب لائيٽ جي روشني ۾ ٻهڪي ويو. فيشني بلب وسامي ويو. سالار حيران ٿيو. آمنہ اڳ ۾ ٽيوب لائيٽ ڇو ڪو نہ ٻاري هئي، پوءِ اوچتو ان کي احساس ٿيو تہ اها بہ گهٻرايل (نروس) هئي.

آمنہ پيھر وري ان جي سامهون صوفي تي اچي ڪو نہ ويٺي. اها ان کان ڪجھ پرتي سعيده امان جي پرسان هڪڙي ڪرسي تي ويهي رهي. سالار ان پيري ان کي ڏسڻ جي ڪوشش ڪو نہ ڪئي. اهو ساڳي نموني قالين کي گهوريندو رهيو. سعيده امان جو صبر آخرڪار جواب ڏئي ويو. ڪجھ دير کانپوءِ ان کنگهڪار ڪري سالار جو ڌيان ڇڪايو.

”ڪر پتر! اهي ڳالهيون جيڪي توکي آمنہ سان اڪيلائي ۾ ڪرڻيون هيون.“

ان سالار کي وڏي پيار سان ياد ڏياريو.

"ايتري دير کان ماٺ ڪيون ويٺو آهين. منهنجي تہ دل ٻڏي رهي آهي."

سالار هڪڙو ٿڌو ساهہ ڀريو پوءِ سعيده امان ۽ آمنہ کي واري واري سان ڏٺو.

"ڪجهہ ڪونهي، مان بس ان کي ڏسڻ ٿي گهريو."

ان پنهنجي لهجي کي حد درجي جي ڪوشش ڪندي صاف ۽ سڌو رکڻ جي ڪوشش ڪندي چيو. سعيده امان جي چهري تي رونق موٽي آئي.

"تہ ايتري ڳالهہ هئي ۽ فرقان مون کي ڊيڄاري ئي ڇڏيوهيو. ها. ها ضرور ڏس. ڇونہ. تنهنجي زال آهي." اهو اٿي بيهي رهيو.

"توهان هن کي چئو تہ سامان ٻڌي تيار ڪري، مان ٻاهر انتظار ڪريان ٿو."

ان دروازي ڏانهن ويندي سعيده امان کي چيو. آمنہ ڇرڪ ڀري ان کي ڏٺو. سعيده امان بہ حيراني مان ان کي ڏسي رهي هئي.

"مگر پٽ! تون تہ صرف ان سان ڪجهہ ڳالهيون ڪرڻ پئي چاهيون پوءِ رخصتي...... منهنجو مطلب آهي مون گهريو ٿي تہ باقاعده رخصت ڪريان ۽......"

سالار آرام سان سعيده امان جي ڳالهہ ڪٽي ڇڏي.

"توهان ائين سمجهو تہ مان باقاعده رخصتي ڪرائڻ لاءِ ئي آيو آهيان."

سعيده امان ڪجهہ دير تائين ان جو منهن ڏسندي رهي پوءِ چيائين.

"ٺيڪ آهي پٽ! تون جيڪڏهن ائين چاهين ٿو تہ ائين ئي سهي مگر روزو کولڻ لاءِ ترس. ڪجهہ ڪلاڪ باقي آهن. ماني تہ کائي وڃ."

"نہ مون کي ۽ فرقان کي ڪجهہ ڪم آهي. مان ان کي صرف هڪ ڪلاڪ جي لاءِ وٺي آيو هيس. گهڻي دير ترسڻ ممڪن ڪونهي منهنجي لاءِ." اهو بيٺي بيٺي چئي رهيو هيو.

"ليڪن امان! مونکي سامان ٻڌي تيار ڪرڻ ۾ گهڻي دير لڳندي"

آمنہ اتي ڪرسي تي ويٺي پهريون ڀيرو سموري گفتگو ۾ حصو ورتو. سالار ڪنڌ ورائي ان کي ڏسڻ کان سواءِ سعيده امان کي چيو.

"سعيده امان! توهان هن کي چئو اها آرام سان سامان ٻڌي تيار ڪري، مان ٻاهر انتظار ڪندس. اها جيتري بہ دير گهري"

اهو هاڻي ڪمري مان نڪري ويو هيو.

❊ ❊ ❊

فرقان حيراني مان سالار کي ڏٺو. اهو اوطاق واري ڪمري ۾ داخل ٿي رهيو هيو.

"تون ايترو جلدي واپس اچي وئين. مان تہ سوچي رهيو هيس تہ تون گهڻي دير کان پوءِ واپس ايندين."

سالار جواب ۾ ڪجهہ چوڻ کان سواءِ ويهي رهيو.

فرقان غور سان ان جي منهن ۾ ڏٺو. "خيريت آهي؟"

"ها."

"آمنہ سان ملاقات ٿي؟"

”ها.“

”پوءِ؟“

”پوءِ ڇا؟“

”هلون؟“

”نہ.“

”ڇو؟“

”مان آمنہ کي گڏ وٺي ٿو هلان.“

”ڇا؟“ فرقان وائڙو ٿي ويو.

”تون تہ ان سان ڪجهہ ڳالهائڻ لاءِ آيو هئين؟“

سالار جواب ڏيڻ جي بجاءِ ان کي عجيب نظرن سان ڏسڻ لڳو.

”اهو هڪدم رخصتي جو ڇو سوچي ورتئي؟“

”بس سوچي ورتو.“

ان ڀيري فرقان ان کي منجهيل نظرن سان ڏٺو.

❋ ❋ ❋

ٻن ڪلاڪن کان پوءِ آمنہ جڏهن فرقان ۽ سالار سان گڏ سالار جي فليٽ تي پهتي هئي، ان وقت روزي ڪلڻ ۾ گهڻو وقت ڪو نہ هيو. سالار روزي کولڻ لاءِ رستي مان ئي سامان ورتو هيو. فرقان روزي کولڻ لاءِ انهن ٻنهي کي پنهنجي فليٽ تي وٺي وڃڻ ٿي گهريو مگر سالار ان تي راضي ڪو نہ ٿيو. فرقان پنهنجي زال کي بہ سالار جي فليٽ تي گهرايو.

روزي کولڻ لاءِ ميز تي شيون فرقان جي زال ئي سجايون هيون. آمنہ مدد ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي هئي جنهن کي فرقان ۽ ان جي زال منع ڪري ڇڏي، سالار مداخلت ڪو نہ ڪئي هئي. اهو موبائيل فون کڻي بالڪنيءَ ۾ هليو ويو. هال ۾ ويٺي درين جي شيشن مان ٻئي پاسي آمنہ ان کي بالڪنيءَ ۾ هلندي ڦرندي موبائيل تي ڪنهن سان ڳالهائيندي ڏٺو. اهو گهڻو سنجيدو نظر اچي رهيو هيو.

ان سعيده امان جي گهر کان پنهنجي فليٽ تائين هڪڙو ڀيرو بہ ان سان ڪو نہ ڳالهايو هيو. اهو صرف فرقان هيو جيڪو گهڙي گهڙي ان سان ڳالهائي رهيو هيو ۽ هاڻي بہ اهوئي ٿي رهيو هيو.

سالار اها خاموشي روزي کولڻ واري مهل ميز تي بہ ڪونہ ٽوڙي، فرقان ۽ ان جي زال ئي آمنہ کي مختلف شيون کائڻ لاءِ کڻي ڏيندا رهيا. آمنہ ان جي خاموشي ۾ سرد مهري کي محسوس ڪيو هيو.

❋ ❋ ❋

روزي کولڻ کان پوءِ اهو فرقان سان گڏجي مغرب جي نماز پڙهڻ لاءِ نڪري آيو هيو. فرقان کي مغرب جي نماز کان پوءِ اسپتال وڃڻو هو.

مسجد مان نڪري فرقان سان ڪار پارڪنگ ڏانهن ايندي فرقان ان کان پڇيو.

"تون تمام گهڻو خاموش آهين؟" سالار هڪڙو ڀيرو ان کي ڏٺو مگر ڪجھ چوڻ کان سواءِ هلندو رهيو.

"ڇا تو کي ڪجھ چوڻو ڪونهي؟"

اهو لڳيتو ان جي خاموشي کي ٽوڙڻ جي ڪوشش ڪري رهيو هيو. سالار اکيون مٿي ڪري آسمان ڏانهن ڏٺو. مغرب جي وقت ٿي ڊنڊ ظاهر ٿيڻ لڳو هيو. هڪڙو ٿڌو ساهه کڻي ان فرقان کي ڏٺو.

"نه مون کي ڪجھ ڪونهي چوڻو."

ڪجھ گھڙيون گڏ هلڻ کان پوءِ فرقان ان کي ٻڌڪندي ٻڌو.

"مان اڄ ڪجھ به چوڻ جي قابل ڪو نه آهيان."

فرقان کي بي اختيار ان تي ترس آيو. گڏ هلندي هلندي ان سالار جي ڪلهي تي ٿڦڪي هنئي.

"مان تنهنجن احساسن کي سمجهي سگهان ٿو ليڪن زندگيءَ ۾ اهو سڀ ڪجھ ٿيندو رهندو آهي. تون امامه جي لاءِ جيڪو ڪجھ ڪري ٿي سگهئين تو ڪيو. جيترو انتظار ڪري ٿي سگهئين تو ڪيو. اٺ نو سال گهٽ ڪو نه هوندا آهن. هاڻي جيڪڏهن تنهنجي قسمت ۾ اها ئي ڇوڪري آهي ته اسان يا تون ڇا ٿا ڪري سگهون."

سالار بي تاثر نظرن سان ان کي ڏٺو.

"هن گهر ۾ اچڻ امامه جو مقدر ڪونه هيو. آمنه جو مقدر هيو. سو اها اچي وئي. ان سان نڪاح ڪئي ست ڏينهن ٿيا آهن ۽ انهن ڏينهن اها هتي آهي. امامه سان نڪاح کي نَو سال ٿيڻ وارا آهن ۽ اها اڄ تائين تو وٽ اچي نه سگهي آهي. ڇا تون اها ڳالهه نٿو سمجهي سگهين ته امامه تنهنجي مقدر ۾ ڪونهي."

اهو پوري دلي خلوص سان ان کي سمجهائڻ جي ڪوشش ڪري رهيو هو.

"اسان جون گهڻيون ئي خواهشون هونديون آهن. ڪجھ خواهشون الله تعاليٰ پوريون ڪري ڇڏيندو آهي، ڪجھ ناهي ڪندو. ٿي سگهي ٿو امامه جي نه ملڻ ۾ تنهنجي لاءِ بهتري هجي. ٿي سگهي ٿو الله تعاليٰ تو کي آمنه جي لاءِ رکيو هجي. ٿي سگهي ٿو اڄ کان ڪجھ سال پوءِ تون ان ڳالهه تي الله تعاليٰ جو شڪر ڪندي نه ٿڪجين."

اهي ٻئي هاڻي پارڪنگ وٽ پهچي چڪا هيا. فرقان جي گاڏي شروع ۾ ئي بيٺي هئي.

"مون پنهنجي زندگيءَ ۾ اهڙو ماڻهو ڪو نه ڏٺو آهي جنهن جي هر خواهش پوري ٿي هجي، جنهن جيڪو گهريو هجي ان کي اهو مليو ويو هجي، پوءِ شڪايت ڪهڙي ڳالهه جي. آمنه سان گڏ هڪڙي سٺي زندگي گذارڻ جي ڪوشش ڪر."

اهي ٻئي هاڻي گاڏي وٽ پهچي چڪا هيا. فرقان ڊرائيور سيٽ وارو دروازو کوليو پر ويهڻ کان اڳ ان سالار جي ٻنهي ڪلهن تي هٿ رکي واري واري سان ان جي ٻنهي ڳلن کي چميو.

"تو کي اهو ئي ياد رکڻ گهرجي ته تو هڪڙي نيڪي ڪئي آهي ۽ ان نيڪيءَ جو اجر جيڪڏهن تو کي هتي نه ملندو ته اڳين دنيا ۾ ملي ويندو."

اهو هاڻي سالار جي ڇهري ڪي پنهنجن پنهي هٿن ۾ جهليون چٺي رهيو هيو. سالار ڪنڌ ڪي ٿورو جهڪائي ڪجهه مرڪيو.

فرقان هڪڙو ڊگهو ساهه کنيو. اڄوڪي ڏينهن ۾ اها پهرين مرڪ هئي جيڪا ان سالار جي چهري تي ڏٺي هئي. ان پاڻ به مرڪندي سالار جي پٺي ٿپري ۽ ڊرائيور سيٽ تي ويهي رهيو.

سالار گاڏيءَ جو دروازو بند ڪيو. فرقان گاڏي چالو ڪرڻ لاءِ چاٻي گهمائي رهيو هيو جڏهن ان سالار ڪي دريءَ جو شيشو آگر سان وڄائيندي ڏٺو. فرقان شيشو هيٺ ڪري ڇڏيو.

”تو ڇيو پئي ته تو اڄ تائين ڪو اهڙو انسان ڪو نه ڏٺو آهي جنهن ڪهڙي به شي جي خواهش ڪئي هجي، ان کي ملي وئي هجي.“

سالار دريءَ تي جهڪي پرسڪون آواز ۾ ان کي چئي رهيو هيو. فرقان منجهيل نظرن سان ان کي ڏٺو. اهو تمام گهڻو پرسڪون ۽ مطمئن لڳي رهيو هيو.

”پوءِ تون مون کي ڏس. ڇو ته مان اهو انسان آهيان جنهن اڄ تائين جيڪو به گهريو آهي، ان کي ملي ويو آهي.“

فرقان کي لڳو ته ان جو ذهن ڏک ڪري متاثر ٿي رهيو آهي.

”جنهن کي تون منهنجي نيڪي چئي رهيو آهين، اهو دراصل منهنجو ”اجر“ آهي، جيڪو مون کي زمين تي ئي ڏنو ويو آهي. مون کي آخرت جي انتظار ۾ ناهي رکيو ويو ۽ منهنجو مقدر اڄ به اهو آهي جيڪو نَوَ سال پهريان هيو.“

اهو رڪي رڪي چٽي آواز ۾ چئي رهيو هيو.

”مون کي اها ئي عورت ڏني وئي آهي جنهن جي مون خواهش ڪئي هئي، امامه هاشم هن وقت منهنجي گهر ۾ آهي. خدا حافظ.“

فرقان سڪتي واري حالت ۾ ويٺو پري ويندڙ ان جي پٺي کي ڏسندو رهيو. اهو ڇا چئي ويو هيو ان جي سمجهه ۾ ڪو نه آيو.

”شايد مان ان جي ڳالهه چڱي طرح ٻڌي نه سگهيس... يا وري شايد ان جو دماغ خراب ٿي ويو آهي...... يا وري ان صبر ڪري ورتو آهي...... امامه هاشم......؟“ سالار هاڻي گهڻو پري نظر اچي رهيو هيو.



# باب نائون

لاهور پهچڻ کان پوءِ ان جي لاءِ اڳيون مرحلو ڪنهن جي مدد حاصل ڪرڻ هئي، مگر ڪنهن جي؟ اها هاسٽل تي وڃي نٿي سگهي. اها جويريہ يا ٻين شاگردياڻين سان رابطو نٿي ڪري سگهي، ڇو تہ ان جا گهر وارا ان جي سهيلين کان واقف هيا ۽ ڪجهہ ئي ڪلاڪن ۾ اهي ان کي لاهور ۾ ڳولڻ وارا هيا. بلڪ ٿي سگهيو ٿي ان وقت تائين ان جي ڳولا شروع ٿي چڪي هجي ۽ انهي صورتحال ۾ انهن سان رابطو ڪرڻ خطري کان خالي ڪو نہ هيو. ان جي لاءِ صبيحہ جي صورت ۾ واحد چونڊ (آپشن) رهجي ٿي ويو مگر ان کي اها خبر ڪو نہ هئي تہ اها اڃا پشاور کان موٽي آئي هئي يا نہ.

صبيحہ جي گهر ملازم کان سواءِ ڪو بہ ڪو نہ هيو. اهي اڃا پشاور ۾ هيا.

"اهي ڪڏهن واپس ايندا؟" ان ملازم کان پڇيو. اهو ان کي سڃاڻندو هيو.

"اها تہ مون کي خبر ڪونهي مگر هڪ ٻن ڏينهن ۾ اچي ويندا." ان امامہ کي ٻڌايو.

"ڇا توهان وٽ اتان جو فون نمبر آهي؟" ان ڪجهہ مايوسي جي حالت ۾ پڇيو.

"جي، اتان جو فون نمبر مون وٽ آهي." ملازم ان کي ٻڌايو.

"توهان اهو مون کي ڏيو. مان فون تي ان سان ڳالهائڻ گهران ٿي."

ان کي ڪجهہ تسلي ٿي. ملازم ان کي اندر وٺي آيو. هال ۾ ان کي ويهاري اهو نمبر ڪڍي آيو.

ان موبائيل تي اتان ويٺي ويٺي صبيحہ کي فون ڪئي. فون پشاور ۾ گهر جي ڪنهن ياتي کنيو هوءِ ان کي ٻڌايائين تہ صبيحہ ٻاهر وئي آهي. امامہ فون بند ڪري ڇڏي.

"صبيحہ سان منهنجي ڳالهہ ڪو نہ ٿي سگهي. مان ڪجهہ دير کان پوءِ ٻيهر ان کي فون ڪنديس." ان پرسان بيٺل ملازم کي چيو.

"ايستائين مان هتي ويهنديس."

ملازم مٿو لوڏيندو هليو ويو. ان هڪ ڪلاڪ کان پوءِ ٻيهر صبيحہ کي فون ڪئي. اها ان جي فون تي حيران ٿي وئي.

هن ان کي مختصر نموني ۾ پنهنجو گهر ڇڏي اچڻ جي باري ۾ ٻڌايو. هن ان کي سالار سان پنهنجي نڪاح جي باري ۾ ڪو نہ ٻڌايو ڇو تہ ان کي خبر نہ هئي تہ صبيحہ ان سموري معاملي جي لاءِ ڇا سمجهندي

"امامہ! تنهنجي لاءِ سڀ کان بهتر اهو آهي تہ تون ان معاملي ۾ ڪورٽ سان رابطو ڪر. مذهب جي تبديلي جي حوالي سان تحفظ جي گهر ڪر." صبيحہ ان جي سموري ڳالهہ ٻڌڻ کان پوءِ چيو.

"مان ايئن ڪرڻ نٿي گهران."

"ڇو؟"

"صبيحہ! مان اڳ ۾ ئي ان مسئلي جي باري ۾ گهڻو سوچي چڪي آهيان. تون منهنجي بابا جي حيثيت ۽ اثر رسوخ کان واقف آهين. پريس وارا تہ آسمان مٿي تي کڻندا. منهجي خاندان کي تمام گهڻين پريشانين سان منهن ڏيڻو پوندو. مان اهو تہ نٿي گهران تہ منهنجي گهر تي پٿراءُ ٿئي، منهنجي ڪري منهنجي گهر وارن جي زندگي کي خطرو ٿئي ۽ اڄ تائين جن ڇوڪرين اسلام قبول ڪري ڪورٽ کان تحفظ وٺڻ جي ڪوشش ڪئي آهي انهن سان ڇا ٿيو آهي. ڪورٽ دارالامان موڪلي ڇڏيندي آهي. اهو جيل موڪلڻ جي برابر آهي. ڪيس جو فيصلو ڪيتري وقت کان پوءِ ٿئي، ڪا خبر ڪونهي.

گهر وارا هڪ کان پوءِ ٻيو ڪيس داخل ڪندا رهندا آهن. ڪيترا سال ايئن گذري وڃن، ڪا خبر ناهي هوندي. جيڪڏهن ڪورٽ ڪنهن کي آزاد رهڻ جي اجازت ڏئي بہ ڇڏي تہ اهي ايترا مسئلا پيدا ڪندا رهندا آهن جو گهڻيون ڇوڪريون واپس گهر وارن ڏانهن هليون وينديون آهن. مان نہ تہ دارالامان ۾ پنهنجي زندگي برباد ڪرڻ ٿي گهران ۽ نہ وري ماڻهن جي نظرن ۾ اچڻ گهران ٿي. مون ماٺ ميٺ ۾ گهر ڇڏيو آهي ۽ مان ان خاموشي سان پنهنجي زندگي گذارڻ چاهيان ٿي."

"امامہ! مان تنهنجي ڳالهہ سمجهي سگهان ٿي، پر مسئلا تہ تنهنجي لاءِ هاڻي بہ پيدا ڪيا ويندا. اهي توکي ڳولڻ لاءِ ننهن چوٽي جو زور لڳائيندا ۽ انهن ماڻهن لاءِ مسئلا پيدا ٿيندا جيڪي توکي پناهہ ڏيندا. ۽ اهي جڏهن توکي ڳولڻ شروع ڪندا تہ مون تائين پهچڻ تہ انهن لاءِ گهڻو آسان هوندو. تنهنجي مدد ڪري اسان کي گهڻي خوشي ٿيندي مگر منهنجو والد اهوئي چاهيندو تہ مدد لڪي ڪرڻ جي بجاءِ کلي ڪري ڪجي ۽ ڪورٽ انهي معاملي ۾ يقيناً تنهنجي حق ۾ فيصلو ڏيندي. تون هاڻي منهنجي گهر ۾ ئي ترس. مان انهي باري ۾ ملازم کي چٺي ڇڏيان ٿي ۽ اڄ مان پنهنجي والد سان ڳالهہ ڪريان ٿي، اسان ڪوشش ڪنداسين تہ سڀاڻي لاهور واپس اچي وڃون."

امامہ ملازم کي سڏ ڪري فون ان جي حوالي ڪئي. صبيحہ ملازم کي ڪجهہ هدايتون ڏنيون ۽ پوءِ رابطو ڪٽي ڇڏيائين.

"مان صبيحہ بيبي جو ڪمرو کوليان ٿو، توهان اتي هليون وڃو." ملازم ان کي چيو.

اها صبيحہ جي ڪمري ۾ هلي آئي مگر ان جي تشويش ۽ پريشاني ۾ اضافو ٿي ويو هيو. اها صبيحہ جي نقطہ نظر کي سمجهي سگهي ٿي. ان بہ يقيناً اهو نٿي گهريو تہ خود صبيحہ ۽ ان جي خاندان تي ڪا مصيبت اچي. ان معاملي ۾ صبيحہ جا انديشا درست هيا. جيڪڏهن هاشم مبين کي اها خبر پئجي وڃي ها تہ هن کي صبيحہ جي ڪٽنب وارن پناهہ ڏني هئي تہ اهو انهن جو جاني دشمن ٿي وڃي ها. شايد انهي ڪري صبيحہ ان کي قانوني مدد وٺڻ جي لاءِ چيو هيو. مگر اهو رستو هن جي لاءِ گهڻو ڏکيو هيو.

جماعت جي ايتري وڏي ليڊر جي ڌي جو اهڙي نموني مذهب ڇڏي ڏيڻ پوري جماعت جي منهن تي چماٽ لڳڻ جي برابر هيو ۽ انهن کي خبر هئي ته ان ڳالهه ڪري پوري ملڪ ۾ جماعت ۽ خود ان جي خاندان کي ڪيتري خواري ڏيندي ۽ اهو ان بي عزتي کان بچڻ لاءِ ڪهڙي حد تائين وڃي سگهيو ٿي. امامه کي خبر ڪونه هئي مگر اندازو ڪري سگهي ٿي.

اها صبيحه جي ڪمري ۾ داخل ٿي رهي هئي جڏهن ان جي ذهن ۾ هڪڙي جهوني سان گڏ سيده مريم سبط علي جو خيال آيو هيو. اها صبيحه جي دوست ۽ ڪلاسي هئي. هيءَ ان سان ڪيترا ڀيرا ملي هئي. هڪڙو ڀيرو صبيحه جي گهر تي ئي مريم کي هن طرفان اسلام قبول ڪرڻ جي خبر پئي هئي. اها شايد صبيحه جي اڪيلي دوست هئي جنهن کي صبيحه امامه جي باري ۾ ٻڌائي ڇڏيو هيو ۽ مريم ڏاڍي حيران ڏسڻ ۾ پئي آئي.

”توکي جيڪڏهن منهنجي مدد جي ڪڏهن به ضرورت پوي ته مون کي ضرور ٻڌائجان. بلڪ بنا ڪنهن هٻڪ جي مون وٽ هلي اچجانءِ.“

ان وڏي گرم جوشيءَ سان امامه سان هٿ ملائيندي چيو هو. پوءِ به امامه سان ٽيڻ وارين ملاقاتن ۾ اها سدائين هن سان ساڳي گرم جوشيءَ سان ملندي رهندي هئي. هن کي خبر ڪو نه هئي ته هن کي ان جو خيال ڇو آيو هيو يا اها ڪيتري حد تائين ان جي مدد ڪري سگهي ٿي مگر ان وقت هن ان سان به رابطو ڪرڻ جو فيصلو ڪيو. ان موبائيل تان فون ڪرڻ گهريو مگر موبائيل جي بيٽري ختم ٿي وئي هئي. هن ان کي چارج ٿيڻ لاءِ لڳايو ۽ پاڻ هال ۾ اچي پنهنجي ڊائري مان مريم جو نمبر ملائڻ لڳي.

فون ڊاڪٽر سبط علي کنيو هيو.

”مان مريم سان ڳالهائڻ گهران ٿي، مان ان جي دوست آهيان.“ هن پنهنجو تعارف ڪرايو. ان ڀيريون ڀيرو مريم کي فون ڪئي هئي.

”مان ڳالهه ڪرايان ٿو.“ ان فون کي هٿ ۾ جهلي رکڻ لاءِ چيو. ڪجهه سيڪنڊن کان پوءِ امامه ٻئي طرفان مريم جو آواز ٻڌو.

”هيلو.....“

”هيلو مريم! مان امامه ٿي ڳالهايان.“

”امامه..... امامه هاشم؟“ مريم حيراني مان پڇيو.

”ها، مون کي تنهنجي مدد جي ضرورت آهي.“

هيءَ ان کي پنهنجي باري ۾ ٻڌائيندي وئي. ٻئي پاسي مڪمل خاموشي هئي جڏهن هن ڳالهائي دنگ ڪيو ته مريم چيو.

”تون هن وقت ڪٿي آهين؟“

”مان صبيحه جي گهر آهيان، مگر صبيحه جي گهر ۾ ڪير به ڪونهي. صبيحه پشاور ۾ آهي.“

ان صبيحه سان ٿيل ڳالهه ٻولهه جي باري ۾ ان کي ڪو نه ٻڌايو.

”تون اتي ئي ترس. مان ڊرائيور کي موڪليان ٿي. تون پنهنجو سامان کڻي ان سان هلي اچ..... مان ايتري دير ۾ پنهنجي امي ۽ ابو سان ڳالهه ڪريان ٿي.“ ان فون بند ڪندي چيو.

اهو صرف هڪڙو اتفاق هيو ته ان ڊاڪٽر سبط علي جي گهر ڪيل فون سالار جي موبائيل تان ڪونه ڪئي هئي ورنه سڪندر عثمان ڊاڪٽر سبط علي جي گهر به پهچي وڃي ها ۽ جيڪڏهن امامه کي اهو خيال اچي وڃي ها ته اهي موبائيل جي بل تان ان کي ڳولهي لهڻ جي ڪوشش ڪندا ته اها لاهور اچي هڪڙو ڀيرو به موبائيل استعمال نه ڪري ها.

اهو به هڪڙو ٻيو اتفاق هيو ته ڊاڪٽر سبط علي پنهنجي آفيس جي گاڏي ۽ ڊرائيور کي ان کي وٺي اچڻ لاءِ موڪليو هيو ورنه صبيحه جو ملازم مريم جي گاڏي ۽ ڊرائيور کي سڃاڻي وٺي ها ڇو ته مريم اڪثر اتي ايندي رهندي هئي ۽ صبيحه سان گڏ انهن ماڻهن کي به خبر پئجي وڃي ها ته اها صبيحه جي گهر کان ڪيڏانهن وئي هئي.

❊ ❊ ❊

اڌ ڪلاڪ کان پوءِ ملازم هڪڙي گاڏي جي اچڻ جو اطلاع ڪيو. اها پنهنجي بئگ کڻڻ لڳي.

”ڇا توهان وڃو پيا؟“

”ها.....“

”مگر صبيحه بيبي ته چيو پئي ته توهان هتي رهندا.“

”نه.... مان وڃان ٿي.... جيڪڏهن صبيحه جو فون اچي ته توهان ان کي ٻڌائجو ته مان هلي وئي آهيان.“

اڻ ڄاڻائي واٽي ان کي اهو ڪونه ٻڌايو ته اها مريم جي گهر وڃي رهي آهي.

❊ ❊ ❊

اها پهريون ڀيرو مريم جي گهر وئي هئي. ان جو خيال هيو ته هن کي اتي وڃي هڪڙو ڀيرو وري مريم ۽ ان جي والدين کي پنهنجي باري ۾ سڀ ڪجهه ٻڌائڻو پوندو. اها ذهني طور تي پاڻ کي سوالن لاءِ تيار ڪري رهي هئي مگر اهڙي ڪا به ڳالهه نه ٿي هئي.

”اسان ته نيرن ڪري چڪا آهيون. تون نيرن ڪري وٺ.“

مريم اڱڻ ۾ ان جو استقبال ڪيو هيو ۽ ان کي اندر وٺي ايندي چيو. اندر هال ۾ ڊاڪٽر سبط علي ۽ ان جي زال سان هن جو تعارف ڪرايو ويو. اهي وڏي خلوص سان مليا. امامه جي چهري تي ايتري مايوسي ۽ پريشاني هئي جو ڊاڪٽر سبط علي کي ان تي ترس اچي ويو.

”مان ماني رکرايان ٿي. مريم تون هن کي ان جو ڪمرو ڏيکار..... ته جيئن اها ڪپڙا بدلائي وٺي.“ ڊاڪٽر سبط علي جي زال مريم کي چيو.

اها جڏهن ڪپڙا بدلائي آئي ته نيرن جي ماني ميز تي رکي هئي. ان خاموشي ۾ نيرن ڪئي.

"امامہ! هاڻي توهان وچي سمهي رهو. مان آفيس وڃي رهيو آهيان. شام جو واپسي تي اسان تنهنجي مسئلي تي ڳالهائينداسين." ڊاڪٽر سبط علي ان کي نيرن ختم ڪندي ڏسي چيو.

"مريم! تون هن کي ڪمري ۾ وٺي وڃ." اهو پاڻ هال مان نڪري ويو.

اها مريم سان گڏجي پنهنجي ڪمري ۾ آئي.

"امامہ! هاڻي تون سمهي رهہ.... تنهنجي ڇهري مان لڳي ٿو تہ تون گذريل ڪيترن ئي ڪلاڪن کان ڪو نہ ستي آهين. عام طور تي ٿڪاوٽ ۽ پريشاني ۾ ننڊ ڪو نہ ايندي آهي ۽ تون هن وقت ان جو شڪار هوندينءَ. مان تو کي ڪا گوري آڻي تي ڏيان، جيڪڏهن ننڊ اچي وڃي تہ ٺيڪ ورنہ گوري کائجان."

اها ڪمري مان ٻاهر نڪري وئي، ڪجهہ دير کان پوءِ اها موٽي آئي، پاڻيءَ جو گلاس ۽ گوري پلنگ جي پاسي واري ٽيبل تي رکندي ان چيو.

"تون بلڪل بي فڪر ٿي سمهي پئو. سڀ ڪجهہ ٺيڪ ٿي ويندو. تون سمجهہ تہ پنهنجي گهر ۾ آهين." اها ڪمري جي بتي وسائي هڪڙو ڀيرو وري ڪمري مان ٻاهر نڪري وئي.

صبح جا ساڍا نَوَ وڄي رهيا هيا مگر اڃا تائين ٻاهر ڏنڌ هيو ۽ ڪمري جي درين تي پردا لڳل هجڻ ڪري ڪمري ۾ اوندهہ اڃا وڌيڪ ٿي وئي هئي. ان ڪنهن معمول وانگر گوري پاڻي سان ڳهي ڇڏي. ان کان سواءِ ننڊ اچڻ جو سوال ئي پيدا ڪونہ ٿي ٿيو. ان جي ذهن ۾ ايترا گهڻا خيال اچي رهيا هيا جو پلنگ تي ليٽي ننڊ جو انتظار ڪرڻ گهڻو مشڪل ٿي ويو ها. ڪجهہ منٽن کان پوءِ ان پنهنجن اعصابن تي هڪڙي غنودگي طاري ٿيندي محسوس ڪئي.

❊ ❊ ❊

اها جنهن وقت ٻيهر اٿي ان وقت ڪمرو مڪمل طور اونداهو ٿي چڪو هيو. اها پلنگ تان اٿي پت ڏانهن وئي ۽ ان بلب ٻاريو. گهڙيال ۾ رات جا ٻارنهن وڄي رهيا هيا. اها فوري طور تي اندازو ڪري نہ سگهي تہ اها ايتري ڊگهي ننڊ گوري جو اثر هيو يا وري گذريل ڪيترن ڏينهن کان صحيح نموني سان سمهي نہ سگهڻ جو.

جيڪو ڪجهہ بہ هيو اها صبح کان گهڻي بهتر حالت ۾ هئي. ان کي ڏاڍي بک لڳي رهي هئي پر ان کي خبر ڪو نہ هئي تہ گهر جا ڀاتي ان وقت جاڳندا هوندا يا نہ. گهڻو آهستي دروازو کولي اها هال ۾ نڪري آئي. ڊاڪٽر سبط علي هال ۾ هڪڙي صوفي تي ويٺو ڪو ڪتاب پڙهي رهيو هيو. دروازو کلڻ جو آواز ٻڌي، ان مٿو کڻي ڏٺو ۽ ان کي ڏسي مرڪيو.

"چڱي ننڊ آئي؟" ان وڏي خوشيءَ مان چيو.

"جي.....!" هن مرڪڻ جي ڪوشش ڪئي.

"هاڻي هيئن ڪريو تہ سامهون بورچيخانو آهي، اتي هليا وڃو. ماني رکي آهي. گرم ڪريو. اتي ميز تي ئي ويهي کائو. ان کان پوءِ چانهن جا بہ ڪوپ ٺاهيو ۽ هتي کڻي اچجو."

اها ڪجھ چوڻ کان سواءِ بورچيخاني ۾ هلي وئي. فرج ۾ رکيل کاڌو ڪڍي ان گرم ڪيو ۽ کائڻ کان پوءِ چانهن کڻي هال ۾ آئي. ان چانھ جو هڪڙو ڪوپ ٺاهي ڊاڪٽر سبط علي کي ڏنو.

اهو ڪتاب ميز تي رکي چڪو هو. پيو ڪوپ کڻي اها ان جي سماهون صوفي تي ويٺي. اها اندازو ڪري چڪي هئي تہ اهو ان سان ڪجھ ڳالهيون ڪرڻ گهري ٿو.

"چانهن ڏاڍي سٺي آهي."

ان هڪڙو ڀيرو ٻيهر مرڪندي چيو. اها ايتري گهبرايل (نروس) هئي جو ان جي تعريف ڪرڻ تي نہ مرڪي سگهي ۽ نہ شڪريو ادا ڪري سگهي. اها صرف ان کي ڏسندي رهي.

"امامہ! توهان جيڪو فيصلو ڪيو آهي ان جي صحيح هجڻ ۾ ڪو شڪ ڪونهي مگر فيصلو گهڻو وڏو آهي ۽ ايتري وڏي فيصلي ڪرڻ لاءِ گهڻي همٿ جي ضرورت هوندي آهي. خاص ڪري انهي ننڍي عمر ۾ مگر ڪڏهن ڪڏهن فيصلي ڪرڻ لاءِ ايتري جرئت جي ضرورت ڪونہ هوندي آهي جيتري ان تي قائم رهڻ لاءِ هوندي آهي. توهان کي ڪجھ وقت کان پوءِ ان جو اندازو ٿيندو." اهو گهڻي پيار واري لهجي ۾ چئي رهيو هيو.

"مان توهان کان اهو معلوم ڪرڻ گهران ٿو تہ ڇا مذهب جي تبديلي جو فيصلو صرف مذهب جي لاءِ آهي يا ڪو ٻيو سبب بہ آهي."

اها ڇرڪ ڀري ان کي ڏسڻ لڳي.

"منهنجو خيال آهي مون کي اچا وڏيڪ چٽي نموني سان اهو سوال پڇڻ گهرجي. ڪٿي ايئن تہ ڪونهي تہ توهان ڪنهن ڇوڪري سان پيار ڪندا هجو ۽ ان جي چوڻ تي يا ان جي لاءِ توهان گهر مان نڪرڻ جو فيصلو ڪيو هجي يا مذهب تبديل ڪرڻ جو. ان سوال جو جواب ڏيڻ کان اڳ توهان اهو نہ سوچجو تہ جيڪڏهن اهڙو ڪو سبب هوندو تہ مان توهان کي خراب سمجهندس يا توهان جي مدد نہ ڪندس. مان اهو صرف انهيءَ لاءِ پڇي رهيو آهيان تہ جيڪڏهن ايئن هوندو تہ مون کي ان ڇوڪري ۽ ان جي گهر وارن سان بہ ملڻو پوندو."

ڊاڪٽر سبط علي هاڻي سواليہ نظرن سان ان کي ڏسي رهيو هيو. ان وقت امامہ کي پهريون ڀيرو مريم سان ايتري دير کان پوءِ رابطو ڪرڻ تي پڇتاءُ ٿيو جيڪڏهن سالار جي بجاءِ ڊاڪٽر سبط علي، جلال يا ان جي گهر وارن سان ڳالهائي ها تہ شايد......" ان ڳوري دل سان انڪار ڪرڻ واري انداز ۾ مٿو لوڏيو.

"اهڙي ڪا ڳالھ ڪونهي."

"ڇا توهان کي واقعي يقين آهي تہ اهڙي ڪا ڳالھ ڪونهي؟" ان هڪڙو ڀيرو وري آرام سان هن کي چيو.

"جي..... مون اسلام ڪنهن ڇوڪري جي لاءِ قبول ڪو نہ ڪيو آهي." اها ان مهل ڪوڙ ڪونہ ڳالهائي رهي هئي، ان اسلام واقعي جلال انصر جي لاءِ قبول ڪونہ ڪيو هو.

"پوءِ توهان کي اهو اندازو هجڻ کپي تہ توهان کي ڪيترين پريشانين کي منهن ڏيڻو پوندو."

"مون کي اندازو آهي."

"مان توهان جي والد هاشم مبين صاحب کان واقف آهيان. جماعت جو گهڻو سرگرم ۽ اثر رسوخ وارو اڳواڻ (ليڊر) آهي ۽ توهان جو ان جي مذهب کان توبہ تائب ٿي ايئن گهر مان هليو اچڻ ان جي لاءِ تمام وڏو ڌڪو آهي. توهان کي ڳولڻ ۽ واپس وٺي وڃڻ لاءِ اهو زمين آسمان هڪ ڪري ڇڏيندو."

"مگر مان ڪنهن بہ قيمت تي واپس ڪو نہ وينديس. مون گهڻو سوچي سمجهي اهو فيصلو ڪيو آهي."

"گهر توهان ڇڏي چڪا آهيو. هاڻي توهان اڳتي ڇا ڪندا؟" امامہ کي انديشو ٿيو تہ اهو هن کي ڪورٽ ۾ وڃڻ جو مشورو ڏيندو.

"مان ڪورٽ ۾ ڪو نہ وينديس. مان ڪنهن جي بہ سامهون اچڻ نہ ٿي گهران. توهان اندازو ڪري سگهو ٿا تہ سامهون اچڻ تي منهنجي لاءِ تمام گهڻا مسئلا پيدا ٿي ويندا."

"پوءِ توهان ڇا ٿا ڪرڻ چاهيو؟" ان غور سان هن کي ڏسندي پڇيو

"سامهون نہ اچڻ جو مطلب اهو آهي تہ توهان ميڊيڪل ڪاليج ۾ پنهنجي پڙهائي جاري رکي ڪو نہ سگهنديون."

"مونکي خبر آهي." ان چانهہ جو ڪوپ رکندي مايوسيءَ مان چيو.

"مان هونئن بہ پاڻ تہ ميڊيڪل تعليم جو خرچ پري ڪو نہ سگهنديس."

"۽ جيڪڏهن ڪنهن ٻئي ڊاڪٽري ڪاليج ۾ ڪنهن ٻئي شهر يا صوبي ۾ توهان جي مائگريشن ڪرائجي تہ؟"

"نہ اهي مون کي ڳولي ويندا. انهن جي ذهن ۾ بہ پهريان اهو ايندو تہ مان مائگريشن ڪرائڻ جي ڪوشش ڪنديس ۽ ايترن ٿورڙن ميڊيڪل ڪاليجن ۾ مون کي ڳولڻ گهڻو سولو ڪم آهي."

"پوءِ.....؟"

"مان ڪنهن ڪاليج ۾ بي. ايس. سي ۾ داخلا وٺڻ چاهيان ٿي مگر ڪنهن ٻئي شهر ۾ ...... لاهور ۾ اهي هڪڙو هڪڙو ڪاليج ڳوليندا ۽ مان پنهنجو نالو بہ تبديل ڪرڻ گهران ٿي..... جيڪڏهن توهان انهن ٻنهي ڪمن ۾ منهنجي مدد ڪري سگهو تہ مان گهڻي ٿورائتي رهنديس."

ڊاڪٽر سبط علي گهڻي دير تائين خاموش رهيو اهو ڪنهن ڳوڙهي سوچ ۾ گم هيو. پوءِ ان هڪڙو ڊگهو ساهہ کنيو.

"امامہ! توهان کي اڃا ڪجهہ وقت هتي رهڻ گهرجي. پهريان تہ اهو ڏسڻو آهي تہ توهان جا گهر وارا توهان جي ڳولا ۾ ڪهڙا ڪهڙا طريقا اختيار ڪن ٿا. ڪجهہ هفتا انتظار ڪيون ٿا. پوءِ ڏسنداسين تہ اڳتي ڇا ڪرڻو آهي. توهان هن گهر ۾ بلڪل محفوظ

آهيو... توهان کي انهي حوالي سان ڪا بہ پريشاني نہ ٿيڻ گهرجي. توهان ڪورٽ ۾ وڃڻ نٿا گهرو؟ مان توهان کي ان لاءِ مجبور بہ ڪونہ ڪندس ۽ توهان کي اهو ڊپ نہ ٿيڻ کپي تہ ڪو هتي بہ اچي ويندو. يا توهان کي هتان زبردستي وٺي ويندو. توهان سان ڪير بہ ڪنهن بہ قسم جي زبردستي نٿو ڪري سگهي."

ان انهي رات هن کي گهڻيون ئي دلداريون ڏنيون هيون. ان کي ڊاڪٽر سبط علي جي شڪل ڏسي بي اختيار هاشم مبين ياد ايندو رهيو. اها ٿوري دل سان پنهنجي ڪمري ۾ هلي وئي.

❊ ❊ ❊

ٻئي ڏينهن ڊاڪٽر سبط علي شام جو پنجين بجي ڌاري پنهنجي آفيس مان آيو هيو.

"صاحب توهان کي پنهنجي مطالعي واري ڪمري ۾ سڏي رهيو آهي."

اها ان وقت مريم سان گڏ بورچيخاني ۾ هئي جڏهن ملازم اچي ان کي نياپو ڏنو.

"اچو امامہ! ويهو!" مطالعي واري ڪمري کي ڪڙڪائي اندر داخل ٿيڻ تي ڊاڪٽر سبط علي ان کي چيو. اهو پنهنجي ميز جي هڪڙي خاني مان ڪجهہ ڪاغذ ڪڍي رهيو هيو. اها اتي رکيل هڪڙي ڪرسي تي ويهي رهي.

"اڄ مون توهان جي باري ۾ ڪجهہ معلومات ڪرائي آهي تہ توهان جا گهر وارا توهان جي ڳولا ۾ ڪيستائين پهتا آهن. ۽ ڇا ڪري رهيا آهن." ان ميز جو خانو بند ڪندي چيو.

"اهو سالار سڪندر ڪير آهي؟"

ان جي اڳئين سوال ان جي دل جي ڌڙڪن کي ڪجهہ گهڙين لاءِ روڪي ڇڏيو هو. اهو هاڻي ڪرسي تي ويٺو هن کي غور سان ڏسي رهيو هو. هن جي منهن جي رنگ لهي وڃڻ سان ان کي اندازو ٿي ويو هو تہ اهو نالو امامہ جي لاءِ اوپرو ڪونهي.

"سالار...اسان جي...پر واري......گهر ...... ۾..... رهندو..... آهي."

ان هٻڪندي هٻڪندي ٻڌايو.

"ان منهنجي گهڻي مدد ڪئي آهي. گهران نڪرڻ ۾..... اسلام آباد مان لاهور مون کي اهوئي ڇڏي ويو هو." اها ڇاڻي واڻي ماٺ ٿي وئي.

"ڇا ان سان نڪاح جي باري ۾ بہ ٻڌائڻ گهرجي؟" اها شش و پنج ۾ مبتلا هئي.

"توهان جي والد ان جي خلاف توهان کي اغوا ڪرڻ جي الزام ۾ ايف آءِ ار داخل ڪرائي آهي."

امامہ جي چهري جو رنگ اڃا وڌيڪ ڦڪو ٿي ويو. ان کي توقع ڪونہ هئي تہ سالار سڪندر ايترو جلدي پڪڙجي پوندو ۽ هاڻي ان جي گهر وارا يقيناً جلال انصر تائين بہ پهچي ويندا ۽ اهو نڪاح ۽ ان ڪان پوءِ ڇا اهي هتي اچي ويندا.

"ڇا ان کي پڪڙيو اٿن؟" ان جي واتان بي اختيار نڪتو.

"نہ... اهو تہ جاچ مان ظاهر ٿي ويو هيو تہ اهو ان رات ڪنهن ڇوڪريءَ سان لاهور

تائين آيو هيو ليڪن ان جو اصرار آهي تہ اهي توهان ڪونہ هيون. ڪا بي چوڪري هئي. ان جي ڪا سنگتياڻي (گرل فرينڊ)...... ۽ ان انهيءَ جو ثبوت بہ ڏئي ڇڏيو آهي.“

ڊاڪٽر سبط علي ڄاڻي ٻجهي اهو ڪو نہ ٻڌايو تہ اها چوڪري ڪا طوائف هئي.

”پوليس ان کي ان جي والد جي ڪري گرفتار ڪري نہ سگهي. ان جي ثبوت ڏيڻ جي باوجود توهان جي گهر وارن جو اهو ئي ضد آهي تہ توهان جي گم ٿيڻ ۾ اهوئي ملوث آهي. امامہ! اهو سالار سڪندر ڪهڙو ڇوڪرو آهي؟“ ڊاڪٽر سبط علي ان کي تفصيل ٻڌائيندي اوچتو پڇيو.

”ڏاڍو خراب.“ امامہ جي وات مان بي اختيار نڪتو. ”گهڻو ئي خراب.“

”مگر توهان تہ اهو پئي چيو تہ ان توهان جي گهڻي مدد ڪئي آهي.... پوءِ....“

”ها, ان منهنجي مدد ڪئي آهي مگر اهو گهڻي خراب ڪردار وارو ڇوڪرو آهي. منهنجي مدد شايد ان انهي ڪري ڪئي آهي ڇو تہ مون هڪڙو ڀيرو ان کي تڪڙو علاج (فرسٽ ايڊ) ڏنو هيو. ان خودڪشي ڪئي هئي تڏهن ...... ۽ شايد انهي ڪري بہ ان منهنجي مدد ڪئي هوندي ڇو تہ منهنجو ياءُ ان جو دوست آهي, ورنہ اهو ڏاڍو خراب ڇوڪرو آهي. اهو ذهني مريض آهي. خبر نہ آهي عجيب ڳالهيون ڪندو آهي. عجيب حرڪتون ڪندو آهي.“

امامہ جي ذهن ۾ ان وقت ان سان گڏ ڪيل سفر جي ياد تازي هئي جنهن ۾ اها سمورو رستو بيزاريءَ جو شڪار ٿيندي رهي هئي. ڊاڪٽر سبط علي مٿو لوڏيو.

”پوليس توهان جي سهيلين کان بہ پڇا ڳاڇا ڪري رهي آهي ۽ صبيحہ جي گهر تائين بہ پوليس وئي هئي. صبيحہ پشاور کان واپس اچي وئي آهي, مگر مريم صبيحہ کي اهو ڪو نہ ٻڌايو آهي تہ توهان اسان وٽ ترسيل آهيو. توهان هاڻي صبيحہ سان رابطو نہ ڪجو. ان کي فون بہ نہ ڪجو ڇو تہ اهي اجا ان جي گهر کي جاچ هيٺ (انڊر آبزرويشن) رکندا ۽ فون کي بہ اهي خاص طور تي چيڪ ڪندا. بلڪ توهان هاڻي ڪنهن بہ سهيلي سان فون تي رابطو نہ ڪجو نہ ئي هتان ٻاهر وڃجو.“ ان هن کي هدايتون ڏنيون.

”مون وٽ موبائيل آهي. ان ذريعي بہ رابطو نٿي ڪري سگهان؟“

ان ڇرڪ ڀريو.

”توهان وٽ موبائيل فون آهي؟“

”نہ, ان ئي ڇوڪري سالار جو آهي.“

”اهي سالار تائين پهچي ويا تہ موبائيل تائين بہ پهچي ويندا.“ اهو ڳالهائيندي ڳالهائيندي چپ ٿي ويو.

”توهان جيڪا فون اسان جي گهر ڪئي هئي اها هن موبائيل تان ڪئي هئي؟“ ان ڀيري ان جي آواز ۾ ڪجهہ تشويش هئي.

”نہ. اها مون صبيحہ جي گهر مان ڪئي هئي.“

"توهان هاڻي هن موبائيل تان نه ڪنهن کي فون ڪجو ۽ نه وري ڪنهن جي فون ٻڌجو."
اهو ڪجهه مطمئن ٿي ويو.

*** 

ايندڙ ڪجهه ڏينهن ۾ ان کي ڊاڪٽر سبط علي کان ان جي ڳولا جي سلسلي ۾ وڏيڪ خبرون ملنديون رهيون هيون. ان جي معلومات جا جيڪي به ذريعا هيا مگر اهي پڪا ۽ ڀروسي وارا هيا. ان کي هر جاءِ تي ڳوليو پئي ويو. ميڊيڪل ڪاليج، اسپتال، ڪلاس ۾ گڏ پڙهندڙن وٽ، هاسٽل روم ۾ گڏ رهندڙ ۽ ٻيون سهيليون.... هاشم مبين ان جي ڳولا جي لاءِ اخبارن جو سهارو ڪونه ورتو هيو. ميڊيا جي مدد وٺڻ جو نتيجو ان جي لاءِ خواري ثابت ٿئي ها.

اهي جنهن حد تائين به ان جي گم ٿيڻ جي خبر کي لڪائي رکڻ جي ڪوشش ڪري سگهيا ٿي، ڪري رهيا هيا. مگر اهي پوليس جي مدد وٺي رهيا هيا. انهن جي جماعت به انهي سلسلي ۾ ان جي پوري مدد ڪري رهي هئي.

اهي صبيحه تائين پهچي ويا هيا مگر انهن کي اها خبر پئجي ڪونه سگهي هئي ته اها لاهور اچڻ کان پوءِ ان جي گهر وئي هئي. شايد اهو صبيحه جو انهن ڏينهن ۾ پشاور ۾ هجڻ جو نتيجو هيو جن ڏينهن ۾ امامه پنهنجي گهر مان هلي آئي هئي.

ورنه شايد صبيحه ۽ ان جي گهر وارن کي به ڪجهه مسئلن کي منهن ڏيڻو پوي ها.

مريم صبيحه کي امامه جو سندن گهر ۾ موجود هجڻ جي باري ۾ ڪونه ٻڌايو هيو. ان مڪمل طور ايئن ظاهر ڪيو هو ڄڻ امامه جو اهڙي نموني گم ٿي وڃڻ ٻين شاگردن وانگر ان لاءِ به حيران ڪندڙ ڳالهه هئي.

*** 

ڪجهه هفتا گذري وڃڻ کان پوءِ جڏهن امامه کي اهو يقين ٿي ويو ته اها ڊاڪٽر سبط علي وارن وٽ محفوظ آهي ۽ ڪير به اتي پهچي نٿو سگهي ته ان سالار سڪندر کي فون ڪيو. هن ان کان نڪاح جا ڪاغذ وٺڻ تي گهريا ۽ تڏهن پهريون ڀيرو اهو معلوم ٿيڻ تي هن جي پيرن هيٺان زمين نڪري وئي ته سالار نه ته ان کي طلاق جوحق ڏنو هيو ۽ نه وري اهو ان کي طلاق ڏيڻ لاءِ راضي هيو.

ڊاڪٽر سبط علي جي گهر پهچڻ کان پوءِ ان پهريون ڀيرو موبائيل استعمال ڪيو هو ۽ اهو به ڪنهن کي ٻڌائڻ کان سواءِ ۽ سالار سان فون تي ڳالهائڻ کان پوءِ ان کي پنهنجي بيوقوفيءَ جو شدت سان احساس ٿيو..... ان کي سالار جهڙي شخص تي ڪڏهن به ايتري حد تائين اعتبار ڪرڻ نه گهربو هيو ۽ هن کي ڪاغذن کي ڏسڻ ۾ ڪيترو وقت لڳي ها جو ان انهن کي ڏسڻ درگذر ڪيو ۽ پوءِ آخر ان ڪاغذن جي هڪڙي ڪاپي هڪدم ان کان ڇو نه ورتي. گهٽ ۾ گهٽ ان وقت جڏهن اها پنهنجي گهران نڪري آئي هئي.

ان کي هاڻي اندازو ٿي رهيو هو ته اهو شخص هن جي لاءِ ڪيتري وڏي مصيبت بڻجي ويو هو ۽ اڳتي اچڻ وارن ڏينهن ۾..... اها هاڻي هر ڳالهه تي پڇتائي رهي هئي.

جيڪڏهن ان کي اندازو هجي ها تہ اها ڈاڪٽر سبط علي جهڙي انسان وٽ پهچي ويندي تہ اها ڪڏهن بہ نڪاح ڪرڻ جي بيوقوفي نہ ڪري ها ۽ سالار جهڙي ماڻهوءَ سان تہ ڪڏهن بہ نہ.

۽ جيڪڏهن ان کي يقين هجي ها تہ ڈاڪٽر سبط علي هر حالت ۾ ان جي مدد ڪندو تہ اها گهٽ ۾ گهٽ سالار جي باري ۾ ان سان ڪوڙ نہ ڳالهائي ها. پوءِ اهو ڪو نہ ڪو رستو ڪڍي وٺي ها، مگر هاڻي جڏهن اها ان کي وڏي دعوي ۽ يقين سان اهو پروسو ڈياري چڪي هئي تہ اها ڪنهن چوڪري سان ڪنهن بہ نموني ۾ ملوث نہ هئي تہ انهي نڪاح جو انڪشاف ۽ اهو بہ ان چوڪري سان ..... جنهن جي براين جي باري ۾ اها ڈاڪٽر سبط علي کي ٻڌائي چڪي هئي ۽ جنهن جي باري ۾ انهن کي اها بہ خبر هئي تہ امامہ جي والدين ان جي خلاف اغوا جو ڪيس داخل ڪرايو آهي. ان کي خبر ڪو نہ هئي تہ اها جيڪڏهن هاڻي ڈاڪٽر سبط علي کي اهي حقيقتون ٻڌائڻ جي ڪوشش ڪندي تہ ان جو رد عمل ڪهڙو هوندو ۽ اها گهٽ ۾ گهٽ ان وقت اهو واحد نڪاڻو وڃائڻ جي لاءِ تيار ڪو نہ هئي.

ايندڙ ڪجهہ ڏينهن لاءِ ان جي اڄ ۽ ٻڪ بلڪل ختم ٿي ويون. مستقبل هڪدم اونداهو ٿي ويو هيو ۽ سالار سڪندر.... هن کي ان شخص کان ايتري نفرت محسوس ٿي رهي هئي تہ جيڪڏهن اهو ان جي سامهون اچي وڃي ها تہ اها ان کي گولي هڻي ڪڍي ها. ان کي عجيب عجيب خدشا ۽ انديشا تنگ ڪندا رهيا ٿي. اڳ ۾ جيڪڏهن ان کي صرف پنهنجن گهر وارن جو ڊپ هيو تہ هاڻي ان ڊپ سان گڏ سالار جو خوف بہ شامل ٿي ويو هو. جيڪڏهن ان بہ منهنجي ڳولا شروع ڪئي تہ ۽ ان سان گڏ ئي ان جي حالت غير ٿيڻ لڳي.

ان جو وزن هڪدم گهٽجڻ لڳو هو. اها اڳ ۾ بہ خاموش رهندي هئي مگر هاڻي ان جي خاموشي ۾ وڌيڪ اضافو ٿي ويو هو. اها شديد ذهني دباءَ هيٺ هئي ۽ اهو سڀ ڪجهہ ڈاڪٽر سبط علي ۽ ان جي گهر وارن کان لڪل ڪو نہ هيو. انهن سيني واري واري سان ان کان انهن اوچتو اچڻ وارين تبديلين جو سبب معلوم ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي ليڪن اها انهن کي ٽاريندي رهي.

"تون اڳ ۾ بہ اداس ۽ پريشان لڳندي هئينءَ مگر هاڻي هڪ ٻن هفتن کان گهڻو وڌيڪ پريشان لڳين ٿي. امامہ ڪهڙي پريشاني آهي؟"

سيني کان پهريان مريم ان کان انهي باري ۾ پڇيو هو.

"نہ ڪا پريشاني ڪانهي. بس مون کي گهر ياد اچي ٿو." امامہ ان کي مطمئن ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي.

"نہ مان اهو نٿي مڃي سگهان. آخر هاڻي اوچتو اهي ايترو چو ياد اچڻ لڳا جو کائڻ پيئڻ ئي وساري ڇڏيو اٿئي. چهرو ڦڪو ٿي ويو آهي. اکين جي چوڌاري داغ پئجي ويا آهن ۽ وزن گهٽبو پيو وڃي. ڇا تون بيمار ٿيڻ گهرين ٿي؟"

اها مريم جي ڪنهن بہ چيل ڳالهہ کي رد نٿي ڪري سگهي. ان کي خبر هئي تہ ان جي ظاهري حالت ڏسي ڪير بہ ان جي پريشاني جو اندازو آساني سان لڳائي ٿي سگهيو ۽ شايد اهو اندازو بہ تہ اها پريشاني ڪنهن نئين مسئلي جو نتيجو آهي، مگر اها انهي معاملي ۾ بيوس هئي. اها سالار سان ٿيڻ واري نڪاح ۽ ان جي متعلق خدشن کي پنهنجي ذهن مان ڪڍي نٿي سگهي.

”مون کي هاڻي پنهنجا گهر وارا گهڻو ياد اچڻ لڳا آهن جيئن جيئن ڏينهن گذرندا وڃن ٿا اهي مون کي گهڻو ياد اچن ٿا.“

امامہ جهيڻي آواز ۾ ان کي ٻڌايو ۽ اهو ڪوڙ نہ هيو ان کي واقعي هاڻي پنهنجا گهر وارا پهريان کان وڌيڪ گهڻو ياد اچڻ لڳا هيا.

اها ڪڏهن بہ ايترو ڊگهو عرصو انهن کان الڳ ڪو نہ رهي هئي ۽ اهو بہ مڪمل طور تي اهڙي نموني ڪٽجي. لاهور هاسٽل ۾ رهندي بہ اها مهيني ۾ هڪڙو ڀيرو ضرور اسلام آباد ويندي هئي ۽ هڪ بہ دفعا وسيم يا هاشم مبين لاهور ان سان ملڻ ايندا هيا ۽ فون تہ اها اڪثر ڪندي ئي رهندي هئي، مگر هاڻي هڪدم ان کي ايئن محسوس ٿي رهيو هيو ڄڻ اها سمنڊ ۾ موجود ڪنهن ويران جزيري تي اچي ويئي هئي، جتي پري پري تائين ڪو هيو ئي ڪو نہ ۽ اهي چهرا..... جن سان ان کي سيني کان گهڻي محبت هئي اهي خوابن ۽ خيالن کان علاوه نظر اچي ئي نٿي سگهيا.

خبر نہ آهي مريم ان جي جواب کان مطمئن ٿي يا نہ پر ان موضوع بدلائي ڇڏيو هيو.شايدان سوچيو هوندوتہ ايئن ان جو ذهن مٽجي ويندو.



ڊاڪٽر سبط علي کي ٽي نياڻيون هيون، مريم ان جي ٽيون نمبر ڌيءَ هئي. ان جي ٻنهي وڏين نياڻين جون شاديون ٿي ويون هيون. جڏهن تہ مريم اڃا ڊاڪٽري جي تعليم حاصل ڪري رهي هئي. ڊاڪٽر سبط علي امامہ کي پنهنجين ٻنهي وڏين نياڻين سان بہ واقف ڪرايو هيو. اهي ٻئي شهر کان ٻاهر رهنديون هيون ۽ انهن جو رابطو گهڻو ڪري فون جي ذريعي ئي ٿيندو هيو مگر اهو هڪڙو اتفاق ئي هيو تہ امامہ جي اتي اچڻ کان پوءِ ڪجهہ هفتن ۾ اهي ٻئي واري واري سان ڪجهہ ڏينهن لاءِ اتي آيون.

امامہ سان انهن جو رويو مريم کان مختلف ڪو نہ هيو. انهن جي رويي ۾ هن جي لاءِ محبت ۽ پنهنجائپ کان سواءِ ٻيو ڪجهہ ڪو نہ هيو. ليڪن انهن کي ڏسي امامہ کي پنهنجون وڏيون ڀينرون ياد اچي وينديون هيون ۽ پوءِ ڄڻ سڀ ڪجهہ ياد اچي ويندو هيو. پنهنجو گهر.... بابا.... وڏو ڀاءُ..... وسيم ..... ۽ سعد..... سعد سان ان جو ڪو خوني رشتو ڪو نہ هيو. ان جي جماعت جا بااثر خاندان پنهنجن گهرن ۾ اولاد هجڻ جي باوجود بي سهارا ۽ يتيم ٻارن مان ڪنهن هڪڙي ڇوڪري کي گود وٺڻ لڳا هيا. اهو پنهنجي جماعت جي ماڻهن جو مستقبل ۾ تعداد وڌائڻ لاءِ ڪوشش جو هڪڙو ضروري حصو هيو. اهڙو ٻار سدائين عام مسلمانن جي ٻارن مان ئي هوندو هيو ۽ هميشه ڇوڪرو هوندو

هيو. سعد بہ انهي سلسلي ۾ گهڻي ننڍي عمر ۾ ان جي گهر ۾ آيو هيو. اها ان وقت اسڪول جي آخري سالن ۾ هئي ۽ ان کي گهر ۾ ٽيڻ واري انهي عجيب اضافي ڪجهہ حيران ڪيو هو.

"اسان الله تعاليٰ جي احسانن جو شڪر ادا ڪرڻ لاءِ سعد کي گود ورتو آهي. تہ جيئن اسان بہ ٻين ماڻهن تي احسان ڪري سگهون ۽ نيڪيءَ جو اهو سلسلو جاري رهي." ان جي ماءُ ان جي پڇ پڇان ڪرڻ تي ان کي ٻڌايو هيو.

"تون سمجهہ اهو تنهنجو ننڍو ڀاءُ آهي."

تڏهن ان کي پنهنجي پيءُ ۽ ماءُ تي گهڻو فخر ٿيو هو. اهي ڪيڏا عظيم ماڻهو هيا جو هڪڙي بي سهارا ٻار کي سڄي زندگي ڏيڻ لاءِ گهر وٺي آيا هيا. ان کي پنهنجو نالو ڏئي رهيا هيا. الله تعاليٰ جي عطا ڪيل نعمتن کي ان سان گڏجي ورهائي رهيا هيا. ان تڏهن غور ڪون‍ہ ڪيو هو تہ اهڙو ئي هڪڙو ٻار ان جي وڏي چاچي اعظم جي بہ گهر ۾ ڇو هيو. اهڙو ئي هڪڙو ٻار ان جي ننڍي چاچي جي گهر ۾ ڇو هيو؟ اهڙا ئي ڪيترا ٻيا ٻار انهن جي سڃاڻپ ڪجهہ ٻين بااثر خاندانن جي گهرن ۾ ڇو هيا؟ ان جي لاءِ بس اهو ئي ڪافي هيو تہ اهي هڪڙو سٺو ڪم ڪري رهيا هيا. انهن جي جماعت هڪڙي "سٺي ڪم" جو رواج وجهي رهي هئي. اها ان کي پوءِ خبر پئي هئي تہ ان "سٺي ڪم" جي حقيقت ڇا هئي؟

سعد ان سان گهڻو هريل هيو. ان جو گهڻو وقت امام‍ہ سان ئي گذرندو هيو. اهو شروع وارا ڪيترائي سال امام‍ہ جي ڪمري ۾ ان جي پلنگ تي ئي سمهندو هيو. اسلام قبول ڪرڻ کان پوءِ ميڊيڪل ڪاليج کان اها جڏهن بہ اسلام آباد ايندي هئي، اها سعد کي حضرت محمد ﷺ جي باري ۾ ٻڌائيندي رهندي هئي. اهو ايترو ننڍڙو هيو جو ڪنهن ڳالهہ کي منطقي طريقي سان ان کي سمجهائڻ ڏکيو هيو. مگر اها ان کي صرف هڪڙي ڳالهہ چوندي هئي.

"جيئن الله تعاليٰ هڪ هوندو آهي. ايئن اسان جو پيغمبر حضرت محمد ﷺ بہ هڪ ئي آهي. ان جهڙو ڪو ٻيو ٿي نٿو سگهي."

اها ان کي گڏوگڏ اهو بہ تاڪيد ڪندي رهندي هئي تہ اهو انهن ٻنهي جي پاڻ ۾ ڪيل ڳالهين جي باري ۾ ڪنهن کي بہ نہ ٻڌائي ۽ امام‍ہ کي اها بہ خبر هئي تہ ان جي اها ڪوشش بيڪار هئي. سعد کي ٻالڪپڻي کان ئي مذهبي اجتماعن ۾ وٺي ويندا هيا ۽ اهو ان اثر کي قبول ڪري رهيو هيو. اها سدائين اهو سوچيندي رهندي هئي تہ اها ميڊيڪل جي تعيلم کان پوءِ سعد کي وٺي پنهنجن گهر وارن کان الڳ ٿي ويندي ۽ ان کي اها بہ خبر هئي تہ اهو ڪيترو مشڪل ڪم هيو.

ان گهر مان نڪرڻ وقت بہ سعد کي پاڻ سان گڏ وٺي وڃڻ جو سوچيو هيو پر اهو ڪم ناممڪن هيو. ان نٿي گهريو تہ اها ان کي وٺي ايندي پاڻ بہ پڪڙجي پوي. اها ان کي اتي ڇڏي آئي هئي ۽ هاڻي ڊاڪٽر سبط علي وارن وٽ پهچڻ کان پوءِ هن کي هرهر ان جو خيال اچي رهيو هيو. جيڪڏهن اها ڪنهن طريقي سان ان کي اتان وٺي اچي ها تہ اهو بہ

انهي ڏينهن مان نڪري سگهيو ٿي، مگر انهن مڙني سوچن، سمورن خيالن پنهنجن گهر وارن لاءِ ان جي محبت کي گهٽ ڪو نہ ڪيو نہ پنهنجن گهرن وارن لاءِ، نہ جلال انصر جي لاءِ.

اها انهن جو خيال اچڻ تي روئڻ شروع ڪندي هئي تہ پوري رات روئيندي رهندي هئي. شروع وارن ڏينهن ۾ اها هڪڙي الڳ ڪمري ۾ هئي ۽ مريم کي ان جو اندازو ڪو نہ هيو پر هڪڙي رات اها اوچتو ان جي ڪمري مان پنهنجو ڪو ڪتاب کڻڻ آئي. رات جي پوئين پهر ان کي قطعي طور اهو اندازو ڪو نہ هيو تہ امامہ جاڳي رهي هوندي ۽ نہ صرف جاڳي رهي هوندي بلڪ روئي بہ رهي هوندي.

امامہ ڪمري جي بتي وسايون پنهنجي پلنگ تي ڪمبل ويڙهيون روئي رهي هئي جڏهن اوچتو دروازو کليو تہ ان ڪمبل سان منهن ڍڪي ڇڏيو. ان کي خبر نہ پئي تہ مريم کي ان جي جاڳڻ جو ڪيئن اندازو ٿيو هو.

"امامہ! جاڳي رهي آهين؟"

ان امامہ کي آواز ڏنو. امامہ چرپر ڪو نہ ڪئي مگر پوءِ مريم ان ڏانهن هلي آئي ۽ ان ڪمبل کي هن جي منهن تان هٽائي ڇڏيو.

"منهنجا الله! .... تون روئي رهي آهين.... ۽ هن وقت......؟"

اها ان وٽ ئي تشويش جي حالت ۾ پلنگ تي ويهي رهي. امامہ جون اکيون گهٽيون سڄل هيون ۽ ان جو چهرو ڳوڙهن سان پُسل هيو مگر ان کي سڀ کان گهٽي شرمساري ايئن پڪڙجي پوڻ جي هئي.

"توکي رات جو انهي ڪري ننڊ ڪو نہ ايندي آهي ڇو تہ تون روئيندي رهندي آهين ۽ صبح جو اهو چئي ڇڏيندي آهين تہ رات جو سمهڻ ۾ تڪليف ٿي انهيءَ ڪري اکيون سڄل آهن. بس اڄ کان پوءِ تون هتي نہ سمهنديءَ اٿ منهنجي ڪمري ۾ هل."

ان ڪجهہ ناراضگي مان ان کي ڇڪي اٿاريو. امامہ هڪ لفظ بہ ڪڇي ڪو نہ سگهي. اها ان وقت گهڻو شرمندي هئي.

مريم ان کان پوءِ ان کي پنهنجي ڪمري ۾ ئي سمهارڻ شروع ڪيو. راتين جو دير تائين روئڻ جو اهو سلسلو ختم ٿي ويو مگر ننڊ تي هاڻي بہ ان جو ڪو اختيار ڪو نہ هيو. ان کي ننڊ گهڻي دير کان پوءِ ايندي هئي.

ڪيترا ڀيرا مريم جي غيرموجودگي ۾ ان جي ميڊيڪل ڪاليج جا ڪتاب ڏسندي هئي ۽ ان جي دل ڀرجي ايندي هئي. ان کي خبر هئي سڀ ڪجهہ پوئتي رهجي ويو هو.

صبح جو مريم ۽ ڊاڪٽر سبط علي جي گهر مان هليو وڃڻ کان پوءِ اها سڄو ڏينهن ماسيءَ سان گذاريندي هئي يا شايد اها سڄو ڏينهن هن سان گڏ رهڻ جي ڪوشش ڪندي هئي. اها ان کي رهڻ لاءِ اڪيلو نہ ڇڏڻ جي ڪوشش ۾ مصروف رهندي هئي مگر ان سان گڏ هجڻ جي باوجود خبر نہ آهي اهاڪهڙين ڪهڙين سوچن ۾ ٻڏل رهندي هئي.

ان سالار سان ٻيهر رابطو ڪرڻ جي ڪوشش ڪو نہ ڪئي هئي. ان کي خبر هئي

ان جو ڪو فائدو ڪو نہ هيو. ان جي ذهني پريشاني ۾ اضافي کان علاوه ان رابطي مان ڪجهہ بہ حاصل ٿيڻو ڪو نہ هيو.

❊❊❊

هن کي ڊاڪٽر سبط علي وارن وٽ آئي ٽي مهينا ٿي ويا هيا جڏهن هڪڙي ڏينهن ان رات جو هن کي سڏرايو.

"توهان کي پنهنجو گهر ڇڏي ڪجهہ وقت گذري ويو آهي. توهان جي گهر وارن توهان جي ڳولا اڃا ختم تہ نہ ڪئي هوندي مگر ڪجهہ مهينا پهرين واري باهہ ۾ريل ڪو نہ رهي هوندي، هاڻي..... مان معلوم ڪرڻ گهران ٿو تہ توهان هاڻي اڳتي ڇا ڪرڻ گهرو ٿا؟"

ان مختصر تمهيد کان پوءِ پڇيو.

"مون توهان کي ٻڌايو هيو تہ مان پڙهائي جاري رکڻ چاهيان ٿي."

اهو ان جي ڳالهہ تي ڪجهہ دير ماٺ رهيو پوءِ ان پڇيو.

"امامہ! توهان پنهنجي شادي جي باري ۾ ڇا سوچيو آهي؟" اها ان کان انهي سوال جي توقع ڪو نہ ڪري رهي هئي.

"شادي....؟ ڇا مطلب.....؟" اها بي اختيار هٻڪي.

"توهان جن حالتن مان گذري رهيون آهيو انهن ۾ توهان جي لاءِ سڀ کان بهترين رستو شادي آهي، ڪنهن سٺي خاندان ۾ شادي ٿي وڃڻ سان توهان انهي عدم تحفظ جو شڪار ڪو نہ رهنديون جنهن جو شڪار توهان هاڻي آهيو. مان ڪجهہ سٺن ڇوڪرن ۽ گهراڻن کي سڃاڻان ٿو مان چاهيان ٿو تہ انهن مان ڪنهن سان توهان جي شادي ڪري ڇڏجي."

اها بلڪل منهن لاهي ماٺ ڪيون ان کي ڏسندي رهي. اها انهن وٽ اچڻ کان گهڻو اڳ پنهنجي لاءِ انهي حل جي چونڊ ڪري چڪي هئي ۽ انهي هڪڙي حل کي ڳوليندي ڳوليندي اها سالار سڪندر سان نڪاح ڪرڻ جي بيوقوفي ڪري چڪي هئي.

ان وقت اها جيڪڏهن سالار سڪندر سان نڪاح نہ ڪري چڪي هجي ها تہ اها بنا ڪنهن هيل ۽ حجت جي ڊاڪٽر سبط علي جي ڳالهہ مڃڻ لاءِ تيار ٿي وڃي ها. ان کي خبر هئي تہ انهن حالتن ۾ ڪنهن سٺي گهراڻي ۾ شادي ان کي ڪيترين ۽ ڪهڙين مصيبتن مان بچائي سگهي ٿي. ان اڄ ڏينهن تائين ڪڏهن خود مختيار زندگي ڪونہ گذاري هئي. اها پنهنجي هر ڳالهہ لاءِ پنهنجي ڪٽنب وارن جي محتاج رهي هئي ۽ اها اهو تصور ڪندي بہ ڏڪي رهندي هئي تہ آخر اها ڪيستائين ۽ ڪهڙي نموني صرف پنهنجي ٻل بوتي تي زندگي گذاري سگهندي

مگر سالار سان اهو نڪاح ان جي نڙي ۾ ڦاٿل ڪنڊي وانگر ٿي ويو هيو جنهن کي نہ اها ڳِهي ٿي سگهي ۽ نہ ٻاهر ڪڍي سگهي ٿي.

"نہ مان شادي ڪرڻ نٿي گهران."

"ڇو؟" هن وٽ ان سوال جو جواب موجود هيو. پر حقيقت ٻڌائڻ لاءِ حوصلو ڪو نہ هيس.

ڊاڪٽر سبط علي ان جي باري ۾ ڇا سوچي ها. اهو تہ اها هڪڙي ڪوڙي ڇوڪري آهي جيڪا هن وقت تائين انهن کي ڌوڪو ڏيون انهن وٽ ٽڪي پئي آهي.

"يا اهو تہ شايد.... اها سالار سان شادي ڪرڻ لاءِ ئي پنهنجي گهر مان نڪتي هئي ۽ باقي سڀ ڪجهہ ڪوڙ ڳالهائي رهي هئي.

۽ جيڪڏهن حقيقت معلوم ٿيڻ تي انهن هن جي مدد ڪرڻ کان معذرت ڪري ڇڏي يا ان کي گهر مان هليو وڃڻ جو چيائون تہ ....؟ ۽ جيڪڏهن انهن ان جي والدين سان رابطو ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي تہ .....؟"

اها ٽن مهينن کان ڊاڪٽر سبط علي وارن وٽ هئي. اهي ڪيترا سٺا ماڻهو هئا ان کي چڱيءَ طرح خبر هئي ليڪن اها ايترو ڊنل هئي ۽ ايتري محتاط هئي جو اها ڪنهن بہ قسم جو خطرو کڻڻ لاءِ تيار ڪو نہ هئي.

"مان پهريان پنهنجي تعليم مڪمل ڪرڻ گهران ٿي تہ جيئن ڪنهن تي بار ٿي نہ سگهان. ڪنهن تي بہ ..... شادي ڪرڻ کانپوءِ جيڪڏهن مون کي ڪنهن پريشاني کي منهن ڏيڻو پيو تہ ان وقت مان ڇا ڪري سگهنديس. ان وقت تہ شايد منهنجي لاءِ تعليم حاصل ڪرڻ بہ ممڪن ڪو نہ هوندو." ان هڪڙي ڊگهي خاموشيءَ کان پوءِ چئي ڪنهن فيصلي تي پهچندي ڊاڪٽر سبط علي کي چيو.

"امامہ! اسان سدائين تنهنجي مدد ڪرڻ لاءِ تيار هونداسين. توهان جي شادي ڪرائي ڇڏڻ جو مطلب اهو ڪو نہ هوندو تہ منهنجي گهر سان توهان جو تعلق ختم ٿي ويندو يا مان توهان مان جان ڇڏائڻ ٿو گهران..... توهان منهنجي لاءِ ڇوٽين نياڻي آهيو."

امامہ جي اکين ۾ ڳوڙها اچي ويا.

"مان توهان کي ڪو زور ڪو نہ ڪندس. توهان جيئن چاهينديون ايئن ئي ٿيندو اها صرف منهنجي هڪڙي تجويز هئي." ڊاڪٽر سبط علي چيو.

"ڪجهہ سال گذرڻ ڏيو ان کان پوءِ مان شادي ڪري ڇڏينديس. توهان جتي بہ چوندا." ان ڊاڪٽر سبط علي کي چيو. "مگر هاڻي هڪدم نہ."

"اڃا مون کي سالار سڪندر کان جان ڇڏائڻي آهي. ان کان طلاق وٺڻ جو ڪو رستو ڳولڻو آهي." اها ان سان ڳالهائيندي سوچي بہ رهي هئي.

"توهان ڪهڙي شهر ۾ پڙهڻ گهرو ٿيون؟" ڊاڪٽر سبط علي ان تي وڌيڪ زور ڪو نہ پريو.

"ڪنهن بہ شهر ۾. منهنجي ڪا ترجيح ڪونهي."هن ان کي چيو.



اها پنهنجي گهران ايندي پنهنجا سڀ سرٽيفڪيٽ ۽ پاڻ وٽ موجود زيور ۽ رقم بہ کڻي آئي هئي. جڏهن ڊاڪٽر سبط علي ان گفتگو جي ڪجهہ ڏينهن کان پوءِ هڪڙي ڏينهن ان کي سڏ ڪري ملتان ۾ ان جي داخلا جي فيصلي جي باري ۾ ٻڌائڻ سان گڏ ان جي سرٽيفڪيٽن جي باري ۾ پڇيو تہ اها ان بئگ کي کڻي ان وٽ هلي آئي. ان

سرٽيفڪيٽن جو هڪڙو لفافو ڪڍي ان کي ڏنو پوءِ زيورن وارو لفافو بہ ڪڍي ان جي ميز تي رکيو.

"مان اهي زيور پنهنجي گهران آندا آهن. اهي تمام گهڻا تہ ڪونہ آهن مگر پوءِ بہ ايترا آهن جو انهن کي وڪڻي ڪجهہ عرصي تائين مان آساني سان پنهنجي تعليم جا خرچ برداشت ڪري سگهان ٿي."

"نہ. انهن زيورن کي وڪڻڻ جي ضرورت ڪونهي. اهي توهان جي شادي ۾ توهان جي ڪم ايندا. جيستائين تعليم جي خرچ جوتعلق آهي تہ توهان کي معلوم هجڻ گهرجي تہ توهان منهنجي ذميواري آهيو. توهان کي انهي سلسلي ۾ پريشان ٿيڻ جي ضرورت ڪونهي."

ان ڳالهہ ڪندي ڪندي ڇرڪ ڀريو. ان جي نظر ميز تي رکيل ان جي ننڍڙي کليل بئگ جي اندر وئي. امامہ ان جي نظرن جو پيڇو ڪيو. اهو بئگ ۾ نظر اچڻ واري ننڍڙي پستول کي ڏسي رهيو هيو. امامہ ڪجهہ شرمندگي جي حالت ۾ ان پستول کي بہ ڪڍي ميز تي رکي ڇڏيو.

"اهو منهنجو پستول آهي. مان اهو بہ گهران کڻي آئي آهيان. مون توهان کي ٻڌايو هيو تہ مون کي سالار کان مدد وٺڻي هئي ۽ اهو سنو ڇوڪرو ڪونہ هيو."

اها ان کي ان جي باري ۾ وڌيڪ ٻڌائي نٿي سگهي. ڊاڪٽر سبط علي پستول کڻي ڏسي رهيو هيو.

"توهان کي اهو هلائڻ ايندو آهي؟"

امامہ ڪوماٽل مرڪ سان هائوڪار ۾ مٿو ڌوڻيو.

"ڪاليج ۾ اين سي سي جي ٽريننگ ٿيندي هئي، منهنجو ڀاءُ وسيم بہ رائفل شوٽنگ ڪلب ۾ ويندو هيو ڪڏهن ڪڏهن مون کي بہ گڏ وٺي ويندو هيو. مون پنهنجي بابا سان ضد ڪري خريد ڪيو هو. ان تي سونو پاڻي چڙهيل (گولڊ پلاٽيڊ) آهي."

اها ان جي هٿ ۾ پڪڙيل پستول کي ڏسندي جهيڻي آواز ۾ چئي رهي هئي.

"توهان وٽ ان جو لائسنس آهي؟"

"آهي پر اهو گڏ کڻي ڪونہ آئي آهيان."

"پوءِ توهان ان کي هتي ئي رهڻ ڏيو. ملتان گڏ کڻي نہ وڃو. زيورن کي لاڪر ۾ ٿا رکرايون." امامہ هائوڪار ۾ مٿو لوڏيو.

❊ ❊ ❊

اها ڪجهہ مهينن کان پوءِ پنهنجي تعليم کي جاري رکڻ جي سلسلي ۾ هڪڙو ڀيرو وري ملتان اچي وئي هئي. هڪڙي شهر کان ٻئي شهر، ٻئي شهر کان ٽئين شهر..... هڪڙو اهڙو شهر جنهن جي باري ۾ ان ڪڏهن خواب ۾ بہ ڪونہ سوچيو هيو پر ان خواب ۾ تہ ٻيو بہ گهڻو ڪجهہ ڪونہ سوچيو هيو. ڇا ان ڪڏهن اهو سوچيو هيو تہ اها ويهن

سالن جي عمر ۾ هڪڙو پيرو وري بي ايس سي ۾ داخلا وٺندي. ان عمر ۾ جڏهن ڇوڪريون بي ايس سي ڪري وينديون آهن.......

ڇا ان ڪڏهن اهو سوچيو هيو ته اها پنهنجي مرضي سان ميڊيڪل ڪاليج ڇڏي ڏيندي.

ڇا ان ڪڏهن اهو سوچيو هيو ته اها پنهنجي والدين لاءِ ڪڏهن ايترو تڪليف ۽ شرمندگيءَ جو باعث ٿيندي.

ڇا ان ڪڏهن اهو سوچيو هيو ته اها اسجد جي بجاءِ ڪنهن ٻئي سان محبت ڪندي ۽ پوءِ ان سان شادي ڪرڻ لاءِ ايئن چرين وانگر ڪوشش ڪندي.

ڇا ان ڪڏهن اهو سوچيو هيو ته انهن ڪوششن ۾ ناڪامي کان پوءِ اها سالار جهڙي ڪنهن ڇوڪري سان پنهنجي مرضي سان نڪاح ڪندي.

۽ ڇا ان اهو سوچيو هيو ته هڪڙو پيرو گهر مان نڪري وڃڻ کان پوءِ ان کي ڊاڪٽر سبط علي جي گهراڻي جهڙو گهر ملي سگهندو.

ان کي ٻاهرين دنيا ۾ ڦرڻ جي عادت ڪو نه هئي ۽ ان کي ٻاهرين دنيا ۾ رُلڻو ڪو نه پيو هيو. پنهنجي گهر مان نڪرڻ وقت ان الله تعاليٰ کان پنهنجي حفاظت جون گهڻيون ئي دعائون گهريون هيون. ان دعائون گهريون هيون ته انکي دربدر ڀٽڪڻو نه پوي. اها ايتري همت واري ڪو نه هئي جو اها مردن وانگر هرجاءِ تي گهمندي ڦرندي وتي.

۽ واقعي ان کي اها خبر ڪو نه هئي ته ڪڏهن ان کي پنهنجن ننڍين ننڍين ڪمن لاءِ خود جاءِ جاءِ تي ڦرڻو پوندو. هر طرح جي مردن ۽ ماڻهن جي منهن لڳڻو پوندو ته اها ڪيئن ڪندي. اهو به ان صورت ۾ جڏهن ان جي پنيان خانداني حيثيت (فيملي بئڪ گرائونڊ) نالي جي ڪا ئي شي نه رهي هئي.

پنهنجي خاندان جي سهاري لاهور اچي ميڊيڪل ڪاليج ۾ پڙهڻ ۽ اڳتي تعليم حاصل ڪرڻ جي لاءِ ٻاهر وڃڻ جا خواب ڏسڻ ئي ڳالهه هئي... تڏهن ان جي لاءِ ڪو مالي مسئلو ڪو نه هيو ۽ هاشم مبين احمد وٽ ايتري دولت ۽ اثر رسوخ هيو جو صرف هاشم مبين احمد جي نالي جو حوالو ڪنهن به شخص کي ان سان ڳالهائڻ وقت رعب ۾ اچي وڃڻ ۽ محتاط ڪري ڇڏڻ لاءِ ڪافي هيو.

گهر مان نڪرڻ کانپوءِ ان کي جنهن ماحول کي منهن ڏيڻ جو خدشو هيو ان کي ان ماحول کي منهن ڏيڻو ڪو نه پيو هيو. پهريان سالار سڪندر ان کي خيريت سان لاهور ڇڏي ويو هيو ۽ ان کان پوءِ ڊاڪٽر سبط علي تائين پهچڻ. جنهن کان پوءِ ان کي پنهنجي ننڍي وڏي ڪم لاءِ ڪنهن ڏکيائي کي منهن ڏيڻو ڪو نه پيو هو.

سرٽيفڪيٽن ۾ نالي جي تبديلي، ملتان ۾ داخلا، هاسٽل ۾ رهائش جو انتظام... ان جي تعليم جي خرچ جي ذميواري، اها ان هڪڙي نعمت جي لاءِ الله تعاليٰ جو جيترو شڪر ڪري ها اهو گهٽ هيو. گهٽ ۾ گهٽ ان کي ڪنهن خراب ماحول ۾ بقا جي جنگ وڙهڻ لاءِ جڳهه جڳهه تي ڌڪا کاڌا ڪو نه پيا هيا.

❊ ❊ ❊

اها ملتان اچي وئي، اها ان جي زندگيءَ جي هڪڙي نئين دور جي شروعات هئي. هڪڙو ڏکيو ۽ تڪليف وارو دور...... اها هاسٽل ۾ رهندي هئي ۽ اها عجيب زندگي هئي. ڪڏهن ڪڏهن ان کي اسلام آباد ۾ پنهنجو گهر ۽ خاندان جا ماڻهو ايتري شدت سان ياد ايندا هيا جو ان جي دل چاهيندي هئي ته اها پڄي انهن سان وڃي ملي. ڪڏهن ڪڏهن اها بنا ڪنهن سبب جي روئڻ لڳندي هئي. ڪڏهن ڪڏهن ان جي دل گهرندي هئي ته اها جلال انصر سان رابطو ڪري. ان کي اهو ڏاڍو گهڻو ياد ايندو هو. اها بي ايس سي ڪري رهي هئي ۽ ان سان گڏ بي ايس سي ڪرڻ واريون ڇوڪريون اهي هيون جيڪي انٽر جي نتيجي ۾ ڊاڪٽري ۾ داخلا لاءِ اهل اميدوارن جي لسٽ ۾ شامل ڪو نه ٿي سگهيون هيون ۽ هاڻي اهي بي ايس سي ڪرڻ کان پوءِ ميڊيڪل ڪاليج ۾ وڃڻ جون خواهشمند هيون.

"ميڊيڪل ڪاليج .... ڊاڪٽر." ان جي لاءِ اهي ٻئي لفظ گهڻي عرصي تائين نشتر بڻيا رهيا. ڪيترا ڀيرا اها پنهنجي هٿ جي لڪيرن کي ڏسي حيران ٿي ويندي هئي. آخر اتي ڇا هيو جو هر شي کي مٺ ۾ بند واريءَ وانگر ڪري رهيو هيو. ڪيترا ڀيرا ان کي جويريه سان ڪيل پنهنجون ڳالهيون ياد اچي وينديون هيون.

"مان ڊاڪٽر نه ٿي سگهيس ته مان ته زنده ئي نه رهي سگهنديس. مان مري وينديس."

اها حيران ٿيندي هئي، اها مُئي ته ڪو نه هئي. اهڙي نموني سان زنده هئي.

"پاڪستان جي سڀ کان گهڻي مشهور اکين جي ماهر ڊاڪٽرياڻي (آئي اسپيشلسٽ)؟"

سڀ ڪجهه هڪڙو خواب ٿي ويو هيو..... اها هر شي جي ڪيترو ويجهو هئي، اها هر شي کان ايترو پري هئي.

ان وٽ گهر ڪونه هيو. ان وٽ گهر وارا ڪو نه هيا. ان وٽ اسجد ڪو نه هيو. ميڊيڪل جي تعليم ڪو نه هئي.

جلال به ڪو نه هيو. اها زندگيءَ جي انهن آسائشن کان هڪڙي ئي جهٽڪي سان محروم ٿي وئي هئي، جن جي اها عادي هئي ۽ ان جي باوجود اها زنده هئي. امامه کي ڪڏهن اندازو ڪو نه هيو ته اها ايتري بهادر هئي يا ڪڏهن ٿي سگهي ٿي مگر اها ٿي وئي هئي.

وقت گذرڻ سان گڏوگڏ ان جي تڪليف ۾ گهٽتائي ٿيڻ شروع ٿي وئي هئي. ايئن جڻ ان کي صبر اچي ويو هيو. الله تعاليٰ کان پوءِ شايد زمين تي اهو ڊاڪٽر سبط علي هيو جنهن جي ڪري اها آهستي آهستي پاڻ سنڀالڻ لڳي هئي.

مهيني ۾ هڪڙو ڀيرو هفتيوار موڪل تي انهن وٽ لاهور ايندي هئي. اهي وقت به وقت ان کي هاسٽل تي فون ڪندا رهندا هيا، ان کي ڪجهه نه ڪجهه موڪليندا رهندا هيا. ان جون نياڻيون ۽ زال به ان جو گهڻو خيال رکنديون هيون. اها انهن وٽ انهن جي

گهر جو هڪڙو ڀاتي ٿي وئي هئي. جيڪڏهن اهي نہ هجن ها تہ منهنجو ڇا ٿئي ها. اها ڪيترا ڀيرا سوچيندي هئي.

❊ ❊ ❊

ملتان ۾ پنهنجي رهائش دوران بہ ان سالار سڪندر کي ڪڏهن پنهنجي ذهن مان ڪو نہ ڪڍيو هيو. تعليم جو سلسلو باقاعده طور تي شروع ڪرڻ کان پوءِ ان هڪڙو ڀيرو ان سان رابطو ڪرڻ گهريو ٿي ۽ جيڪڏهن اهو وري ان کي طلاق ڏيڻ کان انڪار ڪري ها تہ ان هاڻي آخرڪار ڊاڪٽر سبط علي کي انهي سڄي معاملي جي باري ۾ ٻڌائي ڇڏڻ ٿي گهريو.

۽ ان سالار سان رابطو بي ايس سي جي امتحان کان فارغ ٿيڻ کان پوءِ لاهور اچڻ کان اڳ ڪيو. پاڻ وٽ موجود سالار جي موبائيل فون جو استعمال اها گهڻو اڳ ترڪ ڪري چڪي هئي.

ان کي خبر ڪو نہ هئي تہ ٻن سالن جي عرصي ۾ سالار ٻيهر ان ئي موبائيل نمبر کي استعمال ڪرڻ شروع ڪيو هيو يا وري ان نئين نمبر کي استعمال ڪري رهيو هيو جيڪو ان هن کي پنهنجو موبائيل ڏيڻ کان پوءِ وٺي هن کي ٻڌايو هيو.

هڪڙي پي سي او تان ان سڀ کان پهريان ان جو نئون نمبر ملايو. اهو نمبر ڪنهن جي استعمال ۾ ڪو نہ هيو پوءِ ان پاڻ وٽ موجود موبائيل واري نمبر کي ملايو... اهو نمبر بہ ڪنهن جي استعمال ۾ ڪو نہ هيو. ان جو صاف مطلب هيو تہ اهو ڪو ٽيون نمبر استعمال ڪري رهيو هيو ۽ ان نمبر جي هن کي خبر ڪو نہ هئي.

هن آخرڪار ان جي گهر جو نمبر ملايو ڪجهہ دير تائين گهنٽي وڄندي رهي، پوءِ ڪنهن فون کنيو.

"هيلو....!" ٻئي طرف کان ڪنهن عورت چيو.

"هيلو.... مان سالار سڪندر سان ڳالهائڻ ٿي گهران." امامہ چيو.

"سالار صاحب سان.....! توهان ڪير ٿا ڳالهايو؟"

امامہ کي اوچتو محسوس ٿيو جڻ ان عورت جي لهجي ۾ هڪدم تجسس پيدا ٿي ويو آهي.

امامہ کي الاهي ڇو ان جو آواز سڃاتل لڳو. ان کان اڳ جو هي ڪجهہ چوي اوچتو ان عورت گهڻي پرجوش آواز ۾ چيو. "امامہ بيبي! توهان امامہ بيبي آهيو؟"

هڪڙو ڪرنٽ محسوس ڪري امامہ بي اختيار فون بند ڪري ڇڏيو. اها ڪير هئي جنهن ان کي صرف آواز مان سڃاڻي ورتو هيو. ايترن سالن کان پوءِ بہ..... ۽ ايترو جلدي ۽ اهو بہ سالار سڪندر جي گهر ۾.......

ڪجهہ دير تائين ان جا هٿ ڏڪندا رهيا. اها پي. سي. او جي اندرين ڪئبن ۾ هئي ۽ ڪجهہ دير تائين هٿئي (رسيور) کي ايئن ئي هٿ ۾ جهليون ويٺي رهي.

"ڪير بہ آهي مون کي ڊڄڻ جي ضرورت ڪونهي. مان اسلام آباد کان ايترو پري آهيان جو مون تائين ڪير بہ پهچي نٿو سگهي. مون کي ڊڄڻ جي ضرورت ڪونهي."

ان سوچيو ۽ پي. سي. او جي مالڪ کي هڪڙو ڀيرو وري فون ملائڻ لاءِ چيو.

فون جي گھنٽي وڄڻ تي ان ڀيري فون هڪدم کنيو ويو مگر ان دفعي ڳالهائڻ وارو ڪو مرد هيو ۽ اهو سالار ڪو نہ هيو. اها اهو آواز ٻڌڻ سان سمجھي وئي هئي.

"مان سالار سڪندر سان ڳالهائڻ ٿي گھران."

"توهان امامہ هاشم آهيو؟"

مرد سخت رکي آواز ۾ چيو. ان ڀيري امامہ کي ڪو جھٽڪو نہ لڳو.

"جي.... " هئي پاسي ماٺ ٿي وئي.

"توهان ان کي مون سان ڳالهرايو."

"اهو ممڪن ڪونهي." هئي پاسي کان ان مرد چيو.

"ڇو؟"

"سالار زنده ڪونهي."

"ڇا.....؟" امامہ جي نڙيءَ مان بي اختيار نڪتو.

"ڇا اهو فوت ٿي ويو؟"

"ها...."

"ڪڏهن.....؟"

ان ڀيري مرد خاموش رهيو.

"توهان سان آخري ڀيرو ان جو رابطو ڪڏهن ٿيو؟"

ان جي سوال جو جواب ڏيڻ جي بجاءِ ان مرد پڇيو.

"ڪجھہ سال اڳ..... اڍائي سال اڳ."

"هڪڙو سال اڳ ان جي وفات ٿي. توهان....."

امامہ ٻيو ڪجھہ بہ ٻڌڻ کان اڳ فون بند ڪري ڇڏيو. ڪجھہ بہ چوڻ ۽ ٻڌڻ جي ضرورت ڪونہ هئي.... اها آزاد ٿي چڪي هئي. ان کي خبر هئي تہ هڪڙي انسان هجڻ جي ناتي هن کي ان جي وفات تي ڏک هجڻ گھرجي پر ان کي ڪو بہ ڏک ڪو نہ ٿيو. جيڪڏهن ان اهڙي نموني سان هن کي طلاق ڏيڻ کان انڪار نہ ڪيو هجي ها تہ اها يقيناً ان لاءِ ڏک محسوس ڪري ها پر هن وقت اڍائي سالن کان پوءِ هن کي بي اختيار سڪون ۽ خوشيءَ جو احساس ٿي رهيو هيو. اها تلوار جيڪا ان جي سر مٿان لٽڪيل هئي اها گم ٿي وئي هئي.

ان کي هاڻي ڊاڪٽر سبط علي کي ڪجھہ بہ ٻڌائڻ جي ضرورت ڪونہ هئي. اها صحيح معنيٰ ۾ آزاد ٿي چڪي هئي، اهو ان جو هاسٽل ۾ آخري ڏينهن هيو ۽ ان رات هن سالار سڪندر جي لاءِ بخشش جي دعا گھري

اها ان جي مرڻ کان پوءِ ان کي معاف ڪري چڪي هئي ۽ اها ان جي موت تي ڏاڍو گھڻو خوش هئي.

❊❊❊

ان سان فون تي ڳالهائڻ واري اها ملازمہ هئي جيڪا سالار وارن جي گهر سان گڏ انهن وٽ بہ ڪم ڪندي رهي هئي ۽ ان امامہ جي آواز کي هڪدم سڃاڻي ورتو هيو. امامہ جي فون ڪرڻ سان ئي اها ڪجھ پريشاني ۽ جوش جي حالت ۾ سڪندر عثمان وٽ هلي وئي. اهو هڪڙو اتفاق ئي هيو تہ ان ڏينهن اهو ناچاقي ڪري گهر ۾ ئي هيو.

"هاڻي هاڻي ڪجھ دير اڳ هڪڙي ڇوڪريءَ جو فون آيو آهي.... ان سالار صاحب سان ڳالهائڻ گهريو ٿي."

"تہ تون ڳالھ ڪرائين ها." سڪندر عثمان ڪجھ بي ڌياني سان چيو. اهو هڪڙو اتفاق هيو تہ سالار بہ انهن ڏينهن ۾ پاڪستان آيل هيو ۽ گهر ۾ ئي موجود هيو. ملازمہ ڪجھ هبڪي.

"صاحب جي! اها امامہ بيبي هئي."

سڪندر عثمان جي هٿ مان چانھ جو ڪوپ ڪرندي ڪرندي بچيو. هڪدم ان جا حواس خطا ٿي ويا.

"امامہ هاشم.... هاشم مبين جي ڌيءَ؟" نوڪرياڻي هائوڪار ۾ مٿو ڌوڻيو. سڪندر عثمان جو مٿو ڦرڻ لڳو.

"تہ ڇا سالار هر هڪ کي بيوقوف بڻائي رهيو آهي. اهو اڃا تائين امامہ سان رابطي ۾ آهي ۽ ان کي خبر آهي تہ اها ڪٿي آهي. تو پوءِ يقيناً اهو ان سان ملندو بہ رهندو هوندو." ان بي اختيار سوچيو.

"ان توکي پاڻ پنهنجو نالو ٻڌايو؟" ان چانھ جي ڪوپ کي هڪڙي پاسي رکندي چيو.

"نہ.... مون ان جو آواز سڃاڻي ورتو ۽ مون جڏهن ان جو نالو ورتو تہ ان فون بند ڪري ڇڏيو." ملازمہ سڪندر عثمان کي ٻڌايو. "مگر مون کي يقين آهي اهو ان جو ئي آواز هيو. مون کي گهٽ ۾ گهٽ انهي باري ۾ ڌوڪو نٿو ٿي سگهي."

ان کان اڳ جو سڪندر عثمان ڪجھ چوي ان فون جي گهنٽي ٻڌي پر هن دفعي اهو هال ۾ موجود ٻي گڏيل فون لائين (ايڪسٽينشن) ڏانهن ويو ۽ ان فون کڻي ورتو. ٻئي پاسي موجود ڇوڪري هڪڙو ڀيرو وري سالار سڪندر جو پڇي رهي هئي. ان جي زور ڀرڻ تي اها مڃي وئي هئي تہ اها امامہ هاشم ئي هئي. ان کي خبر نہ پئي تہ ڇو مگر هڪدم ان جي دل ۾ آيو تہ اهو ان کي سالار جي مرڻ جي خبر ٻڌائي تہ جيئن اها ٻيهر انهن جي گهر فون نہ ڪري. هن کي ان سان ڳالهائڻ مان اهو اندازو تہ ٿي ويو هيو تہ اها گهڻي عرصي کان سالار سان رابطو ڪري نہ سگهي آهي ۽ ان وٽ هن جي بيان جي صداقت پرکڻ جو ڪو ذريعو ڪو نہ هيو. اها ٻيهر رابطو نہ ڪندي تہ انهن جي جان سدائين لاءِ ان کان ڇٽي ويندي. اهو اڃا تائين ان هڪڙي سال کي پنهنجي ذهن مان ڪڍي ڪو نہ سگهيو هيو جڏهن امامہ جي گم ٿيڻ کان هڪدم پوءِ سالار تي شڪ هجڻ ڪري هاشم مبين احمد انهن لاءِ هر قسم جون پريشانيون پيدا ڪري ڇڏيون هيون.

ڪيترائي سرڪاري دفتر جتي اڳ ان جي فرم جا فائيل گهڻي آساني سان نڪري

ويندا هيا. مهينا ڦاٽا پيا هوندا هيا. ان جي گهر ڌمڪي واريون فونون ۽ خط ايندا رهندا هيا. ڪيترن ماڻهن سڌو سنئون ان تي دٻاءُ وڌو ته اهو هاشم مبين احمد جي ڌي کي موٽائڻ ۾ انهن جي مدد ڪري. هڪڙي ڊگهي عرصي تائين سالار جي نگراني ڪئي وئي ۽ نگرانيءَ جو اهو سلسلو صرف پاڪستان ۾ ئي نه ٻاهر به جاري رهيو پر جڏهن ڪنهن به نموني سان امامه سان ان جي رابطي جو ثبوت يا سراغ نه مليو ته آهستي آهستي اهي مڙئي سرگرميون ختم ٿي ويون.

سڪندر عثمان جي بي پناهه ڪوشش جي باوجود به هاشم مبين سان انهن جا تعلقات بحال ڪو نه ٿيا البت ان جي طرفان عدم تحفظ جو انديشو ختم ٿي ويو هيو ۽ هاڻي اڍائي سالن کان پوءِ ان چوڪري هڪڙو ڀيرو وري سالار سان رابطو ڪرڻ ٿي گهريو. ان ڪنهن به صورت ۾ ٻيهر انهن حالتن کي منهن ڏيڻ نٿي گهريو نه ئي سالار کي ڪرڻ لاءِ ڇڏي ٿي سگهيا.

جيڪڏهن اهو پاڻ هاشم مبين احمد جي مقابلي جو ماڻهو نه هجي ها ته ان وقت تائين اهو ان کان گهڻو نقصان ڪائي چڪو هجي ها. جيترو نقصان ان انهي هڪڙي سال ۾ خاص ڪري شروع وارن ڪجهه مهينن ۾ برداشت ڪيو هيو. ان امامه کي ان طلاق نامي جي هڪڙي ڪاپي موڪلڻ ٿي گهري جيڪو ان سالار جي طرفان تيار ڪرايو هيو ۽ ان کي انهيءَ ۾ ڪا دلچسپي ڪو نه هئي ته اهو جائز هيو يا نه. ان صرف امامه کي اهو يقين ڏيارڻ ٿي گهريو ته سالار يا ان جي خاندان سان نه ان جو ڪو تعلق هجڻ گهرجي ۽ نه ئي ٿيندو.

جيڪڏهن ڪجهه هيو به ته اهو سالار جي موت ۾ ان کان به اڳ لکيل ان طلاق نامي سان گڏ ئي ختم ٿي ويو هيو پر اهو هڪڙو ٻيو اتفاق هيو ته امامه ان جي ڳالهه پوري ٻڌڻ کان سواءِ فون بند ڪري ڇڏيو. ان فون جي جاچ ڪرائي (ٽريس آئوٽ) ته اهو ملتان جو هڪڙو پي سي او ثابت ٿيو هو.

سالار هڪڙي هفتي کان پوءِ واپس آمريڪا وڃڻ وارو هيو ۽ ان اهو پورو هفتو ان جي مڪمل جاسوسي ڪرائي. اهو ملازمن کي هدايتون ڏئي چڪو هيو ته ڪنهن جو به فون اچي ته اهي ڪنهن به حالت ۾ سالار سان ان جي ڳالهه نه ڪرائين. توڙي فون ڪنهن مرد جو هجي يا عورت جو جيستائين ان کي پاڻ کي خبر نه هجي ته فون ڪرڻ وارو ڪير آهي. نوڪرياڻي کي به سختي سان منع ڪري ڇڏي هئائين ته اها سالار کي امامه جي انهي فون جي باري ۾ نه ٻڌائي. هڪڙي هفتي کان پوءِ جڏهن سالار موٽي آمريڪا هليو ويو ته ان سک جو ساهه کنيو.

سر تي آيل بلا هڪڙو دفعو وري ٽري وئي هئي. سالار جي موٽي وڃڻ کان ڪجهه هفتا پوءِ ان کي هڪڙو لفافو مليو هيو.

امامه واپس لاهور پهچڻ کان پوءِ اهو موبائيل وڪٽي ڇڏيو هيو. اها اهو واپس موڪلي نٿي سگهي ۽ سالار جي وفات کان پوءِ هاڻي اهو امڪان ڪو نه هيو ته ڪڏهن

ان جي منهن سامهون ملي وڃڻ جي صورت ۾ اها ان کي اهو موبائيل ڏئي سگهندي. ان موبائيل وڪڻڻ ڪري مليل رقم سان گڏ پاڻ وٽ موجود ڪجهه وڌيڪ رقم به شامل ڪئي. اها اندازي طور انهن فونن جي بل جي رقم هئي جيڪي ادائي تي سال اڳ سالار ادا ڪيا هوندا ۽ ڪجهه پيا خرچ جيڪي پنهنجي گهر قيد جي دوران ۽ اتان لاهور پهچي نڪرڻ جي دوران سالار ان تي ڪيا هيا. ان سان گڏ سڪندر عثمان جي نالي هڪڙي مختصر چٺي به موڪلي هئي. ٽريولرز چيڪ. ان جي مٿان ان ماڻهوءَ جو رهيل قرض به لهي ويو هيو.

ان رقم ۽ ان سان گڏ ملڻ واري چٺي مان سڪندر عثمان کي تسلي ٿي وئي هئي ته اها پيهر ان سان رابطو ڪو نه ڪندي ۽ اهو به ته ان واقعي هن جي ڳالهه تي يقين ڪري ڇڏيو هيو.



ملتان مان بي ايس سي ڪرڻ کان پوءِ اها لاهور هلي آئي هئي. ان کي گهر ڇڏي ٽي سال ٿيڻ وارا هيا ۽ ان جو خيال هيو ته هاڻي گهٽ ۾ گهٽ اهڙي نموني هن جي ڳولا ڪو نه ڪئي ويندي جهڙي نموني پهريان ڪئي ويندي هئي. جيڪڏهن ڪئي به ويندي ته صرف ميڊيڪل ڪاليج تي نظر رکي ويندي. ان جو اهو اندازو صحيح ثابت ٿيو هو.

ان پنجاب يونيورسٽيءَ ۾ ڪيمسٽري ۾ ايم ايس سي ڪرڻ لاءِ داخلا ورتي هئي. ايترو عرصو گذري وڃڻ کان پوءِ به اها گهڻو احتياط ڪندي هئي. اهو لاهور هيو ۽ اتي ڪنهن به وقت ڪير به ان کي سڃاڻي سگهيو ٿي. ملتان ۾ اها صرف چادر ويڙهي ڪاليج ويندي هئي. لاهور ۾ ان منهن تي نقاب ويڙهڻ شروع ڪيو هيو.

لاهور ۾ پيهر موٽي اچڻ کان پوءِ اها ڊاڪٽر سبط علي سان ڪو نه رهندي هئي. اها سعيده امان سان گڏ رهندي هئي.



سعيده امان سان ان جي پهرين ملاقات ڊاڪٽر سبط علي ان جي ملتان وڃڻ کان اڳ لاهور ۾ ڪرائي هئي. سعيده امان جا گهڻا ئي مٽ مائٽ ملتان ۾ رهندا هيا. ڊاڪٽر سبط علي، امامه جي انهن سان جاڻ سڃاڻ ڪرائڻ ٿي گهري ته جيئن ملتان ۾ رهائش دوران ڪنهن به ضرورت يا ايمرجنسي ۾ اها انهن کان مدد وٺي سگهي.

سعيده امان هڪڙي پنجهٺ ستر سالن جي واتوڙي (گهڻ ڳالهائڻي) ۽ برجستي عورت هئي. اها لاهور جي پراڻي شهر ۾ هڪڙي پراڻي جويلي ۾ اڪيلي رهندي هئي. ان جو مڙس فوت ٿي ويو هو جڏهن ته ٻه پٽ ٻاهرين ملڪ تعليم حاصل ڪرڻ کان پوءِ اتي ترسي پيا هيا. انهن ٻنهي جي شادي ٿيل هئي ۽ انهن جي گهڻي زور ڀرڻ جي باوجود سعيده امان ٻاهر وڃڻ لاءِ تيار ڪو نه هئي. ان جا ٻئي پٽ واري واري سان هر سال پاڪستان ايندا هيا ۽ ڪجهه وقت ترسڻ کان پوءِ موٽي ويندا هيا. ڊاڪٽر سبط علي سان ان جي مائٽي هئي. اهو ان جو ماروٽ هيو.

ڊاڪٽر سبط علي امامہ جي باري ۾ اڳ ۾ ئي سعيده امان کي ٻڌائي ڇڏيو هيو انهيءَ ڪري جڏهن اها ان سان گڏ ان جي گهر پهتي تہ اها هن سان وڏي جوش ۽ پيار سان ملي هئي. ان ملتان ۾ موجود گهٽ ڪري پنهنجي هر مائٽ جي باري ۾ ان کي تفصيل سان ٻڌايو هيو ۽ پوءِ شايد انهي کي ناڪافي سمجهندي ان پاڻ گڏ هلي هن کي هاسٽل تي ڇڏي اچڻ جي آڇ ڪئي، جنهن کي ڊاڪٽر سبط علي پيار سان منع ڪئي.

"نہ آپا! توهان کي تڪليف ٿيندي" ان جي گهڻي زور پرڻ تي بہ ڊاڪٽر صاحب ڪو نہ مڃيو هو.

"ادا، سنو تہ اهو آهي تہ توهان هن کي منهنجن پائرن مان ڪنهن جي گهر ۾ رهايو. نياڻي کي گهر جهڙو آرام ۽ ماحول ملندو."

ان کي اوچتو هاسٽل تي اعتراض ٿيڻ لڳو ۽ پوءِ ان هاسٽل جي زندگيءَ جي ڪيترن ئي مسئلن تي روشني وڌي هئي پر ڊاڪٽر سبط علي ۽ خود ان بہ ڪنهن جي گهر ۾ رهڻ نٿي گهريو. هاسٽل سٺي چونڊ (آپشن) هيو.

❊❊❊

سعيده امان سان ان جي ٻي ملاقات ملتان وڃڻ کان ڪجهہ مهينا پوءِ ان وقت ٿي هئي جڏهن هڪڙي ڏينهن اوچتو ان کي هاسٽل ۾ ڪنهن عورت ملاقاتيءَ جو اطلاع ڏنو ويو هيو. ڪجهہ دير لاءِ اها ڊڄي وئي هئي. اتي اهڙي نموني اوچتو ان سان ملڻ لاءِ ڪير ٿي اچي سگهيو ۽ اها بہ هڪڙي عورت..... مگر سعيده امان کي ڏسي اها حيران ٿي وئي هئي. اها هن سان ساڳي گرم جوشيءَ سان ملي هئي جيئن لاهور ۾ ملي هئي. اها تقريباً ٻہ هفتا ملتان ۾ رهي هئي ۽ انهن ٻن هفتن ۾ ڪيترائي ڀيرا ان سان ملڻ لاءِ آئي هئي. هڪڙو ڀيرو هيءَ ان سان هاسٽل مان ان جي پاءَ جي گهر بہ وئي هئي.

پوءِ اهو ڄڻ هڪڙو معمول ٿي ويو هو. اها ڪجهہ مهينن کان پوءِ ملتان ايندي هئي ۽ اتي ترسڻ دوران باقاعدگيءَ سان هن وٽ ايندي رهندي هئي. اها پاڻ جڏهن مهيني ۾ هڪڙو ڀيرو لاهور ايندي هئي تہ ان سان ملڻ لاءِ بہ ويندي هئي. ڪيترا ڀيرا جڏهن ان جون موڪلون ڏگهيون هونديون هيون تہ اها هن کي اتي ترسڻ لاءِ زور ڀريندي هئي. اها ڪيترا ڀيرا ان وٽ ٽڪي هئي. ڳاڙهين سرن سان ٺهيل اهو پراڻو گهر ان کي سٺو لڳندو هيو يا وري اهو اڪيلائپ جو احساس هيو جيڪا اها ان سان ونڊي رهي هئي. هن وانگر اها بہ اڪيلي هئي. توڙي جو ان جي اها اڪيلائپ ان جي هر وقت ماڻهن سان ملڻ جلڻ سان گهٽ ٿي ويندي هئي مگر ان جي باوجود امامہ ان جي احساس کي بنا ڪوشش ڪرڻ جي سمجهي ٿي سگهي.

لاهور واپس موٽي اچڻ کان گهڻو عرصو اڳ ئي ان امامہ کان اهو معلوم ٿيڻ تي تہ اها ايم ايس سي لاهور ۾ ڪرڻ ٿي گهري تہ ان کي پاڻ سان گڏ رهڻ لاءِ زور ڀرڻ شروع ڪيائين.

ان ئي عرصي جي دوران ڊاڪٽر سبط علي جي وڏي ڌيءَ انهن وٽ پنهنجن ٻارن سميت ڪجهہ عرصي لاءِ رهڻ اچي وئي. ان جو مڙس پي ايچ ڊي ڪرڻ لاءِ ملڪ کان

ٻاهر هليو ويو هيو. اهو ڊاڪٽر سبط علي جو ڀائٽيو هيو. ويهڻ ڪان اڳ اهو پنهنجن ٻارن ٻچن کي انهن وٽ رهائي ويو. ڊاڪٽر سبط علي جي گهر ۾ جاءِ جي گهٽتائي ڪو نہ هئي پر امامہ هاڻي ان جي گهر ۾ رهڻ نٿي گهريو. ان جلد کان جلد پنهنجن پيرن تي بيهڻ ٿي گهريو. ڊاڪٽر سبط علي جي احسانن جو بار اڳ ۾ ئي ان کي گهڻو محسوس ٿي رهيو هيو. ان اهو نٿي گهريو تہ انهن وٽ رهي تعليم حاصل ڪري ۽ ان کان پوءِ ان طرفان نوڪري ڪرڻ تي بہ اهي ان کي ڪٿي ٻئي هنڌ رهڻ نہ ڏين. ليڪن جيڪڏهن اها ٻهريان ئي الڳ رهڻ شروع ڪندي تہ ان لاءِ انهن کان پنهنجي ڳالهہ ميرائڻ سولو هوندو. سعيده امان جو گهر ان کي پنهنجي رهائش لاءِ گهڻو مناسب لڳو هو. اها نوڪري ڪرڻ کان پوءِ ان کي مجبور ڪري مسواڙ جي حساب ۾ ڪجهہ نہ ڪجهہ وٺڻ لاءِ راضي ڪري سگهي ٿي مگر ڊاڪٽر سبط علي شايد اهو سڀ ڪڏهن بہ گوارا نہ ڪري ها.

***

ڊاڪٽر سبط علي لاءِ ان جو فيصلو صدمي وانگر هيو.

"ڇو آمنہ! توهان منهنجي گهر ۾ ڇو رهي نٿا سگهو؟" ان گهڻو ناراضگيءَ مان ان کي ڇيو "سعيده آپا سان ڇو گڏ رهڻ ٿيون گهرو؟"

"اها گهڻو زور ڀري رهي آهي."

"مان ان کي سمجهائي ڇڏيندس."

"نہ. مان پاڻ بہ ان سان گڏ رهڻ ٿي گهران. مان ان سان گڏ رهنديس تہ ان جي اڪيلائپ ختم ٿي ويندي"

"اهو ڪو سبب ڪونهي. توهان جڏهن گهرو ان وٽ وڃي سگهو ٿيون. باقي گڏ رهڻ لاءِ نہ."

"مهرباني ڪري توهان مون کي اتي رهڻ جي اجازت ڏيو مان اتي وڌيڪ خوش رهنديس. مان هاڻي آهستي آهستي پنهنجن پيرن تي بيهڻ گهران ٿي."

ڊاڪٽر سبط علي حيرانيءَ مان ان کي ڏٺو.

"پيرن تي بيهڻ مان توهان جي ڪهڙي مراد آهي؟"

اها ڪجهہ دير ماٺ ٿي وئي پوءِ ان ڇيو.

"مان توهان تي گهڻي عرصي تائين بوجهہ ٿيڻ نٿي گهران. اڳ ۾ ئي مان گهڻن سالن کان توهان تي ڀاڙي رهي آهيان. مگر سڄي زندگي تہ مان توهان تي بوجهہ ٿي گذاري نٿي سگهان."

اها ڳالهہ ڪندي ڪندي چپ ٿي وئي. ان کي لڳو ان جي آخري جملي ڪري ڊاڪٽر سبط علي کي گهڻي تڪليف پهتي هئي. ان کي پڇتاءُ ٿيو.

"مون ڪڏهن بہ توهان کي بوجهہ ڪو نہ سمجهيو آهي آمنہ! ڪڏهن بہ نہ. نياڻيون بوجهہ ڪو نہ هونديون آهن ۽ منهنجي لاءِ توهان هڪڙي نياڻي وانگر آهيو پوءِ اها ڳالهہ.... مون کي ڏاڍو ڏک ٿيو آهي."

"ابو! مان سمجهان ٿي. مگر مان صرف پنهنجن سوچن ۽ احساس (فيلنگز) جي ڳالهه ڪري رهي هيس. ٻئي تي ٻاڙڻ گهٽي تڪليف واري ڳالهه آهي. مان سعيده امان سان گڏ رهي گهڻو پرسڪون رهنديس. مان ان کي ڪجهه ادائگي ڪنديس. توهان کي جيڪڏهن مان بدلي ۾ ڪجهه رقم ڏيڻ چاهيان ٿا ته نه ڪري سگهنديس. شايد مون کي ڏهه حياتيون به ملن ته مان توهان جي احسانن جو بدلو نٿي ڏئي سگهان. پر هاڻي بس..... هاڻي وڌيڪ نه..... مون کي زندگي گذارڻ جا هاڻي سڀ طريقا سکڻا آهن. مون کي سکڻ ڏيو."

ڊاڪٽر سبط علي ان کان پوءِ ان کي ٻيهر پنهنجي گهر ۾ رهڻ لاءِ مجبور ڪو نه ڪيو هو. اها ان ڳالهه لاءِ به ان جي ٿورائتي هئي.

سعيده امان سان گڏ رهڻ جو تجربو ان جي لاءِ هاسٽل ۾ يا ڊاڪٽر سبط علي وارن وٽ رهڻ کان بلڪل مختلف هيو. هن کي ان وٽ هڪڙي عجيب آزادي ۽ خوشيءَ جو احساس ٿيو هيو. اها بلڪل اڪيلي رهندي هئي. صرف هڪڙي نوڪرياڻي هئي جيڪا ڏينهن جي وقت اچي گهر جا ڪم ڪار ڪندي هئي ۽ شام جو هلي ويندي هئي. اها بيحد ملڻ جلڻ واري حياتي (سوشل لائيف) گذاريندي هئي. محلي وارن وٽ ان جو گهڻو اچڻ وڃڻ هو ۽ نه صرف محلي ۾ بلڪ پنهنجن مٽن مائٽن وٽ به ۽ ان جي گهر به اڪثر ڪير نه ڪير ايندو رهندو هيو.

ان پاڙي ۾ هر هڪ سان امامه جو تعارف پنهنجي ڀاڻيجي ٻڌائي ڪرايو هيو ۽ ڪجهه سالن کان پوءِ اهو تعارف ڀاڻيجي مان ڌيءَ ۾ تبديل ٿي ويو هو. توڙي جو پاڙي وارا اڳئين تعارف کان وقف هيا پر هاڻي ڪنهن نئين ملڻ واري سان جڏهن امامه کي ڌي جي حيثيت سان واقف ڪرائيندي هئي ته ڪنهن کي ڪو تجسس ڪونه ٿيندو هيو. ماڻهو سعيده امان جي عادت کان واقف هيا ته ان جي دل ڪيتري محبت سان ڀريل آهي. ان جا پٽ به امامه کان واقف هيا بلڪ اهي باقاعدگيءَ سان فون تي سعيده امان سان ڳالهائيندي ان جو به حال احوال معلوم ڪندا رهندا هيا. انهن جون زالون ۽ ٻار به ان سان ڳالهه ٻولهه ڪندا هيا.

ان جا پٽ هر سال پاڪستان ايندا هيا ۽ انهن جي اتي هجڻ دوران به امامه کي ڪڏهن اهو محسوس ڪونه ٿيندو هيو ته اها جڻ انهن جي ڪٽنب جو ڀاتي نه هجي، ڪڏهن ڪڏهن ان کي اهو لڳندو هيو جڻ اها واقعي سعيده امان جي ڌيءَ ۽ ان جي پٽن جي ڀيڻ هئي. انهن ٻنهي جا ٻار ان کي ڦڦي چئي سڏيندا هيا.

پنجاب يونيورسٽيءَ مان ايم ايس سي ڪرڻ کان پوءِ ان ڊاڪٽر سبط علي جي معرفت هڪڙي دوائن جي (فارماسيوٽيڪل) ڪمپني ۾ نوڪري شروع ڪئي هئي. ان جي نوڪري ڏاڍي سٺي هئي ۽ پهريون ڀيرو ان مالي طور تي به خودمختاري حاصل ڪئي هئي. اها اهڙي زندگي ڪو نه هئي جيڪا اها پنهنجي والدين جي گهر ۾ گذاريندي هئي، نه ئي اهڙي زندگي هئي جهڙي حياتيءَ جا اها خواب ڏسندي هئي. پر اها اهڙي به ڪو نه هئي جن خدشن جو اها گهر مان نڪرڻ وقت شڪار هئي. اها هر هڪ جي باري ۾ نٿي

چئي سگهي البت ان جي لاءِ زندگي معجزن جو ٻيو نالو هئي. سالار سڪندر جهڙي ڇوڪري ڪان اهڙي نموني جي مدد..... ڊاڪٽر سبط علي تائين پهچڻ...... سعيده امان جهڙي خاندان جو ملڻ.....تعليم مڪمل ڪرڻ ۽ پوءِ اها نوڪري....صرف جلال انصر هيو جنهن جو خيال سدائين ان کي تڪليف ۾ وجهي ڇڏيندو هيو ۽ شايد اهو هن کي ملي وڃي ها ته اها پاڻ کي دنيا جي وڏي خوش قسمت ڇوڪري سمجهي ها.

ائين سالن اندر ان ۾ گهڻيون ئي تبديليون اچي ويون هيون. گهر مان نڪرڻ وقت ان کي خبر هئي ته هاڻي دنيا ۾ ان جا نخرا کڻڻ وارو ڪوئي ڪونه هيو. ان کي نه ڪنهن سان ڪي اميدون وابسته ڪرڻيون هيون نه ئي انهن جي پورو نه ٿيڻ تي ڏک محسوس ڪرڻو هيو. ان جو روئڻ پٽڻ به وقت گذرڻ سان گڏ گهٽبو ويو هو. ويهن سالن جي عمر ۾ ننڍڙين ننڍڙين ڳالهين تي ڏڪڻ ۽ پريشان ٿيڻ واري امامه هاشم آهستي آهستي پنهنجو وجود وڃائيندي وئي هئي. نئين پلجي وڌندڙ امامه گهڻو پراعتماد ۽ مضبوط اعصابن جي مالڪ هئي مگر ان سان گڏوگڏ اها گهڻي محتاط به ٿي وئي هئي. هر ڳالهه جي باري ۾، پنهنجي گفتگو جي باري ۾، پنهنجن طور طريقن جي باري ۾.

ڊاڪٽر سبط علي ۽ سعيده امان ٻنهي جي خاندانن ان کي گهڻي محبت ۽ پنهنجائپ ڏني هئي ليڪن ان جي باوجود اها هميشه ڪوشش ڪندي هئي ته اها ڪا اهڙي ڳالهه يا حرڪت نه ڪري جيڪا انهن کي قابل اعتراض يا اڻ وڻندڙ لڳي. هاشم مبين جي گهر ۾ ان کي اهي سڀ احتياط ڪو نه ڪرڻا پوندا هيا پر اتان نڪري ان کي اهو سڀ ڪجهه سکڻو پيو هيو.

سعيده امان جي گم ٿيڻ واري ڏينهن اها آفيس ۾ هئي. ڇئين بجي ڌاري جڏهن اها گهر آئي ته گهر کي تالو لڳل هيو. ان وٽ انهي تالي جي ٻي چابي هئي ڇو ته ان کان اڳ به سعيده امان ڪيترا ڀيرا هيڏي هوڏي هلي ويندي هئي. ان کي تشويش ڪو نه ٿي.

پر جڏهن مغرب جي آذان اچڻ لڳي ته اها پهريون ڀيرو فڪرمند ٿي ڇو ته اها ڪڏهن به شام جو ٻڌائڻ کان سواءِ ايئن غائب ڪو نه ٿي هئي. پاڙي وارن کان معلوم ڪرڻ تي ان کي خبر پئي ته انهن جو پٽ صبح جو ان کي بلال وارن جي گهر ڇڏي آيو هو. سعيده امان اڳ ۾ به اڪثر اتي ايندي ويندي رهندي هئي، انهيءَ ڪري امامه انهن کي چڱي طرح سڃاڻندي هئي. هن اتي فون ڪيو ته ان کي خبر پئي ته اها منجهند جو اتان هلي وئي هئي ۽ تڏهن پهريون ڀيرو ان کي صحيح معنيٰ ۾ تشويش ٿيڻ لڳي.

ان واري واري سان هر ان جاءِ تان معلوم ڪيو جتي اها ويندي رهندي هئي مگر اها ڪٿي به ڪونه ملي ۽ تڏهن ان ڊاڪٽر سبط علي کي اطلاع ڪيو. هن جي حالت ان وقت تائين خراب ٿي وئي هئي. سعيده امان جو ملڻ جلڻ پنهنجن پاڙي وارن تائين ئي هيو. اها پراڻي شهر جي علائقي کان علاوه ڪنهن جاءِ کان چڱي طرح واقف ڪونه هئي. ان کي ڪنهن ٻي جاءِ تي وڃڻو هوندو هيو ته اها پاڙي وارن جي ڪنهن ڇوڪري سان گڏ ويندي هئي يا وري امامه سان گڏ ۽ اها ئي ڳالهه امامه کي وڏيڪ تشويش ۾ وجهي رهي هئي.

هئي پاسي سالار پراڻي شهر جي اندرين علائقي کان سواءِ شهر جي سمورن شاهوڪار ۽ امير طبقن جي رهائشي علائقن کان واقف هيو. جيڪڏهن ان کي پراڻي شهر جي باري ۾ ٿوري گهڻي معلومات هجي ها ته اهو سعيده امان جي اڌوري ڏس جي باوجود ڪنهن نه ڪنهن طريقي سان ان جي گهر تائين پهچي وڃي ها.

ڊاڪٽر سبط علي رات جو ان کي سعيده امان جو خيريت سان پنهنجي ڪنهن ڄاڻ سڃاڻ واري وٽ هجڻ جو اطلاع ڏنو ۽ امامه جي جسم ۾ ڄڻ ساهه موٽي آيو.

هڪڙي ڪلاڪ کان پوءِ دروازي جي گهنٽي وڳي هئي ۽ ان تقريباً ڊوڙندي وڃي دروازو کوليو. دروازي جي اوٽ مان ان سعيده امان جي پنيان بيٺل هڪڙي چڱي شڪل صورت واري ماڻهو کي ڏٺو جنهن دروازو کلڻ تي ان کي سلام ڪيو ۽ پوءِ سعيده امان کي خدا حافظ چئي موٽي ويو ۽ ان هئي ڊگهي قد واري شخص جي پنيان وڃڻ لڳو جنهن جي امامه طرف پٺي هئي. امامه ان تي غور ڪونه ڪيو ها ته بي اختيار سعيده امان کي چنبڙي وئي هئي.

سعيده امان ايندڙ ڪيترن ڏينهن تائين ان جي سامهون انهن ٻنهي جا نالا وٺندي رهي، سالار ۽ فرقان. امامه کي پوءِ به شڪ ڪو نه ٿيو ته اهو سالار.... سالار سڪندر به ٿي سگهيو ٿي.... مئل ماڻهو زنده نٿي ٿي سگهيا ۽ ان کي جيڪڏهن ان جي موت جو يقين نه به هجي ها تڏهن به سالار سڪندر جهڙو شخص نه ته ڊاڪٽر سبط علي جو سڃاڻپو ٿي پئي سگهيو نه وري ان ۾ اهڙيون سڻايون ٿي سگهيون ٿي جن چڱاين جو ذڪر سعيده امان وقت به وقت ڪندي رهندي هئي.

ان جي ڪجهه عرصي کان پوءِ هن جنهن شخص کي ان رات سعيده امان سان ڏاڪڻ ۾ بيٺل ڏٺو هيو ان شخص سان ان جي پهرين ملاقات ٿي. فرقان پنهنجي زال سان گڏ انهن وٽ آيو هيو. هن کي اهو ۽ ان جي زال هئي سڻا لڳا هيا پوءِ اهي ڪيترا ڀيرا وري به انهن جي گهر آيا هيا. انهن سان هن جي واقفيت ۾ اضافو ٿي ويو هيو.

ان کي نوڪري ڪئي ٻه سال ٿي وياهيا. ڪجهه وقت شايد ٻيو به اهڙي نموني گذري وڃي ها جيڪڏهن اها اتفاق سان هڪڙي ڏينهن ان سڙڪ تان نه گذري ها جتي جلال جي ٺاهيل اسپتال جي ٻاهران ان جي نالي جو بورڊ لڳل هيو. جلال انصر جو نالو ان جي وکن کي روڪڻ جي لاءِ ڪافي هيو. پر ڪجهه دير تائين اسپتال جي ٻاهران ان جو نالو ڏسندي رهڻ کان پوءِ ان طئي ڪيو هيو ته اها ٻيهر ان سڙڪ تي ڪڏهن به نه ايندي

جلال شادي ڪري چڪو هيو. ان ڳالهه جي خبر ان کي گهر ڇڏڻ وقت ئي سالار کان پئجي چڪي هئي ۽ ان ٻيهر ان جي زندگيءَ ۾ اچڻ نٿي گهريو پر ان جو اهو فيلصو پڪو ثابت ڪو نه ٿيو.

ٻن هفتن کان پوءِ دوائن جي ڪمپني جي آفيس ۾ ئي ان جي ملاقات رابعه سان ٿي وئي. رابعه اتي ڪنهن ڪم سان آئي هئي. ان کي پنهنجي سامهون ڏسي ڪجهه گهڙين لاءِ ته هن کي سمجهه ۾ نه آيو ته اها ڪهڙي نموني سان رد عمل ظاهر ڪري، اها مشڪل رابعه آسان ڪري وڌي، اها هن سان وڌي گرم جوشيءَ سان ملي هئي.

”تون هڪدم ڪٿي گم ٿي وئي هئينءَ؟ ڪاليج ۽ هاسٽل ۾ تہ هڪڙو ڏگهو عرصو طوفان متل هيو.“

رابعہ ڏسڻ سان ئي ان کان پڇيو. امامہ مرڪڻ جي ڪوشش ڪئي

”بس مان گهر مان هلي وئي هيس، ڇو وئي هيس تو کي تہ ضرور خبر هوندي“ امامہ مختصر طور چيو.

”ها، مون کي ڪجهہ اندازو تہ هيو ئي پر مون ڪنهن سان ذڪر ڪونہ ڪيو. باقي اسان سڀني جي شامت اچي وئي هئي. منهنجي، جويريہ، زينب، سڀني جي...... پوليس پڻ اسان کان پڇا ڳاڇا ڪئي. تنهجي باري ۾ اسان کي تہ ڪا خبر ئي ڪو نہ هئي، پر هاسٽل ۽ ڪاليج ۾ تنهجي باري ۾ الاهي ڪيتريون ڳالهايون هُلي ويون هيون.

رابعہ ان جي سامهون واري ڪرسي تي ويهي لاڳيتو ڳالهائيندي پئي وئي.

”تون اڪيلي ئي وئي هئينءَ؟“ ان ڳالهائيندي ڳالهائيندي اوچتو پڇيو.

”ها.“ امامہ فون تي چانهہ لاءِ چوندي ٻڌايو.

”مگر وئي ڪٿي هئينءَ؟“

”ڪٿي ڪونہ، هتي لاهور ۾ هيس. تون ٻڌاءِ، اڄ ڪلهہ ڇا پئي ڪرين ۽ جويريہ.... ٻيون سڀ؟“ امامہ ڳالهہ کي بدلائيندي چيو.

”مان لاهور ۾ ڪلينڪ هلائيندي آهيان، جويريہ اسلام آباد ۾ هوندي آهي. ان جي هڪڙي ڊاڪٽر سان شادي ٿي وئي آهي. منهنجي بہ فاروق سان ٿي آهي. تو کي تہ ياد هوندو اسان جو ڪلاسي هيو.“

امامہ مرڪي ”۽ زينب؟“ ان جي دل بي اختيار ڌڙڪي رهي هئي.

”ها. زينب اڄ ڪلهہ انگلينڊ ۾ هوندي آهي. اتي پنهنجي مڙس سان گڏ رهندي آهي. ان جي ياءُ جي اسپتال ۾ ئي فاروق ڊيوٽي (پريڪٽس) ڪندو آهي.“

امامہ بي اختيار ان کي ڏٺو ”جلال انصر جي اسپتال ۾؟“

”ها. ان جي اسپتال ۾. ڪجهہ عرصو اڳ اهو مهارت حاصل (اسپيشلائيزيشن) ڪري آيو آهي پر ويچاري سان وڏو الميو (ٽريجڊي) ٿي ويو آهي. ڪجهہ مهينا اڳ طلاق ٿي وئي آهي. حالانڪ ايترو سٺو ماڻهو آهي، مگر.“

امامہ ان جي چهري تان نظرون هٽائي نہ سگهي.

”طلاق.....!ڇو؟“

”خبر ڪونهي. فاروق ان کان پڇيو هيو. چيائين پئي تہ هم آهنگي (انڊر اسٽينڊنگ) نہ ٿي سگهي. ان جي زال بہ ڏاڍي سٺي هئي. اها بہ ڊاڪٽرياڻي آهي، پر خبر ڪونهي ڇو طلاق ٿي وئي. انهن جي گهر اسان جو تہ گهڻو اچڻ وڃڻ هيو. اسان کي ڪڏهن بہ اندازو ڪونہ ٿيو تہ ٻنهي جي وچ ۾ اهڙو ڪو مسئلو آهي. هڪڙو پٽ اٿن ٽن سالن جو. اهو جلال وٽ ئي آهي. ان جي زال واپس آمريڪا هلي وئي آهي.“

رابعہ بي پرواهي سان سڀئي تفصيل ٻڌائي رهي هئي.

"تون پنهنجي باري ۾ ٻڌاءِ. اها تہ مون کي خبر پئجي وئي تہ تون هتي نوڪري ڪري رهي آهين پر پڙهائي (اسٽڊيز) تہ تو مڪمل ڪونہ ڪئي."

"ڪيمسٽري ۾ ايم ايس سي ڪئي آهي."

"۽ شادي وغيره؟"

"اها اڃا ڪونهي."

"مائٽن (پئرينٽس) سان تنهنجو جهڳڙو ختم ٿيو يا نہ؟"

امامہ حيرت مان ان کي ڏٺو.

"نہ." پوءِ ان جهيڻي آواز ۾ چيو.

اها ڪجهہ دير ان وٽ ويٺي رهي پوءِ هلي وئي. امامہ باقي سمورو وقت آفيس ۾ پريشان (ڊسٽرب) رهي. ان جلال انصر کي ڪڏهن بہ ڪو نہ وساريو هيو. اها ان کي وساري نٿي سگهي. ان صرف پنهنجي زندگي کان ان کي الڳ ڪري ڇڏيو هيو پر اتي ويٺي ان ڏينهن هن کي احساس ٿيو تہ اهو بہ هڪڙي خوش فهمي ۽ خود فريبي کان سواءِ ڪجهہ ڪو نہ هيو. اها جلال انصر کي پنهنجي زندگي کان الڳ بہ نٿي ڪري سگهي. ان نہ ان جي زندگي ۾ داخل ٿي ان کي ڪنهن پريشاني ۾ مبتلا ڪرڻ ٿي گهريو نہ وري ان جي گهرو زندگيءَ کي خراب ڪرڻ ٿي گهريو پر هاڻي اهو معلوم ٿيڻ کان پوءِ تہ ان جي گهرو زندگي اڳ ۾ ئي ناڪام ٿي چڪي آهي ۽ اهو هڪڙو ڀيرو وري اڪيلو هيو تہ ان کي ياد آيو اٺ سال اڳ اها ڪهڙي نموني ان شخص کي حاصل ڪرڻ لاءِ ٻارن وانگر روئيندي رهي هئي. اها ان کي حاصل ڪري ڪو نہ سگهي هئي. تڏهن گهڻيون ئي ديوارون، گهڻيون ئي رڪاوٽون هيون. جن کي نہ اها پار ڪري ٿي سگهي نہ جلال انصر هٽائي ٿي سگهيو.

پر هاڻي گهڻو وقت گذري ويو هو. هاڻي انهن جي وچ ۾ انهن رڪاوٽن مان ڪجهہ بہ ڪو نہ هو. ان کي انهيءَ ڳالهہ جي ڪا بہ پرواهہ ڪو نہ هئي تہ اهو هڪڙي شادي ڪري چڪو هيو يا ان جو هڪڙو پٽ بہ هيو.

"مون کي هڪڙو ڀيرو ان وٽ وري وڃڻ کپي. شايد هاڻي بہ اهو منهنجي باري ۾ سوچيندو هجي، شايد ان کي هاڻي پنهنجي غلطي جو احساس هجي." امامہ سوچيو.

ان آخري دفعو فون تي ڳالهائيندي هن کي جيڪو ڪجهہ چيو هيو امامہ اهو سڀ ان کي معاف ڪري ڇڏيو هيو. جلال جي جاءِ تي جيڪو بہ هجي ها اهو اهوئي چوي ها. صرف هڪڙي ڇوڪريءَ جي لاءِ تہ ڪير بہ ايترو خطرو (رسڪ) ڪونہ کڻندو ۽ وري ان جو مستقبل (ڪيريئر)هيو جنهن کي ان ناهڻ ٿي گهريو. ان جي والدين جون ان ۾ ڪجهہ اميدون هيون جن کي اهو ختم نٿي ڪري سگهيو. مون وانگر اهو بہ مجبور هيو. ڪيترائي سال اڳ ان جي چيل جملن جي وري ياد اچڻ بہ ان کي دلبرداشتہ يا پنهنجي فيصلي تي ٻيهر غور ڪرڻ تي مجبور ڪو نہ ڪيو هو.

"مون کي ان وٽ وڃڻ گهرجي. ٿي سگهي ٿو مون کي اهو موقعو بہ الله تعاليٰ ڏنو

هجي. تي سگهي ٿو الله سائين هاڻي منهنجين دعائن کي قبول ڪيو هجي. تي سگهي ٿو الله پاڪ کي هاڻي مون تي رحم اچي ويو هجي."

اها وري وري سوچي رهي هئي.

"ورنہ اهڙي نموني اوچتو رابعہ منهنجي سامهون ڇو اچي وڃي ها. مون کي ڇو اها خبر پوي ها تہ ان جي زال کان علحدگي ٿي وئي آهي. ٿي سگهي ٿو هاڻي مان ان جي سامهون وڃان تہ...." اها فيصلو ڪري چڪي هئي. ان بيهر جلال انصر وٽ وڃڻ گهريو ٿي.

❊ ❊ ❊

"مان ڊاڪٽر جلال انصر سان ملڻ ٿي چاهيان." امامہ استقباليہ تي ويٺل ڪلارڪ کي چيو.

"توهان کي اڳواٽ وقت ڏنل (اپائنٽمنٽ) آهي؟" ان پڇيو

"نہ، وقت ورتل (اپائنٽمنٽ) ڪونهي."

"پوءِ تہ اهي توهان کي ڪونہ ملي سگهندا. اڳ ۾ ئي وقت وٺڻ (اپائنٽمنٽ) کان سواءِ اهي ڪنهن بہ مريض کي ڪونہ ڏسندا آهن." ان وڏي پيشيواراڻي انداز ۾ چيو.

"مان مريضہ ڪونہ آهيان. ان جي دوست آهيان." امامہ دخل تي هٺ رکندي جهيڻي آواز ۾ چيو.

"ڊاڪٽر صاحب کي خبر آهي تہ توهان هن وقت ان سان ملڻ اينديون." استقباليہ ڪلارڪ ان کي غور سان ڏسندي چيو.

"نہ." ان ڪجهہ گهڙين جي ماٺ کان پوءِ چيو.

"هڪڙو منٽ، مان ان کان پڇان ٿي." ان فون کڻندي چيو.

"توهان جو نالو ڇا آهي؟" هيءَ ڪلارڪ ڇوڪريءَ جو منهن ڏسڻ لڳي.

"توهان جو نالو ڇا آهي؟" ان پنهنجو سوال ورجايو.

"امامہ هاشم." هن کي ياد ڪونہ هيو تہ ان ڪيترن سالن کان پوءِ پنهنجو نالو ورتو هيو.

"سر! ڪا عورت توهان سان ملڻ گهري ٿي. ان جو چوڻ آهي تہ توهان جي دوست آهي. ان جو نالو امامہ هاشم آهي."

اها ٻئي طرف کان جلال جي گفتگو ٻڌندي رهي.

"ٺيڪ آهي، سر." پوءِ ان فون رکي ڇڏي

"توهان اندر هليا وڃو." ڪلارڪ ڇوڪري مرڪندي ان کي چيو.

اها مٺو لوڏيندي دروازو کولي اندر هلي وئي. جلال انصر جو هڪڙو مريض ٻاهر نڪري رهيو هيو ۽ اهو پاڻ پنهنجي ميز جي پنيان ويٺو هيو. امامہ ان جي چهري تي حيرت ڏٺي هئي. اها پنهنجي دل جي ڌڪ ڌڪ جو آواز ٻاهر ٻڌي سگهي ٿي. ان جلال انصر کي انن سالن ۽ ڪيترن مهينن کان پوءِ ڏٺو هيو. امامہ ياد ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. ان کي ياد ڪونہ آيو.

"ڪهڙو تہ حيران ڪندڙ موقعو (سرپرائيز) آهي، امامہ!"

جلال اڳتي وڌي ان ڏانهن ايندي چيو.

”مون کي يقين نٿو اچي. تون ڪيئن آهين؟“

”مان ٺيڪ آهيان. توهان ڪيئن آهيو؟“

هن ان جي چهري تان اکيون هٽائڻ کان سواءِ چيو. گذريل اٺن سالن کان اهو چهرو هر وقت ان سان گڏ رهيو ۽ اهو آواز بہ.

”مان بلڪل ٺيڪ آهيان، اچو ويهو.“

ان پنهنجي ميز جي سامهون رکيل ڪرسي ڏانهن اشارو ڪندي چيو. اهو پاڻ ميز جي ٻئي پاسي پنهنجي ڪرسي ڏانهن ويو.

اها هميشه کان خبروار هئي، اها جلال انصر کي جڏهن بہ ڏسندي ان جي دل اهڙي نموني بي قابو ٿي ويندي مگر ايتري خوشي، اهڙي بيخودي هئي جيڪا اها پنهنجي رڳن ۾ رت وانگر گردش ڪندي محسوس ڪري رهي هئي.

”ڇا پيئنديون؟ چانهہ، ڪافي، بوتل (سوفٽ ڊرنڪ)؟“ اهو هن کان پڇي رهيو هيو.

”جيڪو توهان جي دل چوي.“

”ٺيڪ آهي، ڪافي ٺا گهرايون. تو کي پسند هئي.“

اهو اندرين فون (انٽرڪام) کڻي ڪنهن کي ڪافي موڪلڻ جي هدايت ڪري رهيو هيو ۽ هي ان جي چهري ڏانهن ڏسي رهي هئي. ان جي چهري تي هاڻي ڏاڙهي ڪونہ هئي. ان جي مٿي جي وارن جو نمونو (هيئر اسٽائيل) بہ هاڻي مڪمل طور تبديل ٿي ويو هيو. ان جو وزن پهريان کان ڪجهہ وڌي ويو هيو. اهو اڳ کان ڪجهہ وڌيڪ پراعتماد ۽ بي تڪلف نظر اچي رهيو هيو.

”تون اڄ ڪلهہ ڇا ڪري رهي آهين؟“ فون رکڻ سان ئي ان امامہ کان پڇيو.

”هڪڙي دوائن جي ڪمپني ۾ ڪم ڪندي آهيان.“

”ايم بي بي ايس تہ تو ڇڏي ڏنو هيو.“

”ها، ايم ايس سي ڪئي آهي، ڪيمسٽري ۾.“

”ڪهڙي ڪمپني آهي؟“ امامہ نالو ٻڌايو.

”اها تہ گهڻي سٺي ڪمپني آهي.“

اهو ڪجهہ دير تائين ان ڪمپني جي باري ۾ تعريفي تبصرا ڪندو رهيو. اها چپ چاپ ان کي ڏسندي رهي.

”مان مهارت حاصل (اسپيشلائيزيشن) ڪري آيو آهيان.“

اهو پنهنجي باري ۾ ٻڌائڻ لڳو. اها اکيون ڇنڀڻ کان سواءِ ڪنهن معمول وانگر ان کي ڏسندي رهي. ڪجهہ ماڻهن کي صرف ڏسڻ ئي ڪيترو ”ڪافي“ هوندو آهي. هن ان کي ڳالهيون ڪندو ڏسي سوچيو هيو.

”هن اسپتال کي شروع ڪئي هڪڙو سال ٿيو آهي، منهنجي ڏاڍي سٺي پرئڪٽس ٿي رهي آهي.“

اهو ڳالهائيندو رهيو. ڪافي اچي وئي هئي.

"تو کي منهنجي خبر ڪيئن پئي؟" ان ڪافي جو ڪوپ کڻندي چيو.

"مون توهان جي اسپتال جي بورڊ تي توهان جو نالو پڙهيو هو. وري رابعہ سان بہ ملاقات ٿي. توهان سڃاڻندا هوندا. زينب سان بہ ان جي واقفيت هئي."

"رابعہ فاروق جي ڳالھ پئي ڪرين. بلڪل چڱيءَ طرح سڃاڻان ٿو. ان جو مڙس ڊاڪٽر فاروق مون سان گڏ ڪم ڪندو آهي." ان ڪافي پيئندي چيو.

"ها, اها ئي..... پوءِ مان هتي اچي ويس."

امامہ اڃا ڪافي کي نہ پيتي هئي. ڪافي گھڻي گرم هئي ۽ گھڻو گرم شيون کي نہ پيئندي هئي. ان ڪنهن زماني ۾ ميز جي ٻئي پاسي ويٺل شخص کي دل ۾ ويهاريو (آئيڊيلائيز ڪيو)هيو. ان جو خيال هيو تہ ان ۾ هر خوبي هئي, هر اها خوبي جيڪا هڪڙي مڪمل مرد ۾ هجڻ گهرجي. اها هر خوبي جيڪا ان پنهنجي مڙس ۾ ڏسڻ گهري ٿي. ساڍا اٺ سال گذري ويا هيا ۽ امامہ کي يقين هيو تہ اهو هاڻي بہ اهڙو ئي آهي. ڇهري تان ڏاڙهي جي هٽي وڃڻ جو اهو مطلب نٿي ٿي سگهيو تہ ان کي هاڻي حضرت محمدﷺ سان محبت نہ رهي هجي. ان جي سامهون پنهنجي اسپتال جي ڪاميابي جا قصيدا پڙهندي بہ امامہ ان جي ان آواز کي پنهنجن ڪنن ۾ گونجندي محسوس ڪري رهي هئي, جنهن آواز هڪڙو ڀيرو ان جي زندگيءَ جي مشڪل فيصلي کي آسان ڪري ڇڏيو هيو.

هيءَ ان جي واتان ڪامياب پريڪٽس ۽ شهرت جو ٻڌي خوش هئي. جلال زندگيءَ جي انهن ئي ڪاميابين کي حاصل ڪرڻ لاءِ ساڍا اٺ سال پهريان ان کي ڇڏي ڏنو هيو مگر اها خوش هئي. اڄ سڀ ڪجھ جلال انصر جي مٺ ۾ هيو. گهٽ ۾ گهٽ اڄ فيصلو ڪرڻ ۾ ان کي ڪنهن بہ ڏکيائي کي منهن ڏيڻو ڪو نہ پوي ها.

"تو شادي ڪئي آهي؟" ڳالھ ڪندي ڪندي ان اوچتو پڇيو.

"نہ." امامہ ڌيمي آواز ۾ جواب ڏنو.

"تہ پوءِ تون ڪٿي رهندين آهين, ڇا پنهنجن والدين وٽ آهين؟" جلال ان ڀيري ڪجھ سنجيدو هيو.

"نہ."

"پوءِ؟"

"اڪيلي رهندي آهيان, والدين وٽ ڪيئن ٿي وڃي سگهيس." هن ڌيمي آواز ۾ چيو.

"توهان شادي ڪئي آهي؟"

جلال ڪافي جو هڪڙو ڍڪ ڀريو.

"ها شادي ڪئي ۽ علحدگي بہ ٿي وئي. منهنجو هڪڙو ٽن سالن جو پٽ آهي. مون وٽ ئي هوندو آهي." جلال بي تاثر لهجي ۾ چيو.

"مون کي افسوس آهي." امامہ افسوس جو اظهار ڪيو.

”نہ اهڙي ڪا ڳالهہ ڪونهي. سٺو ٿيو اها شادي ختم ٿي وئي.“
”اها شادي ڪونہ هئي، جهنجهٽ هيو.“ جلال ڪافي جو ڪوپ ميز تي رکندي چيو.
ڪجهہ دير تائين ڪمري ۾ ماٺ هئي پوءِ ان ماٺ کي امامہ ٽوڙيو.
”جلال، گهڻا سال اڳ هڪڙو پيرو مون توهان کي شادي لاءِ چيو هيو؟“ جلال ان کي ڏسڻ لڳو.
”پوءِ مون توهان کي شادي ڪرڻ لاءِ منٿ ڪئي هئي. توهان ان وقت مون سان شادي ڪري نہ سگهيا.“
”ڇا مان اها منٿ توهان کي ٻيهر ڪري سگهان ٿي؟“
ان جلال انصر جي چهري جو رنگ بدلجندي ڏٺو.
”هاڻي تہ حالتون بدلجي ويون آهن. توهان ڪنهن جي سهاري (ڊپينڊنٽ) ڪونہ آهيو نہ وري منهنجي مائٽن جي ڪنهن رد عمل جو توهان کي انديشو هوندو نہ وري توهان جا والدين اعتراض ڪندا. هاڻي تہ توهان مون سان شادي ڪري سگهو ٿا.“
اها جلال جو جواب ٻڌڻ لاءِ ماٺ ٿي وئي. اهو بلڪل خاموش هيو. ان جي خاموشي امامہ جي اعصابن کي ساٽو ڪري ڇڏيو. شايد اهو انهيءَ ڪري خاموش آهي ڇو تہ ان کي پنهنجي ٻيهرين شادي يا پٽ جو خيال هوندو. امامہ سوچيو. مون کي ان کي ٻڌائڻ گهرجي تہ مون کي ان جي ٻيهرين شادي جي ڪا پرواهہ ڪونهي، نہ وري ان ڳالهہ تي اعتراض آهي تہ ان کي هڪڙو پٽ بہ آهي.
”جلال! مون کي توهان جي ٻيهرين شاديءَ تي ڪو بہ اعتراض ڪونهي......“
جلال ان جي ڳالهہ ڪٽي ورتي.
”امامہ! اهو ممڪن ڪونهي.“
”ڇو ممڪن ناهي. ڇا توهان کي مون سان محبت ڪونهي؟“
”امامہ! محبت جي ڳالهہ ڪونهي. هاڻي گهڻو وقت گذري چڪو آهي. هونئن بہ هڪڙي شادي ناڪام ٿيڻ کان پوءِ مان هڪدم ٻي شادي ڪرڻ نٿو گهران. مان پنهنجي مستقبل ۽ پيشي (ڪيريئر) تي ڌيان ڏيڻ گهران ٿو.“
”جلال! توهان کي مون کان تہ ڪو انديشو نہ هجڻ گهرجي. مون سان تہ توهان جي شادي ناڪام نٿي ٿي سگهي.“
”پوءِ بہ.... مان ڪنهن خطري جو جوکو (رسڪ) نٿو کڻڻ گهران.“ جلال ان جي ڳالهہ ڪٽي ورتي.
”مان انتظار ڪري سگهان ٿي.“
جلال هڪڙو ڊگهو ساهہ کنيو.
”امامہ! ان جو ڪو فائدو ڪونهي. مان انهي حالت ۾ ڪونہ آهيان جو تو سان شادي ڪري سگهان.“
اها ساهہ منجهائي ان کي ڏسندي رهي.

”اها شادي مون پنهنجي مرضي سان ڪئي هئي. ٻيهر مان پنهنجي مرضي سان نٿو ڪرڻ گهران. ٻي شادي مان پنهنجن مائٽن جي مرضي سان ڪرڻ گهران ٿو.“

”توهان پنهنجن مائٽن کي منهنجي باري ۾ ٻڌايو. شايد اهي توهان کي اجازت ڏئي ڇڏين.“ ان ٻڏندڙ دل سان چيو.

”نٿو ٻڌائي سگهان. ڏس امامہ! ڪجهه حقيقتون آهن جن کي مون کي ۽ تو کي گهڻي حقيقت پسنديءَ سان ڏسڻ گهرجي. مان پنهنجي لاءِ تنهنجن جذبن جو قدر ڪريان ٿو ۽ ان ۾ ڪو شڪ ڪونهي تہ ڪنهن زماني ۾ مان بہ تو سان عشق ۾ ملوث (انوالو) هيس يا ايئن ڪٿي چئو تہ محبت ڪندو هيس. مان اڄ بہ تنهنجي لاءِ دل ۾ گهڻو خاص جذبو رکان ٿو ۽ سدائين رکندس مگر زندگي جذبن جي سهاري نٿي گذاري سگهجي.“

اهو ماٺ ٿيو. امامہ ڪافي جي ڪوپ مان اٿندڙ ٻاڦ جي ٻئي پاسي ان جو چهرو ڏسندي رهي.

”تون جڏهن ست اٺ سال پهريان پنهنجو گهر ڇڏي رهي هئينءَ تہ مون توکي سمجهايو هيو تہ ايئن نہ ڪر ليڪن تو ان معاملي کي پنهنجي مرضي مطابق هينڊل ڪيو. پنهنجن مائٽن کي مون سان شادي ڪرڻ لاءِ آماده ڪرڻ جي بجاءِ تون مون کي مجبور ڪندي رهينءَ تہ مان تو سان لڪ ڇپ ۾ شادي ڪريان. مان ايئن ڪري نہ سگهيس ۽ نہ ئي اهو مناسب هيو. مذهب جي ڳالهہ پنهنجي جاءِ تي، مگر مذهب سان گڏ معاشرو بہ تہ ڪا شي هوندي آهي جنهن ۾ اسان رهون ٿا ۽ جنهن جي اسان کي پرواهہ ڪرڻ گهرجي.“

امامہ کي يقين ڪو نہ آيو. اها اهو سڀ ان شخص جي واتان ٻڌي رهي هئي جيڪو.....

”تون تہ هلي وئينءَ پر تنهنجي وڃڻ ڪانپوءِ تنهنجو ايئن گم ٿي وڃڻ ڪيتري وڏي خواريءَ جو ڪارو (اسڪينڊل) ثابت ٿيو. تو کي ان جو اندازو ڪونهي. تنهنجي والدين پريس ۾ اها خبر اچڻ ڪو نہ ڏني پر پوري ميڊيڪل ڪاليج کي تنهنجي ايئن هليو وڃڻ جي خبر هئي. پوليس تنهنجي ڪيترين سهيلين ۽ ڪلاسين کان تنهنجي باري ۾ پڇا ڳاڇا ڪئي. زينب بہ ان ۾ شامل هئي. خوش قسمتي سان اسان بچي وياسين.“

اهو اٿي بيهي رهيو.

”مون ايترا سال محنت ڪري پنهنجي هڪڙي جاءِ ٺاهي آهي. مان ايترو بهادر ڪونہ آهيان تہ توسان شادي ڪري ماڻهن جي چميگوين جو نشانو بڻجان. منهنجو اٿڻ ويهڻ ڊاڪٽر برادريءَ سان آهي ۽ امامہ هاشم جي منهنجي زال جي حيثيت ۾ واپسي مون کي خوار ڪري ڇڏيندي، تو سان شادي ڪري مان ماڻهن کان نظرون نٿو چورائي سگهان. تون ايترا سال ڪٿي رهي آهين، ڪيئن رهي آهين، اهي گهڻو اهم سوال آهن. منهنجي مائٽن کي تنهنجي ڪنهن بہ ڳالهہ تي يقين ڪو نہ ايندو ۽ مون کي ماڻهن جي نظرن ۾ پنهنجو اهو مقام برقرار رکڻو آهي. تون ڏاڍي سٺي آهين مگر ماڻهو سمجهن ٿا تہ تون سٺي ڇوڪري نہ آهين ۽ مان ڪنهن خوار ٿيل (اسڪينڊلائيزڊ) ڇوڪريءَ سان

شادي نٿو ڪري سگهان. مان اهو برداشت ڪري نٿو سگهان تہ ڪير ايئن چوي تہ منهنجي گهر واري جو ڪردار سٺو ڪونهي. مون کي اميد آهي، تون منهنجي ڪيفيت کي سمجهي سگهين ٿي.“

ڪافي جي ڪوپ مان اٿندڙ ٻاڦ ختم ٿي چڪي هئي مگر جلال انصر جو چهرو هاڻي ڪنهن دونهين جي پٺيان لڪل نظر اچي رهيو هيو يا وري اهو هن جي اکين ۾ ايري ايندڙ ڏنڊ هيو جنهن جلال انصر کي گم ڪري ڇڏيو هيو.

ڪرسي جي ٻنهي ٻانهن جو سهارو وٺي اما اٿي بيهي رهي.

”ها، مان سمجهي سگهان ٿي.“ هن پنهنجو پاڻ کي چوندو ٻڌو. ”خدا حافظ“

”امامہ! آءِ ايم سوري“ جلال معذرت ڪري رهيو هيو. امامہ ان کي ڪو نہ ڏٺو. اها چڻ ننڊ جي حالت ۾ هلندي ڪمري مان ٻاهر اچي وئي.

شام جا ست وڄي چڪا هيا. اوندهہ ٿي وئي هئي. سڙڪن تي گهٽين وارا بلب (اسٽريٽ لائيٽ) ۽ شين جي مشهوري لاءِ لڳل بورڊ (نيون سائن بورڊ) ٻري رهيا هيا. سڙڪ تي گاڏين جي ڏاڍي گهڻي رش هئي. ان پوري روڊ تي ٻنهي پاسن کان ڊاڪٽرن جون ڪلنڪون هيون. ان کي ياد هيو ڪنهن زماني ۾ ان جي بہ خواهش هئي تہ ان جي بہ اهڙي ئي ڪلنڪ هجي. ان کي اهو بہ ياد هيو تہ اها بہ پنهنجي نالي سان اهڙين ئي تعليمي لياقتن جي هڪڙي ڊگهي فهرست ڏسڻ گهرندي هئي، بلڪل ايئن ئي جيئن جلال انصر جي نالي سان لکيل هيون. بلڪل ايئن ئي جيئن ان روڊ تي لڳل ڪيترن ئي ڊاڪٽرن جي نالن سان هيون. اهو سڀ ٿي سگهيو ٿي، اهو سڀ ممڪن هيو ان جي هٿ جي مٺ ۾ هيو جيڪڏهن اها ..... اها گهڻا سال اڳ پنهنجي گهر ان نہ نڪري ها.

اها گهڻي دير تائين جلال جي اسپتال جي ٻاهران سڙڪ تي بيٺي خالي ذهن جي حالت ۾ سڙڪ تي ڊوڙندڙ گاڏين کي ڏسندي رهي. ان کي سمجهہ ۾ ڪونہ آيو هيو تہ اها هتان ڪيڏانهن وڃي. ان هڪڙو پيرو وري ڪنڌ ورائي اسپتال جي مهاڙي تي چمڪندڙ بجلي واري (اليڪٽرڪ) بورڊ تي ڊاڪٽر جلال انصر جو نالو ڏٺو.

”تون سٺي ڇوڪري آهين مگر ماڻهو تو کي سٺو نٿا سمجهن.“

هن کي ڪجهہ منٽ اڳ چيل ان جا لفظ ياد آيا. اتي بيٺي ان کي پهريون پيرو معلوم ٿيو تہ ان پنهنجي سموري زندگي هڪ طرفي محبت ۾ گذاري هئي. جلال انصر کي هن سان ڪڏهن محبت هئي ئي ڪونہ. نہ ساڍا اٺ سال اڳ ، نہ ئي هاڻي.... ان کي صرف امامہ جي ضرورت ڪونہ هئي، ان سان گڏ ان سان تعلق رکندڙ باقي شين جي بہ ضرورت هئي. ان جي گهڻي وڏي خانداني حيثيت(فيملي بئڪ گرائونڊ) .... معاشري ۾ ان جي خاندان جونالو ۽ مرتبو.... ان جي خاندان جا لڳ لاڳاپا...... ان جي خاندان جي دولت...... جنهن سان گڏ چنبڙي اهو تپو ڏئي رات وچ ۾ مٿاهين طبقي ۾ شامل ٿي وڃي ها...... ۽ اها انهيءَ خوش فهمي ۾ مبتلا رهي تہ اهو صرف هن جي محبت ۾ مبتلا هيو... هن کي خيال هيو تہ اهو هڪڙو پيرو بہ هن جي ڪردار جي حوالي سان ڪا بہ ڳالهہ ڪو

نہ ڪندو. اهو گهٽ ۾ گهٽ اهو يقين ضرور رکندو تہ اها غلط رستي تي نٿي هلي سگهي پر اها وري غلط هئي... ان جي نظر ۾ اها هڪڙي خوار ٿيل ڇوڪري (اسڪينڊلائيزڊ) هئي جنهن جي دفاع ۾ پنهنجي گهراڻي(فيملي) يا ٻين ماڻهن کي ٻڌائڻ لاءِ ان وٽ هڪڙو لفظ بہ ڪو نہ هيو. سادا اٺ سال پهريائين گهر ڇڏڻ وقت ان کي خبر هئي تہ ماڻهو ان جي باري ۾ گهڻو ڪجهہ چوندا. اها پنهنجي لاءِ ڪنڊن وارو رستو زهر اوڳاڇيندڙ زبانون ۽ طنز ڪندڙ نظرون چونڊي رهي هئي پر ان اهو ڪڏهن بہ ڪو نہ سوچيو هيو تہ انهن ماڻهن ۾ جلال انصر بہ شامل هوندو. زهر اوڳاڇيندڙ زبانن ۾ هڪڙي زبان ان جي بہ هوندي. ان زندگي ۾ گهٽ ۾ گهٽ جلال انصر کي پنهنجي ڪردار جي سٺي هجڻ جي باري ۾ ڪا ئي صفائي يا وضاحت ڏيڻ نٿي گهري اها ان کي ڪا صفائي ڏئي ئي نٿي سگهي. ان جي لفظن ساڍن اٺن سالن کان پوءِ پهريون ڀيرو ان کي صحيح معنيٰ ۾ حقيقت جي تپندڙ رڻ پٽ ۾ اڇلي ڇڏيو هيو. اها معاشري لاءِ هڪڙي ڏڪاريل (آئوٽ ڪاسٽ)بڻجي چڪي هئي.

"تہ امامہ هاشم اها آهي تنهنجي اوقات. هڪڙي خوار ٿيل (اسڪينڊلائيزڊ)۽ عيبدار (اسٽگميٽائيزڊ) ڇوڪري ۽ تون پنهنجو پاڻ کي ڇا سمجهي ويٺي هئينءَ."

اها فوٽ پاٿ تي هلڻ لڳي. هر بورڊ، هرهرندر تختي کي پڙهندي ........ اتي لڳل بورڊن تي لکيل نالن مان ڪيترن ئي ڊاڪٽرن جي نالن کان اها واقف هئي. انهن مان ڪجهہ هن جا ڪلاسي هيا. ڪجهہ ان کان هيٺ (جونئر)۽ ڪجهہ ان کان مٿي پڙهندڙ (سينئر)۽ اها پاڻ ڪٿي بيٺي هئي، ڪٿي بہ نہ.

"امامہ تون ڏسجان. تون ڪهڙي نموني ذليل ۽ خوار ٿينديءَ، توکي ڪجهہ بہ نہ ملندو ڪجهہ بہ نہ."

ان جي ڪنن ۾ هاشم مبين جو آواز گونجڻ لڳو هو. ان پنهنجن ڳلن تي پٽڙي مادي کي وهندي محسوس ڪيو. اوسي پاسي ۾ موجود روشنيون هاڻي ان جي اکين کي وڏيڪ ڇُنجهو ڪري رهيون هيون. جلال انصر خراب ماڻهو ڪو نہ هيو. بس اهو اهو نہ هيو جيڪو سمجهي هوءَ ان ڏانهن وئي هئي. ڪهڙو دوکو هيو جيڪو ان کاڌو هو. ڇاڻي واڻي ڪليل اکين سان. اهو بہ هڪڙو ماده پرست هيو مڪمل ماده پرست. صرف ان جو اهو روپ هن پهريون ڀيرو ڏٺو هيو ۽ هن جي لاءِ اهو سڀ ناقابل يقين هيو. اهو خراب ماڻهو ڪو نہ هو ان جا پنهنجا اخلاقي اقدار هيا ۽ اهو انهن سان جي رهيو هيو. امامہ هاشم کي اڄ ان اخلاقي اقدار ٻڌايا هيا. هن اهڙي ٿلهو ۽ بي عزتي اٺن سالن ۾ پهريون دفعو ڏٺي هئي ۽ اها بہ ان شخص جي هٿان جنهن کي اها خوبين جو مجموعو سمجهندي رهي هئي ۽ خوبين جي انهي مجموعي جي نظرن ۾ اها ڇا هئي؟ گهر مان ڀڄل هڪڙي خوار (اسڪينڊلائيزڊ) ڇوڪري. ڳوڙهن جي هڪڙي ٻوڏ هئي جيڪا ان جي اکين مان اٿلي رهي هئي ۽ ان ۾ سڀ ڪجهہ وهي رهيو هيو. سڀ ڪجهہ. ان سختي سان اکين کي مهٽيو. پنهنجي چادر سان آلي ٿيل ڇهري کي صاف ڪندي هڪڙو رڪشا روڪي ان ۾ ويهي رهي.

دروازو سعيده امان کوليو هيو. اها ڪنڌ جهڪائي اهڙي نموني داخل ٿي جو هن جي چهري تي ان جي نظر نہ پئي.

"تون ڪٿي هئينءَ امامہ...؟! رات ٿي وئي. منهنجي تہ دل ٻڏي رهي هئي. مان ٻاڙي وارن جي گهر وڃڻ واري هيس تہ ڪو تنهنجي آفيس وڃي تنهنجو معلوم ڪري."

سعيده امان دروازو بند ڪري تشويش جي حالت ۾ ان جي پٺيان آئي هئي.

"ڪٿي بہ نہ امان...! بس آفيس ۾ ڪجهہ ڪم هيو انهي ڪري دير ٿي وئي."

هن ان کان ڪجهہ وڪون اڳتي هلندي پوئتي ڏسڻ کان سواءِ ان کي ٻڌايو.

"پهريان تہ توکي ڪڏهن آفيس ۾ دير ڪو نہ ٿي آهي. پوءِ اڄ ڇا ٿي ويو جو رات ٿي وئي. آخر انهن توکي ايتري دير ڇو روڪيو؟" سعيده امان کي اڃا تسلي ڪو نہ ٿي رهي هئي.

"ان جي باري ۾ مان ڇا ٿي چئي سگهان. اڳتي دير ڪونہ ٿيندي" ان ايئن پنهنجي ڪمري ڏانهن ويندي چيو.

"کاڌو گرم ڪريان يا ٿوري دير کان پوءِ کائيندينءَ؟" ان هن جي پٺيان ايندي پڇيو.

"نہ مان ماني ڪونہ کائيندس. منهنجي مٿي ۾ سور ٿي رهيو آهي. مان ڪجهہ دير لاءِ سمهان ٿي."

ان پنهنجي ڪمري ۾ داخل ٿيندي چيو.

"سور ڇو ٿو ٿئي؟ ڪا دوا ڏيان يا چانهہ ٺاهيان؟" سعيده امان کي اڃا وڌيڪ تشويش ٿي وئي.

"امان! مهرباني ڪري مون کي ٿورو سمهڻ ڏي. مون کي ڪنهن بہ شي جي ضرورت ڪونهي. جيڪڏهن ٿي تہ مان توهان کي ٻڌائيندس."

ان جي مٿي ۾ واقعي سور ٿي رهيو هيو. سعيده امان کي شايد اندازو ٿي ويو تہ ان جي تشويش هن وقت ان کي اڃا وڌيڪ بي آرامي ڪري رهي آهي.

"ٺيڪ آهي، تون ننڊ ڪر." اها وڃڻ لاءِ موٽي.

امامہ پنهنجي ڪمري جو بلب ڪونہ ٻاريو ان ايئن اوندهہ ۾ دروازي کي بند ڪيو ۽ پنهنجي بستري تي اچي سمهي پئي. پنهنجو ڪمبل ڇڪي ان سڌو ليٽي پنهنجين اکين تي ٻانهن رکي ڇڏي. ان هن وقت صرف سمهڻ ٿي گهريو. ان ڪجهہ بہ ياد ڪرڻ نٿي گهريو نہ جلال انصر سان ڪجهہ دير اڳ ٿيڻ واري گفتگو نہ وري ٻيو ڪجهہ..... ان روئڻ بہ نٿي گهريو. ان پنهنجي مستقبل جي باري ۾ سوچڻ بہ نٿي گهريو. ان جي خواهش پوري ٿي وئي هئي. ان کي ڪيئن ننڊ اچي وئي ان جي ان کي خبر ئي نہ پئي مگر ان کي ڏکهي ننڊ آئي هئي.

* * *

# باب ڏهون

اهو هن کان ٿي وکون اڳتي بيٺو هيو. ايترو ويجهڙو جو اها هٿ وڌائي ها تہ ان جي ڪلهي کي ڇُهي وڃي ها. اتي انهن ٻنهي کان علاوه ٻيو ڪو بہ ڪو نہ هيو. اها ان جي ڪلهي کان مٿي ڪعبت الله شريف جو دروازو ڪلندي ڏسي رهي هئي. اها نور جي انهي وهڪري کي ڏسي رهي هئي جنهن اتي موجود هر شي کي پنهنجي دائري ۾ آڻڻ شروع ڪري ڇڏيو هيو. اها ڪعبت الله شريف جي غلاف تي لکيل آيتن کي آساني سان ڏسي سگهي ٿي. اها آسمان تي موجود تارن جي روشني کي هڪدم وڌندو محسوس ڪري سگهي ٿي.

ان جي اڳيان بيٺل شخص تلبيو (اللهم لبيڪ)پڑهي رهيو هيو. اتي گونجڻ وارو اڪيلو آواز ان جو ئي آواز هيو. خوبصورت آواز..... ان بي اختيار پنهنجو پاڻ کي ان جي پٺيان اهي ڪلما ورجائيندي ڏٺو. اهڙي نموني جيئن اهو پڑهي رهيو هيو مگر چپن ۾. پوءِ اها پنهنجي آواز کي ان جي آواز سان ملائڻ لڳي. ان وانگر مگر چپن ۾..... پوءِ هن جو آواز وڏو ٿيڻ لڳو پوءِ هن کي احساس ٿيو..... اها پنهنجي آواز کي ان جي آواز کان وڏو نٿي ڪري سگهي. ان ڪوشش ختم ڪري ڇڏي اها ان جي آواز سان آواز ملائيندي رهي.

ڪعبت الله شريف جو دروازو ڪلي چڪو هيو. هن ان شخص کي اڳتي وڌي دروازي وٽ وڃي بيهندي ڏٺو. هن ان کي آسمان ڏانهن هٿ ڪڻندي ڏٺو. اهو دعا ڪري رهيو هيو. اها ان کي ڏسندي رهي پوءِ ان هٿ هيٺ ڪري ڇڏيا. هاڻي اهو هيٺ ويهي زمين تي سجدو ڪري رهيو هيو. ڪعبت الله شريف جي دروازي جي سامهون. اها ان کي ڏسندي رهي. اهو هاڻي اتي ويهي رهيو هيو. اهو موٽڻ وارو هيو. هن ان جو چهرو ڏسڻ تي گهريو. ان جو آواز سڃاتل هيو مگر چهرو چهرو ڏسڻ کان سواءِ..... اهو هاڻي موٽي رهيو هيو.

❊ ❊ ❊

اها هڪدم گهبرائي اٿي ويٺي. ڪمري ۾ اوندهہ هئي. ڪجهہ گهڙين لاءِ ان کي لڳو اها اتي هجي، ڪعبت الله شريف ۾، پوءِ جڏهن اها اصل حالت ۾ واپس اچي وئي. ان اٿي ڪمري جو بلب ٻاريو ۽ پوءِ پلنگ تي اچي ٻيهر ويهي رهي. ان کي خواب جيئن جو تيئن ياد هيو ايئن جڏهن ان ڪا فلم ڏٺي هجي، پر ان ماڻهوءَ جو چهرو اها ان کي ڏسي ڪو نہ سگهي هئي. ان جي موٽڻ کان اڳ ان جي اک کلي وئي هئي.

"ڏاڍو وڻندڙ آواز جلال انصر کان سواءِ ڪنهن جو ٿي سگهيو ٿي." ان سوچيو.

پر اهو شخص ڊگهي قد وارو هيو. جلال انصر سانورو هيو ان شخص جي احرام مان

نڪتل ڪلهي ۽ ٻانهن جو رنگ صاف هيو ۽ ان جو آواز سڄاتل هيو. اها اهو سڃاڻي نہ پئي سگهي تہ اهو آواز جلال جو هيو يا ڪنهن ٻئي جو.

خواب گهڻو عجيب هيو مگر ان جي مٿي جو سور گم ٿي چڪو هيو ۽ اها حيران ڪن حد تائين پرسڪون هئي. ان اٿي ڪمري جو بلب ٻاريو. گهڙيال ۾ هڪ وڄي رهيو هيو. امامہ کي ياد آيو تہ اها رات جو سومهڻي (عشاءِ) جي نماز پڙهڻ کان سواءِ ئي سمهي پئي هئي. ان نہ ڪپڙا تبديل ڪيا هيا نہ سمهڻ کان اڳ وضو ڪيو هيو. ان ڪپڙا تبديل ڪيا ۽ ڪمري مان ٻاهر نڪري آئي. سعيده امان جي ڪمري ۾ روشني ڪونہ هئي. اها ستي پئي هئي. پوري گهر ۾ گهري ماٺ ڇانيل هئي. اڱڻ ۾ بلب ٻري رهيو هيو. بلب جي روشنيءَ ۾ هلڪو ڪُهير محسوس ٿي رهيو هيو. اڱڻ جي پٽين تي چڙهيل سايون وليون ڳاڙهين سِرُن جي پٽين سان بلڪل ماٺ هيون. ان وضو ڪرڻ لاءِ اڱڻ جي ٻئي پاسي موجود غسلخاني ۾ وڃڻ ٿي گهريو پر اڱڻ ۾ وڃڻ جي بجاءِ اها ورانڊي جي ٿنڀي وٽ اچي ويهي رهي. پنهنجي سوئيٽر جي ٻانهن کي مٿي ڪري، پنهنجي چولي جي ٻانهن جا بٽڻ کولي انهن کي مٿي کنجيو. ڪجهہ گهڙين لاءِ ان کي سيءُ محسوس ٿيو. ٿڌ ڏاڍي گهڻي هئي پوءِ اها انهن وَلين کي ڏسڻ لڳي. هڪڙو ڀيرو وري جلال انصر سان شام جو ٿيڻ واري ملاقات ان کي ياد اچي رهي هئي پر ان ڀيري ان جي ڳالهين جي گونج هن جي اکين ۾ ڳوڙها نٽي پريا.

دستگیری میری تنہائی کی تو نے ہی تو کی
میں تو مرجاتا اگر ساتھ نہ ہوتا تیرا۔

تہ بہ تہ تیر گیاں ذہن پر جب ٹوٹی ہیں
نور ہوجاتا ہے کچھ اور ہویدا تیرا۔

کچھ نہیں مانگتا شاہوں سے یہ شیدا تیرا
اس کی دولت ہے فقط نقش کفِ پا تیرا۔

هڪڙي ڪوماٽيل مرڪ ان جي چپن تي ظاهر ٿي. گذري ويل پوين ساڍن ائن سالن ۾ اهو آواز.... ۽ اهي لفظ ان جي ذهن مان ڪڏهن بہ گم ڪو نہ ٿيا هيا ۽ پوءِ ان کي ڪجهہ دير اڳ خواب ۾ ٻڌڻ ۾ آيل اهو ٻيو آواز ياد آيو.

" لبيڪ اللهم لبيڪ. لبيڪ لاشريڪ لڪ لبيڪ. ان الحمد والنعمتہ لڪ. والملڪ لاشريڪ لڪ."

اهو آواز ڄاتل ۽ سڃاتل هيو مگر جلال انصر جي آواز کان علاوه اها ٻئي ڪنهن آواز کان واقف ڪو نہ هئي. اکيون بند ڪري ان خواب ۾ ڏٺل ان منظر کي ياد ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. مقام ملتزم، ڪعبت الله شريف جو ڪليل دروازو، ڪعبت الله شريف

جي غلاف جون اهي چمڪندڙ آيتون..... اها سڪون واري، ٿڌي خوشبودار رات.... ڪعبت الله شريف جي دروازي تان اٿندڙ اها ڪير جهڙي روشني ۾ سجدو ڪندڙ تلبيو (اللهم لبيڪ) پڙهندڙ اهو مرد...... امامہ اکيون کولي ڇڏيون. ڪجهہ دير تائين اها اڱڻ ۾ ڪرندڙ ڪُهير تي نظرون ڄمايون ان ماٺهوءَ جي باري ۾ سوچيندي رهي.

ان ماٺهوءَ جي اگهاڙي ڪلهي جي پٺيءَ تي ننڍين ننڍين وارن ۾ زخم جو هڪڙو ڇٽل نشان هيو. امامہ کي حيرت ٿي رهي هئي. خواب جون اهڙيون ننڍيون ننڍيون نشانيون اڳ ۾ ان کي ڪڏهن بہ ياد ڪو نہ رهيون هيون. ان زندگيءَ ۾ پهريون ڀيرو ڪعبت الله شريف کي خواب ۾ ڏٺو هيو ۽ اتي ويٺي ان جي دل گهريو هيو تہ ڪاش اها ڪڏهن اهڙي نموني مسجد نبوي ﷺ ۾ رسول الله ﷺ جي روضي پاڪ جي سامهون ويٺل هجي. اهڙي نموني مسجد نبوي ﷺ ماڻهن کان خالي هجي، اتي صرف اها هجي. اها اندازو ڪري نہ سگهي تہ اها ڪيتري دير تائين اتي ايئن ويٺي رهي. اها پنهنجي موجود ماحول ۾ تڏهن موٽي هئي جڏهن سعيده امان تهجد پڙهڻ جي لاءِ وضو ڪرڻ لاءِ ٻاهر اڱڻ ۾ نڪتي هئي. اها ان وقت امامہ کي اتي ڏسي حيران ٿي هئي.

" تنهنجي مٿي جو سور ڪيئن آهي؟" ان جي پرسان ويهي ان پڇيو.

" هاڻي تہ سور ڪونهي." امامہ مٿو کڻي ان کي ڏٺو.

"رات جو ماني کائڻ کان سواءِ سمهي پئي هئينءَ؟" ان هن جي پرسان ورانڊي جي ٿڌي فرش تي ويهندي پڇيو.

اها ماٺ رهي. سعيده امان کي هڪڙي گرم اوني لوئي (شال) ويڙهيل هئي. امامہ پنهنجي منهن کي ان جي ڪلهي تي رکي ڇڏيو. ان جي ٿڌي ڇهري کي گرم شال مان هڪڙي عجيب آسودگي جو احساس ٿيو.

" امامہ! توکي هاڻي شادي ڪرڻ گهرجي." سعيده امان ان کي چيو. اها ساڳي نموني گرم شال ۾ پنهنجو چهرو لڪايون ويٺي رهي. سعيده امان اها ڳالهہ پهريون ڀيرو ڪو نہ ٿي ڪئي.

" توهان ڪرايو." هيءَ سدائين ان جي ڳالهہ تي ماٺ اختيار ڪري ڇڏيندي هئي. ڇو؟ سبب جي پاڻ کي بہ خبر ڪونہ هيس پر اڄ پهريون ڀيرو اها خاموش ڪو نہ رهي هئي.

" تون سچ ٿي چوين؟" سعيده امان ان جي ڳالهہ تي حيران ٿي هئي.

" مان سچ ٿي چوان...." امامہ ان جي ڪلهي تان مٿو مٿي کڻي چيو.

" توکي ڪو پسند آهي؟" سعيده امان ان کان پڇيو. اها ڪنڌ جهڪايون اڱڻ جي فرش کي ڏسي رهي هئي.

" ڪو ٿي مون کي پسند آهي؟ نہ. مون کي ڪو پسند ڪو نہ آهي." سعيده امان کي ان جو آواز ڳورو لڳو. ان کان اڳ جو اُها هن کي ڪجهہ چوي ها هن هڪڙو ڀيرو وري پنهنجو چهرو ان جي شال ۾ لڪائي ڇڏيو.

" تنهنجي شادي ٿي وڃي تہ مان بہ انگلينڊ هلي ويندس."

ان هن جي مٿي تي پيار مان هٿ گھمائيندي چيو ۽ هن جي مٿي تي هٿ گھمائيندي ئي ان کي احساس ٿيو تہ هيءَ ان جي شال ۾ منهن لڪايون سڏڪا ڀري روئي رهي آهي.

"آمنا آمنہ پٽ، ڇا ٿيو؟" ان پريشان ٿي هن جي منهن کي مٿي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. اها ڪامياب ڪونہ ٿي. اها ساڳي حالت ۾ ان کي چنبڙي روئيندي رهي.

" الله جي واسطي..... ڪجھ تہ ٻڌاءِ, ڇو ٿي روئين. " اها پريشان ٿي وئي هئي.

" ڪجھ ناهي..... بس ايئن ئي ..... مٿي ۾ سور ٿي رهيو آهي. " ان زبردستي هن جو آلو چهرو مٿي ڪيو هيو. هاڻي پنهنجين ٻانهن سان چهرو اگھندي اٿي بيٺي. ان سعيده امان سان اکيون ڪونہ ملايون هيون. سعيده امان هڪ ٻڪي ويٺي ان کي غسلخاني ڏانهن ويندو ڏسندي رهي.

ان جي شاديءَ جي ڳالھ ڪرڻ واري سعيده امان اڪيلي ڪو نہ هئي. ان جي تعليم مڪمل ٿيڻ کان پوءِ ڊاڪٽر سبط علي هڪڙو ڀيرو وري ان سان شاديءَ جي ڳالھ ڪئي هئي. هن کي خبر ڪونهي تڏهن هن ڇو انڪار ڪري ڇڏيو هو. اهو معلوم هجڻ جي باوجود تہ اها هاڻي آزاد هئي.

" مون کي ڪجھ عرصو نوڪري ڪرڻ ڏيو. ان کان پوءِ مان شادي ڪنديس. " هن ڊاڪٽر سبط علي کي چيو هيو. شايد گذريل ڪيترن سالن کان ڊاڪٽر سبط علي تي مالي طور بوجھ هجڻ جو احساس هيو جنهن کان ان ڇوٽڪارو حاصل ڪرڻ گھريو ٿي. يا وري ڪٿي ان جي ذهن ۾ لاشعوري طور اها ڳالھ ويٺل هئي تہ ڊاڪٽر سبط علي کي هن جي شادي تي هڪڙو ڀيرو وري خرچ ڪرڻا پئجي ويندا ۽ هن گھريو ٿي تہ اها انهن خرچن لاءِ پاڻ ڪجھ گڏ ڪرڻ جي ڪوشش ڪري. هن اها ڳالھ ڊاڪٽر سبط علي کي ڪونہ ٻڌائي هئي پر هن ان کان نوڪري ڪرڻ جي اجازت ورتي هئي.

شايد اها اڃا ڪجھ وقت وڌيڪ نوڪري ڪندي رهي ها پر جلال انصر سان ان ملاقات کان پوءِ اها هڪڙي تڪليف ڏيندڙ ذهني جهٽڪي مان گذري هئي ۽ ان هڪدم سعيده امان جي سامهون هٿيار ڦٽي ڪري ڇڏيا هيا. ان کي خبر ڪو نہ هئي سعيده امان ڊاڪٽر سبط علي سان ان ڳالھ جو ذڪر ڪيو هيو يا نہ پر اها پاڻ انهن ڏينهن ۾ مڪمل طور تي هن جي لاءِ رشتي جي ڳولا ۾ مصروف هئي ۽ ان ڪوشش جو نتيجو فهد جي صورت ۾ نڪتو هيو. فهد هڪڙي ڪمپنيءَ ۾ سٺي عهدي تي ڪم ڪري رهيو هيو ۽ ان جي شهرت بہ گھڻي سٺي هئي. فهد جي گھر وارا هن کي پهريون دفعو ئي ڏسڻ سان پسند ڪري ويا هيا ۽ ان کان پوءِ سعيده امان ڊاڪٽر سبط علي سان ان رشتي جي ڳالھ ڪئي.

ڊاڪٽر سبط علي ڪجھ هچڪايو..... شايد ان هن جي شادي هاڻي بہ پنهنجن ڪن ڄاڻ سڃاڻ وارن ۾ ڪرڻ ٿي گھري, مگر سعيده امان طرفان فهد ۽ ان جي گھر وارن جي بي پناھ تعريف کان پوءِ ۽ فهد ۽ ان جي گھر وارن سان پاڻ ملڻ کان پوءِ ان سعيده امان جي پسند تي ڪو بہ اعتراض ڪو نہ ڪيو هو. البت ان فهد جي باري ۾ گھڻي جاچ جوچ ڪرائي هئي ۽ پوءِ اهو بہ مطمئن ٿي ويو هيو.

فهد جي گهر وارن هڪ سال جي اندر شادي ڪرڻ گهري ٿي ليڪن پوءِ اوچتو انهن ڪجهه مهينن جي اندر شادي ڪرڻ لاءِ زور پرڻ شروع ڪيو. اهو صرف هڪڙو اتفاق ٿي هيو تہ ڊاڪٽر سبط علي ان وقت پنهنجين ڪجهه مصروفيتن جي ڪري انگلينڊ ۾ هيو جڏهن فهد جي گهر وارن جي زور پرڻ تي شادي جي تاريخ مقرر ڪئي وئي هئي. سعيده امان ان سان فون تي مشورا ڪندي رهي هئي ۽ ڊاڪٽر سبط علي ان کي پنهنجو انتظار ڪرڻ لاءِ چيو هو. اهو هڪدم اتان نٿي اچي سگهيو البت ان ماسي ڪلثوم کي واپس پاڪستان روانو ڪري ڇڏيو هو.

ان جي شاديءَ جي تياري ڪلثوم آنٽي ۽ مريم ئي ڪئي هئي ڇيڪا راولپنڊيءَ مان ڪجهه هفتن جي لاءِ پنهنجن پيڪن ۾ لاهور اچي وئي هئي. ڊاڪٽر سبط علي ان جي شادي جي تاريخ مقرر ٿي وڃڻ کان پوءِ فون تي ان سان گهڻو دير تائين ڳالهايو هيو. ان جي ٽنهي نياڻين جي شادي ان جي پنهنجي خاندان ۾ ٿي هئي ۽ انهن جي ساهرن مان ڪنهن بہ ڏاج ڪو نہ ورتو هيو. مگر ڊاڪٽر سبط علي ٽنهي نياڻين جي ڏاج لاءِ گڏ ڪيل رقم انهن کي خرچي طور ڏئي ڇڏي هئي.

" سادِا اٺ سال پهريان جڏهن توهان منهنجي گهر آيون هيون ۽ مون توهان کي پنهنجي ڌيءَ بڻايو هيو تہ مون توهان جي لاءِ بہ ڪجهه رقم تاري رکي هئي. اها رقم توهان جي امانت آهي. توهان اها ايئن ئي قبول ڪريو يا وري مان مريم ۽ ڪلثوم کي چوان تہ اهي توهان جي ڏاج جي تياري ۾ اها خرچ ڪن. سعيده آپا جي خواهش آهي تہ شادي ان جي گهر تي ٿئي ورنہ مون چاهيو ٿي تہ شادي منهنجي گهر ۾ ٿئي، توهان جي گهر تي......" ان هن کي چيو هو.

" مون کي انهيءَ ڳالهہ جو گهڻو ڏک آهي تہ مان پنهنجي چوٿين نياڻي جي شادي ۾ شريڪ ڪو نہ ٿي سگهندس. مگر شايد ان ۾ ٿي ڪا ڀلائي آهي. مان وري بہ آخري گهڙي تائين ڪوشش ڪندس تہ ڪنهن طريقي سان شادي تي اچي وڃان."

اها ان جي ڳالهين تي بلڪل خاموش هئي. هن ڪجهه بہ ڪو نہ چيو هو نہ وري ان ڳالهہ جو ضد ڪيو هيو تہ اها پنهنجي شادي تي پنهنجي رقم خرچ ڪندي ۽ نہ ئي اهو تہ اها انهن جي رقم مان شادي نٿي ڪرڻ گهري. ان ڏينهن هن جي دل انهن جو هڪڙو ٻيو احسان کڻڻ گهريو ٿي. اهي هن تي ايترا احسان ڪري چڪا هيا جو هاڻي هن کي انهن جي احسانن کڻڻ جي عادت ٿيڻ لڳي هئي. هن کي ان کان صرف هڪڙي شڪايت هئي اهو آخر هن جي شاديءَ ۾ شريڪ ڇو ٿي نہ رهيو هيو.



فهد جي گهر وارن جو ضد هيو تہ شادي سادگي سان ٿئي ۽ ان تي ڪنهن کي بہ اعتراض ڪو نہ ٿيو هو. امامہ پاڻ بہ سادگيءَ سان شادي ڪرڻ ٿي گهري پر ان کي خبر ڪو نہ هئي تہ فهد جي گهر وارن جو سادگي تي زور اصل ۾ ڪجهه ٻين سببن جي ڪري هيو.

هن جو نڪاح ميندي واري ڏينهن ئي ٿيڻو هيو پر ان ڏينهن شام جو فهد جي گهر

وارن طرفان اطلاع مليو ته نڪاح بئي ڏينهن يعني شادي واري ڏينهن ئي ٿيندو. ان وقت تائين هن کي يا سعيده امان کي ڪو به اندازو ڪو نه ٿيو هيو ته فهد جي گهر ۾ ڪو مسئلو آهي. مينڌي جو هوڻ به ڪو گهڻو وڏو فنڪشن ڪو نه هيو. صرف سعيده امان جا گهڻو ويجهڙائي وارا مائٽ هيا يا وري پرسان رهندڙ پاڙيسري. نڪاح جي تقريب لاءِ جيڪو ڪاڏو تيار ڪيو ويو هو اهو انهن کي ڪارايو ويو.

شادي جي تقريب به سادگيءَ سان گهر ۾ ٿيڻي هئي. چئين وڳي تائين جڃ کي اچڻو هيو ۽ ڇهين وڳي ڌاري رخصتي هئي پر ڄڃ جي اچڻ جي وقت کان هڪ ڪلاڪ اڳ فهد جي گهر وارن سعيده امان کي فهد جي پڃي لڪي وڃڻ جي باري ۾ اطلاع ڏيندي ان رشتي کان معذرت ڪري ڇڏي.

امامه کي چئين بجي تائين انهي سموري معاملي جي باري ۾ ڪا خبر ڪو نه هئي. فهد جي گهر وارن لاون وارو وڳو اڳ ۾ ئي موڪلي ڇڏيو هيو ۽ هيءَ ان وقت اهو وڳو پايون تقريبن تيار هئي جڏهن مريم ان جي ڪمري ۾ آئي. ان جو منهن لٿل هيو. ان امامه کي ڪپڙا تبديل ڪرڻ لاءِ چيو ان امامه کي هڪدم اهو ڪو نه ٻڌايو هيو ته فهد جي گهر وارا انڪار ڪري واپس هليا ويا آهن. ان امامه کي صرف اهو چيو ته فهد جي گهر وارن شادي ملتوي ڪري ڇڏي آهي. انهن جي گهر ۾ ڪنهن ويجهي مائٽ جو قضيو ٿيو آهي. اها اهو ٻڌائي گهڻي افراتفريءَ ۾ ڪمري مان نڪري وئي. امامه ڪپڙا تبديل ڪري ڇڏيا پر ان وقت ان جي ڇهين حِس هن کي ان پريشانيءَ کان آگاهه ڪرڻ شروع ڪري ڇڏيو هو. هن کي مريم جي ڳالهه تي يقين ڪو نه آيو هو.

ڪپڙا تبديل ڪري اها پنهنجي ڪمري مان ٻاهر نڪري آئي ۽ ٻاهر موجود ماڻهن جي لٿل چهرن ان جي مڙني شڪ شبهن جي تصديق ڪري ڇڏي هئي. اها سعيده امان جي ڪمري ڏانهن هلي وئي. اتي گهڻا ماڻهو گڏ ٿيل هيا. ڪلثوم آنٽي، ميمونه، نور العين آپا.... پاڙي ۾ رهڻ واريون ڪجهه عورتون، مريم ۽ سعيده امان..... مريم سعيده امان کي پاڻي پياري رهي هئي. اها گهڻو نڊال ڏسڻ ۾ پئي آئي. هڪڙي گهڙيءَ لاءِ هن جي دل بيهي وئي. ان کي ڇا ٿيو هو. هن جي اندر داخل ٿيڻ سان سيني جون نظرون هن تي پيون. ميمونه آپا تڪڙي تڪڙي هن ڏانهن آئي.

"آمنا! تون ٻاهر اچ." ان هن کي گڏ وٺي وڃڻ جي ڪوشش ڪئي.

"امان کي ڇا ٿيو آهي؟" هيءَ ان ڏانهن ڊوڙي وئي. ڪلثوم آنٽي ڪمري ۾ موجود ماڻهن کي ٻاهر ڪڍڻ شروع ڪيو. هيءَ سعيده امان جي پرسان اچي ويهي رهي.

"امان کي ڇا ٿيو آهي؟" ان تڙپندي مريم کان پڇيو.

ان جواب ڪو نه ڏنو. سعيده امان جو چهرو ڳوڙهن سان پڳل هيو. اها امامه کي ڏسي رهي هئي مگر هن کي ايئن لڳو ڄڻ اها ان وقت هن کي ڏسي نه پئي سگهي. گلاس هٽ سان پري ڪري ان هن کي ڀاڪر پري روئڻ شروع ڪري ڇڏيو.

ڪمرو خالي ٿي چڪو هيو. صرف ڊاڪٽر سبط علي جي گهر وارا اتي هيا.

” امان ڇا ٿيو آهي؟ مون کي ٻڌاءِ.“ امامہ آهستي ان کي پاڻ کان الڳ ڪندي چيو.

” فهد پنهنجن گهر وارن کي ٻڌائڻ کان سواءِ گهران وڃي ڪنهن ٻي ڇوڪريءَ سان شادي ڪري ڇڏي آهي.“ مريم جهيڻي آواز ۾ چيو. ” اهي ڪجهہ دير اڳ معذرت ڪرڻ آيا هيا. اهي اهو رشتو ختم ڪري ويا آهن.“

ڪجهہ گهڙين لاءِ اها بلڪل بي سَتِي لڳي وينِي هئي. رت جو دورو دل جو ڌڙڪڻ، هلندڙ ساهہ..... ڪجهہ گهڙيون سڀ ڪجهہ ڄڻ بيهي ويو هيو.

” ڇا مون سان اهو بہ ٿيڻو هيو؟“ ان بي اختيار سوچيو.

” ڪا ئي ڳالهہ ڪونهي امان! توهان ڇو روئي رهيون آهيو؟“ ان پيار مان سعيده امان جا لڙڪ اگهيا. سڀ ڪجهہ هڪڙو ڀيرو وري بحال ٿي ويو هيو سواءِ ان جي چهري جي رنگ جي جيڪو ڦڪو ٿي ويو هو.

” توهان پريشان نہ ٿيو.“ سعيده امان کي ان جي ڳالهين تي اڃا وڌيڪ روئڻ آيو.

” اهو سڀ منهنجي ڪري ٿيو آهي.... مان....“ امامہ ان کي ڳالهہ پوري ڪرڻ ڪو نہ ڏني.

” امان! ڇڏيو نہ. ڪا ڳالهہ ڪونهي، توهان پريشان نہ ٿيو. توهان ليٽي پئو. ڪجهہ دير آرام ڪري وٺو.“ هيءَ ان کي دلداري ڏيڻ جي ڪوشش ڪري رهي هئي.

” مان تنهنجي دل جي حالت کي سمجهي سگهان ٿي. مان تنهنجي ڏک کي ڄاڻان ٿي. آمنہ! منهنجي ٻچڙي مون کي معاف ڪر. اهو سڀ منهنجي ڪري ئي ٿيو آهي؟“ ان کي تسلي ڪونہ ٿي رهي هئي.

” مون کي ڪو ڏک ڪونہ آهي، امان! ڪا تڪليف ڪونهي. مان بلڪل ٺيڪ آهيان.“ هن مرڪندي سعيده امان کي چيو.

سعيده امان هڪدم روئيندي اٿي ٻاهر نڪري وئي.

امامہ ڪنهن سان ڪجهہ ڳالهائڻ کان سواءِ هڪ دفعو وري پنهنجي ڪمري ۾ هلي آئي. ان جي پلنگ تي سڀ شيون ايئن ئي پيون هيون. هن انهن کي گڏ ڪرڻ شروع ڪيو. ان جي جاءِ تي ڪا ٻي ڇوڪري هجي ها تہ ان وقت اتي وينِي روئي رهي هجي ها مگر اها غير معمولي طور تي پرسڪون هئي.

” جيڪڏهن مان جلال جي نہ ملڻ تي صبر ڪري سگهان ٿي تہ هي تہ پوءِ بہ اهڙو شخص هيو جنهن سان منهنجي ڪا جذباتي وابستگي ڪونہ هئي.“ ان پنهنجي لاون واري وڳي کي ويڙهندي سوچيو.

” وڌ ۾ وڌ ڇا ٿيندو هتي بہ ماڻهن جي سامهون نظرون چورائي ۽ ڪنڌ جهڪائي هلڻو پوندو. ڪجهہ ڳالهيون ۽ بي عزتي برداشت ڪرڻي پونديون، تہ پوءِ ڇا ٿيو. ان ۾ منهنجي لاءِ ڪهڙي ڳالهہ نئين آهي.“

مريم ڪمري ۾ اندر آئي ۽ ان سان سامان گڏ ڪرڻ لڳي.

” بابا کي فون ڪيو آهي.“ ان امامہ کي ٻڌايو.

هيءَ ٻيهر پيرو ڪجهہ خفا ٿي وئي.

" ڇو هرو ڀرو توهان ان کي تنگ ڪري رهيا آهيو. ان کي اتي سڪون سان رهڻ ڏيو. "

" ايترو وڏو حادثو ٿي ويو آهي ۽ تون..."

هن مريم جي ڳالهه ڪٽي ڇڏي

" مريم منهنجي زندگيءَ ۾ ان کان وڏا حادثا ٿي چڪا آهن. ان ڳالهه جي ڪهڙي حيثيت آهي. مون کي تڪليف سهڻ جي عادت ٿي وئي آهي تون سعيده امان کي آٿت ڏي. مون کي ڪجهه به ڪو نه ٿيو آهي. مان بلڪل ٺيڪ آهيان. بابا کي به هرو ڀرو تنگ نه ڪريو. اهي پريشان ٿيندا. "

مريم کي سامان سڙو گڏ ڪندي اها پنهنجي حال ۾ نه (ائبنارمل) لڳي.

ان کان اڳ جو اها ڪجهه وڌيڪ چوي، ڪلثوم آنٽي هڪدم سعيده امان سان گڏجي اندر آئي.امامہ کي انهن ٻنهي جا چهرا ڪجهه عجيب لڳا. ڪجهه دير اڳ جي برخلاف اهي ٻئي بيحد خوش ڏسڻ ۾ پئي آيون. هن جي ڪنهن سوال کان اڳ ڪلثوم آنٽي ان کي سالار جي باري ۾ ٻڌائڻ شروع ڪيو. اها گم سم لڳي انهن جون ڳالهيون ٻڌي رهي هئي.

"جيڪڏهن توکي اعتراض نه هجي ته تنهنجو نڪاح ان سان ڪرائجي؟" آنٽي ان کان پڇيو.

"سبط علي ان کي چڱيءَ طرح سڃاڻي ٿو. اهو ڏاڍو سٺو ڇوڪرو آهي." اها هن کي تسلي ڏيڻ جي ڪوشش ڪري رهي هئي.

" جيڪڏهن بابا ان کي سڃاڻن ٿا ته ٺيڪ آهي. مون کي ڪو اعتراض ڪونهي. توهان جيڪو بهتر سمجهيو ڪيو. "

" ان جو هڪڙو دوست توسان ڪجهه ڳالهيون ڪرڻ گهري ٿو. " هيءَ ان مطالبي تي ڪجهه حيران ٿي هئي پر ان فرقان سان ملڻ کان انڪار ڪو نه ڪيو.

" منهنجي دوست اٺ نَوَ سال اڳ هڪڙي ڇوڪريءَ سان نڪاح ڪيو هو. پنهنجي پسند سان. "

اها ماٺ ڪيون فرقان کي ڏسندي رهي.

" اهو توهان سان شادي ڪرڻ لاءِ تيار آهي پر اهو ان ڇوڪريءَ کي طلاق ڏيڻ نٿو چاهي. ڪجهه سببن ڪري اها ڇوڪري ان سان گڏ ناهي رهي پر اهو هاڻي به ان کي پنهنجي گهر ۾ رهائڻ ٿو گهري. ان مون کي چيو آهي ته مان توهان کي اهو سڀ ٻڌائي ڇڏيان ته جيڪڏهن توهان کي ان تي اعتراض هجي ته ان ڳالهه کي اتي ختم ڪيون، ليڪن مان توهان کي اها ڳالهه ٻڌائڻ ٿو گهران ته شايد اها ڇوڪري ان کي ڪڏهن به نه ملي، ائن نوَن سالن کان ان جو منهنجي دوست سان ڪو به رابطو ڪونهي. اها هڪڙي خيالي اميد آهي جنهن تي اهو ان جو انتظار ڪري رهيو آهي. ڊاڪٽر سبط علي توهان کي پنهنجي نياڻي سمجهي ٿو ۽ انهي حوالي سان توهان منهنجي ڀيڻ جي برابر آهيو. هن وقت انهي صورتحال کان نڪرڻ لاءِ اهو ئي بهتر آهي ته توهان ان سان شادي ڪريو.

اها چوڪري ان کي ڪڏهن به ڪو نه ملندي چو ته نه اها ان کي پسند ڪندي هئي نه ئي اج تائين ان هن سان ڪو رابطو ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي ۽ وري مٿان ايترو وڏو عرصو گذري ويو آهي.“

هيءَ ان جي منهن ۾ ڏسندي رهي.

” ٻي ڳالھ... ته امامه هاشم اها آهي تنهنجي تقدير جيڪا هن وقت تائين توکان لڪل هئي.“ هن سوچيو.

” جيڪڏهن ڊاڪٽر سبط علي ان شخص جي باري ۾ اهو سڀ ڪجھ ڄاڻندي به ان کي منهنجي لاءِ منتخب ڪري رهيا آهن ته ٿي سگهي ٿو منهنجي لاءِ اهو ئي بهتر هجي. مان جلال جي به ته ٻي ڳالھ ٽيڻ لاءِ تيار هيس, ان سان محبت ڪرڻ جي باوجود... ۽ هن ماڻهوءَ جي ڳالھ ٽيڻ ۾ مون کي ڪهڙو اعتراض ٿيندو جنهن سان مون کي محبت به ڪونهي.“

هن کي هڪڙو ڀيرو وري جلال ياد آيو.

” مون کي ڪو اعتراض ڪونهي. ان جي ڳالھ جڏهن به اچي اهو ان کي رهائي ٿو سگهي, مان وڏي خوشيءَ سان ان کي اها اجازت ڏيان ٿي.“ جهيڻي آواز ۾ ڪنهن افسوس کان سواءِ ان فرقان کي چيو.

پندرهن منٽن کان پوءِ ان کي پهريون جهٽڪو ان وقت لڳو هيو جڏهن نڪاح پڙهندڙ ان جي سامهون سالار سڪندر جو نالو ورتو هيو.

” سالار سڪندر...... ولد سڪندر عثمان.“ هن کي نڪاح پڙهڻ واري شخص جي زبان مان نڪرڻ وارن لفظن کان ڇڻ ڪرنٽ لڳو هيو. اهي نالا ايئن ڪو نه هيا جو هر شخص جا هجن ها.

” سالار سڪندر..... سڪندر عثمان؟ ۽ پوءِ ان ترتيب ۾..... ڇا ..... اهو..... شخص جيئرو..... آهي.....؟“

ان جي مٿان ڇڻ آسمان اچي ڪريو هيو. ان جي منهن تي چادر جو گهونگهٽ نه هجي ها ته ان وقت ان جي چهري جا تاثرات سيني کي پريشان ڪري ڇڏين ها. نڪاح پڙهندڙ پنهنجا جملا ٻيهر ورجائي رهيو هيو.

امامه جو ذهن مائوف ۽ دل ٻڏي رهي هئي. جيڪڏهن اهو شخص جيئرو هيو ته .... مان ته هاڻي به ان جي نڪاح ۾ آهيان. منهنجا خدا.... هي سڀ ڇا ٿي رهيو آهي. ڊاڪٽر سبط علي ان کي ڪيئن ٿو سڃاڻي. هن جي ذهن ۾ هڪڙي هلچل مچل هئي.

” آمنه..... پڇڻ ها ڇئو.“ سعيده امان ان جي ڪلهي تي پنهنجو هٿ رکيو.

” سالار سڪندر جهڙي ماڻهوءَ لاءِ ها .....؟“

ان جي دل ڪنهن پنهنجي مٺ ۾ جهلي ڀڪوڙي ... اها ” ها“ کان علاوه ان وقت ڪجھ ٻيو چئي ئي نٿي سگهي. خوف ۽ صدمي جي حالت ۾ ان ڪاغذن تي صحيحيون ڪيون هيون.

” ڪاش ڪو ئي معجزو ٿئي. هي اهو سالار سڪندر نہ هجي. هي سڀ هڪڙو اتفاق هجي.“ هن الله تعاليٰ کان دعا گهري هئي.

انهن سيني ماڻهن جو ڪمري مان هليو وڃڻ کان پوءِ مريم ان جي منهن تان چادر هٽائي. هن جي چهري جو رنگ بلڪل ڦڪو ٿي ويو هيو.

” ڇا ٿيو؟“ مريم جي تشويش ۾ اضافو ٿي ويو. اها سمجهي نہ سگهي. اها هن کي ڇا چئي رهي هئي. ان جو ذهن ڪٿي ٻئي هنڌ هيو.

” مريم! مون سان هڪڙي ڀلائي ڪر (جسٽ ڊو مي فئور).“ ان مريم جو هٿ پڪڙيو.

” مون نڪاح ڪيو آهي، پر مان اڄ رخصتي نٿي چاهيان. تون سعيده امان کي چئو تہ اها اڄ منهنجي رخصتي نہ ڪري. پليز......“

مريم ان جي منهن ۾ ڏسڻ لڳي.

” ڇو؟“

” بس تون هن وقت مون کان ڪجهہ نہ پڇ، ڪجهہ بہ نہ. سعيده امان کي چئو تہ مان هن وقت رخصتي نٿي چاهيان.“

ان جي لهجي ۾ ڪا نہ ڪا اهڙي ڳالهہ ضرور هئي جو مريم اٿي ٻاهر نڪري وئي. اها هڪدم واپس اچي وئي.

” امامہ رخصتي ڪو نہ ٿي ٿئي. سالار بہ رخصتي نٿو چاهي.“

امامہ جي هٿن جي ڏڪڻي ڪجهہ گهٽجي وئي.

” بابا جو فون اچڻ وارو آهي، تنهنجي لاءِ. اهي تو سان ڪجهہ ڳالهائڻ گهرن ٿا.“

ان امامہ کي وڌيڪ اطلاع ڏنو. اها فون ٻڌڻ لاءِ ٻئي ڪمري ۾ اچي وئي. ان ڪجهہ دير کان پوءِ هن کي فون ڪئي هئي. اهو هن کي مبارڪ ڏئي رهيو هيو. امامہ جي دل روئڻ گهريو.

” سالار ڏاڍو سٺو انسان آهي.“ اهو ڪجهہ چئي رهيو هو.”منهنجي خواهش هئي تہ توهان جي شادي ان سان ئي ٿئي پر جيئن تہ توهان سعيده آپا وٽ رهنديون هيون. انهيءَ ڪري مون ان جي خواهش ۽ انتخاب کي وڌيڪ ترجيح وارو سمجهيو.“

اها ساهہ کڻڻ جي بہ قابل ڪو نہ رهي هئي.

” مون کي اهو معلوم ڪو نہ هيو تہ سالار هن کان اڳ ۾ ڪڏهن شادي ڪئي هئي پر ٿوري دير اڳ فرقان مون کي ان جي باري ۾ ٻڌايو آهي. اهو نڪاح صرف ڪنهن ضرورت جي ڪري ڪيو ويو هو. فرقان مون کي تفصيل ڪونہ ٻڌايو ۽ مان سمجهان ٿو تہ ان جي ضرورت بہ ڪونهي. منهنجن چاڻ سڃاڻ وارن ۾ سالار کان سٺو ڪوئي ماڻهو هجي ها تہ ان جي نڪاح جي باري ۾ معلوم ٿيڻ کان پوءِ مان توهان جي شادي سالار سان ڪرڻ بجاءِ ڪٿي ٻئي هنڌ ڪرايان ها ليڪن منهنجي ذهن ۾ سالار کان علاوه ڪو آيو ئي ڪو نہ. توهان ماٺ ڇو آهيو آمنہ؟“

ان کي ڳالهائيندي ڳالهائيندي هن جو خيال آيو.

” بابا! توهان واپس ڪڏهن ايندا؟“

” مان هڪڙي هفتي ۾ اچي ويندس.“ ڊاڪٽر سبط علي چيو.

” مون کي توهان سان گهڻيون ئي ڳالهيون ڪرڻيون آهن. مون کي توهان کي گهڻو ڪجهه ٻڌائڻو آهي.“

” توهان خوش ڪو نه آهيو؟“ ڊاڪٽر سبط علي کي هن جي لهجي پريشان ڪري ڇڏيو.

” توهان پاڪستان اچو پوءِ مان توهان سان ڳالهائيندس.“ هن حتمي لهجي ۾ چيو.



اها رات جو سمهڻ کان اڳ وضو ڪرڻ لاءِ غلسخاني ۾ وئي. وضو ڪري واپس ايندي پنهنجي ڪمري ۾ وڃڻ جي بجاءِ اها اڱڻ ۾ ورانڊي جي ڏاڪڻ تي ويهي رهي. گهر ۾ ان وقت ڪو مهمان ڪو نه هيو. اها ۽ سعيده امان هميشه وانگر اڪيليون هيون. سعيده امان ٿڪاوٽ جي ڪري گهڻو جلدي سمهي پئي. اها ملازمه سان گڏ گهر ۾ رهيل ڪم ڪندي رهي. ساڍي ڏهين بجي ڏاري ملازمه به پنهنجو ڪم ختم ڪري سمهڻ لاءِ هلي وئي. اها شاديءَ جي ڪمن ڪري گذريل ڪجهه ڏينهن کان اتي رهي پئي هئي. امامه بورچيخاني ۾ پنهنجي ڪمري جا ننڍا ننڍا ڪم ڪندي رهي.

اها جنهن وقت انهن سيني ڪمن کان واندي ٿي ان وقت رات جا ساڍا ٻارهن وڄي رهيا هيا. اها ڏاڍو ٿڪجي پئي هئي. پر سمهڻ کان اڳ وضو ڪرڻ کان پوءِ اڱڻ مان لنگهندي هڪدم ان جي دل پنهنجي ڪمري ۾ وڃڻ نه گهريو. اها اتي ورانڊي ۾ ويهي رهي. اڱڻ ۾ ٻرندڙ بلبن جي روشنيءَ ۾ ان پنهنجن هٿن ۽ ڪلاين تي لڳل ميندي کي ڏٺو. ميندي ڏاڍو سٺو رنگ ڪيو هيو. ان جا هٿ ننهن تائين ڳاڙهين ولين ۽ ٻوٽن سان ڀريل هيا. ان ڪالهه ڪيترن سالن کان پوءِ وڏي شوق سان ميندي لڳرائي هئي. ان کي ميندي گهڻو وڻندي هئي. عيد برات کان علاوه به اها اڪثر پنهنجن هٿن تي ميندي لڳائيندي رهندي هئي پر ساڍا اٺ سال اڳ پنهنجي گهران نڪري اچڻ کان پوءِ ان ڪڏهن به ميندي ڪو نه لڳائي هئي. غير محسوس طور تي انهن مڙني شين کان ان جي دلچسپي ختم ٿي وئي هئي پر ساڍن اٺن سالن کان پوءِ ان ڀهريون ڀيرو وڏي شوق سان پنهنجن هٿن تي گل ٻوٽا چٽرايا هيا، نه صرف هٿن تي پر پيرن تي به.

اها پنهنجن پيرن کي ڏسڻ لڳي. لوئي(شال) کي پنهنجي چوڌاري ويڙهيندي ان پنهنجن هٿن ۽ ٻانهن کي ان جي هيٺان لڪائي ڇڏيو.

”اسجد کان جلال ... جلال کان فهد .... ۽ فهد کان سالار.... هڪڙي شخص کي مون رد ڪيو ٻن مون کي رد ڪيو ۽ چوٿون شخص جيڪو منهنجي زندگيءَ ۾ شامل ٿيو اهو سيني کان بدترين آهي،.... سالار سڪندر.“

هن جي اندر ۾ دونهون پرجي ويو. اهو پنهنجي ان حُليي سان هن جي سامهون هيو. کليل گريبان، ڳچيءَ ۾ لڙڪندڙ زنجيري، ربڙ جي ڇلي ۾ ٻڌل وار، چيندڙ نفرت آميز

نظرون، ساڃي ڳل تي مذاق ڪرڻ مهل ظاهر ٿيل مرڪ ڪري پيدا ٿيندڙ چگهه، ڪاراين ۾ لڙڪندڙ ڪولابا، عورتن جي تصويرن واري ٽنگ جينز.

اهو جڻ هن جي زندگيءَ جي سڀ کان خوبصورت خواب جي سڀ کان ڀيانڪ تعبير بڻجي سامهون آيو هيو. هن جي دل ۾ سالار سڪندر جي لاءِ تر جيترري به عزت ڪو نه هئي.

" مون زندگيءَ ۾ گهڻيون ئي غلطيون ڪيون آهن پر مان ايتري بڇڙي ڪونه آهيان جو تو جهڙو خراب مرد منهنجي زندگيءَ ۾ اچي." هن گهڻا سال اڳ فون تي ان کي چيو هو.

" شايد انهيءَ ڪري جلال به تو سان شادي نه ڪئي ڇو ته نيڪ مردن لاءِ نيڪ عورتون هونديون آهن، تو جهڙيون نه."

سالار جواب ۾ چيو هيو. امامه پنهنجا چپ پڪوڙي ڇڏيا.

" چاهي ڪجهه به ٿي پوي سالار مان تو سان گڏ ڪونه رهندس. تون واقعي مري وڃي ها ته ڏاڍو سٺو ٿئي ها." هن پڪيو هو.

ان وقت هڪ گهڙيءَ لاءِ به ان جي دل م اهو خيال ڪونه آيو ته سالار سڪندر ڪڏهن ان تي ڪو احسان ڪيو هيو.

*** 

ڊاڪٽر سبط علي جنهن رات پاڪستان موٽي آيو هيو ان رات امامه ان جي گهر ئي ترسيل هئي پر رات جو هن ان سان سالار جي باري ۾ ڪا ڳالهه ڪونه ڪئي، مريم به لاهور ۾ ئي هئي انهي ڪري اهي سڀ پاڻ ۾ ڪل خوشيءَ سان ڪچهريون ڪندا رهيا.

ٻئي ڏينهن صبح جو به اهي سيئي اهڙي نموني گڏ ويهي ڳالهيون ڪندا رهيا. اهو امامه کي انهن سوڪڙين جي باري ۾ ٻڌائيندو رهيو جيڪي اهو انگلينڊ مان امامه ۽ سالار جي لاءِ وٺي آيو هيو. امامه ماٺ ڪيون ٻڌندي رهي.

" سالار ڀائو کي ته اڄ روزي کولڻ لاءِ گهرايو." اها مريم جي تجويز هئي.

ڊاڪٽر سبط علي مريم جي چوڻ تي سالار کي فون ڪيو امامه تڏهن به خاموش رهي.

اهو منجهند جو نماز پڙهڻ لاءِ ٻاهر وڃڻ لڳو ته امامه به ان سان گڏ ٻاهرين اڱڻ تائين اچي وئي.

"بابا! مون کي توهان سان ڪجهه ڳالهيون ڪرڻيون آهن." ان آهستڙي چيو. " هاڻي؟" ڊاڪٽر سبط علي ڪجهه حيراني مان چيو.

" نه، توهان نماز پڙهي اچو پوءِ."

اهو ڪجهه دير تائين تشويش مان ان کي ڏسندو رهيو ۽ پوءِ ڪجهه چوڻ کان سواءِ ٻاهر هليو ويو.

*** 

" مان سالار کان طلاق وٺڻ ٿي گهران." اهو مسجد کان واپس اچي ان کي ساڻ ڪري پنهنجي پڙهڻ واري ڪمري ۾ اچي ويو هو ۽ امامه بنا ڪنهن بند ٻڌڻ يا انتظار ڪرڻ جي پنهنجو مطالبو پيش ڪيو.

" آمنہ! " " اهو هڪو ٻڪو ٿي ويو.
" مان ان سان گڏ رهي نٿي سگهان. " اها مسلسل فرش ڪي گهوري ڏسي رهي هئي.
" آمنہ! توهان سان ان جي ٻي شادي ضرور آهي پران جي پهرين زال جو ڪو ڏس پتو ڪونهي. فرقان ٻڌائي رهيو هو تہ تقريبا نون سالن کان انهن ٻنهي جي وچ ڪو رابطو ڪونهي ۽ شادي بہ نہ. صرف نڪاح ٿيو هو."
ڊاڪٽر سبط علي هن جي ان انڪار کي ان جي پهرين شادي سان جوڙي رهيو هيو.
" ڪنهن کي خبر اها ڪٿي آهي، ڪٿي ناهي، نو سال گهڻو ڊگهو عرصو ٿيندو آهي."
"مان ان جي پهرين زال کي سڃاڻان ٿي." هن ان ئي نموني ۾ ڪنڌ جهڪايون چيو.
" توهان ؟" ڊاڪٽر سبط علي کي يقين ڪونہ آيو.
"اها مان آهيان." هن پهريون ڀيرو ڪنڌ مٿي ڪري ان کي ڏٺو.
اهو ڳالهائڻ جي قابل ڪونہ رهيو هيو.
"توهان کي ياد آهي نو سال اڳ مان هڪڙي ڇوڪري سان اسلام آباد کان لاهور آئي هيس جنهن جي باري ۾ توهان مون کي بعد ۾ ٻڌايو هيو تہ منهنجي مائٽن ان جي خلاف ايف آءِ آر داخل ڪرائي آهي."
" سالار سڪندر....." ڊاڪٽر سبط علي بي اختياران جي ڳالهہ ڪٽي
"هي اهوئي سالار سڪندر آهي؟"
امامہ هائو ڪار ۾ مٿو ڏوڻيو. اهو ڇرڪ سڪتي ۾ هيو. سالار سڪندر سان ان جي فرقان جي معرفت پهرين ملاقات امامہ جي گهر مان نڪري وڃڻ جي ڇهن سالن کان پوءِ ٿي هئي ۽ ان جي ذهن ۾ ڪڏهن بہ اهو ڪونہ آيو تہ ان سالار جو امامہ سان ڪو تعلق ٿي سگهي ٿو. چار سال اڳ ٻڌل هڪڙي نالي کي اهو ڇهن سالن کانپوءِ ملڻ واري هڪڙي ٻئي شخص سان جوڙي نٿي سگهيو ۽ ڪري بہ ها جيڪڏهن اهو چار سال اڳ واري سالار سان ملي ها پر اهو جنهن شخص سان مليو هيو اهو قرآن شريف جو حافظ هيو. ان جي طور طريقن ۽ ڳالهائڻ جي انداز مان ڪٿي بہ ان جي ذهني مريض هجڻ جو عڪس ڏسڻ ۾ ڪونہ پئي آيو. جنهن جو حوالو امامہ ان کي ڪيترا دفعا ڏنو هيو. ان جو ڏوڪو ڪائڻ هڪڙو فطري عمل هيو يا وري اهو سڀ اهڙي نموني سان "طئي ڪيو ويو هيو."
"۽ توهان نو سال پهريان ان سان شادي ڪئي هئي؟" اهو اڃا بہ بي يقيني جو شڪار هيو.
"صرف نڪاح." ان جهيڻي آواز ۾ چيو.
پوءِ هن ان کي سڀ ڪجهہ ٻڌائي ڇڏيو. ڊاڪٽر سبط علي گهڻي دير تائين چپ ڪيون ويٺو رهيو هو پوءِ ان ٿڌو ساهہ کڻندي چيو.
"توهان کي مون تي اعتبار ڪرڻ کپي ها. آمنہ! مان توهان جي مدد ڪري سگهيس ٿي."
امامہ جي اکين ۾ لڙڪ پرجي آيا.
" توهان صحيح ٿا چئو مون کي توهان تي اعتبار ڪرڻ گهرجي ها. پر ان وقت منهنجي لاءِ اهو گهڻو ڏکيو هيو. توهان کي اندازو ئي ڪونهي تہ مان ان وقت ڪهڙي

ذهني ڪيفيت مان گذري رهي هيس يا وري شايد منهنجي قسمت ۾ اها آزمائش بہ لکيل هئي، ان کي اچڻو ئي هيو."

اها ڳالهائيندي ڳالهائيندي ماٺ ٿي، پوءِ ان آلين اکين سان ڪنڌ مٿي ڪٽي ڊاڪٽر سبط علي کي ڏٺو ۽ مرڪڻ جي ڪوشش ڪئي.

" پر هاڻي تہ سڀ ڪجهہ نيڪ ٿي ويندو. هاڻي تہ توهان طلاق وٺڻ ۾ منهنجي مدد ڪري سگهو ٿا."

" نہ، مان هاڻي ان طلاق ۾ ڪا مدد نٿو ڪري سگهان. آمنہ! مون ئي ان سان توهان جي شادي ڪرائي آهي." ان جڻ هن کي ياد ڏياريو.

" انهيءَ ڪري تہ مان توهان کي چئي رهي آهيان. توهان ان کان مون کي طلاق ڏياريو."

" پر ڇو مان ڇو ان کان توهان کي طلاق ڏياريان؟"

" ڇو تہ ...... ڇو تہ اهو هڪڙو.... سٺو انسان ڪونهي، ڇو تہ مون پنهنجي زندگيءَ کي سالار جهڙي انسان سان گذارڻ جو ڪونهي سوچيو. اسان ٻن مختلف دنيائن جا ماڻهو آهيون." اها ڏاڍي دلگير ٿي رهي هئي.

" مون ڪڏهن الله سائين سان شڪايت ڪونهي ڪئي بابا! مون ڪڏهن بہ الله سان شڪايت ڪو نہ ڪئي آهي مگر هن ڀيري مون کي الله تعاليٰ کان گهڻي شڪايت آهي." ان ڀريل آواز سان چيو.

" مان الله سائين سان ايتري محبت ڪيان ٿي.... ۽ ڏسو الله تعاليٰ مون سان ڇا ڪيو. منهنجي لاءِ دنيا جي سڀني کان خراب ماڻهوءَ کي چونڊيو."

اها هاڻي روئي رهي هئي.

" ڇوڪريون الاهي ڇا ڇا گهرنديون آهن...... مون تہ ڪجهہ بہ ڪونہ گهريو آهي، صرف هڪڙو " نيڪ انسان" گهريو هيو. ان مون کي اهو بہ ڪونہ ڏنو. ڇا الله تعاليٰ مون کي ڪنهن نيڪ ماڻهوءَ جي قابل ڪونهي سمجهيو." اها ٻارن وانگر روئي رهي هئي.

" امامہ! اهو نيڪ انسان آهي."

" توهان ڇو ان کي نيڪ انسان چئو ٿا؟ اهو نيڪ انسان ڪونهي. مان ان کي سڃاڻان ٿي، مان ان کي گهڻو چڱي طرح سڃاڻان ٿي."

" مان بہ ان کي گهڻو چڱي نموني سڃاڻان ٿو."

"توهان ان کي ايترو نٿا سڃاڻو جيترو مان سڃاڻان ٿي. اهو شراب پيئندو آهي، اهو نفسياتي مريض آهي، ڪيترا ڀيرا خودڪشي جي ڪوشش ڪري چڪو آهي. گريبان کولي هلندو آهي. ڪنهن عورت کي ڏسي پنهنجي نظر جهڪائي رکڻ جو اخلاق ڪونہ اٿس ۽ توهان چئو ٿا اهو نيڪ انسان آهي؟"

" امامہ! مان ان جي ماضيءَ کي نٿو ڄاڻان، مان ان جي حال کي ڄاڻان ٿو. اهو انهن ڳالهين مان ڪا بہ ڪونہ ڪندو آهي جيڪي توهان چئي رهيون آهيو."

”توهان ڪيئن ٿا چئي سگهو ته اهو اهڙي ڪا ڳالهه نه ڪندو آهي. اهو ڪوڙو ۽ مڪار آهي. مان ان کي سڃاڻان ٿي.“

” اهو اهڙو ڪونهي.“

”بابا! اهو اهڙو ئي آهي.“

” ٿي سگهي ٿو ان کي واقعي توهان سان محبت هجي. اهو توهان جي ڪري تبديل ٿي ويو هجي.“

” مون کي اهڙي محبت جي ضرورت ڪونهي. مون کي ان جي نظرن کان بچان لڳندي آهي. مون کي ان جي ڪليل گريبان کان بچان لڳندي آهي. مون کي اهڙي ڪنهن به ماڻهوءَ جي محبت نه کپي. اهو بدلجي نٿو سگهي. اهڙا ماڻهو ڪڏهن به ڪو نه بدلبا آهن. اهي صرف پنهنجو پاڻ کي لڪائيندا آهن.“

”نه, سالار اهڙي ڪا ڳالهه ڪو نه ٿو ڪري“

” بابا! مان سالار جهڙي ڪنهن به شخص سان زندگي گذارڻ جو سوچي به نٿي سگهان. اهو هر ڳالهه تي ٺٺول ڪندو آهي. مذهب تي, زندگي تي, عورت تي.... ڇا آهي جنهن کي اهو ذليل و خوار نه سمجهندو آهي. جنهن ماڻهوءَ جي نظر ۾ منهنجو پنهنجي مذهب کي ڇڏي ڏيڻ هڪڙي بيوقوفي آهي, جنهن لاءِ مذهب تي ڳالهه ڪرڻ وقت زيان ڪرڻ برابر آهي, جيڪو صرف ”سرور کان پوءِ ڇا آهي؟“ کي معلوم ڪرڻ لاءِ خودڪشيون ڪندو وتندو هجي, جنهن وٽ زندگيءَ جو مقصد صرف عيش آهي. اهو مون سان محبت ڪري به ته ڇا صرف محبت جي بنياد تي مان ان سان زندگي گذاري سگهان ٿي؟ مان نٿي گذاري سگهان.“

” ساڍن اٺن سالن کان اهو توهان سان قائم ٿيڻ واري انهي اتفاقي رشتي کي قائم رکيون پيو اچي. توهان کي, توهان جي نظرين ۽ عقيدن کي ڄاڻندي به, ۽ اهو توهان جي انتظار ۾ به آهي. اهو سوچيندي ته توهان ان سان گڏ رهڻ لاءِ تيار ٿي وينديون. ڇا انهن سمورين خواهشن سان ان پنهنجي اندر ڪجهه تبديلي ڪو نه ڪئي هوندي؟“

” مون کي ان سان حياتي ناهي گذارڻي. مون کي ان سان گڏ ناهي رهڻو“ اها اڃا پنهنجي ڳالهه تي ڄميل هئي. ” مون کي حق آهي ته مان ان ماڻهوءَ سان گڏ نه رهان.“

” پر الله تعاليٰ اهو ڇو ڪري رهيو آهي ته ان شخص کي وري وري توهان جي سامهون آڻي رهيو آهي. ٻه دفعا توهان جو نڪاح ٿيو ۽ ٻئي دفعا ان ئي ماڻهوءَ سان.“

اها ان جو منهن تڪڻ لڳي.

” مون حياتيءَ ۾ ضرور ڪو گناهه ڪيو هوندو انهيءَ ڪري مون سان ائين ٿي رهيو آهي.“ ان ڀريل آواز ۾ چيو.

” آمنه! توهان ڪڏهن به ضد ڪو نه ڪنديون هيون پوءِ هاڻي توهان کي ڇا ٿي ويو آهي؟“ ڊاڪٽر سبط علي حيران هيو.

” توهان مون کي مجبور ڪندا ته مان توهان جي ڳالهه مڃي وٺنديس ڇو ته توهان

جا مون تي ايترا احسان آهن جو مان تہ توهان جي ڪنهن ڳالهہ کي رد نٿي ڪري سگهان باقي توهان جيڪڏهن ايئن چوندا تہ مان پنهنجي مرضي ۽ خوشي سان ان سان گڏ حياتي گذاريان تہ اهو مان ڪڏهن بہ ڪري ڪو نہ سگهنديس. مون کي ان ۾ ڪا دلچسپي ڪونهي تہ اهو ڪيترو پڙهيل آهي، ڪيتري وڏي عهدي تي ڪم ڪري رهيو آهي يا مون کي ڇا ڏئي سگهي ٿو. توهان هڪڙي اڻ پڙهيل ماڻهوءَ سان شادي ڪرائي ڇڏيو ها پر اهو سٺو انسان هجي ها تہ مان ڪڏهن بہ توهان سان شڪايت نہ ڪريان ها پر سالار نڙيءَ ۾ ڦاٿل اهو ڪنڊو آهي جنهن کي مان خوشيءَ سان ڳهي نٿي سگهان. توهان کي سالار جي باري ۾ اها خبر آهي جيڪو توهان ٻڌو آهي. مون کي ان جي باري ۾ جيڪا معلومات آهي، اها مون ڏٺي آهي. اسان پندرهن سال هڪ ٻئي جا پاڙيسري رهيا آهيون. توهان تہ ان کي ڪجهہ سالن کان سڃاڻو ٿا.“

” آمنہ! مان توهان کي ڪڏهن بہ مجبور ڪو نہ ڪندس. اهو رشتو جيڪڏهن توهان پنهنجي خوشيءَ سان قائم رکڻ گهرنديون تہ ٺيڪ آهي باقي صرف منهنجي چوڻ ڪري ان کي قائم رکڻ گهرو تہ ايئن ڪرڻ جي ضرورت ڪونهي. توهان هڪڙو ڀيرو سالار سان ملو پوءِ بہ جيڪڏهن توهان جو اهو مطالبو ٿيو تہ مان توهان جي ڳالهہ مڃي ويندس.“

ڊاڪٽر سبط علي بيحد سنجيدو هيو.

ان وقت ملازم اچي سالار جي پهچڻ جو اطلاع ڏنو. ڊاڪٽر سبط علي پنهنجي گهڙي ۾ ڏٺو ۽ ملازم کي چيو.

” ان کي اندر وٺي اچ.“

”هتي؟“ ملازم حيران ٿي ويو.

” ها، هتي ئي“ ڊاڪٽر سبط علي چيو.

امامہ اٿي بيهي رهي.

” مان هاڻي هن حالت ۾ ان سان ڳالهائڻ نٿي چاهيان.“

هن جو اشارو پنهنجين سڄل اکين ۽ ڳاڙهي ڇهري ڏانهن هيو.

” توهان اڃا تائين ان کي ڏٺو ڪونهي. توهان ان کي ڏسي وٺو.“ ان پيار مان هن کي چيو.

” هتي نہ، مان اندران ڪمري مان ان کي ڏسي وٺنديس.“

اها موٽي پنهنجي ڪمري ۾ هلي وئي. ڪمري جو دروازو اڌ کليل هيو. هن ان کي بند ڪونہ ڪيو. ڪمري ۾ اونداهي هئي. اڌ کليل دروازي مان هال مان ايندڙ روشني ايتري گهٽي ڪو نہ هئي جو ڪمري ۾ اندر چڱي نموني سان ڏسي سگهجي ها. اها پنهنجي پلنگ تي اچي ويهي رهي.

پنهنجي پلنگ تي ويهي ان پنهنجين اکين کي پنهنجين آڱرين سان مهٽيو. اها جتي ويٺي هئي اتان هال کي چڱي طرح ڏسي پئي سگهي. نَوَن سالن کان پوءِ ان اڌ کليل دروازي مان هال ۾ ان شخص کي ظاهر ٿيندي ڏٺو جنهن کي اها گهٽي عرصي کان مڻل

سمجهي چڪي هئي، جنهن کان وڏيڪ نفرت ۽ بيچان ان کي ڪڏهن ڪنهن کان محسوس ڪونہ ٿي هئي. جنهن کي اها بدترين ماڻهن مان هڪڙو سمجهندي هئي ۽ جنهن جي نڪاح ۾ اها گذريل ڪيترن سالن کان هئي.

ڇا تقدير ان کان علاوه ڪنهن ٻي شي کي چئبو آهي؟

پنهنجين اکين ۾ اٿندڙ ڏنڌ کي ان آگرين جي پورن سان صاف ڪيو. ڊاڪٽر سبط علي ان سان ڀاڪر پائي ملي رهيو هو. ان جي پٺي امامہ ڏانهن هئي. ان ڀاڪر پائڻ کان اڳ هٿ ۾ پڪڙيل گلدستو ۽ هڪڙو پاڪيٽ وڏي ميز تي رکيو هيو. هٿ ملائڻ کان پوءِ اهو صوفي تي ويهي رهيو ۽ تڏهن پهريون ڀيرو امامہ ان جو چهرو ڏٺو.

ڪليل گريبان، ڳچيءَ ۾ لڙڪندڙ زنجيريون، هٿن ۾ لڙڪندڙ ڪولابا، رٻڙ جي چپلي سان ٻڌل وارن جي چوٽي، اتي اهڙي ڪا بہ نشاني ڪو نہ هئي. ان کي ڪريم رنگ جي هڪڙي سادي سلوار قميص مٿان واسڪوٽ پاتل هيو.

" ها ظاهري طور گهڻو بدلجي ويو آهي." ان کي ڏسڻ سان هن سوچيو. ان کي ڏسي ڪير بہ يقين نٿو ڪري سگهي تہ اهو ڪڏهن...... " هن جي سوچ جو سلسلو ٽٽي ويو. اهو هاڻي ڊاڪٽر سبط علي سان ڳالهيون ڪري رهيو هو. ڊاڪٽر سبط علي ان کي شاديءَ جي مبارڪ ڏئي رهيو هو. اها اتي ويٺي انهن ٻنهي جي آوازن کي آساني سان ٻڌي رهي هئي. ۽ ڊاڪٽر سبط علي جي پڇا ڪرڻ تي اهو امامہ سان ٿيڻ واري پنهنجي نڪاح جي باري ۾ ٻڌائي رهيو هو. اهو پنهنجي پڇتاءَ جو ذڪر ڪري رهيو هيو تہ ڪيئن ان جلال جي شادي جي باري ۾ ان سان ڪوڙ ڳالهايو هيو. ڪيئن ان طلاق جي باري ۾ ان سان ڪوڙ ڳالهايو.

" مان ان جي باري ۾ سوچيان ٿو تہ مون کي ڏاڍي تڪليف ٿئي ٿي. ايتري تڪليف جو مان توهان کي ٻڌائي نٿو سگهان. اها منهنجي ذهن مان نڪري ئي نٿي." اهو جهيڻي آواز ۾ ڊاڪٽر سبط علي کي ٻڌائي رهيو هيو.

" گهڻو عرصو تہ مان پنهنجي حال ۾ ڪونہ (ائبنارمل) هيس. ان مون کان حضرت محمد ﷺ جي واسطي سان مدد گهري هئي. اهو چئي تہ مان هڪڙو مسلمان آهيان، ختم نبوت تي يقين رکڻ وارو مسلمان. مان ان کي ڏوکو ڪونہ ڏيندس، ۽ منهنجي ذلالت جي انتها ڏسو تہ مون ان سان ڏوکو ڪيو. اهو معلوم هجڻ جي باوجود تہ اها منهنجي نبي ڪريم ﷺ سان ايتري محبت ڪري ٿي جو سڀ ڪجهہ ڇڏي گهران نڪري آئي ۽ مان ان تي چٿرون ڪندو رهيس، ان کي پاڳل سمجهندو ۽ چوندو رهيس. جنهن رات مان ان کي لاهور ڇڏڻ آيو هيس، ان مون کي رستي ۾ چيو هيو تہ هڪڙي ڏينهن مون کي هر ڳالهہ جي سمجهہ اچي ويندي، تڏهن مون کي پنهنجي اوقات جي خبر پئجي ويندي."

اهو عجيب نموني ۾ کليو هيو.

" ان بلڪل صحيح چيو هيو. مون کي واقعي هر شي جي سمجهه اچي وئي. ايترن سالن ۾ مون الله تعاليٰ کان ايتريون دعائون گهريون آهن ۽ توبهه ڪئي آهي جو..."

اهو ڳالهائيندي ڳالهائيندي ماٺ ٿي ويو. امامه ان کي وڏي ميز جي شيشي جي ڪناري تي پنهنجي آڱر گهمائيندي ڏٺو. ان کي خبر هئي ته اهو ڳوڙها پيي وڃڻ جي ڪوشش ڪري رهيو هيو.

"ڪڏهن ڪڏهن مون کي محسوس ٿيندو هيو ته منهنجي دعا ۽ توبهه قبول ٿي وئي." اهو رڪيو.

" پر ان ڏينهن..... مان آمنه سان نڪاح جي ڪاغذن تي صحيح ڪري رهيو هيس ته مون کي پنهنجي اوقات جي خبر پئجي وئي. منهنجي دعا ۽ توبهه ڪجهه به قبول ڪو نه ٿيون. ايئن هجي ها ته مون کي امامه ملي ها آمنه نه. خواهش ته الله سائين انسان کي اها ڏئي ٿو چڏي جو معجزن کان علاوه ڪا شي ان کي پورو ڪري ئي نٿي سگهي. منهنجي خواهش ڏسو مون الله سائين کان ڇا گهريو. هڪڙي اهڙي ڇوڪري جنهن کي ڪنهن ٻئي سان محبت آهي، اها جيڪا مون کي انتهائي ڪميڻو (اسفل السافلين) سمجهي ٿي، جنهن کي مان نون سالن کان ڳولي رهيو آهيان پر ان جي ڪا خبر ڪونهي.

۽ مان ..... مان ان سان گڏ حياتي گذارڻ جي پنهنجي دل ۾ خواهش ڪنيو ڦرندو وتان. ايئن ڇڻ اها ملي ئي ويندي، ايئن ڇڻ اها ملي وئي ته مون سان گڏ رهڻ لاءِ تيار به ٿي ويندي، ايئن ڇڻ ان جلال انصر کي وساري ڇڏيو هوندو. ولين جيتري ۽ ولين جهڙي عبادت ڪيان ها ته شايد الله تعاليٰ منهنجي لاءِ اهو معجزو ڪري ها پر مون جهڙي ماڻهوءَ لاءِ ..... منهنجي اوقات ته اها آهي ته ماڻهو ڪعبت الله شريف جي دروازي وٽ بيهي بخشش گهرندا آهن. مان اتي بيهي به ان کي ئي گهرندو رهيس. شايد الله تعاليٰ کي اهو ئي خراب لڳو."

امامه جي جسم مان هڪڙو ڪرنٽ لنگهي ويو هيو. هڪڙي جهوٽي وانگر اهو خواب ان کي ياد آيو هيو.

" منهنجا الله! " ان پنهنجا ٻئي هٿ چپن تي رکي ڇڏيا. اها بي يقيني مان سالار کي ڏسي رهي هئي. اها خواب ۾ ان شخص جو چهرو ڏسي ڪو نه سگهي هئي. " ڇا اهو هي شخص هيو اهو جيڪو منهنجي سامهون ويٺو آهي. اهو ماڻهو ....؟" ان تڏهن ان ماڻهوءَ کي خواب ۾ جلال سمجهيو هيو پر ان کي ياد آيو هيو جلال جو قد ڊگهو ڪو نه هيو اهو ماڻهو ڊگهي قد وارو هيو. سالار سڪندر جو قد ڊگهو هيو. هن جا هٿ ڏڪڻ لڳا هيا. جلال جو رنگ سانورو هيو. ان ماڻهوءَ جو رنگ صاف هيو. سالار سڪندر جو رنگ صاف هيو. هن خواب ۾ ان ماڻهوءَ کي ڪلهي تي هڪڙي ٽين شي به ڏٺي هئي. اها ٽين شي؟

هن ڏڪندڙ هٿن سان پنهنجي چهري کي مڪمل طور لڪائي ڇڏيو.

اهو معجزن جي نه ٿيڻ جون ڳالهيون ڪري رهيو هيو ۽ .... اندر ڊاڪٽر سبط علي خاموش هيو. اهو ڇو خاموش هيو. ان جي صرف ان کي ۽ امامه کي خبر هئي. سالار

سڪندر کي ڪونہ هئي. امامہ پنهنجون اکيون مهٽيون ۽ چهري تان هٿ هٽائي ڇڏيا. هن هڪڙو دفعو وري وهندڙ ڳوڙهن سان ان شخص کي ڏٺو.

نہ ولي هيو نہ درويش... صرف سچي دل سان توبهہ ڪرڻ وارو هڪڙو شخص هيو. ان کي ڏسندي هن کي پهريون ڀيرو احساس ٿيو تہ جلال ۽ هن جي وچ ۾ ڪهڙي شي اچي بيهي وئي هئي جنهن ايترن سالن ۾ جلال جي لاءِ هن جي هڪڙي دعا بہ قبول ٿيڻ ڪو نہ ڏني هئي. ڪهڙي شي آخري وقت تي فهد جي پاران ان کي وٺي آئي هئي.

ان شخص ۾ ڪا نہ ڪا ڳالهہ تہ اهڙي هوندي جو ان جون دعائون قبول ٿيون، منهنجون ڪونہ ٿيون. هر ڀيري مون کي موٽائي ان ڏانهن موڪليو ويو.

هن آلين اکين سان ان کي ڏسندي سوچيو. هن ڊاڪٽر سبط علي کي ان کي نيڪ انسان چوندي ٻڌو. هن کي خبر هئي اهو اها ڳالهہ چوڪري رهيو هيو. اهو سالار کي ڪو نہ ٻڌائي رهيو هيو. اهو امامہ کي ٻڌائي رهيو هيو. اهو ان کي نيڪ انسان قرار نہ بہ ڏئي ها تڏهن بہ اها ان کي نيڪ انسان مڃڻ لاءِ مجبور هئي.

ان وٽ جيڪا شاهدي هئي اها دنيا جي هر شاهدي کان وڏي هئي. ان وٽ جيڪو ثبوت هيو ان کان پوءِ نہ ڪنهن ٻئي ثبوت جي ضرورت هئي نہ گنجائش. ان کي ڇا "ٻڌايو" ويو هيو ان کي ڇا "جتايو" ويو هيو. ان کي خبر هئي...... صرف اها ئي ڄاڻي سگهي ٿي.

روزي کولڻ کان پوءِ سالار ۽ ڊاڪٽر سبط علي نماز پڙهڻ لاءِ هليا ويا.

اها هٿ منهن ڌوئي بورچيخاني ۾ آئي. انهن جي اچڻ کان اڳ هن ملازم سان گڏجي ماني ميز تي رکي ڇڏي هئي. سالار ماني کائڻ کان پوءِ موٽي ويو هيو ۽ ان جي وڃڻ کان پوءِ ڊاڪٽر سبط علي جنهن وقت بورچيخاني ۾ آيو. ان وقت امامہ بورچيخاني جي ميز تي ويهي ماني کائي رهي هئي. هن جون اکيون هاڻي بہ سڄل هيون پر ان جو چهرو پرسڪون هيو.

" مون سالار کي توهان جي باري ۾ ڪجهہ ٻڌايو پر مان چاهيان ٿو تہ توهان هاڻي جلد کان جلد ان سان ملي ڳالهائي وٺو." ڊاڪٽر سبط علي ان کي چيو.

" مون کي ان سان ڪا ڳالهہ ناهي ڪرڻي." اها پاڻي پيئندي رڪي وئي. " ان کي الله تعاليٰ منهنجي لاءِ چونڊيو آهي ۽ مان الله تعاليٰ جي چونڊ کي رد ڪرڻ جي جرئت نٿي ڪري سگهان. ان چيو آهي تہ اهو توبهہ ڪري چڪو آهي، اهو نہ بہ ڪري ها اهڙو ئي هجي ها جهڙو پهريان هيو تڏهن بہ مان ان وٽ هلي وڃان ها. جيڪڏهن مون کي خبر پئجي وڃي ها تہ ان کي الله سائين منهنجي لاءِ چونڊيو آهي."

اها هاڻي ٻيهر پاڻي پي رهي هئي. " توهان ان کي چئو تہ مون کي وٺي وڃي."

*** 

سالار جنهن وقت مغرب جي نماز پڙهي آيو تيستائين امامہ فرقان جي زال سان گڏ ميز تي کاڌي پيتي جون شيون رکي چڪي هئي. فرقان ۽ سالار جي غير موجودگيءَ ۾ ان ڀيري آمنہ زور ڀري ان سان گڏ ڪم ۾ هٿ ونڊايو هو.

سالار جي اچڻ تي اها پنهنجي فليٽ تي وڃڻ لاءِ تيار ٿي وئي. سالار ۽ امامہ ان کي روڪڻ جي ڪوشش ڪئي هئي.

"نہ مون کي ٻارن سان گڏجي ماني کائڻي آهي. اهي ويچارا انتظار ڪري رهيا هوندا."

"توهان انهن کي بہ هتي سڏي وٺو." سالار چيو.

"نہ ادا، مان اهڙي قسم جي فضول حرڪت نٿي ڪري سگهان. توکي خبر آهي تہ امامہ تہ هتان وڃڻ جو نالو ئي نہ وٺندي" نوشين پنهنجي ڏي جو نالو ورتو.

"سالار امامہ سان گهڻو پيار ڪندو آهي."

فرقان جي زال آمنہ (امامہ) کي چيو. هڪڙي گهڙيءَ لاءِ سالار ۽ امامہ جون نظرون مليون پوءِ سالار هڪدم منهن ڦيري ميز تي پيل جڳ مان گلاس ۾ پاڻي وجهڻ لڳو. نوشين حيرانيءَ مان آمنہ (امامہ) جي ڳاڙهي ٿيندڙ چهري کي ڏٺو پر اها ڪجهہ سمجهي نہ سگهي.

"توهان ماني کائو. روزي رکڻ لاءِ بہ ماني مان ملازم جي هٿان موڪلي ڏيندس. توهان ڪجهہ بہ نہ پچائجو."

ان جي وڃڻ کان پوءِ سالار دروازو بند ڪري موٽي آيو. امامہ سان ڳالهائڻ کان سواءِ اهو ڪرسي ڇڪي ويهي رهيو پر ان ماني کائڻ شروع ڪو نہ ڪئي.

امامہ ڪجهہ گهڙيون بيٺي سوچيندي رهي پوءِ پاڻ بہ ڪرسي ڇڪي ويهي رهي. ان جي ويهڻ کان پوءِ سالار پنهنجي سامهون پيل پليٽ ۾ چانور وجهڻ شروع ڪيا. ڪجهہ چانور ڪيڻ کان پوءِ ان ساڄي هٿ سان چانورن جو هڪڙو چمچو پنهنجي وات ۾ وڌو. ڪجهہ گهڙين لاءِ امامہ جي نظر ان جي ساڄي هٿ کان ٿيندي ان جي چهري تي پئي. سالار جو توجهہ ان ڏانهن ڪو نہ هيو مگر ان کي خبر هئي اها ڇا ڏسي رهي هئي.

ماني گهڻي خاموشيءَ ۾ کاڌائون. امامہ کي ان جي خاموشي هاڻي گهڻي چڀي رهي هئي. آخر اهو ان سان ڳالهائي ڇو نہ رهيو هو؟

"ڇا مون کي ڏسي ان کي ايترو جهٽڪو لڳو آهي؟ يا وري؟"

ان کي پنهنجي بک ختم ٿيندي محسوس ٿي. ان کي پنهنجي پليٽ ۾ وڌل کاڌو ختم ڪرڻ مشڪل ٿي ويو.

سالار ان جي برخلاف گهڻي اطمينان سان ۽ تڪڙو کاڌو کائي رهيو هو. ان جنهن وقت کائڻ ختم ڪيو. ان وقت سومهڻي (عشاءِ) جي بانگ اچي رهي هئي.

امامہ جي ماني کائي ختم ڪرڻ جو انتظار ڪرڻ کان سواءِ اهو ميز تان اٿي پنهنجي ڪمري ۾ هليو ويو. امامہ پنهنجي پليٽ پوئتي سرڪائي.

اها ميز تي رکيل ٿانوَ گڏ ڪرڻ لڳي جڏهن ان سالار کي ڪپڙا مٽائي ٻاهر ايندي ڏٺو. هڪڙو پيرو وري ان سان ڳالهائڻ کان سواءِ اهو فليٽ مان نڪري ويو هو. امامہ بچيل کاڌي کي فرج ۾ رکي ڇڏيو. ٿانون کي ڌوئڻ واري گيندي (سنڪ) ۾ رکڻ کان پوءِ ان ميز صاف ڪئي ۽ پاڻ بہ نماز پڙهڻ لڳي.

❊ ❊ ❊

اهو سومهڻي جي نماز پڙهڻ کان پوءِ جنهن وقت موٽي آيو ان وقت اها بورچيخاني ۾ ٿانون ڌوئڻ ۾ مصروف هئي. سالار پاڻ وٽ موجود چاٻيءَ سان فليٽ جو دروازو کولي اندر اچي ويو. سالار هال مان لنگهندي بيهي رهيو. امامہ جي پٺي بورچيخاني جي دروازي ڏانهن هئي ۽ اها گينديءَ (سنڪ) جي سامهون بيٺي هئي. ان جو رئو هال ۾ صوفي تي پيو هيو.

سالار پهريون ڀيرو ان کي سعيده امان وٽ ڪجهہ ڪلاڪ اڳ بنا رئي جي ڏٺو هيو ۽ هاڻي اهو هڪڙو ڀيرو وري ان کي رئي کان سواءِ ڏسي رهيو هو.

نو سال اڳ وضو ڪندو ڏسندي ان کي پهريون ڀيرو امامہ کي ان چادر کانسواءِ ڏسڻ جي خواهش پيدا ٿي هئي جيڪا اها ويڙهي رکندي هئي. نون سالن کان پوءِ ان جي خواهش پوري ٿي وئي هئي. ان نون سالن ۾ ڪيترائي ڀيرا ان کي پنهنجي گهر ۾ "محسوس" ڪيو هيو پر اڄ جڏهن اهو ان کي اتي "ڏسي" رهيو هو تہ اهو گم سم هيو. ان جا ڪارا وارا ڍري ٿيل نموني سان ڳُت (جوڙي) جي شڪل ۾ ويڙهيل هيا ۽ سفيد سوئيٽر جي پٺيءَ تي اهي هڪدم گهڻو اگهاڙا ٿي ويا هيا.

نڪاح نامي تي آمنہ مبين بنت هاشم مبين احمد کي پنهنجي زال طور تسليم ڪرڻ جو اقرار ڪندي ان جي ذهن ۾ هڪڙي گهڙي لاءِ بہ ڪو شڪ پيدا ڪو نہ ٿيو هيو نہ وري اهو هاشم مبين احمد جي نالي تي چڙڪيو هيو. اهو سعيده امان جي " ڌي" سان شادي ڪري رهيو هو. ان جو نالو امامہ هاشم هجي ها تڏهن بہ ان جي وهم ۽ گمان ۾ بہ اهو ڪڏهن نہ اچي ها تہ هيءَ اها امامہ هئي، ڪا ٻي ناهي ۽ ان کي سعيده امان جي گهر اڱڻ ۾ بيٺل ڏسي.ان کي هڪڙي گهڙيءَ لاءِ بہ شڪ ڪو نہ ٿيو هيو تہ ان جو نڪاح ڪنهن سان ٿيو آهي.



"امامہ توکي خبر آهي نون سالن ۾ ڪيترا ڏينهن، ڪيترا ڪلاڪ، ڪيترا منٽ ٿيندا آهن؟"

خاموشي ختم ٿي وئي هئي. ان جي آواز ۾ جسم مان سيسراٽ ڪڍڻ واري ٺڏڪار هئي. امامہ چپ پڪوڙيندي نلڪو بند ڪري ڇڏيو. اهو ان جي پٺيان بيٺو هيو. ايترو ويجهو جو اها جيڪڏهن ڦرڻ جي ڪوشش ڪري ها تہ انجو ڪلهو ضرور ان جي سيني سان ٽڪرائجي وڃي ها. ان ڦرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي.

اها پنهنجي ڪياڙي (ڪنڌ جي پٺي) تي ان جي ساهہ کڻڻ جو هلڪو آواز ٻڌي سگهي ٿي. اهو هاڻي ان جي جواب جي انتظار ۾ هو. ان وٽ جواب ڪو نہ هيو. گيندي جي ڪناري تي هٿ رکي اها نلڪي مان ڪرندڙ ڪجهہ آخري ڦڙن کي ڏسندي رهي.

"ڇا انهن سالن ۾ هڪڙو ڀيرو بہ تو منهنجي باري ۾ سوچيو؟ سالار جي باري ۾؟"

ان جا سوال مشڪل ٿيندا پئي ويا. اها هڪڙو ڀيرو وري بہ چپ رهي.

"سرور کان پوءِ ڇا آهي." اهو جواب جو انتظار ڪرڻ کان سواءِ چئي رهيو هو.

"تو ڇيو هو "درد." تو ٺيڪ چيو هو اهو درد هيو." اهو هڪڙي گهڙي لاءِ ماٺ ٿيو.

"مان هتي هن گهر ۾ هر جاءِ تي توکي ايترا ڀيرا ڏسي چڪو آهيان جو هاڻي تون منهنجي سامهون آهين ته مون کي يقين نٿو اچي."

امامه گيندي جي ڪنارن کي اجا مضبوطي سان جهليو. هٿن جي ڏڪڻي کي روڪڻ جي لاءِ اها ڀيو ڪجهه ڪري نٿي سگهي.

"مون کي لڳي ٿو ته مان ڪو خواب ڏسي رهيو آهيان. اکيون کوليندس ته ...."

اهو رڪيو. امامه اکيون بند ڪري ڇڏيون.

"ته سڀ ڪجهه هوندو بس تون ڪونه هوندينءَ. اکيون بند ڪندس ته ....."

امامه اکيون کولي ڇڏيون. ان جا ڳل ڀڄي رهيا هيا.

"ته به ان خواب ۾ ڀيهر وڃي ڪونه سگهندس. تون اتي به ڪو نه هوندينءَ . مون کي توکي هٿ لائيندي به ڊپ ٿو ٿئي. هٿ وڌائيندس ته سڀ ڪجهه اوجهل ٿي ويندو جيئن پاڻي ۾ نظر اچڻ ورو اولڙو."

اهو ان جي ايترو ويجهو هيو جو ٿورو نوڙي ها ته ان جا چپ ان جي وارن کي ڇهي وٺن ها پر ان انهن کي ڇهڻ نٿي گهريو.

"ڇ تون آهين ڪير امامه.....؟ آمنه.....؟ منهنجو وهم......؟ يا وري ڪو معجزو؟"

"ڇا مان توکي اهو ٻڌايان ته مون کي .... مون کي تو سان ....."

اهو ڪجهه چوندي چوندي رڪجي ويو. امامه جي اکين مان نڪرڻ وارو پاڻي ان جي ڇهري کي ڀڄائيندو ان جي ڪاڏيءَ مان ٽپڪي رهيو هيو. اهو ڇو ماٺ ٿيو هيو. هن کي خبر ڪو نه هئي پر ان کي زندگي ۾ ڪڏهن خاموشي ايتري خراب ڪو نه لڳي هئي جيتري ان وقت لڳي هئي. اهو گهڻي دير تائين ماٺ رهيو. ايتري دير تائين جو اها ان کي ڦري ڏسڻ لاءِ مجبور ٿي وئي ۽ تڏهن ان کي خبر پئي ته اهو ڇو خاموش هيو. ان جو ڇهرو به ڀنل هيو.

اهي ٻئي زندگيءَ ۾ پهريون ڀيرو هڪ ٻئي کي ايترو ويجهڙائي کان ڏسي رهيا هيا. ايترو ويجهڙائي کان جو اهي هڪ ٻئي جي اکين ۾ نظر اچڻ وارو پنهنجو پنهنجو عڪس به ڏسي سگهيا ٿي پوءِ سالار ان کان نظرون ڇوراڻ جي ڪوشس ڪئي هئي.

اهو پنهنجي هٿ سان پنهنجي ڇهري کي صاف ڪري رهيو هو.

"تون مون کان ۽ مان تو کان ڇا لڪائيندا سين سالار.....! هڪ ٻئي جي باري ۾ اسان سڀ ڪجهه ته ڄاڻون ٿا...."

امامه جهيڻي آواز ۾ چيو. سالار هٿ روڪي ڪنڌ مٿي ڪيو.

"مان ڪجهه نٿو لڪايان. مان ڳوڙهن کي صاف ٿو ڪريان ته جيئن تو کي چڱي طرح ڏسي سگهان. تون وري ڪنهن ڏنڌ ۾ ويڙهيل نظر نه اچين."

اهو ان جي ڪنن جي پاپڙين ۾ لڙڪندڙ انهن موتين کي ڏسي رهيو هو جن کي ان ڪيترا سال اڳ به ڏٺو هو. فرق صرف اهو هو ته اڄ اهي گهڻو ويجهو هيا. هڪڙو ڀيرو انهن موتين ان کي گهڻو روئاريو هيو. اهي موتي اڄ به ان کي روئاري رهيا هيا. پنهنجي هر لوڏي سان گڏ. وهم کان لوڏو.... لوڏي کان وهم بڻجندي.

اها پنهنجن ڪنن جي پاپڙين کي ان جو غور سان ڏسڻ محسوس ڪري رهي هئي.
”مون ڪڏهن ڪونه سوچيو هيو تہ مان ڪڏهن تنهنجي ايترو ويجهو ويهي تو سان ڳالهيون ڪري رهيو هوندس.“
اهو مرڪيو هيو پر آلين اکين سان.... امامہ ان جي ساڄي ڳِتي ۾ ڪجهہ گهڙين لاءِ ايرندڙ چُگهہ ڏٺو. مرڪڻ سان ان جي صرف هڪڙي ڳِتي ۾ چگهہ پوندو هيو ساڄي ڳِتي ۾ ۽ نَو سال اڳ ۾ امامہ کي ان چگهہ کان بہ گهڻي مونجهہ ٿيندي هئي. نون سالن کان پوءِ ان چُگهہ پهريون ڀيرو عجيب انداز ۾ ان کي پنهنجي طرف ڇڪيو هو.
”مون ڪڏهن اهو ڪونہ سوچيو هيو تہ مان ڪڏهن تنهنجي ڪنن ۾ موجود والن کي هٿ لڳائيندس ۽ تون ......“
اهو هاڻي ان جي ساڄي ڪن ۾ لڏندڙ موتي کي پنهنجين آڱرين جي چوٽين سان روڪي رهيو هيو.
”۽ تون..... تون مون کي هڪڙي چماٽ ڪونہ وهائي ڪيندينءَ.“
امامہ بي يقيني مان ان کي ڏٺو. سالار جي چهري تي ڪا بہ مرڪ ڪو نہ هئي. اڳئين گهڙي ۾ ان ڀنل چهري سان بي اختيار کلي ڏنو هيو. ان جو چهرو ڳاڙهو ٿي ويو هو.
”توکي اڃا بہ اها چماٽ ياد آهي. اهو هڪڙي عمل جو رد عمل هيو ٻيو ڪجهہ نہ.“
امامہ هٿ جي پٺي سان پنهنجن ڀنل ڳلن کي صاف ڪيو. اهو هڪڙو ڀيرو وري مرڪيو. چگهہ هڪڙو دفعو وري ظاهر ٿيو. ان گهڻو آهستڙي پنهنجن ٻنهي هٿن ۾ ان جا هٿ جهليا.
”تون معلوم ڪرڻ گهرين ٿو تہ مان ايترا سال ڪٿي رهندي هيس، ڇا ڪندي رهيس، منهنجي باري ۾ سڀ ڪجهہ؟“
اهو انڪار ۾ مٿو ڌوڻي ان جا ٻئي هٿ پنهنجي ڇاتي تي رکي رهيو هو.
”مان ڪجهہ بہ معلوم ڪرڻ نٿو گهران، ڪجهہ بہ نہ. تنهنجي لاءِ هاڻي مون وٽ ڪو سوال ڪونهي. منهنجي لاءِ ڪافي آهي تہ تون منهنجي سامهون ويٺي آهين، منهنجي سامهون تہ آهين. مون جهڙو ماڻهو ڪنهن کان ڪهڙي جاچ ڪندو.“
امامہ جا هٿ سالار جي سيني تي ان جي هٿن جي هيٺان دٻيل هيا. پاڻي ان جي هٿن کي ٿڌو ڪري ڇڏيو هو. ان کي خبر هئي اهو ڇو ان جي هٿن کي ڇاتي سان لايون ويٺو هو. لاشعوري طور اهو ان جي هٿن جي ٿڌاڻ کي ختم ڪرڻ جي ڪوشش ڪري رهيو هو. بلڪل اهڙي نموني جيئن ڪو وڏو ڪنهن ٻارڙي جي ٿڌن هٿن ۾ گرمي پيدا ڪرڻ جي ڪوشش ڪندو آهي.
ان جي سيني تي هٿ رکيون اها سوئيٽر جي هيٺان ان جي دل جي ڌڙڪڻ کي محسوس ڪري ٿي سگهي. اها بي ترتيب هئي، تيز.... پرجوش.... ڪجهہ چوندڙ.... ڪجهہ چوڻ جي ڪوشش ڪندڙ.... ان جي سيني تي هٿ رکيون اها ان وقت ان جي دل تائين پهتل هئي، ان کي شڪ ڪونہ هيو.

ان شخص ان سان محبت تي ڪئي، ڇو تي ڪئي؟ ان جو جواب سامهون بيٺل شخص بہ نٿي ڏئي سگهيو. هن ان شخص کان اهو سوال ڪيو بہ ڪونہ هيو. سالار جون اکيون پرسڪون انداز ۾ بند هيون، نہ بہ هجن ها تہ تڏهن بہ انهن اکين کي ڏسندي ان کي هاڻي ڪا مونجهہ ڪونہ ٿي رهي هئي. انهن اکين ۾ نَوَ سال اڳ جيڪو ڪجهہ هيو هاڻي ڪونہ هيو. جيڪو هاڻي هو اهو نَوَ سال پهريان ڪونہ هيو.

"اسان ڇا آهيون، اسان جون محبتون ڇا آهن، ڇا چاهيندا آهيون، ڇا ملندو آهي."

ان جي اکين ۾ هڪڙو پيرو وري آلاڻ اچڻ لڳي هئي.

"جلال انصر..... ۽ سالار سڪندر.... خواب کان حقيقت ..... ۽ حقيت کان خواب..... زندگي ڇا ان کان سواءِ ٻيو ڪجهہ آهي؟"

امامہ آهستڙي پنهنجا هٿ ڇڪيا. سالار اکيون کولي ڇڏيون. ان جي اکين ۾ ڪن پلڪ لاءِ اپرڻ واري تاثر کي اها ئي سڃاڻي ٿي سگهي.

پريشاني، لوڇ، خوف.... ٺنهي مان ڪجهہ هيو. امامہ گهڙي ڪن لاءِ ان جي چهري کي ڏٺو. پوءِ ڪاري سوئيٽر جي ڳچيءَ مان ٻاهر نڪتل سفيد ڪالرن کي ڏٺو. ڪجهہ چوڻ کان سواءِ آهستڙي ان جي ڪنڌ ۾ ٻانهن جو ٻاڪر هڻندي ان سالار جي ڇاتي تي مٿو رکي اکيون بند ڪري ڇڏيون. ان پهريون ڀيرو سالار جي پرفيوم جي هلڪي مهڪ کي محسوس ڪيو. نَوَ سال اڳ اهو گهڻي تيز خوشبو استعمال ڪندو هو. نَوَن سالن کان پوءِ......؟

سالار بلڪل بنا چرڻ پرڻ جي بيٺو هيو. ايئن جڻ ان کي يقين نہ آيو هجي. ڪجهہ گهڙين کان پوءِ ان گهڻو آهستڙي امامہ جي چوڌاري پنهنجون ٻانهون ڦيرائي ٻاڪر وڌو.

"اهو منهنجي لاءِ اعزاز آهي."

امامہ ان کي جهيڻي آواز ۾ چوندي ٻڌو. اهو ان جي بند اکين کي پيار مان چمي رهيو هيو.



اها سالار سان گڏ ڪعبت الله شريف جي اڱڻ ۾ ويٺي هئي سالار ان جي ساڄي پاسي هيو. اتي اها انهن جي آخري رات هئي اهي گذريل پندرهن ڏينهن کان اتي هيا. ڪجهہ دير اڳ انهن تهجد جي نماز اداڪئي هئي. اهي تهجد جا نفل پڙهي پوءِ اتان هليا ويندا هيا. اڄ ڪونہ ويا. اڄ اتي ئي ويهي رهيا. انهن جي ۽ ڪعبت الله شريف جي دروازي جي وچ ۾ تمام گهڻا ماڻهو هيا ۽ گهڻو فاصلو هيو. ان جي باوجود اهي ٻئي جتي ويٺا هيا اتان ڪعبت الله شريف جي دروازي کي گهڻي آساني سان ڏسي سگهيا ٿي.

اتي ويهڻ مهل انهن ٻنهي جي ذهن ۾ هڪڙو ئي خواب هيو. اهي ان رات کي هاڻي پنهنجين اکين سان ڏسي رهيا هيا. حرم پاڪ جي فرش تي ان جاءِ تي پلٿي هنيون سالار سورت الرحمان جي تلاوت ڪري رهيو هيو. امامہ ڄاڻي واڻي ان جي پرسان ويهڻ جي بجاءِ ڪاٻي پاسي ان جي پٺيان ويهي رهي. سالار تلاوت ڪندي ڪنڌ ورائي ان کي ڏٺو پوءِ ان جو هٿ پڪڙي آهستڙي پنهنجي پرسان گڏ ويهڻ لاءِ جاءِ ڏانهن اشارو ڪيو. امامہ

اتي ان جي پرسان گڏ ٿي ويٺي. سالار ان جو هٿ ڇڏي ڏنو. اهو هاڻي ڪعبت الله شريف جي دروازي کي غور سان ڏسي رهيو هيو.

امامہ بہ ڪعبت الله شريف کي ڏسڻ لڳي. اها ڪعبت الله شريف کي ڏسندي ان وٽندڙ آواز کي ٻڌندي رهي جيڪو ان جي مڙس جو هيو. فباي آلاءِ ربڪما تڪذبان.

۽ توهان پنهنجي پروردگار جي ڪهڙين ڪهڙين نعمتن کان انڪار ڪندا.

"امامہ! تون جيڪو ڪجهہ ڪري رهي آهين، تون ان تي ڏاڍو پڇتائيندينءَ. تنهنجي هٿ ۾ ڪجهہ بہ ڪو نہ ايندو."

نَوَ سال پهريان هاشم مبين ان جي منهن تي چماٽ هڻندي چيو هيو.

"سڄي دنيا جي ذلت ۽ خواري، بدنامي ۽ بک تنهنجو مقدر ٿي ويندي"

ان هن جي منهن تي هڪڙي ٻي چماٽ هنئي.

"تو جهڙين ڇوڪرين کي الله تعاليٰ ذليل ۽ خوار ڪندو آهي. ڪنهن کي منهن ڏيکارڻ جي قابل نہ ڇڏيندو آهي."

امامہ جون اکيون آليون ٿي ويون.

"هڪڙو وقت ايندو جڏهن تون پيهر اسان ڏانهن موٽي ايندينءَ، منٿون ميڙون ڪندينءَ، روئي التجائون ڪنديئنءَ، تڏهن اسان توکي ڌڪاريندا سين. تڏهن تون رڙيون ڪري پنهنجي وات سان پنهنجي گناهہ جي معافي گهرندينءَ. چوندينءَ تہ مان غلط هيس."

امامہ ڳوڙهن سان پريل اکين سان مرڪيو.

"منهنجي خواهش آهي بابا!" ان ڇپن ۾ چيو "تہ زندگي ۾ مان هڪڙو پيرو توهان جي سامهون اچان ۽ توهان کي ٻڌايان تہ ڏسو منهنجي ڇهري تي ڪا ئي ذلت، ڪا ئي بدنامي ڪونهي. منهنجي الله ۽ منهنجي پيغمبر محمد ﷺ منهنجي حفاظت ڪئي. مون کي دنيا لاءِ تماشو ڪونہ بڻايو. نہ دنيا ۾ بڻايو آهي نہ ئي آخرت ۾ مون کي ڪنهن خواري کي منهن ڏيڻو پوندو ۽ اڄ مان جيڪڏهن هتي موجود آهيان تہ صرف انهي ڪري جو مان سڌي رستي تي آهيان ۽ هتي ويهي مان هڪڙو پيرو وري اقرار ڪيان ٿي تہ محمد ﷺ الله جا آخري رسول آهن. ان کان پوءِ نہ ڪو نبي آيو آهي نہ ئي ڪڏهن ايندو. مان اقرار ڪريان ٿي تہ اهي ئي پيِر ڪامل آهي. مان اقرار ڪريان ٿي تہ انهن کان وڌيڪ ڪامل ترين انسان ٻيو ڪو ڪونهي. ان جي نسل ۾ بہ نہ ان جي برابر آيو آهي نہ ئي ڪڏهن ايندو ۽ مان الله کان دعا گهران ٿي تہ اهومون کي منهنجي باقي زندگي ۾ بہ ڪڏهن پاڻ سان شرڪ نہ ڪرائي ۽ نہ ئي مون کي آخري پيغمبر محمد ﷺ جي برابر ڪنهن کي آڻڻ جي جرئت ٿئي. مان دعا ڪريان ٿي تہ الله سائين زندگي ڀر مون کي سڌي رستي تي رکي. بيشڪ مان ان جي ڪنهن بہ نعمت کان انڪار نٿي ڪري سگهان."

سالار رحمٰن سورت جي تلاوت پوري ڪري ورتي هئي. ڪجهہ گهڙين لاءِ اهو رڪيو پوءِ سجدي ۾ هليو ويو. سجدي مان اٿڻ کان پوءِ اهو اٿي بيهندي رڪي ويو. امامہ

اکيون بند ڪيون ٻئي هٿ ڪنيون دعا گهري رهي هئي. اهو ان جي دعا ختم ٿيڻ جي انتظار ۾ ويهي رهيو. امامہ دعا ختم ڪئي.

سالار اٿڻ گهريو اهو اٿي نہ سگهيو. امامہ گهڻو آهستڙي ان جو ساڄو هٿ پڪڙي ورتو. اهو حيرت مان ان کي ڏسڻ لڳو.

"اهو جيڪو ماڻهو چوندا آهن تہ جنهن سان محبت ٿي اهو نہ مليو. خبر آٿو ايئن ڇو ٿيندو آهي؟"

رات جي ان آخري پهر ۾ پيار مان ان جو هٿ جهليون اها پنهنجي اکين ۾ مرڪندڙ ڇهڙي سان ڇئي رهي هئي.

"محبت ۾ سچائي نہ هجي تہ محبت ڪو نہ ملندي آهي. نَو سال اڳ مون جڏهن جلال سان محبت ڪئي تہ پوري سچائي سان ڪئي. دعائون، وظيفا، باسون باسڻ، ڇا هيو جيڪو مون نہ ڪيو هجي پر اهو مون کي ڪونہ مليو."

اها گوڏا ڏوڙا ڪيون ويٺي هئي. سالار جو هٿ ان جي هٿ جي نرم پڪڙ ۾ ان جي گوڏي تي رکيو هيو.

"خبر اٿئي ڇو؟ ڇو تہ ان وقت تون بہ مون سان محبت ڪرڻ لڳو هئين ۽ تنهنجي محبت ۾ منهنجي محبت کان وڌيڪ سچائي هئي."

سالار پنهنجي هٿ کي ڏٺو. ان جي ڪاڏي مان ٽپڪڻ وارا لڙڪ هاڻي هن جي هٿ تي ڪري رهيا هيا. سالار ٻيهر امامہ جي منهن ڏانهن ڏٺو.

"مون کي هاڻي لڳي ٿو تہ الله سائين مون کي گهڻي پيار سان ٺاهيو آهي. اهو مون کي ڪنهن اهڙي شخص جي حوالي ڪرڻ لاءِ تيار نہ هو جيڪو منهنجو قدر نہ ڪري ها. مون کي برباد ڪري ها ۽ جلال، اهو مون سان اهو ئي سڀ ڪجهہ ڪري ها. اهو ڪڏهن بہ منهنجو قدر نہ ڪري ها. نون سالن ۾ الله سائين مون کي هر حقيقت ٻڌائي ڇڏي هر شخص جو اندر ۽ ٻاهر ڏيکاري ڇڏيو ۽ پوءِ ان مون کي سالار سڪندر کي سونپيو ڇو تہ ان کي خبر هئي تہ تون اهو شخص آهين جنهن جي محبت ۾ سچائي آهي. تو کان سواءِ ٻيو ڪير هيو جيڪو مون کي هتي وٺي اچي ها. تو نيڪ ڇيو هيو تو مون سان پاڪ محبت ڪئي آهي."

اهو چپ ڪيون بنا چر پر ڪرڻ جي ان کي ڏسي رهيو هيو. اها هاڻي ان جي هٿ کي هلڪيون چميون ڏئي واري واري سان پنهنجين اکين تي رکي رهي هئي.

"مون کي توسان ڪيتري محبت هوندي، اهو مان نٿي ڄاڻان. دل تي منهنجو اختيار ڪونهي مگر مان جيتري زندگي تو سان گڏ رهنديس تنهنجي وفادر ۽ فرمانبردار ٿي رهنديس. اهو منهنجي اختيار ۾ آهي. مان زندگيءَ جي هر مشڪل مرحلي تي ۽ هر آزمائش ۾ توسان گڏ رهنديس. مان سٺن ڏينهن ۾ تنهنجي زندگيءَ ۾ آئي آهيان. الله سائين نہ ڪري مان ڏکين ڏينهن ۾ بہ تو کي اڪيلو ڪو نہ ڇڏينديس."

هن جيتري نرميءَ سان ان جو هٿ پڪڙيو هيو ان ئي نرميءَ سان ڇڏي ڏنو اها هاڻي ڪنڌ جهڪايون پنهي هٿن سان پنهنجي چهري کي صاف ڪري رهي هئي.

سالار ڪجهه چوڻ کان سواءِ اٿي بيٺو. اهو ڪعبت الله شريف جي دروازي کي ڏسي رهيو هيو. بنا ڪنهن شڪ جي ان کي زمين تي لاثل صالح ۽ بهترين عورتن مان هڪڙي بخشي عطاڪئي وئي هئي. اها عورت جنهن جي لاءِ نَو سال ان هر وقت ۽ هرجاءِ تي دعا ڪئي هئي.

ڇا سالار سڪندر جي لاءِ نعمتن جي ڪا حد رهجي وئي هئي ۽ هاڻي جڏهن اها عورت ان سان گڏ هئي تہ ان کي احساس ٿي رهيو هيو تہ اهو ڪيتري ڳري ذميواري پنهنجي مٿان کڻي ويٺو هيو. هن کي ان عورت جو ڪفيل بڻايو ويو هيو. جيڪا نيڪي ۽ پارسائي ۾ ان کان گهڻو اڳتي هئي.

امامہ اٿي بيٺي. سالار ڪجهہ چوڻ کان سواءِ ان جو هٿ جهلي اتان وڃڻ لاءِ وک اڳتي وڌائي. هن کي ان عورت جي حفاظت سونپي وئي هئي جنهن پنهنجي اختيار جي زندگي کي ان وانگر ڪنهن خرابي ۽ پليتي ۾ ڪو نہ ٻوڙيو هيو. جنهن پنهنجين سمورين جسماني ۽ جذباتي ڪمزورين جي باوجود پنهنجي روح ۽ جسم کي ان وانگر نفس لاءِ قربان ڪو نہ ڪيو هو. ان جو هٿ جهلي وکون کڻندي هن کي زندگيءَ ۾ پهريون ڀيرو پارسائي ۽ تقويٰ جو مطلب سمجهہ ۾ اچي رهيو هو. اها ان کان ڪجهہ وکون پوئتي هئي اهي حرم پاڪ ۾ ويٺل ۽ هلندڙ ماڻهن جي قطارن جي وچ مان لنگهي رهيا هيا.

اهو پنهنجي پوري زندگيءَ کي ڇڻ فلم وانگر ڪنهن پردي تي هلندو ڏسي رهيو هو ۽ ان کي تمام گهڻو خوف محسوس ٿي رهيو هيو. گناهن جي هڪڙي ڊگهي فهرست جي باوجود ان صرف الله تعاليٰ جو ڪرم ڏنو هيو ۽ ان جي باوجود ان وقت ڪير بہ ان کان وڌيڪ الله تعاليٰ جي غضب کان خوف ڪونہ کائي رهيو هو. اهو شخص جنهن جي آئي ڪيو ليول حد کان گهڻي وڌيڪ هئي ۽ جيڪو ذهن تي عڪس ٿي ويندڙ يادگيريءَ (فوٽوگرافڪ ميموري) جو مالڪ هيو. نَوَن سالن ۾ ڇاڻي ويو هو تہ انهن ٻنهي شين سان گڏ بہ زندگيءَ جي ڪيترن موڙن تي انسان ڪنهن انڌي ماڻهو وانگر ٿيڙ کائي ڪري سگهيو ٿي. اهو بہ ڪريو هيو ڪيترائي دفعا..... گهڻين جاين تي ...... تڏهن نہ ان جي آئي ڪيو ليول ان جي ڪم آئي هئي نہ وري ان جي ذهن تي عڪس ٿيڻ واري يادگيري (فوٽوگرافڪ ميموري).

گڏ هلڻ واري ڇوڪريءَ وٽ اهي ٻئي شيون ڪو نہ هيون. ان جي مٺ ۾ هدايت جو هڪڙو ننڍڙو ڪڙڪٻيتو (جگنو) هيو ۽ اها ان ڪڙ ڪٻيتي مان تمڪندڙ روشنيءَ جي سهاري زندگيءَ جي گهپ اونداهيءَ مان ڪا ٺوڪر کائڻ کان سواءِ هلندي رهي هئي.

❊❊❊

